رهي. گھٽي ۾ گھٽو ڪري ۽ لالچ جي پياس پوري ٿيڻ جي ڪانه آهي. ٻساڻ جھڙن ٻا ٻاڻ
کان هيٺ وارن ڏانهن نه نظر ڊوڙي ٿي نه ٿي. ٻاڦي جيڪي ٻاڻ کان ٻداڙن ۾ مٿي آهن،
تن تائين پهچڻو آهي! هڪ تائين پهچجي نه ٻئي کان مٿي ٿيڻ جي ڪامنا پيدا ٿئي ۽ اِئيءَ
ريت نه آهي ڪامنائن جي پڄاڻي ۽ نه اسان جي ٻاڙ جي پڇاڙي. اِها سردردي ۽ پريشاني
۽ هڪ ٻاڳلپڻي جو ٻوُر آهي، جنهن پوئتان اسان جي سڄي ڄمار ۽ سموري شڪتي، ساڄهه
سڀ ختم ٿي ٿي وڃي ۽ آخر ۾ هاءِ هاءِ ڪندا وڃون ٿا نه ننگا آياسين ۽ ننگا وڃون ٿا.

موت اسان جي ٻاڙ جي پڄاڻي ڪري ٿو ڇڏي پر سنسار ۾ مائيا جي ٻاڙ جو سلسلو
هميشه جاري آهي ڇو ته اسان جي جاءِ اسان جا پويان پيدا ٿا جنهن ڪري مائيا هميشه
زنده آباد آهي. ٻاقي سندس ڇوڏاري ڪٿي مائيا ڏاري مسڄن پيا، ڪٿي مرن پيا ته
ڪٿي ساماڻجن پيا پر ميلو متوڻي پيئو آهي. گوروُ صاحبن جا لالچ لئي وچن مٿي ڏنل آهن
جن مان ٻه وري ٻه هيٺ ڏجن ٿا:

(١) نت دِنَس راتي لالچ ڪري - ڀرمي ڀرمائيا
وِڳار ڦري وڳاربتا - سر ڀار اُٺائيا.
راڳ گوڙي، محلا
ڇوٿان، شبد (١٠)

(٢) ڪوُڙا لالچ ڇوڙ ٿئي - ٽنهه ساچ ڀڄاڻيئي
گور ڪيئي شبد سمائيئي - پرمارٿ ڄاڻيئي.
راڳ آسا، محلا
پهلا، اشٽپدي (١٥)

مٿين ٻن وچنن جو آڌار وٺي اهو سمجهاڻ ضروري آهي ته لالچي انسان هميشه
ڪمارڳ جي واٽ وٺي ٿو جنهن ڪري هو ڀيو ڀرمن ۾ ڀٽڪي ۽ ٻندنن ۾ ٻڌجي. جڏهين
اها لوڀي لالچ نورت ٿيندي تڏهين انهن ڀرمن ۽ ٻندنن جو ٻڌ ڀڄندو، لوڪ پرلوڪ
سهيلو ٿيندو ۽ سچ جي سڃاڻپ ٿيندي. اهو سچ آهي پرماتما، برهم. پر برهم جي ڄاڻ ڀڄاڻ
تڏهين ٿيندي جڏهين مائيا جي سڄي ڄاڻ ڀڄاڻ ٿيندي ۽ پرمارٿ جي واٽ وٺبي.

هيل تائين مائيا ڪي رڳو دنيوي پدارٿن جي صورت ۾ سمجهائيو ويو آهي پر مائيا
جو ڪيترو بيحد وڏو ۽ چوطرف پکڙيل آهي. سنسار جو سارو سماچار يا وهنوار مائيا آهي ٻا
بلڪ اِئين ڪٿي چئجي ته سڄي سرشٽي مائيا جو روپ آهي. جيڪي ٻه اسين اکين سان
ڏسي سگهون ٿا، يا ٻين گيان اندرين سان محسوس ڪري سگهون ٿا ۽ ڪرم اندرين سان
ڪريا ڪريون ٿا، اِها سڀ مائيا آهي. خود من سان جيڪي ڀاونائون ۽ ڪلپنائون ڪريون
ٿا سا ٻس مائيا آهي. جو جيوُ مائيا جي اهڙي سڄي سروپ ۾ سڃاڻپ ڪري ٿو، تنهن
جي ئي وويڪ جو وڪاس ٿئي ٿو ۽ آتم درشٽيءَ جو پرڪاش ٿئي ٿو، جنهنجي وسيلي هو
سچ يا برهم جي ڄاڻ ڀڄاڻ ڪري سگهندو. مائيا جي پوري پروڙ کان پوءِ ئي سچ جي
سڃاڻپ ٿي سگهي ٿي.

اي ٻندا، جي لوڪي اِئيءَ سچ جي ڀڄاڻ جي اِڇا آهي ۽ پرماتما جي پراپتيءَ جي

ابلاڪا آهي ته لوڪي موهه ۽ لوڀ کي سچيءَ صورت ۾ سڃاڻڻو پوندو، ته پنهنجي جيون ۾ ٿو پنهنجي جيون ۾. پنهنجي پاڻ سان سوال جوابي ڪرڻي پوندي ته ڇا منهنجا ويچار، وچن ۽ ڪريائون موهه جي پاونا جي پيداش ته ڪونه آهن؟ ڇا موهه جي پيڇي لوڪي پياليءَ جي ڄار ۾ ته نه ٿي ڦاسائي؟ ڇا پياليءَ جي ڄار ۾ پين آليڪ وڪارن ۽ براين جا وڌڻا ته نه وڪڙيل آهن؟ ڇا لوڀ ۽ لالچ جي اَنڌ ۾ منهن جي ٻُڌي سالم رهي ٿي؟ ڇا ٻُڌي وڃائڻ کان پوءِ منهنجا طريقا سڌا ۽ صحيح رهي سگهندا؟ ڇا لون وونڪ جي وات چڙهي، ڪوڙ، ڪمت، ڪبڙيا، ابرڪا ۽ اهنڪار جي اوت ته اڻ ورلي آهي؟ ڇا اها اوت جيون پسارا ۾ اوچي ۽ اٿانگي اَڏ ته نه آهي؟

ٿي سگهي ٿو ته جواب خود انهن سوالن ۾ ٿي سمايل هجي. اهو جواب جيون ۾ جادو لڳائي سگهي ٿو ۽ قلوب کي قرار ڪرائي سگهي ٿو. پر جي منهنجو تصور نڪي آڇا انهيءَ سوال جوابيءَ طرف نه ورپو آهي ته پوءِ مانيا مان ڪيئن جند آزاد ڪرائي سگهندين ۽ لوڀ لالچ ڪيئن منهن جو پيڇو ڇڏيندا؟ جا شيءِ نه لوسان ڪڏ آئي ۽ نه ڪڏ هلندي، منهن سان پريت ۽ وفاداريءَ جو ناتو نباهڻ، ڪهڙيءَ عقلمنديءَ جو ڪم چئبو؟ من لڳاءِ ألي ۽ دل اٽڪاءِ ألي، جتي جانب جي چاهه هجي، پريتم جو پيار هجي ۽ هوس جهڙي هيج هجي. ڪوڙي ڪچ جي قدمن ۾ نه ڪِرُ. سڪ جي سوغات سائينءَ جي سامهون آڻ ته سڦيڪار ٿئي.

 

## (٧) ڪرود، ويـر، وروڌ.

(١) ڪُبڌ ڏوُمڻي ڪّدنيا ڪسائي -

ٻـر نندا گهتَ چوُهڙي مُني ڪرود چنڊال
ڪاڙي ڪدي ڪيا ٿيئي - جي چاري ٻنيا ٽال
سڀ سنجم ڪرڻي ڪارا - نـاوڻ نـاءُ جـيهي
نـانڪ اُڪيُ اُنــم سيئي - جه ٻـاٻان پند نه ڏيهي.

[سري راڳ، محلا چوٿان، وار (٢٠)، سلوڪ محلا ٽيجا]

(٢) مٽي ٻـريت پيار گئيا - مٽـا ويـر وروڌ
ڏندڌا ٿڪا هئه مٽي - ممتا مـائيا ڪرود
ڪرم ملي سچُ پائيئي - گوُرمک سدا نروڌ.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (١٤)

(٣) ڪنن ڪرود گهتَ هي ڪي پتر - جهه سڌ سڀ ٻسرائي
ولن گيان سڀ ڪو هر ليما - لـان سئه ڪڇ نه ٻسائي.

راڳ گوڙي، محلا ناوان، شبد (٤)

(٤) واد وروڌ - نه ٻـا ئيا جـاء
من تن ٿيڪا - دوُجي پاء.

راڳ گوڙي، محلا ليجا، اشٽپدي، (٢)٣

(٥) ووا وير نه ڪريئي ڪاهوُ - گهتَ گهتَ اُنتر برهم سماهوُ
وير وروڌ مٽي تهه من لي - هر ڪيرتن گوُرمک جو سُنتي.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، باون اکري (٤٦)

(٦) جب ڏاريُ - ڪوتوُ ٻتري ميٽ
تب لڪ - نهچل ناهي چيٽ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٤) ١٢

(٧) اوُتي ڪاج نه هووت ٻوُري - ڪام ڪرود مدسد هي جهوُري
ڪري ٻڪار جيئڙي ڪيُ تائي - غافل سنگه نه تَسوُتا جاني.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (٥٢)

---

١. ڪمت. ٢. واڪشڻي. ٣. هڏسا. ٤. ٻنگي. ٥. ليڪر، ٻاڪند. ٦. اندرين لي قبضو. ٧. سڪرم. ٨. اشنان. ٩. پرلوڪ پر. ١٠. سکيا، اُپديش ڪوله ٿـا ڏين. ١١. نفرت ١٢. پرماتما. ١٣. اندرين لي قبضو ڪندڙ. ١٤. سڌ ٻڌ. ١٥. ڪوئي ويئر آهي. ١٦. ٻجهي نه ٿو سگهجي. ١٧. جهگڙا جهٽا. ١٨. سمجهي ٿو. ١٩ اڌوراء. ٢٠. اُهنڪار جو نشو. ٢١. ڏڪالي. ٢٢. من ڪائو.

(٨) گورمک ـ وڏو وروڌ گنوائي[1]
گورمک سگلي گڻت مٽائي[2]۔

راڳ رامڪلي، محلا
پهلا، سڌ گوشٽ (٣٧)

(٩) ڪام ڪروڌ لوڀ موهه لوارين[1] ـ نسوري سگل بتّرالي[3]
سد حضوُر حاضران هجي ناظر ـ ڪتهه نه پئيو دوُرالي[5]۔

راڳ مارو، محلا
پنجوان، شبد (٦)

(١٠) ڪام ڪروڌ سڀل سنسارا[6] ـ
إهه ڪرم ڪماوهه سڀ دک ڪا پسارا
ستگرو شيوهه سي سک پاوهه ـ سچي شبد ملالدا۔

راڳ مارو، محلا
تيجا، سولهو (١٣) ١٦

(١١) جهه راکي سوئي سک لٽانا[7] ـ سهجي هوء سوئي پل مانا
نسي بڙ ناهي ڪو بڙي ـ سڀ ايکو هي پسالٽا[8]۔

راڳ مارو، محلا
پنجوان، سولهو (١٣) ٦

(١٢) اَنڪ هروي ويبر وروڌ ـ ڪو سڪي نه چڏائيا
نانڪ وڻ[9] ناوي ڏرک[10] موهه ـ جت لنگ دک پائيا۔

راڳ سارنگ، محلا
چوٿان، وار (٣٤)

(١٣) ڪام ڪروڌ لوڀ بيانيو[11] ـ جنم ڪي ڪتان[12]
پتت پاون[13] سرن آئيو ـ اُڌر نانڪ جان۔

راڳ ڪانڙا، محلا
پنجوان، شبد (٣٤)

(١٤) ڪام ڪروڌ ڪا چولڙا[14] ـ سڀ گل آلي پاء
اِک اُپجهه[15] اِک بنس[16] جاء ـ حکمي آوي جاء۔

سارنگ، محلا تيجا
(١٧)

---

١. نورت ڪري لوء ٢. ڪومن جو ليکو. ٣. ويڙ. ٤. پرماتما حاضران حضوُر آهي، ٥. پري. ٦. زوردار. ٧. ٿاڻي، لڪائو. ٨. ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ٩. بڻا. ١٠. اجاير، وتوڻ ١١. وياپيل آهن. ١٢. ڪاڻ. ١٣. پرماتما. ١٤. ڳهي ۾. ١٥. جمڻ. ١٦. مرڻ.

## (٨) ڪوڙو يا مدو ڳالهائڻ.

(١) سپنا ڪا پڙپ[١] ايڪ هيءِ - دوُجا اَوُر نه ڪوءِ
ڳور پرسادي من وسيءِ - لٽ ڳهٽ پرڳٽ[٢] هوءِ
سڀ اَنترجامي پرهم[١] هيءِ - پرهم وسيءِ سڀ ٺاءِ
مندا[٣] ڪسو آکيئيءِ - شبد ويکهه لسو لاه
پرا پلا تڇر[٤] آکدا - جهر[٥] هيءِ دُهه ماهه[٦]
ڳوُرمک ايڪو[١] ٻجهيا - ايڪس ماهه سماءِ.

[راڳ سوهي، محلا ٿيجا، اشٽپدي (۴)]

(٢) جِمُ بوليئيءِ پٽ[٧] پاليئيءِ - سو بونيا پروانڻ[٨]
ڦڪا[٣] بول وڳوُٽا[٩] - سُنَ موُرک من اَجاڻ.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (۴)

(٣) جب ڪس ڪئه - اِڦُم جاڻس مندا
تب سڳلي - اِس ميلهه ڦندا[١٠].

راڳ ڳوڙي، محلا پنجوان، اشٽپدي (٢) ١

(۴) نا ڪو دشمن دوکيڻا[١١] - ناهي ڪو مندا
ڳور ڪي سيوا سيوڪو - نانڪ خصميءِ[١] بندا[١٢].

راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (١١٩)

(۵) جيئه جنت سڀ تسدي[١] - سڀنا ڪا سو[١]ئي
مندا ڪس نو آکيئيءِ[١٣] - جي دوُجا[١۴] هولي.

راڳ آسا، محلا ٿيجا، اشٽپدي (۴) ۵

(٦) نا هم چنگي آکيئهه[١٣] - پرا[٣] نه دسيءِ ڪوءِ
نانڪ هؤميءِ[١۵] ماريئيءِ - سچي[١] جيهڙا سوءِ.

راڳ مارو، محلا پهلا، اشٽپدي (٨) ١٠

(٧) آپ[١] اَپاڻي نانڪا - آپي[١] رکيءِ وٿڪ[١٦]
مندا ڪسو آکيئيءِ - جان سڀنا صاحب[١] ايڪ.

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (٢) سلوڪ محلا دوجا

---

١. پرماتما. ٢. ظاهر. ٣. خراب، بڇڙو. ۴. ليستاءِ. ۵. جيستاءِ. ٦. دليت پاڙ ۽ ٻاهي ٻر.
٧. عزت. ٨. قبول، جس لائق. ٩. بڇڙو ٺهمدبن. ١٠. ڦاها، ڦاسيون، جنجال. ١١. ڏکوئيندڙ.
١٢. داس. ١٣. چوڻ، ڪوٺڻ. ١۴. پيو ڪو ٻه. ١۵. آهم ڀاوُ، آيمان. ١٦. جدا جدا حالت.

 

(٨) اوّل الله[1] نور[2] اپائيا - قدرت[3] کي سڀ بندي[4]
ايڪ نور لي سڀ جڳ اپجيا - ڪؤن ڀلي ڪو مندي.

راڳ پرڀاتي، ڪبير صاحب، شبد (٣)

(٩) فريدا خالق[1] خلق[5] مهه - خلق وسي رب[1] ماهه
مندا ڪسنو آکيئي - جان تس[1] بن ڪوئي ناهه.

سلوڪ، شيخ فريد، (٧٥)

(١٠) اڪ ڦڪا نا گالاءِ - سڀنا مي سچا ڌڻي[1]
هياءُ[6] نه ڪنهي[7] ٺاهه[8] - مانڪ سڀ امولوي[9].

(١٢٩)

---

١. پيدا ڪيا. ٢. جوت، شڪتي. ٣. پيدا ڪرڻي. ٤. جيو. ٥. مخلوقات، پيدا ڪرڻي.
٦. هردو، دل. ٧. ڪنهن جي به. ٨. ڏکائي، رنجائي. ٩. امولڪ.

# ڪروڌ، ويرُ، وروڌ.

## ڪوڙو ۽ مٺو ڳالهائڻ.

عام طور ڪروڌ کي ڪام کان يڪدم پوءِ جڳهه ڏني ويندي آهي ڇو ته ڪام جي اڻپورتائي ڪروڌ جو ڪارڻ بڻبي آهي. پر هن پستڪ ۾ ڪروڌ کي موهه ۽ لوڀ کان به پوءِ آندو ويو آهي، نه انهيءَ ڪري ته پنج مکيه وڪارن ۾ ڪروڌ جو مرتبو يا درجو گهٽائجي پر انهيءَ ڪري ته ڪام ۽ موهه ۽ لوڀ، اهي ٽيئي ڄڻ ته ڪامنائن جا جدا جدا انگ آهن. پوءِ ڪامنا ڪهڙيءَ ڀاونا مان ڀي اٿي ڀل هجي، پر انهيءَ جي اسڦلتا ضرور ڪروڌ ۾ بدلبي. ڪروڌ ڪامنائن مان پيدا ڪونه ٿو ٿئي پر ڪامنائن جي اڻپورائيءَ يا اسڦلتا مان. ڪامنا کي شڪست اچڻ ۽ ڪروڌ جو ترت ئي سر تي سوار ٿيڻ.

ڪروڌ جي سواريءَ جو ڇا ورڻن ڪجي؟ سبحان الله! ڪنهن به شهنشاهه يا عالمگير جي سواري، برابري نه ڪري سگهندي. جنهن جي سڌ ۽ بڌ يا سمجهه ۽ ساڃهه جنهن تي ڪيس ڪيڏو نه ناز آهي، سي ته ڪروڌ کي ايندو ڏسي، يڪدم ڇپ ماري ويهنديون آهن ڄڻ ته هميشه لاءِ بسر ٿي چڪيون آهن ۽ سرير جون سڀ شڪتيون ڪروڌ جي قدم بوسي ڪري، سندس حڪمن جي پيروي ڪرڻ لاءِ پيچيون ٿينديون آهن. ڪروڌ جي استتيءَ ۾ انسان صفا پاڳل مثل آهي ڇو ته انهيءَ وقت اندر، سرير جي رٿ جون واڳون هوش جي هٿن مان نڪري، ڪروڌ جي وس اچي ٿيون. پوءِ سڀاويڪ ڀاونائون ٻريون، وچار وڪاري، زبان گندي ۽ ڪرم ڪُڌا. پر جيتي لوڪ لڄا يا ڪن ٻين مجبورين ڪري ڪروڌ کي دٻجي ٿو ته به جي ڪرمن ۾ نه ته گهٽ ۾ گهٽ ڀاونائن ۽ وچارن ۾ ڪو خاص فرق ڪونه ٿو پئي پر هيڪاري دٻيل ڪروڌ جي ڇُليو ته، ته من جي اشانتي وڌيڪ وڌائي ڇڏيندو ۽ اسين مٿي ڏسي آيا آهيون ته من جي اشانتي ئي دک جو ڪارڻ آهي.

ڪروڌ کي چنڊال ڪوٺيو ويندو آهي ڇو ته ڪروڌي انسان جو روپ ۽ هردو چنڊال مثل ٿيندو آهي. منهن ۾ تامڙي، اکيون ڳاڙهيون رتُ، ڏند ڪڙڪندڙ، چپ ڏڏندڙ، دل ڌڙڪندڙ، وات ۾ گجي، ناسون ڦوڪيل، هٿن مان نڪاءَ ۽ عضوا اٿالا. ڪروڌ جو اثر نه فقط ڇهري تي ٿئي ٿو پر سرير، من ۽ بُڌيءَ تي به. ڪروڌ جي ڪري، مغز جون رڳون ڇڪجن، دل جي بيماري پيدا ٿئي، رت جو دورو وڌي ۽ هاضمي جي هاڃي ٿئي. بُڌيءَ جون ڀاونائون ختم ٿي وڃن ۽ من ملين مت جي وس ۾ اچي شايد ڪئين ڪڪرم به ڪرائي ڇڏي جن جي پوءِ ڀاري سزا ڀوڳڻي ٿي پئي. پر جي ڪنهن ان سبب ڪري ڪڪرم ۾ رنڊڪ به پئجي وڃي ته ويرُ، وروڌ، ايرکا ۽ انتقام جي آگ جاري رهي ٿي. ڪام ته وري به رڳو ڪاميءَ جي ستيا ناس ڪري ٿو پر ويرُ هڪ انسان تائين محدود نه ٿو رهي، ٻين انسانن مان ٻين ڪٽنبن تائين، پوءِ ٻين ڏيهن تائين، پوءِ ٻين مذهبن تائين ۽ آخر

ٻن قومن يا ملڪن تائين، ويرُ ۽ بدلي جي باهه پکڙجي سگهي ٿي. گذريل مهاڀاري لڙائيءَ ۾، هٽلر جي ڪروڌ، ويرُ ۽ آپيشاهيءَ، سنسار ۾ ڪيڏا نه واڳا ۽ رتوڇاڻ ڪري ڇڏيو؟ مطلب ته ڪروڌي انسان پنهنجو ته تن ۽ من روڳي ڪري ڇڏي، پر ٻين سان ڪڏ دشمني ۽ انتقام جي آڳ وچڙندڙ بيماريءَ جيان چوطرف پکيڙي ڇڏي. رواجي باهه ته ڪجهه نقصان ڪرڻ کان پوءِ وسائي به سگهبي آهي. پر دشمني ۽ انتقام جي آڳ کي ته وسائڻ به بلڪل مشڪل آهي. اندر جو اندر ۾ئي ڏکي ۽ ڏکي ڏکي پيئي ٻاري.

گورو صاحبن جا ڪروڌ، وير ۽ ورود ٿي جيڪي به وچن مٿي ڏنل آهن تن مان ٻه چونڊ وچن وري هيٺ ڏجن ٿا:

(١) ڪتن ڪروڌ گهٽ هي ڪي پيتر- جهه سُڌ سڀ بسرائي — راڳ گوڙي، محلا
ورن گيان سڀ ڪو هر ليدا - تسان سنڱ ڪڇ نه بسائي. — ناوان، شبد (٤)

(٢) ڪام ڪروڌ لوڀ موهه نِواري - نِسوري سگل بڪرائي، — راڳ مارو، محلا
سد حضور حاضر هي ناظر - ڪتهه نه ڀئيو دوُرائي. — پنجوان، شبد (٦)

اي ٻندا، توکي من جي ٻين ڪامنائن مان به وس ايندو هوندو پر ڪروڌ جو رس توکي فقط ٻين کي ستائڻ، رنجائڻ ۽ ڏکي ڪرڻ ۾ ئي اچي. ياد رک ته تنهنجو ڪروڌ ٻين کي دک پهچائي توکي برابر رس ڏئي ٿو پر اهائي رس تنهنجي من ۽ تن جو روڳ بڻجي ٿي. جوش ۽ اُبراهيءَ ۾ اچي تون جيڪو ابراڌ ڪرين ٿو تنهن جي سزا توسان گڏ تنهنجي ڪٽنب کي به سڏيءَ يا اڻ سڏيءَ طرح ڀوڳڻي پوندي ۽ تنهن جي ڪُل جي ناموس تي ڌبو لڳندو. جنهنکي نقصان پهچائيندو سو ته توکان اڳ ئي سيان بدلو وٺندو. جي انهيءَ نه به ورتو ته هن جا حمائتي وٺندا. ڏڏو ڪيو وري ٽٽين نه ٿو پوي. ڪروڌ لهڻ کان پوءِ هوش برابر وري ڪم ڪري ٿو ۽ پڇتاءُ آڻي ٿو پر ڪيل ڪرم جو اثر مٽائي ڪونه سگهندو. ڪروڌ ڪرڻ وارا ٿئي ته ڪروڌ جي برخلاف ڪروڌ ڪر، جنهن مان هيترا وڃاهه نڪرن ٿا.

ڪروڌ جي استتي به ٻين وڪارن جي استتيءَ وانگر آهي جا انسان جي دک جو ڪارڻ ٿئي ٿي ۽ جنهن جي نورتي ڪرڻ لاءِ انسان کي من جي ڀاوناڻن ۾ ورڌ ڪرڻ گهرو وچڙو پوندو ڇو ته هي سڀ وڪار خود مرض نه آهن پر انسان جي اندر جي مرض جا ٻاچا يا پسڙاڏا آهن.

مٿي بڌايو ويو آهي ته ڪروڌي انسان جي زبان به گندي ٿيندي آهي. ڀلا ڇڏهين ڀاوناڻن ۽ ويچار ئي اُشڌ ٿيا ته مک مان مٺا شبد ڪيئن نڪري سگهندا؟ هو سڀ کي ڏهڙوُن ڏئي ٿو، ڇتو ڳالهائي ٿو ۽ اجوڳ شبد استعمال ڪري ٿو. سندس زبان ڇڻ ته ڪالي ٿئي نه فقط اُنهن کي جن ڪروڌ ڏيارئيو اُلس پر اُنهن کي ٻڻ جي وچ ۾ ٿئي ڪيس سمعه ڏين ٿا يا شانتيءَ ۾ رهڻ جي صلاح ڏين ٿا. پر ڪن کي ته ڪوڙي يا مدي ڳالهائڻ

 

جي اصل عادت ٿي ويندي آهي، چاهي هوءَ ڪاوڙ ۾ هجن لوڙي نه، ۽ خاص من کي رس
ايندو ان گهٽ وڌ يا گهڻو ڳالهائڻ ۾ يا چٽر ٻاري ڪرڻ ۾، خاص ڪري جڏهين اڳئين کي هو
ڀاڻ کان عقل، عهدي، اقبال يا اڌلبر ۾ گهٽ سمجهندا آهن. جتي موت ۾ مرچڙي ملڻ جو
انديشو نه هوندو آهي، اتي نه زبان اشرافت، شرم ۽ حياءَ جي لغام ٻه خوب وارا ونندي آهي.

اها من جي موج وڏي سزا ڀوڳائي ٿي. ڪنهن جي به دل دکوئڻ مها پاپ آهي.
هن جي هردي جي آهه هٺي هند ڪندي جو نه جو لو ۾ لو وسي سو هن ۾ به لو وسي.
تنهن ڪري اي ٻندا، ٻين سان کهرو ڳالهائي، جيئو هتيا نه ڪر. اڳلي ۾ ب سائين سائين
سمجهي، سڀني سان آهستي ڳالهاءِ، مٺو ڳالهاءِ ۽ سچ ڳالهاءِ. ٿي سگهي ته جڏهين
تنهن جي من ٿي ڀلائيءَ ۽ ٻي اڪيائيءَ جو پرڀاءُ پئي ٿو تڏهين ٿي تون ٻين کي مدائيءَ ۽
برائيءَ جي روپ ۾ ڏسين ٿو. ڀڄ پنهنجي من جي برائي دور ڪر ته هوند ٻين جي چڱائيءَ
جي پرک پوندي. جسو انسان ڀاڻ شڌ ۽ ڀولو ويچار ڌاري ٿو سو نه ٻين کي مدو سڏيندو ۽
نه وري انهن ۾ مدائي ڏسندو. اهو ڀرسڌ آهي صاحبن جي وچن مان، جي هتي ڏنل آهن ۽
جن مان ڀ خاص چونڊ وچن وري هيٺ به ڏجن ٿا:

(۱) بسرا ڀلا لچر آکدا - جهڙ هيءَ دُهه ماهه
گوُرمک ايڪو ٻُجهيا - ايڪس ماهه سماءِ.
راڳ سوهي، محلا ليجا، اشٽپدي (۴)

(۲) اول الله نور اپائيا - قدرت ڪي سڀ ٻندي
ايڪ نوُر ٿي سڀ جگ اپجيا - ڪوُن ڀلي ڪو مندي.
راڳ ڀرڀاتي، ڪبير صاحب، شبد (۳)

سڀ خلق خاوند جي آهي. تون ڪير جو فيصلو ڪرين ته هي چڱو ۽ هوءُ مدو؟ هر
ڪنهن کي پنهنجي چڱائيءَ ۽ مدائيءَ جو حساب، سڌو صاحب کي ڏيڻو آهي ۽ نه توکي.
تون فقط پنهنجا ڪرم ۽ ڪرتوت سنڀال. ٻين جي ڪرمن جي لور ۽ تقاضا توکي ڪاڻ
ڪرڻي آهي. سڀني جا ڪرم ۽ تنهنجا ڪرم، صاحب جي ساڳيءَ ساهميءَ ۾ تورڻا ۽ جوڳو
ملهه لهندا. جي اهو سوچين ۽ سمجهين ته هوند ڀاڻمرادو ڪروڌ کان ڪنارو ڪرين، واسر
وروڌ جي ويجهو نه اچين ۽ زبان اهڙي ٺاهين جهڙي ماکي، مصري ۽ کنڊ - نه ته ٻئي
خوشامد جي خيال کان يا ڪنهن لوڀ لالچ جي مراد کان پر سچي سڀاءَ وچان ۽ نرمل
هردي منجهان. ٻوءِ سڀڪو وچ ۾ وهاري مرحبا ڪندءِ ۽ عزت ڏيندءِ. هنن ب ناموس
ڪيندين ۽ اتي ب ناموس ٿيندءِ. ڪٿي به ڳاڙو يا دوکو ڪونه ڪاليندين جو نه ٻوءِ تنهنجي
رات جي شيري ڪوُمل هردي جي ڌارا ٿيندي. عزت ۽ ناموس انهيءَ ڌارا ڏڌي ڪرڻهن
ڪونه ٿا پر ڀاڻمرادو ڏانهس ڇڪجن ٿا. ڪٿي عزت نه به ملي يا ناموس نه به نڪري تو من
جي شڌيءَ ۽ شانتيءَ صدقي، ڪروڌ کان ڪنارو ڪرڻو پوندو. وڃ وروڌ کان وٺن وڃي
۽ ڪوڙي زبان ڪٽڻي پوندي.



 

## (٩) اهنکار، هؤمي ۽ مان مان ۔

(١) هؤمي[1] وچ آئيا[2] هؤمي وچ گئيا[3] ۔ هؤمي وچ جنميا[2] هؤمي وچ مئا[3]
هؤمي وچ دِتّا[4] هؤمي وچ لئيا[5] ۔ هؤمي وچ کھٽيا[6] هؤمي وچ گئيا[7]
هؤمي وچ سچيار کوڑيار ۔ هؤمي وچ پاپ پُن ويچار
هؤمي وچ نرک سرگ اؤتار ۔
هؤمي وچ هسي هؤمي وچ رووي
هؤمي وچ ڀريئي[8] هؤمي وچ ڌووي[9] ۔ هؤمي وچ جاتي[10] جنسي[11] کووي
هؤمي وچ مؤرکھ هؤمي وچ سياڻا ۔ موکھ مکت کي سار نه جاڻا
هؤمي وچ مايا هؤمي وچ ڇائيا[12] ۔ هؤمي کر کر جنت[13] اپائيا
هؤمي بؤجهي تان در سؤجهي ۔ گيان وهؤڻا کٿ کٿ لؤجهي[14]
نانک حکمي لکيئي ليکھ ۔ جيها ويکھ تيها[15] ويکھ ۔

[راگ آسا، محلا پهلا، وار (٧)]

(٢) هؤمي ناوي نال وِروڌ[16] هي ۔ دُئ نہ وسهہ اِک ٺاء
هؤمي وچ سيوا نہ هووئي ۔ تان مَن[17] برٿا جاء
هر چيت من ميري ۔ تون گور کا شبد کماء
حکم مَنهہ تان هر مِلي ۔ تان وچهو هؤمي جاء ۔ (١٠،١)
هؤمي سب سرير هي ۔ هؤمي اوپت[18] هوء
هؤمي وڈا غبار[19] هي ۔ هؤمي وچ بُجهہ[20] نہ سکي کوء
هؤمي وچ ڀگت نہ هووئي ۔ حکم نہ بُجهيا[20] جاء
هؤمي وچ جيئہ بند[21] هي ۔ نام نہ وسي من آء

---

١. اهنکار، هؤمي ۔ ٢. جمي ٿو ۔ ٣. مري ٿو ۔ ٤. دان ڏئي ٿو ۔ ٥. قبول ماٺي لئي ۔
٦. کمائي ٿو ۔ ٧. خرچي ٿو ۔ ٨. پاپ، گناهہ کري ٿو ۔ ٩. تيرٿن تي اشنان کري ٿو ۔
١٠. ذات ۔ ١١. کُل ۔ ١٢. اگيانتا ۔ ١٣. جمع مرڻ جي چکر ۾ ڦاٿل ۔
١٤. اجايو بحث مباحثو کري ۔ ١٥. ڀاڳ جهڙو ٻين کي سمجهہ ۔ ١٦. دشمني ۔ ١٧. من جا
خيال ۔ ١٨. پرگڻي ۔ ١٩. اونڌهہ ۔ ٢٠. سمجهڻ ۔ ٢١. ٻڌڻ، ٻار ۔

نانڪ ستگوُر ملڻ هوُءِ ڪٿي - تان سچ[1] وسيا مـن آهه
سچ ڪماوي سچ[1] رهـيءِ - سهجي شبد سماءِ.
[راڳ وڏهنس، محلا ٽيجا، شبد (٩)]

(٣) نانڪ جيڪو - آپـو[2] جاڻي
اُڳي گيا - نہ سوهي[3].

سري جپ صاحب، محلا پهلا، پؤڙي (٢١)

(٤) جگ هؤميءِ مَلُ دک پائيا - مَلُ لاگي دوُجي[5] ڀاءِ
مل هؤميءِ ڌولي ڪوي نہ اُتري - جي سو تيرٿ[6] ناءِ
هر ڪيتا هر ڪرهکي - هر موُرک گَنوار[7]
ڪوٽي[1] والا وسريا - دوُجي ڀاءِ پيار.

سري راڳ، محلا تيجا، شبد (٣١)

(٥) من هٺ ڪنهي نہ پائيا - ڪر اُپاءِ ٿکي سب ڪوءِ
سهس سيائپ ڪر رهي - من ڪوُري[8] رنگ نہ هوءِ.

سري راڳ، محلا چوٿان، شبد (١)

(٦) اُهنڪار ڪره اُهنڪاريئا[8] - وساريا من کي مَت
تـن پرڀو[1] آپ ڀلائيا - تا تس ذات نہ پت[9].

سري راڳ، محلا پنجوان، شبد (٢)

(٧) ميري ميري ڪيا ڪره - جن ديا سو پرڀو[1] لوڙ[10]
سرپر[11] اُٺي چلڻا - ڇڏ جا سي لک ڪروڙ.

(٢٢)

(٨) هڻ ڀال[12] وکني[13] هوني - آڏ[14] پري راهه نہ ڪوني
وچ هؤميءِ ڪر دک روني - کهه نانڪ ڪن[15] ٻڌ گت[16] هوني.

راڳ ماجهه، محلا پهلا، وار (١٦)

(٩) هؤميءِ وچ سب جگ بئرانا[17] - دوُجي ڀاءِ ڀرم ڀلانا
بهه چنتا چتوي[18] آپ نہ پڇانا - ڌندا ڪرتيا اَن دن[19] وهانا.

راڳ گؤڙي، محلا تيجا، شبد (٦)

(١٠) پائدلو آسن[20] - هڻ هڻ پڌا
دوش[21] ديهه - آکهه[22] ڪه اَلدا.

راڳ گؤڙي، محلا پنجوان، باون اکري (٣٩)

١. پرماتما. ٢. اُهنڪار. ٣. پرلوڪ ۾. ٤. سهڻدو. ٥. پيائي، دنيت ڀاؤ. ٦. اشنان ڪري.
٧. گنوار، اڳياني. ٨. اُيماني. ٩. عزت. ١٠. چاهنا رکو. ١١. آخر، ليڪ، اوس.
١٢. گواهي گولهي. ١٣. تڪل، وياڪل. ١٤. اُنڌيرو. ١٥. طرح. ١٦. ڇوٽڪارو. ١٧. پاڳل.
١٨. چنتن ۾ گوط. ١٩. رات ڏينهن ونرت ويا. ٢٠. پنهنجو پاڻکي. ٢١. ڏوهه. ٢٢. پون کي.

(۱۱) جب لگ جانيځ مُجهه لي ڪڇ هوء۔
تب اِس[1] ڪئہ سک ناهي ڪوء
جب اِهُ[1] جانيځ ميځ ڪڇ ڪرتا۔ تب لگ گرڀ جوُن مهہ ڦرتا۔

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي ۱۲ (۴)

(۱۲) هوک[2] سوک سهنا[3] سنسار۔ هَمُ هَمُ ڪرت بهاء
جن ڪيئي[6] لسهہ نہ جاڻي - چئوڙهہ آنک ابهاء.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، ٿِتي (۳)

(۱۳) منمک اهنڪاري محل نہ جاڻيځ - کِنُ آگيځ کِنُ پيڇيځ
سدا بلائيځ محل نہ آويځ - ڪِئہ ڪر درگهہ سوجهيځ.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، وار (۲۵)

(۱۴) جيڪر ناءُ ذاوڻي[7] وڏا - ساڌ ڪري من پاڻي
خصميځ[6] نَدري[7] ڪوڙا آويځ - جيتي چُنگيځ[9] داڻي.

راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (۳٥)

(۱۵) ميري ميري ڪَر گئي - ڀليځ ڪڇ نہ پاء
محل ناهي ڍُهاڻي[10] - اَنت گئي پڇتاء.

راڳ آسا، محلا پنجا، اشٽپدي (۷) ۱۱

(۱٦) گارب[11] لاگا جاهہ مگند من - اَنت گئيا پڇتاوهي
اهنڪار[11] ترشنا روگ لگا - ٻُرتا[12] جنم گواوهي.

راڳ آسا، محلا پنجا، چهنت (٦) ۲

(۱۷) چاڪر[15] لاگيځ چاڪَري[14] - نالي گارب[13] واد
گلان ڪري گهڻيرئا - خصم[6] نہ ڀائي ساد.

راڳ آسا، محلا پهلا، وار (۲۲)، سلوڪ محلا دوُجا

(۱۸) نانڪ مکه دنارا اَمه نِڪا[16] - نائنا[17] هوء سرجاء
هوُ ميځ من اَستُول[18] هيځ - ڪئہ ڪو وچندي جاء.

راڳ گوجري، محلا تيجا، وار (۴)

(۱۹) هوُ ميځ وچ جگت مؤئا - مردو مردا جاء
جيئرو وچ دنِم[19] هيځ لهو نہ چيتئي - ڪريگ اڳيځ[20] جاء.

راڳ ڀهاگڙا، محلا چوٿان، وار (۱۹)، سلوڪ محلا تيجا

(۲۰) آگيځ[20] سر بهرجائتا جئہ مهماڻا[21] - کاهي گارب ڪيجيځ
جنهہ[6] شيو بهئيځ درگهہ سک پائيئيځ - نام تسيځ[6] ڪا ليجيځ.

راڳ وڏهنس، محلا پهلا، آلاهڻيا (۲)۱

---

۱. هن جيؤ کي. ۲. سک. ۳. دک. ۴. سنسا، ڀرم. ۵. عمر اَجائي پئي وڃي. ٦. پرماتما. ۷. وکالي، ڪرئاني. ۸. انظر. ۹. موجود مالي. ۱۰. رن بيمک عورت. ۱۱. ايمان. ۱۲. اجائي، وگريت. ۱۳. شيوڪ. ۱۴. شيوا. ۱۵. جهيڙا. ۱٦. لٽيو، سوڙهو. ۱۷. لٽيو، نماڻو. ۱۸. بيرو، ڏڌو. ۱۹. ساس، ساهہ. ۲۰. پرلوڪ پر. ۲۱. مهمان.

(٢١) من هٿ ڪمي نه پائيو - سڀ لکي ڪرم ڪماء
من هٿ پيڪ[1] ڪر پرمدي - دک پائيا دوجي ڀاء.

راڳ وڏهنس، محلا چوٿان، وار (١٩)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٢٢) پراڻي - ڪيا ميرا ڪيا تيرا
جنسي - ٽروڻ[2] پنڪ بسيرا.

راڳ سورٺ، ڀڳت رو داس، شبد (٦)

(٢٣) مائيا دڪ موهيا هؤمي روهيا[3] - ميري ميري ڪرت وهاڻي
جو پرڀ ديئه تِس چيتي ناهي - انت گئيا پڇتا[4] ڻي.

راڳ ڌناسري، محلا چوٿان، چنت (۴) ١

(٢۴) گرب گهيلي[5] - محل نه پاوي
ٿر پڇتاوي - جب رَنڻ[6] ڀاوي.

راڳ سوهي، محلا پنجوان، شبد (٣)

(٢٥) من هٿ ڪرم ڪري آيماني - جئه بالڪ بالو[7] گهر اسرئنا
آوي لهر سمند ساگر ڪي - کن مهه پَهن[8] پهن ڍهي پشيئا.

راڳ بلاول، محلا چوٿان، اشٽپدي (٧) ٣

(٢٦) هئهُ هئهُ[9] ڪرم ڪمائي - تي ٽي بند گلائي
ميري ميري ڌاري - اوهان پئر لوهاري[10].

راڳ مارو، محلا پنجوان، شبد (١٧)

(٢٧) هرجيئه[11] اهنڪار نه ڀاوئي - ويد ڪوڪ[12] سڻاوهه
اهنڪار مُئي[14] سي وڳتي[13] گئي - مر جنمهه ڦر آوهه.

راڳ مارو، محلا ٽيجا، وار (٩)

(٢٨) هؤ ميع پڪڙ ليري مني ماهه - هر[11] نه چيتهه مؤڙي مڪت جاهه
مت هر وسرئي جم وس پاهه - انت ڪال مؤڙي چوٽ[15] کاهه.

راڳ بسنت، محلا پهلا، اشٽپدي (٥)

(٢٩) وسٽ[16] پرائي آپ گرب ڪري - مورک آپ ڳڻائي
نانڪ بِنُ بوجهي ڪني نه پائيو - ڦر ڦر آوي جائي

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (٣٢)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٣٠) ڪبير مائيا تجي[17] نه ڪيا پئيا[18] - جئه مانُ[19] تجيا[17] نهي جاء
مانُ مني مُندور[20] گلي[21] - مانُ سڀئي ڪئه کاء.

سلوڪ، ڪبيرُ صاحب (١٥٦)

---

١. پيڪه، ويس. ٢. وڻ. ٣. پکي. ۴. ڪاوڙ ڪن ٿا. ٥. قاتل. ٦. رات، عمر. ٧. واري. ٨. پرزا پرزا. ٩. ڪئي ۽ مر. ١٠. پيڙيون، زنجيرون. ١١. پرماتما. ١٢. پڪاري. ١٣. آوڳتيا. ١۴. پندن. ١٥. سزا، ڌڪ. ١٦. شيءِ. ١٧. ڇڏي. ١٨. لياڳ ڪيو. ١٨. تي پيو. ١٩. اهنڪار، ايمان. ٢٠. مشهور، سريشٽ. ٢١. ڳري ويا.

# اهنڪار، هؤمي ۽ مان مان

لوڀي ڀاوَنا چوائيندي آهي ته هي آئُم ۽ اَجا هؤ ڪِهُنم ٻا هي آهيان ۽ اَجا هؤ نڌان. پر اهنڪاري ڀاونا ٻولائيندي آهي ته هي آئُم جو ٻيءَ وٽ ڪونه آهي، هي آهيان جو ٻيو ڪي نه سگهيو آهي يا هي ڪيو آئُم جو ٻيو نه ڪري سگهندو. پر جي ڪو وري ڪي سگهيو ته اهنڪار جو اَيمان ٿيو ۽ ويرُ، وروڌ ۽ ايرکا جي آگ پيدا ٿي. مطلب ته لوڀي ڀاونا ”مونکي مونکي“ ڪري پڪائي ٿي ته اهنڪاري ڀاونا ”مان مان“ ڪري چلائي ٿي.

اهنڪار کي اَنيڪ نالا عطا ٿيل آهن جو ته جيڏي ڦوڪ ٿيڏيون ڦٽڪون. اهنڪار معنيٰ اَهم ڀاوَ، آپو، اَيمان، مغروري، مزاج، گهمنڊ، وڏائي، هٺ، خودي، ٿانور، ٿيکو، سيت تڪبر، وغيره، وغيره. اهنڪار جون ٻيون نشانيون آهن نفرت، ڪروڌ، ضد، حسد، ريس، هيس، اَڻسهائي ۽ ايرکا. جهڙا اهنڪار جا نالا نرالا تهڙائي سندس رنگ ۽ روپ نرالا. ڪنهن کي سونهن تي اَيمان، ڪنهن کي ٻَل تي، ڪنهن کي پدارٿن تي، ڪنهن کي سياڻپ تي، ڪنهن کي چترائيءَ تي، ڪنهن کي عقل تي، ڪنهن کي علم تي، ڪنهنکي عهدي تي، ڪنهن کي ڪُل تي، ڪنهن کي عزيزن تي، ڪنهن کي اولاد تي. عام ساڌو سنت ٻه اهنڪار جي اوگڻ کان خالي ڪونه آهن. ڪنهن کي وديا تي اَيمان. ڪنهن کي گيان تي، ڪنهن کي ڀڳتيءَ تي، ڪنهن کي تپسيا تي، ڪنهن کي يوگ تي، ڪنهنکي تياڳ تي، ڪنهنکي سِڌيءَ تي، ڪنهنکي اُستت تي، ڪنهنکي پرمارٿ تي.

مطلب ته گهڻو ڪري هرڪو انسان چاهي گرهست جي ڪم ۾، چاهي تياڳ جي طلب ۾، چاهي روحاني رمز ۾، ڪنهن نه ڪنهن اَڌ تي اَٽڪي، اهنڪار تي اَڏول بيٺو آهي. پوءِ ڪِن جي اهنڪار جو جهنڊو سر تي بلند نه ڪن جو بغل ۾ لٽڪيل. لٽڪيل جهنڊو بلند جهنڊي کان وڌيڪ خطرناڪ ۽ جوکائتو آهي ته پين لاءِ پر خود اهنڪاريءَ لاءِ پڻ. ڪليل. جهنڊي جو ته جلد مقابلو ٿيڻو آهي ۽ مقابلي ۾ شڪست اچڻ سان شايد اهنڪاريءَ جو اُڌار ٻه ٿي وڃي. پر لٽڪيل جهنڊو جو ڏونگي حليمائيءَ جي ڍال پٺيان ڍڪيل آهي، سو مقابلي جو الائي ڪڏهين سامهون ڪري. تنهن ڪري اهو روحاني راهه ۾ وڏو روڙو آهي جي اڳتي قدم وڌڻ ئي نه ٿو ڏئي. اهنڪار جي زنجير ڀاري ۽ مضبوط آهي. پير ٻڌل کان لاچار. پوءِ مڪتيءَ جي سوڙهي سوراخ مان ڪيئن لنگهي سگهبو؟ گورو صاحبن جن جا چوند وچن مٿي ڏنل آهن، تن صاف لفظن ۾ فرمايو آهي ته اهنڪار سڀني جو وروڌي آهي: چاهي گرهستي جيون ۾ چاهي روحاني ساڌنائن ۾. انهن وچن مان هيٺيان ٻه وچن خاص ڌيان جي لائق آهن:

(١) جب لگ جانئ مُجهہ تي ڪڇ هوءِ۔
تب اِس ڪئہ سک ناهي ڪوءِ
جب اِهوءِ جانئ م ڪڇ ڪرتا۔ تب لگ گرڀ جون مهہ ڦرتا۔

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي ١٢ (۴)

(٢) ميري ميري ڪر ڳئي - پلئ ڪڇ نه پاءِ — واڳ آسا، محلا ٻجها،
محل ناهي ڏوهاڳڻي - اُنت ڳئي پڇتاءِ. — اشٽپدي (٧) ١١

جيئن هڪ مياڻ ۾ ٻه تلوارون ماپي نه سگهنديون آهن تيئن مــن ۾ اهنڪار ۽ ايشور هڪ وقت گڏ رهي ڪونه سگهندا: يا هت يا هادي. ٻنهي جون مؤرتيون هڪ مندر ۾ گڏوگڏ ڪيئن براجمان ٿينديون؟ پر جي اسان استان ڪيون ٻه، ته من مندر نه رهندو، بـر هڪ پاڪيڊي پٽ ٻڻبو جنهن مان اُنتيءَ ۽ آڌار جي ڪهڙي اُميد؟ اهڙي پٽ سان پاڻ جو ڪهڙو پريوجن جو رڳو ڪنهن نقلي ناٽڪ جو نماءُ هجي يا ڪوڙ ڪپٽ جو ڪوٽ هجي؟

اَهنڪار جو اوج امر ٿي نه ٿي سگهي. اهو اسرار آهي چار ڏهاڙا چـو لـه بينل آهي ڪچي بنياد تي. ڇا حسن، جواني ۽ جسماني طاقت عمر جي پڇڙدي پوئتان لـيـڪ غايب نه ٿيندا آهن؟ ڇا دنيوي پدارٿ، ڪٽنب قبيلو، مٽر ۽ سنبنڌي ناسونت نه آهن؟ ڇـا اهي، اُنت سمي ڪو ساٿ يا سهارو ڏيندا؟ ڇا ٿون پاڻ مهمان نه آهين؟ ڇا جيڪي اٿئي سو ايشور جو عطا ڪيل نه آهي؟ ڇا ڏاتار جون ڏنل ڏاتيون ڪسجي نه ٿيون سگهجن؟ ڇـا اسان جا پرايل گڻ ۽ اهنڪار ڪري ڪسڪي نه ويندا؟ ڇـا بي بقا، ناچيز ۽ متيا وستوءَ، اهنڪار ڪـي ڪو دائما اُجهو ڏئي سگهنديون؟ ڇا تواريخ ڪافي مثال پيش نه ٿي ڪري ته اهنڪار اوس ٿي ڏک ڪاليندو آهي؟ ڇا اسان خود جيون ۾ ڪيترا چوٽ نه ڏٺــا آهن جتي اهنڪاري انسانُ آسمان مان پلٽو کائي اچي پٽ پيو هجي ۽ اهڙي دردناڪ ڏک جي دردشا ۾ آهــي جو ڪا به همدردي ۽ ڪهڙو به پريوڌ سندس وياڪل من کي سنتوش نه ٿو ڏئي سگهي؟

جيڏي اهنڪار جي متي اُڏر ليڏو هيٺ ڏڪر. جيڏو ڳاٽ اوچو ليڏي وڏي ڳراوٽ. اهو قدرت جو قانون آهي. پر حيرت ۽ عبرت اِنهيءَ ڳالهه ٿي لڳي ته جيسيتائين جيوُ کـي سوڀ ۽ سڦلتا نصيب ٿي ٿئي تيسيتائين سموري شاباس ٿو پاڻ کي ڏئي ته مـــون هـيئن سوچيو ۽ هيئن ڪيو پر جي شڪست ۽ اَسڦلتا آڏو اچيس ته چوي ته ايشور انڌير ڪيو يا ٿقدير ٿـــرا ڪيڏي ڇڏيا. شاباس جو پاڻ حقدار ۽ سزا جو ايشور اڌڪاري. اِنسان ڪهڙو انصاف پاڻ ڪري ٿو ۽ ڪهڙو انصاف پاڻ لاءِ طلبي ٿو! هڪ ٻئي جي اُبتڙ!!

اَهنڪار جي اوج جو اوسر ڪٿي معمولي هجي پر اُنهيءَ استٿيءَ جي مـــن مستي ۽ مهاد غير معمولي رهن ٿا. اهنڪاري انسان کي رڳو پنهن جو آواز ۽ پنهن جي واکاڻ وڻي، پنهــن جو فائدو ۽ ٻئي جو نقصان راحت بخشي، پنهن جي سوڀ ۽ ٻئي جي شڪـست مان آنـــند اچي. هيئنين ڏانهن نفرت، پاڻ جهڙن سان ڀالي ڪٽڻ ۽ مٿين سان حسد. "مـان ۽ منهنجا" سڀ پنهنجا، ٻيا سڀ پراوا. لنهن ڪري سيني پاوتاڻ، ويچارن ۽ ڪريائن کي ٻه پهلوءَ ۽ ٻه پاسا، هڪ ٻئي جي اُبتڙ. هڏڏوڪيءَ ۽ همدرد دوست، لن جو پاڻ ٿي پلاند ڇمائي ڇــڏي ۽ مطـلبي دوست، مطلب سـِـڌ ٿــيڻ کـان پـوءِ سندس پـلانـــد ڇمائـــي ڇـڏين. خوشامندڙ لتن جي نيڪ ته نٽڻي آهي. اهنڪار جي اوج ۾ اگيانتا جي اونڌه ۽

ڏکي کان پوءِ نراسائيءَ جي اونده. من ۾ هر وقت انڌڪار ته ٻاهر ۾ هردم انڌڪار لهن ۾ رکو حرص ۽ حواس جون هٿوراڙيون ڪيئن گيان جو پرڪاش ڪندبون؟

انسان پنهنجي اصليت ڇُپائي ڇپائي صفا ڀلجي ويو آهي. وڪاري واسنائن جي وس اچي ٻاڻ کان نه ٿو پڇي ته "مان ڪير آهيان"، "مان ڇو پيدا ٿيو آهيان" ۽ "مان ڪيڏانهن پيو وڃان؟" پر پڻ کي پيو ٻڌائي ته "مان هيءُ آهيان ۽ هوءَ ٿيندس"، "هيءُ منهنجو آهي ۽ هو منهنجو ٿيندو." اها "مان مان" ۽ "منهنجو منهنجو" آهي ڪُلَ پــا چاپي انسان جي خيالي خزانن جي. هن جون سڀ ڪامنائون، ڀاونائون، ترشنائون، آسائون، ارادا، رٿون، ڪرپائون ۽ وهنوار سڀ انهيءَ ڪل تي ٽڪا هان. آهڙيءَ ڪل جي سانڍي ۾ نشڪام ڪرم ڪيئن گهڙجي سگهندا؟ ڪڏهين اڪ جي وڻ مان به ماکي نڪتي آهي؟ جنهن دنيا جو مرڪز "مان مان" تي ٻڌل آهي ۽ جنهن دنيا ۾ ڏاريي کي داخلا جي اجازت نه آهي، اها دنيا وڏي ۽ ويڪري ٿي سگهي ٿي؟ انهيءَ تنگ دائري کي فقط هڪ ننڍي دري آهي ۽ جتان "مان مان" جو اهم ڀاءُ "پنهنجن" جي پيو آجيان ڪري ۽ "پراون" کي لوڏي ڪڍي ٿو. اهڙي سٽيڪار ۽ اسٽيڪار جي خود مطلبي ڪيڏَ جيون ٻالڙا ۾ ڪيڏيون نه رنڊڪون ۽ روڙا ٿي وجهي جتان اڳتي وڪ وڌائڻ جي هرڪا ڪوشش ناڪامياب ٿيو پئي.

انهيءَ ڪل پـا چاپيءَ سان انسان سنسار کي قابوُ ڪرڻ ٿو چاهي پر حقيقت ۾ هن پنهنجي وويڪ کي گهٽا ڏيئي پڃري جو پکي بڻائي ڇڏيو آهي. هوُ سمجهي ٿو ته انهيءَ ڪل جي ڪلا سان ڪاميابي ويجهو ايندي ٿي وڃي پر خصوصا هوءَ ٻاڻ کي اوڙاهه ڏانهن ڏوُڪيندو ٿو وڃي. دنيا هن جي ساڌارڻ اهنڪار جي رڱ پڪڙي ڪِنڪتائي ٿي ڪري ۽ هو مستيءَ ۾ اچي، پرلي ٻاندر جيان، اهم ڀاءُ جي گهنگهرن سان، سرورش جي ساز تي ۽ ڪٽڪتائيءَ جي سُر تي، پيو ٿو نچي. جتي ناچوُ ۽ نچائيندڙ اهم ڀاءُ جي ناچ جي راس ليلا رچي رهيا آهن، اتي نرنڪار موُر نه ملندو؟ ڪاش انسان کي سچ ۽ ڪوُڙ جي پوُري پرک ۽ پروڙ پئي ته هوُند "مان مان" جي راس ليلا، "توهين توُن" جي راس ليلا ۾ بدلجي وڃي. اتي ٿي منوهر جي مرليءَ جو مڌر آواز آلاپ آلاپيندو، من موهيندو ۽ پرهه جاڳائيندو.

اڳتي هلي ڏسنداسين ته جيون ٻالڙا ۾ اهم ڀاءُ به سولو ساٿ نه ٿو ڇڏي. ڪنهن نه ڪنهن سوکشم صوُرت ۾ هرديءَ ۾ هردم وسي رهيو آهي. تفاوت فقط هيءُ آهي ته سنساري وهنوار ۾ اهنڪار "پنهنجو" فائدو "پرائي" نقصان مان حاصل ڪرڻ گهري ٿو ته وري سادڪ به پرماتما جي پراپتي "ٻاڻ" لاءِ پهرين حاصل ڪرڻ گهري ٿو. اهو جي روحاني راهه تي سادڪ جو سفر اڃا سالم آهي ته نيٺ هوُ انهيءَ ڪَڙيءَ تي ٿو پهچندو جتي پهچي ۽ پـرائي جـو ٻڙدو ٽٽي ٿو، ٻاڻ ۽ پرماتما پئي گڏجي وڃن ٿا، دُئي دوُر ٿئي ٿي ۽ سوکشم اهم ڀاءُ جون باقي اجهل پاڙون به پٽجي ناس ٿين ٿيون. انهيءَ اوستا ۾

جيئن خود برهم ٻڌجي پيو آهي ۽ پرڪرتيءَ جي هر رنگ ۾، هر رفتار ۾، هر روپ ۾، پرهيرڻ سي
رهيو آهي. اِها آهي ياترا جي پوئين پوڙ، آخرين ڏاڪو، منزل مقصود، جيون مڪتي،
سهج سماڌ، جوتي جوت سما بوند ساگر جو ميلاپ.

اَهم ڀاڱ جي متعلق جي اِها مٽيا آهي جنهن جو وڏيڪ اَحوال هن پستڪ جي ٻئي
ڀاڱي جي پوئين حصي ۾ ڏنو ويندو. ليسيتائين اي پڇڻا، لون اَندر اوري ڏس تہ تنهن
جو وويڪ ۾ ڪا ساڃهي قيد ۾ قابو ڪونہ آهي، تنهنجيءَ ڪُل ڪي ڀــہ تہ ڪو ڪنٽڪتائي
ڪونہ ڪري رهيو آهي؟ تنهنجي جيون جي ڪِشتي ۾ ڪا اَهم ڀاڱ جي ڪُن ۾ ڪانہ اَٽڪجي
وئي آهي؟ اَهنڪار جي آنڌيءَ تنهن جي هردي جي جوت ۾ تہ نہ وسائي رهي آهي؟
انهن سوالن جو جواب، اي پڇڻا لوڪي اَندر ۾ ملندو، جتي اَهنڪار جو طوفان تنهن جــي
وويڪ جون ٻاڙون پٽي رهيو آهي. لوڪي غور سان جاچڻو پوندو تہ من جا ڪهڙا سنڪلپ
تنهن جي اَهم ڀاڱ ۾ جانِ ڦوڪي رهيا آهن ۽ ڪهڙو خاص ڪارڻ تنهن جي اَهنڪار کــي
ڦوٽاري رهيو آهي ۽ من جي اَشانتي وڌائي رهيو آهي؟ دنيوي پدارٿن ۽ سنساري سفلتا
ملڻ تي تہ نہ ناز ڪري رهيو آهين؟ پنهن جــا دوش، اوگــڻ، ڪمزوريون ۽ گهٽتايون
لڪائڻ لاءِ تہ نہ تو اَهنڪار جو اَجهو ورتو آهي؟ ٻين جي عيبن کي اُگهاڙو ڪرڻ لاءِ تہ نہ
تو اهنڪار جو سهارو ورتو آهي؟ ڪنهن سان وير، وروڌ ۽ ڪروڌ جي ڪلپنائن ڪري تہ
نہ تو ۾ اهنڪار اُڀلون ڏئي رهيو آهي؟ تنهن جو من اَساڌارڻ جي اسٿتيءَ ۾ اچڻ ڪري
تہ نہ اهنڪاري جامو پاتو آهي؟

ٻاڻ کي ٻاڻ سان ڏس تہ سڀ سبب سلي سگهين، نيڪ دوا ڪري سگهين ۽ پوُرن
شفا پائي سگهين. ٻيا اناڙي جي ٻڌا ساڃهي مرض ۾ مبتلا آهن، سي تنهن جـــي ڪهڙي
مدد ڪري سگهندا؟ ٻين جي اکين سان ٻاڻ کي ڏسندين تہ تنهن جي من جي ڪشمڪشا
وڌيڪ مونجهارو پيدا ڪندي، اشانتيءَ جي آڳ وڌيڪ ڀڙڪائيندي، ۽ دک جو ڏيرو،
جنهن جي ٽاهڻ لاءِ لون جيون ياترا جي سفر تي نڪتو آهين، سو ويندو وڌيڪ پڪو ۽
پختو ٿيندو. ٻاڻ سان ٻاڻ جاچ ۽ جاچي جاچي ٻاڻ سنوار تہ سڀ سک لهين، اهنڪار جي
اوٽ ڇڏي، روحاني راحت ماڻين ۽ اَئوڪا آزمودا پرائين.



## (١٠) پنج وڪار

(١) ليءِ نَر - ڪيا پُرانَ سُن ڪيما

(١٠ر)

اَن ڀاوَني پگس نهي اُپجي - ٻُڪيءِ دان نہ ڏيسا .
ڪام نہ ٻسريو ڪروڌ نہ ٻسريو - لوڀ نہ ڇوَٽيو ديوا
پَر نِندا مُک لي نهي ڇوَٽي - نِقل ڀئي سڀ سيوا
باٽ ٻار گهر موَس پرانو - پيٽ ڀريءِ اپراڌي
جهہ پرلوڪ جاءِ اَپڪيرت - سوئي اَبدِيا ساڌي
هنسا تہ من لي نهي ڇوَٽي - جيءَ دَيا نهي پالي
پرمانند ساڌ سنگت مِل - ڪٿا پنيت نہ چالي .

[ راڳ سارنگ ، سري پرمانند ، شبد (١) ]

(٢) اوَر پنچ هم ايڪ جنا - ڪئي راکئو گهر بار منا .
مارهہ اوَٺهہ نيت نيت - ڪس آڳيءِ ڪري پڪار جنا .

راڳ گوڙي ، محلا پهلا ، شبد (١٤)

(٣) لالچ جهوٺ بڪار موهہ - بيابت موَڙي اَنڌ
لاگ پڙي دُرگنڌ سيئ - نانڪ مائيا بنڌ .

راڳ گوڙي ، محلا پنجوان ، باوَن اکري ، (١)

(٤) بُرو برو ڪام ڪروڌ موهہ - جهوٺ بڪار مها لوڀ ڌروهہ
اياهوَ جگت بهاني ڪئي جنم - نانڪ راک ليهو آپن ڪر ڪرم .

راڳ گوڙي ، محلا پنجوان ، سکمني صاحب ، اشٽپدي ٣ (٧)

(٥) پيتر پنچ گهمت من واسي - ٿِر نہ رهه جئسي پرهه اداسي
من ميرا دئيال سيتي ٿِر نہ رهئي
لوڀي ڪپٽي پاکنڊي - مائيا اَڌڪ لگئي .

راڳ آسا ، محلا پهلا شبد (٣٤)

١. هر روس . ٢. راهي ، مسافر . ٣. مٺا ، مار يا آهن . ٤. پراوا . ٥. بيمانو . ٦. اَوِديا ، ڪڪرم . ٧. پڪا ڪيا آهن . ٨. پوتر . ٩. پُڌي آهي . ١٠. پنج وڪار . ڪام ، ڪروڌ ، لوڀ ، موهہ ۽ اَهنڪار . ١١. هر دوهہ ١٢. سچو وقت ، هر دم . ١٣. وڪار . ١٤. بدبوءِ . ١٥. وڏو . ١٦. ڌروهہ . ١٧. اهڙيءَ جڳتيءَ ۾ . ١٨. گذري ويا . ١٩. مهر . ٢٠. اَندر هردي ۾ . ٢١. ڳجها ، لڪل . ٢٢. ٽاليڪو . ٢٣. پڪي پيو . ٢٤. غمگين . ٢٥. سان . ٢٦. بيحد .

(٦) ٻولڻي ٻري[1] نيڪي[2] ذات ـ ڏليٺا[2] ليري[2] منيعي[3] پسانس
لرليٺا[6] ليرا[2] سندر نسانُ ـ هسڪڙ روپ مــن مهه اُيمانُ.
واڳــ آســا، محلا پنجوان، شبد (١٢)

(٧) پنچ دوُت[2] ملِ ـ پـُوھ[7] وچــوڙي
ٻرم يــرم رووي ـ هــانت[8] ٻچوڙي.
(١٥)

(٨) ڪام ڪروڌ مائيا مڌ[9] متسر[10] ـ اي کيلت سب جوُئي هاري
ست سنتوک دئيا ڌرم سچ ـ اِهــ آپني گرهه پيتر واري[11].
(٣٦)

(٩) ٻڪار[2] مائيا ماد[9] سوئيو ـ سوُجهه ٻوُجهه[12] نه آوئي
ٻڪڙ ڪيس[13] جم اُناريو ـ تد هي گهر جاوئي[14].
(١٥٢)

(١٠) لک چوريٺان لک جاريٺان[15] ـ لک ڪوُڙيٺان. لک گال[16]
لک ٺگيٺان ٻهنائيٺا[17] ـ رات دِنَسُ جيٺ نسال.
واڳــ آسا، محلا پهلا، وار (١٥).

(١١) کهت ڪبير پنچ[2] کو جهگڙا ـ جهگڙت جنم گــوائيا
جوُٺي مائيا سب جگ ٻانڌيا[18] ـ ميں[19] رام[7] رمت سک پسائيا.
واڳ آســا، ڪبير صاحب، شبد (٣٥)

(١٢) سوُربير[20] ورئام[21] ـ ڪني نه هوڙئي[22]
فــوج ستاڻي هات[23] ـ پنچا[2] جوڙئي[20].
واڳ گوجري، محلا پنجوان، وار (١٥)

(١٣) اس ديهي وچ پنچ چور[2] وسهه ـ ڪام ڪروڌ لوڀ موهه اهنڪارا
اُمرت[22] لوُٽهه منمک نهي ٻوُجهه ـ ڪوء نــ سڻئي پڪارا.
واڳ سورٺ، محلا تيجا، شبد (٢)

(١٤) ٻر اپڪار نه ڪبهوُ ڪيي ـ نهي ستگــوُر شيو ڌيــائيو
پنچ دوُت[2] رچ سنگت گــوشت[25] ـ متــوارو[26] مــد[9] مائيو[27].
واڳ لــوڏي، محلا پنجوان، شبد (٣)

(١٥) سگل ٻياڌ[2] ڪي وس ڪر دينا ـ ترست پياس جه جل ٻن مينا[28]
ڪچوُ سيانپ اُکت[29] نه موري ـ ايڪ آس ٺاڪر[7] ٻرڀ[7] توري[30].
واڳ سوهي، محلا پنجوان، اشٽپدي (١)

---

١. هڪڙو نه. ٢. پنج وڪار. ٣. سني، اُنــم. ٤. ٻيو نــ. ٥. ڪُل. ٦. ٺيون نه. ٧. ٻرماتما. ٨. همت هٺان، مروڙيان. ٩. نشو. ١٠. حسد، ايرکا. ١١. هردي اندر ڌارڻ ڪرڻ. ١٢. سڌ ٻڌ. ١٣. وار. ١٤. ڪهات کــلن ٿا. ١٥. دوستيون. ١٦. گــاريون. ١٧. دغابازيون. ١٨. ٻڌي ڇڏيو آهي. ١٩. ريجهائي. ٢٠. سوُرما. ٢١. بهادر. ٢٢. جيتيا آهن. ٢٣. هنيلي. ٢٤. گهڻ، سڪرم. ٢٥. ڳالهه ٻولهه. ٢٦. پــاڳل. ٢٧. مــائيا. ٢٨. مڇي. ٢٩. اٽڪل. ٣٠. تنهن جي.

(١٦) اَهنبد[1] پرڪاس[2] نيس - لوڀ رسنا ساد
لپت ڪپت گرهه پيڊ پيا - متيا بکياد[3].

راڳ بلاول، محلا ٥ پڙتال، شبد (٣٨)

(١٧) پنچ دُوس[3] مؤند[4] پر لاٻي - ڪيس گهي قيراؤس هي
دوشت[5] نه آوهه اَنڌ اَگياني - سرء وهيو مد ماؤس هي.

(٨٨)

(١٨) ايڪ گرهه دَس دئار[6] هي جاڪي -
اَهنس[7] تسڪر[8] پنچ[3] چور لگيا
ڌرم اَرٿ[4] سڀ هرليءِ[10] جاوهه - منمک اَنڌلي خبر نه پئيا.

راڳ بلاول، محلا ١ چوٿان، اشٽپديءَ (٢) ١

(١٩) ڪام ڪروڌ مائيا مد متسر - اي سنهءِ[11] موماهي[12]
دئيا ڌرم اَر گور ڪي سيوا - اي سپنتر[13] نساهي.

راڳ رامڪلي، ڪبير صاحب، شبد (٨)

(٢٠) ڪائيا آرڻ[14] من وچ لوها - پنچ[3] اَگن تس لاڳ رهي
ڪوئلي پاپ پڙي تس اوپر - من جليا سنهي[15] چنت ڀئي.

راڳ مارو، محلا ١ پهلا، شبد (٣)

(٢١) بِڪار[3] پالر گلهه پاندي - نيدَ ڀروت[16] سراء
مهان ساگر سمند اڳهنا - پار نه پڙنا جاء
ڪام ڪروڌ لوڀ موهه بياپيو - نيتر رکي ڦراه
سيس اُتاون نه ڪهؤ مليڇي - مها دُسر[17] ماء.

راڳ مارو، محلا ١ پهلا، شبد (١١)

(٢٢) پنچ چور[3] چنچل چت چالهه - پر گهر جوهههِ[18] گهر نهي پاڻهه[19]
ڪائيا نگر ڍهي ڍهه ڍيري - بن شبدي پت جاني هي.

راڳ مارو، محلا ١ پهلا، سولهو (٣) ٢

(٢٣) جان چُٽي[20] لسان خاڪ تون - سُنجهي ڪدس[21] نه جاٺهي
ڏُرجن[3] سيتي نيهن - تون ڪيءِ گڻ هر[21] رنگ ماڻهي.

راڳ مارو، محلا ٥ پهلا، وار (١٠)

(٢٤) پيڪ ڪري بهت چت ڏولي[22] - اَنتر ڪام ڪروڌ اَهنڪار
اَنتر تسا[23] ڀوک اَت بهتي - ڀؤ ڪت ڦري دربار[24].

راڳ سيرٺ، محلا ٩ تيجا، شبد (١٨)

---

١. ڪمت، اَهنڪار. ٢. پرائي نندا. ٣. پنج وڪار. ٤. سر لي سوار آهن. ٥. نظر پر.
٦. دروازا، اِندريون. ٧. ڏينهن رات. ٨. چور. ٩. چار لي پدارٿ. ١٠. لٽي وڃن ٿا.
١١. پُونجي. ١٢. مون پر. ١٣. سپني پر به. ١٤. ڪرزو. ١٥. اَلبوري. ١٦. گُنڙي.
١٧. پؤ جل ساگر. ١٨. لڪي تو. ١٩. سڀالي ٿو. ٢٠. مرڻ ڪان پوء. ٢١. پرماتما.
٢٢. پڪي تو. ٢٣. پياس. ٢٤. در در، جتي ڪتي.

 

(٢٥) هَئُو هَئُو[1] ڪرِ بڌي ٻڪار[2] - موهه لوڀ ڏوهُ سنسار
ڪام ڪروڌ من وَس ڪيا - سپنئي نام نه هر ليا.

راڳ بسنت، محلا پنجوان، اشٽپدي ٢ (٣)

(٢٦) ٻرڌارا[3] ٻروڌن ٻرلوڀا - هؤمي ٻڪي[4] ٻڪار[2]
دشٽ پاڻ[5] لڀ[6] نندا ٻراڻي - ڪام ڪروڌ چنڊار.

راڳ ملار، محلا پهلا، شبد (٥)

(٢٧) مائيا موهه سڪل جڳ ڇائيا[7] - ڪامن[3] ديک ڪام لوڀائيا
سُت[8] ڪنچن[9] سڻ هيت[10] وڌائيا - سڀ ڪڇ اپنا اڪ رام پرائيا.

راڳ ملار، محلا پهلا اشٽپدي (١) ٢

---

١. مان مان، اهنڪار. ٢. پنج وڪار. ٣. استري. ٤. وشيي. ٥. سياءُ. ٦. نرڏ ڪرو.
٧. ڍڪيو پيو آهي. ٨. پٽ. ٩. سون، ملڪيت. ١٠. پيار.

# پنج وڪار.

پنج وڪار آهن ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار. انهن پنجن وڪارن ۽ ٻين
وڏن سانئن جو سماچار اڳيئي اچي چڪو آهي ۽ جاڪاڻ تہ سري گرو گرنٿ صاحب ۾
پنجن وڪارن جو گڏيل وياکيا ڪيترن هنڌن تي آيل آهي، جن مان چونڊ وچن هتي
ڏنل آهن، تہ هن ڪري هيٺ ۽ پنجن وڪارن جو گڏيو وچار ڪجي ٿو. اهي وچن پڙهڻ
تا ڪن تہ انهن پنجن وڪارن جو ٻاڻي ۾ ايترو تہ گهاٽو ۽ گهرو سنبنڌ آهي جو هڪ مان ٻئي
کي جان ملي ٿي ۽ سيڪڙي ٻاڻي ۾ هڪ پروار مثل، پريت پڏي ۽ ڪمر ڪشي، پنهنجو سمرٿ
ليل ڪم ادا ڪري رهيا آهن. ٻہ تہ ٻارهن ٻر پنج تہ سوا لک!

جنهن جيو کي ڪامنائون اچي ورايون آهي سو موهه ۾ مبتلا آهي. موهه، لوڀ ۽ لالچ ۾
لو اٽڪائي. ڪامنائن جي سڦلتا مان اهنڪار ٿو اڀري ٿئي ۽ اسڦلتا مان ڪروڌ. مطلب تہ
ڪن جزوي مثالن کان سواءِ، هرڪو جيو هر وقت، پنجني وڪارن مان ڪنهن نہ ڪنهن ۾
وڪوڙيل رهي ٿو. هن جي پڌي جيئڻ تہ قيد خاني ۾ قيد ڪئي وئي آهي ۽ هن جي من
تي انهن وڪارن پنهنجو راڄ اسٿاپن ڪيو آهي. اهڙي وڪاري من جي راڄ ۾ جيوَ جي
هرڪا اختياري ۽ آزادي عدم پيدا ٿي وئي آهي. اهڙي جيوَ جي درگتيءَ ۽ دردشا جو
ورنن مٿين وچنن ۾ جنهن طرح چٽيو ويو آهي، جنهن جو مختصر بيان هيٺ آهي.

اهڙي جيوَ جا سڀ سلڪڻ ٻر ڪري پرواز ڪن ٿا. وڪارن وسيلي سچ سميٽجي
وڃي ٿو ۽ سچ جي سمائيءَ کان پوءِ ڪهڙي سلڪڻ جي باقي بچندي؟ پڪيئي پاڻ، دَئيا،
دان، ڌرم، ڪميا، جيوَ دئيا، پراپڪار، پرمارٿ، سيوا، نام جو جاپ، مريادي، مرياداءِ
ستسنگ، شب ڪرتي، شڌ وهنوار، نمرتا، نهنائي، شڪر، سنتوش ۽ شانتي، سڀ وڪارن
جي آگ ۾ آهوتي ٿي ويا. انهن بدلي دنيا ديکيءَ لاءِ پاکنڊ، ڇل ڪپٽ، ڪوڙ ڪپٽ قائم
ڪيا ويا آهن. امرت لٽجي ويو ۽ ووش اچي واسو ڪيو آهي. هوش حواس، سڌ ٻڌ، سوجهي
ٻوجهي سڀ اسمرٿ ٿي چڪيون آهن. سلڪڻن جي جڳهه ڪلڪڻن قابو ڪئي آهي. سلڪڻن
جي سڱندي سچ ٿي وئي ۽ ڪلڪڻن جي بدبوءِ برقرار بڻي آهي. سڀ لڏي ويا ۽ دوجن
در پيهي آيا آهن: پاپ، اپراڌ، هنسا، خود مطلبي، تن پرستي، ڪوڙ، ڪپٽ، ڪپٽيا،
پرائي پيار، پرائيءَ استريءَ ۽ پرائي ڌن ۾ اک، وير وروڌ، حسد، ايرکا، رس، هيس،
ڪروڌ، گندي زبان، اڀمان، ڀرم، نندن، چوريون، ٺڳيون، ڌوکا ۽ دولاب.

انهن وڪارن سان سنبنڌي ۽ انهن سان ورتاءُ مقبول آهي، رات ڏينهن ۽ هر وقت.
نہ ترشنائون ترپت ٿين ۽ نہ من ۾ شانتي اچي. اگيان جي انڌ ۽ مايا جي مدهوشيءَ، ٻڌيءَ
جي ٻڪ ڦيري چاڙهي آهي. اهو آهي زندگيءَ جو زلزلو جنهن "هئه هئه" ۽ "هاءِ هاءِ"
جو هاهيدوس مچائي ڇڏيو آهي. مايا جو ٻر پنج پنهنجو پسر پرماتما پساريو. لوڪ پرلوڪ
وڃي ۽ ويران. پنجن وڪارن جي پريت ڪري پرماتما وڇڙجي ويو. ٻاڻي ۾ ڪڙجي ۽ ٻرمن

۾ ڀاڄي پيو ڀڄڻ لڳي ۽ روئڻ ۾ ڀاڻن جي پٽن سان ڀاڻ ڪيئن ٻڏ جل ساگر مان ٽري پار پيو؟ صاحبن فرمايو آهي:

(١) اِس دهي وچ پنج چور وسهه - ڪام ڪروڌ لوڀ موهه اهنڪارا — راڳ سورٺ، محلا
امرت لُوٽهه منمک نهي ٻُوجهه - ڪوءِ نه سڻئي پڪارا. — ٽيجا، شبد (٢)

(٢) ٻوڌارا ٻوڏن ٻُر لوڀيا - هؤمي ٻکيءَ ٻڪار — راڳ ملار، محلا
دُشت ڀاءِ تج نندا پرائي - ڪام ڪروڌ چنڊار. — پهلا، شبد (٥)

ٻر ڀار ٻوڻ ئي ته اِنسان جو مقصد آهي. بندکاني جا بند ڀڄڻا ٿيندا، زنجيرون ٽوڙبيون ٿينديون ۽ ڏاڍيو راڄ ختم ڪرڻو پوندو. اِها آهي ڌرم جي ٻڌ ۽ سچ جي لڙائي جا پنهن جي اندر ۾ جاري ڪري وڃڻ پراپت ڪرڻي آهي. اِها ئي ساڳي آهي جا رام راوڻ سان لنڪا جي رڻ ڀُومِيءَ ۾ چالو ڪئي هئي ۽ پانڊوَن ڪرشن جي سهاري سان، ڪوروَن جي برخلاف ڪرڪشيترا جي ميدان تي جوڙي هئي. رامائڻ ۽ مهاڀارت جي لڙائين جو اِشارو اسان جي من جي ميدان ۾ ٿيڪيءَ ۽ بديءَ يا سچ ۽ ڪوڙ جي وچ ۾ لڙائيءَ ڏانهن آهي. اِنهيءَ لڙائيءَ ۾ جن جن فتح پائي آهي تن اِهو آزموديل جو اعلان ڪيو آهي ته هيءَ لڙائي مؤمل جي ڪاڪ وانگر آهي. قلعي جي اندر ۽ اڙدگرد سڄو لشڪر ۽ بارود بناوٽي آهي جو همت ۽ اِچا شڪتيءَ اڳيان، گيان جي پرڪاش سامهون، ۽ گور ڪرپا سان پائمرادو الوپ ٿي وڃي ٿو.

مطلب ته اِنسان وٽ ڪي پائمرادو پاڪر ٿيائي، پاڻ ڪي جڪڙيل سمجهي، پاڻ کي ڇڏائڻ لاءِ بين کي پيو ٿو پڪارون ڪري. من جا وڪار سڀ هڪ قسم جا من گهڙت خيالي پُوت آهن جي من جي مُڙڻ ۽ وچار ڌارا جي بدلجڻ سان، پائمرادو پائمال ٿي وڃن ٿا. گيان جي روشني، اگيانتا جي اوندهه کڻ ۾ غايب ڪري ڇڏي ٿي. جو اوندهه محسوس ڪري ٿو تنهن کي ئي گيان جي جهلڪ نصيب ٿي سگهي ٿي. ٻاقي جيڪو اگيانتا جي اگهور ننڊ ۾ الوت آهي ۽ اوندهه تي هري ويو آهي سو روشنائيءَ جو ڪيئن طلبگار ٿيندو ۽ روشنائيءَ ملڻ لاءِ ڪيئن پاڻ پتوڙيندو؟ اگيانتا جي احساس سان ئي گيان جي شروعات ٿيندي ۽ گيان جي شروعات سان ئي اگيانتا نورت ٿيندي. اگيانتا جي اوندهه وڪارن جو جهاپو آهي ۽ گيان جو پرڪاش وڪارن جي انت آڻي ٿو. اِهو پرڪاش نه گهٽبو نه بند ٿيندو ۽ نه وري وڪار ٻيهر اُسري سگهندا. تنهن ڪري، اي ٻندا تون گيان جو طالب ٿي، اندر جي اگيانتا جي اوندهه مٽاءِ ته وڪار واپس وڃن.

مٿين پنجن وڪارن کان سواءِ، سري گرو گرنٿ صاحب ۾ بين وڪارن تي به وچار آيل آهن، جهڙوڪ دنيس ڀاؤ، ڪوڙو واپار، ڪوڙي راس، چترائي، سياڻپ، ڪوڙ ڪپٽ، پاپ، بندن، اِندرين جا رس، ڪسنگ ۽ نندا. اُنهن سڀني وڪارن جي سمجهاڻي، ايندڙ ٽئين باب ۾ ڏني وئي آهي.



 

# باب ٽيون

## ساڳي ڀما ۽ وڪار.

### (١) ڏُبِڌا ڀاءُ ۽ ٻيائي.

(١) وڏڙُ ڀڙڙيءَ اُن ڏِنُّ واڍُ سماڻي – نام نہ چيتيءَ ٻڌا جم ڪالي
دوُجيءَ ڀاءِ سدا دک پائي – ٻِرتيءَ گٽا ڀرم ڀلائدا
ماڻيا موهہ پوم نہ پائي – دوُجيءَ ڀاءِ لڳا دک پائي
سوُهٽا رنگ دن ٿوڙي هوويءَ– اِس جادي ٻِلم نہ لائدا
منمک ڀهس ڪري اُيمان – دوکهہ ڪبهي نہ پاويءَ مانُّ
دوُجيءَ لاڳي جنم گنواليا – ٻِنُ ٻوُجهيءَ دک پائدا.

[راڳ مارو، محلا ٽيجا، سونهو (٢٢)]

(٢) دوُجيءَ لڳي پچ مُئي – موُرک اَنڌ گنوار
ٻِنا اَندر ڪِيت[4] سي – پيءَ پچهہ وارو وار.

(٣) دوُجيءَ ڀاءِ جگت پرڀوڏدا[5] – نا ٻوُجهيءَ ٻيچار
ٻولا[6] جنم گنواليا[7] – مر جمي وارو وار.

سوڙي راڳ، محلا چوٿان، وار (٨)، سلوڪ محلا ٽيجا (١٠)

(٤) اِڪ ڪوُڙ لاڳي ڪوُڙي ڦل پائي – دوُجيءَ ڀاءِ ٻرٿا جنم گنوائي[7]
آپ ڏُبي سگل ڪل ڏوُبي – ڪوُڙ ٻول ٻِکُ[8] کاوٽيا.

راڳ مانجهہ، محلا ٽيجا، اشٽپدي(٦)٢٢

(٥) ٻيگنڙيءَ[9] ڏَنُ[10] ڀرم ڀُلاٽي – دوُجيءَ لاڳي ڦر ٻچوٿاٽي
هلت پلت[11] دوويءَ گنواوي[7] – سُمپيءَ سک نہ پاوٽيا.

٤ (٣٢)

(٦) دوُجيءَ ڀاوَ نہ شيوپا جاءِ – هؤميءَ[12] ماڻيا مها ٻِک کاءِ
پت[13] ڪٽنب گرهہ[14] موهيا ماءِ – منمک اَنڌا آويءَ جاءِ.

راڳ گوڙي، محلا ٽيجا، شبد (١٢)

---

١. ڀڄمڻ مباحثو. ٢. کهنبو. ٣. وقت، ديرُ. ٤. ڪيئان. ٥. سکيا، اُپديش ڏين لاءِ.
٦. اُجايو. ٧. وڃائين ٿا. ٨. وش. ٩. پيڪن ۾، هن لوڪ ۾. ١٠. اِستري، هيءَ جيوَ.
١١. لوڪ پرلوڪ ۾ٻئي. ١٢. اَهنڪار، اَيمان. ١٣. پٽ. ١٤. گهر.

(۷) جب لگ ـ گھٹ مھ دوجی آن
لے لے ـ مھل[1] نہ لاہی جان۔
راگ گوڑی، کبیر صاحب، وار (۸)

(۸) منمکھ مرھ مر مرنٹ وگاڑھ[2] ـ دوجے پاؤ آتم سنگھارھ[3]
میرا میرا کر کر وگوتا ـ آتم نہ چینے بھرمے وچ سوتا۔
راگ آسا، محلا تیجا، شبد (٦)

(۹) جنان اندر لوبھ وکار ہے ـ دوجے پاؤ کھاء[4]
جمنٹ مرنٹ نہ چکئی ـ ہؤمے وچ دکھ پاء۔
راگ گوجری، محلا تیجا، وار (۱۸)

(۱۰) جیہر[5] دوجا بھرم سا انمالی[6] ـ تجّہر[7] جاٹیا بھرپ دوری
جان ملیا پورا ستگورو انمالی ـ تاں آسا منسا سب پوری۔
راگ وڈھنس، محلا پنجوان، شبد (۹)

(۱۱) جگت اگیانی اندھ ہے ـ دوجے پاؤ کرم کماء
دوجے پاؤ جیتی کرم کری ـ دکھ لگے تن دھاء[8]۔
راگ وڈھنس، محلا چوتھان، وار (۱۸) ء سلوک محلا تیجا

(۱۲) جگ مئلا[9] مئلو ہوء جاء ـ آوے جاء دوجے لوبھاء
دوجے پاؤ سب پرج[10] وگوئی ـ منمکھ چوٹاں[11] کاء اہبی پت کوئی۔
راگ دھناسری، محلا تیجا، شبد (۴)

(۱۳) دوجے پاؤ لگی پچھتانی ـ جم در بادھی آوٹ جانی
کیا لے آوھ کیا لے جاوھ ـ سر جم کال سہ چوٹاں کاھ۔
راگ بلاول، محلا پہلا، تھتی (۲)

(۱۴) ڈرگ[12] ایہ آسا دوجی پاو کی ـ جو موھ مانیا چت لائی
ھر سکھ پلّر[13] تیاگیا ـ نام وسار دکھ پائی۔
راگ بلاول، محلا چوتھان، وار (۵)، سلوک محلا تیجا

(۱۵) منمکھ موھ غبار[14] ہے ـ دوجے پاؤ بولے
دوجے پاؤ سدا دکھ ہے ـ نت نیر[15] ورولے[16]۔
راگ رامکلی، محلا تیجا، وار (۱۷)

(۱۶) دوجے پاؤ دشٹاں[17] کا واسا[18] ـ بھوڈی[19] پھرھ بھ موھ پیاسا
کسنگت بہھ[20] سدا دکھ پاوھ ـ دکھو دکھ کماندا۔
راگ مارو، محلا تیجا، سولھو (۱۱) ۲۴

---

۱. پرماتما جو سروپ۔ ۲. اوکتیو موت. ۳. ناس کن تا۔ ۴. مسجن تا۔ ۵. جیستاء۔
٦. ہی امی، سکی۔ ۷. لیستاء۔ ۸. پنیان پتکٹ۔ ۹ پاپی، ککرمی۔ ۱۰. پرجا، سب جیو۔ ۱۱. ڈک، سزا۔ ۱۲. ڈکار لائق۔ ۱۳. سکٹو گاھ۔ ۱۴. اوندھ۔ ۱۵. پاٹی۔
۱٦. ولوڑن تا۔ ۱۷. پنج وکار۔ ۱۸. نواس۔ ۱۹. پدکی۔ ۲۰. وھن تا۔

(١٧) منمک دوُجا ڀرم هيءِ - دوُجي لوڀائيا
ڪوُڙ ڪپٽ ڪماوَدي - ڪوُڙو آلائيا.

راڳ سارنگ، محلا
چوٿان، وار (٣)

(١٨) دِن دن آوي تِل تِل[٢] ڇيجي[٣] - مائيا موهه گهٽائي[٤]
بن گوُر ٻوڏو ٺوُر[٥] نه پاوي - جب لڳ دوجي رائي[٦].

راڳ پربڀاتي، محلا
پهلا، شبد (١)

(١٩) دوجي ڇوڊ ڪُ واٽڙي[٧] - اڪس[٨] سئو چت لاءِ
دوجي پاوهن[٩] نانڪا - وهڻ لڙنڊڙي[١٠] جاءِ.

سلوڪ، محلا پنجوان،
(١٦)

---

١. گهٽائين ٿا. ٢. زندگيءَ جي ٿوري ٿوري حصو. ٣. ڇڇندي، گهٽبي وڃي ٿو. ٤. هردي م. ٥. ٺڪاڻو. ٦. ملاقات. ٧. وات، رستو. ٨. پرماتما. ٩. پسند ڪن ٿا. ١٠. لڙهي وڃن ٿا.

## دوئيت ڀاوُ.

دُوئيت معنيٰ "هڪ نه پر ٻه." ڌرمڪ ۽ فيلسوفي لحاظ کان دوئيت يا دوئي ڀاوُ جو اشارو پرماتما ۽ پرڪرتي يا جيو آتما ۽ پرم آتما ڏانهن آهي. اَدوئيت وادي ٻنهي کي هڪ ڪري ٿا سمجهن پر دوئيت وادي ٻنهي کي جدا جدا سمجهي منجهن ڀيد ۽ سنبنڌ ٿا سمجهائين. اِهو واد ووادُ ڪان هلندو ٿو اچي پر اڄ تائين انهن ٻنهي متن جو پاڻ ۾ ڪا ٺڪراءُ سمجهوتا ڪانه ٿي سگهي آهي ۽ نه ٿيندي. اِهي سڀ ڌرمڪ ۽ پنٿڪ مت ڀيد جي ختم ٿين نه جدا جدا متن ۽ پنٿن جا اَنيڪ اَڏا ٺهي اچي پِٽ پون. تحقيقن اَدوئيت ۽ دوئيت وادين جي بحث مباحثن، اکرن جي اُستاديءَ تي اڏيل آهي. انهيءَ سوال کي وڌيڪ چهڙڻ جي هت ضرورت نه آهي پر جيئن پرماتما، پرڪرتيءَ، جيو آتما ۽ پرم آتما جي وشين تي اڳيون، تيئن انهيءَ بحث جي چٽاڀيٽيءَ تي وڌيڪ روشني وڌي ويندي ۽ جا ٻئي ڀاڱي ۾ آيل آهي.

سنساري ۽ سماجڪ لحاظ کان دوئيت يا دوئي ڀاو کي ڏُلي، ٻيائي پر اکيائي ۽ ٻطرفي سڏجي ٿو. اِهو ڀاوُ راڳ ۽ دويش مان ٿو اُپجي ٿئي جنهنجو ذڪر اڳيئين باب ۾ جي شروعات ۾ "موهه" ۽ "ڪامنائن" سان آيل آهي. "راڳ" معنيٰ من پسندي ۽ "دويش" معنيٰ نا پسندي. جو جيوَ، جا وستوُ ۽ جا روُپڪار وڻي، تنهن سان اسان جو راڳ ٿئي ٿو، جنهن مان موهه، لوڀ، لالچ، پڙ، اهنڪار ۽ ٻيا وڪار اُپامن ٿا. ساڳيءَ طرح جنهن جيو، وستو ۽ روپڪار سان نا پسندي آهي، تنهن سان اسان جو دويش آهي جنهن مان ٻيو حقارت، ڌڪار، نفرت، ويرُ، وروڌ، ايرکا، حسد، ڪروڌ ۽ ٻيا وڪار اُپجن ٿين ٿا. مطلب ته راڳ ۽ دويش جو ئي دوئيت ڀاوَ ۾ ٿو ظاهر ٿئي، سو مائيا آهي ۽ سنسار ساگر جو مهاڄار آهي. جن جن هن مهاڄار مان آزاد ٿيڻ، پنهنجي جيون ياترا جو مقصد ٺهرايو آهي، تن کي راڳ دويش ۽ دوئيت ڀاو جو ليکو لٿاڙڻو پوندو، ميري ٿيري متائڻي پوندي ۽ سمدرشتيءَ جي سطح تي پنهنجو قلع قابو ڪرڻو پوندو. انهيءَ ٻنا سندن گت ٿيڻ اسنيؤ آهي.

ٻين وڪارن وانگر، دوئيت ڀاوُ به من جي ڀاونا آهي ۽ اُها ڀاونا ٻئي هردم ڦري گهري. جنهن جيو سان هيئنئر راڳ آهي تنهن سان پوءِ دويش ٿيو پوي ۽ جنهن جيو سان هيئنئر دويش آهي انهن سان پوءِ راڳ ٿيو پئي. راڳ ۽ دويش لاءِ جيو، وستو ۽ حالتون پيون ڦرن گهرن پر راڳ ۽ دويش جو سلسلو اِنسان جي من ۾ هردم چالوُ آهي. اي ٻندا، تون پاڻ جاچي ڏس ته تون ۽ نه اهڙو اِنسان نه آهين جو پنهنجي جيون ۾ ڪڏهن راڳ دويش جو ٻج پيو چنئين ۽ انيڪ وڪارن جا پيو لابارا لڻين، نه پوءِ کهڙي عجب جي ڳالهه جي جي انهنجي من ۾ اَلي اشانتي آهي، تون پاڻ کي تمام دکي ٿو سمجهين ۽ جيون ياترا ۾ تو اهڙا هڪ به وک ڪانه اڳتي وڌائي آهي. اسفالنا جي اوت ۾ ڪيئن سڦلتا ثاب پوندي؟

دئيت ڀاوَ يا دُوجي ڀاوَ ني جي سري گُروُ گرنٿ صاحب ۾ وچن آهن ني مان چوند وچن مٿي ڏنل آهن. گُروُ صاحبن فرمايو آهي تہ دئيت يا دوجي ڀاوَ جي ڪري جيــوُ انــيڪ وڪارن ۾ وڪوڙجي، پرماتما کان ڀلجي، ڪيئن پاپ ۽ اپراڌ ٿو ڪري. اِلهــيءَ اڪيانتا جي الڌ ۾، هن جو سنگ نہ پنهنجي همرشڪن سان ٿئي ٿو. هن جي جيون پرمن سان پريوَر ۽ پيدان ۾ بدل آهي. هن پنهنجو ڪالو ڪڪرمن سان ڪارو ڪري ڇڏيو آهي. پوءِ هو ڪيتان آتم گيان حاصل ڪري سگهندو ۽ ڪيئن پرماتما جي پراپتي پائيندو؟ هــن پنهنجي سموري زندگي زواليت ۾ زبون ڪري ڇڏي ۽ انت وڃي هٿ مروٽــي هــليو ويندو. پاڻ سان گڏ پنهنجي ڪڪرم ڪمائي ۽ حالتين کي نہ هاڃي پڇاڻين چو تہ پنهنجي راڳ دئيش ۾ هنن کي نہ پاڻ سان گڏ همرشڪ ۽ پاڻيوار ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو. الهيءَ پاڳيواريءَ جو اثر ۽ نتيجو بوان کي نہ ورثي ۾ ملندو.

مٿين وچنن مان نہ خاص وچن وري هيٺ ڏجن ٿا:

| | |
|---|---|
| (١) جب لگ ـ گــهــت مــهــ دوجــي آنَ<br>لــنــم لــئــم مــحــل نــہ لايــيِ جــانَ. | راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٨) |
| (٢) جگت اڪيانــي الڌ هيِ ـ دوجيِ پــاوَ ڪرم ڪماءِ<br>دوجيِ ڀاوَ جيتي ڪرم ڪري ـ دک لڳيِ تن ڌاءِ. | راڳ وڏهنس، محلا چوٿان، وار (١٨)، سلوڪ محلا تــيجا |

مطلب تہ دُئي دک جو ديرو آهي ۽ جگياسوءَ ۽ پرماتما جي وچ ۾ دوُري پيدا ڪري ٿو. جو دئي مِٽائي ٿو سو پاڻ ۽ پرماتما جي وچ ۾ دوُري دوُر ڪري ٿو ۽ پرماتما کــي حاضران حضور، هٿ وسيڪو ۽ واجهي ۾ واجهو ڀسي ٿو. دئي دل ۽ دلبر وچ ۾ ديــوار آهي. اي بندا، هڪ واريءَ اها ديوار هٽائي ڏس تہ هوت حبيب اڳي هنج ۾ وهيٺي. پر جيستائين اها ديوار قائم آهي ليستائين دک جو ديرو بہ قائم رهندو ۽ ڪڏاهيت نہ ٽوٽ ليندو. دئي دوُر ٿيڻ جي اها نشاني آهي تہ پنهنجي ۽ پرائي جو ڀيد مٽجي وڃي؟ ۽ سڀ ۾ پرماتما جي پرويش هئڻ جي پروڙ پوي. اها پروڙ ئي آهي پرماتما جي پراپتي. باقي جي لون پنهنجي چت ۾ "مهنجا" ۽ "تنهنجا" چولو چڙهندو ايندين تہ دئيت ڀاو جون ڀاڙون پختيون ٿينديون، ويچار ڌارا بيباڪيءَ تي بدبي، وچن ڪوڙا پرلبا، ڪرلب ڪڌا ڪبــا. اِلين ڪرمن جو ڪتاب ڪارو ٿيندو، انت اوکي ٿيندي ۽ آواگون جو چڪر چالوُ رهندو.

پرجي سنساري وهنوار مان تي دئي دور ٿي وڃي تہ پوءِ فيلسوفي لحاظ کان دئيت ۽ اَدئيت جا اڏا ڪيئن قائم رهندا؟ دئي، بدي ۽ بيا مڙني وڪار، اَنسان ذات سان قائم رهندا چو تہ اهي سڀ پرڪرتيءَ جو جزو آهن پر هرهڪ اِنسان کي جيون ۾ اهو سونهري موقعو مليو ٿو تہ هو گيان ذريعي اوڳڻ مِٽائي گڻ پراپت ڪري تہ مڪتيءَ جو مارگ ملي.



 

## (۲) کوڑو واپار، وکر ۽ راس۔

(۱) اي لـ[۱]ـري سؤداگـري - سؤداگـر ڈاوي
ڈن کئي آسا کري - مائيا مـوھ وڈاوي
لٹ ھرجن ھر ھر بولتا - ھر بول سک پاوي
بِکھ سنچئي[۲] ھت[۳] واٹيا - پھـ ھات کماء
موھ جؤت پسارا جـؤت کا - جؤني لہتاء
لٹ ھرجن ھر ڈن سنچيا - ھر خرچ اي جاء
اِھ مائيا موھ کتب ھي - پاؤ دؤجي[۴] قاس
گورمتي سو جن لـري - جو داسن داس
جن نانک نام ڈيائيا - گورمکھ[۵] پـر[۶]گاس۔

[راگ گوڑي، محلا چوتھان، شبد (۹)]

(۲) کھوٗن[۷] ھر سٹ - چيت نہ لائيو
ڈلڈا کرت پہائي اُوُدھ[۸][۹] - گُن لڈ نام نہ گائيو۔ (۱،۰)
کوڈي کوڈي جوڑت کنئي - اَنک جگت[۱۰] کر ڈاليو[۱۱]
بسرت پربھ کيتي دک گنيئي[۱۲] - مہا موھني کھائيو
کرھ اَنگرھ سوامي ميري - گُنھ[۱۳] نہ موہِ کمائيو[۱۴]
گوبند ديال کرپال سک ساگر - نانک ھر سرنائيو۔

[راگ گوجري، محلا پنجوان، شبد (۲۵)]

(۳) جنان راس[۱۵] نہ سچ ھي - کـڈ تنان سک ھوء
کوڑي[۱۶] وڻج وڻجيي[۱۷] - من تن کوڑا ھوء۔ سري راگ، محلا پہلا، شبد (۲۳)

---

۱. گھوڑا۔ ۲. وش۔ ۳. کٹ کري لو۔ ۴. ڈليت پاو، پيائي۔ ۵. گوروء معرفت۔ ۶. روشنائي پيدا لئي لي۔ ۷. کڈھين ہ۔ ۸. گذري وئي۔ ۹. زندگي، عمر۔ ۱۰. طريقا۔ ۱۱. پٹکي لو۔ ۱۲. کڈھان لو۔ ۱۳. کرپا۔ ۱۴. منھنجا کيل ڪڪرم۔ ۱۵. پونجي، موڙي۔ ۱۶. کوڑو واپار، وکار۔ ۱۷. واپار کن ٿا۔

(۴) مٺمڪ ڪوڙي واس ڪوڙا پاسارا ـ ڪوڙ ڪماون دڪ لاڳي پارا
ڀرمي ڀؤلي ڦرن ڊن رالي ـ مر جنهن جنم ڳوائيا.

واڳ ماجهه، محلا ليجا، اشٽپدي، (٧) ١٠

(٥) ٻن واسي ڪوٽ ڪم ٻاڻي ـ مٺمڪ ڀؤلي لوڪ سڀائي
ٻن واسي سڀ خالي چلي ـ خالي جاءِ دڪ پاوٽيا.

(٥) ١٣

(٦) هور وٽج ڪرهہ واپار ٺيٺڇ ـ انٺ ترنگي دڪ ماڻيا
اوهہ جيهي وٽج ڪو لائيا ـ ڦل ليها ٽن ماڻيا.

واڳ ڳوڙي، محلا چوٿان، شبد (٧)

(٧) مٺمڪ پرم پلچ سنسار ـ ٻن واسي ڪوڙا ڪري واپار
وڻ واسي ٽوڪو پلچ نہ پاءِ ـ مدمڪ پلا جنم ڳواءِ.

واڳ آسا، محلا ليجا، شبد (٧)

(٨) ڏنڊا پٿهہ پائيهو ـ لم ڪوڙ ڪماوهہ
اوهہ اس سٽچ ڪٿهي ـ لم لوڪ سٽاوهہ.

واڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (۴) ١٣

(٩) خصم ڇوڙ دوجي لڳي ـ ڏٻي سي وڻجارڀا
سٽگورو هچ ٻوهٿا ـ ورلي ڪني وبچاريا.

واڳ آسا، محلا پهلا، وار (١٣)

(١٠) مائيا موهہ سڀ دڪ هچ ـ ڪوڙا اهہ واپارا رام
ڪوڙ ٻول ٻک کاوٽي ـ ٻهہ وڌهہ وڪارا رام.

واڳ وڏهنس، محلا ليجا، چهنت (٢) ۴

(١١) مائيا ڪا واپارا جگت پيارا ـ آوڻ جاڻ دڪ پائي
ٻک ڪا ڪيڙا ٻک مٺہ لاڳا ـ ٻشٽا ماهہ سمائي.

(٣) ٥

(١٢) ڪاچا ڏن سنچهہ مؤرک ڳاوار ـ مٺمڪ ٻولي آنڌ ڳاوار
ٻکيا ڪچ ڏن سدا دڪ هوءِ ـ نا ساٿ جاءِ نہ پراپت هوءِ.

واڳ ڏناسري، محلا ليجا، شبد (٧)

(١٣) گهر ڪا ڪاج ـ نہ جاڻي روڙا
جوٺچ ڏنڌچ ـ رچيو موڙا.

واڳ سورٺي، محلا پنجوان، شبد (٣٥)

---

١. واپار. ٢. پاري، ٻيٺد. ٣. سچي موڙي. ۴. گٿ. ٥. سيڻي. ٦. لهرون. ٧. مٺل جيو. ٨. پرماتما. ٩. واپاري، سؤداگر. ١٠. جهاز. ١١. جمڻ مرڻ جو چڪر. ١٢. سنساري جوٽا وهنوار. ١٣. هردو. ١۴. ڪارج، ڪم. ١٥. سندر. ١٦. مؤرک، گنوار.

(١٤) رات ڪاڻڻ[1] ڏِن سمهيءَ-پَلڪي چاڙ هوءِ
نانڪ نالِ نہ چليءَ-ڦِر پڇتاوا هوءِ.

(١٥) نانڪ ٻدرا[2] مال ڪا-پيٽ[3] ڏريا آڻ
ڪوڻي ڪري[4] ٻرکيئن[5]-صاحب ڪيءَ ديباڻ[6].

(١٦) ڏنڌا ڌاوَت[7] ڏِن گئيا-رَٽ[8] گوائي سوءِ[9]
ڪُوڙ ٻول ٻِک کائيا-منمک چليا روءِ.

(١٧) سيڪو وڻج[10] ڪري واپارا-وڻ ناويءَ سڀ ٽوٽا سنسارا
نانڪو آئيا نانگو جاسي-وڻ ناويءَ دک پائدا.

(١٨) ڏنڌا ڪَرِت سگلي پت کوَس[11]-ٻِرم نہ مٽس گوارا
اِن گور شبد مکت نهي ڪڃهي-اَنڌلي ڏنڌ پسارا.

(١٩) ڏنونتا[12] اوهي کهيءَ-اَوَري[13] ڏنُ ڪنہ جاءِ
نانڪ نِروَدِن[14] لس ڏِنُ-جت دن وسري ناءِ.

(٢٠) ڪبيرا ايڪ اچنڀه[15] ديکيو-هيرا هاٽ بڪاء[16]
بنجن هاري[17] پاهرا[18]-ڪوڏي بدلي جاءِ.

راڳ سوهي، محلا
تيجا، وار (٧)، سلوڪ
محلا دوُجا

(١٢)
[سلوڪ محلا پهلا]

راڳ رامڪلي، محلا
تيجا، وار (٣)

راڳ مارو، محلا تيجا،
سولهون (١٠) ٢٠

راڳ پڀرڻ، محلا
پهلا، شبد (٧)

راڳ سارنگ، محلا
چوٿان، وار (١٩)،
سلوڪ محلا پهلا

سلوڪ، ڪبير
صاحب (١٥٤)

---

١. صبوح. ٢. ٻدڙي، ٿيلهي. ٣. گهر جي اندر. ٤. سچا. ٥. سچاڻا ويندا. ٦. درٻار، درگاهه. ٧. ڀٽڪندي. ٨. واسنا. ٩. لڪ ڌب پر سمهي. ١٠. نقصان، گهاٽو. ١١. ڪمائي ٿو، وڃائي ٿو. ١٢. دولتمند. ١٣. ٻين جو. ١٤. ڪنگال. ١٥. عجيب اسرار. ١٦. وڪامي ٿي. ١٧. گراهڪ، خريدار. ١٨. ٻنا، ڪانسواءِ.

## پاپين جو به نيڙارو.

## نيچ اوچ ۽ ذات پات.

وڪار مِٽائي سگهجن ٿا؟ وڪاري جيون بدلجي سگهي ٿو؟ ممڪن، ڏاهپڻ يا نيچ انسان ڦري ڪُورمڪ، سهاڳڻ ۽ اُتم انسان ٿِي سگهي ٿو جو هن جي ٻه اَنمد سهائي ٿئي؟ متي آيل اُپديش پڙهڻ کان پوءِ اهي سوال سڀاويڪ اندر ۾ اُٿن ٿا. انهن جو جواب صاحبن بلڪل، ٿِي، خاطرخواهه ۽ اُميد پيدا ڪندڙ آهي ته جي منش جي من ۾ موڙ آچي، جي هُو آلس ۽ نراسائيءَ جي اوجهڙ مان نڪري، آسا ۽ اِڇا شڪتيءَ جو آڌار وٺي ۽ جي هُو ڪمارڳ ڇڏي سمارڳ ٿي اَچي، ته اڳين جنم جي اَشڌ سنسڪارن ۽ هن جنم جي اَشڀ ڪيل ڪرمن جي باوجود به، هُو پرماتما جي پراپتي پائي سگهي ٿو.

جيئن ڇيڙهي شيءِ وري سڌي ٿي سگهي ٿي يا ڦاٽل ڪپڙو وري سبجي سگهي ٿو، تيئن ٿي بگڙيل جيون وري سڌارجي سگهجي ٿي، بشرطيڪ طريقا تحقيقاتي، ٻڌائڻ وارا هُوندا ۽ نه بگاڙڻ وارا، جوڙڻ وارا هُوندا ۽ نه ٽوڙڻ وارا. جي سادنائون سڌريون ۽ سچيون آهن ته سڦلتا ملڻ ۾ ڪو شڪ ٿي ڪونه آهي. باقي پراپتي هڪ ٿي ڏينهن ۾ ٿئي يا وڌيڪ ڏينهن ۾، انهيءَ جو مدار ڪيترن ڳالهين تي آهي. پر جيون ياترا جو لمبو سفر آهي جنهن سان تعلق نه ٽوڙکي. جنم ته ياترا جي هڪ منزل آهي. پوءِ ته اڌوري سڦلتا، اسڦلتا کان هر حالت ۾ بهتر آهي. جو ته اها ٻئي جنم ۾ ڦلدائڪ ۽ مددگار ٿيندي ۽ اڳتي وک وڌائڻ آسان ڪندي. ڪاهه ڪيل ڪمائي، وڃڻ جي نه آهي.

انهيءَ سڌانت جي پٺڀرائيءَ ۾ اَنيڪ سنتن ۽ مهاتمائن جا حوالا ڏنا ويا آهن. والميڪ، اَجامل، گنڪا ۽ ٻڌڪ، جي پاپ جو ڀڳتا ڪري، نيچ جو پڪش پڪڙي، وڃي ڀڳوان جا نج ڀڳت ٿيا. ڪبير ڪوري، روداس چمار، سين نائي، نامديو رنگريز، ڌنو جاٽ، گوت ذات هُوندي ۽ نيچ ڏنڌي ڪندي به، پڇهين جي ڪرپائن سان، ترِي پار پيا. سڌامي، ڌرو، پرهلاد، ڪبجا، ودر، ترلوچن، بيڻي، جئديو ۽ اَنيڪ ٻين ڀڳتن، سائينءَ جي شرن وٺي، اُتم پدوي پراپت ڪئي آهي. مطلب ته جنهن روحاني راهه ۾ پڪو ۽ پختو قدم رکيو آهي ۽ اوچائي ۽ ايمانداريءَ سان هڪ هڪ وک اڳتي وڌائي آهي، تنهن ڪسي پرماتما پاڻ سنڀالتا ڪري، پار پهچائيو آهي. وات لاشڪ اوکي آهي پر اُجورو اَمرت ۽ آنند جو ملي ٿو. سنساري ٿڪن لاءِ ڪيڏا نه ڪشالا ڪيڻا پون ٿا ته پوءِ روحاني رمزن ملڻ لاءِ ته ڪيترين حيلا هلائڻا پوندا.

ٻئي طرف، وڪاري جيون دک ۽ اشانتيءَ مان اُٿڻ لڳي ٿي، جوڙيءَ دک ۽ اشانتي ڦهلائي ٿي ۽ ٻين به دک ۽ اشانتيءَ ۾ سمائڻ لڳي ٿي. مطلب ته دک ۽ اشانتيءَ جو چڪر من جي مورچي بدلائڻ کان سواءِ ۽ ڪمارڪ مان سمارڪ ۾ اچڻ کان سواءِ، ختم ٿيڻ جو ئي ڪونهي. ٻيا سڀ وسيلا ڦِرِت ويندا. ڇڙواڳي، چٽڪو ۽ سياڻپ ڪارگر ڪونه ٿينديون. اهي هٿراڌو هنر هاڃيڪار آهن.

سري گرو گرنٿ صاحب ۾ هن ٻاري ۾ هڪ وڏو اهم لڪ سکيا ڏني آهي ته هندو جاتيءَ ۾ جيڪي برهمڻ، کتري، ويش ۽ شودر جا چار ورن يا آشرم آهن تن جو ڏنل يا ڪرت سان لاڳاپو آهي ۽ نه ذات پات جي پيڊ سان. ڪو به انسان نيچ يا اُتم، ذات پات يا خاندان جي آڌار تي نه ليکيو ويندو پر فقط پنهن جي ڪرمن انوسار. جي ڪرم ڪُڌا ته براهمڻ به شودر سمان آهي ۽ جي ڪرم اُتم آهن ته شودر به براهمڻ برابر آهي.
صاحب فرمائين ٿا:

(۱) براهمڻ کتري سُود ويش، چار ورن چار آشرم هه — واڳ گوُنڊ، محلا
جو هر ڌياوي سو پرڌان. — چوڻ، شبد (۴)

(۲) کتري براهمڻ سُود ويش — سڀ ايڪو نام اترانت — واڳ مارو، محلا
گرو نانڪ اپديش کهت هي — جو سني سو پار پرانت. — پنجوان، شبد (۱۰)

هر انسان جو جنم گريب ڪند مان ساڳئي طريقي سان ۽ ساڳئي مُدي اندر ٿئي ٿو. هر جيو ۾ ساڳئي پرماتما جي جوت وياپڪ آهي. گريب ۾ ڪا به ذات پات ڪانه آهي ۽ نه پرلوڪ ۾ ئي ڪا ذات پات جي ڪا پڇا آهي. هڪ مالڪ جي سڀ مخلوقات. پر هي ذات پات جا ويڇا يا نيچ اوچ جا جهڳڙا ۽ جهڳڙا پيدا، سڀ خود مطلبي، من گهڙت ۽ مورکتا جا مورچا آهن، جن ڌرم ۽ سماج کي وڏي هاڃي رسائي آهي. اهي آهن اڌرم جا اڏا جي ڌرم جي نالي تي، پاکنڊ، پوڄ ۽ پاپ جي اوڙاهه ۾ انسان ذات کي ڪيهي وڌيا آهن. اُوڻ هر منش کي لٿت ڪندا چاهي اوچ ذات جو هجي ۽ ڪڻ هر منش جو آڌار ڪندا چاهي گهٽ ذات جو هجي. سري گرو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:

سڀڪو اوچا آکيئي — نيچ نه ديسي ڪوءِ — سري راڳ، محلا
اِڪني ڀانڊي ساجيئي — اِڪ چانڻ تهه لوءِ. — پهلا، اشٽپديي (۶) ۱۴

اوچ، اُتم يا نرمل انسان اُهو آهي جو ڪهڙي به ڪُل جو ونس هجي، پر هنجي وهٽي ڪهٽي سريشت هجي. پرماتما سان پريم، پرماتما جي پيدا ڪيل پرڪرتيءَ سان پريم،

سٽگور جي سچي شيوا، سنتن جو سنگ، نام جو رنگ، شڀ اڇا، شڌ ڀاوناٿون، وچار ۽ ڪرياٿون، نشڪام ڪرم، سڀ جو خير، هر حال ۾ شڪر، وڪارن کان آجو، اندريون ۾ اڏول، من ايڪاگر، دماغ روشن، هردو ڪومل، نماڻو، نهٺو، مرم، ٻرپادا ۽ مسڪينيءَ جي مورت، سڀ جو سچو ٻر نه ڪنهن جي هٿيٺ ۾ نه ڪنهن جي ڪنٽيٺ ۾. اهي اهڃاڻ ۽ اعمال آهن اُتمپڻي ۽ اوچ ذات جا ۽ نه آڪهه، عهدو، اقبال يا آدنمبر.

اهو آهي انسان جنهن پنهن جو پاڻ پڇاڻي، خود پرماتما جو سروپ ٿي پيو آهي. اهو آهي آدمي جنهن برهم جو گيان پراپت ڪري، خود برهم بڻجي چڪو آهي. برهم سندس جيون ۾ آهي ۽ سندس جيون وري برهم ۾ آهي. اهڙي انسان جو ڪهڙو ڪم ڪل سان ۽ ڪهڙو لاڳاپو ذات پات سان؟ هو گهڻ ذات وارو هوندي به انهيءَ اُتم پدويءَ تي پهتل آهي جتي هو پاڻ کي پرماتما ۾ ۽ پرماتما کي پرڪرتيءَ ۾ ڏسي ٿو. اوچ ذات وارا به هن جي اڳيان سر نمائين ٿا. سري گورو امرداس صاحب فرمايو آهي:

سر جُن نرمل جن آپ پڇاتا - آپهي آءِ مليا سُکداتا واڳ مارو، محلا
رسنا شبد رتي گڻ گاوءِ - در ساچي پت پائي هي. ٿيجا، سولهو (٢)٣

هي پدا، نيچ ٿون آهين جو وڪاري جيون گهاري، ممڪن ۽ ڏهاڳڻين جي قطار ۾ ڪٺو ٿيو آهين. اوچي ذات هوندي به ٿون نيچ آهين ڇو ته تنهن جون ڪامنائون، وچار ۽ ڪرياٿون سڀ نيچ آهن. انهيءَ ڪري تنهن جي گت وشٽا جي ڪيڙن جهان آهي. اُون پنهن جي اوچائيءَ جي ماپ ڪُل، ذات ۽ دنيوي پدارٿن سان ٿو ڪرين. جڏهين مسامپ جوُن وستوُن ئي مٽيا ۽ ناسونت آهن ته تنهن جي اوچائي ڪٿان قائم رهندي؟ جيڏو وڻ وڏو تيڏي اُن جي پاڙ وڏي. جيڏو مڪان وڏو تيڏو اُن جو بنياد هيٺ. آهي تو ۾ اها هينائين ۽ گهرائي ايڏي وڏي؟ جي نه ته تنهن جي جڙ تُو اوچائيءَ جو جتاءُ ڇالي آهي؟ ڪبير صاحب فرمائين ٿا.

ڪبير جهان گيان تهان ڌرم هي - جهان جُوٺ تهه پاپُ سلوڪ ڪبير
جهان لوڀ تهان ڪال هي - جهان کما تهان آپُ. صاحب، (٥٥)

پرماتما جو نام چت سان سمرن ڪرڻ آهي سريشٽ ڌرم. شڀ ڪامنائون، وچار ۽ ڪرياٿون آهن اُتم ڪل ۽ ذاتيون. نيچ يا اوچ انسان جا ڪرم آهن. سٺڪرم نيچ ذات کي به اُتم ٿا ڪن ۽ ڪڪرم اوچ ذات کي به نيچ ٿا ڪن. سري گورو نانڪ ديو فرمائين ٿا:

جاتي جنم نهي ٻڌِ جيتئِ - سچ گهر ليهه سماهه واڳ ٻرپانسي، محلا
سا جاتي سا پت هوءِ - جيهي ڪرم ڪماءِ. ٻهلا، شبد (١٠)

مطلب تہ پنهن جا مليل فرض، ايمانداريءَ ۽ قابليت سان پورا ڪرڻ سيڌو رم آهي ۽ پنهن جن فرضن يا ذات کي اوچ يا نيچ سمجهڻ اَڌرم آهي. هڪ خيال کان تہ هرڪو انسان پنهن جي جيون ۾ چئني ورڻن يا آشرمن جا نيم پورا ڪري ٿو. ٻار ۽ پنهن جي ڪٽنب جي زندگيءَ لاءِ پورهيو ڪندي، هو شوڊر آهي، پالنا ڪندي ونش آهي، رکيا ڪندي کتري آهي، سکيا ڏيندي براهمڻ آهي. جنهن انسان پنهن جي جيون ۾ اهي سڀئي نيم ۽ فرض نڀا ڪنهن مطلب يا موهه جي پالن ڪيا آهن، اهڙئي انسان سريشٽ آهي. هو سماج جي ورڻن ۾ بہ ڪو اوچائيءَ ۽ نيچائيءَ جو ڀيد نہ ڏسندو چو تہ هو ڀيد جي حد لتاڙي ڀيد ۾ داخل ٿي چڪو آهي.

هي ٻندا جي اهو پڙهي ۽ سمجهي. تنهن جي من ۾ بہ اها اُٻلاتا اُٿي آهي تہ مان بہ مڪمل مان ٻدلجي ڪُرمڪ ليڻ جي ڪوشش ڪريان ۽ ڏهاڳڻ مان ڦري سهاڳڻ جو سهو سک ماڻيان تہ تنهنجي مراد بہ حاصل ٿي سگهي ٿي. سنتن ۽ مهاتمائن جي اَمر ڪٿا اميد جاڳائي ٿي، تسلي بخشي ٿي ۽ اهو ثابت ڪري ٿي تہ کهڙو ۽ ڪيترو بہ ڪريل انسان، وات ٻدلائي دڳ لڳي سگهي ٿو. رستو ٻتايل آهي. هاڻي رکو ٻند جي پروڙ ڪرڻي آهي ۽ عطا ٿيل عام تي عمل ڪرڻو آهي. گذريل کي ياد ڪري دل شڪست تہ ٿيءُ پر گذريل آزمودي کي ياد ڪري، آئيندي لاءِ سبق پراءِ تہ متان وري تہ وات پلجين. جن اوڳاڻن ۽ عادتن اڳي اوجهڙ ۾ آندو هوءِ سي نہ وري برقرار ٿين ۽ آتم شڪتي ناس ڪن. سچ جي سمارگ تي ايمانداريءَ ۽ اورچائيءَ سان وک وڌائيندو هل تہ مالڪ بہ مددگار ٿي، منزل مقصود تي پهچائيندءِ. دنيا ڪاڻ دين نہ وڃاءِ پر دين ڪاڻ دنيا وڃاءِ.

سنتن جون ساکيون ۽ سنت پرشن جا شبد، دکي دل کي دلداري ڏين ٿا ۽ آسانوندين ۾ اُڪير پيدا ڪن ٿا تہ سائينءَ وٽ سڀڪجهه آهي. هن وٽان، هروقت مهر جا مينهن پيا وسن ۽ رحمت جا رِيلا وهن، جن جو لاڀ ۽ لطف هر انسان وٺي سگهي ٿو، لوڙي هر کهڙو بہ عيبدار هجي. عيب، اوڳاڻون، اَوگڻ، اداڻون ۽ بدڪاريون، سڀ معاف ٿينديون، بشرطيڪ اهو عيبدار، اندر جا آڏا، ايتا ۽ اَجايا اِشارا پلجي، چت سان چاوت ڪري، من جي مدي مٽائي، سرل سڀاءُ ڪري، سچ جو سڌو سدوائو رستو وٺي، سنگور جي سمت جو سمر ڪٽي، توڪل، توبهہ ۽ نمائيءَ جو ترهو ٻڌندو. جنهن سالڪ جي هڙ ۾ اهي هيرا آهن، اهو اَوس الاهي الهام ٻڌندو، آتمڪ آنهڙ پائيندو ۽ مالڪ سان ملندو.

 

# باب پنجون.

## مَنُ دشمن تہ دوست بہ آهي.

### (۱) ديھي ۽ آتما.

(۱) ڏنُ[۱] اَندي پئو[۲] چِهل[۳] سياڻا - پيچ تت کا رچن رچائيا
جس وِکر[۴] کئہ تہ آئي هئہ - سو پائيا ستگور پاسا هي
ڏنَ[۱] کهيءِ لون[۲] وس ميءِ نالي - پرِنہ[۲] سک واسي پال گهالي
لجهيءِ پيا هئہ کتهي نہ ليکيءِ - وچن ديھ چوڙ نہ جاسا هي
پِر[۲] کهيا هئہ حکمي ہدا - اوهہ پاُرو[۵] ناکر جس کاڻ نہ چِندا[۶]
جهر[۷] راکيءِ ٿهر[۸] تہ[۱] سنگ رهڻا - جا سدي تان اوُٺ سڏاتا[۹] هي
جئہ پِرپا[۲] بچن کهي ڏنَ ساچي - ڏنَ کچوُ نہ سمجهيءِ چنچل کاچي
پهڙ پِردي[۲] سنگ مانگيءِ - اوهہ پاٺ جائيءِ کرهاسا[۱۰] هي
آئي آکيا پِرهہ[۲] بلائيا - نسا ڏنَ هچي نہ ستا پڪائيا[۱۱]
اوُٺ سڏائيو[۹] چوُنر[۱۲] مائي - ديکہ نانڪ مِتن موساها[۱۳] هي.

[راڳہ مارو، محلا پنجوان سولهو (۲)]

(۲) هر کا[۱۴] مندر سوهڻا - کيِئا کرٽيءِ هار[۱۵]
رِو[۱۶] سس[۱۶] ديپ[۱۸] اَنوُپ جوت - تريڀوَڻ[۱۹] جوت اَپار
هاٽ[۲۰] پٽڻ[۲۱] گڙ[۲۲] کوٺڙي[۲۳] - سچ سودا[۲۴] واپار.

سري راڳ، محلا پهلا، اشٽپدي (۲) ۷

(۳) اِس کائيا اَندروَست اَسنکا[۲۵] - گوُرمکہ[۲۶] ساچ مليءِ تان وٺکا
لئہ دروَاجي دسوي[۲۷] مکتا[۲۸] - اَنحد شبد وجاوَٽيا.

راڳ مانجهہ، محلا تيجا، اشٽپدي (۳) ۱

(۴) اِن کرتيءِ[۱۵] اِک کيل رچائيا - کائيا سريريءِ[۱] وچ سب کچھ پائيا
شبد بيد[۲۹] کوئي محل[۳۰] پائي - مدائي محل بلاوَٽيا.

(۳) ۱۳

۱. ديهي. ۲. آتما. ۳. چتر. ۴. سودو. ۵. وڏو، مهانُ. ۶. محتاجي. ۷. جيستاءِ. ۸. ليستاءِ.
۹. راهہ رباني وندو. ۱۰. چرچر تي سمجهي. ۱۱. صلاح، مصاحب کئي. ۱۲. وڏوا.
۱۳. موهہ. ۱۴. پرکرتي، برهمانڊ. ۱۵. پرماتما. ۱۶. سوُرج. ۱۷. چنڊ. ۱۸. ڏيئا.
۱۹. ٽيئي لوک. ۲۰. اندريون. ۲۱. ديهي. ۲۲. آتما. ۲۳. اَنتهکرڻ. ۲۴. رام نام.
۲۵. ڪثين. ۲۶. گوروءَ معرفت. ۲۷. ڏهون. ۲۸. کلي ٿو. ۲۹. رنگجي. ۳۰. سروُپ.

(۵) جيءُ[1] پاه لئن[2] ساجيا[3] - رکيا پٽ اسٽاه
آکي ديکيءِ جهوا[4] بوليءِ - کدي شرڻ[5] سماه.

واڳ. مانجهه، محلا پهلا، وار، (۳) سلوڪ محلا پهلا

(٦) کت ليم[6] کر کوڙي[1] پالدي - بست[7] آتم بيچ پالي
کبجي[8] کلف[9] پران کر واکيءِ - کرني[10] پار نہ لاتي.

واڳ. گوڙي، کبير صاحب، شبد (۱۳)

(۷) من تون جوت سروپ[11] هيءِ - اپنا مول پڇاڻ
من هر[12] جي تيريءِ نال هيءِ - گرمتي رنگ ماڻ
مول پڇاڻهه تان شهه[12] جاڻهه - مرڻ جيوڻ کي سوجهي هوئي
گرپرسادي[13] ايکو[12] جاڻهه - تان دوجا[14] ڀاءِ نہ هوئي.

واڳ. آسا، محلا ايڪا، چهنت (۵) ۳

(۸) سڀ پاندي[1] تدي[12] ساجيا - وچ وست[7] هر[12] تارا
جو پاڙهه پالدي وچ وستسا[7] نکليءِ - کيا[1] کوئي کري وچارا.

واڳ. آسا، محلا چوٿان، چهنت (۲) ۱۰

(۹) ايڪ ڪرشن[12] سرب ديوا[15] ديو[16] - ديوا[17] آتما
آتما باسديو سو - جيکو جاڻي ڀيءُ[18]
نانڪ تاکا داس هيءِ - سوئي نرنجن[2] ديءُ.

واڳ. آسا، محلا پهلا، وار (۲)، سلوڪ محلا دوجا

(۱۰) کاتيا کبهون[19] تان ليئٽي - جان ستگرو لئي ملائي
پرم ماتيا وچهه کتيئي - سچڙيءِ[12] نام سماتي.

واڳ. وڏهنس، محلا تيجا، چهنت (۲) ۴

(۱۱) رتن کمل[1] کوڙي - چمکار بيجل[12] تهي
نيريءِ[20]، ناهي دور - لچ آتمي رهيا پرپور.

واڳ. سورٺ، پکت نامديو، شبد (۱)

(۱۲) جل کي ڀيٽ[21] پون[22] کا لنبا - رکت[23] بوند[24] کا گارا
هاڙ ماس ناڙي[25] کو پنجر - پنکي[6] بسيءِ[7] بچارا.

واڳ. سورٺ، پکت رويداس، شبد (٦)

(۱۳) جهه لي ابهمر[2] لهي سمائيو - اهه پد جاڻي لبهون
جهان جهان اهه ديهي ڏاري - رهڻ[26] نہ پائيو کبهون[27].

واڳ. ديوگنڌاري، محلا پنجوان، شبد (۴)

---

۱. ديهي. ۲. اپاليندڙ ۳. ساهه وڏو آهي. ۴. زبان. ۵. سرلي، شڪتي. ٦. چپ چڪر.
۷. آتما. ۸. روحاني گيان. ۹. اگيانتا. ۱۰. ديو، وقت. ۱۱. سروپ. ۱۲. پرماتما. ۱۳. ڪرپا.
۱۴. دئيت ڀاؤ، ڀيائي. ۱۵. ديوتائون. ۱٦. دئيت. ۱۷. ديت. ۱۸. ڀيد. ۱۹. سون، پوتر.
۲۰. ويجهو، نزديڪ. ۲۱. پيٽ. ۲۲. ساهه. ۲۳. ماتا جو رت. ۲۴. پيءُ جي ويرج.
۲۵. نبضون. ۲٦. دائما نڪاڻو. ۲۷. ڪڏهين به.

(١٤) ڪانيا اندر سڀ ڪڇ وسي - تنهه منڊل پاتالا
ڪانيا اندر جڳ جيون دانا[2] وسي - سيما ڪري پرتپالا[3].

واڳ، سوهي، محلا پهريون، اشٽپدي (٢)٢

(١٥) مليئي[4] مليا نه ملي - ملي[5] مليا جي هوءِ
انتر آتمي جي ملي - مليا ڪهيئي سوءِ.

واڳ، سوهي، محلا پهريون، وار (١٩)، سلوڪ محلا دوجا

(١٦) آتم رام[1] سرب مهه پيکُ - پورن پور رهيا پرڀ[2] ايڪُ
رتن امول ردي مهه جانُ - اپني وست[6] تون آپ پڇانُ.

واڳ، رامڪلي، محلا پنجون، شبد (٣٠)

(١٧) اي سرِيرا[1] ميريا هر[2] تم مهه جوت[6] رکي - تان تون جڳ مهه آئيا
هر[2] جوت[6] رکي تد وچ - تان تون جڳ مهه آئيا.

واڳ، رامڪلي، محلا تيجا، آنند صاحب (٣٣)

(١٨) ڪانيا[1] هنس[6] ڌر ميل - ڪرتي[2] لکه پائيا
سڀ مهه گُپت[7] ورتدا - گرمکه پرگٽائيا.

واڳ، رامڪلي، محلا تيجا، وار (١٤)

(١٩) ڪانيا[1] اندر ڪُڙ ڪوٽ هي - سڀ دسنتر[8] ديسا
آپي تاڙي[9] لائيئن - سڀ مهه پرويسا
آپي سرشٽ ساجيئن - آپي گُپت[7،6] رکيسا.

(١٦)

(٢٠) ڪونڙي[1] مهه ڪونڙي[10] - پرم ڪولي[6] بيچار
گور ديي بست[6] ڪبير ڪه - ليوهه بست[6] سمار[11].

واڳ، رامڪلي، ڪبير صاحب، شبد (٤)

(٢١) سنجوڳ[12] ونجوڳ[13] ڌره[14] هي هوتا - پنچ ڌات ڪر پتلا ڪيتا
ساهي[15] ڪي فرمائڙي[16] جي - ديهي وچ جيئه[2] آئه پئيا.

واڳ، مارو، محلا پنجون، شبد (٣١)

(٢٢) ماه[17] ڪي رکت پتا بند[18] ڌارا - مورت صورت ڪر آپارا[19]
جوت داتا جيتي سڀ تيري - تون ڪرتا سڀ لائي[20] هي.

واڳ، مارو محلا پهلا، سولهو (٤)٣

(٢٣) ديهي اندر نام نواسي - آپي ڪرتا هي اپناسي
نا جيئه مري نا ماريا جائي - ڪر ديکي شبد رضائي[21] هي.

(١٣)٦

---

١. ديهي. ٢. پرماتما. ٣. سنڀال، رکيا. ٤. باهريون ملڻو. ٥. سچو ميلاپ. ٦. آتما. ٧. ڳجهو. ٨. ديس پرديس. ٩. سماڌي. ١٠. پُڌي. ١١. سنڀالي. ١٢. ميلاپ. ١٣. جدائي. ١٤. آڌ ڪان. ١٥. ساهه، پران. ١٦. حڪم مطابق. ١٧. ماءُ جي. ١٨. ويري. ١٩. ڪئين. ٢٠. هنڌ، جاءِ. ٢١. ماتما جي آگيا ۾

(٢٤) پنچ تت مل ڪانيا ڪيئي - تس مهه رام رتن ليءِ ڇيئي
آتم رام رام هيءِ آتم - هر پائيءِ شبد وچارا هي.

(١٠(٧)

(٢٥) مائي ايڪ سگل سنسارا - پهه ٻڌ ٻانڌي گهڙيءِ ڪماڻا
پنچ تت مل ديهي ڪا آڪارا - گهٽ وڌ ڪو ڪريءِ بيچارا.

واڳ ڀيرو، محلا ٽيجا، شبد (١)

(٢٦) جڏ ڏن رتن تڪوُ لڳ اڇيو - موُرت گهڙي پلو
ڀڄاڻ هارو اوُنت ٻيدارثيو - تب ڦر ٻاڄُ نه پئيو.

واڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (٣)

(٢٧) تون دانا جيئا - سڀني ڪا
جيئا اندر - جيئڻ توسي.

واڳ ملار، محلا پهلا، شبد (١)

(٢٨) ڪاليا محل مندر گهر هر ڪا - تس مهه راکي جوت اپار
نانڪ گرمک محل بلائيءِ - هر ميلي ميلڻهار.

(٥)

(٢٩) هر مندر مهه هر وسيءِ - سرب نرنتر سوءِ
نانڪ گرمک وڻجيءِ - سچا سودا هوءِ.

واڳ پرڀاتي، محلا تيجا، اشٽپدي (١(١)

(٣٠) ڪبير جوهر جنت ڀڄاوڻي - نوت ڪٽي سب تار
جنت ٻچارا ڪيا ڪريءِ - چلي ڀڄاوڻهار.

سلوڪ، ڪبير صاحب (١٠٣)

---

١. ديهي. ٢. پرماتما. ٣. آتما ٤. انيڪ پرڪارن جا. ٥. رامت. ٦. ٽيستاء. ٧. پراڻن جو آواز.
٨. سروُپ. ٩. گوُروءَ معرفت. ١٠. سچو واپار ڪر، سڪرم ڪر. ١١. واڄو، سرٻو. ١٢. پراڻ.

## (٢) من جي مستي ۔

(١) مائي[1] – من ميرو بس[2] ناهہ ۔
نس ٻاسُر[3] ٻکين[4] کڻ ڏاوڻ[5] – کهہ ٻڌ[6] روکڻ تاهہ ۔ (١٠١ و)
ٻيد پران سمرتئ[7] کي مت سُن – نمک[8] نہ هيِئي[9] ٻساوي
پر ڏن پر داراٗ[10] سڻ رچيو – ٻرلا جمر سيراوي[11]
مد[12] مانيا کي پهرو ٻاؤرو[13] – سوجهت نهہ کڇ گيانا
گهت هي پيتر ٻست ترنجن[14] – تاکو مرم نہ جانا
جب هي سرن ساڌ کي آئيو – ڏرمت[15] سگل ٻناسي
تب نانک چيتيو چنتامن[12] – کاٽي جم کي ڦاسي ۔

[راڳ سورٺ، محلا ناوان، شبد (٧)]

(٢) ڏائيو ري – من ڏهہ دِش[16] ڏائيو
مانيا مگن[13] سڌاد لوڀ موهيو – تن پربه[14] آپ ڀلائيو ۔ (١٠١ و)
هر کٿا[14] هر جس ساڌ سنگت سڻ –
اِک مهت[8] نہ اِهہ من لائيو
اگسيو پيکه[17] رنگ[18] کسنب[19] کو – پر گرهہ[10] جوهن[20] جائيو
چرن کمل[14] سڻ پاؤ[21] نہ کيئو – نهہ ست پرک[22] منائيو
ڏاوڻ[5] کڻ ڏاوهہ – بهہ پالي[23] – جڻ ليلي[24] ٻلد[25] پرمانيو
نام دان اشنان نہ کيئو – اِک نمک[8] نہ کيرت گائيو
نانا[26] جوڻ لاءِ مـن لوکيو[17] – نهہ پرجهيو آپنائيو[27] ۔

---

١۔ اڙي آما۔ ٢۔ وس، قبضي ۾۔ ٣۔ رات ڏينهن۔ ٤۔ وکارن جي وش۔ ٥۔ پنڪي ٻيو۔
٦۔ طرح۔ ٧۔ سمرتيون۔ ٨۔ گهڙي، پل۔ ٩۔ هردو۔ ١٠۔ استري۔ ١١۔ گذاري۔ ١٢۔ نشو۔
١٣۔ پاڳل۔ ١٤۔ پرماتما۔ ١٥۔ کمت۔ ١٦۔ ڏسائون، طرف۔ ١٧۔ اڙي اُو۔ ١٨۔ ڏسي۔
١٩۔ کهمبو۔ ٢٠۔ ٽڪڻ، ٽاڙڻ۔ ٢١۔ پريم۔ ٢٢۔ ستگورو۔ ٢٣۔ نمونا۔ ٢٤۔ گهاٽو۔ ٢٥۔ ڍڳو۔
٢٦۔ ڪئين پرڪار۔ ٢٧۔ آتما۔

پرايڪار نہ ڪهوڙ ڪيئي - لهي سنگوڙ شير ڏ پاليو
پهچ دوُمت رچ سنگت ڪرشتِ - متوارو مستد مسائيو
ڪرڻ پهتي ساڌ سنگت - هر يڪت وجهل سج آليو
نانڪ پاڪ پڙ پر هر پساڄيو - راک لاج اپنائيو.

[راڳ ٽوڏي، محلا پنجوان، شبد (٣)]

(٣) مـن وڪاري وڙيا - وڪارا ڪرم ڪماه
دوُجيءِ پاوِ اگياني پوُجدي - درگهه مليءِ سزاه.

سري راڳ، محلا چوٿان، وار (١٣)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٤) اهڙ من چنچل وس نہ آويءِ - دبڌا لاڳيءِ دَهه دِس ڌاويءِ
بکُ ڪا ڪيڙا بِک مهه راتا - بِک هي مساهه پچاوليا.

راڳ مانجهه، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٤)٢٩

(٥) ڪبهوُن اوُچ نيچ مهه بسيءِ - ڪبهوُن سوڳ هرکُ رنگ هسيءِ
ڪبهوُن نِندَ چند بِڇهار - ڪبهوُن اوُپ آڪاس پتــال.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٥) ١١

(٦) ٽرلدي ٽرندي دهه دِسا - جل پرپت بن واه
جتيءِ ڏنــا مرتڪوُ - آلُ بهــديـي آءِ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، وار (١٧)

(٧) ڪوُپ پرپر جتسي دادرا - ڪڇ ديس بديس نہ بوُجهه
اُلسي ميرا من بِکيا بموهيا - ڪڇ آراپار نہ سوُجهه.

راڳ گوڙي، پڇت وداس، شبد (٤)

(٨) من ميرو دلپال - سيتي لسر لــ وهيءِ
لوبي ڪهتي پاپي پاکنڊي - مائيا اَڏک لکيءِ.

راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٣٣)

(٩) سڪ ڪيءِ هيمت بهست دک پاوسه - شير ڪرسه جن جن ڪي
ڏُڪارهه دکارسُکان جکُر ڏوُلسه هيءِ - لهه سَدَ رام پچن ڪي.

راڳ آسا، محلا ناوان، شبد (١)

١. ڪڌهين. ٢. وڪار. ٣. ڪنڪوُ. ٤. پاڳل. ٥. رکيا ڪندڙ. ٦. پاسي، شرن. ٧. پنهنجو سمجهي. ٨. وڪوڙيل. ٩. دليمت پاڻ، پيائي. ١٠. وڪارن جي وش. ١١. دک. ١٢. سک. ١٣. ننڊا. ١٤. ساک، ساراهه. ١٥. وهنوار. ١٦. مٽي. ١٧. پاتال. ١٨. وٺراهه. ١٩. ماس، مڙدو. ٢٠. ڳجهه. ٢١. کوهه. ٢٢. ڏيڏر. ٢٣. پرديس. ٢٤. لوڪ پرلوڪ. ٢٥. پرماتما. ٢٦. آستر، ايڪاگر. ٢٧. پوهه. ٢٨. پيار. ٢٩. انسان. ٣٠. ڪهر کهو. ٣١. ڪتو. ٣٢. پٽڪي لو.

(١٠) ڪتني مَن ترِهڪا[١] ري سنسار ساگر - بِکيئِ ڪر ٻنا
جسؤلسي مـاليا دا ڪ ڪـيئِ - ٻوڙلا ري منا.

واڳ آسا، پڪت ناموبؤ، شبد (٥)

(١١) ڪهه تؤله آند بِکيئِ سوگ - ڪب هسو ڪب رولئيئِ
ڪبهون مَلُ ڀري اُپماني - ڪب ساڌؤ سنگ ڏوليئي.

واڳ ديوگنڌاري، محلا پنجوان، شبد (٢)

(١٢) ڪُسُر[٢] رنگ سنگ رس رچيا - بِسکيا ايڪ اپالُيو[٣]
لوپ سُنيئِ من سنگ ڪر مانيئِ - بيکهِ[٤] تهان اُت ڏاليو.

(١٥)

(١٣) مد ماليا ڪيئِ پئيو باورو - هر جس نهي اُچريئِ[٥]
ڪر ير پنچ[٦] جڳت ڪهُ ڍهڪيئِ[٧] - اَپنو اُڏر[٨] ڀريئِ.

واڳ ديوگنڌاري، محلا ناوان، شبد (١)

(١٤) مدؤتا ڌهه دِس ڌاودا - اوهه ڪتني هر گنـغ گـاويئِ
اندري وياپ رهي اُتڪالي[٩] - ڪام ڪرود نه سَماويئِ.

واڳ وڍهنس، محلا پهلا، اشتپدي (١) ٢

(١٥) رام ڀجن ڪي گته نهي جاني - ماليا هاٿ بِڪانا[١٠]
اُرجهه[١١] رهيو بِکين سنگ بِرا - نام رتن بِسرانا.

واڳ سورٺ، محلا ناوان، شبد (١٠)

(١٦) ٻاهـر ڀيک بهت چترالي - مدؤتا ڌهه دِس ڌاويئِ
هؤميئِ[١٢] بِيا پيا شبد نه چينئِ - ڦر ڦر جؤني آويئِ.

واڳ سورٺي، محلا چوٿان، شبد (٣)

(١٧) نت نت خوشيئان من ڪري - نت نت منگيئِ سک جيئهُ
ڪرتا چيت نـه آويئِ - ڦر ڦر لـگهه دک جيئهُ.

واڳ سوهي، محلا پهلا، اشتپدي (٣) ٢

(١٨) من پرديسي[١٣] جي ٿيئيئِ - سڀ ديس پراليا
ڪس پهه کولهه گنٹڙي[١٤] - دؤکي پسر آليا.

واڳ سوهي، محلا پهلا، چنت (٧) ٥

(١٩) ڪبهو جيئڙا اُوپ[١٥] چڙت[١٦] هيئِ - ڪبهو جاءِ پئيالي[١٧]
لوبي جيئڙا ٿر[١٨] نه رهت هيئِ - چاري ڪُنڊا ڀالي[١٩].

واڳ رامڪلي، محلا پهلا، شبد (١)

---

١. ترندي، پار پوندي. ٢. ڪهمبو. ٣. سوچ ويچار ڪري لو. ٤. پڪدم. ٥. اُچاري. ٦. چل ول. ٧. لکي. ٨. بيت. ٩. بعد. ١٠. وڪامو. ١١. ڪتل، ڦاسل. ١٢. اهنڪار، اهم ڀاؤ. ١٣. سنسار ۾ ترليپ. ١٤. گنٹڙي. ١٥. اُڏان. ١٦. آڪاس. ١٧. پاتال. ١٨. اُستر، اٽڪاؤ. ١٩. ڳولهي، ڀٽڪي.

(٢٠) اِس من سندر مهه مدؤنا ڏاويءِ - سڪ پلڙ[١] لباڳ مها دڪ پاويءِ
راڻ ستگور يمني لڱر[٢] لـــ پاويءِ - آپـــي[٣] كـــمل كـــراڱدا.

راڳ مارو، محلا ابجا، سرلهو (٧) ١٦

(٢١) ڪام ڪراڌي دڪ سڪ دروائي - پاپ پُڻ[٤][٥] درواجا
ڪروڌ پرڌان[٦] مها بڏ دُندر[٧] - تهه من ماواسي[٨] راجا.

راڳ پمرءِ، ڪبير صاحب، شبد (١٧)

(٢٢) اِس من ڪڻه بسنت[٣] ڪي لڳي ته سوساهر[٩] من جليا دوجيءُ[١٠] دوءِ
اِهه من ڏندي پاڏا ڪرم ڪمام - مائيا مـــوُنا سدا بلاءِ[١١].

راڳ بسنت، محلا تيجا، شبد (١٦)

(٢٣) من جوڳي من پوڳيا[١٢] - من مؤرڪ ڳاوار[١٣]
من داتا من منگتا - من سر[١٤] گور ڪرتار.
پنچ[١٥] مـــار سڪ پائيا - اَئسا بره[٣] بيچار.

راڳ بـــرپالي، محلا پهلا، شبد (٦٠)

(٢٤) جڻ من ديڪه پرمن[١] لئسا - جئسي منشا تئسي دُشا[١٧]
جئسا ڪرم تئسي لو[١٨] لاوي - ستگور پُوڇ سهج[١٩] گهر پاويءِ.

راڳ برپالي، محلا پهلا، اشٽهدي (٣)١

(٢٥) ڪبير من پنکي پئيو - اُڏ اُڏ دَهه دِس جاءِ
جو جئسي سنگت ملي - ســـو تئسو قل کاءِ.

سلـــوڪ، ڪـــبير صاحب (٨٦)

(٢٦) ڪبير من مؤندپا نهي[٢٠] - ڪيس[٢١] مُندائي ڪاءِ
جو ڪڇ ڪيتا سو من ڪيتا - مؤندا مؤنڊ اجاءِ[٢٢].

(١٠١)

(٢٧) فريدا اِهه تن پوڙڪتا - نت نت دُکيئي ڪوڙ
ڪني بجي[٢٣] دي وهان - ڪتي وڳـــيءِ[٢٤] پوڙ.

سلوڪ، شيخ فريد (٨٨)

---

١. سستو گاهه. ٢. تان ۾ لڪاٽو. ٣. پرماتما. ٤. پڙدو. ٥. پنج. ٦. مهندار. ٧. پياڻڪ. ٨. منمت. ٩. ستد بڌ، هوش. ١٠. دکيت ياؤ، پيائي. ١١. ورلاپ ڪري ٿو. ١٢. پوڳي. ١٣. اَگياني، مؤرک. ١٤. منهن جي مستڪ جو رکوالو. ١٥. پنج وڪار. ١٦. بتي جو اَندر. ١٧. درشٽي. ١٨. پريت. ١٩. سروپ، گيان. ٢٠. ڪوڙاپو. ٢١. وار. ٢٢. اَجايو، وئرٿ. ٢٣. ڪــن پند ڪري وپلو آهيان. ٢٤. پلي ڪيترا ٻه ترشنائن ۽ واشنائن جا جهولا لڳن.

## [٣] ڪمت ۽ من جي مَٿِلُ.

(١) جڳ هؤميءَ[١] مَٿِلُ[٢] دکه پائيا - مَلُ لاڳي دوُجي[٣] ڀاو
مَل هؤميءَ ڌوليءَ ڪريءَ نه اُترِيءَ[٤] - جي سؤ ليرٿ ناءِ[٥]
ٻهُ ٻِذ ڪرم ڪماوَدي - دوُٺي[٦] مَـل لاڳي آءِ
پڙهيئي مَٿِلُ نه اُتريءَ - پوُڇهه گيانيئا جاءِ
من ميري - گور سرڻ آويءَ تان نرمل ٿيءِ
منمک هرُهر[٧] ڪر ٿڪي - مَٿِلُ نه سڪيءَ ڌوءِ.
من مَٿِلي[٢] ڀگت نه هووَئي - نام نه پائيا جاءِ
منمک مَٿِلي مَٿِلي مُئي - جاسُن[٨] پت گواءِ
گور پرسادي[٩] من وسيءَ - مل هؤميءَ جاءِ سماءِ[٣]
جهُ اُنڌيري ديپک[١٠] ٻاليئي[١١] - تهُ گور گيان اَگيانُ تجاءِ[٤]. (١، ٥)

[سري راڳ، محلا تيجا، شبد (٣١)]

(٢) ايهه منو موُرکه لوڀيئا - لوڀي لگا لوڀان
شبد نه ڀيجيءَ[١٢] ساڪتا[١٣] - دُرمت آوَن جان.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد(١٩)

(٣) پر نندا ڪري - اُنتر مَل لاٿي
باهر مَل ڌوويءَ - من ڪي جوُٺ نه جاٿي.

سري راڳ، محلا چوٿان، وار (١٤)، سلوڪ، محلا تيجا

(٤) من مَٿِلا هيءَ دوُجيءَ ڀاو - مَٿِلا چؤنڪا[١٥] مَٿِلي ٿاءِ[١٦]
مَٿِلا کاءِ ڦر مَٿِلُ وڌائي - منمک مَٿِلُ دکه پاوَٿيا.

راڳ مانجهه، محلا تيجا، اشٽپدي (٧)١٩

(٥) جو ڀلائي[١٧] سو ٻرا جانيءَ - ساچ[١٨] ڪهيءَ سو ٻکيءَ[١٩] سمانيءَ
جاٿيءَ ناهي جيت[٢٠] اُرهار - اِهه وليوا[٢١] ساڪت سنسار.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (١٣)

---

١. اَهنڪار، اَهم ڀاؤ. ٢. وڪارن جي پليتائي. ٣. دئيت ڀاؤ، پياڻي. ٤. لهي، نورت ٿئي.
٥. اشنان ڪري. ٦. پيٺي. ٧. پرمالما. ٨. جنهن ڪري، جنهن سان. ٩. ڪرپا. ١٠. ڏيئو.
١١. ٻار ٻو آهي. ١٢. ڀِڄي. ١٣. ٻيمکه. ١٤. ڪمت. ١٥. وسوئي خالو. ١٦. گهر. ١٧. چڱائي.
١٨. وش. ١٩. سمجهي ٿو. ٢٠. سوڀ. ٢١. پنڪ.

## آتما ۽ ديهي.

## من جي مستي ۽ مُڪتي.

آتما جو شبد ٽن اسٿتين سان استعمال ٿيل آهي. پرم آتما، جيو آتما ۽ ديهه. آتما. پرم آتما خود پرماتما يا ايشور آهي. جيو آتما پرم آتما جي جوت جي جهلڪ آهي ۽ ديهه آتما ديهي يا سرير آهي جنهن ۾ جيو آتما جو واسو ٿيل آهي. جيئن سوُرج جي ڪرڻ ۾ سوُرج جون خاصيتون سمايل آهن يا جيئن ساگر جي بوُند ۾ ساگر جون خصلتون موجوُد آهن، ٿهڙيءَ طرح جيو آتما ۾ به پرم آتما جون خاصيتون ۽ خصلتون سمايل آهن. آتما شُڌ چيتن جو سروُپ آهي تنهن ڪري امر، اجر، اٽل، انادي ۽ اَبناسي آهي پر سرير اندر بند آهي. باندي بند ڇڏڻ لاءِ منتظر آهي ۽ وصال لاءِ پيو واجهائي.

پرم آتما گويا ڪنڀار آهي، جنهن آتما مٽي ۽ ديهي گهڙو. مٽيءَ جا ٺانءَ هڪڙا پيا ٺهن ته ٻيا پيا ڀڄن پر ڪنڀار جو مٽيءَ مان ٺانوَن ٺاهڻ جو سرشتو هميشه چالو آهي. ٿهڙيءَ طرح ديهي، سرير يا جسم ناسونت آهي پر جيو آتما پنهنجي سنسڪارن ۽ واسنائن مطابق هڪ ديهي ڇڏي يڪدم يا ڪجهه وقت ٽاري، ٻي ديهيءَ ۾ ٿي واسو ڪري. اهڙيءَ طرح پرماتما سرشٽيءَ جو سرشتو پيو هلائي، پرڪرتيءَ جي پالنا پيو ڪري، ۽ پنهنجي قدرت جي ليلا پيو ڏيکاري. سنسار ۾ هر هڪ وستوءَ جي پيدائش يا شروعات ۽ خاتمو يا انت انهيءَ ليلا جو الف آهي. انهيءَ ڪري سنسار کي ناسونت يا مٿيا ڪوٺيو ٿو وڃي. جو نه هر وقت پيو ٿئي، ٿيو بدلجي، بدلجي ڀڄي ۽ ڀڄي وري ٿئي. اها آهي پرڪرتي. اهڙيءَ طرح پرماتما يا پرشوتم، پرش ۽ پرڪرتي، ٻئي ۾ رليا مليا پيا آهن پر اها پروڙ، ڪو پارکوُ پرکي، وڃي ٿو اهو پرم پد پائي.

جيو آتما سرير جي بندش ۾ باندي ٿيڻ سبب، پرم آتما کان الڳ ٿي وئي آهي ۽ وري ميلاپ ڪرڻ لاءِ ورلاپون ڪري رهي آهي ۽ تڙپي رهي آهي پر ميلاپ ۾ ڪيترن ڪٺنائون آهن. جيو آتما کي نه فقط ديهيءَ مان آزاد ٿيڻو آهي پر ٻهرين ديهيءَ اندر جيڪي انس سنسڪارن ۽ واسنائن جا ٿهه يا جلد چڙهيل آهن، تن کي به صفا ميٽڻو آهي. جيستائين جيو آتما اها ٻٽي غلاميءَ زنجير ٽوڙي، آزادي نه پراپت ڪئي آهي، تيستائين آواگون يا جنم مرڻ جي چڪر ۾ ڦاٿو رهندي ۽ پرم آتما جي ميلاپ کان محروم رهندي. مڪتي جنهن ياترا جو مقصد آهي، جنهن کان پوءِ ئي جدائيءَ جو سمو سماپت ٿو ٿئي ۽ جيو آتما ۽ پرم آتما ٻئي هڪ ٻئي ۾ ملي، گڏجي ٿيون وڃن.

اها پرم گتي هر جيو آتما اگيان ڪليل آهي پر ورلي ڪنهن کي نصيب ٿي ٿئي ٿي. سو به نيڪ جوُنين ۾ جنمڻ کان پوءِ. نه ته جيو آتمائون پيون جنمن ۾ ڦرن گهرن جيستائين ڪ

 

اُنھن جو ئي ڪڏھين نہ ڪڏھين ڪو موڪش ٿئي. ڇاڪاڻ تہ پرم آتما جو در ھر جيو آتما لاءِ
ھميشہ ۽ ھر وقت کليل آھي، اُنھيءَ آس ۽ اُتساھ ٿي، ھر ڪو جگياسو ۽ ساڌڪ، ساڌنائن
جو سھارو وٺي جيون ياترا جي منزل ڏانھن پيو وک وڌائي. جيتري ساڌنَ ۾ سبڪ، سچائي،
صدق، ڀاؤ، ٽڙق، ايمانداري ۽ اورچائپ، اوتري مالڪ جي مھر ۽ مدد ملندي ۽ اوتري
منزل پھچڻ ۾ سھوليت، سولائي ۽ سمي جي ڪفايت ٿيندي. جي جي پاڻ پتڙا، ڀرينءَ
جي پار جا پياسي آھن، سي پرماتما جي پناھ جي پاند ۾ پلجا آھن.

ديھيءَ اَندر جيو آتما ڪيترن ڪوشن يا پڙدن پنھان لڪل آھي ۽ جن جي اَثر ھيٺ
وھي ٿي، جھڙوڪ:

(١) استوُل سرير جو اسين ڏسي سگھون ٿا ۽ جو ستن ڌاتن ۽ پنجن[1] تتن جو جڙيل آھي،

(٢) ستوُل يا سوکيم سرير جنھن جو پنجن گيان اندرين[2] سان لاڳاپو آھي،

(٣) پنج ڪرم يا ڪرم[3] اِندريون،

(٤) پران يا ساھ، جنھن جو ئي پنجن[4] ڪرمائن يا ڪرين سان تعلقات آھي،

(٥) مَنُ جنھن کي ٽي جدا اَوستائون يا اِستٿيوُن آھن، جيئن تہ چيتن، اُوچيتن ۽ اَچيتن
يا جاڳرت، سپنو ۽ سشوُپتي،

(٦) بُڌي يا وويڪ جنھن کي من جي اَثر ھيٺ، سڪي وانگر ٻہ پاسا آھن، ھڪ
ڪمت جو ۽ ٻيو سمت جو، ۽

(٧) ھردو جنھن ۾ شڌ پريم، ڀاونا، اُمنگ ۽ ترنگ جو اَنگ آھي.

جيستائين ھيم اَندر جگديسر جي جوت، آتما جي روپ ۾ واسو ڪري ٿي تيستائين
پران چالوُ رھن ٿا ۽ ديھيءَ جي ڪرت بہ قائم آھي. جيئن ئي آتما ديھيءَ جو نراس ڇڏي
ٿي تہ پران بند ۽ ديھي بيڪري. آتما اَمر آھي ۽ ديھي ناسونت آھي. آتما سچ آھــي ۽
ديھي جوُٺ آھي. آتما ٻجليءَ جي ڌارا آھي ۽ ديھي بلب آھي. سُڃڃ آھي ساليءَ ھمت
وَس. پر ڏسو ايشور جو اسرار تہ جيئن کي آتما جي اُلجھن جو ارنو ڪونھي پر سر دردي
آھي سرير جي جنجال ۽ سمڀال جي. ھوَ ملين من جي اشاري تي، ڪيئن تہ سچ جي اوٽ

---

١. پرٿوي، جل يا پاڻي، باھہ يا تيج، وايوُ يا ھــوا ۽ آڪاس. ٢. اکيون (ڏسڻ)، ڪن
(ٻڌڻ)، نڪ (سنگھڻ)، چمڙي (ڇھڻ) ۽ زبان (چکڻ). ٣. وات، ھٿ، پير، گُــد يا ۽
لنگ. ٤. ساھہ کڻڻ، ھاضمو ڪرڻ، رت جو دوڙ، چالوُ رکڻ، ٻکور ڪيڻ ۽ پيشاب ۽ وشٽا
جو نيڪال ڪرڻ. پراڻ جو اَپان، سمان، ويان ۽ اُدان سان ٻڻ لاڳاپو آھي.

چڙهي، جڏهن جي دامن ٿو پڪڙي. سچ ۽ ڇوٽ جي پڇاڻ سان ئي جيون جو مسئلو حل ٿي سگهندو. صاحبن سمجهايو آهي ته ٻڌي ۽ هردو به جڻ ته من جا پاو آهن. جي مَن کمه مان نڪري سمت ۾ اچي ته ئي پڻي پُڌي ۽ جي مَن ڪنوڙ تا ڪڍي ڪرمنتا پراڻي ته ٻڌي پڻي هردو. من کي سمجهڻ ۽ سنوارڻ کو سترو ڪرڻ آهي.

سريرَ کي نَوَ دروازا آهن پر ڏهون گپت دروازو آهي، جنهن کي ”دسوين دئار“ ڪوٺيو ويو آهي ۽ جنهن دئاران جيو آتما سنتتر ٿي، پرم آتما ۾ سمائجي سگهي ٿي. سڪي من جي ٽن اَوستائن جو ذڪر ڪيو ويو آهي، جاڳرت، سپنو ۽ سشوپتي، جن کان اوچي ۽ آخري پدوي، چوٿين اَوستا يعني تُريا جي آهي، جا سماڌيءَ جي اوستا آهي. من جي هلچل جو مدار سندس ٽن خاصيتن تي آهي جنهن کي ٽي گڻ چيو ويو آهي. پهريون لمو (آلس ۽ موڳائي)، ٻيو رجو (آتش ۽ مشغولي) ۽ ٽيون ستو (سرپشت ۽ ميلاپي). انهن ٽنهي گڻن جي پار واري اوستا کي ”چوٿون پد“ چيو ويو آهي، جنهن ۾ جيو کي جيون مڪتي حاصل ٿئي ٿي. نڪ جي ٻن ناسن کي ”اڙا“ ۽ ”پنگلا“ جي نالن سان سڏيو ويو آهي پر ٽيون ناڙي وچهي آهي جنهن کي ”سُکمن“ جي نالي سان سڏيو ويو آهي ۽ جنهن جي وسيلي من کي ايڪاگر، اَستر ۽ شانتمئي ڪري سگهجي ٿو.

دسوين دئار، تريا اَوستا، چوٿين پد ۽ سکمن ناڙيءَ جو ذڪر لڳ ڀڳ، ساڳيءَ ”سن سماڌيءَ“ جي اِستتيءَ سان تعلق رکي ٿو پر انهيءَ بابت وڌيڪ سمجهاڻي اَڳتي هلي، هن ۽ ٻئي ڀاڱي ۾ پورن پورن هنڌن تي ڏني ويندي. هن باب ۾ فقط ايترو سمجهايو ويو آهي ته من جي بناوت ۽ جوڙجڪ ڪهڙي آهي، من جي هلچل جو سرير، اندرين، پراڻن، ٻڌيءَ هردي ۽ جيو آتما سان لاڳاپو ڪيڙو آهي ۽ انهن سڀني جو هڪ ٻئي تي اثر ڪهڙو آهي ۽ ڪيئن پئي ٿو. انهيءَ اثر کي دکدائڪ يا سکدائڪ بڻائڻ به بندي جي وس ۾ آهي، بشرطيڪ ڪنهن ڪلف ۾ لڳائڻ اچي.

مطلب ته جڙ کي پران ملبا ۽ پراڻيءَ کي من مليو آهي. هاڻي مدش من معرفت، ٻڌيءَ جي بل سان، مڪتيءَ جو مشاهدو ماڻي سگهي ٿو، جنهن ڪانوَء جيو آتما، جا جيئڻ ۾ اچي جڙ سان جُڙي آهي. سا واپس وري وڃي پرم آتما ۾ پرواز ڪندي. مطلبي مدشائون، جيو کي جنمن ۾ ڀٽڪائي، دکي ڪن ٿيون. مڪتيءَ جي مدشا، پوڄل مان پار پهچائي پرم پد پراپت ڪرائي سگهي ٿي. مڪتيءَ ملبي، مڙئي مدشائون عتجي وڃن ٿيون. مَن ڪا من کي اهڙي سوچ ۽ لوچ جي موج ملي ته دلبر جو در لڀي، داخلا ملي ۽ ڏئي دائما دوُر ٿئي. پانڪن جي سهوُليت لاءِ هن وچتر ووستا کي هڪ خاڪي جي صوُرت ۾ آندو ويو آهي جو ١٧٠ صفحي جي سامهون ڏنل آهي.

---

١. ٻ اکيون، ٻ ڪن، ٻ نڪ جون ناسوُن، هڪ وات، هڪ گدا ۽ هڪ لنگ.

رواجي طرح نہ جيؤ جي حرڪت جون واڳون جيؤ آتما جي هٿ ۾ هونديون ٿيون. هن گهوڙي جي پر چابڪ نہ آتما خود پاڻ سان اڳين جنم يا اڳين جنمن جي واسنائن ۽ سنسڪارن سميت، اچي موجود ٿي. سڄو ۾ واسو ڪيو آهي، تنهن ڪري آتما ۽ بڌي ٻئي لاچار، بيوس ۽ نربل ٿي پيون آهن. جيتري آتما ۽ بڌيءَ جي ڪمزوري اوتري من جي پربلتا، جنهن جي آڌار تي جيؤ جو حاڪم، من بڻجي ٿو. انهيءَ حاڪم اڳيان بڌي بہ سر جهڪائي، آتما کان منهن موڙي، ٿني ڏني، ڪمت واري پاسي سان، من جو اڪثر سهيوگ ڪري ٿي. چنچلتا من جو سڀاءُ آهي ۽ شانتيءَ جو ورودي آهي. من ذهن ني ڏسائن ۾ پيو ڀٽڪي ۽ مکہ وانگر هڪ گند تان اُٿي ٻئي تي وهي. اها اُن حرڪتي هالچل آهي جا ايڪاگرتا جي آڏو اچي ٿي ۽ من جي اشانتي وڌائي ٿي. طرحين طرحين ترشنائن جي پٺيان طلب ڪجي. نہ ترشنائون ترپت ٿين ۽ نہ طلب جي لوار ختم ٿئي. نہ دک دفع ٿئي ۽ نہ جوڙين جو چڪر پورو ٿئي.

من جي سموري هالچل امي، رجي ۽ ستي جي ٽنهي گڻن جي اثر اندر آهي، تنهن ڪري من جون ڪامنائون ۽ جيؤ جا ڪرم بہ انهيءَ اثر هيٺ اچن ٿا. من ڪڏهين تمي گڻ ۾ قابو، ڪنهن وقت رجي گڻ ۾ قابو تہ ڪنهن وقت ستي گڻ ۾ قابو پر عام طرح گهڻو وقت، تمي گڻ جي پرڀاءَ هيٺ رهي ٿو. من جي هالچل ڏيهہ جي بنياد تي بيٺل آهي جا گهڙيال جي لٽڪڻي وانگر، هڪ سري يا هڪ پڙهڻ ڪنڌ ۽ ٻئي سري يا ٻي پڙهڻ ڪنڌ جي وچ ۾ پئي لڳاتار جهمر هڻي ۽ وچ تي بيهي اُن ڪرڻ. پر جي من جي مدرا وچ تي آندي بہ ويندي تہ هڪدم چڪ ڪري، هن ڪنڌ يا هن ڪنڌ طرف ڪسڪجي ويندي. راڳ (پسندي يا پريت) ۽ ڏويش (ناپسندي يا نفرت) بہ ڏيهہ آهن. هڪ گهڙيءَ من جي سڄاري راڳ تي تہ ٻيءَ گهڙيءَ ڏويش تي. پوءِ من ماڳ تي ڪيئن مونندو؟ تنهن ڪري اِئين چوڻ بہ غلط نہ ٿيندو تہ من جي عينڪ جا ٻئي شيشا عليحدي عليحدي رنگ جا آهن، جنهن ڪري من جي آئيني اڳيان پسنديءَ ۽ ناپسنديءَ يا پريت ۽ نفرت جا جدا جدا روپ ۽ نالا، ٻئي گڏو گڏ موجود رهن ٿا. مطلب تہ من جو راڳ بہ سنسار جي روپن ۽ نالن سان آهي تہ ڏويش بہ روپن ۽ نالن سان آهي. انهن روپن ۽ نالن جي جهمٽلي ۾، پيو من جهمريون هڻي، ڏک ڏسي، ڪشالا ڪڍي، ڪشٽ ڪٽي، ڪرم ڪتا ڪري، آئيندو بگاڙي ۽ جوڙين جو چڪر چالو رکي.

من جي راڳ ۽ ڏويش مطابق، ڏهئي اندريون غلامن وانگر حڪم جي پيروي ڪن ٿيون. گيان اندريون سنساري درشڻ جا سنسڪار پيش ڪن ٿيون، جن مان من ۾ ڪامنائون اُڀرن ٿين ٿيون، جنهن جي وسيلي بڌيءَ جي سهاري سان وچارنا وڪاس ڪري ٿي ۽ وچارن مطابق ڪرم اندريون ڪرلب ڪن ٿيون. ڪرمن مان عادتون جڙن ٿيون ۽ عادتن موجب جيؤن بڻجي ٿي. ٿي سگهي ٿو تہ ڪن سببن يا مجبورين ڪري، ڪي وچار

ڪرڻ جو عملي جامو نه پهري سگهن پر اهي دليل ويچار بس پاوناٽون، جيئن
من ۾ وڏيڪ ڏک ۽ اشانتي پيدا ڪن ٿيون ۽ اوچتن يا چيتن من ۾ نه وچي واسو ٿيون ڪن
جتان ڪنهن نه ڪنهن وقت، جاڳرت يا سپني جي اوستا ۾، اڀري نروار ٿيون ٿين. ڪي موقعي
جي درڪار آهي. موقعي ملندي ئي سڀ اڀري ٻون آسانيون ۽ مبهم مرادون، پاڻمرادو پڌري
پٽ ظاهر ٿيو پون.

من گويا هڪ مشين آهي جنهن ۾ جياءُ جي ڌارا بڌيءَ مان اچي ٿي. ٿي گڻا مشين
جي موٽر جا پرزا آهن، ۽ واسنا دليش مشين جا سانچا آهن. اها مشين ڪامنائن ۽ درشٽن جي
واسنائن کي ملائي، طرحين طرحين جا وڪاري ويچار بڻائي ٿي، جي ڪرم اندرين جي
معرفت، جيو جي ڪرڻ ۾ پرگهٽ ٿين ٿا. جي ويچار ڪرڻ جي صورت ۾ پرگهٽ نه ٿا
ٿين سي اندر ۾ وڏيڪ ڪشمڪش ۽ گهوٽالو پيدا ڪن ٿا. جي مل جي پيدائش ٻاهر نه اڳهامي
نه مل اندر ئي وڏو گمسان مچائيندي. اهو آهي اسان جي من جو سنسار سان واپاري
وهنوار، جنهن ۾ ڪوڙ ۽ ڪوٽو سودو پيو هلي ۽ ڪرمن جي ڪاڻ ڪلي ٿي.

جيستائين جيو آتما ۽ هردي جي، وچالي طاقت ۽ شڪتي واپس نه وري آهي ۽ من جي
ورتي ٿلهي ٿين ۽ واسنا ۽ دليش جي پاوناڻن کان آزاد ڪري ٻاهر نه ڪڍائي ويئي آهي،
تيستائين سچو سودو ڪيئن برپا ٿيندو؟ هڪواريءَ اندر جي سنگهاسن تي جيو آتما براجمان
ٿئي، سهس نه هردي جو ڪنول گل اڀري پوندو، پڙهي، من ۽ اندريون، اشڌ ۽ اشڀ ڪرياڻ
کي ترڪ ڪري، شڌ ۽ شڀ ڪرياڻ ۾ رذل رهنديون. انهيءَ طريقي سان ئي ڏک ۽
اشانتي دور ٿيندا ۽ آنند ۽ شانتي پراپت ٿيندا. آتما آنند مئي، ته من نه سگهي ۽ ٿن نه
اروڙي. اها آهي موڪش ۽ مڪتيءَ جي پڇهارت.

جيسين اسان جي اندر ۾ گندي پاڻيءَ جو ڍبو نه آهي ته امرت جي نهر نه جي
اندر ۾ من جي حڪومت اسان تي آهي ته جيڪو گندي پاڻيءَ جي ڍنڍ ۾ پيو ٿو ٻڏندو ۽
ٽانگهي پاڻيءَ جي ٿڌ واري مٺي يا مٺين مڙهيري ٿي ميسر ڪندو ۽ آس پاس گندگيءَ
جي بدبوءِ ڦهلائيندو. پر جي اندر ۾ آتما جي حڪومت برپا ڪئي وئي آهي ته جيڪو
امرت جي آبشار جو آنند وٺندو ۽ چوطرف امرتي آنند اوليندو، مهراڻ مان موتي
چونڊي ٻاهر ورسائيندو ۽ ٻين ۾ نه وراهيندو. ساڳي مشين ۽ ساڳيا سانچا سچي سودي
جي پيدائش ڏيندا جو ته هاڃي مٽيءَ مال ڪوڙ جي بدران سچ جو لوپ ٿئي. مطلب
ته جي من اسانجو دشمن آهي ته من اسانجو دوست به بڻجي سگهي ٿو. من کي خود
مڪتي نه ٿي ملي پر من مڪتيءَ جيو آتما کي مڪتي پراپت ٿي سگهي ٿي، بشرطيڪ
من جي هلچل بند ڪري من ۾ هلچل پيدا ڪجي.

اها آهي اندر جي آنند جي چاٻي، جا هٿ ڪري سيان لڳاتي آهي. پراڻن جي پياس، هردي جي پڪار ۽ آتما جي تلاش، انهيءَ چاٻيءَ لاءِ آهي. پر هاڻوڪيءَ اسٿتيءَ ۾ من جي مشين جو آواز ايڏو ته اڪو ۽ تيز آهي جو اندرين ورلاپ جي ڌيمي آواز کي دٻي ويٺو آهي. مشين جو دونهون اينترو ته گهاٽو ۽ ڪارو آهي جو درسنيءَ لاءِ اُن جو پڙدو اُچي ويو آهي ۽ رُوحاني راهه، نظر کان بلڪل غايب ٿي وئي آهي. بلڪ هرڪو اوريون درشت ۽ دُونهي جي رنگ ۾ رڱيل ٿي، ڏسڻ ۾ اچي ٿو. موٽر هلائيندڙ کي جيڪڏهين موٽر جي بناوت جي ڄاڻ آهي ۽ مشين ۾ خرابي دُور ڪرڻ جي ۽ ڪاريگري آهي ته اهڙي هلائيندڙ سان، موٽر اَٽانگي سفر لئي ۽ اَنگل ڪونه ڪندي. ساڳيءَ طرح جيڪڏهين جيوَ کي رڳو جيون هلائڻ جو ئي هنر آهي پر جيون بنائڻ ۽ بدلائڻ جو ڏانءُ ڪونه آهي، ته هن جي ياترا ڪيئن سولي ۽ سڦل ٿي سگهندي؟ سوال آهي فقط سئين دڳ لڳڻ جو پوءِ پنڌ ڪيئن پري يا ڏاهج کان ٻاهر ٿيندو؟

مٿي ڏيکاريل آهي ته جهڙيون ڪامنائون تهڙيون ڀاونائون، جهڙيون ڀاونائون تهڙا ويچار، جهڙا اوچار تهڙا ارادا ۽ جهڙا ارادا تهڙا ڪرم، جهڙا ڪرم تهڙي چال ۽ جهڙي چال تهڙي جيون. مطلب ته جهڙي ڪامنا تهڙي جيون ۽ جهڙي ڪامنا جي ڪالناس تهڙو جيون جو اظهار. جيون جو مرڪز يا ڪيندر ڪامنا ۾ آهي ته مڪتيءَ جو راز به ڪامنا ۾ آهي. شڌ ڪامنا، محبوب سان ملائي، پوءِ ٿي ٻاڪُ پورو ڪندي چو ته پوءِ جي جا ڪري؟ ٻاڪي ٻيا مڙيئي وڪار، جي ڪيندر جي ڪيتر ۾ ڏسندا نظر اچن ٿا ۽ ڪئين روپ اختيار ڪن ٿا، سي سڀيئي اَشڌ ڪامنا جا ٻچا آهن. ٻچن سان هٿ چراند ڪرڻ فضول آهي ۽ مُورکتا آهي. دنيا سان دوکو، پاڻ سان دوکو ۽ پرماتما سان دوکو آهي. اگرچ جي اَشڌ ڪامنا ئي ڪاڏهور ٿي وڃي ته پوءِ ٻچا ڏسندا نظر ايندا؟ تنهن ڪري جيوَ، مُورکتا ۽ دوکيبازيءَ جي ٻڏون ۽ پونئيل پرن سان جيون ياترا ۾ مٿي اڏر ڪري ڪونه سگهندو ۽ نه ڪو جيوَ پرماتما کي دوکي ڏيڻ ۾ فتح ياب ٿي سگهندو. اَشڌ ڪامنائن تي وس ڪرڻ ڪانپوءِ ٿي وڪارن جو وجود پاڻمرادو ناس ٿي ويندو.

اي بندا، جي تو اهو سمجهيو هئين سان هندايو آهي ته همت نه هار. ڪلف جي ڪنجي تو وٽ ئي آهي. اشڌ ڪامنائون ئي جيو آتما لاءِ بندڻ آهن. ڪامنائن جي سمائيءَ سان جيوَ آتما مڪتي پراپت ڪندي. من جي ورتي ۽ دشا بدلائڻي آهي. انهيءَ لاءِ من کي خالي، صفا، ڪليل، سڌيسڌ ۽ روشن ڪرڻو پوندو. هن وقت من جو ڪارخانو ۽ گدام پڻ اَشڌ ۽ اَشڀ ڪامنائن، ڀاونائن ۽ ويچارن سان ٻُر ٿيا پيا آهن. جيڪي ڪرمن ۾ بدلجن ٿا ته انهن جي نتيجن پٺيان اثر مطابق، وري پيون ڪامنائون، ڀاونائون ۽ ويچار پيا ٿين. ڪالهه جون سڦلتائون، اَسڦلتائون، تمنائون ۽ ترشنائون، سڀان جي جيون ٿي پنهن جو پاڇو

وڃي رهيون آهن. ڪالهه جا غم ۽ سڀاڻ جون چنتائون، اڄوڪي زندگي برباد ڪري رهيون آهن. اهڙي من ۾ جيڪڏهين شڌ ۽ شڀ ڪامنائون پيدا به ٿينديون ته اهي به ملي اَشڌ ۽ اَشڀ ٿي پونديون. ڀلا زهريلي کير ۾ ٻوڙو کير ملي، ڪين سڀ وش ٿي پوندو آهي؟

تنهن ڪري اهڙي من کي سڄو خالي ۽ صفا ڪرڻو پوندو. سنسڪارن ۽ ڪامنائن کي ملائي، ڀاونائن ۽ وچارن جي پيدا ڪرڻ جو هاڃيڪو سلسلو، سڄو سماپت ڪرڻو پوندو. تڏهن واپار خاطر نوان وکر ۽ وٿ کڻندا. من جون حدون جن جي اندر ٽيئي ڳڻ ۽ ايڪ ڏينهن کيل کيلي رهيا آهن، سي ٽڪاڻيون پونديون. پوءِ اڳيانتا جهڙو آنند، جو ڪامنائن من جي آئيني اڳيان آندو آهي ۽ جنهن ڪري من ڪنهن به روپ يا رواڪار کي، اصلي صاف ۽ سچي رنگ ۾ ڏسي نه ٿو سگهي ۽ هردم غلط طريقن ولڻ لاءِ منتظر رهي ٿو، سو اَزخود دور ٿي ويندو. پوءِ من هر چيز ۽ هر رواڪار صاف، چٽي ۽ اصلوڪي رنگ ۾ ڏسي سگهندو. من پرمت ۽ پرش مان نڪري، ورتمان ۾ وهندو جتي ئي ايڪانت آهي ۽ ايڪانت ۾ ئي اگم يا برهم جو واسو آهي.

من جي اشانتي ويا ڪلتا ويران ٿي ويندي جاڪاڻ ته اشانتيءَ جا سڀ ڪارڻ، من جي صفا خالي ٿيڻ ڪانپوءِ ختم ٿي چڪا. من ڏينهن جي چڪر کان آزاد آهي، پسنديءَ ۽ ناپسنديءَ کان پري آهي، ٻاهرين ڪوڙن سنسڪارن ۽ ناسوانس سهارن جهڙي اثر کان دور آهي، وچار شڪتي خود مطلب ۽ پرپوجن جي ٻڌن کان پار ٿي چڪي آهي، تنهن ڪري وڪار ۽ وڪارن جا الجهن انهن ڪونه ٿا ٿين. جڏهين ڀيو ڪنهن ٻئي جي آس ٿي نه رهي ته ڀيون ڪامنائون، لالچون ۽ ترشنائون ڪيئن پيدا ٿينديون؟ مطلب ته خالي ۽ صفا من ئي شانتي حاصل ڪري سگهندو ۽ شانت من ئي کليل ۽ سچيت رهي سگهندو. شانتيءَ جو جهرڻو من جي اندر آهي پر پليل ۽ ڪٽيل من، ان جي تلاش ٻاهر ڪري رهيو آهي. ٻاهر شانتي هجي ته ٻائي ٻئي! ٻاهر جو ٻاتيتال اندر ۾ آنند اوس ڪونه آڻيندو.

من کي کليل رکڻ جي اها معنيٰ نه آهي ته وري اهو تڏهن سر سائيءَ طرح پرچي. پوءِ اهو من سچيت ڪيئن چئبو؟ کليل ۽ سچيت من صاف آئيني مثل آهي جو هر چيز جي مرحبا ڪري ٿو، سندس هوبهو سچو روپ ڏسي ۽ ڏيکاري ٿو پر ان جو پيڇو ڪونه ڪري ٿو. مطلب ته جي ٿون دوستيءَ کان پاسيرو ٿين ته دوستي تنهنجي پنهان پوندي؟ تنهن ڪري ٿون به سڀ جو سڱاٿ ڪر، سڀ جو خير مناءِ پر پٺ ۽ پيڇو ڪنهن جو به نه وٺ، موهه ۽ دنيان ڪنهن سان به نه ڪر. اهي ئي ته اَمرت جي ڌارا کي گندگيءَ جو ڍير ٿيون بڻائين ۽ اڻ جهاڻيءَ کي چترائيءَ ۽ چالاڪيءَ جو جامو پهرائي، وچار شڪتيءَ ۾ وگهن وجهن. کليل ۽ سچيت من جو آڌار، وچار شڪتيءَ کان وڌيڪ، شرڌا ۽ انڀو ٿي آهي.

 

اَهڙي مَن کي نہ ڪنهن جي سنگت ڪرڻ جي اڇا، نہ لوڏڻ جي تمنا ۽ نہ ڇڙ سڀ ڪرڻ
جي ضرورت. جيڪي آيو تنهن جو سُئيڪار، جيڪي ويو سو ويو ۽ جيڪي بڻيو سو
ڀڳوان جو ڀاڻو. نہ خوشيءَ ۾ مدهوش ۽ نہ مصيبت ۾ ملول. سدا خوشحال، نرسنسي، نرڀئہ
۽ اَچنت. ٻرڪرائيءَ ۾ رهندي بہ ٻرڪرائيءَ جي اثرن، اُمنگن ۽ اُلجهن کان پار، جيئن
ڪنول گل پاڻيءَ ۾. سڀ ڪجهہ ڏسي، سمجهي ۽ سڃاڻي ٻر سڀ سهي ۽ اَصلوڪي روپ
۾، قادر جي قدرت ۾ ۽ نہ ٻنهن جي وهنجار شڪتيءَ ۾. نہ آسائون نہ آسرا. سيئي ڪرپائن
۽ ڪرپائن وچ ۾ اَڏول ۽ اَستر. من درياءُ، نہ ڏٻو. درياءَ جي وهڪ ۾ ٻولراٽلي ههجي لَس،
وهڪ ۾ شامل ٿيل وستو بہ اوڙهيون ٿي ٻولر ٿي ٻون. اهو آهي ڪرم ۾ اَڪرمُ ۽ اَڪرم ۾
ڪرمُ، جتي ڪرم وڪار ۽ وڪرم کان وانجا ٿيل آهن.

جو مَنُ خالي ۽ صفا ٿي ڪليل ۽ سچيت ٿيو آهي سو هردم روشن رهندو ڇو تہ ٻڌيءَ
جي روشنائيءَ هيٺ آيل آهي. ڪمت وارو پاسو غايب ٿي ويو ۽ سمت وارو پاسو من جي
سامهون آيو آهي. جيئن ٿي من جي هلچل بند ٿي، من ۾ هلچل پيدا ٿيڻ لڳي، تيئن ٿي
ٻڌيءَ جي چڪر جي هلچل شروع ٿي. مطلب تہ من جي خالي، صفا، ڪليل ۽ سچيت ٿيڻ
جو سلسلو ۽ ٻڌيءَ جي چڪر بدلجڻ جو سلسلو، ٻئي گڏوگڏ ۽ هڪ ٻئي جي اثر هيٺ
ٿئي ڪم ڪيو. هيئنر جا سمت جي روشنائي، من کي روشن ڪري رهي آهي سا بہ تہ
آتما جي روشنائي آهي جا هيلتائين ڪمت جي ڪڪر اَڳيان اَچڻ ڪري، لڪل ۽ رڪيل
هئي. جڏهين من ٻنهن جو مورچو مٽائي آتما جي سمت روُپي روشنائيءَ کي پرنام اَسو
ڪري ۽ ٻڌي ٻنهن جي اَصلوڪي روپ ۾ نرواڻ ٿي، من کي اوجل ۽ نرمل ڪري رهي
آهي، تہ پوءِ هردو ڪيئن نہ ڪنول گل وانگر ٽڙندو ۽ پريم جي ورکا ڪندو؟

اِها آهي آخري اِستتي جتي جيو آتما ۽ پرم آتما جو ميلاپ ٿئي ٿو، منمک گورمک بڻجي
ٿو، ڏهاڳڻ سهاڳڻ ٿئي ٿي، منش جيون مڪت ٿئي ٿو، ڀوساڳر پار ڪري، جمڻ ۽ مرڻ
جي چڪرن جي زنجيرن کي ٽوڙي، جوتي جوت ٿئي ٿو. اِنهيءَ اِستتيءَ جي آنند جو
اَنڀو ڪري سگهجي ٿو باقي اکرن ۾ بيان ڪرڻ ڪٺن آهي. اِها اِستتي پيدا ڪري ڪانہ
سگهجي ٻر پوري ميا لي پاڻمرادو پرگٽ ٿيندي. اِنهيءَ اوچتي اَجرج کي صاحب اَچيو
چون ٿا. سالڪ لاءِ سادنُ ضروري آهي جنهن لي ڪڏهين نہ ڪڏهين مالڪ جي مهر وسڻي
آهي جنهن وسيلي اِهو اَچيو ايندو. سادن ڪرڻ بہ اِنهيءَ مهر جي شروعات آهي.

سري گورو گرنٿ صاحب ۾ جيڪي آتما، ديهيءَ ۽ من جي مستيءَ ۽ ڪمت لاءِ
وچن آيل آهن، ان مان چوند وچن هن باب جي مدي ۾ آيل آهن. اِنهن جي پوريءَ طرح
سمجهڻ لاءِ ڪجهين سمجهاڻي ڏيڻ ضروري هئي. گورو امرداس صاحب جا هيٺيان بہ وچن
اِنهيءَ سمجهاڻيءَ لي وڌيڪ روشني وجهن ٿا:

(١) اس ڪائيا اندر وست اسنکا - ڳوڙمک ساچ مائِي ٿان وڳا
لڳُ دروازي دسوي مُڪتا - انهد شبد وڄاوڻيا.
— راڳ ماجھ، محلا ٣، اشٽپديون ١

(٢) ڪائيا اندر سڀ ڪجهه وسي - کنڊ منڊل پاتالا
ڪائيا اندر جڳ جيونُ داتا وسي - سڀنا ڪري پرتپالا.
— راڳ سورٺي، محلا ٣، اشٽپديون ٢

پنجن تتن جي جُڙيل ڪائيا، خاڪ مثل ناسونت آهي پر اُنهيءَ اندر سڀ روحاني راز سمايل آهن، ڇو ته اُتي جيوُ آتما جو ۽ واسو آهي جنهن ۾ پرماتما ۽ پرڪرتيءَ ٻنهي جون خاصيتون موجود آهن. آتما به پرماتما جو هڪ جزو يا جهلڪ آهي ۽ پرڪرتيءَ ۾ پڻ سمايل آهي. اُهڙيءَ طرح پرماتما جي واسي هئڻ ڪري، سرير کي هري مندر به ڪري سڏيو ويو آهي جتي انهد شبد جي هميشه ڌُني پئي وڄي. پر منش پنهنجي ڪامنا ۽ ترشنا سان، اندريان ٻاهريان مندر ۽ مسجدون، حج ۽ تيرٿ ياترائون سڀ پليت ڪري ڇڏيون آهن.

اِهو آهي من جي مستيءَ ۽ مزاڪن جو ملاکڙو جنهن ۾ انهد شبد جو آواز گم ٿي ويو آهي ۽ ڏهون گپت دروازو ليڪي نه ٿو سگهي. من ٻاهرين وڻن ۽ ٽالن ۾ ايترو ته مشغول آهي ۽ انيڪ وڪارن ۾ ايترو ته وڪوڙيل آهي، جو پنهن جي اصليت ڀلجي، ستگور کان منهن موڙي، پراپڪار ۽ پرمارٿ کي ڇڏي، آتما کي پٺي ڏئي، سرير جي رس، سواد ۽ چشڪي کي چنبڙيو پيو آهي. ڏهن ئي ڏسائن ۾ پيو ٿو ڀٽڪي پر اُن ڳالهه ڪٿي به نه ٿو پائي. ڀٽڪي ٿو نه سنساري سنبندن مان سک ۽ شانتي حاصل ڪريان پر اِها ڀٽڪ نه هيڪاري دک ۽ اشانتي وڌائيندي ۽ گهٽائيندي اصل نه. سک ۽ شانتي اَهي هري مندر ۾ پر ڀٽڪ آهي سنسار ۾! ڀڳت نامديوُ صاحب فرمايو آهي:

ڪٽسي من ترهگا ري سنسار ساڳرُ - بِسکي ڪو نُدا
جوُتي مانيا ديک ڪي - پوُلا ري منا.
— راڳ آسا، ڀڳت نامديوُ، شبد (٥)

جهڙي منشا تهڙي دشا، جهڙي سنگت تهڙو ڦل. هڪ نه من لي لمي، رجي ۽ ستي جي لنوي گڻن جي ڪشمڪشا ۽ ٻيو نه اکين لي ڏليءَ ۽ ڏيند جا ڪرڀا. ٻوه من کيئن سمئين راهه وٺي ۽ ڪيئن وڪارن جي مٿل لاهي، آتم ڌارا ۾ اشنان ڪري؟ من جي مستيءَ مناڻا ٻنان موکش مڪتيءَ جو مارگ ڪٿان نظر چڙهندو؟ گورو امرداس صاحب فرمائين ٿا:

اِهه من چنچل وَس نه آوي - ڏبڌا لاگي دَهه دِس ڌاوي
بِکُ ڪا ڪيڙا بکُ مهه راتا - بکُ هي ماهه پچاوڻيا.
— راڳ ماجھ، محلا ٣، اشٽپديون (٤) ٢٩

من جون ڪامنائون ڪُوڙيون، ويچار اُلٽا ۽ ڪرتب ڪوڙا. سنسار پنهنجي ۽ آتما برائي ڪري ويٺو آهي. ڪمت يا درمت، ٻنهي جي اُلٽي طرف مان اچي ٿي. ڪمت يا درمت پلا ٻيو ڇا سيکاريندي؟ من تي مَل ٿي ته لڳائيندي. اهو آهي دنيا ۽ دين جو مَل جنهن جي مِٽائڻ لاءِ منش ورن پاڪنڊ جو صابڻ ٿو استعمال ڪري. مَل ڪي مَل سان ٿو صفا ڪري. ميرو آهي من ته گنگا ماتا جي نرمل جل سان ڌوئجي سرير. گندو آهي من ته چند ڦوڪ ٿئي سرير جي. من ۾ وڪارن جي ورڪا ته مک ٿي ويڙن جي وارتا. غلط طريقا ڪيئن صحيح نتيجو ڏيکاريندا؟ اُٺڌ ويچارن ۽ اَشڀ ڪرمن جو قُل ڪيئن سٺو ملندو؟ تڏهن صاحبن فرمائيو آهي:

| | |
|---|---|
| (١) پندي مَلُ نہ چُڪئي – جي وه ٺڙئي جُگ چار<br>ٽِري گنگ ماٽيا مؤل هيئ – وچ هؤ مي نسام وسار. | واڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (١٣)، سلوڪ محلا تيجا |
| (٢) چِتي جِن جي ڪوڙي – مَتا، چِت ڪنور جيٺ<br>لِن مک نام نہ اؤبجي – دؤجي وياپي چور جيٺ. | واڳ سوهي، محلا پهلا، اشٽپدي (٣) ٢ |

سو اي بندا، من شترو آهي ته سچو ٻه ٿي سگهي ٿو. چنچلتا اَشانتي وڌائي ٿي ته آنند ٻه آڻي سگهي ٿي. من چنچل نہ هجي ته هوند هڪ ٿي اُڏ ي اَنڪي ٻهي. جهڙي اهو من هڪ گندي دٻي کان، تهڙي ٻئي گندي دٻي ۾ وڃي وهي ٿو ته امرت جهڙي نهر ٿي ٻه آڻي سگهجي ٿو. انهيءَ لحاظ کان، من جي چنچلتا ۾ ٿي مڪتيءَ جي چاٻي رکيل آهي. هڪ واريءَ من سڌيئنءَ راهه تي اچي سهي ته ٻوءِ ويچار ڌارا، وڪاري حد لتاڙي ٻؤلرانيءَ جي پڙ ۾ ايندي. ٻوءِ هڪ ويچار ۽ ٻئي ويچار ۾ وٿي ٻه پوندي. اها وٿي آهي من جي اُسترتا ۽ ايڪاگرتا. اها وٿي جيئن آهستي آهستي وڌندي ويندي ٿيئن جيون ياترا جو سفر سولو ٿيندو ويندو ۽ دلبر جو در اوري ۽ اڳيان ايندو تان جو "سُن سماڌيءَ" ۾ سمائي وڃجي.

اهو آهي سرير اندر الاهي اسرار، جتي من جا ملاڪڙا لڳن ٿا ۽ مطاهرا ٿين ٿا. ڪيستاهه؟ جيستاهه ديهيءَ ۾ دم آهي ليستاهه جيؤ ٻيو دم هٽي ته مان هيئن ۽ هؤ هؤٽن، ته مان هي ڪري ڏيکاريو آهي ۽ هؤ ايئا ڪري ڏيکاريندس، ته مون هي همت ڪيو آهي ۽ هؤ ايئا همت وس ڪندس. پراڻن پرواز ڪيو نہ آهي ته ديهي ٻيري ٿي نہ آهي. ديهي ٻيري ته ڪيڏانهن وئي "ميري ٽيري"؟ خاڪ، خاڪ ٿي وئي. انهيءَ خاڪ جي پتلي، مٽيءَ جي مؤرتيءَ ۾، جيؤ ٻه واٿي ٻنهي ٿي ٻيٺو آهي. ٻئي واٺون من معرفت ملن ٿيون. هاڻي سندس اختيار آهي ته جيؤ وڪارن جي واسنا وٺي يا وويڪ کي ويڪتي ڪري، ته اندرين جا رس ماڻي يا انهد جا آواز ٻڌي، ته اندر جي اونده ۾ رهي يا آتما جي

پرڪاش ۾ چمڪي، نه ڏنيءَ ۽ ڏينهن جي ڏاي ۾ غوطا کائي يا ٻُڏيءَ ۽ هرڻي جي ساٿ
۾ سنگ ڪري، نه شيطان جي سامهون سجدو ڪري يا پرمالما کي ڀالي، نه مري يا امر
رهي. غافل هوندو نه ڪوڙ ۽ ڪمت جي ڳوات وندو. جي سجاڳ هوندو نه سچ ۽ سمت
جي راهه تي هلندو. جهڙي جهڙي وات وندو تهڙي تهڙي پالنا ٿيندي تن جي، پاونا
ٿيندي من جي، ڪرپا ٿيندي اندرين جي، حالت ٿيندي هردي ۽ ٻڌيءَ جي، پراپتي
ٿيندي آتما جي. اي ٻندا، تون خود سمرٿ آهين. سپاهي سماپت ڪري سهائي آتسي
سکهين ٿو.

 

## آستؤل سرير (پنج تتَ)



## (٣) ٽي گڻ ۽ چوٿون پد.

(١) ٽِرِيءِ گڻ ٻِکيا اَنڌ هيءِ - مائيا موهه غبار
لوڀي اَن ڪڻه شيوديءِ - ڀڙ وڏا ڪرهه ٻڪار
ٻکيا اَندر ٻچ مٿي - نا اُر وار نه پار
مائيا موهه وساريا - جگ مهه ٻنا پرتپال
باڄهه گورو اَچيت هيءِ - سڀ ٻڌي جم ڪال
نانڪ گرو مت اُٻري - سچا نام سمال.

[سري راڳ، محلا تيجا، شبد (١٠)]

(٢) ٽريءِ گڻ مائيا ڀرم ڀلائيا - هؤميءِ ٻڌن ڪماني
جنم مرڻ سر اُوپر اُوڀهه - گُرب جؤن دکه پاڻي
ٽريءِ گڻ ورتهه سگل سنسارا - هؤميءِ وچ پت کوئي
گُرمکه هوويءِ چوٿا پد چيڻيءِ - رام نام سکه هوئي.
ٽريءِ گڻ سڀ تيري تؤن آپي ڪرتا - جو تؤن ڪرهه سو هوئي
نانڪ رام نام نِستارا - شبدي هؤ ميءِ کوئي.

[راڳ سورٺ، محلا تيجا، شبد (١٢)]

سري راڳ، محلا تيجا، اشٽپدي (٦)

(٣) ٽرِهه گڻا وچ سهج نه پائيءِ - ٽريءِ گڻ ڀرم ڀلاء
پڙهيءِ گُنيءِ ڪيا ڪٿيءِ - جان مُنڍهه گتا جاء
چوٿيءِ پد مهه سهج هيءِ - گُرمکه پليءِ پاء.

---

١. ستو، رجو ۽ تمو. ٢. وش. ٣. اَنڌڪار، اؤندهه. ٤. ٻيا. ٥. لوڪ پرلوڪ. ٦. پرماتما.
٧. ٻنا. ٨. اَگياني. ٩. پار پوڻ. ١٠. اَهنڪار، اَيمان. ١١. ٻينو آهسي. ١٢. ٽريا اَوستا.
١٣. ڳولهي ٿو. ١٤. پيدا ڪندڙ. ١٥. گيان. ١٦. وچار ڪرڻ. ١٧. ڪٿا ڪرڻ. ١٨. اَٽڪيل
آهي. ١٩. پراپت ٿئي ٿو.

(۴) هڪم هڪي آپ اپائيا - ڏبڌا دوجا ترڳڻ مائيا
چوٿين پوڙي گرمک اوچي - سچو سچ ڪمائيا.

راڳ ماجهه، محلا تيجا، اشٽپدي (٦)

(۵) ويد پڪاري ترڳڻ مائيا - منمک نه بوجهي دوجي ڀائيا
ترڳڻ پڙهه هر ايڪ نه جاڻهه - بن بوجهي دک پاوڻيا.

(۷) ۳۰

(٦) سو نهڪرمي جو شبد ويچاري - انتر تت گيان هؤمي ماري
نام پدارٿ نؤ ندي پائي - ترڳڻ ميٽ سماوڻيا.

(۲) ۳۱

(۷) جيون مڪت گرمک ڪو هوئي - پرم پدارٿ پاوي سوئي
ترڳڻ ميٽي نرمل هوئي - سهجي ساچ ملي پرڀ سوئي.

راڳ گؤڙي، محلا تيجا، اشٽپدي (۳) ۷

(۸) تين گڻا مهه وياپيا - پورن هوت نه ڪام
پتت اڌارڻ من وسي - نانڪ ڇؤٿي نام.

راڳ گؤڙي، محلا پنجوان، ٿتي (۱۳)

(۹) ڪاچي مٽڪي - ٻس ٻاسا
جس ڇؤٿي ترڪٽي - تس نج گهر واسا.

راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (۱۳)

(۱۰) ترڳڻ مائيا برهم کي ڪيني - ڪهه ڪوڻ ٻڌ ترائي ري
گهؤمن گهير اگاهه گاکڙي - گرو شبدي پار اترائي ري.

(۱۳۰)

(۱۱) تهي گڻي ترڀوڻ وياپيا پائي - گرمک بوجهه بجهاءِ
رام نام لگ ڇوٽي پائي - پوڇهه گيانيا جاءِ.

راڳ سورٺ، محلا تيجا، شبد (۹)

(۱۲) ترهه گڻ ڌاٿ ٻهه ڪرم ڪماوهه - هر رس ساد نه آئيا
سنڌيا ترپڻ ڪرهه گائتري - بن بوجهي دک پائيا.

(۱۰)

۱. ٻرهماتما. ۲. سرشٽي پيدا ڪئي. ۳. ڊئيت ڀاؤ، ٻيائي. ۴. ٽيو ورڳ. ۵. ٽي گڻ. ۶. ترٽا اوسٿا. ۷. پدوي، ڏاڪو. ۸. لوڀايو پيو آهي. ۹. نشڪام ڪرم يوڳي. ۱۰. موڪش ۱۱. پاپي، گنهگار. ۱۲. دنيا، سرير. ۱۳. سچي سروپ ۾ نواس. ۱۴. اونهو ۽ ڏکدائڪ ڪن. ۱۵. ٽيئي لوڪ. ۱۶. پنجڪن تان. ۱۷. پاڻ پوڄائن جا نمونا.

(۱۳) نذ آ[۱]ڀي جگت اُپانڪيو - آپ کيل رچــانيا
ترئ گــڻ آپ سرجيا[۲] - مانيا مـــوهہ وڌائيا.

واڳہ سورٺ، محلا چوٿان، وار (۳)

(۱۴) ترئ گڻ مانيا مـــوهہ وياپيو - ترنيا گڻ هـــئ گورمکہ لهيتا
ايڪ درشٽ سڀ سم[۳]ڪر جاڻيو[۲] - ندري[۳] آوئ سڀ براهم[۱] پسريا.

واڳہ بلاول، محلا چوٿان، اشٽپدي (۷) ۱

(۱۵) برهما بشن[۵] مهاديؤ ترئ گڻ ڀلي - هؤمئ موهہ وڌائيا
پنڊت پڙ پڙ موني ڀُلي - دوُجي ڀــاوُ چت لائيا.
جوگي جنگم[۶] سنياسي ڀُلي - وڻ گور تت نــہ پــائيا

واڳہ بلاول، محلا چوٿان، وار (۸)، سلوڪ محلا تيجا

(۱۶) تين گنا - اِڪ شڪت[۷] اُپائيا
مها مائيا - تاڪي هئ ڇانيا[۸].

واڳہ گونڊ، محلا پنجوان، شبد (۲۱)

(۱۷) تربد[۹] لوگا تربذ[۱۰] جوگا[۱۱] - شبد ويچارئ چــوُڪس سوگا[۱۲]
اوُجل ساچ سو شبد هوء - جوگي جگت ويچاري سوء.

واڳہ رامڪلي، محلا پهلا، اشٽپدي (۷) ۱

(۱۸) ترئ گــڻ ميٽي چوٿـئ ورتـــئ - ايها ڀگت نرار[۱۳]ي
گورمکہ[۱۴] جوگ شبد آتم چينئ[۱۵] - هردي ايڪ مراري[۱].

(۹)

(۱۹) ترئ گڻ ميٽئ شبد وسائي - تان من چوُڪئ[۱۶] اَهنڪارو
اَنتر باهـــر ايڪو[۱] جاڻئ - تان هر نــام لگئ پيارو.

واڳہ رامڪلي، محلا پهلا، سڌ گوشٽ (۶۰)

(۲۰) ڀئمو پرساد[۱۷] ڪرپا نذ ناڪر[۱] - سنت سنگہ پت پائي
کهہ نانڪ ترئ گڻ ڀرم ڇوُٽا - جنہ پرڀ ڀئي سهائي.

واڳہ مارو، محـــلا پنجوان، شبد (۷)

(۲۱) موهني[۱۸] موهہ ليتا تـــرئ گنيتا - لوڀ وياپي جوُني گ ڌيتا
مري ميري ڪر ڪئ سنچي[۱۹] - اَنت ڪي بار سگل لي چلئتا[۲۰].

(۱۸)

---

۱. پرماتما. ۲. پيدا ڪيو آهي. ۳. نظر. ۴. هڪ جهڙو. ۵. وشنو ڀڳوان. ۶. فقير. ۷. شڪتي. ۸. پاڇو. ۹. اتم، وچولا ۽ نيچ. ۱۰. ٽي گڻ. ۱۱. بدل آهن. ۱۲. دک. ۱۳. نرالي، اَلـــپ. ۱۴. گوروءَ معرفت. ۱۵. سڃاڻي ٿو. ۱۶. ناس ٿي وڃي ٿو. ۱۷. پرسن، راضي. ۱۸. مائيا. ۱۹. ڪني ڪٺي، ميڙي. ۲۰. ڇل ڪري ٿي، سنگہ نہ ٿي هلي.

(۲۲) رج[1] نر سـت ڳُل[2] ٽيري چانيا - جنهن مرڻ هڻ ميع دک ڀانيا
جسدو ڪريا ڪري هر ڳُوُرمکهه[3] - ڳڻ چوڻيع مڪت ڪراندا .

واڳ ـ مـارو، محلا پهلا، سولهو (۱۱)۱۷

(۲۳) ٽريع وڙتاء چولي گهر واسا - ڪال بڪال ڪيتي[4] اڪ گراسا
نرمل جوت سرب جڳ[5] جيوَن - گرو آنند شبد دکـاليـا .

(۴) ۱۸

(۲۴) رج ڳڻ نر ڳڻ سـت ڳڻ ڪهيتي - ايهه ٽيري سڀ مـاليا
چوليع پد ڪٿ جو نرُ[6] جيتيع - تنهي پرم[7] پد پاليا .

واڳ ڪيدارا، ڪمير صاحب، شبد (۱)

(۲۵) نگري[8] ايڪيع نؤ دروازي[9] - ڌاوت[10] ـرج رهـاڻـي
ترڪٽي چوليع دسوا در ڪوليع - تان من کيوا[11] پـاڻـي .

(۳)

(۲۶) ڌگري[12] چال نيتر ڦن آنڌلي - شبد سرت لـهي پـاڻـي
شاستر بيد ٽريع ڳڻ هيع ماليا - آنڌ[13] لڻ ڌنـد ڪمانـي .

واڳ پرڀاتي، محلا پهلا، شبد (۵)

(۲۷) چوليي پدوي ڳُورمکهه ورلهه - ان لچ گهـر واسا پـاليـا
پؤري ستگور ڪريا ڪيني - وچهه آپُ گـواليـا .

واڳ پرڀاتي، محلا تيجا، شبد (۱۱)

(۲۸) مؤرک آنڌي ٽريع ڳڻ شيوهه - ماليا ڪيع بيـوهاري[14]
آندر ڪپٽ اڌو[15] پرڻ ڪيع ڻاڻي - پاٺ پڙهه گاواري .

واڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (۲۴)، سلوڪ محلا تيجا

(۲۹) ٽريع ڳڻ سيا ڌاوت[16] هيع - نا هرپکت اسـ پـاء[17]
گت مڪت ڪدي نه هوولي - هؤ ميع ڪرم ڪماء .

واڳ ملار، محلا تيجا، شبد (۲)

(۳۰) ٽريع ڳڻ مالي موهه آلي - ڪهنئه پنڌن[18] ڪاهـ
آن اپـاء سگُو[19] ڪيتي - ايهه دؤک ساکهه لاهـ
پنج سرن ساڌؤ ناٽڪا - مل ڳن گوبندهه[5] گاهـ .

واڳ ـ ملار، محلا پنجوان، شبد (۲۴)

(۳۱) اندري دسي دس[20] ڦن ڌاوت[16] - ٽريع ڳٽيعا ڪديع[21] نه نڪاوٽگو
ستگور پرچيع[17] وسگت[22] آويع - موک مڪت سـو پاوٽگو .

واڳ ـ ڪانڙا، محلا چوٿان، اشٽپدي (۳)۴

---

۱. ٽي ڳڻ. ۲. پل . ۳. گوروع معرفت . ۴. جنم مرڻ کان رهت آهي. ۵. پرماتما . ۶. سمجهي.
۷. موکش . ۸. سرير . ۹. اندريون . ۱۰. چنچل من کي ايڪاگر ڪري ٿو. ۱۱. پريم ۾ مگهن.
۱۲. تانڙ جهڙ، الٽي هلت. ۱۳. اي آنڌا انسان. ۱۴. سنساري وهنوار. ۱۵. پيت. ۱۶. پٽڪڻ.
۱۸. پريم، پريت. ۱۸. پيڙا، آزار. ۱۹. هڙ ٽپي. ۲۰. ڌسائون، طرف. ۲۱. ڳڻ پل. ۲۲. قبضي ۾.

# ٽي گڻ ۽ چوٿون پد.

ٽي گڻ، تمو، رجو ۽ ستو، پرڪرتيءَ جي رڳ رڳ ۾ سمايل آهن. ڪابه وستو انهن گڻن جي اثر کان آزاد ڪونهي، چاهي بيجان يا ساهواري، ديهه سروپ يا سوڪيم. صاحب سمجهائين ٿا ته وير، پراڻ، شاستر، سمرتيون، ديو ديوتائون به ٽن گڻن جي اثر کان اڇتا ڪونهن. هر انسان اندر ستئي اهي ٽيئي گڻ واسو ڪن ٿا پر ڪهڙو گڻ وڌيڪ ٻلوان آهي ۽ ڪيترو وقت بلوان رهي ٿو تنهنجو مدار هر انسان جي سڀاءَ تي آهي. اهڙيءَ حالت هيٺ، من به ساڳئي اثر هيٺ قابو آهي. تنهن ڪري من جون ڪامنائون، ترشنائون، ويچار ڌارا، ارادا، وچن ۽ ڪرم سڀ انهيءَ اثر هيٺ اچن ٿا. مٿي اُتي ڄاڻايل آهي ته من جون حدون ڏيهه ائي ٻدل آهن ۽ گهڙيال جي لڪڻي وانگر، من ڏيهه جي هڪ حد جي آخرين ڪنڊ کان ٻيءَ حد جي آخرين ڪنڊ تائين، پيو ٿو هردم ٽڪي. ٿڙ ٿاڻ نه ٿو پائي. اها من جي ٽڪ ۽ خود خيالي، ڏک ۽ اشانتيءَ جو ڪارڻ آهي. انهيءَ سلسلي جي ٽٽڻ يا بند ٿيڻ کان پوءِ ئي سک ۽ شانتي پراپت ٿينديون.

ڏيهه معنيٰ ڪي به ٻه هڪ ٻئي جي اُبتڙ حالتون، جهڙوڪ پريت ۽ نفرت، ڏک ۽ سک، خوشي ۽ غم، تڪليف ۽ فرحت، ڀوڳ ۽ تياڳ، ڏينهن ۽ رات، روشنائي ۽ اونده، وغيره وغيره. ڏئي معنيٰ ٻيائي يا ٻه اڪيائي. هڪ پنهنجي چوٽي دنيا ۽ ٻي باقي دنيا. ٻنهي سان وهنوار علحدو ۽ نرالو. جيئن جيئن من، ڏيهه جي هڪ حد کان ٻيءَ حد تائين پيو ٿو ٽڪي، تيئن تيئن گڻن جي رنگ سان پيو ٿو رڱجي.

تمو گڻ آلس ۽ نراسائي ٿو جاڻائي ته رجو گڻ جوش ۽ مشغولي ٿو پيدا ڪري. ستو گڻ جو چڱائيءَ جو سروپ آهي، سو من کي مذبر واري رستو ٿو ڏيکاري ۽ من کي ٻنهي حدن جي وچ ڀارڻ جي ڪوشش ٿو ڪري. پر من وچ تي ٽڪاءُ ڪري ئي ڪونه ٿو جنهن جا به سبب آهن. هڪ ته ستو گڻ تمي ۽ رجي گڻن جي ڀيٽ ۾ گهٽ من پسند آهي ۽ ٻيو من تنهن جي پرپلتا ڏيکاري سگهي ۽ ٻيو ته من جو سڀاءُ ئي آهي اُلٽي هڪ حد تي ٽڪڻ ته اُلٽي ٻيءَ تي. ڏيهن تي ٽڪڻ ۾ ئي من کي موج اچي ٿي سو وچ تي ڪيئن لڪندو؟ پر جي ستي گڻ جي نمائي ۽ نفيس اثر هيٺ، وچ تي ڪٽي ٻيٺو به ته ڪدم ڪڻ ۾، هن يا هُن حد جي ڇڪ ٻنيان گهلجي ويندو. ڀلا ستي گڻ جي شڪتي اٿراتي ٿيندي ڪٿان؟ ستو گڻ تمي ۽ رجي گڻن جي وچ ناهه يا صلح ڪرائي. صلح هميشه ڏي وقت تي ٿيندو آهي جنهن ڪري ٻن ڌرين جو دلي ميلاپ نه ٿي سگهندو آهي ۽ صلحڪار کي اوس سهما سهڻا پوندا آهن. تمي ۽ رجي گڻن ٻنهي جا الڳ اثر مڃانيا ڪونهن ۽ من ٻنهي جو سڀاءُ ٻن حدن جي وچ ٽڪڻ جو بدلائو ڪرڻ آهي، ته ستو گڻ،

مَن کي وچ ۾ ڪيئن ۽ ڪيترو وقت ٻاري سگھندو؟ سو اِها ٽن گُڻن جي ڇنڊڇاڻ ۽ ڪشمڪش، من ۾ هردم چالو رهي ٿي ۽ دک جي درياءَ ۾ ڇوليون پيدا ڪري ٿي.

اِئين ته ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته رجو گڻ کان تمو ۽ رجو گڻ کان ستو گڻ سٺو آهي. پر جيستائين من جو مرڪز دنيا ۾ ئي ٻڌل آهي ايستائين من خالي، صفا، ڪليل، سهڻو ۽ روشن ڪيئن ٿيندو؟ جيستائين من جا "اُونچ ۽ نيچ"، "ڏر"، "ڪام" جا ورودي آهن ايستائين "موکش" جو پدارٿ ڪيئن پائبو؟ جيستائين اِهو اگيان جو پڙدو يا پُرديءَ جي ڪمت وارو پاسو هٽيو نه آهي، تيستائين جيو آتما ۽ پرم آتما جو ٻاڻ ۾ ڪيئن ميلاپ ٿيندو؟ جيو آتما جن پاڙُن متي پرم آتما ۾ ۽ ان جا سڀئي هيمت سنسار سان نه پوءِ اهي واسنائون جيو آتما جون پاڙُون پٽي يا سلا سگهائي نه ڇڏيندو؟ انهيءَ ڪري صاحب فرمائين ٿا:

(١) تيري گُڻ ميٽي ڇوٽيءَ ورتي - اِيها پڪت نراري<br>
ڪُومک جوڳ شبد آتم چيني - هرديءَ ايڪ مُراري.

واڳ رامڪلي، محلا پهلا، اشٽپدي (٩)

(٢) نگري ايڪيءَ نئو دروازي - ڌاوت برج رهائي<br>
ترڪُٽي ڇوٽيءَ دسوا دَر ڪولي - تان مَنُ کيوا پائي.

واڳ ڪيدارا، ڪبير صاحب، شبد (٣)

مطلب ته ٽنهي گڻن جو اثر منزل مقصود اگيان اڳ آهي چاهي اهو اثر ستي گڻ جو نه ڪٿي هجي. ڇو ته من جو مرڪز دنيا ۽ ڏسڻ ۾ آهي ته گڻن جو اثر نه من جي ڪپڙ اندر ئي محدود آهي. انهيءَ ڪري صاحبن ڇنڊيو آهي ته جيستائين من، ٽن گڻن جي ترڪٽيءَ کان آزاد ٿئي، ڇوٿين پد ۾ داخل نه ٿيو آهي، تيستائين پرماتما جي پراپتي اسمبو آهي. اهو ڇوٿون پد آهي ٿُريا اوستا، دسوين دوار ۽ سُکمنا ناڙي جنهن ڏانهن اڳ ۾ ئي اشارو آيل آهي. انهيءَ پرم پد پائي ڪالمهءَ ئي جيون يالرا جو سفر پورو ٿيندو ۽ آواگون جو چڪر ختم ٿيندو.

من کي مِرا نه چيو آهي. "م" معنيٰ اگيانتا ۽ اڻڄاڻائي، "ر" معنيٰ بنا، ڪالسواءِ ۽ "وا" معنيٰ جيون. تنهن ڪري "مِرا" معنيٰ اگيان بنا جيون يا گيان واري جيون. من کي جڏهين انهيءَ اصلي معنيٰ ۽ مقصد جو احساس اچي ٿو تڏهين کيس گيان جو پرڪاش ٿئي ٿو. گويا اگيانتا جو اهڃاڻ ئي گيان جي پرڪاش جي پهرين جهلڪ آهي ۽ ڇوٿين پد جو پهريون ڏاڪو آهي. پر من ڪو سولو پنهن جي اگيانتا، غلطي يا شڪست قبول ڪندو؟ آخر ته جيو جي اندر جي حڪومت، ڪوڙ ۽ چالباريءَ سان هٿ وس ڪئي اٿائين سو انهن هٿيارن جو آخرين دم ٿائين، پڌ ۾ شڪست ملڻ کان سواءِ، من ڪيئن پڪش ڇڏيندو؟

اي بندا، انهيءَ پد جي تياريءَ لاءِ، ترڪي پهرين اهو سمجهڻ گهرجي ته من ۾ ٽن گڻن جي خاصيتن جو کهڙو جدا جدا پرڀاءُ ٿو پئي ۽ ڇوٿين پد جون خاصيتون من کي ڪيئن

 

تُريا اوستا ۾ ليون آهن. تُريا اوستا ۾ مَن جا اڳيان مرڪز، ڪيتر ۽ حدون گم ٿي ويون آهن،
مَن جي اڳين حرڪتي هلچل بند ٿي ويئي آهي ۽ مَن ۾ نئين هلچل پيدا ٿي آهي. اِنهيءَ
انقلاب اندر، پدمي جو سمت وارو پاسو سبتي طرف ٿيئي ٿو، هردو ڪنول گل جيان ٽڙي
ٿو، ۽ جيو آتما جي گڏجاڻي پرم آتما سان ٿيئي ٿي. ڏئي دور ٿي "مان مان" ناس، هاڻي
آهي "توهين توهين." اهاڻي لاءِ، ٻي ڪا ٻولي ناهي وات.

تمي گڻ جي اثر هيٺ مَن کي ٻارُوڻو، جوُنو ۽ بيشوادي کاڌو کپي. مَن جي شرڌا
پوڻن ۽ پريتن ۾ ٿيئي وسي. ڪرياڻن کان آلس ۽ سياءُ نراشا وادي. سڀ ڳالهه جي اُلٽي معنيٰ
۽ سڀ ۾ شڪ. ڪنهن به مسئلي جا ٻئي پاسا نه جاچيندو پر فقط اونداهو ۽ ڏکيو طرف.
حرص، حواس ۽ حسد جو هيراڪ. بي ادب، بي حيائي، بي غيرت، بي رحم ۽ بد تميز
ڪام جو قليل ۽ ڪسنگ جو ڪانڪي. هر ڪامنا ۾ ٻئي کي نقصان پهچائڻ جي امنا ۽ ڪوشش.
پيهن جي پوڄا ۽ پيهن جي سرير جي شيوا. واس جي ٽڙ ٽڙ ۽ پرائي پهار. نه پوري ڳڻ ڳوت
نه پورو ڏيان. هميشه وياڪل ۽ ويڪاڻو. نه ڪميا نه دان ۽ نه قياس نه همدردي. مت مليڻ،
چت ڪتور. وچن ڪهرا ۽ ڪوڙا، سياءُ اُلسهائيندڙ ۽ اُلوٽيندڙ. برين عادتون ۽ اُگرا آچار.
هساوادي ۽ هاچيڪار. سچ ۽ ڪوڙ جي پيد کان اَڻواقف. مَن گندي ٻاڻيءَ جو ڏبو جنهن
۾ ماس مساڻ واري. تورِيءَ ٿي ويچارواڻيءَ جي حرڪت هاڻي ته ٿر وارو گند مٿاڇري ٿي
ظاهر ٿي پيندو. وش ۽ اَمرت جي پرک ڪونه پئيس. وش کي اَمرت سمجهي وشين جو
رس چوسي ٿو پر مَن ترپت نه ٿو ٿئي ۽ هميشه دکي ۽ اَشانت رهي ٿو. سماج جي لوڪ لڄا
جي پرواهه ڪانهي، سرشٽيءَ جي نيمن جي سڃاڻپ ڪانهي، قائدي قانون جو قدر ڪرنهي
۽ پرماتما جي پڇاڻ ڪانهي. مطلب ته مَن ماٺيا مئدل ۾ مست آهي ۽ غليظائيءَ ۾ غلطان آهي.
اِهي آهن عيب ۽ اعمالَ تمي گڻ واري جا. هُن کي پنهنجن ڏوهن ٿي ڏهاڳ جو
ڏنءَ ڏئي چڙيو آهي، جنهن ڪري هو جيئري ئي جانب کان جدا ٿي ويو آهي.

رجي گڻ جي اَثر هيٺ، مَن کي ڪلو، گرم ۽ مصاليدار کاڌو کپي. مَن جي شرڌا پاکنڊ
۾ ٿي وسي. ڪرياڻن لاءِ چاهه، آشا وادي ۽ هر مسئلي جا ڀلا ۽ برا ٻئي پاسا ڏسندو پر سڀ
پنهن جي ڪم ڪڍڻ خاطر. هر چال، هر رنگ پٺيان پنهن جو سوارٿ ۽ پنهن جي فائدي
جي اِڇا. هر ڪامنا ۾ خود مطلبي. اَندر ڪارو پر ٻاهرئين وهنوار ۾ صفائي چالاڪي ۽ چترائي.
لاف هڪ ته ٻاٽ ٻي. وائيءَ ۾ وڏ وراڪا ۽ قند قير. حرفتي، حرڪتي، ٽرپاڪ، لوڪڻ باز،
طلسم باز، چالباز، تعصبي، تڪراري، عيب جوئي، اوپي، ڪروڌي ۽ بي ايماني. خود مطلبيءَ
جي خنڪيءَ جو خمار اٿس. پاڻ پوڄائون، دان پڄ، ليرت لشان ۽ سڀ ڪوڙي دکا
دکي، رکو پنهن جي ناموس ۽ اُڏ نمبر لاءِ. هر ڪم ۾ چاهه يا بيپرواهي، سهيوگ يا دست اندازي

فقط پنهن جي مطلب مطابق. پنهن جي ٻڌيءَ ٻڌا کنهن به فرض جي پالنا جي شناخت ڪانه
هوندس. من جي اکين اڳيان واڳ ۽ ڏيهه جا رنگين شيشا. سارو سنسار به انهن رنگن ۾ رڱيل
ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اُن سان وهنوار به اهڙو رنگين. ديد ۽ سمجهه جي صفائيءَ بنا قلب ڪيئن
صفا رهندا؟ ڪامنائن جي اُلل پٿل يا وڪارن جي وڙهه، ڪيئن من کي شانت رکندي ۽
دک ٿورت ڪندي؟ وش ۽ امرت جي پڇاڻ هوندي به، وڪارن جي چمڪڻ جو رس
وٺي ٿو. وڪارن جي وش مان ڪيئن امرت ولوڙبو؟ ساري جيون هٿ هٿ ۽ هاءِ هاءِ
۾ گذري وڃي. نه اهڙين جنم جي ڪرمن مان آزادي ملي ۽ نه وري ايندڙ جنم جو
آڌار ٿيو. مانش جنم وڪرت ويو ڇو ته پاڻ ۽ پرماتما جي وچ، وڇوڙي ۽ وڇوٽي وڌي
واڪري ليندي.

ستي گڻ جي اثر هيٺ من کي سانتيڪو، صحت بخش ۽ پل پشتي ڪاڌو کپي. ٿوري
قوت ۾ قرار. من جي شرڌا ستگور ۾ اچي وسي. ڪرت ۾ ر ڏل پر بنا پنهن جي سوارٿ جي.
آدرش پرمارٿ ۽ پراپڪار ها. غريبن ۽ غمگينن جو غمگسار، هيڻن ۽ هيسيلن جو حمائتي، سڌو
سنوائتو، سرل سڀاءَ وارو، سار سنڀڪت وارو، قرب جو ڪُٺل، نمرتا، نياز، نماڻائيءَ ۽
نهٺائيءَ جو پتلو. پيو اندر جي احساس جو اپياس ڪري. نه ٻئي لئه ڏيچاري. عمر پيو
عبادت ۽ آجزيءَ ۾ گهاري. نه ڏيکاءَ جي اڇا ۽ نه ناموس جي پرواهه. هر ڪامنا ۾ ٻئي
جي ڀلي جو انتظار. ڀورين سڀ جو خير ٿوءِ پنهن جو خير. رهڻي ۽ ڪهڻي ساڳي. دکيءَ
دردوندن جو دوست، مسڪينن معذورن جو مددگار. انساني ايڪتا جو آواز آهي، سچ
جو سالڪ آهي، پريم جو پوڄاري آهي، ساڃهه جي صورت آهي. هر ڪم ۽ هر ڳالهه ۾ فرض
شناسي. نه موهه نه نفرت ۽ نه بيپرواهي نه دست اندازي. نه لوڀ نه لالچ ۽ نه تمنا نه
ترشنا. ڪم ۾ چت ۽ ڌيان پر ڪم جو چت ۽ ڌيان ۾ ڪوبه وکهن نه. نه ڪالهه جا غم ۽
نه سڀاڻ جون چنتائون. نه سڀاڻ جو ڊپ ۽ نه ڀلڻ جي اڇا. ورلي جهڙا جي ۽ نه لوڙ
جي، لاهڻ جي ۽ نه ڏاهڻ جي. اهڙي لياڪ ۽ ويراڳ جو آنند ماڻي ٿو ۽ من کي شانت رکي
ٿو. پرورتيءَ، نورتيءَ، ڪارج اڪارج، ڀؤ اڀؤ، بندن موکش جي پوري پڇاڻ پئيس ٿي.
پراڻ، اندريون ۽ ڪرياڱون وس ۾. من استر ۽ ايڪاگر. نشڪام ڪرم يوگي، پڪ ۽ گياني.
پر ستو گڻ به من جي ڪيتري ۾ لوکهي ٿئين ڪري پاڻ ۽ پرماتما، ڪرتا ۽ ڪرتار کي الڳ
ٿو سمجهي. سوکيم اهم ڀاؤ جي درشٽي، درشت ۽ درشٽا جي وچ ديوار آهي جا اڃا
دور نه ٿي آهي. انهيءَ سوکيم اهم ڀاؤ جي مٽجڻ کانپوءِ ئي مڪتي پراپت ٿي سگهي ٿي.

چوٿين پد يا ترِيا اوستا ۾ من کي اهو ڪاڌو کپي جنهن ٿي سواد جو نه پر جيون جو
آڌار آهي. من جي شرڌا جو برهم ۾ واسو آهي. ليکي ڳڻ پنهنجي سڀاءَ مطابق پيا ڪم ڪن
پر هو انهن جي اثر کان الپ آهي. ڏکي ۽ ڏيند کان دور آهي. سک دک، دوست دشمن،

پيار نفرت، سونُ مٽي سڀ هن لاءِ بيمعني آهن. جا ڪريا آئي سا سنڀڪار. ان من ٽن
ڪرت پٺيان قربان ٿي پاڻ ڪرڻ ڪان به نرليپ ته ڪرت جي ڦل ڪان به ڏور. ڪرت ۽
ڪرتار جي ته ڦل به اُنهيءَ جا. سندس سيڌرم آهي سنڀيل ڪرت جي پوريءَ طرح پالن
ڪرڻ. مطلب ته ڪرت سان گڏ خود پاڻ به پرماتما کي اَرپن ٿيل آهي. ڪاميائن جو سلسلو
ٿي ختم ٿي چڪو آهي ۽ من جي وڪار واٽي بند ٿي وئي آهي. اندر روشن ۽ ٻاهر ـــ
پرڪاش. پاڻ پرماتما ۾، پرماتما پرڪرتيءَ ۾ ۽ ٽيئي پاڻ ۾ هڪ. نه ڪو پيد نه ڪو ڀاڱ.
ڪرت، ڪرتا ۽ ڪرتار جو ميلاپ ٿي هڪ لاثاني ليلا آهي. من ۾ پوري شانتي ۽ وشيش
آنند، نه من جو ٽاپل پر من ۾ آپل. من خالي، صفا، ڪليل، سجمت ۽ روشن. پٽيءَ جو
پرڪاش ۽ آتم ڌارا جو اشنان. اهڙو انسان بيخوديءَ ۾ بيحال آهي ۽ الاهي مستيءَ جي
ايڪانت ۾ آهي. هن ۾ روحاني ولدن جي کاڻ آهي. سندس سنساري بندن ڇڙي ويا ۽
موهه جون زنجيرون ٽٽي پيون. من من ٿي نه رهيو ۽ پدهن جي اُهلوڪي سياءَ ۽ سيڌرم
۾ سمائجي ويو. ڪسيل راڄ اَصلي حقدارن حوالي ٿيو. اِهو آهي سچو سنياس، اَنتر درشٽي،
سمدرشٽي، جيون مڪتي، ٽُريا پد، ديهه درشٽي، اَنتري اُهڃ، اَنحد ڏُني، سچ کنڊ
۽ برهم گيان.

اي بندا، توکي جيون ياترا سڦل ڪرڻ لاءِ تمي گڻ مان رجي ۾، رجي مان ستي ۾
۽ آخرين ستي مان چوٿين پد ٽُريا اَوستا ۾ اُپڙو آهي. پر من جي چترائيءَ ۽ چالاڪيءَ کان
خبردار رهج. ستي گڻ کي، تمو ۽ رجو گڻ سولو اُپڙڻ ڪونه ڏيندا آهن. هوُئن هڪ ٻئي
کان نرالا پر ستي گڻ کي نشت يا نربل ڪرڻ لاءِ، ٻئي تمو ۽ رجو گڻ گڏجي ٻکو مقابلو
ڪندا آهن. تمي جي ڪنورتا ۽ نجساڻي ۽ رجي جي چالاڪي ۽ چترائي، سڀ ملي ستي
جو سامهون ڪنديون آهن. اِنهيءَ هوندي به جي ستو زور پوندو ته من آخرين هٿيار استعمال
ڪندو. اُهو آهي پرالبد جو.

سري گرو گرنٿ صاحب ۾ ڪيترا اُهڙا وچن آهن ۽ جن مان ڪي مهڙ ۾ ڏنل به آهن،
ان جي اُلٽي ۽ غلط معني ڪئي، من چوندو، ته اي بندا، هٺ ٻهاڙ ڇا لاءِ ٿو ڪرين؟ جيڪو
اُهو جو پرالبد ۽ تقدير ۾ هوندو، تنهن کي تدبير ڪيئن مٽائي يا بدلائي سگهندي؟ ڪرمن
جي ليکي جي اِها بلڪل اُلٽي سمجهاڻي آهي. ياد رک ته اَڄ جو پرشارٿ سڀان جي
پرالبد بڻائي ٿو. اَڄ جي تدبير سڀان جي تقدير بڻائي ٿي. پرالبد ۽ تقدير جو ڀانو نراشا
مان اُڀرن ٿئي ٿو باقي پرشارٿ ۽ تدبير ۾ وشواس آشا مان پرگهٽ ٿئي ٿو. جيون ياترا جي
سڦلتا آشا مان ۽ نه نراشا مان پراپت ٿي سگهندي.

اِها پراپتي ۽ اُپلبڌي تڏهن گڻن کي لتاڙي چوٿين پد ۾ پير پائڻ سان نصيب ٿي
سگهي ٿي ۽ سگهندي. جو وڪار ۾، سياءَ ۾ ۽ ڪرمن ۾ آشاوادي آهي سو جيون ياترا جي

لمبي ۽ اوکي سفر ۾، نراشاواديءَ کان، لاشڪ ڪوهه ڪٽي ويندو. جولين پڻ يا تُريا اُوستا
پراپت ٿي سگهي ٿي، منش جي لڳاتار ڪوشش سان ۽ ڪرتار جي ڪرپا سان. اها ڪمائي
۽ ڪشٽن جي ڪسوٽي ڪٺن آهي پر ضروري آهي. ٻاهر سان ٻاهرُ نه ڪٽيو آهي. پر ٻاهرَ ۾
ٻيهي ٻاهرُ پنڌو آهي. وڳر مِن جي مستي مِٺاڻي آهي ۽ من جو مورچو مُتاڻو آهي. پوءِ ٿن
ڪٽن جي لِڪا مِٽا ۽ ڏکيءَ ۽ ڏٺيد. جا داڻعان، پاڳمرادو خارج ٿي، ختم ٿيندا. الهيءَ حالتي
پهچان، جولين پڻ جو چوٿارو آهي، تُريا اُوستا جو اسرار آهي، دسوي دوار جو ديدار آهي ۽
سکمن ناڙيءَ جو نظارو آهي، موکش مکتيءَ جو مظاهرو آهي ۽ پرماتما جي پراپتي آهي.

پنڌ پهاڙ جو آهي ۽ ڏکيرو ڏکيندو آهي پر پائل پکڙو پرماتما جي پکش کان پري نه ٿو
رهي. ٻاهرَ ڀڄائي، ٻاهرَ سان ملائي ٿو. سو همت نه هار، ليڪ ڪٽي نهار نه هوت اڳتي هيج
۾. گلاب جو گُل ۽ جڏهين ڪنڊن جي چڀڪ برداشت ٿو ڪري تڏهين خوشبوءِ جي خمار
۾ ٿو اچي. سڀ ڪرپا لاءِ ڪوشش ضروري آهي. آدم ٻنا آجُورو ملڻ مشڪل آهـــي.
دنيوي پدارٿن پرٿان ۽ ٻاهر پعوڙو ۽ پهاڙو ٿو پئي. پوءِ روحاني سفـــر ۾ ڪيئن سڦلتا
پروهيي ٻنا ٻليءِ پوندي؟ هِتِ ۾ هوءُ لدءِ نه حسين جي حوليءَ ۾ هام هڻي ويندي. پرشارٿ
پهنچو ۽ مهر مالڪ جي گڏجي، ليڪي پڻ پار ڪرائي، جولين پڻ ٿي پهچائين ٿا. اهو دهليءَ
جو لڏون نه آهي ۽ نه وري واسه جي قربانت آهي پر صاحب جو تجربو ۽ ٿوڄُد آهي.

## (٥) ڪرنَ ڪراوَنهارُ ڪرتار.

سلوڪ

(١) ڪرت ڪماوڻ سُڀ[1] اَسڀ[2] - ڪيني تن پرڀ آپِ
پسُ[3] آپن هئُ[4] هئُ ڪري - بِنُ هر ڪها ڪماتِ.
ايڪهِ آپ ڪروان هارا - آپهِ پاپ پُنّ بسٿارا[5]
اِيا جُڳ جتُ جت آپهِ لائيو - سو سو پائيو جو آپ دوائيو
اوُٽا ڪا اَنت نه جاڻي ڪوئُو - جو جو ڪري سو ئُوڦُن هوئُو
ايڪهِ تي سڳلا بسٿارا[6] - نانڪ آپ سوارنهارا.

[راڳ گؤڙي، باون اکري، محلا پنجوان، پؤڙي (٨)]

(٢) پرڀُ پاوي مانُکهُ گت پاوي - پرڀ پاوي تان پاٿر تراوي
پرڀ پاوي بِنُ ساس تي راکي - پرڀ پاوي تا هرگُڻ پاکي[7]
پرڀ پاوي تا پتت[8] اُڌاري - آپِ ڪري آپن بيچاري
دُها سِرِيا[9] ڪا آپ سوامي - کيلي بِگسي انتر جامي
جو پاوي سو ڪار ڪراوي - نانڪ درشٽي[10] اوُر نه آوي.

[راڳ گؤڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٢)١١]

(٣) نانڪ اَنت نه جاپئي - هر تاکي پاراوار
آپ ڪرائي ساکتي[11] - ڦر آپ ڪرائي مار[12]
اِکنا گلي زنجيريا - اِک تُري[13] چڙهه بِسيار[14]
آپ ڪرائي ڪري آپ - هئُ ڪِسُ ڪري پڪار
نانڪ ڪرتا[15] جن ڪيا - ڦر تسهي ڪرڻي سار[16].

[راڳ آسا، محلا پهلا، وار (٢٣)]

---

١. چڱا. ٢. مندا. ٣. پسن سمان انسان. ٤. مان مان. ٥. وسٿار ڪندڙ. ٦. پسارو. ٧. ڳائي يا جهي. ٨. پاپي جيو. ٩. لوڪ. ١٠. نظر ۾. ١١. اُٿهي. ١٢. اڙلي. ١٣. گهوڙا. ١٤. گهڻا. ١٥. رچيا. ١٦. سنڀال، پرتپال.

(٤) ڪرڻ ڪارڻ سمرٿ هيءِ - ڪهه نانڪ ٻيچار
ڪارڻ[1] ڪرتي وس هيءِ - جن ڪَل[2] رکي ڌارِ.

راڳ ماجهه، محلا پهلا، وار (٢٣)، سلوڪ محلا دوجا

(٥) ڪارن ڪَرَن[3] ڪراوَنو - سڀ ٻِڌ[4] ايڪيءِ هاٿ
جت جت لاوَهه تت تت لڳهه - نانڪ جنت اناٿ[5].

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، ٻاون اکري پوڙي (٣٣)

(٦) سڀ ڪڇ ورتيءِ تس ڪا ڪيتا - جيسا ڪريءِ تيسا ڪو ٿيتا
اپنا کيل آپِ ڪرنيءِ هار - دوسر ڪؤن ڪهيءِ ٻيچار.

راڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٨) ١٣

(٧) ڪيتا هوويءِ ڪري[6] ڪرائيا - تس ڪيا ڪهيئي ڀائي
جو ڪڇ ڪرڻا سو ڪر رهيا - ڪيتي[7] ڪيا چتراڻي.

راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٣٦)

(٨) تيري جَنَ - رسڪ[8] رسڪ گڻ گاوهه
مصلحت[9] منتا سياڻپ جَنَ ڪي - جو تون ڪرهه ڪراوهه.

راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (٤٠)

(٩) آپي ڪري ڪرائي ڪرتا - ڪس نسو آک سُڻائيئيءِ
دک سک تيريءِ ڀاڻيءِ هوويءِ - ڪس[10] ٿيءِ جاءِ رُوائيئيءِ.

راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (٧) ١٢

(١٠) جت ڪاريءِ ڪم - هم هو لاڳي
سو هم ڪرهه - جو آپ ڪرائي.

راڳ گوجري، محلا چوٿان، شبد (٧)

(١١) پربهه ڪرن ڪراون هاري - ڪيا چيري[11] هاٿ ٻچاري
سوتي[12] سوتي جاڳي - جت لائي تت لاڳي.

راڳ سورٺ، ڪبير صاحب، شبد (٥)

(١٢) هر ايڪ نرنجن گائيئيءِ - سڀ انتر سوئي
ڪرڻ ڪارڻ سمرٿ پربهه - جو ڪري سو هوئي.

راڳ جئتسري، محلا پنجوان، وار (١)

(١٣) جو ڪڇ ڪري سو آپي سوامي - هر آپي ڪار ڪماويءِ
هر آپي هي مت ديويءِ سوامي - هر آپي ٻول ٻلاويءِ[13].

راڳ ٻراڙي، محلا چوٿان، شبد (٣)

---

١. سرشٽي. ٢. ڇاپي. ٣. سڀني ڪمن جو ڪارڻ ۽ ڪرائيندڙ. ٤. شڪتيون. ٥. وچارا ۽ بي وسيلا. ٦. مرضيءَ موجب بدن کان ڪرم ڪرائي ٿو. ٧. ڪرم ڪندڙ انسان. ٨. پريم جي رس ۾. ٩. صلاح. ١٠. ڪنهن وٽ. ١١. داسي. ١٢. سٺل يا سمهيل.
١٣. چوارائي ٿو.

 

(١٤) نانڪ سچا ايڪ هي[1] - دُهه وچ هي سنسار
چنگي منديءِ آپ لائين - سو ڪرن جو آپ ڪرائي ڪرتار.

راڳ رامڪلي، محلا ٽيجا، وار (٨)

(١٥) دانا ڪيءِ سر دانُ ويچارا - ڪرڻ ڪارڻ سمرٿ اپارا
ڪر ڪر ويکي ڪيتا آپڻا - ڪرتي ڪار ڪرائندا.

راڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (١٥) ١٤

(١٦) نرنڪار آڪار[2] هيءِ آپي - آپي ڀرم ڀُلائي
ڪر ڪر ڪرتا آپي ويکي - جِتُ ڀاوي تت لائي
سيوڪ ڪَءُ ايه وڏيائي - جا ڪَءُ حڪم منائي.

راڳ ملار، محلا ٽيجا، شبد (١)

(١٧) آپ ڪرائي ڪري آپ - هَءُ ڪئيسُ ڪري پڪار
آپي ليکا منگسي - آپ ڪرائي ڪار[3].

راڳ ملار، محلا پهلا، وار (١٠)

(١٨) ڪرني جاڻ نه ٻولي ٻاني
سو ٻولي جس آپ ٻلائي - ٻُوجهيءِ[4] جِسيءِ ٻجهائي[5].

راڳ ڀرڀاتي، محلا پهلا، اشٽپدي (٤)

(١٩) ڪبير ڪارڻ سو[6] ٿيو - جو ڪيو ڪرتار
تس بِنُ دوسر[7] ڪو نهي - ايڪي سرجنهار.

سلوڪ، ڪبير صاحب، (١٣٣)

---

١. ٻيائي ڀرم. ٢. آڪار روپ يعني صورت وارو. ٣. ڪرم. ٤. سمجهي. ٥. سمجهائي.
٦. ٿئي آهو ٿيو. ٧. ٻيو ڪوبه.

## (٦) إنسان ايشور جي پتلي آهي.

(١) هڪ آپ ورلي آپ - هر آپ ڀلالدا
هر آهي سرشٽ سَوار - سر ڌنديءِ لائدا
اِڪنا ڀگتي لاءِ - اِڪ آپ ڪٽائدا
اِڪنا مارگ پاءِ - اِڪ اُجهڙ پائدا
جن نانڪ نام ڌيائي - گرمک گڻ گائدا.

[راڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (٥)]

(٢) ڪرم سڪرم - ڪرائي آهي
اِس جنتيءِ وس - ڪڇ ناهه.

سري راڳ، محلا پنجوان، پهري، شبد (١)١

(٣) هر آهي آپ اپائدا - هر آهي ديوي لِڪ
هر آهي پرم پلائدا - هر آهي مت ديڪ.

سري راڳ، محلا چوٿان، وڻجارا، شبد (٤)١

(٤) ڪولي ڪَري تَڌ آپ اپائي - تَڌ آهي پرکي لوڪ سپائي
ڪري پرک خزانيءِ پائهه - ڪولي ڀرم ڀلاوٽيا.

راڳ مانجهه، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٦)١٥

(٥) جهڙ توري جوت - تهڙ جولي وچ تون پرلهه
وڻ جوڙي ڪولي ڪڇ - ڪرهه ڏڪا سڀاڻيءِ.

راڳ مانجهه، محلا پهلا، وار (٢)، سلوڪ محلا دوُجا

(٦) آپ ڀلائي - ڀوُر نه ناءَ
تون سمجهاوڻ - ميل ملاءَ.

راڳ گوڙي، محلا پهلا، شبد (٥)

(٧) ڪاٺ ڪي پتري ڪهان ڪري ٻوڙي - ڪلاون هارو جاڻيءِ
جنسا ڀيک ڪراويءِ باجيگر - اوهه تيسو هي ساج آڻيءِ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (١٢٦)

---

١. پرماتما. ٢. چواريائي لو. ٣. مهانبن لسا. ٤. سڀڻي وات. ٥. ڪمارگ. ٦. گوروءَ معرفت.
٧. إنسان جي. ٨. مولائي ورلي لو. ٩. أڌورمي. ١٠. ڌرميءِ ١١. سيپئي. ١٢. جيسنا.
١٣. تيسنا. ١٤. نڪالو، ناتو. ١٥. پتلي، ڪيڏونو. ١٦. وپهاري. ١٧. ليڪن نهي لپي.

 

(٨) ڪيا ڪڇ ڪري ڪي ڪرٽيءِ هارا - ڪيا اِس هاٿ ٻِچاري
جنُ تُم لاوهُ تَتهي لاڳا - پُورن خصم هماري.
(١٦٥)

(٩) نا ڪو چَتُر ناهي ڪو مُوڙا - نا ڪو هِيڻا ناهي ڪو سُورا
جنُ ڪو لائيا تت هي لاڳا - سو سيوڪ نانڪ جِس ڀاڳا.
راڳ گوڙي، محلا پنجوان، اشٽپدي (٨) ٧

(١٠) جيسا تُون ڪرهه تيسا ڪو هوءِ - تُجهه بن دُوجا ناهي ڪوءِ
جيهي تُون مت ديهي ڪو پاوي - تُڌ آپي پاوي تويءِ چلاوي.
راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٩)

(١١) نا ڪو پڙهيا پنڊت بينا - نا ڪو مُورک مندا
بندي اندر صفت ڪرائي - تاڪئُہ ڪهيئي بندا.
(٣٧)

(١٢) تُون ڪرتا ڪيتا سب تيرا - ڪيا ڪو ڪري پراڻي
جا ڪئُہ نَدر ڪرهه تون اَپڻي - سائي سچ سماڻي.
راڳ آسا، محلا تيجا، اشٽپدي (٥) ١

(١٣) جنُ ڪاڙيءِ ڪر - هر هُر لائي
سو هر ڪرهه - جه آپ ڪرائي.
راڳ گوجري، محلا چوٿان، شبد (٧)

(١٤) جو تُڌ ڀاوهه سيئي ناچهه - جن گُورمک شبد لو لائي
سي پکت سي تتُ گياني - جن ڪئہ حڪم مڃائي.
راڳ گوجري، محلا تيجا، اشٽپدي (٦) ١

(١٥) ايڪو پرکُ سڪيئان سب پُرکُ ڪي - جو ڀاوي پُرسا پلي
نانڪ غريب ڪيا ڪري ٻچارا - هر ڀاوي تت راهه چلي.
راڳ ديوگنڌاري، محلا چوٿان، شبد (٢)

(١٦) آپي ساڙُ دباڙا هويءِ پيارا - آپي ڪاڙيءِ لائيا
جئُہ آپ چلائي تئُہ چليئي پياري - جئُہ هر پرڀ ميري ڀائيا
آپي جنتي جنت هويءِ پيارا - جن نانڪ وجهه وجائيا.
راڳ سورٺ، محلا چوٿان، شبد (٥)

(١٧) اِڪ پُرم پُلائي اڪ پڳتي راتي - تيرا کوُل اپارا
جنُ تُڌ لائي تيها ڦل پائيا - تُون حڪم چلاوڻهارا.
راڳ سورٺ، محلا پهلا، اشٽپدي (٧) ١

١. پرماتما. ٢. سياڻو. ٣. مُورک. ۴. بهادر. ٥. خوش نصيبي. ٦. ود ياوان. ٧. انسان. ٨. چڱا ڀلا، ڀهما. ٩. ڪسرڀا، ٻاجهه. ١٠. ڪم، ڌندا. ١١. گوروءَ معرفت. ١٢. واٽ. ١٣. شڪتي. ١۴. آسرو. ١٥. ساز وڄائيندڙ. ١٦. ساز. ١٧. وڄائيندڙ. ١٨. رچيل، رتل. ١٩. بيحد عجيب، حيرت انگيز. ٢٠. آڪيا انوسار هلائيندڙ.

 

(۱۸) لِکِ لِکِ خصم هِکِ - کرمُ ڏِکي دي
جهان ڏاڻي تهان کاڻي - نانک سچ هي ۔

واڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (۲۸)، سلوک محلا دوجا

(۱۹) جو کڇ کري سو آپي سوامي - هُو آپي کار کماوي
هُو آپي هي مت دبوي سوامي - هُو آپي بول بُلاوي ۔

واڳ بڙاڙي، محلا چوٿان، شبد (۳)

(۲۰) آپ جاڻاوي مارگ پاوي - آپي منوا ليوي
کرم سکرم کرائي آپي - قيمت کوڻ اُپيوي ۔

واڳ سوهي، محلا پهلا، چنت (۴) ۵

(۲۱) آسا منشا سب تيري - ميري سوامي
جيسي تون آس کراوهي - تيسي کو آس کرائي ۔

واڳ ڳوڙنڊ، محلا چوٿان، شبد (۱)

(۲۲) اِک داتي اِک منگتي کيتي - آپي پکت کرائي
اِکنا ناوه آپ پُلائي - اِکنا گورمک ديهه بُجهائي ۔

واڳ رامکلي، محلا تيجا، اشٽپدي (۵)

(۲۳) نانک سڀنا آپ هوي - ڏهه وچ هوي سنسار
جنکي منديو آپ لائيعن - سو کرن جو آپ کرائي کرتار ۔

واڳ رامکلي، محلا تيجا، وار (۸)

(۲۴) سب گهٽ ميري هٿ سينا اندر - جسهِ کتالي تس کوڻ کهي
جسهه دکالا واڙي تسهه پلاوي کوڻ -
جسهه ڀُلائي پند سِر تسهه دکاوي کوڻ ۔

(۱۲)

(۲۵) نا هٿ پُلي نا هٿ چُکي - نا مي تاهي ڏوشا
جس هٿ لائي تس هٿ لکي - تون سچ ٺُڳ سندپا ۔

واڳ رامکلي، محلا پنجوان، وار (۶)

(۲۶) سو مليا جه هُو من ڀاڻيا - سو ڀُلا جو ڀريو ڀلاڻيا
نهَ آپهِ مُورک گياني - جو کراوي سو نام وکاڻي ۔

واڳ مارو، محلا پنجوان، شبد (۱۷)

(۲۷) اِک سوکي اِک روگ وياپي - جو کڇ کري سو آپي آپي
پکت پاڻ گور کي مت بُوري - انحد شبد لکائي هي ۔

واڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (۱۲) ۵

---

۱. ناڪيائي. ۲. ڀرماتما. ۳. کيل کرم. ۴. کاڏو. ۵. چئي ٿو. ۶. ڳالهاري ٿو. ۷. ٻڌائي ٿو. ۸. سڄي واهه. ۹. ٻاڻ سان ڳڏي ٿو. ۱۰. بي انت. ۱۱. ڏنيالو. ۱۲. فقير، پينو. ۱۳. جاڻائي ٿو. ۱۴. ڏنيت پاڙ ڀيائي. ۱۵. شروعات کان. ۱۶. گمراهه ٿيل. ۱۷. خطا ڪندڙ. ۱۸. ڏوهه. ۱۹. پيغام. ۲۰. وڻي ٿو. ۲۱. مهما ڪرڻ. ۲۲. ڏکي. ۲۳. مرض. ۲۴. ڀريرو

(٢٨) آئي[1] دانـــا شُكيِ دا - آهـــي[1] ديتِ ســزاء
نانڪ ايوي جاڻيئو - سـب ڪڇ تسي رضاء[2].

راڳ مارو، محلا ليجا، وار (١٦)

(٢٩) تُون[1] انترجامي هر آپ -
جهُ تُون[1] چلاوهه پياري همَّ تِوي چلان
همري هاتِ ڪڇ ناهه - تُون ميلهه لـــان همُّ آه مِـــلان.

[راڳ لکاري، محلا چوٿان، ڇدس (٤)٢]

(٣٠) ڪيا تُون سوچهه[3] ڪيا تُون چتوهه[3] - ڪيا تُون ڪرهه اپائي[5]
ناڪهُ ڪههُ پرواهه ڪاهـــوُ ڪي - جِهه گوپـــال[1] سُهائي.

راڳ مـــلار، محلا پنجوان، شبد (١)

(٣١) نانڪ ماليا ڪرم پوکُ[6] - قل اَمرت قـــل وِش[7]
سب ڪارڻ ڪرتا[1] ڪري - جِس کواـــي[8] لِس.

راڳ ملار، محلا پهلا، وار (٢٦)

(٣٢) ڪوئي جاڻ[9] - نه پوُلي پائي
سو پوُلي جس آپ[1] پلائي - بوُجهي[10] جسي بجهائي[11].

راڳ پرڀاتي، محلا پهلا، اشتپدي (٤)

(٣٣) ڪبير ڪارڻُ[12] سو پئيو - جو ڪيو ڪرتـــار[1]
تس بِنُ دوُسر[13] ڪو نهي - ايڪي سرجنهار[1].

سلوڪ، ڪبير صاحب (١٣٣)

(٣٤) ڪبير جو مي چتوه[14] نا ڪري - ڪيا ميري چتوي[14] هوه
اَپنا چتويا[14] هر[1] ڪري - جو ميري چِت[15] نـــه هـــوه.

(٢١٩)

---

١. پرماتما. ٢. حڪم، رضامندي. ٣. خيال ڪرين. ٤. چنتا ڪرين. ٥. اپاءُ، جتنُ. ٦. ٻوڄ.
٧. زهر. ٨. کارائي. ٩. جاڻي واڻي. ١٠. سمجهي ٿو. ١١. سمجهائي. ١٢. ڀانو، تسيدڙ
واردات. ١٣. بيو ڪو. ١٤. ويچار ڪرڻ. ١٥. من ۾.

 

## ڪرڻ ڪراوڻهار ڪرتار آهي.

## اِنسانُ ايشور جي پُتلي آهي.

سري گروءَ گرنٿ صاحب ۾ جيڪي هن وشيه تي وچن آيل آهن تن مان ٿورڙا وچن هتي ڏنل آهن. انهن وچنن ۾ صاحبن جو اهو اُپديش ڏنل آهي ته هر ڪم جو ڪرتا ۽ هر ڪم جو ڪارڻ خود ڪرتار آهي. انسان جي هٿ وس ڪجهه نه آهي. هن جي آشا منشا سمت ڪمت، شڀ اَشڀ وچار، شڌ اَشڌ ڀاوناڻون، مٺا مندا وچن، سڪرم ڪڪرم، انهن سڀني لاءِ ميار ۽ جوابداري پرماتما تي آهي ڇو ته هُوئي سڀ جو ڪارڻ ۽ ڪرتا آهي. انسان ته فقط ايشور جي پُتلي آهي. جيڪي ڪرائيس سو ڪري، جيڪي چوائيس سو چئي، جيڪي کارائيس سو کائي، جتي رکيس اتي رهي، جيڏانهن موڪليس اُتي وڃي. پنهنجي خُود مختياري انسان کي بلڪل ڪونه آهي. جي ايشور دڳ لڳائيس ته دنيا جي ڪابه طاقت اُتان کيس پلٽائي يا هٽائي نه سگهندي ۽ جي ڪُمارگ تي لڳائيس ته دنيا جي ڪابه طاقت کيس سنئين واٽ تي آڻي ڪانه سگهندي. مطلب ته انسان کي ڪابه پنهنجي آروز ۽ آزادي يا خود مختياري ۽ خود خيالي خير ڪا آهي. هن جي اِهڙي حالت ڪاٺ جي پُتلي جهڙي آهي، جنهن کي ڪٺ پُتلين جو بازيگر پرماتما جي هٿ ۾ آهي ۽ انهيءَ اشاري تي هُو پنهنجي جيون جا چار ڏهاڙا گذاري، آخر واٽ وٺائي وڃي ٿو. پر اهو اَرٿ اَڌورو، مُنجهيل، حرفتي ۽ حرڪتي آهي. اهو اَرٿ اِڪا شڪتيءَ جي اَڌو اڃي ٿو.

ڪيترا اُپديشڪ مذهبي تعصب جي تنگدليءَ ڪان ۽ ترڪتاليءَ وچان هن سکيا تي چٽربازي ڪندا آهن ۽ چوندا آهن ته جيڪڏهين انسان جي ڪامنائن، ڀاوناڻن، وچارن، وچنن ۽ ڪرمن لاءِ سموري جوابداري پرماتما تي آهي ته پوءِ انسان پاپ پُڃ، ڏوهه اَڏوهه، نيڪي بديءَ جو اَڌڪاري ڇو ٿو ٿئي؟ جيڪڏهين ايشور خود انسان کي ڪمارگ يا سمارگ تي، پُتليءَ وانگر نچائي رهيو آهي، جتان دنيا جي ڪابه طاقت هن کي ٻئي هنڌ پهچائي ڪانه سگهندي، ته پوءِ انسان پنهنجو برو ڀلو ڇو سوچي ۽ پنهنجي حالت بدلائڻ لاءِ ڇو ڪو حيلو هلائي؟ اهڙيءَ حالت ۾ اُدم ۽ اُپاءَ ته صفا بيمعني آهن. جيڪڏهين ايشور پنهنجي مرضيءَ مطابق، ڪنهن کي دکي ته ڪنهن کي سکي، ڪنهن کي پرڳي ته ڪنهن کي روڳي، ڪنهن کي پراو ته ڪنهن کي نِلهو، ڪنهن کي دلت ته ڪنهن کي دپوان، ڪنهن کي اوچ ته ڪنهن کي نيچ، ڪنهن کي اُپاڻو ته ڪنهن کي سياڻو، بنائي ٿو ته اهو نياءَ چئبو يا ڪيياءَ چئبو؟ ايشور کي ڪي اصول آهن يا هو چرٻٽ چريو آهي؟ پوءِ جيڪڏهين

ايشور جي راڄ ۾ به اهڙو اَنڌير آهي ته پوءِ انسان جي راڄ ۾ ڇو انصاف جي اميد رکڻ کپي؟

انهن دليلن جي پٺڀرائيءَ ۾، صاحبن جا ٻه هيٺيان وچن خاص طور پيش ڪيا ويندا آهن:

(١) ڪرم ڌرم ڪرائي آپي — سري راڳ، محلا
اس جنتي وس ڪڇ ناهي. — پنجوان، ٻهري، شبد (١)١

(٢) آسا منسا سڀ تيري - ميري سوامي — راڳ رامڪلي، محلا
جيسي تون آس ڪراوهه - تيسي ڪو آس ڪرائي. — پهريون، اشٽپدي (٥)

ٻانڪ کي سمجهڻ کپي ته اهي سڀ مٿيان وچن اُنهيءَ اُگيانيءَ ۽ اهنڪاري انسان جي اُپديش لاءِ رچيل آهن جو ڪم جي سُٺي ڦل لاءِ پاڻ کي حقدار ٿو سمجهي ۽ ٻري ڦل لاءِ قسمت کي يا جو ٻئي ڪنهن دکي انسان کي مدد ۽ همدردي ڏيڻ بدران هن جا عيب اگهاڙا ڪري، چٽرٻازي ڪري ٿو. اها حقيقت آهي ته پرماتما پرڪرتيءَ جو اُپائيندڙ آهي ۽ تمو، رجو ۽ ستو ٽيئي گڻ ۽ ديد پرڪرتيءَ جا انگ آهن، جن جو انسان جي مَن سان بلڪل گهاٽو ۽ گهرو لاڳاپو آهي، پر هردي، وويڪ، ٻُڌيءَ ۽ چت شڪتيءَ جو اُپائيندڙ به ته ساڳيو پرماتما آهي. انهيءَ ڪري صاحبن پرشارٿ ۽ شُڀ ڪرڻيءَ جي حق ۾ ڪافي هدايتون ڏنيون آهن. پرڪرتيءَ جو آڌار ڪرم جي قانون تي آهي جو پوري نياءَ ۽ نيمن تي ٻڌل آهي. اڄ جا ڪرم ئي سڀاڻ جي قسمت ٺاهين ٿا. قسمت کي پنهنجي ڪرمن کان الڳ ڪري، ويهي ڪرم ڪُٽجي ۽ لالن کي لوڙجي، اهو پنهنجي پير تي ڪهاڙو هڻڻ آهي. ڪاڻ ڪرمن جي ته قسمت ڪيئن نه ڦير ڪندي؟

پرماتما جي جوابداري پرڪرتيءَ جي پيدائش ۽ پالنا جي حد تائين محدود آهي جنهن اندر انسان کي پنهنجي ڪرمن ڪرڻ جي پوري آزادي آهي پر ڪرمن جا نتيجا، نياءَ جي قانون موجب نڪرندا، جن تي انسان جو ڪو به وس يا حيلو هلي نه ٿو سگهي. ايشور ۽ انسان جُون جُدا جُدا جوابداريون، انهيءَ نقطه نگاهه کان سمجهڻ گهرجن. ڪيل ڪرمن ڪري جيءُ ڪرم جي قانون جو قيدي آهي پر آئيندي جي ڪرمن لاءِ هُو بلڪل خود مختيار ۽ پورن آزاد آهي. هاڻي اهو انسان جي همت تي وس آهي ته هو ڪرم جي قانون جو سهيوگ ۽ سهڪار ڪري يا قانون جي آڏو اُبتو هلي، ٻُڌيءَ جو ٻَلُ جاڳائي وويڪ جو وڪاس ڪري يا ڪُمت ۽ ڪُسنگ ڪري وويڪ جو وناش ڪري. جهڙا جهڙا ڪرم ڪندو تهڙي تهڙي قسمت ٺهندي. ٻئي مان ابع خطا ڪڍڻ فضول آهي.

ھا ٻاڻي جن سنتن ۽ مھاتمائن ڏني ۽ ڏيھہ جي حد ٽپائي، ٽنھي ڳڻن کان پار ٿي، ترِيا اوستا ۾ داخل ٿيا آھن، تن کي نہ ٻاڻي ۽ پرماتما ۾ ڪو ڀيد ڏسڻ ۾ ٿي ڪونہ ٿو اچي. ھنن جي وچن، ورتي ۽ سُرتي ڪرتار ۾ آھي تہ ھو ڪيئن سمجھندا تہ سندن وچن ۽ ڪرمن لاءِ ھو ٻاڻي جوابدار آھن؟ ھنن لاءِ ڪارڻ، ڪرم ۽ ڪرتا سڀ ڪرتار آھي تہ ڪرم جي ڦل جو حقدار بہ ڪرتار آھي. ھنن نہ فقط ڪرم جي ڦل جي اڇا جو تياڳ ڪيو آھي پر ٻاڻي بہ پرماتما کي ارپڻ ڪري، پرماتما کي ڪرم جو ڪرتا بنايو آھي، يا ٻاڻي کي پرماتما جي نمت ٺھرايو آھي. اھي آھن سچا تياڳي، وئراڳي ۽ سنياسي جن جي سموري چت شڪتي آتما سان پرگھٽ ٿي ٿي ۽ ھنن جي رھڻيءَ ڪھڻيءَ جو آڌار ئي اُھيءَ شڪتي شاليءَ تي آھي. اِھيءَ اوستا ۾ گرو ارجن ديو فرمائين ٿا:

| | |
|---|---|
| نا ھم ڀلي نا ھم چڱي - نا ميم ناھي دوشا<br>جت ھم لائي تت ھم لگي - توُن سچ سُڻ سنديشا. | راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار (٦) |

اِھيءَ اِستٿيءَ ۾ ڪبير صاحب بہ فرمائين ٿا تہ جڏھن مان اڳيان جي ننڊ مان سجاڳ ٿيس تہ ڏٺم تہ مان تہ مالڪ اُنھن جي داسي ٿي، پتي پنھن جي جيون گھاريان:

| | |
|---|---|
| ڀرم ڪرن ڪراوَن ھاري - ڪيا جيوري ھاٿ ھماري<br>سولي سوئي جاڳي، جت لائي تت لاڳي. | راڳ سورٺ، ڪبير صاحب، شبد (٥) |

اي ٻندا، صاحبن جي سکيا جو تاتپرج ھيءُ آھي تہ پرماتما پرڪرتي پيدا ڪئي آھي. ٽيئي ڳڻ ۽ ڏيھہ بہ پرڪرتيءَ جا انگ آھن. پر پرڪرتيءَ جي پرورش لاءِ ڪرم جو قانون بہ پرڀو ڪيو آھي جنھن پٽاندڙ ساري سنسار جو سلسلو ھلي رھيو آھي. ٽوُن بہ اِھيءَ قانون جي ڪارروائيءَ سان ٻڌل آھين. توکي من ۽ ٻُڌي پڻ عطا ٿيل آھن. ڪرم ڪرڻ جي پوُرن آزادي آھي. ھاڻي وَڻئي تہ ڪمت موجب ڪرم ڪري من کي موج وٺاءِ ۽ وڻئي تہ سمت موجب ڪرم ڪري ٻُڌيءَ جو پرڪاش ڪر. جيئن جيئن توُن ٻُڌيءَ جو ڪمت يا سمت جو سھارو وٺي، ڪرم ڪندين، تيئن تيئن اُھي نياءَ جي تارازيءَ ۾ تورِيا ويندا، سچ ۽ ڪوڙ جي پرک ڪئي ويندي، اُنھيءَ پرک انوسار توکي ڪرم جي قاعدي جي ڪارروائي ڪئي ويندي ۽ قاعدي جي فقرن مطابق دک يا سک ڏسڻو پوندو. چاھي اَڄ چاھي سڀاڻي. مالڪ کي پيارَ ۽ مھڻا، ڏوھہ ۽ ڏورانھا نہ ڏي. پاڻ سنڀال ۽ سنوار تہ چڱائي چلين.

مطلب ته ليکو ڏيڻ پاڻ کي ڪاهين جنهنجو حساب ڪرم جو قانون چڪتو ڪري. هن ڌرم جي ڪانٽي ۾ آنڌير يا پاسخاطري ڪونه آهي پر سوڙهن آنا سچو ۽ پورو انصاف آهي. انهيءَ لحاظ کان دک يا سک جو خلقيندڙ ۽ تورڻي پوکيندڙ تون پاڻ آهين. ڪرم ڪرڻ لاءِ سواڌين آهين پر ڦل لاءِ ڪرم جي قاعدي جو آڌين آهين. سواڌينتا جو شهيوگ ڪندين ته اڌينتا جا عذاب ڪونه پوکيندين. تنهنجا ڪُڪرم ئي تنهنجي ڪَٽڻ، ڪمالن ۽ ڪليشن جا ڪانڊي آهن ۽ سُڪرم ئي تنهنجي سکن سهڻو ليٽڻ جو سمير ڪندا. پاڻ تاڻ، پاڻ ماڻ. هن "ڪرم" جي سڌانت تي وڌيڪ روشني اڃا اڳتي ڏنل آهي.



 

## (٧) ڪرمن جو ليکو ۽ للاٽ جو ليکُ.

(١) بيد پڪاري پُن پاپ - سرڳ نرڪ ڪا ٻيءُ[1]
جو ٻيجي[2] سو اُڳوي[3] - کاندا[4] جاڻي جيءُ
گيان سلاهي وَڏا[5] ڪر - سچو سچا ناءُ
سچ ٻيجي سچ اُڳوي - درگهه پائيي ٿاءُ
بيدُ وپاري گيانُ راس[6] - ڪرمي پلي هوءِ
نانڪ راسي[6] ٻاهرا - لدِ[7] نه چليا ڪوءِ.

[راڳُ سارنگ، محلا چوٿان، وار (١٦)، سلوڪ محلا پهلا]

(٢) جنِ[8] ايهه لکِي[9] - تس سِرِ[10] ناهه
جو فرمائي - تو تو پاهه.

سري جپ صاحب، محلا پهلا، پؤڙي (١٦)

(٣) ٻيجي[11] ٻاٻي آکِڪ ناهه[12] - ڪر ڪر ڪرتا لکه لئي جاهه
آپي ٻيج آپهي کاهه - نانڪ حڪمي آوهه جاهه.

(٢٠)

(٤) چنگائيئا ٻُرائيئا - واچي ڌرم[13] حدور[14]
ڪرمي آپو آپڻي - ڪي نيڙي[15] ڪي دُور.

[سلوڪ محلا دوُجا]

(٥) ليکئي[16] ٻولڻ ٻولڻا - ليکئي کاڻا کاءُ
ليکئي واٽ[17] چلائيا - ليکئي سُڻ ويکاءُ[18]
ليکئي ساهه لوائيئهه[19] - پڙهي[20] ڪه پڇڻ جاءُ.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٣)

(٦) جيڪي[21] رنگ[22] برنگ[23] آراءِ - جيهي ڏاتِ[24] ليها تِن ناءُ
تل پاءُ تل اکيا پساءِ - آپ ٻيج آپهي کاءُ.

(٣٢)

---

١. ٻج. ٢. ٻوکجي ٿو. ٣. ڦٽجي ٿو. ٤. سهندي، ڀوڳيندي. ٥. اُتم. ٦. پُونجي. ٧. گڏ ڪري.
٨. پرماتما. ٩. مستڪ تي ليک لکيو آهي. ١٠. پرماتما جي مستڪ تي ڪو به ليک لکيل ڪونه آهي. ١١. ٻج ڪندڙ. ١٢. بيشمار. ١٣. پڙهيون وڃن ٿيون. ١٤. ڌرمراءِ جي درگاهه ۾. ١٥. ويجهو. ١٦. ڪرمن جو ليکو. ١٧. رستو. ١٨. ڏسڻ. ١٩. کڻجن. ٢٠. سياڻا. ٢١. جهنگلي ورڻ. ٢٢. مهوري، گلن جا ورڻ. ٢٣. اُجهو، آسرو. ٢٤. ڪرم.

(٧) ڪرم مليءِ لڀان پائيجي - وڻ ڪرميءِ پائيا نہ جاءِ
لَکہ چوراسيھہ ترسدي[١] - جس ميلي سو مليءِ هُرِ[٢] آءِ.

سري راڳ، محلا ليجا، شبد(٦)

(٨) جس آپِ[٢] ڀُلائي سو ڪِتيءِ هٿ پائي -
پُورب[٣] لکيا سو ميٽڻا نہ جائي
جن ستگور مليا سي وڏ ڀاڳي - پُوريءِ ڪرم ملاوڻيا.

راڳ مانجھہ، محلا ليجا، اشٽپدي (٣)٣

(٩) ڪِرت[٣] پئيا نهہ ميٽيءِ ڪوءِ - ڪيا جاڻا ڪيا آڳيءِ[٣] هوءِ
جو تس[٢] ڀاڻا سوئي هوُئا - اوُر نہ ڪرڻيءِ والا دوُڻا[٥].

راڳ گوڙي، محلا پهلا، شبد (١٠)

(١٠) آپڻ ليکا[٦] جي مليءِ - تان سيڪو ڀاڳٺُ[٧] هوءِ
ڪرما اُپر نِبڙيءِ[٨] - جي لوچيءِ[٩] سڀ ڪوءِ.

(١٨)

(١١) ڪاهوُ جُڳتُ[١٠] - ڪتيءِ نہ پائيجي ڏرم
نانڪ تس مليءِ - جس لِکيا ڏُرِ[١١] ڪرم

راڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٥)٩

(١٢) ڪرمُ ڏرتي سرير - ڪلجگ وچِ
جيها ڪو بيجي - تيها ڪو کالي.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، وار (١٥)

(١٦)

(١٣) هرِ[٢] ويکيءِ سڀيءِ لبٽ سڀ ڪڇ - لڊوُن[١٢] ڪڇ کُجها نہ هوئيا
جيسا بيجيءِ سو لُڻيءِ - جيها پُرب ڪيءِ پسوئيا[١٣].

(١٤) ڪِرت[٣] ڪي پانڌي سڀ ڦريءِ[١٤] - ديکهہ بيچاري
اُسيمو[١٥] ڪيا آکيئيءِ - ڪيا ڪريءِ وچاري.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٥٠)

(١٥) ڪِرت[٣] پئيا پرواڻا[١٦] لِکيا - باهُڙِ[١٧] حڪم نہ هوئي
جيسا لِکيا تيسا پڙهيا - ميٽ نہ سڪيءِ ڪوئي.

راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٣٦)

(١٦) ڏديءِ دوُش[١٨] نہ ديئو ڪسيءِ - دوش ڪرما آپڻا[١٩]
جو ميءِ ڪيڻا سو ميءِ پائيا - دوش نہ ديجيءِ اوُر جنا[٢٠].

راڳ آسا، محلا پهلا، پٽي لکي (٢١)

---

١. پٽڪندي. ٢. پرمالما. ٣. ڪرم. ٤. آئيندي. ٥. بيو ڪو. ٦. پنهن جي مرضيءَ مطابق.
٧. دولتمند. ٨. موجب فيصلو ٿيندو. ٩. چاهڻ. ١٠. جُڳتي. ١١. مدي ڪان. ١٢. ڪانئس.
١٣. ٻج پوکيو هوُندو. ١٤ ٻڌل. ١٥. ڪَن کي. ١٦. حڪم. ١٧. پوءِ وَري بيو ڪو. ١٨. ڏوھہ ڏورايو. ١٩. پنهن جو. ٢٠. ٻين کي.

(١٧) دِن راس کمائيڙو - سو آهيو مالِڪ[2]
جِسُ[3] پاس لِڪائدڙو[4] - سو وڃي[5] سالڪ[6].

راڳ آسا، محلا پنجوان، چئت (١)١٣

(١٨) کوڙ روُپ سُهاوَڻا[7] - چڱ ڏليڻا اندر جاوڻا
مدا چنگا آپڻا - آپي هي ڪِيا[2] پاوڻا.

راڳ آسا، محلا پهلا، وار (١٤)

(١٩) جو جيءُ[2] هوء سو اُگويءِ - مُهه ڪا ڪهيا واءِ[8]
بيجي بِکُ[9] منگيءِ اَمرت - ويکهُ[10] اِيه نياءِ.

(٢٢)
[سلوڪ محلا دوُجا]

(٢٠) بابا نانڪڙا آئيا جڳ مهه - دک سک ليکُ لکائيا
لِکيَڙا[11] شاها[12] نا ٽليءِ[13] - جيهڙا پُرب[14] ڪمائيا.

راڳ وڏهنس، محلا پهلا، الاهڻيءا (٣)٥

(٢١) سرب[15] جيءا سر ليک[11] ڌراهوُ[16] - بِنُ ليکي نهي ڪولي جيءُ
آپ[3] اليک قدرت کر ديکهي - حڪم چلائي سولي جيءُ.

راڳ سورٺ، محلا پهلا، شبد (١١)

(٢٢) نِڪ نٿ[17] خصم[3] هٿ - ڪِرت[2] ڌِڪي دي
جهان داڻي تهان کاڻي - نانڪ سچ هي.

راڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (٢٨)، سلوڪ محلا دوُجا

(٢٣) جيسا ڪري سو تيسا پاويءِ - آپ بيج آپي هي کاويءِ
جي وڏ پائيءا آپي کاءِ - جيهي سرت[18] ليهي راهه جاءِ.

راڳ ڌناسري، محلا پهلا، شبد (٦)

(٢٤) مات پتا بنتا[19] سُت[20] بندپ[21] - اِشٽ[22] ميت[12] اُرُ پائي
پوُرب جنم ڪي ملي سنجوڳي[23] - انتهِ[24] ڪو نه سهائي.

راڳ جئتسري، محلا پنجوان، شبد (١)

(٢٥) دِن رين[25] - اَپنا ڪِيا[2] پائي
ڪِس دوش نه ديجيءِ - ڪِرت[2] ڀوائي[26].

راڳ سوهي، محلا پنجوان، شبد (٤٠)

(٢٦) آپ جاڻاويءِ مارگ پاويءِ - آپي مَنُوا[27] ليويءِ
ڪرم[3] سُڪرم ڪرائي آپي[3] - قيمت[28] ڪوڻ اَبيويءِ.

راڳ سوهي، محلا پهلا، چهنت (٤)٥

---

١. ڏيهن. ٢. ڪرم ڪيل. ٣. پرماتما. ٤. لڪائين ٿو. ٥. ڏسي وٺو. ٦. انگ سنگ.
٧. سندر. ٨. اجايو، بي معني. ٩. وش. ١٠. ڏسو. ١١. ڪرمن جو ليکو يا مهورت.
١٢. راجائون. ١٣. ٽرندو، مٽبو. ١٤. پوُرب جنم. ١٥. سيئي. ١٦. مٿي ڪان. ١٧. ناڪيلي،
نوڙي. ١٨. سرتي، بُڌي. ١٩. استري. ٢٠. پٽ. ٢١. متر. ٢٢. پيارا. ٢٣. ميلاپي.
٢٤. انت پر. ٢٥. رات. ٢٦. پٽڪي ٿو. ٢٧. لڳو لڳائي ٿو. ٢٨. بيان، ڪاٿو قدر.

(٢٧) ٽُردي[1] ڪٿُ ٽُردا[1] مليو - اڏلـي[2] ڪٿُ اڏنا[2]
جيوَلي ڪٿُ جيوَنا مليو - موُلي ڪٿُ موُئا.

راڳ سوهي، محلا ٻيجا، وار (٨)، سلوڪ محلا دوُجا

(٢٨) اَتو ڳنُ ڪها جگت[3] گوُرا - جٿُ ڪرم لـ ناسيو[4]
سَنگهُ[5] سرن ڪيت جاليٿو - جٿُ جنبڪ[6] ڪِراسيو[7].

راڳ ٻلاول، ٻگست سڌ نو، شبد (١)

(٢٩) ڪاڇي پانڊي[8] ســاج نراجــي - انتر جـوت[9] سمالــي
جتسا لکت لکيا ڏُر ڪرتي[3] - هر لتسي ڪِرت[10] ڪماٿي.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (١)

(٣٠) ليکھ نـ مٽٿي هـي سکي - جـو لکيا ڪرتار[3]
آپي[3] ڪارڻ[11] جـن ڪيٿا - ڪـر ڪرپا پگ ڏار[12].

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، دکڻي اوانڪار (٥٢)

(٣١) سکھ دکھ پُرب جنم کي ڪيٿي - سوُجاڻيو[3] جن داتي[3] ديٿي
ڪس ڪٿُ دوش ديهھ توُن پراڻي - سهھ اَپڻا ڪيٿا[10] ڪراوا[13] هي.

راڳ مارُو، محلا پهلا، سولهو (١٣) ١٠

(٣٢) پنچ اَمت سٿنهھ پـرگاسا[14] - ديهھ سنجوگي ڪرم اَپياسا
بـرا پـلا ڏُء مستڪ ليکي - پـاپُ پنُن پـيجانڊا.

(١٤)١٧

(٣٣) ڪارڻ[15] ڪرتي[3] جـو ڪيٿا - سوئي هيو ڪرتا
جــي ســو ڏاوُھ[16] پِــراڻيٿا - پـاوھ ڏُر لهٿا
بنُ ڪرما ڪيچر نہ ليٿي - جي ڦرھ سب ڏرنا[17].

راڳ مارُو، محلا پنجوان وار (٢٢)

(٣٤) جو ڪيچ ڪيتو سو پربُوُ[3] رضاء[18] - جو ڏُر لِکيا سو ميٽٽا نہ جاء
حڪمي پاڌا ڪـار ڪماء - ايڪ شبد راچيو سچ[3] سماء.

راڳ ملار، محلا پهلا، اشٹپدي (٧)٤

(٣٥) سينا خـصم ايــڪ هيو - گــوُرمکھ جـاڻيٿو
حڪمي لِکيو ســر لـيکھ - وِڻ[19] قلم مسواڻيٿو[20].

راڳ ملار، محلا پهلا، وار (٤)

(٣٦) نانڪ مانيا ڪرم بــرکھ - قل[21] اَمــرت قل وِش
سب ڪارڻ[5] ڪرتا[3] ڪري - جِــس کوَاني[22] تس.

(٢٦)

---

١. پيادو. ٢. اَڏامندڙ. ٣. پرماتما. ٤. قل ناسُ لئي. ٥. شيهن. ٦. گدڙ. ٧. گِرڪائي چڏي.
٨. پاسڻ، سرير. ٩. آتما. ١٠. ڪرم. ١١. سرسٽي. ١٢. دوسن ڏيندو. ١٣. سڪت، ڏايو.
١٤. روشن، پيدا ٿيا. ١٥. سبب. ١٦. پڪين. ١٧. ڏولي، پرلوي. ١٨. حڪم. ١٩. بنا.
٢٠. مس ڪپڙي. ٢١. زهر. ٢٢. کاراني.

(٣٧) ڪيهه روداس - پسٽيو[1] جيب لسيڪو
جوٺي جوٺي ڪيو - سوٺي سوٺي ديکيو[2].

واڳ ملار، پڪس وداس، شبد (٣)

(٣٨) آس پياسي سيج - سو ڪنت[3] وچاليئي
هرهان مستڪ هووي ڀاڳ - ته ساڄن[4] پاليئي.

گئوڙي، محلا پنجوان، سلوڪ (٢)

(٣٩) ڪبير جهنگ لسه[2] جهنڪيئي - ٿمرو ڪهبر نه هوء
ڪرم ڪرڻ[3] جو ڪر رهي - ميت نه ساڪئي ڪوء.

سلوڪ، ڪبير صاحب (٣٢)

(٤٠) مائي جهو ڳر لکيا - ميت لسه سڪي ڪوء
ناانڪ جو لکيا سو وُرتدا[6] - سو بؤجهيئي جسو ندر[7] هوء.

سلوڪ، محلا ٽيجا، (٥)

---

١. واڇيو. ٢. ڏسيو يا پرکيو. ٣. پرمالما. ٤. جڪ نه مار، پڪواس لسه ڪر. ٥. مستڪ.
٦. ليندو. ٧. ڪرپا، مهر.

## (٨) نياءِ ڪاري نارائڻ.

(١) هِرِ جل ٿل مهيئل[2] پرپوُر - دوُجا ناهه، ڪوءِ
هر آپ ٿهه[3] ڪري لياءِ - ڪوُڙيار سڀ مار ڪيوءِ
سچيارا ديهه وڏايي - هر ڏرم لياءِ ڪيتوءِ
سڀ هر ڪي ڪرهه اسيت - جن غريب انائه راک ليتوءِ
جنڪار ڪيتو ڏرميتا ڪا - پاپي ڪهه ڏنڊ ڏيتوءِ.

[سري راڳ، محلا چوٿان، وار، پوُڙي (١٦)]

(٢) نانڪ جيه اپانڪي - لک ناوي ڏرم ٻهاليا[4]
اولي سچو هي سچ نبڙي - چُڻ وک ڪڍي جُڄماليا[5]
ٿانءِ نه پائن ڪوُڙيار - مُهه ڪالي دوزخ چاليا
تيري ناهه رتي سي جُڻ[6] گئي - هار گئي سو ٺگڻ واليا
لک ناوي ڏرم ٻهاليا.

[راڳ آسا، محلا پهلا، وار پوُڙي (٢)]

(٣) اندر راجا تخت هي - آپي ڪري نياءِ
گور شبدي دُر جاڻيئي - سو اندر محل اسراءِ[7]
ڪَري[8] پرک خزاني پائيئن - کوٽيا[9] ناهي ٿانءِ
سڀ سچو سچ ورتندا[10] - سدا سچ نياءِ
امرت ڪا رس[11] آئيا - من وسيا ناءِ.

[راڳ مارو، محلا تيجا، وار، پوُڙي (١٨)]

---

١. خشڪي. ٢. زمين ۽ آسمان. ٣. ويٺي. ٤. ڌرم راجا کي استاپن ڪيو آهي. ٥. ٻاهي جيئو. ٦. ڪٽي ويا. ٧. آسرو ۽ آڌار. ٨. سچا انسان. ٩. ڪوُڙا انسان. ١٠. ورتسجي لسو. ١١. سواد يا آنند.

(٤) چنگائيئا برائيئا - واچي ڌرم[1] حضور
ڪرمي[2] آپو آپڻي - ڪي نيڙي ڪي دور.

سري جپ صاحب، محلا ڏوجا، سلوڪ

(٥) سو ڏريئي جو پاپ ڪماودا - ڌرمي[3] وڪيمت[4]
تون سچا آپ نياءُ سچ - تان ڏريئي ڪيمت.

سري راڳ، محلا چوٿان، وار، پؤڙي (٥)

(٦) ڪوڙي ڪري لڌ آپ اُپائي - لڌ آپي ٻرکي لوڪ سباڻي[4]
ڪري پُرک کراني پاليئهه - ڪوڙي ڀرم ڀلاوٽيا.

راڳ مانجهه، محلا پهرا، اشٽپدي (٦)١٥

(٧) پائي وِکهُ نياءُ - سچ ڪرڻي[5] ڪا
جيها ڪوڙي ڪري - ليها ڪوڙي پائي.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، وار (١٥)

(٨) ڪُوتُ[6] نہ ڪيچيءُ - پرب پرکڻ هارا
ڪوڙ ڪپت ڪماودڙي - جنمهُ[7] سنسارا.

راڳ آسا، محلا پنجوان، چنت (٣) ١٣

(٩) لهہ ساچ نياءُ نبيرا - اُوها سِر[8] ٺاڪر[9] سر چيرا[10]
انترجامي جاڻيءُ - بِنُ بولت آپ پڇاڻيءُ.

راڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (٥١)

(١٠) لانڪ بدرا مال ڪا - پيغُر[12] ڌرپا آڻِ
ڪوڙي ڪوي پرکيئن - صاحب ڪيءُ ديباڻِ[13].

راڳ سوهي، محلا ليها، وار (١٢)، سلوڪ محلا پهلا

(١١) سپ سچا حڪم ورتندا - گورمک سچ سماه
سچا آپ لخت سچا - پهہ سچا ڪري نياءُ.

راڳ رامڪلي، محلا ليها، وار (٦)

(١٢) آپي سِدّ ساڌڪ[14] وڃاري[15] - آپي راجن پنچا[16] ڪاري
لخت بهيءُ عدلي[16] پرب آپي - پرم پند پؤ جاني هي
آپي قاضي آپي مُلا - آپ اَپُل نہ ڪبهوُ پُلا
آپي مهر دئيا پت داتا - نہ ڪسيءُ ڪر ٻرائي[17] هي.

راڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (٢)

---

١. ڌرم راجا جي حضوريءَ ۾. ٢. ڪرم ۽ ڪرتوت. ٣. ڌرمي پرش مرج ۾ رهن ٿا. ٤. سيني. ٥. ڪرتهار ڪرتار. ٦. ڌوهہ ۽ پاپ. ٧. سنسار ۾ جمن ۽ مرن ٿا. ٨. هڪ جهڙو يا برابر. ٩. راجا يا مالڪ. ١٠. نوڪر. ١١. ڳولڻ ۾. ١٢. اندر گهر ۾. ١٣. دربار ۾. ١٤. ساڌنائون ڪرڻ وارو. ١٥. وچاروان. ١٦. انصاف ڪندڙ. ١٧. دشمن، ويري.

# ڪرمن جو ليکو ۽ قانون.

## نياءِ ڪاري نـــارائــڻ.

ڪرم جي قانون کي سمجهڻ کان اڳ، ڪرم جي معنيٰ سمجهڻ ضروري آهي. سماج جي لحاظ کان جڏهين ڪاما، وَچن ۽ ڪرتب ۾ ظاهر ٿي ٿئي، تڏهين اُن کي ڪرم لکو ڪوٺجي. سنساري وهنوار ۾ يا قاعدي جي نظر ۾ ڪاما، ويچار، نيت يا مطلب کي ڪا خاص اهميت ڪونه آهي. پر آتمڪ لحاظ کان، ڪاما، ڀاونا، اِڇا، نيت، ويچار، وَچن ۽ ڪرتب اِهي سڀ ڪرم آهن. اُشڌ ڪاما، ڀاونا، اِڇا، نيت، ويچار اِهي سڀ ڪرم جي قانون موجب پاپ آهن ۽ اُشڌ وَچن ۽ ڪرتب سڀ اُپراڌ آهن. ساڳيءَ طرح شــڌ ڪاما، ڀاونا، اِڇا، ويچار، نيت، وَچن ۽ ڪرتب اِهي سڀ پنّ آهن. منش جي ڪرمن جـو ليکو ۽ پرنامپل اِنهيءَ موجب نهي ٿو ۽ اِنهيءَ موجب ٿي حساب ملي ٿو. اِهو آهي ڪرم جــي قانون جو نيتڪ نيم ۽ اِيسؤرو نياءُ.

مطلب ته سماج نيت کي نظرانداز ڪري ٿي ڇڏي مگر ڪرم جو قانون يا وڌي، نيت کي ۽ ڪرتب جيترو وزن ٿي ڏئي. جيئن ٻج مان وڻ ٿو ٿئي ۽ وڻ مان ٻج ۽ ٻئي هڪ ٻئي ۾ وياپڪ آهن، تيئن ڪارڻ ۽ ڪرتب هڪ ٻئي ۾ جُڙيل آهن. پوءِ ڪرم جــو قانون هڪ کي ڇڏي ٻئي کي ڪيئن ڇڏي ڏيندو؟ اندرين نيت، اندريون ليکاريءَ کان ڪيئن لڪل رهندي؟ اُهو ته سچو وقت ساکت ويٺو آهي. ويٺو سڀ ڪجهه جاچي، ڏسي ۽ وچور ونـــي اِنهيءَ ڪري جو منش گندي نيت کي اُوجل ڪرمن جا ڪوڙا ٿو پهرائي، سو شايد سماج کي ٺڳي ته وڃي پر ساکيات سُپرم جي سامهون، هن جو پڙ پڌرو ٿي پئي ٿو. بدنيت سُڪرمن جا به سلا ساڙي ڇڏيندي. نيڪ نيت بنا ڪرمن جي ڪاٺ ڪُتي ڪانه. هـن حال جي حقيقت سُجهاڻ ٿي سمت آهي. گورو ارجن ديو فرمائين ٿا:

دِن رات ڪمائـــيڙو ــ ســو آئــــو مـــاٿـــي ۽ — راڳـــ آسا، مـحلا
جس پـــاس لڪائندڙو ــ ســو ويــکـــي ساٿــــي. — پنهوار، چهت (١)١٣

ڪرم جي قانون جي سؤلي سمجهاڻي آهي "جهڙي ڪرڻي تهڙي ڀرڻي." يعني جهڙو ڪرم تهڙو ڦل. جي ڪرم چڱو ته ڦل به چڱو ۽ جي ڪرم برو ته ڦل به برو. اِهـــو ڦل نه رڪجي سگهندو ۽ نه مِٽجي سگهندو. جهڙيءَ طرح ڇٽل تير هٽي هدف ڪندو پـــر واپس نه ورندو يا جيئن ڏڌو ڪير ٿڻين نه پئجي سگهندو، تيئن ڪيل ڪرم جـو جوڳـو نتيجو بدلجي يا ميٽجي نه سگهندو. ڪيل ڪمائي ضرور ثابت پوندي ۽ نه ڪمايل ڪمائـــي

ڪداچت هٿ نه ايندي، چاهي انسان هزارين حيلا هلائي. سو آتما جي ڳچيءَ ۾ ڳنڍ پيا ڳٽا، اسان جي ڪرمن مطابق پون ٿا جنهنجي ميار، مالڪ مٿان نه، پر اسان مٿان آهي.

اهو ڪرم جو قانون پوري انصاف تي ٻڌل آهي. اٽلُ اڻٽر ۽ اڻمٽندڙ آهي. ڪابه دنيا جي هستي يا طاقت نه انهيءَ قانون جي ڀڃڪڙي ڪري سگهي ٿي ۽ نه اُن جي ڪارروائيءَ کان بچي سگهي ٿي. اهو قانون ساريءَ پرڪرتيءَ سان لاڳو آهي ۽ تنهن ڪري هر منش سان به لاڳو آهي. هن قانون کان اڻڄاڻائي يا غير واقفيت جو بهانو ڏئي، پاڻ کي بچائي نه سگهبو. جو پوکبو سو لڻبو. اڪ مان آپ ڪونه ٻاڄ پوندا چاهي پوکيندڙ راڄا هجي توڙي رنڪ. اسانجا پاپ ۽ پُن ئي دوزخ ۽ بهشت بڻائين ٿا. ڪيل ڪرم اسانجي قسمت جوڙين ٿا ۽ انهيءَ جوڙيل قسمت جي قيد ۾ اچي اسين قابو ٿيون ٿا. صاحبن فرمايو آهي:

(١) پاپي وکهُ نياءُ - سچ ڪرني ڪا
جيها ڪوئي ڪري - تيها ڪوئي پائي.

راڳ ڳوڙي، محلا چوٿان، وار (١٥)

(٢) ٻيد پڪاري پُن پاپ - سرگ نرڪ ڪا ٻيءُ
جو ٻيجي سو اُگوي - کاندا جاڻي جيءُ.

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (١٦)، سلوڪ محلا پهلا

منش جي ڪرمن جا سنسڪار ۽ واسنائون وري جيو آتما تي پون ٿيون. اِها سوکشم ڳنڍڙي پاڻ سان کڻي، سرير ڇڏي ٿي ۽ انهيءَ مطابق ٿي ٻئي سرير ۾ پرگهٽ ٿئي ٿي، جتي انهيءَ بقايا يا شروعات سان لڇڻ ليکو لکجي ٿو. وري لڇڻ ليکي جو پورائيل سرير ڇڏڻ وقت بقايا ٿي، آتما سان ڳنڍجي هلي ٿو ۽ آتما جي ٻئي سرير ۾ لڇڻ ليکي جي شروعات بڻجي ٿو. اهڙيءَ طرح سان جيو آتما سرير پٺيان سرير بدلائي ٿو ۽ ڪرمن جو ليکو دائما ساڻس گڏ هلندو پيو اچي. ڪيترو دائما تنهن جو ڪاٿو ڪونهي جيئن پرڪرتيءَ جي عمر جو انت ڪونهي. چئي سگهجي ٿو ته سج، چنڊ، تارن، جبلن، سمنڊن ۽ ڌرتيءَ جي عمر ڪيتري آهي؟ تهڙيءَ طرح آتما جي سرير بدلائڻ جو ۽ اُن جي ڪرمن جي سلسلي جو انت ڪونهي. اڪالي ڪالُ آهي. پر اِها گردش آخرين تڏهين ختم ٿيندي جڏهين آتما ڀؤساگر پار ڪري. پوءِ آتما ۾ پوري جذب ٿي ويندي. تڏهين جنم مرڻ جو آواگون به پورو ٿيندو.

ڏسبو ته منش کي ماءُ پيءُ جي سنجوڳ مان رڳو سرير جو ورثو ملي ٿو باقي کهڙي جيو آتما اچي اُن سرير ۾ واسو ڪري ٿي، اهو ورثو آتما جي پنهنجي مان ملي ٿو. اهو پنهنجو آهي پورب جنم جي سنسڪارن ۽ واسنائن جي سوکيم ڳنڍڙي. انهيءَ ورثي مطابق، منش جڏو يا سچو ئي جنم وٺي ٿو ۽ دکي يا سکي حالتن ۾ پيدا ٿئي ٿو ۽ پاڻ کي پرماتما جي ويجهو يا پري سمجهي ٿو. اهو سبب آهي جو ڪي جنم کان سکي يا دکي آهن. ڪن

ڪرڻ يا ابرڪا ڏارڻ اَچائي آهي جو ته جنم جي حالت بدلائڻ انسان جي وس کان ٻاهر آهي ۽ اِن ڏس ۾ هر ڪا ڪوشش يا چنتا، فقط مَن کي اَشانت ڪندي ۽ دک وڌائيندي. باقي ڪاميابيءَ جي ڪُنجي آهي آليندي جي اوني ۽ اوسيڙي ۾. گورو نانڪ ديو جن فرمايو آهي.

ددي دوشُ نه ديڄو ڪسيءِ - دوش ڪرما آپڻا  راڳ آسا، محلا پهلا،
جو مين ڪيتا سو مين پايا - دوش نه ديجئي اوَر جنا.  پنو ليکو (٢١)

انسان جيڪڏهين اهو سڌانت سچي دل سان گرهڻ ڪري ته سنساري سمبند سڀ سنجوڳي ميلا آهن، پُورب جنمن جا ليڻي ديڻي جا حساب آهن، ۽ ڪيل ڪرمن جو جوڳو نتيجو اَٽل آهي، ته جو هو ڪونه سنساري سمبندن سان وهنوار، فرض اَدائيءَ جي خيال کان ۽ نه موهه جي ممتا سان رکي، ۽ ڪيل ڪرمن جو ڦل سمت ڪري سيڪار ڪري؟ پوءِ نه هو اداس رهي لمبا جنهن مان ڪڏا نه ماٺ نا مڙن، ۽ نه رهي ويس جا خام خواه وهاوُر ٿي وڃائي. جڏهين انسان پاڻ ڪجهه ڪين آهي ۽ ناسوانت آهي، ته سنسار ۾ اُن جو ڪجهه سنڌس ڪيئن ٿي سگهندو؟ انهيءَ لحاظ کان سنسار ٿي سپنو آهي. جنهن سان اَجايو نينهن لڳائي، انسان پنهنجا پير ٿو ڪرم ناهي ۽ ڪرمن ڏنارن جنم مرڻ جو چڪر وڌو ۽ وڌيڪ ڪري. اهو اسرار به ڪي سمجهو سمجهن. عام طور ته هرڪو پنهنجن ڪي ٻارڙو ۽ ٻارن کي پنهنجو سمجهي ويٺو آهي. حقيقت ۾ رڳو پرماتما ٿي پنهنجو آهي ۽ جنهن کي پاڻ آهي. باقي پيو ڪو به ڪنهنجو ڪونه آهي ۽ ڪونه ٿي رهندو.

ڪرمَ ٽن حصن ۾ ورهائي سگهجن ٿا. پهريون پُورب جنم يا جنمن جا ڪرم، ٻيو هن جنم جا ڪيل ڪرم، ٽيون آهي ڪرم جي جاڻ هن وقت لڳڻ وارا آهن ۽ چوٿون آهي ڪرم جي هن وقت کان پوءِ اَچا به ڪرڻا آهن.

پورب جنم جا ڪرم ۽ هن جنم جا ڪيل ڪرم، ٽن تان منش جو قبضو نڪري چڪو آهي ڪرم گويا ڇوڙيل تير وانگر آهن جو واپس نه ورندو ۽ هٽي هنڌ ڪندو. انهن ڪرمن جو جوڳو نتيجو اَوس نڪرڻو آهي جنهن جي ڀوڳڻ کان، منش ڪنهن به حالت ۾ پاڻ کي بچائي ڪونه سگهندو. اهو ضروري نه آهي ته ڪرم جو نتيجو اُنهيءَ دم ترت ئي ظاهر ٿئي. ڪجهه وقت لاءِ ڪرم اَنتهڪرڻ ۾ گڏ ٿيندا ويندا آهن جن گڏيل ڪرمن کي سنچت ڪرم چئبو آهي. جڏهين پوري وقت تي اُنهن ڪرمن جو نتيجو ظاهر ٿو ٿئي تنهن کي پرالبڌ ٿو چئجي. پرالبڌ جو اَثر ٻن قسمن جو آهي. هڪ اَٽل ٻيو مَتبدل. ڪيل ڪرمن جو جوڳو نتيجو اَٽل آهي. باقي جيڪو ڪيل ڪرمن جو عادتن جي صورت ۾ چرپر ٿي پيدا ٿو ٿئي سو بدلائي يا مٽائي سگهجي ٿو، پنهنجي اُتساهه، اِڇا شڪتيءَ ۽ اُدم سان. ٻيا

سنکلپ، خصلتون ۽ عادتون بدلائيون ته اُن پٺاندڙ ٿيندڙ ڪرم، اوس سٺا ۽ سچا ٿيندا.

ڪيترن منش امي ڪڏ جي اُتر هيٺ، آلس ۽ لاپرواهيءَ ۾ اچي، چوندا آهن ته الاّت جو ليک اَٽل آهي. پرالبڌ پربل آهي ۽ تقدير ۾ لکيل کي ٽارڻ ناممڪن آهي. سک سائينءَ جي ڏنل ڏات آهي ۽ دک سائينءَ جو سراپ آهي. انهيءَ مقدر جو مقابلو يا مخالفت ڪيئن ٿي سگهندي؟ هيءَ دليلبازي سراسر غلط ۽ بي بنياد آهي. هڪ پاسي اها حقيقت آهي ته ڪيل ڪرمن جا نتيجا ظاهر ٿيڻا آهن ۽ بدلجي نه سگهندا ته ٻئي پاسي اها به حقيقت آهي ته اڳيان ٿيندڙ ڪرمن لئي منش جو پورن اَڌڪار آهي. انهيءَ لحاظ کان پرالبڌ ۽ پرشارٿ گڏوگڏ ڪم ڪري سگهن ٿا ڇو ته اڳيان ايندڙ ڪرم پنهنجي پرشارٿ هٿ وس آهن. پرشارٿ مان ئي پرالبڌ ٺهي ٿي. پرالبڌ جي پرڀاو هوندي به، آئيندي جي آزادي انسان سان آهي.

مثلاً تيرانداز ڇٽيل تيرن جي رواني بدلائي نٿو سگهي پر جو تير اڃا تير ڪمان ۾ آهي ۽ اهي تير جي اڳيا وڃڻ ميدان ۾ پهچيل آهن، تن جي اثر ۽ طرف لئي ڪيس پورن اَڌڪار آهي. جيئن وڻيس تيئن هلائي سگهي ٿو ۽ جيڏانهن وڻيس تيڏانهن هلائي سگهي ٿو. زمين جي ماپ ۽ جنس يا پاڻيءَ، هوا ۽ اُس جو اندازو، ڪرڻ ته به بدلائي سگهي، پر ٻج، پاڻ ۽ پنهنجي هنر ۽ محنت لئي ته هن جو پورو اَڌڪار آهي، جنهن جي مدد سان هو کيتيءَ جو مڪمل فائدو وٺي سگهي ٿو. انهيءَ ڪري منش کي گهرجي ته همت نه هاري ۽ نراشاوادي بڻجي. اهڙا شخص جي پربل هٿيار کي هٿان نه ڇڏي، ته اوس سٺو نتيجو نروار ٿيندو.

هاڻي اهو پرسن ٿيو ته نه سک ڏات آهي ۽ نه دک سراپ آهي. ٻئي پنهنجي ڪيل ڪرمن جو ڦل آهن جنهن لاءِ ڪو ٻيو ڄڻو جوابدار نه آهي. پر روحاني راهه ۾ دک وڌيڪ مددگار ٿي سگهي ٿو ۽ سک وڏي رنڊڪ بڻجي سگهي ٿو. سکي منش شايد سک جي نشي ۾ پرالبڌ جي مليل پونجي، ڀوڳ ولاس ۾ وڃائي وهي ۽ ايندڙ ۽ اڳيان ٿيندڙ پرالبڌ کي ڏکي بڻائي. پر دکي منش شايد پرالبڌ جو اڳيو نتيجو سهن ڪري ڀوڳي ۽ نئون ڪرم اهڙي قسم جا ڪري جو آئيندي واري پرالبڌ سڌاري سگهي. قدرت جو به اهو قانون آهي ته سکن پٺيان ڏک ۽ ڏکن پٺيان سک ايندا آهن. تڏهن چوندا آهن ته ڏک سک جي سوڄهن آهن. پرشارٿ پرالبڌ کان وڌيڪ پربل آهي. مطلب ته پرالبڌ پرشارٿ سان مذاق ڪري سگهي ماضيءَ ۾. هاڻي حال ۾ پرشارٿ پرالبڌ سان کيل کيلي سگهي ٿو. سو اسين پاڻ پنهنجي پرالبڌ بڻايون يا بگاڙيون ٿا جو ته جهڙو پرشارٿ تهڙي پرالبڌ پاڻ بڻاءِ ته پرالبڌ پاڻهي نه بڻجي پوي.

ڪُڪرم پرالبڌ ٻڌائڻ لاءِ ۽ سُڪرم پرالبڌ سنوارڻ لاءِ. پر آواڳون جو چڪر نه پوءِ به
چالو رهي ٿو ۽ جيئن پاڻ جي آخري منزل نه اچي پهچي ٿي وڃي. انهيءَ لاءِ اهو
تمام ضروري آهي ته خود ڪرمن جو سلسلو ختم ٿئي.

تَنِ ڳُڻِ ڪها جڳت ڳورا - جنهِ ڪرم نه ناسيو — واڳه ٻلاول، ڀڳت
سِنگه سرن ڪمت جاليو - جنهِ جنڪ ڳراسيو. — سڌنو، شبد (١)

سڌنو صاحب پرماتما کي للڪاري ٿو چئي ته هي جڳت جا مالڪ جيڪڏهن ڪرم
ناس ٿي نه سگهندا ۽ ڪرم روڪي گدڙ ٿي مونکي گرڪاٺي چڙهيندو ته پوءِ تنهن جو ڪنڌ
کهڙو ليکيو ۽ پوءِ شيهن جي شرڻ ڇا لاءِ وٺان؟ اها آهي سنتن جي پدوي جو پرماتما سان
سڌو سهائي سوال جوابي ڪن ٿا! پر سڌني ڀڳت جي سوال ۾ ئي جواب جُڙيل آهي ۽ اهو
جواب آهي اميد پريو ۽ خاطر خواهه. ته ڪرمن جو سلسلو يا آواڳون جو چڪر ناس ٿي سگهي
ٿو پنهن جي اڇا شڪتيءَ ۽ مالڪ جي مهر سان.

پرشارٿ جا جزا آهن پراشچت، پڇتاءُ، پيارُ ۽ نِراڪار. پراشچت آهي پرالبڌ کي سٺ
ڪري مڃڻ، نه رنج سان پر خوشيءَ سان. اهو آهي شڌ شڪر. آخر نه پرالبڌ پنهن جي
ئي ڪيل ڪرمن جو نتيجو آهي. ڇاڪاڻ ته اهو نتيجو ڌرم ۽ نياءَ جي تارازيءَ ۾ تُريل
آهي تنهن ڪري مستڪ جو ليک ۽ ڀڳوان جو ڀاڻو آهي. ڀاڻي اڳيان سر جهڪايو ۽ وردان
ڪري مڃو. اي بندا، تون پنهن جي جيئن لاڳيءَ اديش تي آڻ نه ڏس نه ڏک ۽ اشانتي
جو اثر جي مڃيو نه ٿو نه گهٽجي ڪيڏو نه ٿو. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن پرالبڌ جو ڏنگ
ڪڍي ڇڏڻ نه چاڪ تنهن جي لاءِ پرالبڌ ٿي مڃجي نه نه گهٽ ۾ گهٽ بدلجي، سهائيندڙ
ٿي وڃي. پشچاتاپُ من کي ماندو ٿو ڪري ۽ سر پر ۾ سياڻپ ٿو وجهي. اهائي پرالبڌ جي
سزا آهي، جنهن ڪاڻي پڇاتا، پڇتاءُ پرگهٽ ٿئي ٿو.

پڇتاءُ اهو نه ڇٽو جو ڪيل ڪرمن تي پڇتاءُ ڪري، معافي وٺي ۽ وري ساڳيو ڏوهه
چالو رکجي. پڇتاءُ آهي پرالبڌ مان سبق پرائي، سچائيءَ، ايمانداريءَ ۽ اورچائيءَ سان
آدم ڪري، پنهنجو آئيندو سڌارڻ. اي بندا، جي تو آزمودن ۽ تجربن مان نه پرايو تنهن
پوءِ تو ۾ ۽ پسوءَ ۾ ڪهڙو فرق؟ پراشچت ۽ پڇتاءُ جي پوئجي آهي تنهن جي سچي ڀيٽي
تنهن کي نه سچائيءَ ۽ سچيتائيءَ سان سهيڙ نه ڪاٺيا پلٽجي، جيئن بدلجي ۽ آتم ڌارا مان
پيار جي نهر ڇُٽي.

جو منش پورن پراشچت ۽ سچو پڇتاءُ ڪري ٿو تنهن جو من، پوتر ٿا ۽ پرم سان ڀر
ٿي، وشال ۽ وِشيش بڻجي ٿو. هو ايڪتا مان انيڪتا ۽ انيڪتا ۾ ايڪتا ڏسي ٿو. هو

سڀ ۾ صاحب ڏسي ٿو ۽ سڀ صاحب ۾ ڏسي ٿو. پوءِ ڇو ڪنهن سان ٻيائي يا بي اڪيائي ڪري؟ سڀني سان پريت، پريم ۽ پيار- آلي پيار، بيحد پيار ۽ اڻڪٿ پيار. پيو ڏٺي ۾ ولڻ جي وات ٿي نه ٿو واري. اهائي آهي پرارٿنا.

پرارٿنا جي معنيٰ اها نه آهي ته ڪي جنتر، منتر، تنتر ياد ڪري روز مرهه پڙهڻ يا مالڪ جي مدد ڀڃائي ۾ پنهن جي روزاني يادداشت موڪلجي تہ مٺهن جو اڄا هيئن يا هُون واڌارو ٿئي، مٺهن جي پرچار جو هيئن يا هُون پلو لڳي ۽ پين جو هيئن يا هُون برو لڳي. اهين جي پرارٿنائون ٻُڌائون ٿين تہ هُوند هرڪو انسان، ساري سنسار جي سمپتي ماڻ وٽ ميسر ڪري ۽ پين جو جهڳو جهٽ ڪري ڇڏي. پوءِ ته هُوند دک جي ٿورڙي حاصل ڪونہ ٿئي ڇو ته جن جو جهڳو جهٽ ٿيو، سي به نہ ماڻ ڪري ڪونہ وهندا ۽ پوءِ انهن لاءِ به نہ ساڳيءَ پرارٿنا جو در کليل آهي. اهڙيءَ حالت ۾ ڪٿي رهيو پرماتما ۽ ڪيڏانهن ويئي پرالبڌ؟ ڪرم جو قانون ٿي ڪاٿا ٿي ويو! پرارٿنا آهي سرناڳتي. سڏني ڀڳت اسان پرماتما جي پاڪندي پرنام ۽ پرارٿنا جي سڏ ڪانہ ڪئي آهي پر شهن جي شرڻ سنڪار ڪئي آهي. سرناڳتي سچي اها ليکبي جتي شرن ولندڙ پنهن جو اهم ياڻ صفا مٽائي، ڪنهن اسان پاڻ پري پرپوڄن ڪان سواءِ سنسار جا سڀ سهارا ڦٽا ڪري، پرماتما جو ۽ پرماتما ۾ اجهو وٺي ٿو. اهڙي شرن ولندڙ جو ڪارڻ ۽ ڪارج، ڀوڪتا ۽ ڪرتا سڀ ڪرتار آهي. انهيءَ اسٿتيءَ ۾ نہ رهيا ڪرم ۽ نہ رهي پرالبڌ. ٻئي ڀت ٿي، ساڄن جي سک ۾ سمائجي وڃن ٿا.

هاڻي باقي بچي مالڪ جي مهر جا سُورج جي روشنائيءَ يا گرميءَ وانگر، سڀني مٿان ساڳي آهي، چاهي هُو گنهگار هجي يا نردوش. اگرچ گرمي يا روشنائي سڀ لاءِ ساڳي آهي پر هرڪو پنهن جي نمُوني استعمال ڪري ٿو. ڪو آلي مٽيءَ کي سُڪائي ٺوس ڪري تہ ڪو ميڻ کي رڃائي نرم ڪري. مالڪ جي مهر جُون نشانيون، پرالبڌ يا ڪرمن جي قانون ۾ ٿي ميسر آهن ۽ جي بہ سڀ لاءِ ساڳيون آهن. پهرين پيرپ جنم يا جنمن جي ڪيل ڪرمن ۽ سنبنڌن جـي وسر. جيڪڏهن انهن سمُورن ڪرمن ۽ سنبنڌن جي لوڪي مڪمل يادگيري هجي تہ اي ٻندا، ٿُون هُوند هن جيوَن جي حالت جو اندازو ۽ اظهار ڪري سگهجن؟ تُنهن جو هيانءَ ٿي هُوند ڦاٽي پوي. اهي سڀ يادگيريون هوند لوڪي پاڳل يا الي وياڪل ڪري ڇڏين. ٻيو آهي پرالبڌ جي لڪيجي مان نصيحت. اهي نصيحتون انيڪ رُوپن ۾ نيوُن اچن. ڪڏهين اهڃاڻ، ڪڏهين وويڪ جو ڦڙ، ڪڏهين سپنو، ڪڏهين پنهن جو آزمودو، ڪڏهين ٻئي جو تجربو لـہ ڪڏهن ارغـي اوچتو اشارو. ٿيون آهي اندر جا انساهه، امنگ ۽ اڄا شڪتيون جي ڦر ڦر ڏيئي آئيندي جي پرالبڌ سڌارڻ لاءِ ٿيون همت ڦُوڪين. پوءِ اي ٻندا، جي انهن اشارن کي ڏٺـو اڻ ڏٺو ڪندين ۽ انهن نصيحتن کي ٻڌو اڻ ٻڌو ڪندين، تہ ٻاڻ کي ڏوهه ڏيڻ ٻدوان، ...

خودي ۽ شي ڪيئن ٻاهر سرچندا ٿُون؟ گهڻ ۾ نه وڃ ۽ اندر اندر رهه.

اي ٻندا، اهي اٿي سچا جپ، تپ ۽ سنجم، اندرين تي قبضو، جڳتي، سرتي، ڌيان ۽ ڌارنا. اهو اٿي نرمل جل جو اشنان ۽ ٦٨ تيرٿن جو آستان. انهيءَ رهڻيءَ ڪهڻيءَ ۾ اٿي گنگا جمنا، ترويڻي سنگم، ڪاشي ڪيدارا، گيا گوداوري، پُري ۽ دوارڪا جا درشن جي سڀ، ٻيا ٻاهر ڀٽڪڻ جي، من اندر ڪري سگهجن ٿا. صاحب فرمائين ٿا:

(١) تيرٿ ٻرت نيم سچ سنجم – سدا رهي نهڪاما
ترشنا اَر مايا ڀرم چوڪا – چتوت آتم راما

راڳ ڪيدارا، ڪبير صاحب، شبد (١)

(٢) سچ ورت سنتوک تيرٿ – گيان ڌيان اشنانُ
ديا ديوتا ڪما جپ مالي – تي مانس پرڌانُ
جُگت ڌوتي سُرت چوڪا – تلک ڪرڻي هوءِ
ڀاءُ ڀوجن ناناڪا – ورلا ڪوئي ڪوءِ.

راڳ سارنگ، محلا چوٿون، وار (٢١) سلوڪ محلا پهلا

سچو جگياسو: صاحبن وڏيڪ سمجهايو آهي ته جن جي جيون، مٿي ڏيکاريل اصولن، آدرشن ۽ اخلاقن تي ٻڌل آهي، سي ئي آهن سچا پنڊت براهمڻ، جوڳي سنياسي ۽ ويراڳي اوڌوت، ڀڳا تياڳي، سنت ساڌو، ڀڳت درويش، وِدوان سُورما، گياني ڌياني، ويشنو اُبرس ۽ مُلان مرشد. اهي آهن سچن ساڌڪن ۽ سالڪن جا سلڇڻ. ٻيا سڀ آهن پاکنڊي ٻندا جي ٻيا ٿا پنهنجو پيٽ پوڄين. صاحب فرمائين ٿا:

(١) سرا شريعت لي ڪماوهه – طريقت ترڪ کوج ٽولاوهه
معرفت من مارهه عبدالا – ملهه حقيقت جت ڦر نه مرا
اول صفت دوجي صابوري – تيجي حليمي چوٿي خيري
پنجوي پنجي اِڪت مقامي – ايهه پنج وقت تيري اپر پرا.

راڳ مارو، محلا پنجوان، سولهو (١٢)

(٢) مِن هُوندي هوءِ اياڻا – تاڻ هوندي هوءِ نتاڻا
اڻ هوندي آپ ونڊائي – ڪوئي ايسا ڀڳتُ سدائي.

سلوڪ، شيخ فريد (١٢٨)

اهڙي سنتن مهاتمائن جي جيون جو ڪهڙو ورڻن ڪجي؟ رام نام ۾ رتا پيا آهن. آتما جي چاهه سان ڌيائين ٿا. نه هردي جي ڀاءُ سان ڳائين ٿا. تڪمنا تاڙيءَ مان، سواس سواس ۾، نام جو منو آواز پيو اٿي. سُرت جي سنگي، ٻيا وڄائي ٻاٽمرادو انهد ناد پئي وڄائي ۽ سندن من الهيءَ ڌنيءَ ۾ سرور وقت رتو پيو آهي. عمق هاڄ ۾ هوندي

۽ دل ٻار ۾ لڳي پيئي اٿن. نام جو اَمرت جل ورتائين ته ۽ نام جي نرمل جل ڌارا ۾ اشنان ڪن پيا. سچ جو وهنوار ۽ سچن جي سنگت. لالن جي لنؤ ۾، ايشور جي اَجهي ۾، مالڪ جي مُٺ ۾ ۽ سائينءَ جي شرڻ ۾. من جو من ۾ مَتا پيا آهن، جيئري مئل آهن، مري جيئرا ٿيا آهن ۽ مرڻ مٿان اَمر ٿيا آهن. پاڻُ ماري پاڻُ ٿيا آهن. وسن ٿا سُن سماڌ ۾، سهج غفا ۾، سچ کنڊ ۾، نرنڪار جي ديس ۾. من محل ۾ اَمر جوتي جلائي ويٺا رام رجهائين، ماٿا ڪن ته اَنگل آرا ۽ سهن. اَرڙهن سِڌيُون سندن هردي جي ڪنول گل تي ڇؤنر ڀريُون گهمائين. اهي پِير آهن، پيغمبر آهن. مير اَمير وٽن سوالي آهن. خُود خاوند آهن، خدا آهن. الله جو اسرار آهن، گگن منڊل جا والي آهن، نج ڌام جا نواسي آهن ۽ برهمَ ۾ برهمُ آهن.

واٽي سندن وات جي — آهي اَلک جو اقرار
ٿيهي لوڪن کي آهي — سندن حڪم جو انتظار.

اي بندا، اهي درويش ٿي دلبر جو در ڏيکاريندا. ٻاقي پاکنڊي پوڄا ڌاري، پٽڻ کان ٻاڙ ٻري پڄائيندا، رڻ ۾ رُلائيندا ۽ ڪٿي ڪمائي نه ڪٽ ڪندا. سائين سک جو ٻُڪيو آهي، نه ڀيک جو. ڀيکن سان هن ٻيو جوُن پاوانٽيُون ڪالبوُن ۽ ڦُن ڀير ڪونه ڀڳي سگهبو. پلا جي رڳو ننگي گهمڻ سان ننگ نڪري ته هوُند جهنگ جا مروُن مڙيئي مڪتي ماڻين. جي رڳو ان ۾ ٻواس ڪرڻ سان مرلي مدوهر ملي ته هوُند بن جا ٻاندر ٻه ٻهواري ٻڌجي پون. جي رڳو لنگوٽا لالن جي لنؤ لڳائين ته هوُند ڪسي ڪدڙا سڀ سنتن جي شمار ۾ اَچن. جي رڳو تيرٿ آستانن جا اشنان اُپراڌ مٽائين ته هوُند ڏيڏر، مڇيوُن، پلاءِ پوترتائي جا پتلا ٿي پون. جي رڳو مُنڊ منڊائي، موڪش ملي ته هوُند سڀ رڍوُن رام رجهائين. جي رڳو چٽائوُن جيءَ ۾ جادوُ لڳائين ته وڻهارا رڃ جو هوُند رڃ ۾ رلن؟ جي رڳو ٽِهر طريقت جو ٽڪيو ڏئي ۽ جٽيو جگديش جو جوت جاڳائي ته موٺ ذات نه مُسجي وٺي ۽ سڀ ڪان وانجهي وڃي. مطلب نه دمڀ يا پاکنڊ پرماتما وٽ پاس ڪونه پوندو.

صاحب ائين ڪونه ٿا چون ته ڪرم ڪانڊ کان صفا ڪنارو ڪريو يا ٻاٽ پوڄائن جي ٻڄاٽي آٽيو ٻر اهو زور ڏين ٿا ته ٻهرين ٻهرين، من جي مستي مٿاٻيو، نيت نيڪ رکو، مت، هردو، وويڪ ۽ ٻُڌي ٻلوان ڪريو. پوترتائي ۽ پاڪدامني ٻهرين آڳجي اَندر ۾ نه پوءِ ٻاهريان ڪرم ڪانڊ ۽ ٻاٽ پوڄائوُن ٻاڻهي پوتر ٿي ٻاس پوندڙيوُن. جي اَندر اوُجل ڪونه آهي ته رڳو سرير جي صفائي ۽ سينگار نه ڪونه ٺهندو. مطلب نه ٻاهريان ٻاٽ پوڄائن کي اَندر جي پريم ۽ پوترتائيءَ سان، ٻاڪ ٻڌاءِ. ٻيڪن ۽ ٻرين ۾ ٻاڻ نه. پلاءِ،

ڇو نہ اُھي ڄيءَ جا ٻڌن آھن. اُنهن ڪرمن جا ٻوجھا وڏيڪ ڳورا ٿين ٿا ۽ مٿئي اُڏر ڪرائي ٻدران. ھيٺ غرق ڪن ٿا، ٻوڏ ٻلاس، وشيہ واسنا، موھہ ۽ لوڀ جي لاڙ ۽ ٻرڪرتيءَ جي ٻرپنچ ۾ ڦاسائي، جيون جي ستيا ناس ڪن ٿا ۽ ٻيڏڪر نتيجا پوڳائين ٿا. اُنهن عادتن، سڀاءَ ۽ چرتر سان، سڌڪت سمي نہ من جي سُواڀي سنساري وھنوارن ۽ سنبنڌن مان نڪري نہ ٿي سگھي. جي ٻرڀت ٻدارٿن سان لڳل آھي تہ اُھا ساڳئي وقت ٻرمسانما سان ڪيئن جڙندي؟ زياده ۾ زياده گھرندي. ٻرءِ ٻگوان ٻُاڄي ڪونہ وجھو؟

سو اي ٻندا، من جي واٽيءَ ۾ ور وڪڙ اُٿئي اُٿميا. من جي مڇھيل سُت ڪئي سمجھاءَ، ور وڪڙ ورائيس، ڳنڍيون ڇوڙيس، رٻھس رڄھائيس، موڙيس مروٽيس، مٿائيس مٿائيس تہ مَن مُڙي، مڙي ۽ محبوب جو مشاھدو ماڻائي. اِلاھي اسرار وسي ٿو ۽ اُتان پسي، ٻار ٻھڻو آھي. جن جن اِھو عجائب اِسرار ڏٺو ۽ ڄاتو آھي، تن سنسار جون لذتون ۽ لوازما، عيش ۽ عشرت، آرام ۽ آسائشون، سڀ اُو ڪتا ڪري، تياڳ ۽ ويراڳ جي واٽ ورتي آھي. اِھي سچا سالڪ آھن. اُنهن جو سودو سدا سچو آھي ۽ اُنهن جا جپ تپ، ٻساٺ ٻُوڄائون، نيم ورت، تيرٿ اشنان، سڀ سندر ۽ سچا آھن. ھنن چت اندر چڱائي چڪي آھي. ھنن جي ھردي جون سڀ ھٻڪون، ھڪڪون ۽ ھلاڪيون دور ٿي ويون آھن، ڇو تہ ھنن جو من، متيمد جو مارگ چڙي، سهمت جي سطح تي پڌو پيلو آھي، جتان نہ وري ڏڏندو ۽ نہ وري ڪرندو. اِھا تحسين جوڳي اسلي صاحبن جي سِکيا مان ملي ٿي.

ھاڻي ڏسبو تہ پنھنجي مهڙ، پاپ پُوڄائن، تيرٿ ياترائن يا ڪنهن بہ ڪرم ڪانڊ ۾ ڪو تاثير يا تدارڪ ڪونہ آھي. تاثير ملي ٿو من معرفت. من جي سچائيءَ، سڪ ۽ صدق سان ٿي، اُکيان جون ڳنڍيون ڇڙن ٿيون، ترشنا جون تندون ٽٽن ٿيون، مرادون ۽ ممتائون مَرن ٿيون، اُميدون ۽ اُرواح اُوجل ٿين ٿا. ٻاڻ تندي، نهنر، نماڻو ۽ نرمل ٿئي ٿو، ڪرپا شڪتي جاڳي ٿي، مک مان ماڪي وھي ٿي ۽ ڪراتوئہ ڪروڻاميءَ ٿين ٿا. اِھي اِلاھي اوزار آھن اُلدر ۾، جي رُوحاني روھيءَ ٿي لڪا ڪري، اِستعمال ۾ آڻنا آھن. پستڪن جو ٻستڪ بہ ٻمت اُندر اُپي آھي، جو من جي مڪتب ۾ واھي، مطالع ڪرڻو آھي. اي ٻندا، اِنهن من مان مٿي اُڏر ڪر ۽ وري من ۾ ھيٺ ٿپي ھڻ. اُڏر ڪندين تہ آتما جو اُڪم اُناحدي آواز اُنائيندين، مرتيو ۽ اُمرتا جو ٻيد سڃاڻندين. ٿبي ھٺندين تہ قلب مان ڪيرو ڪيندين، ڪمن ۾ ڪمن ٿي، سڀ جو ڀلو چاھيندين ۽ سڀ جي شيوا ڪندين. ھر فرض اُدائيءَ ۾ رب جو روپ ۽ رحم پاسيندين ۽ اِنهن ڪرم ڪري پيو دم دم، دڳہ دڳہ، دلبر جو ديدار ڪندين. اِھا آھي من جي اُوناھي، گھرائي، اُچيتا، دويتا، سيتلتا، نرملتا، جاڳرتا ۽ وشالتا. اِتان اِيندءَ اُلوھيت جو اِسرار، خدائي خمار ۽ اُکنڊ آنند. اي ٻندا، ٻاڻ

 

ٻڌو اٿئي. هاڻي ٻاڻ کي ڇوڙ. اِئين ڇوڙڻ ٻنا ڇُٽڻ مشڪل آهي.

مون لي وڌيڪ ويچار ڏيندي، ڪن سترڪن سمجهائيو آهي ته عام طور، سنسار ۾ جيئُو ناپيدادار ليءِ گذاري ٿو. چاهي ته پيو وتان پر ڏيان کي نه ڪين. اَهڙن جيئن جو سياءِ چٽن نمُونن جو آهي. هڪڙا ڇوُسيندڙ پيا ڦريندڙ، ٻيان ميڙيندڙ ته ڇوڻان وڪڻندڙ. مثلا سيٺي جي ساڳي ته هوُند هميشه پوئُر رهوُن، پر لوٽيءوُن ۽ لوڪيوُن سيٺيءِ جوُن پهنجوُن پهنجوُن. مثلاً ڇوُسيندڙ چاهين ته رڳو پيا ڇوُسيوُن ۽ ڏهوُن ۽ گهٽي ۾ گهڻو حاصل ڪرءوُن، ڪچ ڇترائيءَ چستائيءَ سان، ڪچ ڇتَ چلولائيءَ سان ته ڪچ دوڪــي دولاب سان. ڦريندڙ کي نه ڪهي رڳي لُٽ مار پر ڪچ ڇڙ چاوت سان، ڪچ ڇڙهت ڇنائپيءَ سان ته ڪچ زور زبردستيءَ سان. ميڙيندڙ ته فقط ميڙي ڄاڻي. ڪنو ڪري ڇڏي ويندو پر همت جس ڪونه ڪندو. ٻداوت ته پوري رهيا پر هنر، علم، عقل، تجربو يا آزمودو به پيو اَندر ۾ سانڍيندو ۽ موُر نه ونڊيندو ورِاهيندو ته ٻتان ڪو پيو ورسجي نه وڃي. باقي وڪڻندڙ جا ته طريقا سپ طرپناڪي ۽ لوڪتائي، حرڪتي ۽ حرفتي، ڇو ته هن ڪــي پهنجو وکر وڪڻڻو آهي ۽ نه ونڊو آهي. موُرڪندو ته معني سان، مهڪندو ته ٻه مطلب سان ۽ جي ڪچ هٿان ڇڏيندو ته ٻه موت جي مراد سان. دم دم دل دعوي وڪــيس ليءِ لــــ جهولي پرکندي ته پيو مِيان منوُ سڏجان پوءِ پلي همت هميشه پين جي ڪِيسن ۾ هجن.

مالداريءَ ۾ ملامت نه آهي. ملامت آهي مال پرستيءَ ۾. جيون جي جستجوُ ڇڪڻ ۾ نه پر ڇڏڻ ۾ هٿڻ گهرجي. ڇڏڻ ٻنا، ڇڙڻ ۽ ڇٽڻ ڪيئن ليندو؟ اَکت ۽ اَڻ ڳڻيا اِسباب کهڙي ڪــم جا، جڏهين آورجا ٿي اَکت ۽ اَڻکٽي نه آهي؟ علم جا اَنبار ۽ عالمن جـــا اَنبوهه کهڙو ڪارج سِڌ ڪندا، جي عمل جي اَنپوُٽي آيل نه آهي؟ من جي رِچــي هڪ وقت، فــقط هڪ هنڌ رهي سگهي ٿي، يا سنساري سمبنڌن ۾ يا روُحاني راهه لــي. جهڙي واسنا اَندر واسو ڪندي، تهڙي ٻاهر نڪرندي ۽ تهڙي ڦِري اَندر ويندي. پريم پريم ليءِ پرگهٽ ليندو ۽ پريم جو پرڪاش اَندر جاري رکندو. نفرت، نفرت لــي نروار ليندي ۽ نفرت کي ٿي اَندر ۾ برقرار رکندي. تنهن ڪري ويچارنا ۾، اِها واسنا واڇڙي آهي، تورِي جوڙڻي آهي، بدلائي ٻنائڻي آهي. ڇپيءَ پٽي کو ناڻگ جو زهر غـائب لـي ويندو؟ پر سنڌس ڏندن پچڻ ڪانوءِ ٿي زهري ڳلڦا پي اٿرائتا ٿي پرندا. ساڳــيءَ طرح، رک جو تهه کو پرندڙ ڪوئلي جي لپٽ پڄهائي سگهندو؟ پر پاڻي پوڻ سان ٿي سنڌس گرمائش گم ٿي ويندي. ليڪن ٿي من جوُن نا پيداداري خصلتوُن ختم ڪري، پيداداري خاصيتوُن جاڳائيوُن آهن. نا پيداداريءَ جوُن نشانيوُن آهن: خودغرضي،

خود مطلبي، خود پرستي، خود پروري، خود تسليمي، خود حمايتي، خود رعايتي، خود نمائي ۽ خود شعوري ۔ وري پيداداريءَ جون نشانيون آهن: خود شناسي، خود محاسبي، خود انحصاري، خود اعتمادي، خود آموزي، خود افروزي، خود الزامي، خودگيري ۽ جان نثاري. اهي پيدادار پرپوُرڻ پرش، پيار پيدا ڪن ٿا ۽ پيار پکيڙين ٿا. اهي آهن معصوميت جا مجسم، جڳياسو جادوگر جن جي دل جي حجره مان، دائما ديپڪ جي لاٽ نڪري، روحاني راهه روشن رکي ٿي. پاڻ جو پڙدو هٽائي، اها جوت جي جهلڪ جهٽي آهي. پاڻَ نه پڌاءِ ۽ نه وڏاءِ، پر وڃاءِ. پاڻ وڃاءِ نه پائين.

اهي پيداداريءَ جون خاصيتون ۽ خصلتون برابر مقصد نه آهن پر نه ڪه ذريعو آهن، جي ذرا ذرا، ذري ذري، اخلاقن جو پايو مضبوط ڪنديون، جڏهن مڪان لي آلميتا جي اذاوت ذڙا ذڙ اڏبي. چمق جيان، اخلاق آلميتا کي ڇڪيندا، جو نه آلميتا جي آبسراءِ فقط اخلاقن جي پالهن ۾ پڌجي سگهبي. تنهن ڪري، تا پيداداري، بد اخلاقيءَ ۽ بداعملائيءَ جا پڙدا پري ڪري، پيداداريءَ، اخلاقن ۽ آدرشن جي اگهڻ ۾ اچ نه اها آلميتا جي حوربري، پاڻهي اچي پهاڙءَ ۾ پوي ۽ آلمڪ آنند جو وشرام وٺائي.



 

## (٧) سکُ ڪيئن ۽ ڪٿان ملندو؟

(١) جِس سرب[١] سکا نِڌِ لوڙيئهه[٢] - سو سچ ڪماوءِ
نِيڙي[٣] ديکهُه پاربرهمُ[٤] - اِڪ نام ڌِياوءِ
هوءِ سڳل[١] کي رينُڪا[٥] - هرِ[٣] سنگِ سماوءِ
دوُک نه ديئي ڪسي جيئه - پتِ سِئُ[٦] گهر جاوءِ
پتت[٧] پُنيت[٨] ڪرتا پُرکُ[٣] - نانک سُڻاوءِ[٩].

[راڳُ گوڙي، محلا پنجوان، وارَ (١٧)]

(٢) سکُ ڪئُ مانگي سڀڪو - دکُ نه مانگي ڪوءِ
سُکئي ڪئُ دکُ اَڳلا[١٠] - منمکِ[١١] بوجهه نه هوءِ
سکُ دکُ سمُ[١٢] ڪري جاڻيئهه - شبد ڀيد[١٣] سکُ هوءِ.

سري راڳُ، محلا پهلا، اشٽپدي (٨) ٧

(٣) نانڪ بولڻُ جهکڻا[١٤] - دکُ ڇڏِ منگيئهه سکُ
سکُ دکُ دُءِ[١٥] در[٦] ڪپڙي - پهرهِ جاءِ مَنکُ.

راڳُ مانجه، محلا پهلا، وار (٢٤)

(٤) جَد[٣] پاوي تان گاوان باڻي[١٦] - جد پاوي تان سچ وکاڻي
جد پاوي تان ستگرُ مِليا[١٧] - سرب[١] سکان پربهُ تيري دئِيا[١٧].

راڳُ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (١٤)

(٥) بُرا ڀلا ڪوئي نه کهيجي - ڇوڙ مانُ[١٨] هر چرن گهيجي[١٩]
کهُ نانڪ گُر منترُ چِتار[١٣] - سکُ پاوهِ ساچي[٣] دربار[٦].

(٠٣)

(٦) آپ مَنِ اَسِيا[٢٠] - ڪرني[٣] هارا
پئي[٢١] ڀسي - آتم سکُ سارا.

(١١٣)

(٧) مانِ[٢٢] آگيا[٢٣] سرب[١] سکُ پائي - دوُکهُ نساءِ[٢٢] گوائيو
جئُ سُمِرَن[٢٥] پئي پربهُ[٣] ناکر - سبهِ آنند روپ دکائيو.

(١٣٦)

---

١. سب. ٢. چاهين ٿو. ٣. نزديڪ، ويجهو. ٤. پرماتما. ٥. خاڪ، مٽي. ٦. درگاهه.
٧. پاپي. ٨. پوتر ڪندڙ. ٩. جس ٻڌاءِ. ١٠. وڌيڪ. ١١. مورک، بيمکهُ. ١٢. هڪ جهڙو
١٣. سمجهاڻي، پڇاڻي. ١٤. اجائي ٻڪواس. ١٥. ٻئي. ١٦. چوان. ١٧. ڪرپا، رحم.
١٨. اهنڪار. ١٩. پڪڙجي. ٢٠. اچي وسيو آهي. ٢١. پيو. ٢٢. مڃ. ٢٣. اشور جو
حڪم. ٢٤. ڏيو. ٢٥. راضي، پرسن.

(٨) رام سگل ڀلا مَنُ ڪري – اهڙو ڪرم ڪماءِ
حُڪمي ٻُوجهي سدا سک – نانڪ لِکيا[1] پاءِ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، ٻاون اکري (٣١)

(٩) دُکھ سُوک پرڀ[2] ديونهار – اَوَر تياڳ تُون تِسهه چِتار[3]
جو ڪڇ ڪري سوئي سک مانِ – ڀُولا ڪاهي ڦرهِ اَجان[4].

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي ١٥(٤)

(١٠) جس سک ڪهٌ – نِمه ٻاڇهہ[5] مِيمه
سو سک – سادُو سنگ پراپت.

١٩(٢)

(١١) چتراڻي سياڻپا – ڪِتَي[6] ڪام نہ آئيئي
تُٺا[7] صاحب[2] جو ڏيوي – سوئي سک پائيئي.

راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (١٠٣)

(١٢) ڦِرت ڦِرت[8] ڀُمِيُو[2] ڏتار آئيا – ڀيءُ[2] ڀڃن هر[2] رائيا
ساڌ ڪي چرن ڌُوڙ ٻاڇيءِ[5] – سک نانڪ اِهه پائيا.

راڳ گوجري، محلا پنجوان، شبد (٧)

(١٣) آپڻي[2] ڪرپا ڪري گُر پائيئي – وچهُ آپُ[9] گوائي[10]
تِرشنا بُجهہ وچهُ اُتري[10] – سک وسي مَنِ آئي.

راڳ گوجري، محلا ٽيجا، وار (٨)

(١٤) دک سک دوئا جيها ڪيتا[11] – سو نبهي[12] جيهہ نالي[13]
جيهي ڪرم[11] ڪرائي ڪرتا[2] – دوجي ڪار نہ ڀالي[14].

راڳ وڏهنس، محلا پهلا، الاهڻيا (٢) ٤

(١٥) بيوهه اَپِڻه[15] ڀرم[16] سک پائيئي – تج[17] گهر واسا[18] هوئي جيءُ
جنم مرڻ ڀو ڀنجنُ[2] گائيئي – پُرڀ[19] جنم نہ هوئي جيءُ.

راڳ سورٺ، محلا پهلا، شبد (١١)

(١٦) گُورمک[20] پرگاس[21] ڀئيا ساتت آئي – دُرمت[22] ڀَڌ نِواري
آتم[2] برهم چين سک پائيا – ست سنگت پرک تماري.

راڳ سورٺ، محلا چوٿان، شبد (٧)

(١٧) ڪام ڪروڌ لوڀ موهه اڀمانا[9] – تامهه سک نهي پائيئي
هوڄهہ رام لُوَن سگل ڪي ميري مَن – لٽُ آنند[23] منگل سک پائيئي.

راڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (٢٠)

---

١. ڪرمن جو ليک. ٢. پرماتما. ٣. ياد، سمرن ڪر. ٤. غافل. ٥. چاهين ٿو. ٦. ڪنهن بہ. ٧. ٺوڪي. ٨. جُوڻين ۾ ڀٽڪي ڀٽڪي. ٩. اهم ڀاؤ، اهنڪار. ١٠. اسورت ڪري. ١١. جيڪي ڪرم ڪجن ٿا. ١٢. هلندو. ١٣. سانت، گڏ. ١٤. ڏسڻ. ١٥. آمرت. ١٦. سريشٽ. ١٧. سڀئي سروپ ۾. ١٨. نواس. ١٩. ڀو، ڊپ. ٢٠. گورو معرفت. ٢١. روشنائي، سوجهرو. ٢٢. ڏرٻُي مت. ٢٣. خوشيون.

(۱۸) جن[1] کي چرن وسهہ ميري هيئڙي[2] - سنگِ پنيتا ڊيهي
جن[1] کي ڌوڙ ڊيهہ ڪرپانڌ[3] - نانڪ ڪيءِ سک ايهي.

راڳ ڌناسري، محلا پنجوان، شبد (۳۵)

(۱۹) دوک ڪدي جڌ[5] وسريءِ[4] - سک پرڀ[3] چيت آلي
سنتن ڪيءِ آنند ايهہ - نِت هر[3] گڻ گائي.

راڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (۵۰)

(۲۰) آپ پڇاڻهہ[6] تان سچ[2] جاڻهہ - ساچي سوجهي[7] هوني
سچا شبد سچي هيءِ سويا[8] - ساچي هي سک هوني.

راڳ سوهي، محلا تيجا، چهنت (۴)۳

(۲۱) پوهہ چوٽا ڪل[9] اوپر آوهہ - آنسي شيو ڪماوهہ
آپس تي اوپر[10] سڀ جاڻهہ - لهہ ڊرگهہ سک پاوهہ.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (۲)

(۲۲) سک دک پرب[11] جنم ڪي ڪيئي - سو جاڻيءِ جن دائي ديئي
ڪس ڪهہ دوس[12] ديهہ ڪون پراڻي - سهہ اپڻا ڪيتا ڪارا[13] هي.

راڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (۱۴)۱۰

(۲۳) سک ناهي بهتي[14] ڌن ڪائي - سک ناهي پيکي[15] نرت[16] نائي
سک ناهي بهہ[14] ديس ڪمائي - سرب سکا هر هر گڻ گائي.

راڳ ڀيرو، محلا پنجوان، شبد (۴۱)

(۲۴) جنم جنم ڪا سنسا چوڪا[17] - رتن نام جب پائيا
ترشنا سکل بناسي[17] من تي - نج سک ماهہ سمائيا.

راڳ بسنت، محلا ناوان، شبد (۳)

(۲۵) نتهہ[18] سنگِ سنتن ڪي شيوا - چرن جهاري[19] ڪيسائيو[20]
آٺ پهر درسن سنتن ڪا - سک نانڪ اهہ پائيو.

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (۶۶)

(۲۶) هر ڪا نام ندان[21] هيءِ - شيو نيئيءِ سک پائيئيءِ
نام نرنجن اچران - پت[22] سڌ گهر جائي.

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (۴)

(۲۷) آسا وچ اَت دک گهڻا - منمک چت لائيا
گرمک ڀئي نراس[23] - پرم سک پائيا.

(۳۱)

۱. سدا مهانماٿون. ۲. هردو. ۳. پرماتما. ۴. لڌهين. ۵. جڌهين. ۶. سڃاڻ. ۷. سمجهہ، سڃاڻپ. ۸. مهما، وڏائي. ۹. هيٺان. ۱۰. مٿان. ۱۱. اڳين. ۱۲. ڏوهہ، ڏوراپو. ۱۳. سخت. ۱۴. گهڻو، بيحد. ۱۵. ڏسڻ. ۱۶. ناچ، گانا، ناٽڪ. ۱۷. ختم ٿيو. ۱۸. اڪيون، لبيٽر. ۱۹. چيڏيان. ۲۰. وار. ۲۱. خزانو. ۲۲. عزت آبرو. ۲۳. آسا کان رهت.

(٢٨) سي سُکيئڙ سدا سؤهڻي[1] - جن وچهُ آپُ گواءِ
لِن سوک[2] وِجوڳ[3] ڪدي نهي - جو هُرکي[4] اَنڪ سماءِ.

راڳ ملار، محلا پهلا، شبد (٧)

(٢٩) دؤکا ني سکہ اوبِجهه[6] - سؤکي هووهِ دؤکہ
جِس مُکہ تؤن[4] سالاهيئهه - لِس مُکہ ڪئسي ڀُکہ.

راڳ پرڀاتي، محلا پهلا، شبد: (٢)

(٣٠) آپُ سنوارِهِ[7] مئي[4] مِلهه - مئي[4] مِليا سکہ هوءِ
فريدا جي تؤن ميرا[4] هوءِ رهه - سڀ جڳہ تيرا هوءِ.

سلوڪ، شيخ فريد (٩٥)

(٣١) جِتن[8] ڀهت سکہ[9] کي کيئي - دُکہ[10] کو کِيئو نہ کوءِ
ڪهُ نانڪ سُن ري منا - هُر[4] پاوي سو هوءِ.

سلوڪ، محلا ناوان (٣٩)

---

١. سندر. ٢. دکہ. ٣. وچوڙو، جدائي. ٤. پرماتما. ٥. ڏيان پر. ٦. پيدا ٿئي ٿو. ٧. سنڌارين، بڻائين. ٨. اُپاءُ، ڪوششؤن. ٩. دنيوي سکہ ۽ سهنج. ١٠. جمڻ مرڻ جي دکہ جو علاج.

 

## سُک ڪيئن ۽ ڪٿان پراپت ٿيندو؟

ٻالڪن کي ياد هوندو ته هن پستڪ جو آرنڀ ئي "دک" سان، ٻهراڻين ڀاڱن ۾ ڪيو ويو آهي. دک جا ڪهڙا ڪارڻ آهن جن جي وستار ۾ ڪن ڇهن ڀاڱن ۾، ڪافي اڳتي اچي چڪي آهي. هاڻي "سک" بابت سمجهاڻي ڏجي ٿي. سک ۽ دک، منش جي جيون ۾ وڏي اهميت رکن ٿا ۽ جيستائين هُن کي هن مسئلي جي پوري پروڙ نه پئجي سگهي آهي تيستائين هُن جي جيون پاڻرا سڦل نه ٿيندي. تنهن ڪري، هيءَ سوال منش لاءِ بلڪل مکيه ۽ مهتوپُورن آهي. اهو سوال آهي دک ۽ سک جي سچي سڃاڻپ ۽ مفيد علاج جو.

ساڌارڻ طور، جا وستُو اسان جي من کي وڻي ٿي سا جيڪر ملي، ته سمجهُون ٿا ته سک ملندو ۽ جا وستُو اسان جي من کي نه ٿي وڻي سا جيڪر دُور ٿا دفع ٿي وڃي ته به سمجهُون ٿا ته سک ملندو. ساڳيءَ طرح، جا وستُو اسان جي من کي وڻي ٿي سا جيڪر نه ملي، ته سمجهُون ٿا ته دک رسندو ۽ جا وستُو اسان جي من کي نه ٿي وڻي، سا جيڪر نه هٽجي، ته به سمجهُون ٿا ته دک رسندو. پيا دک ٿين ٿا خيال کان، انديشي وچان پيا ڊپ ڏيارن، ته شايد هيئن نه ٿئي يا هُوئن نه ٿئي، ته متان هيئن نه ٿي پئي يا هُوئن نه ٿي پئي. ڊپ ئي دک جي جڙ آهي جو مصيبت کي تصوري صُورت ۾ آڻي ٿو.

مطلب ته سک يا دک جو احساس، من جي ويچار ڌارا سان آهي، گويا پئي سک ۽ دک من گهڙيل آهن. پوءِ ڪنهن کي ڪنهن وستُوءَ مان سک جو اَنڀؤ ملي ته ڪنهن کي اُنيءَ وستُوءَ مان. اِئين به ٿي سگهي ٿو ته ساڳي وستُو، هڪ لاءِ سکدائڪ ته ٻئي لاءِ دکدائڪ يا ساڳي وستُو ساڳئي انسان لاءِ، هڪ وقت سکدائڪ آهي ته ٻئي وقت دکدائڪ. جهڙوڪ بيمت ٿيڻ کان پوءِ ذائقيدار يا طاقتور طعام به لذت وڃائي ڇڏيندو آهي. اِنهيءَ ڪانسواءِ پيا به سک ۽ دک آهن جي ظاهر آهن ۽ اَڪين اڳيان پرتيت آهن، جهڙوڪ هڪ طرف، شاهوڪاريءَ جا عيش، آرام، سک ۽ سهوليتون ته ٻئي طرف، غريبي ۽ بيڪسيءَ جا ڏک، ڏجها ۽ ڏاڪڙا، يا سريرڪ پيڙائن، بيمارين، روڳن ۽ ڪشٽن جا دک ۽ عذاب. اهڙن سکن دکن جو به من تي پرڀاءُ پئي ٿو ۽ من کي موهيو، منجهيل ۽ مايُوس رکي ٿو.

سک ۽ دک جو ڪارڻ ڪهڙو به هجي، پر هرڪو چاهي ٿو ته مون کي سک پراپت ٿئي ۽ دک لورت ٿئي ۽ سک کي ميسر ڪرڻ لاءِ يا دک کي دُور ڪرڻ لاءِ، مان پنهنجي سمُوري سمرٿي ۽ شڪتي لڳائڻ لاءِ تيار آهيان چو ته سک حاصل ڪرڻ آتما جو آواز آهي ۽ من جو ذاتي شياءُ آهي. پر حقيقتان، دک مان ئي سک جي قدرشناسي ٿئي ٿي ۽ سچي سک جي سڃاڻپ ملي سگهي ٿي. سو جيون ۾ دک به بلڪل ضروري ۽ نصيحت آميز آهي.

هاڻي ڏسڻو آهي ته سچو سک ڇا ۾ آهي ۽ ڪٿان پائڻ پوندو؟ ڇا سک دنيوي وستن ۾ آهي؟ جي ها، ته ڇا انسان پنهنجي اڇا موجب، وڻندڙ وستو وٺي يا اڻوڻندڙ وستوءَ کان وانجهي، پاڻ کي سدا سکي رکي سگهي ٿو؟ ڇا اسانجو شخصي تجربو ائين ثابت ڪري ٿو؟ انهن سوالن جي صحيح جواب ۾ ئي اسانجي مسئلي جو جواب جمع ٿيل آهي.

اي پيارا، من کي غور سان جاچ ته جڏهين ڪا من پسند وستو ملي ٿي يا راحت بخش حالت پيدا ٿئي ٿي ته من برابر خوشي محسوس ڪري ٿو پر ڪجهه ۾ ئي نيون ڪلپنائون پيدا ٿين ٿيون. هڪ ڊپ ته متان مليل وستو وڃائجي نه وڃي ۽ ٻيو ته اڃان اڌڪ ۾ اڌڪ ايندو رهي ته شال ترپت ٿئي. ساڳيءَ طرح، ڪا ناپسند وستو يا رڪاوٽ دور ٿئي ٿي ته من حال ته لاشڪ شانت ٿئي ٿو پر اها ڪل ٿوري وقت لاءِ. يڪدم چاهنا پيدا ٿئي ٿي ته اها وستو يا رڪاوٽ اڃا به ويجهڪ هون کان دور ٿئي يا ٻي به ڪا اهڙي لاڳاپو رکندڙ وستو ۽ رڪاوٽ دور ٿئي يا اصل دفع ٿئي! من پسنديءَ ۾ ئي مصيبت موجود آهي.

اها آهي ترشنا، جا نوان نوان سنڪلپ ٿي اٿن ڪري. ترشنا ترپت ٿيڻ جي ڪانه آهي. ترشنا جي ترپتيءَ مان ٻي تمنا نئي پيدا ٿئي ۽ ٻي تمنا جي اُٿوواري، ٿئون دک سي پوڳاڻي. هر انسان جي هر وقت هر تمنا پوري ٿيڻ ناشدني آهي ۽ جي اها اُٿوواريءَ يا نهڪلتا، دک ٿي رسائي ته پوءِ ڪن جو دک دور ڪيئن ٿيندا؟ ڪن جا سب جتن، سک جي پراپتيءَ لاءِ، وٿرڪ ويا ۽ مطلب سڌ نه ڪري سگهيا. گهڻيئي پدوان، دک وڌندا ويا. ڇو؟ ڇو جو سک ۽ دک جو اُپاءُ ٿي آسٽ هو ۽ اُن کي وٺڻ يا وڃائڻ جا طريقا به غلط هئا.

سچو سک ڇا آهي؟ سکدائڪ وستو اها آهي جا ڪڏهن کي نه ملي، ۽ ڪيتري ئي ملي ۽ ڪڏهين نه ملي ته من هردم ۽ هميشه لاءِ ترپت رهي. جي اهڙي وستو هٿ اچي ته چئبو ته سچو سک پائڻ پيو. اها وستو لاڳاپو رکي ٿي نه ڪڏهن خاص انداز سان، نه ڪڏهن خاص وقت سان، نه ڪڏهن خاص آستان سان ۽ نه ڪڏهن خاص منش سان. اها وستو هر وقت، هر هنڌ ۽ هر لاءِ سکدائڪ هئڻ گهرجي. جي ائين نه آهي ته نه سک پراپت ٿيندو ۽ نه وري دک دور ٿيندو. گويا سک ۽ دک جي سرحدي سلامت رهجي ويندي.

اهي سنساري سک ڪهڙي ڪم جا، جي تمنائون ۽ طلبون وڌائي، نوان دک پيدا ڪن؟ اهي سرير جا ڀوڳ ڪهڙي ڪم جا، جي رت ست سڪائي، نوان روڳ پيدا ڪن؟ اهي وستو ڪيئن سکدائڪ چئبيون جي ڪن کي سکي ڪن ۽ ڪن کي دکي ڪن يا ڪڏهن وقت وٺن ته ڪڏهن وقت نه وٺن. وگيان ذريعي روز روز نيون نيون وستو پيدا ٿيون جن مان سرير کي زياده ۾ زياده سهنج ۽ سهوليت ملي، پر ڇا منش ذات ڏينهون ڏينهن سکي يا دکي ٿيندي ٿي وڃي؟ اهي سڀ سهنج ۽ سهوليتون نظر فريبي آهن.

 

سک ايندو ڪٿان؟ هڪ سک ماڻ ته ٻيو ڪوي هڪ طلب پوري ٿئي ته ٻي لڳي ٿي ڪري. هڪ وڏيڪ سکي ٿو ٿئي ته ٻيو جاءِ وڏيڪ دکي ٿو ٿئي. هڪ پاڻ ماڻ ٻي پاڻا، هڪ وڪار ماڻ ٻيو وڪار، انهن وچ مان جي پنڪ ۽ اشانتي وڌندي. سک جي ڪوج وچ دک ۾ بدلبي. لڻهن ڪري، اي ٻندا، ڪجھ سوچ، ڪجھ ساڃاھ. سنساري سکن ۽ سرپر ڪ پوڄ بلاس، نه ڪنهن ڪسي سچو سک ڏنو آهي ۽ نه ڪنهن کي ڏيندا؟ ڇو؟ ڇو ته اهي وشيه واسنائون آهن ۽ پاهرئون ۽ ڏاريون آهن. مومل جي ڪاڪ جيان ڪاغذي ٻوٽا آهن ۽ پاڇا آهن. منجهن ڪجھ ڪونهي، نه دک ۽ نه سک. ڪنهن جو من انهن کي سک جي صورت ٿو ڏئي ته ڪنهن جو من دک جي. وري اهوئي من، انهن کي ڪنهن وقت سک جي صورت ٿو ڏئي ته ڪنهن وقت دک جي. من چنچل ته سندس درشٽي به چنچل. گهڙي ۾ تولو ته گهڙي ۾ ماسو. سچو سک اٿي اندر ۾. اندر ۾ ڳولهيس ته لهئي. دک جو ڪارڻ مثاءِ تي دک ۽ متجي وڃي تڏهن ته نه دک، مرڻ تائين جند ڪوله ڇڏيندو پلڪ جنم جنم ۾ پيڇو ڪندو ايندو. اهو دک ناسور جي ڳوڙهي مثل آهي، جو ڪڏهن اڇلائڻو ٿيندو.

اي ٻندا، هاڻي پنهنجن خلقيل ۽ من گهڙت سکن ۽ دکن کي ڇڏي، اچ ته انهن سکن ۽ دکن جو ويچار ڪريون جي اکين اڳيان ظاهر ظهور آهن ۽ جنهن بابت (٧)٥ باب ۾، ڪرمن جي ليکي سان، ڪافي سمجهاڻي اڳي ڇڪي آهي. سک ۽ دک ساري سنسار ۾ سمايل آهن. سک ۽ دک به پرماتما جي پرڪرتيءَ جو هڪڙو ڏيند آهي. ڏيند، پرڪرتيءَ جا چٽڪ بنياد آهن، جهڙوڪ رات ڏينهن، اونده روشني، بدي نيڪي، گهٽائي ڦڙوائي، مٺاهين مٺاهين، اجڙ آبادي، ٻوڏ سوڪ، وغيره وغيره. سک دک به انهن سانئي سڪي جا ٻه پاسا آهن. ڏس ته ڪن جي نصيب ۾ پياس نه اڃهي ته ڪن اڳيان جام خالي نه ٿئي، ڪي پريءَ ۾ ته ڪي پساڪر ۾، ڪي سکيا ته ڪي اڳها، ڪي سچا ته ڪي جڏا، ڪي اوچ ته ڪي نيچ، ڪي سچا سڪٽا ته ڪي ميا متارا.

اي ٻندا، اهي قدرتي ۽ ڪرمن جا ڪارناما آهن. انهن جو فڪر نه ڪر ڇو ته اهي پرالبڌ، ڪرمن جي قانون جي فتوا، جا اڻٽر آهي. مري به متائي نه سگهنديون. پرڳڻ ٻيا اهي مٽبي ڪانه ۽ ڳڻتيءَ سان ڳولڊي ڪاله. گرو نانڪ ديو جن فرمائين ٿا:

سک دک پورب جنم کي ڪيتي - سو جاڻيءِ جو داتيءَ ديتي واڳ مارو، محلا پهلا،

ڪس ڪئه دوش ديهه تون پراڻي-سهه اپڻا ڪيتا ڪرارا هي. سولهو (١٤)١٠

جا پوڳنا پوڳٽي آهي، سا رڳڻ ٻدران ڪلي ڇو نه ڀرڳجي؟ سبب ڪري ڀوڳيندا نه دک جو تاثير نه معلوم ٿيندو. سونهن جي شڪتي نبل نه ليندي، بلڪ اڃا شڪتي ۽ السا.

ٻرٻل ٿي، آڻيندي جي ٻراٻڙ ٻهڙو ۽ فائدي منڊ ٿاڻيندا. سچائيءَ، ايمانداريءَ، اُورچائيءَ، انساهت ۽ ديانتداريءَ سان، ٿون پاپي ٻهچي ۽ ڪٽڌب جي جيئن سڪي ڪرو. ضروري سهڻپن ۽ سهڙ ليئڻ ٻرڪا ٻرائي ڪاڻ آهي. ٻرائي آهي اُنهن منجهه من اُنڪاڻ ٻ. من اُنڪيو ڏ ترشنا ٽنگ ڪندي، جي ترشنا ٽنگ ڪيو نہ، لالچ لامارا ڏيندي، لالچ لامارا ڏنا ٽہ سڀ وڪار واري ٿي وچڙندا، جسي وڪار وچڙيا ٽہ نيڪيءَ ٻديءَ جو ڀيد نہ رهندو، ۽ جي نيڪيءَ ٻديءَ جي شناخت ٿي ٽہ دک دائما قائم رهندو. ٻوءِ سک ايندو ڪٿان؟

اِنهيءَ ڪري، اي ٻندا، سنساري سڪن ٻنيان من نہ اٽڪاءِ ۽ ڦٽڪاءِ، راڳ ۽ دليش جو راڳ نہ رچاءِ، ٻاٽــو سڀ ڪري ٻوڳ، جيئن ڏارا جي وهڪ سان هٿ چڙاند نہ ڪر، سنسار جي ٻيبقائيءَ ڪان نہ ٻلج ۽ شڪر، سنتوش ۽ شانتيءَ ۾ رهه. جيستاءِ ٻرڪرتي آهي تيستاءِ سک دک جو چڪر چالــوُ رهندو، ٿون چاهين نہ چاهين. تنهن ڪري اِنهي ڪي سئيڪار ڪر، جيئن ساگر ندين جــو ٻاڻي ۽ گٽر جو گند گڏ جذب ڪندو آهي. آئي ٽہ روزي گئي ٽہ ٻلا. نہ ٻوورتي ٻڏائي ۽ نہ وري نورتي ٿهوڙي. ٻنهي ٻاسي سرب اِڇاءِ سک ۽ دک، لستوُن ۽ للاوُن، ٻيڙائوُن ۽ ٻوڳمائوُن ٻهوُن اُچن ٻو من نہ للڏي نـہ ڏڏي. اِها آهي سم ٻاوَنا ۽ سم دوشٽيءَ جي ڪسوٽي، اِها آهي من جي ايڪاگرتا جي نشاني ۽ اِها آهي اِلهامي احساسيت گوروُ نانڪ ديو جن فرمائين ٿا:

سک ڪٽُ مانگيءَ سيڪو - دک نہ مانگيءَ ڪوءِ

سوي راڳ، محلا ٻهلا
اشٽپدي (٥)٧

سکيءَ ڪٽُ دک اَگــلا - مُعمکُ ٻوُجهہ نہ هــوءِ

سک دک سَم ڪر جاڻيئِهہ - شبدِ ڀيدِ سک هــوءِ.

اي ٻندا، جي من جي ورتي اِي اچي ٽہ آتمڪ آنند جو اَنڀوُ ٿيندءِ. اِهو آهي اَٽل سک، ٻرم سک، اَسر سک ۽ مها سک. سنساري سڪن ٻنيان ماڻ جي مراد رهي ٿي ۽ ماڻ جي مراد ٻنيان مِٽجڻ جو خطرو رهي ٿو. اِها ٻوُجهہ ٻئي ٽہ جيهن ڪي اسين سک سمجهوُن ٿا اُهو عارضي ۽ بيبقا آهي ٻلڪ دک جو ڪارڻ آهي، نہ سمجهڻ ڪوي ٽہ هاڻي اَوديا جي ٻروُڙ ٻٽي آهي ۽ گيان جي جهلڪ ٻرڪاش ڪري رهي آهي. مڪتيءَ جي منزل اِتان شروع ٿئي ٿي. آتمڪ آنند آهي اَکٿ ٻيدارو جتي ٿاٻ ۽ ڪٿ جو ليکو ٿي ڪونهي. رڳو جرڙ ۽ ضرب، هميشه ٻرٻوُر. ٻيو ڏجي ۽ ڏيندي دل نہ ٿسي ٻئي، ڪڏي. ڏٺي ٻہ ڏاتر ٽہ ڏجي ٻہ ڏاتار ٻاران، ڏاڙٻلن ۽ ڏکين کي. ڏيندڙ، وراهيندڙ ۽ وٺندڙ جــا واڇا ٿي نہ رهــن. درد وٺ ۽ درد مند ٻئي هڪ ٿي وڃن. شيخ فريد صاحب فرمائين ٿا:

آپُ سنوارهِـــ ميءِ مِلهہ - مــيءِ مليا سک هــوءِ

سلوڪ، شيخ فريد
(٩٥)

فريدا جي توُن ميرا هــوءِ رههُ - سڀ جگہ تيرا هوءِ.

ساري پرڪرتي ۽ سنسار جا سمورا سک ۽ ڏک، اُنهيءَ آنند متعلق ٻاچا ۽ ٻڙاڏا آهن، جن کي پنهنجو الڳ وجود ڪونه آهي. جنهن اهو آنند پاتو، سو ساري سنسار جو سرڪردو آهي. اهو آنند هر وقت، هر هنڌ ۽ هر ڪاتر سکدائڪ آهي. اهو آنند ڏک جي پيٺ ۾ سک نه آهي، پر ڏک سک جي پيڙ کان خالي آهي. اهو آنند ڏک رهت آهي ۽ رڳو سک ئي سک آهي. اهو آنند جيو آتما ۽ پرم آتما جي ميلاپ جو رس آهي. ٻاهريون نه پر اندريون سک ساگر آهي. چکڻ، چٽڻ ۽ چوسڻ ممڪن آهي پر لفظي بيان ڪرڻ ناممڪن آهي.

اي ٻندا، اهو آنند تنهنجي جيون ياترا جي آخرين پوڙي آهي. اُنهيءَ لئي اَکر رکه. اُنهيءَ کي پائڻ لاءِ يتن ڪر. سڀ سک اُنهيءَ ۾ سمايل آهن. اُنهيءَ پائي ٻي ڪابه درڪار نه رهندي، ڪابه مصيبت من نه منجهائيندي، ڪابه چنتا سنڌ نه سُڪائيندي ۽ ڪابه آس دل نه ڏکائيندي. اُنهيءَ آنند جي پراپتيءَ لاءِ، گورو ارجن ديو جن هيٺيون منتر ڏسيو آهي:

جِس سرب سکا ڦــل اوڙيهِ - سو سچ ڪماوهه
نيڙي ديکهُ پــار بــرهم - اِڪ نــام ڌيــاوهه
هــوءِ سگل ڪــي رينُڪا - هــر سنگ سماوهُ
دُوکه نه ديئي ڪسي جيئَ - پــت سُ گهر جاوهُ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، وار (١٧)

مطلب ته جي تون سچا سک ۽ مِٺا ڦل چاهين ٿو ته تون سچ جي راهه تي هل ۽ سچي ڪِرت ڪماءِ. ايشور کي حاضران حضور ڄاڻي، اُنهيءَ جي نام جو جاپ ڪر، سمرن ڪر، ڌيان ڌار. ڪنهن جو مَنو نه گهر ۽ ڪنهن کي ڏک نه پهچاءِ. سڀ جي چرنن جي خاڪ ٿي غربت ۾ گذار ته پرماتما جي سنگ ۾ سمايل رهين ۽ سندس دربار ۾ پاڻهن لــوڏي شان شوڪت سان داخل ٿين. سنسار سپنو آهي ته سچ به آهي. جي من ورڪت آهي ته سنساري سنبنڌ ۽ وهنوار سچا آهن، جن سان تعلق سچائيءَ ۽ صفائيءَ وارو رهندو. جي من انڪيل آهي ته سنساري سنبنڌ ۽ وهنوار، اُلٽو روپ اختيار ڪندا، اَنگل آرا، آنک مچولي ڪندا، جاڳندي جلائيندا ۽ خوابن ۾ ستائيندا. ڏک متبو ڪونه ته شانتي ڏسبي ڪونه. جڏهين گهري ننڊ ڪاٽي وڃي ٿي ۽ جيئي من داخل ٿي ڪونه ٿو سگهي، اُتي سنسار به ڪونه ٿو ستائي. اُنهيءَ گهڙيءَ ۾ ٿي سک سمايل آهي. ته چئبو ته اسان جا ڏک، ڦرڻا، ڊپ ڊاءُ، آسون ۽ اَنديشا سڀ من گهڙيل، خيالي خواب آهن.

جيستائين من آزاد، اَسٿر ۽ اِڪاگر نه آهي پر سنساري قيدخاني جو قيدي آهي، تيستائين اندرين جي سنسڪارن ۽ وشيه واسنائن جي ميلاپ مان، فقط ترشنا جي اُپتي ٿيندي ۽ ترشنا جو روڳ، رڳو ڏکن جو درشن ڪرائيندو. ترشنا جي ڪارخاني ۾ فقط ڏک نهيڊا آهـ

ڪڍڻ ڪري، اي بندا، من جي ويچار ڌارا جي واڳ وٺي، ورڪيءَ واري طرف وراءِ. ٿيائي جو تصوّر ڪر ته سچي سک جي سرحد سامهون نظر اچي ۽ دک جو دريا ٽپي سک جي ساگر ۾ سنان ڪجي. انهن ٽپي سفر ثابت ٿيندو ۽ اي آتما جي تلاش تسليم ٿيندي.

اهو آهي من جو ذاتي، اصلي ۽ سچو سڀاءُ. جي جيئن آتما پرم آتما جو جزو آهي ته من به جيئن آتما جو جزو آهي. اصلي ۽ سچي سڀاءَ ۾ سمائجڻ سان، من ۽ آتما ٻئي هڪ ٿي وڃن ٿا، اهڙا ڏُنيءَ جي اڪيلي ۽ اڪت آنند ۾ موجود ماڻين ٿا. اهڙيءَ آنند آئي، من جون ٻيون سڀ طلبون ۽ تمنائون، تات ۽ فڪرات فرار ٿي وڃن ٿيون. پوءِ من جو ٻڏڪي، اٽڪي ۽ آزاري؟ پوءِ من ڇو نه ايڪاگر ۽ استر رهي، خيالي سکن ۽ دکن کي دفع ڪري، سچي سک سان سدا سنبهل رهي؟ ڪرمن جي ليکي لهڻي موجب، جيون جون لاهيون چاڙهيون ٿيون اچن وڃن يا سرپرڪ ڪشت ۽ ڪليش پيا چڙهن لهن، پر من، پريشانيءَ جو پيمانو پار ڪري چڪو آهي، ڇو ته من هاڻي پنهنجي اصلي ۽ سچي سڀاءَ ۾ سمايل آهي.

اهو ساڳيو سڀاءُ آتما جو ٿي آهي. آتما جا ٻه ٻه پاسا آهن: هڪ امرتا ۽ ٻيو آنند. جڏهين ڪو جيئو مرندو آهي ته هميشه ٻيهر ويندو آهي ته ڪيئن مٿو ۽ ڇو مئو، پر جيڪري جيئو لاءِ انهن ڪون ٻيهر ويندو آهي ته مري ڇو ٿو؟ ڇو ته آتما جي خاصيت آهي امرتا ته موت تعجب ٿو ڏياري. ساڳيءَ طرح، ڪو جيئو ڪڏهن به سبب ڪري دکي هوندو آهي ته هميشه ٻيهر ويندو آهي ته ڪيئن دکي آهي ۽ ڇو دکي آهي، پر سکي انسان لاءِ اهين ڪون ٻيهر آهي ته هو ڏکي ڇو نه ٿو ٿئي؟ ڇو ته آتما جي به ذاتي خاصيت آهي سک. جڏهين من آتما جي ذاتي سڀاءَ ۾ سمائجي، امرتا ۽ آنند جي استٿيءَ ۾ اچي ٿو، تڏهين دک جو ديرو ڊهي ٿو، سک سدا سلامت رهي ٿو، پاڻ پڇاڻي، آتما جو اُپٽو ٿئي ٿو، سنساري سک دک يا سنبنڌ، ڏيهہ يا ٽن گڻن جا کيل تماشا، سڀ سرپر سان لاڳاپو رکندڙ سمجهجن ٿا ڇو ته من سرپر سان ناتا ٽوڙي، آتما سان جُڙجي ويو آهي. هاڻي من، من ٿي نه رهيو آهي.

من، من ٿي نه رهي! اها استٿي اکڻ آسان آهي پر اڻڻ اوکي آهي. انهيءَ اڻڻ لاءِ ڪئين ڪشت ڪشالا ڪڍڻا پوندا، هردم هوشيار رهڻو پوندو، سوين ساڌن ڪرڻا پوندا، آپو مٽائڻو پوندو، نفس ليست ڪرڻو پوندو، هيڻاين ۽ حليمائي اختيار ڪرڻي پوندي، چت شڪتي چُست ڪرڻي پوندي ۽ من مايا ۾ آڻڻو پوندو. اي بندا، ياد رک ته من جون ياوناٺون مُستقل نه آهن پر پاني، بدلائي سگهجن ٿيون ۽ پاڪيزه ٿي ڪري سگهجن ٿيون. انهن ڪرڻ به جڳائي. جو منُ اڄ ڪامي آهي سو سُڀاڻي نشڪامي به ٿي سگهي ٿو، جو ڪروڌ ۾ آهي سو ڪروڌ ناميءَ به ٿي سگهي ٿو، جو لوڀي آهي سو لاطمع به ٿي سگهي ٿو، جو موهي آهي سو نرموهي به ٿي سگهي ٿو، جو هنبلو آهي سو حليم به ٿي سگهي ٿو، جو ڪٺور آهي سو ڪومل به ٿي سگهي ٿو ۽ جو آزار ۾ آهي سو آرام ۾ به آڻي سگهجي ٿو،

بشرطيڪ رڳو قلب جي ڪل قابوءَ ۾ اچي. اهو ياد ڪرڻ ضروري آهي ته اها ڪل آهي شانتيءَ ۾. سک معمولي شانتي. جي من سانت ۾ آهي ته سدا سکي آهي پر جي اشانت آهي ته سدا، سک کان سکڻو آهي، ڇو ته هر وقت، يا خوشيءَ ۽ خواهش جي خدڪيءَ ۾ آهي يا غم ۽ غصي جي غوطن ۾ آهي، يا پوءِ جي ٻلنديءَ ۾ آهي يا ته بيچينيءَ ۽ بي آراميءَ ۾ بيقرار آهي. ٻنهي حالتن هيٺ، من سک کان محروم آهي ڇو ته ٻئي حالتون عارضي ۽ اسٿر آهن. تنهن ڪري، هڪ جي پوئتان ٻيو ۽ ٻئي کان پوءِ پهريون، آهي رچ ۾ راند ڪرڻ. پوئتان پوڻو آهي ته من جي شانتيءَ جي ۽ پوءِ پڇڻو آهي من جي اشانتيءَ کان، ته سچو سک پائڻ پوي، جو دائمي آهي، جو هميشهگيءَ ۾ هوندو ۽ جو موٽ ته ماڳن تان موٽندو. سو ڪيئن اشانتي الوپ ٿئي ۽ ڪيئن شانتي استاپن ٿئي، تنهن لاءِ ڪافي ڏس ڏنل آهن ۽ ڪيترا اشارا انهيءَ بابت اڳي اچي چڪا آهن، پر اي ٻندا، تنهنجي اندروني ترقيءَ جي تحرڪ لاءِ، ڪي خاص چار نسخا، جي الله لوڪن جا اڳئي آزمايل آهن، سي وري دهرائجن ٿا ته اهي هنئين سان هنڊائي، عمل ۾ آڻين ته ٻيڙا ٿي پار پون:

(١) سُجاڳي: روحاني طور، اي ٻندا، تون اصليت کان اڻڄاڻ آهين، تنهن ڪري جاڳندي به ننڊ ۾ الوپ ۾ آهين، اکين هوندي انڌو آهين ۽ ڪنن هوندي ٻوڙو آهين. جڏهين ڏٺو هن جو، سچا سالڪ سنساري ڌنڌوارن ۾ ورڪت ٿي سهيل سمان رهن ٿا، تڏهين تون واسنائن جي ورونهه ۾ جاڳي رهيو آهين. جڏهين هو رات جو رب رجهائڻ ۾ رڌل رهي جاڳن ٿا، تڏهين تون اگهور ننڊ ۾ غلطان رهين ٿو. جتي جاڳڻ گهرجي، اتي تون سمهيو آهين! اها اگيان جي ننڊ ٽوڙ ته ته چور ڪات هڻي، لالن لٽي ويندءِ. سک ۽ سنيهه وارا ڪيئن سنجهي ٿي سمهي پوندا؟ سجاڳيءَ، سرجوشيءَ ۽ سروڄيءَ کانسواءِ سچا ٿپ ڪيئن ٿيندي؟ بيشناسيءَ، بيپرواهيءَ ۽ لاغرضائيءَ سان من ڪيئن موزون رهندو؟ سو سجاڳ رهه ته ويچار شڪتي به جاڳي ۽ جاڳي، ويچارنا جو تفصيلوار وچور ولي ۽ ويچار ڌارا جي وکرن جي معلوميت ڪري. انهن جاڻ پوندي ته ترشنا ڪتان ٿي مهن ڪڍي، ڪتان ڪُتجيس ۽ ڪيئن ڪَتجيس. جي غفلت ڪري ڪر وڪار ورسجي ويو ته پوءِ اُن جو پڇتاءُ پاڙون پٽڻ، ڏايو ڏکيو ٿي پوندو. سجاڳ هوندي ته ترت ٿي تز تير مار پيندان.

(٢) لڳاءَ جا ليڪا لاهڻ: جهڙو تنهنجي وات جو چشڪو تهڙو اُون طعام تو طلبين ۽ جهڙي تنهنجي من جي مراد تهڙي ماحول مان واسنا تو ورتي. انهن لڳن لڳي ٿي ۽ اُتي لڳاءَ انڪجي، اڙجي ٿو. پوءِ جهڙا جهڙا لڳاءَ تهڙا تهڙا ليڪ ۽ جهڙا ليڪ تهڙي هڻ پٽ، جڏهن ۾ جدم ٿي ڪوهجي، ڪُسجي تو وڃي. ڪڏهين سوچيو اٿئي ته جي سنسڪار لوڪي دلشاد ڪن ٿا سي ڪيترو نه خصيص ۽ معمولي آهن، جن پٺيان سوري به ويندي. يا جي سنسڪار

توکي ملول ٿا بڻائين سي به ٿيئي ۽ رواجي آهن، جي سولائيءَ سان سهاري سگهجن ٿا. پر اهي اجائي پرسنتا يا پريشاني، پاڳلپڻو نه آهي؟ جي اهي ساڳيا اچن ته پوءِ تنهنجو نالن ۽ رڳن ۾، رتن ۽ رسمن جي رس ۾ يا ڪرتبن ۽ نتيجن ۾ ڇو لڳاءُ لڳي؟ لڳاءُ ڪيڏو جي اهڙا معقول نه آهي ته تجربي جو تصور به نه ڪجي يا نتيجي مان سبق به نه سکجي. پوءِ آئيندي جو اُدم، خامين کان خالي ڪيئن رهندو ۽ اڳين کان بهتر ڪيئن ٿيندو؟ لڳاءُ ڪيڏو معقول آهي ته نالن ۽ رڳن ۾ يا رتن ۽ رسمن ۾، چت نه اٽڪائجي ۽ ڪرتبن ۽ نتيجن سان، ناجائز طرفداري ۽ جانبداري نه رکجي. ترشنا جي تندن ۾ تو پاڻ ٻڌو آهي. اهي ڇوڙ تي ڇڙجي پئين. تنهن ڪري فقط اهي ڪارج سِڌ ڪر، جن جي جوابداري، فرض اَدائيءَ ڪان تو تي مڙهيل آهي، يا جي ڪنهن ٻئي جي ڀلي ڪاڻ آهن، يا جي توکي روحاني واهه تي وڪڻ وڌائڻ ۾ مدد ڪندا. اهڙو هر ڪو ڪارج پنهنجي ٻَوَرن شڪتيءَ، مشڪيءَ ۽ شرڌا سان اَدا ڪر، باقي سڦلتا يا نهڦلتا ۽ سوڀ يا شڪست سان تنهنجو تعلق نه هئڻ گهرجي. انهن ڏانهن ۾ ڌيان نه ڏي ۽ چت شڪتي خواه مخواه ضايع نه ٿئي. سو لڳاءُ جا ايڪا لاهه ته من ۾ مطابقت، طمانيت ۽ شانتي واسو ڪري ۽ سچي سروپ جي سوجهي ٿئي.

**(٣) هيءُ گذري ويندو ته هي به گذري ويندو:** مٿي چيو ويو آهي ته زندگيءَ ۾ لاهيون چاڙهيون اڪثر آهن پر ٻئي نا پائيدار آهن. پيون بدلجن سدلجن جيئن ڏينهن ۽ رات يا سيارو ۽ اونهارو يا جم ۽ موت. حالت جا ٻئي آئي آهي سا برابر حقيقت آهي پر انهيءَ حالت جي عارضيت به ته حقيقت آهي. جڏهين هر حالت عارضي ۽ نا پائيدار آهي ته پوءِ ڪُڌجي ڇو يا رنججي ڇو؟ جي نعمت يا نوازش آهي ته به ڪنهن ڏينهن نابود ٿي ويندي ۽ پوءِ پيو پڇتائيندين ته اجايو پئي ٽڙيس ۽ ڪُڏيس. جي مصيبت يا ماجرا آهي ته به ڪنهن ڏينهن مِٽجي ويندي ۽ پوءِ پيو پاڻ تان کِلندين ته اجايو پئي گهٻرائيس. مصيبت ۾ مُنجهڻ وڃڻ آهي سندس معياد وڌائڻ ۽ پنهنجي اچا شڪتي ڪمزور ڪرڻ. تنهن ڪري ڇو نه اهو جيون جو آدرش رکين ته سڀ ڪجهه فنا آهي ۽ جتي هيءُ گذري ويو اتي هي به گذري ويندو. پوءِ نه خوش نصيبيءَ ۾ خمار چڙهندو ۽ نه بدنصيبيءَ ۾ بيقراري ايندي، ڇو ته ٻئي حالتون سرپو سان ۽ نه آتما سان لاڳاپو رکندڙ آهن. ٻئي صورتون، سائينءَ جون آهن، جي پرڪرتيءَ جي پرپنچ ۾، پُتلين وانگر پيش اچن ٿيون. ڪيل تماشا آهن جي ڪڻ ڪڻ ۾ پيا بدلبا سدلبا. ڏس ته ڪاله جيڪا جبل جي چوٽيءَ تي برف هئي سا اڄ قدرت جي هر پهلوءَ ۾ سمايل آهي، وڻن ۽ ٻوٽن ۾، گلن ۽ ڦلن ۾، اَناج ۽ ميون ۾، ندين ۽ ساگرن ۾، بادلن ۽ برسات ۾، انسان ۽ حيوان ۾. توکي به انهيءَ قدرت جو قطرو آهين، انهيءَ تماشي جو نمائندو آهين. پوءِ ڇو تڪرار ۽ تنگدلي، ڇا لاءِ تعصب ۽ تڪبر؟ وات وٺ تو اهو ۽ ٻڌائيءَ جي، تپسيا ۽ تياڳ جي، جتي جانب جاڳي، تو لاءِ پيو پل پل پڪارون ڪري.

**(۴) گذريءَ کي وسار:** اي بندا، اوهان جو من ڪيڏو نه ماضيءَ ۾ مبتلا آهي؟
سمورو وقت اِهو سوچيندي نه هن مون سان هيئن ڪيو هو ۽ هاڻي مان ساڻس هيئن ڪندس،
ڪالهه مان هتي هوس ۽ سڀاڻي مان هتي پهچان، ڪالهه مون کان هو کسڪي يا کسجي ويو
۽ سڀاڻي مان هن کي هٿ وس ڪندس، يا ڪالهه مان چپ ڪري ويس پر سڀاڻي مون
مچائيندس، وغيره وغيره. انهيءَ سلسلي ۾ ڪيترو نه سوچ ويچار، جوش جذبات، سگهه،
شڪتي، وقت ۽ پنهنجو زبان لڳي ٿو ۽ جنهن مان ڪو به ڪٿ ليل نڪري نه ٿو. اڳلو ويو ۽
وروڌ وڌي ٿو، خير خواهي ۽ خير خيالي گهٽجي ٿي، نا پسندي ۽ نا سازي وڌي ٿي،
همدردي ۽ هم لشميي گهٽجي ٿي. جي انهن لاءِ آرام حرام ٿيو، ڪروڌ، اڳرتا ۽ اهنتا
قائم رهي ۽ من اشانت رهيو ته سک جو سمر ڪٿان ليار ٿيندو؟ تنهن ڪري ڇو نه اهي يادگيرون
جي يادداشت، جا اڀيوڳ تي نه پر ڏر اڀيوڳ تي ٻڌل آهي، سا من مان صفا ميساري ڇڏجي،
ته اشانتي دور ٿئي ۽ شانتي برپا ٿئي؟ انهيءَ ۾ اسان پنهنجو ڀلو آهي. ڀلا ياد ڪري ڇا
ٿو وٺجي؟ ڇا اها اشانتي دور ٿئي ٿي يا نا پسنديءَ ۽ ناراضپي جو نقشو بدلجي ٿو؟ انهيءَ
ناراضپي ۽ ناسازيءَ ۾ ڪيترن خاندان ختم ٿي ويا، ڪيترن رفاقتون رخصت ٿي ويون،
ڪيترن شخصي ناتا نابود ٿي ويا ۽ ڪيترن ڪلور قائم ٿي ويا، ڇو ته وقت سر نه غلط فهمي
دور ٿي، نه گذريءَ کي وساريو ويو ۽ نه موقعي تي معافي ماڳي يا ورتي وئي.

سمجهه کٽي ته ٿو سان بي ادبي، بي عزتي، بي انصافي، بي حرمتي، بيوفائي،
بي مروتي يا بيقياسي ٿي به آهي ته ڇا اهو مناسب آهي ته موٽ ۾ اسان به اهڙي
پر ڪريون؟ بيگناهي ثابت ڪرڻ بلڪل ضروري آهي ۽ ساڳيءَ طرح انصاف جي طلب
ڪرڻ به مناسب آهي پر برائيءَ جو جواب برائيءَ ۾ ڏيڻ يا ڌڪار ۽ نفرت سانڍي وهنوار
رکڻ، اهو سڀ بيروا ۽ بيجا آهي، نه ايترو ٻين لاءِ جيترو خود پاڻ لاءِ. اهو رخ، من جي
شانتيءَ ۾ رخنو وجهندو ۽ روحاني واڌاري ۾ رنڊڪ آڻيندو. ڀلا جيڪڏهين چيتن، اوچيتن
۽ اڇيتن من ۾، مدائيءَ ۽ مليتا يا معمولي معاملن جون واسنائون واسو ڪنديون ته اسين ايار،
پولرتا ۽ روحاني جهلڪ ڪيئن جهٽي سگهبي؟ ٻئي طرف ڪميا، غلط فهميون غائب ڪندي،
رشتيداري جاري رکندي ۽ هڪ ٻئي جا روحاني ڪرتا پاڻ ملائيندي. ڪميا خدا جي خاص
خصوصيت آهي، جنهن جو اسين پاڻ طلبگار آهيون. خطائون ڪندي به ڪميا گهرندو اچين ٿو
۽ نه ملندي مايوس رهين ٿو. اسين ايشور جو عڪس آهيون. پوءِ ڇو نه اسين اها خدائي
خاصيت اپنائي، ڪميا ڪريون ۽ ڪميا جا حقدار به ٿيون؟ دشمن سان به پيار ڪر، ٻوٽي هو
ڪندي جيئان چيندو رهي، ڇو ته گلابي گل به ڪنڊن وچ ۾ رهي، پاڻ اڙڳي ٿو ۽ ٻين کي
پڻ جا ٻه لمحا ڏاري ٿو. اسين ۽ اڳلو ٻئي رب جا روپ آهيون. جو ڏجي ٿو سو پاڻ ورت
موٽي اچي ٿو. حقارت ڦهلائيندين ته اها پاڻ ۾ موٽي اچي من اشانت ڪندي.

جي معنيٰ ڏيندين ۽ ڪميا ڪندين تہ اھا پاڙيا بہ موٽي اچي من شڌ ۽ شانت ڪندءِ. اِھو نہ ڀلج تہ من جي شانتيءَ ۾ ئي سچو سک سمايل آھي. شانتيءَ بنا سک سپني ۾ بہ ساٿ ڪونہ ڏيندو.

تنھن ڪري اي بندا، من جا پرچھا جيترا ھلڪا ۽ ٿورا اوترا سنا ۽ سھڻا. جيترا ڀيڙن گھٽ تيترا جنجال ۽ جاڪوڙون گھٽ. اھا واندڪائي، ويچارتا ۾ وِليون وجھندي، من مان ۾ آڻيندي، تياڳ جي وات وٺي ويراڳ جي پد لي پھچائيندي، آڏي انجامن ۽ اقرارن جي ڀڃاوري ڪرائيندي، نفس جي ناڙوديءَ جا نغارا وڄائيندي، الاھي مستيءَ ۽ بيخوديءَ جي وجد ۾ آڻيندي ۽ ملھہ مھانگي محبوب سان ملائيندي. اھا الٽي مذھبي منطق جا مطالع ڪرٽي آھي ۽ اعليٰ علميت جا عمل ۾ آڻٽي آھي. علميت اھا پا انسانيت سيکاري. انسانيت اھا جا روحانيت جي رنگ ۾ رنگي ۽ روحانيت اھا جا آخر الوھيت ۾ آڻي، جتي ٺوشدا ۽ طلب ختم ٿي چڪيون ھجن تہ طالب ۽ مطلوب ٻئي پاڻ ۾ ملي ويا آھن. اتي سچ کنڊ جو اکنڊ آنند آھي. اتي من، من ٿي نہ رھيو آھي. جڏھين من، من ٿي نہ ٿو رھي، تڏھين سچو سک حاصل ٿئي ٿو. باقي ٻيا اڌم ۽ آسرا، پاڻيءَ ۾ ٺاڪوڙا ھڻائيندا، ڪجھ ڪونہ وٺائيندا ۾ سڀ ڪجھ ڪھائيندا.



 

## (٨) ڪرمُ، گيان ۽ ڀڳتي.

(١) برهم گياني[1] سڪل ڪي رينا[2] - آتم رسُ برهم گياني چينا[3،4]
برهم گياني ڪي سڀ اوُپر ميا[4] - برهم گياني تي ڪڇ برا نہ ڀيا
برهم گياني سدا سمر دَرسي[5] - برهم گياني ڪي دِرشٽ[6] امرت برسي
برهم گياني بندن تي مڪتا - برهم گياني ڪي نرمل جُگتا
برهم گياني ڪا ڀوجن گيانُ - نانڪ برهم گياني ڪا برهم ڌيانُ.
برهم گياني ڪي ايڪي رنگِ - برهم گياني ڪي بسي پربهه سنگِ
برهم گياني ڪي نام آڌار - برهم گياني ڪي نام پروارُ[7]
برهم گياني سدا سد جاگت - برهم گياني اهنبُڌ[8] تياگت
برهم گياني ڪي من پرمانند - برهم گياني ڪي گهر سدا اننڌ
برهم گياني سک سهج نواس - نانڪ برهم گياني ڪا نهي بناس[9].

[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٨)]

(٢) پرَتوت[10] نانڪ گياني ڪِتا هوءِ - آپ بيچاري بوُجهي سوءِ
گور پرساد[4] ڪري بيچارُ - سو گياني درگهه پروانُ[11].

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٣٠)

(٣) سچي ڀڳتي من لال ٿيا - رنَّا[12] سهج سُڀاءِ
گور شبدي من موهيا - ڪهڻا ڪڇوُ نہ جاءِ.

سري راڳ، محلا تيجا، شبد (٢٥)

(٤) پريم ڀڳت جسڪي من لاڳي - گُڻ گاوي اَن[13] دِن[14] نت جاڳي
باھن پڪڙ تِس سُواءِ[15] ميلي - جسڪي مستڪ لِکهتا[16].

راڳ ماجهه، محلا پنجوان، شبد (٤٣)

---

١. جنهن کي پرماتما يا برهم جو گيان پراپت ٿيل هجي. ٢. خاڪ، مٽي. ٣. ماڻي ٿو، سمجهي ٿو. ٤. مهر، ڪرپا. ٥. هڪ نظر سان ڏسڻ. ٦. نظر. ٧. ڪٽنب. ٨. ڪمت، اهم ڀاؤ. ٩. خاتمو. ١٠. فرمائين ٿا. ١١. قبول، پاس. ١٢. رنگجي وڃي ٿو. ١٣. رات ڏينهن. ١٤. هردم، هميشہ. ١٥. پرماتما. ١٦. ليک لکيل.

(٥) جِس أنتر پريت لگي سو مُڪتا - الدوي وس سچ سنجم جُگتا[1]
گور ڪي شبد سدا هر[2] ڌيائي - ايها ڀگتِ هر ڀاوَنيا[3].

راڳ مانجهه، محلا پهريون، اشٽپدي (٧) ٢٠

(٦) سو نِهڪرمي[4] جو شبد بيچاري - أنتر تَتُ گيان هؤمي ماري
نام پدارٿ نؤنِد[5] پائي - ترِي[6] گڻ ميٽِ سماوَنيا.

٣١(٢)

(٧) سهجي[7] آسڻ استر[8] پائيا - سهجي أنهد شبد وڄائيا
سهجي رُڻ جُهڻڪار[9] سهائيا - تاڪي گهر پاز پرهم[2] سمائيا.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، اشٽپدي (٧) ٣

(٨) چِنت بِساري[10] - اينڪ دِرشٽيتا
نانڪ گيان أنجنُ[11] - جيهه نيترا[12].

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، باون اکري، پؤڙي (٣٢)

(٩) جانڪي رِدي - وِشواسُ[13] پربهُ[2] آئيا
تتُ گيان - تِس مَنِ پرگٽائيا[14].

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٢) ١٧

(١٠) شيرا ڪرپ - هوء اُپهڪامي[3]
تِس ڪتُ هووت - پرابت سوامي[2].

١٨(٢)

(١١) ديکو پائي - گيان ڪي آئي آندي[15]
سپتي أڏاني پرم ڪي[16] ٽاٽي - رهي نه مايا باندي.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٤٣)

(١٢) ڦقا بن ڦؤلهه[17] ڦل[18] هوئي - تان ڦل ڦڪ[19] لکي جڻ ڪوئي
دوڻ[20] نه پڙي ڦڪ بيچاري - تان ڦل ڦڪ سڀي تن ڦاڙي[21].

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، باون اکري (٢٨)

(١٣) چودس چوڏهه[22] لوڪ منجهار - روم روم مهه بسهه مرار[2]
ست سنتوکه ڪا ڌرهه ڌيان - ڪٿني[23] ڪٿيئي برهم گيان.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، ٿتي (١٥)

(١٤) واجا مت پکاوج[25] پاؤ - هوء أنند سدا من چاء[24]
ايها ڀگتِ ايهو تپُ[26] تاء - اِت رنگه ناچهُ رکهِ رکهِ پاء[27].

راڳ آسا، محلا پهريون، شبد (٦)

---

١. جُڳتي. ٢. پرماتما. ٣. وڻي ٿي. ٤. نشڪام ڪرم يوڳي. ٥. خزانو. ٦. ٽيئي. ٧. گيان، سچاو سان. ٨ لواس، نڪاڻو. ٩. مڌر شبد. ١٠. ڇُٽيون. ١١. سرمون. ١٢. اکين ۾. ١٣. يقين، نشچو. ١٤. پرگهٽ ڪيو. ١٥. واچـوڙو. ١٦. ڪائين جهوپڙي. ١٧. ڪرم روپي گل. ١٨. گيان روپي ڦل. ١٩. هڪ ڦار، ڇيو. ٢٠. ڏکيت. ٢١. جنم مرڻ جي چڪر کان آجو. ٢٢. چوڏهن. ٢٣. ڪٿائون ڪر. ٢٤. چڏي. ٢٥. ڏکڙ. ٢٦. تپسيا. ٢٧. پير.

(١٥) گيانيئا نــو سپ سچُ هــيءِ - سچ ســوجهي هــوئــي
اوءُ ٻلائـي ڪسيءِ دي نــہ ٻلدي - سچ جــاڻن سوئي .

راڳ آسا، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٧)٥

(١٦) ڀگتِ ڀاؤ اهہ مارگـہ ٻکڙا - گور دُئاري ڪــو ڀــاوئي
ڪهيءِ نانڪ جِس ڪري ڪرپا - سو هر ڀگتي چتُ لاوَيءِ .

راڳ آسا، محلا ٽيجا، چنت (١)٢

(١٧) جو ڪڇ ڪيئو ســوئي ٻل مانــيءِ - اَئسي ڀگتِ ڪمائي
متر شتر سب ايڪ سمانــيءِ - جــوگــہ جُگت نيشاني .

راڳ گوجري، محلا پنجوان، شبد (٦)

(١٨) ايها ڀگت سچي سچُ لِدوَ لاگــيءِ - بِن شيوا ڀگت نہ هوئي
جيوت مريءِ تان شبدُ بِچاريءِ - تــان سچ پاويءِ ڪوئي .

راڳ گوجري، محلا ٽيجا، اشٽپدي(٧)١

(١٩) نانڪ گياني جَگ جيتا - جــگ جيتا سب ڪــوءِ
نامي ڪارج سِدُ هــيءِ - سَهجي هــوءِ سو هــوءِ .

راڳــہ ڀهاڳڙا، محلا چــوٿان، وار (٢)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٢٠) سهج مليئيءِ مليءِ پرواڻُ - نــا تِس مرڻ نہ آوڻ جاڻُ
ٺاڪر مهہ داس داسَ مہِ سوءِ - جهہِ ديکا تهہ اَوُرنہ ڪوءِ .

راڳ ڌناسري، محلا پهلا، اشٽپدي (١)٢

(٢١) اَئسي ڀــگتِ گــووند ڪــي - ڪيٽ هستي جيتا
جــو جــو ڪيدو آپنو - تِــس اَپــيءِ دان ديتا .

راڳــہ بــلاول، محلا پنجوان، شبد (٣٧)

(٢٢) ٻرلي بــرت رهــي نِهڪام - اَجپا جاپُ جپيءِ مکہ نــام
تين ڀوَن مهہ ايڪو جاڻيءِ - ســب سچ سنجم ساچ پڇاڻيءِ .

راڳــہ بلاول، محلا پهلا، ٿتي (١٦)

(٢٣) ٻرکہ مهِ نــارِ نار مهہ ٻرکا - ٻــوجهہُ برهم گياني
ڌُن مهہ ڌيان ڌيان مهہ جانيا - گوُرمکہ اَڪٿ ڪهاني .

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، شبد (٩)

(٢٤) ڪرمي سهجُ نہ اوُپجيءِ - وِڻ سهجيءِ سَهسا نہ جاءِ
نهَ جاءِ سهسا ڪِتيءِ سنجم - رهــيءِ ڪرمُ ڪماءِ .

راڳ رامڪلي، محلا ٽيجا، آنند صاحب (١٨)

---

١. پرماتما. ٢. اَٿانگو. ٣. معرفت در ٻي. ٤. دشمن. ٥. هڪ جهڙو. ٦. پرماتما سان ميلاپ.
٧. اَهنڪار ماري. ٨. سنساري ماليا. ٩. پوُرن، سڦل. ١٠. ڪئلي. ١١. هاٿي. ١٢. نرپئہ پدوي.
١٣. وِرت. ١٤. اَندر ۾ ڌيان ڪري جاپ ڪري ٿو. ١٥. لوڪ. ١٦. پرش. ١٧. سُر، آواز.
١٨. سنسا، ڀرم. ١٩. جتن، اُپاءُ. ٢٠. ڪِرياوُن.

(٢٥) چوڪا[1] پيارا[2] ڪوم ڪا - هوئي لِهڪرما
ساگر اي ڪنڌيءَ[3] چڙي - گور ڪيهي ڏرما.
راڳ مارو، محلا پنجوان، شبد (١٤)

(٢٦) گيانيئا ڪا اِهو مهت[4] هيءِ - من ماهِ سمانا
هر جيئَ[5] ڪا محل پاتيا - سچ لاءِ ڌِيانا.
راڳ مارو، محلا ليجا، وار (٨)

(٢٧) لِپوت پِرت نيم سَچ سنجم - سدا رهيءِ نِهڪاما
تِرشنا آر مايا پرم چوڪا - چِتوت[6] آتم راما[7].
راڳ ڪيدارا، ڪبير صاحب، شبد (١)

(٢٨) قل ڪارڻ قوليءِ نِراء - قل لاڳا تب قوُل بِلاء[8]
گياني ڪارڻ ڪرم اَپياس - گيان پنيا[9] ته ڪرمه ناس.
راڳ پيرڀ، ڀگت رويداس، شبد (١)

(٢٩) آلند روُپي[10] پيکڪيءِ - هڠ محل پاوتڪي
ڪام ڪَري[11] سب ليائڪيءِ - هڠ سرڻ پڙتگي.
راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (١٣٦)

(٣٠) کِه کِه کهڻ کهيءِ سب ڪوء - اِن من مُتِي[12] ڀکيب نه هوء
گيان متي ڪمل پرڪاس - لِب گهٽ ناميءِ نام نواسُ.
راڳ ملار، محلا ليجا، اشٽپدي (٥)٣

(٣١) اَگيان لاءِ سَواليا[13] - گور گيانيءِ لاءِ جڳاوڻگو
نانڪ ڀاڻيءِ آنڊيءِ - جڠ پاويءِ لِويءِ چلاوِڻگو.
راڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، شبد (٨)١

(٣٢) پنچ ڪسڪر[14] ڏاوت راڳي[15] - چوڪا مِن اَپمان
دِشت[16] بِڪاري[14] ڏرمت[17] ڀاڳي - اَئسا برهم گيانُ.
راڳ برياڙي، محلا پهلا، شبد (٧)

(٣٣) ڪبير جهان[18] گيان ته ڌرم[19] هيءِ - جهان جوُٽ ته پاپُ
جَهان لوڀ ته ڪال[20] هيءِ - جهان کِما ته آپُ.
سلوڪ، ڪبير صاحب (١٥٥)

(٣٤) بِرهميءِ[21] ڪتِ ڪت[22] - اَلتُ نه پاتيا
رامُ[5] ڀِکت - بَتي گهر[23] آتيا.
راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (١٩)

---

١. ختم ليو. ٢. بوجو، ڀار. ٣. ڪنڌي، ڪنارو. ٤. وڏائي، ليمائي. ٥. برماتما. ٦. ڌيان ڌري لو. ٧. سرق وياپڪ. ٨. ڪرلين ٿا. ٩. ليو ڏ. ١٠. ڏسي. ١١. ڪاماڻون ۽ ڪلپناڻون. ١٢. سکيا، اُپديش. ١٣. سمهاري ڇڏيو آهي. ١٤. وڪار ١٥. ڦِٽي پر ڪري. ١٦. نظر، ليمت. ١٧. ڪمت. ١٨. جتي. ١٩. لئي. ٢٠. مؤت. ٢١. برهما. ٢٢. ويد ۽ پران پڙهي. ٢٣. گهر وڃي اَچي مليو.

## ڪرم، گيان ۽ ڀڳتي.

جيئن سرٻند پاڪ-ونمت ڪيتا ۾، تيئن ئي سري گرو گرنٿ صاحب ۾ به ڪرم، گيان ۽ ڀڳتيءَ جو ڪافي ذڪر ٿيل آهي. انهيءَ وشيه لاءِ ٽيڪا ٽپڻي ڪندي، ڪيترن اهڙي راءِ ڏني آهي ته اهي ٽي الڳ ۽ علحده مارگ آهن ۽ هر هڪ ساڌڪ کي اختيار آهي، ته هو پنهنجي پنهنجي سڀاءَ ۽ شرڌا موجب، پنهنجي جيون ياترا لاءِ، انهن مان ڪهڙو به خاص مارگ چونڊي، عمل ۾ آڻي. حقيقت ۾ اهو راءِ غلط آهي. ڪرم، گيان ۽ ڀڳتي الڳ ۽ علحده مارگ نه آهن پر ٽيئي پاڻ ۾ ماڻي جُهلي هڪ ساڳيو ۽ هڪ جيون ياترا جو مارگ ٺاهين ٿا. تنهن ڪري اهو چوڻ صحيح نه ٿيندو ته ڪرم جي پدوي گيان کان اُتم آهي يا گيان جي پدوي ڀڳتيءَ کان اُتم آهي يا هڪ پد ٻئي کان سهڻو يا اُهڃو آهي.

ڪرم، گيان ۽ ڀڳتي، اهي ٽيئي انگ آهن، انهيءَ انسان جا، جنهن جاڳرُ به آهي ته پاڳرُ به آهي ۽ جنهن کي جيون ياترا ۾ پورن سڦلتا پراپت ٿي آهي. اهڙو انسان گهڻين نالن سان پرسڌ آهي، جيئن ته سنت، فقير، درويش، مهاتما، پهتل شخص، لاهوُتي، ڀڳونتي ڀڳت، برهم گياني، سنياسي، سڌ، مها پرکي، ڀُڳتا، گُرمک، سوهاڳڻ، سنگوُر سائين، جيوَن مُڪت، وغيره، وغيره. نالن ۾ ته اهڙي سوڀيا ڪانه آهي. سوڀيا آهي انسان جي اَڏر ۾ پهچ ٿي. پهچ جي نشاني آهي ته هردي جي سنگم ۾ ڪرم، گيان ۽ ڀڳتيءَ جون ٽيئي ڌارائون، گڏجي هڪ ٿي پيون وهن. اهو آهي اُهرت جو آبشار.

مثلاً، موٽر جي مسافري ڪرڻي آهي پر ڊرائيور ۽ پيٽرول بنا، موٽر جي مسافري ڪا شروع ٿي سگهندي؟ ساڳيءَ طرح، ڊرائيور يا پيٽرول رڳو پاڻمرادو پنهنجي مهڙ مسافري ڪرائي سگهندا؟ جڏهين ٽيئي گڏ ٿي، هڪ ٻئي سان سهڪار ڪندا تڏهين مسافري شروع ۽ سڦل ٿيندي. تهڙيءَ طرح، جيون ياترا لاءِ ساڌڪ کي ڪرم، گيان ۽ ڀڳتيءَ جي ٽنهي اَنگن جي ضرورت ٿيندي ۽ جيستائين ٽنهي جو پاڻ ۾ ماڻي جُهلي، پوري معياد ۾ ميلاپ نه ٿيو آهي، تيستائين روحاني وڪاس اَڌوُرو ۽ اَڌوُرو رهندو سمجهڻ گهرجي ۽ جيون ياترا جي پورن سڦلتا ناممڪن رهندي. ڇو ته ٽيئي آتميا جا غير منفڪ انگ آهن.

اي بندا، سوچ ته گيان جي جهلڪ کانسواءِ، ڪو به ساڌڪ نِهڪرمي بڻجي سگهندو يا ڪرم نشڪام ٿي ڪري سگهندو؟ جيستائين جيو پاڻ کي اگيان وچان، ڪرمن جو ڪرتا سمجهي ٿو، تيستائين ڪرم بنڌڻ ڪونه ڪر مطلب، پربوڌن ۽ اڇا اوس قائم رهندي جا گيان کانسواءِ نورت موُر نه ٿيندي. ساڳيءَ طرح، گيان جي پرڪاش کانسواءِ، ڪو به

ساڌڪ، سوچن ڀڳتيءَ جي پد مان ترڪي ڀڳتيءَ جي پد تائين ڀلا پهچي سگهندو؟ وري جيسر گيان ۾ وڌل آهي، تنهنجي ڪرمن ۾ ڪا مراد جي ملاوٽ هوندي يا ڪنهن جي ڀڳتيءَ ۾ ڪو ڀنگ يا ڀيد پئجي رهندو؟ پورن ساڌڪ ۾ اهي ٽيئي انگ ملي، هڪ ٿي ويا هوندا. پر اسان انسانن لاءِ اهو پورو ٿيڻ مشڪل ٿي پوندو ته اسين ڪهڙو انگ اپنائيون ۽ ڪهڙي انگ سان ماڻهو هڪ ٿي وڃي. پر ٽيئي هڪ ٿي، وڌائي وڃن ٿا.

ها، اهو ٿي سگهي ٿو ته وقت ۽ حالت پٽاندڙ، ڪنهن خاص انگ جو زياده يا ظاهر پرڀاءُ ڏسڻ ۾ اچي. جهڙوڪ سماڌيءَ ۾ ويٺي، ڀڳتيءَ جي انگ جو پرڀاءُ معلوم ٿئي، اپديش ڏيندي، گيان جي انگ جو پرڀاءُ ڏسڻ ۾ اچي ۽ پرمارٿ ڪندي، ڪرم جي انگ جو پرڀاءُ ظاهر ٿئي. اهي گهٽ يا وڌ پرڀاءُ، رڳو اکين کي ڏسڻ ۾ ايندا. جو پورن ساڌڪ آهي، تنهن لاءِ ٽنهي انگن ۾ ڪوبه ڀيد يا فرق ڪونه آهي، هن لاءِ ٽيئي انگ پاڻ ۾ ائين جڙيل آهن جيئن ڪو ٽن پڪن ڌاڳن جو هڪ سڳڙو وٽيل هجي.

هن ويچارن تي وڌيڪ روشني وجهڻ لاءِ، هيٺ ڏنل گرو وچن مان ڪي خاص وچن وري هيٺ ڏجن ٿا:

(١) برهم گياني سگل ڪي ريڻا - آتم رس برهم گياني چينا
برهم گياني ڪي سڀ اوپر ميا - برهم گياني تي ڪڇ برا نه ڀيا.
راڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٣)٨

(٢) سو نهڪرمي جو شبد بيچاري - انتر تت گيان هؤمي ماري
نام پدارٿ نؤ نڌِ پائي - ترئي گڻ ميٽ سماوڻيا.
راڳ ماجهه، محلا ٽيجا، اشٽپدي(٢)٣١

(٣) ترڻي برت رهي نهڪام - اجپا جاپُ جپي مک نام
تين ڀوَن مهه ايڪو جاڻي - سڀ سچ سنجم ساچ پڇاڻي.
راڳ بلاول، محلا پهلا، ٿتي (١٦)

(٤) ڪهه ڪهه ڪهڻ ڪهي سڀ ڪوءِ - بن من مٿي ڀڳت نه هوءِ
گيان مٿي ڪمل پرگاسُ - تِت گهٽ ناميءَ نام نواسُ.
راڳ ملار، محلا پهلا، اشٽپدي (٥)٣

پهرئين وچن ۾، صاحب سمجهائين ٿا ته برهم گياني آتم رس چکي ٿو، سڀني جي خاڪ ٿي سيوا ڪري ٿو، سڀني تي مهر جي نظر ڌري ٿو ۽ ڪنهن جو به برو نه ٿو سوچي. ٻئي وچن ۾ ڏيکارين ٿا ته جو نهڪرمي آهي سوئي پورن گياني آهي، جنهن نام روپي خزانو هٿ ڪري، ٽمي، رجي ۽ ستي جي ٽنهي گڻن جي پار واري پدوي، پراپت ڪئي آهي. ٽئين وچن ۾ ٻڌائين ٿا ته نهڪرمي، ڀڳتيءَ ۾ ٻُڏو آهي ۽ ساريءَ ترڪٽيءَ اندر پرماتما پسي ٿو. چوٿين وچن ۾ ڄاڻائين ٿا ته جڏهين گيان جو پرڪاش ٿئي ٿو، تڏهين هردي

 

۾ نام جو واسو لڌي ٿو. ھاڻي ھنن وچنن مان پڌري پوندي ته ڪرم، گيان ۽ ڀڳتيءَ جا
ٽيئي اَلڳ اَلڳ ناھن پر پاڻ ۾ گھاٽو ۽ گھرو سنبنڌ ٿا رکن، بلڪ گڏيا مِليا پيا آھن.

پر انھن سڀني وچنن کان وڌيڪ وچتر، ڀڳت روداس جو ھيٺيون وچن آھي، جنھن
۾ چيل ته گيتا جو سمورو سار لڪل آھي ۽ ھِن ٻجھارت جو ٻجھه سليل آھي.

قــلَ ڪارڻ ڦـوُلـــيو بڪراه - ڦلُ لاڳا تب ڦـوُل بِــلاه
گياني ڪارن ڪرم اُپياسُ - گيان پڪيا تِھ ڪرمھِ نــاسُ.
راڳ پيرءَ، ڀڳت روداس، شبد (١)

وڻ جو گل لڳڻ ڪري ٿو ميوي ڪاڻ پر ميوو لڳو ته آھي ته گل ڪريو ئي آھي. ليڪن
گياني ڪرم جو اُپياس ٿو ڪري پر گيان ملڻ ڪانپوءِ، ھن جا ڪرم ڀي ناس ٿي وڃن ٿا.
انھن ڪرمن ته جيئري ناس ٿي ڪونه سگھندا. جيستائين پران آھن تيستائين ڪي نه ڪي
ڪرياؤن نه چالوُ ٿي رھنديون. پوءِ ته جي ھرڪو ڪرم ڀاڳي، وئراڳ ڪندو ته پرماتما
جي پيدا ٿيل پرڪرتيءَ جو، انمن مطابق ڪيئن سرشٽي چالوُ رھندو؟ سو ڪرم ناس ٿيڻ
معنيٰ آھي ڪرمن جي بنيان ڪرتا جي بوُجھه ناس ٿيڻ، مطلب مِٽجي وڃڻ، اِڇــا نشٽ
ٿيڻ، وڪرم ختم ٿيڻ ۽ ڪرمن جو ليکو سماپت ٿيڻ. مطلب ته ڪرم کان آزادي حاصل ڪانه
ٿي ٿئي پر ڪرم ڪندي، ڪرمن ۾ آزادي وس ٿي اچي. اِھا آزادي گيان آھي.

اِھا اوستا آھي نشڪام ڪرمن جي يا نِھڪرميءَ جي، جنھن جو ذڪر مٿي اچي چڪو
آھي. اِھا اِستتي آھي ڪرمن ۾ اَڪرم بلڪ اَڪرم ۾ ڪرم جي جنھن ۾ سرسٽيءَ جــا سڀ
سوُڀاويل ڪرم، سڀئي سياھ ۽ سپڌرم سان، اِئين پيا اَدا ٿين جيئن ڪو چھڪلو تمام اَسيز ۽
نکو ڦرندو ھجي ته پاسجي پيو ته چِٽ ٻيلو آھي. جو ڪرم، اَڪرم کان اَلڳ آھي ۽ وڪرم
۾ وچڙيل آھي، تنھن ۾ ڪرتا ۽ اِڇا ٻئي بدل ھوَندا ۽ اُھو ڪرم نسقل آھـــي ۽ جيئو لاءِ
بندن آھي. جڏھين ڪرم ۽ اَڪرم پاڻ ۾ ميلاپ ڪن ٿا، تڏھين ئي ڪرم ۾ گيان ۽ ڀڳتي
ٻئي سمايل سمجھڻ گھرجن. اِئين ڪرم، گيان ۽ ڀڳتي ٽيئي پاڻ ۾ جذب ٿي وڃن ٿا.

ھتي اَڪرم کي آلس يا نڪماليءَ سان گڏي، ڀل نه ڪرڻ گھرجي. اَڪرم آھي من
جي شانتي، سچائي ۽ پوترتائي، بُڌيءَ جي سمت ۽ آلما جي جوت جو پرڪاش، جنھن
د ناران ڪرم سڀ نشڪام ٿين ٿا، ڀڳتي رچي لال ٿئي اُي ۽ گيان سڄ ۾ سمائجي وڃي ٿو.
صاحب فرمائين ٿا:

(١) سڀــي ڀڳتي لال ٿِيڻا - رلــا سھج سُڀاء
گور شبدي منُ موھيا - ڪھڻا ڪڇوُ نه جاء.
سري راڳ، محلا
ليجا، شبد (٢٥)

(٢). گيانيا لـو سڀ سچ هيءُ - سچ سوجهي هـولي — واڳ آسا، محلا پهريون
اوءِ پلاڻي ڪسيءُ دي نہ پلبي-سچ جاڻن سولي۔ — اشٽپديون (٧)٥

اهڙن جيئن جي اندر ۾ امر جوتي ٻَري جلي جنهن ۾ ڀڳتيءَ جو تيل آهي، ڏڪرائڻ جي ونت آهي، ۽ سڪ پريم جو ڏيئو آهي ۽ گيان جي لاٽ آهي. انهيءَ پرڪاش ڪري من جي اوديا ۽ اونده ناس ٿي وئي آهي. ڪامنائن جو گدام خالي ٿيل آهي جنهن ڪري وشيه واسنا، ليڪي گــڻ، ديهہ، سنسڪار ۽ وڪار پنهنجو تاثير وڃائي ويٺا آهن. ويچار ڌارا جي واليءَ مان ڌو وڪڙ صفا ڪري ويا آهن. هاڻي ڪرم سڀ نشڪام آهن، نهڪرم آهن، ڪرم اڪرم ۾ آهن، بلڪ اڪرمُ ڪرمن ۾ آهي.

اهو آهي ڪرم، گيان ۽ ڀڳتيءَ جو سچو سنجوڳ، سنگم ۽ سنجم ۽ جيون ٻاترا جي آخرين سوڀ ۽ سڦلتا. اتي جيو آتما روُپي پکي، ڀڳتيءَ ۽ گيان روُپي پرن سان پرواز ڪري پرم آتما سان ملي، وري موت ڪاٽي سگهي ٿو ۽ ايشور اَرپت ڪرم ڪري، سنسار جـو اڌار ڪري ٿـو. پر اهڙي جيو آتما مڪمل آزاد آهي. ڪنهن بہ بندن ۾ ٻڌل نـہ آهي. پـوُرن اختيار اٿس. ڦٽيس تہ موت ڪاٽي، ڦٽيس تہ نہ ڪاٽي. جي موت نہ ڪاٽي تہ پرماتما ۾ لين رهندي ۽ جي ڪاٽي تہ جڳ تاريندي. پهڙي جي مشابهت يــا مقابلو ڪرڻ انساني بُوجهہ کان ٻاهر آهي. جي انهيءَ ٻيهڄ تي پهچندا سي ٿي پرک ڪري سگهندا ڇو تہ اهين موٽڻ يا نہ موٽڻ بہ مالڪ جو هڪ مخفي راز آهي. جي ٻاڻ ۾ لين رهائي تہ سندس رانـد آهي ۽ جي موٽائي تہ بہ سندس چراند آهي. لالن جي ليلا لاهوُتي ٿهندا ٻاڦــي ڪرانهي ڪم ڪوُڙن جو. اسين ڪير جو تاڻان جو تصوُر يا تنقيد ڪري سگهوُن ؟

سو اي پيندا، ڪرم، گيان ۽ ڀڳتي هڪ ٻئي کان الڳ يا مختلف سمجهي، اجايــو وادوواد ڪرڻ، ناداني آهي، ٻالڪي ولوڙڻو آهي جنهن مان ڇاڇ بہ ڪانہ نڪرندي. اهــي ليڪي انگ من ۾ اڪيمڪي موجوُد آهن پر ٻروُري معياد ۾ نہ آهن. تنهن ڪري اهي پـوُري معياد ۾ جاڳائي، پرگهٽ ڪرڻا آهن، ساڌنا، آراڌنا، اڀاسنا ۽ ابياس سان. پرگهٽ ٿئي، ٻاڻوي پرڪاش ڪندا. ساڳيءَ شڪتيءَ جا شولا ٿي نڪرندا ۽ جيون ۾ جوهر آڻيندا. وقت پٽاندڙ، حالتن مطابق، آستان آهر ۽ ڪارڻ ڪالر، اهين پير سمجهبو تـہ فلاڻو مهاتما ڪرم يوگي هو، فلاڻو گياني هو ۽ فلاڻو ڀڳت هو يا ساڳيو سنت ٻهران گياني هو، پوءِ ڪرم يوگي ٿيو ۽ هاڻي هوُ ڀڳت آهي. اهي سڀ اساڻي سمجهہ جوُن ڪوتاهيوُن آهن. هوُ پــوُرن پڪتا ٿيو ۽ پڪا آهي پر اساڻي ناقص عقل وچان، اسين سندس ساڳيءَ شڪتيءَ جي فـقط ڪنهن هڪ شولي جو انهوُرو احساس محسوُس ڪريوُن ٿا. جيئن ڪ ساڳيو مــاڻهوُ

ساڳئي وقت، ڪنهنجو ڀت آهي، ڪنهنجو ڀڳءِ آهي نه ڪنهنجو ڀڳي. ٽيئي هستيون ٻيا حيثيتون ساڳئي ماڻهوءَ ۾ هڪ ئي وقت موجود آهن. پر جدا جدا ڏٺيون وينديون آهن. اهڙيءَ طرح، ساڳيو سنت مهاپرش ڀڪتا آهي يعني ڪرم يوڳي آهي، گياني به آهي، ته ڀڳت به آهي. سڀئي يوڳن جو ڀڪتا آهي. ڏسندڙ ڪيس ڪهڙي ڏس ۾ به ڏسن پر ڪو نوراني نظر وارو ڪيس سڀني سروپ ۾ سڃاڻندو ۽ سڀني سامهون سجدو ڪندو.

جيسين نه پاپ ڪري اسين قيد ۾ قابو آهيون ۽ پاپ سان پاپ کي آزاد نه ڪري سگهون ٿا. پاپ ڪري، اسين ڪريل آهيون، پوڄ بلاس ۾ وندريل آهيون ۽ وشيه وڪارن ۾ وچڙيل آهيون، پر پاپ سان مٿي اُڀر ڪري سگهون ٿا ۽ پاپ ۾ پيهي پاپ ٽاري سگهون ٿا. اهو آهي گيان، جو اڳئين ئي ڪرمن جي ليکي جو سلسلو ختم ڪري ٿو، پرڪاش ئي اوديا ۽ اگيان جي اونده نورت ڪري ٿو ۽ بيڙي ئي پرساگر پار ڪرائي ٿو. سو پاپ ۽ پاپ جي پرک ئي گيان آهي. اهنتا، ترشنا ۽ ممتا جو لڳاءُ، جنهن کي اسين "پاپ" سمجهي ويٺا آهيون سو "پاپ" نه آهي. اهو پاپ آتما جو گهاتڪ شترو آهي جو خيالي دکن سکن ۾ لوڙهائي ٿو ۽ آتما کي ڪئين جونين جون يوگنائون ڀوڳائي ٿو. اهو پاپ پورو ڪرٽو آهي، نه من جي مثيد ۽ مخالفت سان پر من جي سهمت ۽ سهڪار سان نه ويچار ڌارا جي وهڪ ۾ ولهيون پون، وڏيون ٻرنديون بوندي اوڳڻ غرق ٿين ۽ ڳڻ واسو ڪن، من جي ورتي وڪارن مان نڪري نام جي سُرتيءَ ۾ سمائجي. اهو آهي سچو "پاپ"، سچو گيان ۽ سچي ڀڳتي، جنهن ذريعي، هرڪو ڪرم نيڪ ڪرداريءَ جي بنياد تي بيٺل هوندو.

پريم ڀڳتيءَ جو ڀڳوان سان ڀاءُ ڪٿي ڪهڙي قسم جو به هجي، چاهي ماءُ ٻچيءَ وارو، پاءُ پيءُ وارو، عاشق معشوق وارو، پر هر حالت ۾، ڀڳت جون ڀاونائون ڀڳوان جي پاڻ ۾ ڀيل آهن. ڀڳت پريم ديوانو آهي، الاهي عشق ۾ انڪيل آهي، سڀ اڇايون اوڻايون ۽ اڇيا اورانگهي، سائينءَ جي شرڻ ۾ آيل آهي. ايڪ انيڪ ۾ ڏسي ٿو ۽ انيڪ ايڪ ۾ ڏسي ٿو، هر جيو ۾ پرماتما جو روپ پسي ٿو ۽ انهن پسي پريم اولي ٿو، پريم داڻن سچ سڃاڻي ٿو ۽ پرماتما پائي ٿو. دماغ جي نه پر دل جي دري کڙڪائي دلبر کان کولائي ٿو. جيون ڌارا جي ايڪتوتا جو آواز ٻاڌي ٿو، روحاني راز پڌائي ٿو، سادڪن ۽ سالڪن کي دڳ لڳائي ٿو. هو ڪرم، ڪرم ڪالي ۽ نه ڪيميا ڪالي ڪري ٿو. تمنا ۽ ترشنا کان خالي، ٽدوي گڻن جي اثر کان آجو، ڏيهه جي دوڙ کان دور، هُن جو هرڪو ڪرم، پوڄا آهي، دان آهي، ايشور ارپڻ آهي، پريم جي پوڄا آهي، سک ۽ صدق جي سوغات آهي، ڀڳوان جي پاڻي اڳيان ٻيٽا آهي، نئڙت ۽ نياز جو نذرانو آهي. من ۽ اندرين لئي پوري ضابطي هئڻ سبب، هنجي منشا ۽ مراد مري چڪي آهي، دک سک، مان اپمان، دوست

دشمن، سون مٽيءَ جو ڀيد مٽجي ويو آهي. نه ته ڪرم ڪري ٻيو ڇو نه جيون جي چڪر
چالو رکيو آهي. اهڙن لشڪار ڪرڻ جو، ته ڪو ليکو لکجي ۽ نه لاهجي.

هاڻي ڪيئن چئجي سگهبو ته اهڙو الله لوڪ رڳو گياني آهي، يا رڳو ڪرم يوگي آهي
يا رڳو ڀڳت آهي. هو سڀ ڪجهه آهي ته ڪجهه ڪين نه آهي. هو سڀ ڪجهه آهي ڇو ته
برهم جو روپ بڻجي، برهم پساري ۾ پسار ڪري رهيو آهي. هو ڪجهه ڪين نه آهي ڇو
ته شونيه بڻجي، سائينءَ ۾ سمائجي ويو آهي. اهڙا آهي ڪرم، گيان ۽ ڀڳتيءَ جي ٽنهي
يوڳن جي ايڪتائي. سچو سالڪ انهيءَ صفات، صنعت ۽ فصاحت ذريعي، مَن منڊل ۾
مالڪ سان موجون ماڻي ٿو ۽ جڳت ۾، گيان جو مشعال ٻاري ٿو، پيار ۽ پرالري ٻاڙ ڦهلائي
ٿو ۽ دکين جو دلداريءَ سان درد ميٽائي ٿو. هو واچڪ يا ڪٿڪ گياني نه آهي پر ڪُٽي گياني
آهي. سو اي ٻندا، ڪرم، گيان ۽ ڀڳتيءَ جي سنگم ۾ ئي سمورن شڪتي سمايل آهي.
جي ڪرم حد اندر محدود آهي ته گيان لاحد آهي ۽ ڀڳتي حد ۽ لاحد جي وچ پل آهي.
ست پرش پاڻ حد آهي ۽ لاحد آهي ته بيحد جي پُل به آهي. پورن ڪلاوان ۽ ايڪتا آهي
پر ٽون اپاڻا، هن کي ڪڏهين هن سطح تي ته ڪڏهين هُن سطح تي پيو ڏسين. اهو فرق
مٽاءِ ته ٽون به ”هو“ ٿي پئين. جو ”پاڻ“ سان سچو آهي سو ٻين سان ڪوڙو ڪيئن ٿي
سگهندو؟ جي صحيح سمجهه عطا ٿئي ته ڪرم ڪيئن ڪسا ٿي سگهندا؟ من مان ڪلفت
ڪڍي، مترتا ۽ ڪروڻا قائم ڪر ته ”پاڻ“ جو پترو پئي ۽ ڪرم، گيان ۽ ڀڳتيءَ جو پيدارو
ڪلي ته من کر کٽڪو پليو پوي. اهو ڪٽڪو ملڻ نه وڏي نعمت آهي.

جيئن سون جي سڃاڻپ، سونارو سولائيءَ سان ڪري سگهندو آهي، جواهري جواهرن
جي ۽ ڪنڀار مٽيءَ جي، ليئن ئي برهمانند جي ڀڃاڻ، فقط اهو ڪري سگهندو جنهن کي
برهم جي ڄاڻ آهي. جنهن کي برهم جي ڄاڻ آهي، تنهن جا ڪرم، ڀڳتيءَ ۽ گيان جا
ٽيئي انگ، بلڪل پوري معيار تي مقرر ٿيل آهن ۽ هڪ ٻئي سان انهن اتحاد ۽ امدادي
ڪري رهيا آهن جيئن اسان جون گيان ۽ ڪرم اندريون من سان. انهن ٽنهي انگن ملڻ
بعد، روحاني بصيرت حاصل ٿئي ٿي، نقلي ۽ بناوٽي حيثيتون پامراد و غائب ٿي وڃن
ٿيون، غير اصلي سياءِ سميٽجي وڃي ٿو، سچو سياءَ سيڌو ۾ سمائجي ٿو، جيئون قدرتي
قانون ۽ خدائي حڪم جي حد اندر رهي ٿي، جنم جنمانرن جي ديهه ڏاوي ٻڌڻ کان
ڇوٽڪارو پراپت ٿئي ٿو، ڪال جو دائرو لنگهي اڪال اندر اچجي ٿو. ڪرم، ڀڳتي ۽
گيان انهن گڏجي، اندر جي عمق اندر، اکنڊ آنند عطا ڪرائين ٿا.

سو جيستاءِ جگياسو اڃا سادڪ جي سطح تي آهي، تيستاءِ ڪرم، گيان ۽ ڀڳتيءَ
کي ٻن ٻن، ٽاٽا روپ ۾ شايد ڏسندو هجي، پر جڏهين هو سڌيءَ يا سنياس، جي وڏي

منزل تي پهچي ٿو، لڌهين عڪس ائين جهڙو ن جدا جدا رنگين ۽ چمڪدار چيزون، هڪ ڏسي وڃڻ ۾ ٽڪيل نهڪيل، گڏيل مسيل، ميزان ۾ مقدار ۽ متڪمل ڏسي ٿو. ڪرم يوگ ۽ ڪرم لياڳ رڳو ليسٽاءِ عاهدا ڏسڻ ۾ ايندا جيسٽاءِ گيان سان گڏيل نه آهن. گيان گڏيل، ڪرم يوگ ۽ ڪرم لياڳ ٻئي هڪ سمان آهن، جو نه ڀڳتيءَ ڏنارن لـي نه اها گيان جي گڏجاڻي لئي ٿي. انهن ٻنهي ٻرن وسيلي، ساڌڪ وڪاسي وماڳ ۾ چڙهي، اڏر ڪري ٿو. مطلب ته ڀڳتي ۽ گيان گڏجي ڪرم کي اڪرم جي صورت عطا ڪن ٿا، جڏهن ڪانهوءِ ڪرم ڪندي به ٻاسجڻ ۾ نه ٿا اچن، جو نه وڪاري وڪرم کان محروم آهن. سو جڏهين ساڌڪ، ڪرم اڪرم کي هڪ سمان سمجهي ٿو ته لڌهين سِڌيءَ يا سچي سنياس جي پد تي پهچي ٿو، جو نه پوءِ سندس ڪرم، گيان ۽ ڀڳتيءَ جي چمڪڻ تي چڙهيل آهن. هاڻي ڪرمن جو ڪرتا خود ڪرتار آهي نه پوءِ اهي ڪرم ٻاٽالي ۾ ڪيئن ايندا ۽ انهن جو ليکو ڪٿان لکبو ۽ لاهبو؟ اهو ليکو نه اچا اثر يا نيچ جوُڻين ۾ ڀٽڪائي ٿو.

اهڙي سِڌ يا سنياسيءَ جو من، پون وانگر ٻوُرالو ڪرلهي پر پهاڙ جيان پختو آهي، گيان ۾ گُم آهي نه ڀڳتيءَ ۾ به ڀرپوُر آهي ۽ يڪتائيءَ ۾ يقين آهي جو لـ سموُرو وقت سچي سروُپ ۾ گُتل آهي. هاڻي هوُ آسڻ، چڪرن، ناڊين، پدمن، منترن کان مٿي چڙهي چڪو آهي. چوڏهينءَ جي چنڊ مان نڪري، هاڻي پوُرناماسيءَ جو پرڪاش ڪري رهيو آهي. هاڻي ڏن ڏيان ۾ الس نه ڏيان ڏُن ۾ الس. هاڻي پرين پاڻ پيرڙا پري، اڳـڻ آيو الس ۽ ٻئـي گڏجي يا هڪ ٿي، گرگم گڳن جا گوگياءَ ڪيئن به ٿا نه ٻڌن به ٿا. ڪرم، گيان ۽ ڀڳتيءَ کي، ڪنهن حد تائين، ڪا الڳ اهميت ڪٽي به هجي پر مقداريءَ ملڻ بعد، انهيءَ لاثاني لطف جو جلوو ۽ جمال، اکرن ۾ آڻڻ عبث آهي. اُنيءَ ۾ آڻڻ آسان آهي.

## (٩) سچو سچ.

(١) سچ[1] سچي کي ڄاڻن جڏهن هِردي سچو هُجي - سچ[1] سچا جڏهن آزاد[2] ٿيا

جن ڪُوڙ جي ڪُوچ[3] ٻُوڙي ڇڏيا - تن اندر هي سچ[1] لاڌ[5] يا

سچ[1] صاحب سچ جي شيرنيا - ڪال ڪنٽڪ مار ٿي ساڌ[6] يا

سچ[1] سچا سيڌو وڏا هي - سچ[1] شبد سي سچ[1] لاڌ[7] يا

سچ[1] سچي نو شاباس هي - سچ[1] سچا هيئو گلاڌ[8] يا.

[راڳ گوڙي، محلا چوٿان، وار (٢٢)]

(٢) ساچي سٽگوُر ساچ[1] ٻُجھائيا - هِت واڪي سچ[1] سولي رام

سچا ڀوڄن ڀاؤ سچا هي - سچي[2] نام سک هولي رام

ساچي نام سک هولي مري نہ ڪرلي - گرڀ نہ جوُني واسا

جولي جوت مِلائي - سچ[1] سمائي - سچ ناء پرڪاسا[9]

جِني سچ[1] جاتا سي سچي هوئي - اَن دن سچ[1] ڌياني

نانڪ سچ نام جن هِردي وسيا - نا وڇُڙ[10] دک پاني.

[راڳ سوُهي، محلا ٽيجا، ڇنت (٢) ٣]

(٣) مُک سچي سچ داڙِهيان[11] - سچ ٻولهه سچ ڪماهِ

سچا شبد مَن وسيا - سٽگوُر ماهِ سماهِ

سچي راسي[12] سچ ڌن - اُتم پدوي پاهِ

سچ سُڻھ سچ مَن لئن - سچي ڪار ڪماهِ

سچي درگهه بيسڻا[13] - سچي[1] ماهِ سماهِ

---

١. پرماتما. ٢. سمرن ڪيو آهي. ٣. ڪُوڙهي. ٤. ٻوُڙيا آهي. ٥. لڌو آهي. ٦. جيتيو آهي.
٧. سمائجي وڃن ٿا. ٨. قُل پالو آهي. ٩. پرڪاش، روشنائي. ١٠. وڇوڙي. ١١. ڏاڙهيوُن.
١٢. پوُنجي، موُڙي. ١٣. وِهن ٿا.

 

نانک وِݨُ ستگور سچ نہ پائیئے - منمُکھ بھُولے جاہِ۔

[سلوک، محلا تیجا، (۵۳)]

(۴) کِتو سچیارا ہوئیئے - کِو کُوڑے تُٹے پالِ
حُکمِ رضائی چلنا - نانک لِکھیا نالِ۔

سری جپ صاحب، محلا پہلا، پوڑی (۱)

(۵) سچ کھنڈ وسیے نرنکار - کرکر ویکھے ندر نہال
تِتھے کھنڈ منڈل ورَبھنڈ - جے کو کتھے تہ انت نہ انت۔

(۳۷)

(۶) تن سُوچا سو آکھیئے - جس مہِ ساچا ناء
ہوئے سچ والی دیہُری - جِہوا سچ سُہاء۔

سری راگ، محلا پہلا، شبد (۱۵)

(۷) سچ سلاہن سے سچے - سچا نام آدھارُ
سچی کار کماوݨی - سچے نال پیارُ۔

سری راگ، محلا تیجا، شبد (۲۰)

(۸) سچ سالاہی سچ لگاں - سچے نائے ترپت ہوء
گُݨ وِچاری گُݨ سنگرہاں - اَوگُݨ کڈھاں دھوء۔

(۳۷)

(۹) جنی آپ پچھاݨیا - گھر مہِ محلُ سو ناء
سچے سچی رتیا - سچو پلے پاء۔

سری راگ، محلا پہلا، اشٹپدی (۵)۶

(۱۰) سچ کھاݨا سچ پینا - سچے ہی وچ واسُ
سدا سدا سالاہنا - سچے شبد نواسُ
سب آتم رام پچھاݨیا - گرمتی نج گھر واسُ۔

سری راگ، محلا تیجا، اشٹپدی (۳)۸

(۱۱) جو سچ والی تن سچے لو لاگی - ہر نام سمالہہ سے وڈبھاگی
سچے شبد آپ ملائی - سب سنگت سچ گُݨ گاوݨیا۔

راگ مانجھ، محلا تیجا، اشٹپدی (۵)۱۷

(۱۲) مِل پریتم - ساچے گُݨ گاوَن
نانک ساچے - ساچ سماوَن۔

راگ گوڑی، محلا تیجا، شبد (۲)

---

۱. بنا. ۲. پرماتما. ۳. رنبدک، بندھ. ۴. خوشیء سان. ۵. سرشٹی آباری. ۶. کرپا. ۷. برھمنڈ. ۸. پوتر، شدھ. ۹. زبان. ۱۰. سواد. ۱۱. جس دا لین لا. ۱۲. کٹھا کریاں. ۱۳. ہردو. ۱۴. کمزا پھرنا. ۱۵. ستگورو.

(۱۳) تيرا نام سچا جيئُ - سچا وِيچارو
تيرا محل سچا جيئُ - نامُ سچا واپارو.
راڳ گوڙي، محلا پهلا، ڇنت (۴) ۲

(۱۴) تون سچا تيرا ڪيتا سڀ ساچا - ديهه نه ساچُ وڪاڻي
جاڪئُ سچ بجهاوهه آپڻا - سهجي نام سماڻي.
راڳ آسا، محلا تيجا، اشٽپدي (۸) ۱

(۱۵) سچ تان پر جاڻيئي - جان رِدي سچا هوءِ
ڪوڙ ڪي مل اُترِي - تن ڪري هڇا ڌوءِ.
راڳ آسا، محلا پهلا، وار (۱۰)

(۱۶) هر جيئُ سچا سچ هوءِ - سچي گور باڻي
ستگور تي سچ پڇاڻيئي - سچِ سهجِ سماڻي.
راڳ گوجري، محلا تيجا، وار (۱۷)

(۱۷) سچ ويلا مورت سچ - جس سچي نال پيارُ
سچ وکنا سچ بولنا - سچا سڀ آڪارُ.
راڳ وڏهنس، محلا تيجا، اشٽپدي (۷) ۱

(۱۸) سچا من پاتيا سچ وساتيا - شبد ولي انت نِستيرا
نانڪ نام ولي سي سچِ سماڻي - پهڙ نه پوڄل ڦيرا.
راڳ وڏهنس، محلا تيجا، ڇنت (۱) ۶

(۱۹) پر سچا ملي آلي ساچُ ڪمالي - ساچ شبدِ ڏن رالي
ڪدي نه رانڊ سدا سوهاڳڻ - انتر سهج سمادي.
راڳ وڏهنس، محلا تيجا، الاهڻيا (۳) ۱

(۲۰) هر جن ساچي ساچُ ڪماوهِ - گور ڪي شبد وِچاري
آپي ميلِ لئي پرڀ ساچي - ساچِ رکيا اُرڌاري.
راڳ سورٺ، محلا تيجا، شبد (۱)

(۲۱) تن مهِ مدؤ تا - من مهِ ساچا
سو ساچا - مل ساچي راچا.
راڳ ڌناسري، محلا پهلا، اشٽپدي (۳) ۲

(۲۲) مل پرتم سکه پائي سچِ سماڻي - سچُ ورتي سڀ ٿائي
سچا سيڱار ڪري دن راتي - ڪامڻ سچ سمائي.
راڳ سوهي، محلا تيجا، ڇنت (۳) ۴

---

۱. پرماتما. ۲. جوان، ڪانان. ۳. جهڳيءَ طرح سان. ۴. اُجل. ۵. وقت. ۶. مهورت.
۷. سرير. ۸. سفلتا. ۹. جمع ميرِ جو جهڪر. ۱۰. جڳياسو اِستري. ۱۱. وڌوا، ون زال.
۱۲. سمائجي وئي آهي، رمي رهي آهي.

(٢٣) سچ ڏيساء اَمر پدُ پاتيا - اَنحد شبد وڄائي
سچو ڏَھ دِس پسرِيا - گور ڪئي سهج سُڀائي
نانڪ جِن اَندر سچ هوءِ - سي جَن ڇپهہ نہ ڪسيءِ دي ڇپائي.

راڳ بلاول، محلا چوٿان، وار (۴)، سلوڪ محلا تيجا

(٢۴) سچ پُراتا هووءِ ناهي - سپِنا ڪدي نہ پاٿيءِ
نانڪ صاحب سچو سچا - تِچر جاپئي جاپيءِ.

راڳ رامڪلي، محلا تيجا، وار (١٩)، سلوڪ محلا پهلا

(٢۵) سچ نانءُ سچ ھتنڪا - سچ سُتاءِ ھٿائيا
سچ ھؤنجي سچ وکرو - نانڪ گهرِ پائيا.

راڳ مارؤ، محلا پنجوان، شبد (١۴)

(٢٦) ڳؤرمکہ سچي اَنر پاٽي - ڳؤرمکہ سچو سچ وکاٽي.
ڳؤرمکہ سَد شيوهہ سچو سچا - ڳؤرمکہ شبد سُٽائدا.

راڳ مارؤ، محلا تيجا، سولهو (٦)١۵

(٢٧) ساچا دُرُ ساچا دَروارا - سچي شيوهِ شبد پيارا
سچي ڌُن سچي گُڻ گاوان - سچي ماهِ سَمائيا.

٢۴(٩)

(٢٨) سچ ساچِ پچّاتا ساچيءِ راتا - ساچ مليءِ مَن پاويءِ
ساچيءِ اؤپر اَؤر نہ دِيسيءِ - ساچيءِ ساچ سَماويءِ.

راڳ تکاري، محلا پهلا، چهنت (٣)۵

(٢٩) ساچيءِ لاٿي لڳ سچ لاڳي - ساچي ڪي اُڌهاري
ساچي بسٽ ڪي پار چلاٿي - پهچي جاء پنداري.

راڳ ڪيدارا، ڪبير صاحب، شبد (٢)

(٣٠) سي جَن جيري - جِن هر من ماهِ
ساچُ سماله - ساچِ سَماء.

راڳ بسنت، محلا تيجا، شبد (٢)

(٣١) ساچي ڪرٽي - پتِ پروانُ
ساچي درگهہ - پاويءِ ماٿُ.

راڳ بسنت، محلا پهلا، اشٽپدي (٦)٣

(٣٢) سچيءِ شبدِ سچُ ڪماويءِ - سچي باٽي هر گڻ گاويءِ
نج گهر واسُ اَمر پد پاويءِ - تان دِر ساچيءِ سوڀا پاويءِ.

راڳ پرڀاتي، محلا پهلا، اشٽپدي (۵)١

---

١. پرماتما. ٢. ڏساؤن. ٣. لڪائڻ. ۴. پرماتما سان جڙيل. ۵. ٿاٿي. ٦. ليستاء، سچي عمر. ٧. آسڻ. ٨. ھؤڙي. ٩. سودو. ١٠. هردي ۾. ١١. سٽ سنگت. ١٢. درگاهہ. ١٣. سڃاڻو. ١۴. وٽندڙ، پسند. ١۵. وهنوار. ١٦. شيءِ، رام نام. ١٧. ٻيڙي. ١٨. مانُ، شانُ.

## سچو سچ.

اڳين ٻاب ۾، ڪوڙ ڪپت ۽ ڪوڙي واپار ۽ وهنوار لئي ويچار آيل آهن ۽ هن سچي ٻاب ۾ سچ جي جدا جدا اَنگن جو ورنن ڪيل آهي. سچ ڇا آهي؟ انهيءَ ٻابت اَلڳ اَلڳ وايا آهن، هڪ ٻئي کان مختلف، پر انهيءَ جو اهو مطلب نہ آهي تہ جنهن ٻابت ڪو ٻکراءُ يا غلطي راءِ وارو نہ آهي، سو سچ ڪيئن هوندو؟ تہ انهيءَ جي کوج مان ڪهڙو ڪڙ نيڪال نڪرندو؟ ساڳئي وڻ جا ڦل يا پن پتي، باريڪ نظر يا وگياني خوردبينيءَ سان ڏسبا تہ هڪ ٻئي کان نرالو آهي، نور ۾، ماپ ۾، رنگ ۾، تازگيءَ ۾، سواد ۾ بلڪ خاصيتن ۾. تنهن هوندي بہ، ڇا اهو سچ نہ آهي تہ اهي سڀ ساڳئي وڻ جي پيداش آهن.

سنتن مهاتمائن جي واڻي پڙهي ڏسو تہ ڪنهن، پرماتما کي هڪڙي روپ ۾ پاتو تہ ڪنهن ٻئي ۾ يا ڪنهن هڪڙي طريقي سان پاتو تہ ڪنهن ٻئي سان. سڀني جون روحاني رمزون، راز ۽ ذاتي تجربا پنهنجا پنهنجا. تنهن هوندي بہ، ڇا انهن ڇئي سگهبو تہ پرماتما سچ نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ پنهنجن پيارن کي جدا جدا روپن ۾، اَلڳ اَلڳ حالتن هيٺ يا علحدن علحدن طريقن سان، ڏيکاري ڏني اٿس؟ ڇئن سورداسن بہ هاٿيءَ جي جدا جدا اَنگ کي هٿ لائي، هاٿيءَ جو اندازو لڳايو هو پر پنهنجي پنهنجي منهن هر ڪو سچو ۽ صحيح هو. ٺهڙيءَ طرح، سچ جي جزي جي پڇاڻ لئي تہ بہ جڻ تہ سچ جي پڇاڻ ملي. رتي اسپاسط لاءِ يا کير چاچڻ لاءِ، ٿورو اندازو لي ڪافي آهي. وري جي اڄ جزي جي جاڻ لئي تہ ايپاس ۽ اڀاسنا سان، آخر سچي جي بہ معلوميت شايد لئي وڃي. ليستاءِ جزي جي جهلڪ ۽ قطري جي قدرشناسي بہ رهي، رهي ڇلبندي. ايئن تہ بي انت جي سموري سوچنا ملڻ بہ تہ ناممڪن آهي. ساگر جي ڦڙائي ڇا ساگر جو انت ڄاڻي؟ پر ڇا هوءَ ساگر کان نرالي آهي؟ ساگر ۾ گڏجڻ بعد، بوند بہ ساگر ئي ٿي پوي ٿي.

سچ کي پڇاڻڻ لاءِ صاف ۽ سچو من گهرجي. رنگين شيشي معرفت سڀ درشت ۽ نظارا انهيءَ رنگ ۾ رنگيل ڏسبا آهن. ساڳيءَ طرح گندي ۽ ميري من کي سڀ درشت گندا ۽ ميرا ڏسڻ ۾ ايندا. جهڙي من جي واسنا يا ڪامنا تهڙي درشت يا درشيہ جي صورت. ساڳيءَ حسين عورت کي ڪو من سائينءَ جي سونهن سمجهي، ڪو من ماءُ ڀيڻ جي مورت، تہ ڪو من حرص جو هٿيار. ڪو ڇئي تہ هوند پهت راڻي پڻاپانس پر جي پوءِ اتو ڏسس تہ هوءَ بدچلن ۽ اداڻي آهي تہ هوند نهاريس بہ ڪونہ. مطلب تہ ساڳيو درشت بہ مختلف ولڪن ۾ بدلجي پيو، وڃي من جي ڪامنائن ۽ واسنائن مطابق. اسين متي ڏسي آيا آهيون تہ اڌياتمڪ لحاظ کان، جيڪي بہ اکين سان ڏسجي ٿو يا من سان اندازو لڳائي سگهجي

ٿو، سو سڀ آهي پرڪرتي، جا سچ پنج سڀڌو آهي ۽ مٿيا آهي. سچ آهي آتما جو آواز، اڻغيبي آواز، سرٻلو پر ڌيمو، جنهن جو من تي پڙلاءُ تڏهين پوندو جڏهين من ماٺ ۾ هوندو. جيستائين من جي اڙد گرد ۽ چوطرف حرص حواسن جا گوڙ گمسان هوندا، مدائن جي مهراڻ هوندي، تيستائين من ماٺ ۾ ڪيئن ايندو ۽ سچ جو آواز ڪٿان ٻڌندو؟ اهڙيءَ حالت ۾ سچ جي سطح تي اچڻ جو سوال نه اٿي ڪونه ٿو سگهي. من جڏهين خالي ۽ صفا ٿئي ٿو، ٻُڌيءَ جي سمت وارو پاسو پراپت ڪري ٿو ۽ آتما جي جوت جهٽي ٿو، تڏهين ٿي سچ ۾ سرتي لڳائي ٿو، تاپ جهان ترليپ ٿئي ٿو ۽ سر پاوٽا سان سروپ کي سڃاڻي ٿو.

سچ آهي پرماتما. سچ آهي جيو آتما، جا پرم آتما جو انس آهي. سو سچ آهي آتما جو آواز. سچ آهي اندر ۾ نه ملندو نه اندر ۾. من خالي ڪري ماٺ ۾ آڻندو نه آهي تـــ اتيءَ دم، اها خالي جڳهه، ايشور پاڻ اچي پري ٿو ۽ من کي مندر بڻائي ٿو. گوروءَ نانڪ جن، انهيءَ من مندر يا آتم گڙهه متعلق فرمائين ٿا:

(١) جهي آپُ پڇاڻيا - گهر مهِ محلُ سو لاء
سچي سيتي رَليا - سچو پلي پاء.
سري راڳ، محلا پهلا، اشٽپدي (٥) ٦

(٢) تن مهِ مڌولا - من مهِ ساچا
سو ساچا - مِل ساچي راچا.
راڳ آسري، محلا پهلا، اشٽپدي (٣) ٢

اي بندا، سچ آهي پرماتما ۽ پرماتما آهي سچ، جو پليءَ پوندو پريم سان، وشيش پريم سان، وشال پريم سان. پريم پرماتما سان، پريم پرڪرتيءَ جي هر پهلوءَ سان، پريم پُسن سان، پريم پکين سان. سُورج ساري سنسار کي روشن ڪري ٿو ته آهي ڏينهن. جي منهن موڙي ته ٿي پئي اونداهي رات. سو سچ جي سوجهري لئي نه سڀ گڻ، خصلتون، وصفون، وڪاس ڪري چوطرف چمڪن ليئون. سچ پُٺي ڏئي ته اگهور اندڪار، گهنگهور گهٽا. سچ جهڙو ثواب ڪونهي ۽ ڪوڙ جهڙو اپراڌ ڪونهي. سچ لاءِ سچي نيت کپي. جي نيت سچي ته ويچار سچا، وچن سچا ۽ وهنوار سچا، جو ته من جي سرتي ٿي، ست لوڪ يا سچ کنڊ ۾ اُسي وسي. باقي رهيو وات جو چٽڪو ۽ چترائي، سکڻي سياڻپ، هٿرادو هنر ۽ حرڪتون، طرح طرح ترڪناليون، اهي سڀ پاڻ سان ۽ پرماتما سان دولاب ۽ دوکيبازي آهي، جي ست تي سمجهي وڃن ۽ ٻڙ پڌرو ڪري ڇڏن. سچ روحانيت جي جان آهي.

سو ڪر چاهي ٿو ته سچ منهنجي طرفداري ڪري ته پاڻ ڪوڙ ٿو سچ جي طرفداري ٿو ڪري. جيترا اوگڻ تيترا ڪوڙ جا لکڻ ۽ جيترا گڻ تيترا سچ جا روشندان. جهڙو در تهڙو درسن. اوگڻ، ڪوڙ وڌائي ٿو ۽ گڻ، سچ ڦهلائي ٿو، جو ته سچ آهي ايشور جـــي

انسان ۾ اچا. جو اهڙا اچا آڳهائي ٿو سوئي پرماتما کي پراپت ڪري ٿو. سچ جي بنياد تي بيٺل جيون ئي آهي ڀڳوان جي ڀڳتي ۽ سالڪ ۾ سمادي. هڪواريءَ جُڙي نه مُور نه مُڙي. ساڃ پرماتما ۾ ۽ پرماتما پرڪرتيءَ ۾. سڀ هڪ هڙ ۾ ۽ هڪ گهڻ ۾. سچ، سچ ۾ سمايل ۽ سڀ ۾ سچ جي درشٽي. ناٿ، پرڪرتيءَ ۽ پرماتما جو پورن سنجوڳ، جتي ڪا ڀيٽ نه آهي، ڀيد نه آهي ۽ ٻيو نه آهي. گرو نانڪ ديو جن الهيءَ اوستا ۾ آکن ٿا:

(١) سچ پُراڻا هووهِ ناهي - سچا ڪدي نه پراڻِ
نانڪ صاحب سچو سچا - تِسچو جاپي جاپهِ.
راڳ رامڪلي، محلا تيجا، وار (١٩)، سلوڪ محلا پهلا

(٢) سچُ ساچِ پڇاڻا ساچي راتا - ساچِ ملي مَن ڀاوي
ساچي اوپر اور نه دِسي - ساچي ساچ سماوي.
راڳ تکاري، محلا پهلا، چهنت (٣)٥

اي بندا، جي سچ جي ساگر ۾ ترڻ ۽ پار پوڻ اٿئي ته اوڳڻن ۽ وڪارن جا زنجير ٽوڙ. اهي تنهنجي سرڪڪ، مانڪ ۽ آتمڪ شڪتي ناس ڪن ٿا. هيٺين حالت ۾ هيترن بندن جي بوجهه سان، تون ترڻ ڪيئن سگهندين؟ گڻ اهڙا شڪتي پرائل ڪن ٿا. گڻن جو ٽمبر ڪٺي تو ته پار پوندين. من کي هاڪو ڪر ته همت سان سولائيءَ سان هٺي سگهين. گڻن ۾ سچ تي سرومٺي آهي. هرڊاني وري اهنڪار جو ٻاري ٻار، ڪُن ۾ ڪرائيندو ته ترشنا تري ۾ ٿيندو. سو من کي ماٺ ۾ آڻ ته سچائي ۽ سچيت رهين. ڪوڙ، ڪپٽ ۽ ڪبڌا جهڙن ڪامنائن يا لوڀ ۽ لالچ جي لار، من کي اشانت ڪن ٿا. ڊُکي ڊبند ۽ راڳ ڊُيش آهن، اهي نه، ٿوري ڪشتيون، جن ۾ هڪڙي تنگ هڪ ۾ ۽ ٻي ٻيءَ ۾ ته رکيون ٿي ٻون ٽيون، ته پوءِ لهرن ۾ نه لاشڪ ٽُٻي وڃو. سم درشٽيءَ بنا، ڪيئن سفر ثابت پوندو؟

هڪ سچ جي ٽبي جو سهارو وٺ ته، من آسٿر، ايڪاگر، شانت مئي، شڌ، شڪتيوان، نرڀؤ، نرليپ، نهنو ۽ نماڻو ٿئي. ڪرپا، دان، ديا، عقيدت، اهنسا، سک، سمتا، ڇما، اڇڪشا، ڌيان، ڌارنا، نرملتا، پوترتا، پريم، پرمارٿ ۽ ويراڳ جي واٽ وٺي. پڌهجون ڀاونائون ڀڳوان جي ٻاجهه ۾ جذب ڪري. اهڙا رهڻي، ڪهڻي ۽ ڪرڻي سنسار ساگر مان پار پهچائيندي ۽ درگاهه ۾ قبول پوندي. اهو اٿئي سچو سچ باقي اٿئي ڪوڙو ڪچ. سچ يا ڪوڙ جي راهه تي هلڻ تنهنجي اختيار آهي پر جهڙي واٽ وٺندين تهڙي ٺڪر پٺائيندين. راهه چونڊڻ بعد، درگاهه ۾ پيشي يا زجوع نامو، ايشور جي انصاف ۽ ڪرم جي قانوني قلم مطابق ٿيندو. جهڙي پوکيندين سوئي لڻندين. گرو نانڪ ديو جن فرمائين ٿا:

ساچي ڪرڻي - پت پرواڻُ
ساچي درگهه - پاوهِ ماڻُ.
راڳ بسنت، محلا پهلا، اشٽپدي (٦) ٣

اي ٻندا، عمر جو گهڻو حصو ويو ولوڙي، ڪوڙ ڪپٽ ۾، اوگڻن جي اوٽ ۾، وڪاري وهنوارن ۾، مايا ۽ مترن جي موهه ۾، لوڀ لالچ جي لڪن ۾، رڳن جي رس ۾، سرير جي سينگار ۾، پرائي پچار ۾، پنهنجي پڌائڻ ۾ ۽ واڳه ڏنئي ڊيش ۾. اهو ڪوڙو واپار، ڪوڙي راس سان، کُٽي ٿو ڇڏي ۽ لوڪ پرلوڪ ناس ٿو ڪري. سچ جي سودي لاءِ سچ جي سمجهي ڪمي. اها سمجهي آهي رام نام. سنت سچا اهائي سوداگري ڪمائين ٿا، جيئن سنوارن ٿا ۽ منزل مقصود ماڻين ٿا. تنهن ڪري، ڪوڙ ڪپٽ جي ڪمائي ڪان ڪنارو ڪري، سنتن جي سنگ ۾ اچ ۽ ڪاٺين سچ جو ڪُٽڪو وٺي، سچ جو سودو شروع ڪر. اهوئي سودو آئي پاس پوندو ۽ لوڪ پرلوڪ سُهيلو ڪندو. اهوئي ڪٽڪو ڪيچ ڪمائيندو. اٿهيءَ صراحيءَ جي سرڪي، سمرڻ سان سيج تي سمهاريندي. اهو انوکو آزمودو وٺڻ اڙڪو ڪرائي. رکو "مان" مار ته ميدان مارين. جتهن من جي مراد ۾ "مان"، "مولڪي"، "منهنجو" يا "منهنجي ڪي" سمايل آهي، سا مراد ڪوڙ مان ٿي اُٿي لٿي ۽ ڪوڙ ڪمائي، ڪوڙ ۾ سمايت ٿي ٿي. پر جو ڪرم اهڙين مرادن مان آجو آهي، سو سچ مان ٿو اُٿي لٿي، سچ جي ٿو ڪار ڪمائي ۽ سچ ۾ ٿو سمائجي. "مان" مٽائي ٿي ۽ "تون" ٿاري ٿو. ڪوڙ ڪُسائي ٿو ۽ سچ اَمر بڻائي ٿو. سچ ۾ ئي سدا سچو سک ۽ آئي آنند آهي. سچ جي واٽ ۾ آهن برابر ڏکا ڏوڏا، اهڙيءَ ابتداءَ ۽ فاقا فراق پر اهي اوصاف ۽ آزمائشون آخر هرت جي هنج ۾ هندوري وارا لوڏا ڏيار پندئون. اهو سک نه وري متجڻ جو آهي ۽ نه اُکجڻ جو آهي. اهو سهاڳ سدائين ساڻ هوندو ۽ وري نه کسبو. هاڻي نه جانب ٿي جند نه ڇڏيندو، اُنگ اُنگن ۾ اڙائي، قرب ۾ قابو ڪندو. جي اڳي ئي هئا سي هاڻي هڪ ٿي ويا ۽ هڪ ئي رهندا. سو اي ٻندا، من جي مثل مِٽاءِ نه محبوب سان ملهان ملهن اچين. سچ جي واٽ وٺ نه سچ ۾ سمائجي وڃين جو نه سچ ٿي واحد سان وصال جو وسيلو آهي.



# باب اڻون.

## سلوڪ ۽ سچيون ڪرڻيون.

### (١) پڇتاءُ ۽ پراشچت.

(١) ايڪ سُئان[1] دُهُ سنگي نال - ٻالڪي[2] پوڙ ڪِهِ سدا ٻيال[3]
ڪوڙ ڇُرا[4] سنا[5] ڳوٺدار - ڏالڪ[6] روپ رهان ڪرتار
مي پت[7] ڪي ٻنڌ[8] نه ڪرلي ڪي ڪار ڪري ٿي روپ رهان ڪرال
ٻرا ايڪ نام تاري سنسار - مي ايها آس ايهو آڌار. (١٠ ر.)
مُکِ نندا آکان دِنُ رات - پرگُهر[9] جو هي[10] نيچ صناتڻ[11]
ڪام ڪرودُ تن وسهِ چنڊال - ڏالڪ روپ رهان ڪرتار
ڦاهي سُرتِ[12] ملُوڪي ويس - هُون ٺڳواڙا ٺڳي ديس
کرا[13] سياڻا پهتا ڀار - ڏالڪ روپ رهان ڪرتار
مي ڪيتا نه جاتا حرامخور[14] - هُون ڪيا منهن ديسان دشٽ چور
نانڪ نيچ ڪهي بيچار - ڏالڪ روپ رهان ڪرتار.

[سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٢٩)]

(٢) ڏاليو[15] ري - من ڏهِ دس ڏاليو
مايا مگن[16] سُگاد لوڀ موهيو - پرڀ آپِ ڀلانيو. (١٠ ر.)
هر ڪٿا هرِ جس ساڌ سنگت سِئُ - اِڪ مُهت[17] نهِ اِهِ من لائيو
بگسيو پيکِ رنگ ڪُسنڀ[18] ڪر - پر گرهِ جوهن[10] جاليو
چرن ڪمل سِئُ ڀاءُ نه ڪيدو - نهِ سَت پُرک مناليو
ڏاوُ[3] ڪيُ ڏاوڻ[15] پهه پالي - جهُ[19] نيلي بلدُ[20] پرماليو

---

١. هڪ لالچ روپي ڪتو ٻيو ڪامادڻ ۽ لوشانڻ روپي ڪتين سان گڏ. ٢. آسر وٺي.
٣. سنساري ٻدارڻ لاءِ. ٤. ڇُري. ٥. ٻاهن سان گڏ ڪيل ٻدار دسه. ٦. شڪاري. ٧. پتي پرماتما.
٨. اُپديش. ٩. پرايون استريون. ١٠. تڪيون. ١١. ٻري عادت. ١٢. اُندران دوکيباز ۽ ڄا
پيا وهچار ڪريون. ١٣. اُلر، نيڪ. ١٤. ڏهيڙون ڀلايون. ١٥. ٻالڪي ٿو. ١٦. مدڙ، وَڏل.
١٧. گهڙي پل. ١٨. کهنبو، ڪڇو. ١٩. چاڪي. ٢٠. بڪر، ڏاند.

 

لسام دانُ اِشنانُ نہ کِيتو - اِڪ نمڪُ نہ ڪيرتُ ڳاليو
ناناٌ[1] جوُت لاء منُ لوکيو[2] - اَهہ بوُجهيو اُپاليمو[3]
پَراپڪار نہ ڪبهوُ ڪِيئي - نهي ستگور شيو ڍِيائيو
پنچ دوُت رچِ سنگت گوشٽ[4] - متوارو[5] مدِ[6] مالیو
ڪرڻُ بينتي ساڌ سنگتِ - هر پکت وچل سڄ آليو
نانڪ ڀاڳِ پڙيو هر پاچي - راکُ لاجَ اُپالِمو[7]۔

[راڳہ ترڏي، محلا پنجوان، شبد (٣)]

(٣) کهڻُ ڪها - اَپِي اَڌمائي[8]

اُرجهيو[9] ڪَنڪ[10] ڪاميء ڪي رسِ - اَهہ ڪِرِت پرڀ ڪالي۔ (١٠ر٠)
جَگ جوُئي ڪئُ ساچ جانڪي - تا سڻُ[11] رچ اپجالي
دِين بندُ سِمريو نهي ڪبهوُ - هوتَ جو سنگ سَهالي
مکن رهيو مايا ميءِ نِس دِن - چِتي نہ من ڪي ڪالي[12]
کهُ نانڪ اَب ناهِ اُنت[13] گتِ - بِن هر ڪي سرنالي۔

[راڳہ ٽوڏي، محلا ناوان، شبد (١)]

(۴) ڪوُن ڪاجِ سِرجي[14] جگ ڀيتر - جنم ڪوُن ڦلُ پائيا
ڀوُ نِڌ[15] لرن تارن چِنتامن - اِڪ نمڪ نہ اِهہ من لائيا
گوبند - هم اَئسي اَپراڌي[16]
جِن پرڀ جيءُ پنڊ ٿا دِيا[17] - تسڪي ڀاؤ[18] ڀگتِ نهي ساڌي[19]۔ (١٠ر٠)

---

١. ڪٿين قسمن جا. ٢. خوش ڪيو. ٣. پنهن جي پرماتما کي. ۴. ڳالهہ ٻولهہ. ٥. مست. ٦. مايا جي نشي ۾. ٧. پنهنجو داس سمجهي. ٨. ڪڪرم. ٩. چنبڙيل. ١٠. سونُ، سنساري پدارٿ. ١١. پرينت. ١٢. مستي. ١٣. پيو ڪو چارو جو اُنت سهلي ڪري. ١۴. سنسار ۾ جنم ڏنو ويو. ١٥. ڀؤ ساگر. ١٦. پاپي هچارو. ١٧. آتما. ١٨. ديهي، سريو. ١٩. ڪئي.

ٻَ ڏن ٻَرَنِ ٻرلي نِندا - ٻَسر اپباڏ نہ ڇوڙيئي
آواڳون هوت هيءِ ڦن ڦن - اِهه ٻَرسنگ نہ ڏوڙيو
ڄهه گهر ڪٿا هوت هر سنتن - اِڪ لمڪ نہ ڪيمو ميءِ ڦيرا
لمپٽ چور دوت متواري - ٻِسن سنگ سدا ٻَسيرا
ڪام ڪروڌ مايا مد متسر - اي سَمپيءِ مو ماهي
ديا ڌرم اؤر گور ڪي سيوا - اي سُپنتر ناهي
دين دئيال ڪرپال دَمودر - ڀڳت وڇل ڀيءِ هاري
ڪهت ڪبير ٻير جن راکهُ - هر سيوا ڪرءِ تهاري.

[راڳ رامڪلي، ڪبير صاحب، شبد (٨)]

(٥) لُب ڪتا ڪوڙ چوهڙا - ٺگ ڪاڏا مُڙدار
ٻَر نندا پرمل مک سُڌي - اگن ڪروڌ چنڊال
وَس ڪَس آپ سلاهتا - اي ڪرم ميري ڪرتار.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٤)

(٦) گلي اسين چنگيتا - آچاري ٻُريتاهه
منهه ڪسڌا ڪاليتا - ٻاهر چٽريتاهه
ريسا ڪَمهه نناڙيتا - جو سيوهه در ڪهڙيتاهه.

سري راڳ، محلا چوٿان، وار (٧)، سلوڪ محلا پهلا

(٧) هوهه ڪُهيل رهان - مَل ڏاري - ڏُرمت مت وڪار
نا هئه نا ميءِ نا هئه هووان - نانڪ شبد وچار.

راڳ مانجهه، محلا پهلا، وار (٤)

(٨) هئه پال وِڪي هولي - آڏ ٻريءِ راهه نہ ڪولي
وچ هؤميءِ ڪرڪ رولي - ڪهه نانڪ ڪن ٻِڌ گت هولي.

(١٦)

---

١. ٻين ڪي سنائڻ. ٢. ٻرائي اسٽري. ٣. ٻين سان گهٽ وڌ ڳالهائڻ. ٤. ٻد چلن. ٥. نشئي. ٦. حسد. ٧. ٻُڏنجي. ٨. سهني ٻرٻ. ٩. ڪرشن مهراج. ١٠. ٻانهن جي ٻيڙا. ١١. لوڀ لالچ. ١٢. حرام. ١٣. وشتا ڪائڻ جي برابر آهي. ١٤. سواد ۽ چهڪا. ١٥. ڪرتوت. ١٦. اگرا ۽ اُڀوڙ. ١٧. اُيا اُي. ١٨. ڪوٺيءَ ڏڏيءَ وارو. ١٩. گند سان ڀريل. ٢٠. ڪمت. ٢١. ڳرلهي ڳرلهي. ٢٢. لڪهي ٻئي آهيان. ٢٣. اؤلدهه الدوڪار. ٢٤. آهم ٻاؤ. ٢٥. طريقو.

(۹) ميم ڪُٺ گلان ڪي سِر پيار - گُلي[1] گلان سِر جھاڙ
ڪاٺا پيٺا هُسٽا[2] پاڙ[3] - جب لگ رِديو نہ آوهہ پاڙ۔

واڳ آسا، محلا پهلا، شبد (۹)

(۱۰) سڪ ڪي هيمت[4] بهت دک پاوت - شيو ڪريت جَن جن ڪي
دُنارهہ دنار سُتان جگہ ڏولت[5] - نهہ سُد رام پڃن ڪي۔

واڳ آسا، محلا ناوان، شبد (۱)

(۱۱) دَديو دوش[6] نہ ديئُو ڪِسيو - دوش ڪرما آپڻا
جو ميءِ ڪِيٿا سو ميو پائيا - دوش نہ دِيجيو اَوُر جنا۔

واڳ آسا، محلا پهلا، پٽي لکي (۲۱)

(۱۲) اَگاڏ[7] پوَڏ اَپار ڪرلي - مورِہ نيچ ڪچهُو نہ جانا
رلن لياڳ سنگ[8] رهن ڪرڏي - پسوُن ليچ اَجانا۔

واڳ ڀهاڳڙا، محلا پنجوان، چنت (۳)۸

(۱۳) يوَهرنا[9] لوب جوُت نِند - اِوهي ڪِرت گُداري
مرگ[10] ترشنا آس مِٽيا[11] ميني - اِهہ ٽيڪ مدهِہ ساڌاري۔

واڳ ڏ ناسري، محلا پنجوان، شبد (۴۲)

(۱۴) اَنڌ لا ليچ پرديسي[12] - کِن آويُ تِل جاوي
تاڪي سنگت ناتڪ رهدا - ڪتُہ ڪر موُڙا پاويو۔

واڳ سوُهي، محلا پهلا، شبد (۹)

(۱۵) هِمرا چيت لُيت[13] موهہ بِکيا - پهہ ڏُرمت مٿل پيرا
لمري شيوا ڪر نہ سکهُ پريب - هر ڪتُہ ڪر مُگڏ[14] اَرا۔

واڳ بلاول، محلا چوٿان، شبد (۳)

(۱۶) آسا پرم پڪار موهُہ - لن مهِہ لوپانا
جوُت[15] سمگري مِن وَسيو - پار برهمُ نہ جانا۔

واڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (۵۷)

(۱۷) جَرا جيوَن جويبن گَيا - ڪچ ڪيٿا نہ نيڪا[16]
اِهہ جيئرا[17] نرمولڪو[18] - ڪوڏي لگ ميڪا[19]۔

واڳ بلاول، ڪبير صاحب، شبد (۳)

(۱۸) مايا موهِہ سگل جَگ چائيا[20] - ڪبامن[21] ديکِہ ڪام لوپائيا
سُت ڪنچن سنگ هيمت[22] وڌائيا[23] - سب ڪڇ اَپنا اِڪ رام پرائيا[24]۔

واڳ پرپاٽي، محلا پهلا، اشٽپدي (۱) ۲

---

۱. سني پر سني ڳالهہ ۔ ۲. ڪلهہ ۔ ۳. اجاپو، واڙيت ۔ ۴. واسطي، ڪري ۔ ۵. پئڪي نِو ۔
۶. ڏوهہ، ڏورانپو ۔ ۷. اَمر پڏيءِ وارا ۔ ۸. ڪنو لو ڪيان، سدگ لو ڪيان ۔ ۹. پرالي ماڪ ۔
پر اک ۔ ۱۰. رڄ پت ۔ ۱۱. جوُني ۔ ۱۲. مـن وشين پر غلطان آهي ۔ ۱۳. لالچي ۔ ۱۴. مورکہ ۔
۱۵. پيدايو، پيري ۔ ۱۶. سڪرم ۔ ۱۷. جنم ۔ ۱۸. اَٿملهہ، تمام قيمتي ۔ ۱۹. جهڙو، والکر ۔
۲۰. پرپو پير آهي ۔ ۲۱. اِستري ۔ ۲۲. پت، اولاد ۔ ۲۳. سون ۔ ۲۴. پريت ۔

 

سلوڪ، شيخ فريد
(٦١)

(١٩) فريدا ڪاري مندي ڪپڙي - ڪالا مندا ويس
ڳنهين ڀريا مين قران - لوڪ ڪهين درويش.

(٧٠)

(٢٠) فريدا بي نواج ڪٽيا - ايهه نه، ڀلي ريت
ڪبهي چل نه آئيا - پنجي وقت مسيت.

---

١. ڪارا، ميرا، گندا. ٢. اعمال ۽ افعال. ٣. گناهن، پاپن. ٤. دنيا جو ماڻهو. ٥. اهو مسلمان جو نماز نه پڙهندو هجي. ٦. ڪتو. ٧. پنجن مان ڪٿي هڪڙو دفعو.

## (٢) ٽوُن ڇا ۽ مان ڇا ؟

(١) تُم چندنُ هم ارنڊ[1] باپُڙي - سنگِ تُماري باسا
نيچ رُوک[2] تي اوُچ ڀئي هيءِ - گنڌُ سُگنڌ نواسا
ماڌءُ ستِ سنگت سرن تماريءِ - هم اَوگن تُم اُپڪاري
تم مکھتوُل[3] سُپيد[4] سُپيئل[5] - هم باپُڙي جس ڪيرا[6]
ستِ سنگت مِل رهيئي ماڌءُ - جئسي مڌُپ[7] مکيرا
جاتي[8] اوُچا[9] پاتي[10] اوچا - اوچا جنم همارا
راجا رام ڪي سيوَن ڪيني - ڪهہ روداس چمارا.

[راڳ آسا، ڀڳت روداس، شبد (٣)]

(٢) هم مئلي تم اوُجل ڪرتي - هم نِرگن توُن داتا
هم موُرک تم چتر سياڻي - توُن سرب ڪلا ڪا گياتا[11]
ماڌءُ - هم اَئسي توُن اَئسا
هم پاپي تم پاپ کنڊن[12] - نيڪو[13] ناڪر ديسا[14]. (١،٠)
تم سب ساجي ساج نِواجي[15] - جيءُ پنڊ دي پرانا
نرگنئاري ڪن نهي ڪوئي - تم دان ديهو مهروانا
تم ڪرهو ڀلا هم پلو نہ جانهو - تم سدا سدا دئيالا
تم سکدائي پُرک بڌائي[16] - تم راکھ اَپني پالا[17]

---

١. هيرڻ جو وڻ. ٢. وڻ. ٣. ريشم. ٤. اُڇو، اوُجل. ٥. پيلو. ٦. ڪيئون. ٧. ماکيءَ جي مک. ٨. ذات. ٩. نيچ. ١٠. ڪُل. ١١. ڄاڻي جاڻڻهار. ١٢. ناس ڪندڙ. ١٣. سندر. ١٤. آستان. ١٥. وڏائي يا مهما بخشين ٿو. ١٦. ڪرمن جو ڦل ڏيندڙ. ١٧. ٻالڪ.

تُم اِندان[1] اَلل سُلطان[2] - جيئهِ جنتَ سڀ جاچيءِ[3]
ڪهُ نانڪ هم اِهيءِ حوالا - راکُ سنتن ڪيءِ پاڇيءِ ۔

[راڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (١٧)]

(٣) همري اَوُگڻ ڀهُت ڀهت - ڀهُ بار ڀار هر ڪٽيِ نه آويءِ
تُون گڻونتا هر هر دئيال - هر آپي بخشي ليهِ هر ڀاريءِ ۔

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، شبد (١١)

(٤) تم ٺاڪر پاڇن لوُڪ پرڀ سوامي - هم ڪئُ ڪر مِلهُ جهوُناري
همريءِ جيئهِ[4] هُو وُمک هور هرت هيءِ - هم ڪرم هيڻ ڪوُڙ ڀاري ۔

راڳ ديوگنڌاري، محلا چوٿان، شبد (٥)

(٥) تُون گُڻ داتو نِرملو ڀائي - نرمل نا من هوءِ
هم اپرادي نرگڻي ڀائي - تُجهي لي گڻ سوءِ[5] ۔

راڳ سورٺ، محلا پهلا، اشٽپدي (١)٤

(٦) آپِ لِيئي لڙ لاءِ - ڪرپا ڌارِ ستا جيئهُ
موهه نرگڻ نيچ اَناٿ - پرڀ اَگم اپار ستا جيئهُ ۔

راڳ ڌناسري، محلا پنجوان، چهنت (٣)١

(٧) تم گوهر[6] اَت گهر گمڀيرا - تم پرِ هم ڀهرِستا[7] رام
تم وڏ وڏ اوُچي - هئُ اَلپڪ[8] لهرِستا رام ۔

راڳ سوهي، محلا پنجوان، چهنت (٢)٤

(٨) ڪهِ ڪبير ميري ماڌوا - تُون سرب ٺڪاپي
تم سَمسر[9] ناهي دئيال - موهِ سَمسر پاپي ۔

راڳ بلاول، ڪبير صاحب، شبد (٣)

(٩) تُون ساگر هم هَنس تماري - تم مهِ ماڻڪ لعالا
تم ديوهه تل سنڪُ[10] نه مانهه - هم پيهِهِ[11] سدا نهالا ۔

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (٦)

(١٠) هم تيري جنت[12] - تُون ٺڪاڪُر هارا
هم تيري ڀِکاري[13] - دان ديهِ دانارا ۔

راڳ ڀيرو، محلا پنجوان، شبد (٣١)

---

١. خزانو. ٢. شاهن جو شاهه. ٣. لٽهجي دَر تي منگتا آهن. ٤ من آندر. ٥. حاصل ٿين ٿا. ٦. هيرا، جواهر. ٧. استري، داسي. ٨. بلڪل نيچ. ٩. برابر، جهڙو، وانگر. ١٠. ٻنا رليءَ شڪ يا هيڪ جي. ١١ کائي. ١٢. سار. ١٣. منگتو، پِنو.

(١١) هم پوُلهه تم سدا اَپوُلا - هم پهتَ[1] تم پهت اڏرِيا
هم نيچ پرکه تم مَٺلاگو[2] - لاج سنگهہ سدگہ بسرِيا.

واڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (۴۵)

(١٢) هم نانَي[3] نيچ تُمي بڏ صاحب - قدرت کوڻ بيچارا
منُ تن سيتل گور درسَ ديکي - نانڪ نام آڌارا.

واڳ سارنگ، محلا پنجوان، اشٽپدي (٨)١

(١٣) ذات جوتِ سڀ صوُرت تيري - بهتُ سياڻپ هوُميَ ميري
بهُ کرم کماوهِ لوڀ موهہ وياپي - هؤميَ کدي نچوُکي[5] ڦيري.

واڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (۳۵)

(١٤) هم نيچ هولي هيڻ مت جوُٺي - توُن شبد سوارَڻهارا
آتم چيِن[6] تهان توُن تارڻَ - سچ تاري تارڻهارا.

واڳ ملار، محلا پهلا، شبد (۳)

(١٥) تم هر شاهہ وڏي پرڀ سوامي - هم وڻجاري راسِ[7] ديِن[8]
جَن نانڪ ڪهُ، ديا پرڀ ڌارهہ - لدِ[9] واکر هرِ هر لين.

واڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، شبد (۲)

(١٦) تُمچي[10] پارس همچي[11] لوها - سنگي[12] کنچنُ[13] پِتلا[14]
توُن ديال رتنُ[15] لعال - ناما ساچ سمائلا.

واڳ پرڀاتي، ڀڳت نامديو، شبد (۲)

---

١. پاپي. ٢. وڻ. ٣. چندن جو وڻ. ۴. تمام. ۵. چڪر. ٦. کوجنا، ڳولها. ٧. سچي پونجي. ٨. بخشين ٿو. ٩. اُنت وپلي پاڻ سان کڻي وڃوُن. ١٠. توُن. ١١. مان. ١٢. تنهنجي سنگ ۾. ١٣. سون. ١۴. ٻڌجي پيو آهيان. ١۵. هيرن جواهرن جو خزانو.

# ساڃ ۽ سڃاڻون ڪرڻ.

## تون ڇا ۽ مان ڇا؟

جيون ياترا جي سڦلتا لاءِ چار مکيه پد آهن: ڀروسو سوچڻ، ڀرو سڃاڻڻ، ٽيون ساڃ ۽ چولون سڌارڻ. ڪيترا انسان آهن جن جو اهو عقيدو آهي ته جيون جو مقصد آهي کائڻ پيئڻ ۽ کلڻ کوڏڻ. اهي انهن آهن المست ۽ الوٽ، جيئن نشئي ڪتي ۾ يا سؤر گندگيءَ ۽ غليضائيءَ ۾. جو ته انهن جو جيون ياترا جي اصلي ۽ بنيادي مقصد متعلق ڪڏهين ڌيان نه ڪونه ڇڪيو آهي. جن سوچيو ئي ڪونهي سي سڃاڻندا ڪٿان؟ سلڻ ۽ سڌارڻ جون منزلون ته اڃا دور ٿيون. پر جنهن جيون ياترا جو ڪڏهين نه ڪڏهين، ڪجهه سوچ ويچار ڪيو آهي، ته مان ڪير آهيان، منهنجو اصلي گهر ڪهڙو آهي ۽ منهنجو هن گهر سان وهنوار ڪهڙو هئڻ گهرجي، تنهن کي سڃاڻڻ جي سياڻپ ۽ شناخت اوس ايندي.

ڇا سڃاڻڻو آهي؟ ڀران اهو ته مان هن وقت ڪهڙيءَ حالت ۾ آهيان؟ منهنجي ويچار ڌارا ڪٿي ٿي وسي؟ منهنجون ڪامنائون ڪهڙيون آهن؟ من جي مرادن پڄائڻ لاءِ، مان ڪهڙا قدم کڻي چڪو آهيان ۽ ڪهڙن قدمن کڻڻ جو ارادو اٿم؟ ڀو ته ڇا اهو سڀ صحيح ۽ لازم آهي؟ ڇا انهن ويچارن ۽ ڪرمن ڪرڻ سان، مان داتما سک پراپت ڪري سگهندس؟ ڇا اهو جيون، مونکي ياترا جي وچهو يا ياترا کان دور ڪري رهيو آهي؟

جي سوچڻ جو طريقو سچو آهي ته سڃاڻڻ جو طريقو به صحيح هئڻ کپي. پر جي حساب جي وات ئي غلط هوندي ته جواب اوس غلط نڪرندو. وسامي ڏيائي، يا ٻرندڙ مشعال جو الٽو طرف ته اونڌهه دور نه ڪري سگهندو. روشن ڏيائي ۽ سڌدس سڌو پاسو ئي روشنائي پيدا ڪري، انڌڪار نروڌ ڪندو. لهن ڪري، من ۾ به روشن ڏيائيءَ جي سڌي پاسي سان، سچ جي کوج ڪرڻي آهي. جڏهين پاڻ کي سچيءَ طرح سڃاڻبو تڏهين ته معلوميت ٿيندي ته مان ڇا آهيان ۽ مون کي ڇا ٿيڻ گهرجي، مان ڇا ڪريان پيو ۽ مون کي ڇا ڪرڻ گهرجي، مونکي ڪنهنجي پٺ وٺڻ کپي ۽ ڪنهنکي پٺي ڏيڻ گهرجي؟

هاڻي ايندو ٽيون پد ساڃ جو، سوچڻ ۽ سڃاڻڻ جي ٻن پدن کانپوءِ پاڻ کي هميشه صحيح سمجهڻ يا ٻڌائڻ سان، چوڪ ڏانهن ڌيان ڪونه ويندو. چوڪ ئي سؤ چ ڪبو، چوڪ جو قسم ۽ سلسلو سڃاڻبو ۽ چوڪ جي نامناسبي پاسي ته پوءِ چوڪ ڀڃڻ نسي ڪرڻ ممڪن آهي. ڇپائڻ ۽ لڪائڻ سان يا خواه مخواه مناسب ٺهرائڻ سان، چوڪ جيتن من مان نڪري اچيتن من ۾ مورچو لڳائيندي ۽ موقعي ملڻ تي ڀرگهٽ ٿيندي. سو سلڻ ٻنا سڌارڻ

محال آهي. سلڻ سان، من صفا ۽ هلڪو ٿئي ٿو. هڪ ڪوڙ کي ڍڪڻ لاءِ، ٻيا ڪوڙ گهڙڻا
پون ٿا ۽ سچي ڪرڻ ڪانهن، من ڀيڻو ٿئي ٿو. ڪوڙ ڪمزور آهي ۽ سچ سمرٿ آهي.
انهن آلاهٽ ۽ اڇا شڪتيءَ سان، من بدلجي ۽ سڌرجي سگهي ٿو. انهيءَ ڪري صاف
سچ جي سلسلي کي، سري گرو گرنٿ صاحب ۾ وڏي اهميت مليل آهي، جنهن مان چوند
وچن مٿي ڏنل آهن. اهي پڙهڻ ۽ پرجهڻ ۾ پاڻ جو پتو لڳندو.

صاحب سمجهائين ٿا ته اي ٻندا، تون پنهنجي من کي ويهي جاچ، ماڻهن ۾، ايڪانت
۾، غور سان پرکڻ ٻيا. ڏس ته من جون الٽيون اسانا، الجهن اڻ ٻڳاڙون، ترنگ ترانا،
ڪامنائون ڪامنائون ڪٿي ڪيئن وسن ۽ ڪٿي ڪيئن پڪائين؟ اندازو لڳاءِ ته تنهنجي من جي
مانگ ۽ مراد ڇا آهي؟ مرادن حاصل ڪرڻ لاءِ ڪهڙا ڪرم سوچي ۽ ڪري رهيو آهين؟ ڪام
وس ٿي، پتو ڪونه ٿو پوئي ته ڏينهن آهي يا رات، پنهنجي آهي يا پرائي. پوءِ ٿن سان
لٻڻي نه ملي ته من سان ٿي سهي. ٻر جي ڪامنا ٿي اڻپوري يا رهجي وڃي اڌوري ته
چڙهندي چنڊال ڪروڌ مٿان. ڪڏهن سان گار ڳنڍ ته ڪڏهن سان وير ورود، سڀ سان
ٻالي ڪٽڻدين ۽ لپائي ڪٽڻدين. جي ڪامنا ٿي پوري ته به من ترپت ڪونه ٿئي. لوڀ ۽
لالچ ۾ گهٽي کي گهٽو ڪجي. پوءِ ڏس پنهنجا طريقا ۽ ترڪيبون! ڪوڙ، ڪپٽ، ڪيڏيا،
دوکو، دولاب، ابڪا، چوري، چاوت، چڙهت، چٽاپيٽي، سڀ روا، ڇو جو لوڀ کي خود
پاڻ ٿو ڪري، پاڻ لاءِ يا پنهنجن لاءِ. پاڪا لاءِ ته ٿور ۽ ماپ ٿي ترالي آهي!

جي ٻين ۾ ڪو اهڙو اوڳڻ ڏسين ته هوند حل هنگامو ۽ هاءِ دوس مچائي ڏين. پرائيءَ
ٻهار، گلا، نندا ۽ چغليءَ ۾ پڙ آهين. چالاڪي ۽ چترائي ته ڪو توکان سکي. پر پنهنجي الڪي
پنهنجي سرير سان، سرير جي رسن سان، پنهنجن سان، پيارن سان. انهيءَ موه ۾ تنهنجو
هوش حواس ۽ سُڌ ٻڌ، سڀ گم ٿي ويا آهن. ڏُکي ۽ ڏيندن لئي پيو لڇين ۽ ڪڏين، هڪ
تان ٿوري ٻئي ٿي. پاڪنڊ جي پوشاڪ ٿو پائين ۽ ڪفر جي ڪرت ٿو ڪمائين. رڳي ڪوڙي
مت، ڪوڙو سنگ ۽ ڪوڙا ڪرتوت. پاپ پنج، گڻ اوڳڻ ۽ نيڪيءَ بديءَ سڃاڻڻ لاءِ اسمرٿ
ٿي پيو آهين. اهنڪار ۾ اچي، پيو واڻين وِڙائين ۽ آسمان ۾ ٽڪون اڇلائين. ٻئي جهڙو
ڪنهن کي ڪونه سمجهين. ٻين جو ٻيو سوچين ۽ ٻرو ڪرين. جي ٻيو ڪرين ته سڀ ٻُرئيءَ
ٻاونا سان. اصليت لڪائي، نقلي ناٽڪ رچي رهيو آهين.

نه دان، نه دَيا، نه پراپڪار ۽ نه پرمارٿ. پسوُنءَ کان به ٻري آهين. اي دشٽ،
گڻ چور، حرامخور، تون نيچ، چنڊال ڪتو آهين. ڇا تنهنجا اعمال ۽ افعال آهن؟ جڳ
جوُنو جهڙي وڻ جي ڇانو، تنهنکي سچ سمجهين، ڪهڙي چنڪي ٿي پلجي، تنهن ڪهڙا
نه رنگ رچايا آهن؟ ڏهي ڏسائن ۾ پيو ٿو ڀٽڪين. چاهين ٿو ته سڄي دنيا هٿ وس

ڪريان. دنيا ڪٿي اُلٽي پنهنجي، رڳو پرماتما آهي ڀرالو. سو ڇو ڀانئين؟ اِنسان جنم
اَڪيارٿ ٿيو ۽ ڦرنت ويو. رتن وڪائو ڪوڏيءَ ۾. نه ٻُڪڙهيِه پلاند پرماتما جو، نه شرن
ستگُور جي، نه سنگ سنتن جو ۽ نه وس رام نام جو. پنهنجن کي ڀيٽ ۽ پرديسي ڀراون سان
پريت. اي بندا، صاحب تُنهنجي جيون جو اظهار هيئن ٿا ڪن:

(١) گلي اَسين چنگيٽا - آچاري ٻُريٽاهه
ويسا ڪنهه ٻاڙيٽا - جو شيوهه در ڪُڙيٽاهه.

سري راڳ، محلا ڇوٿان، وار (٧)، سلوڪ محلا پهلا

(٢) فريدا ڪالي مئڏي ڪپڙي - ڪالا مئڏا ويسُ
گُنهي ڀريا ميءَ ڦران - لوڪ ڪهي درويشُ.

سلوڪ، شيخ فريد (٦١)

اي بندا، اِها چالاڪي ۽ چترائي، دنيا کي ڪٿي ڪڻ ڀل دوکو ڏئي پر جو جاڻي
جاڻڻهار آهي ۽ جو تُنهنجي ويڪ ۾ ويابڪ آهي، تنهنجي لڪيءَ ۽ ڪرڙيءَ نظر کان ڪيئن
ٻچي سگهندين؟ يقين ڄاڻ ته اَندر ۾ هڪ ڀاڳمرادو ڪئنچڻ واري ڪئميرا ڪر ڪري رهي
آهي، جا تنهنجي ڪرمن جا، ٻاڪ ويچارن ۽ ارادن جا به ويتي هردم چتر ڇڪي. اِهائي
آهي ڪرمن جي پتري جا ڀاڳ سان گڏ آئين ۽ ڀاڳ سان گڏي ويندين. اِها پتري اٿي ٿي
واچبي ۽ آئيندو جاڻائيندي. هوندي ٺيڪ ته لڄ پت رهجي ايندي پر جي هوندي ڪسي
نه وري جوُٺين جا دک ڀوڳائيندي. عادل جو عدل ۽ امر اَٽل ۽ اَڻمٽجندڙ اَٿئي.

اِها اوگهڙ سمجهي ۽ سچائي، شرمائيان ٿو، پڇتائيان ٿو ۽ ڳوڙها ڳاڙيان ٿو. سائينءَ اڳيان
سجدو ڪري سڄيون ڪريان ٿو، من جون مدايون وانکيون ڪريان ٿو، بديون ۽ برايون
سليان ٿو ته هي دين بندو، هي دين دياڻو، مان پاپي، گنهگار ۽ هچارو آهيان، ڀسالڻ
وچايو ته جواني ۽ وچايو، ڪي ڪين ڪمايو. هاڻي پڃاڙيءَ ۾ ڪن هيڻ ۽ ٻل هيڻ آهيان. نه
رهيو آهي ست ۽ نه شڪتي. پر حرص حواس مان من اڪري نه ٿو ۽ لالن ۾ لڳي نه ٿو.
من جو غلام ٿيڻي، ڀڳوان جو ڀاڳو ڀلجي ويو آهيان پر ڀڳوان کي پنهنجي ڀاڳي ۾ آڻڻ جون
آزاڊ ناڻون ڪريان ٿو. ٻاهران عهد اقرار ڪريان پيو، سائينءَ ۾ سڪ ۽ صدق جا، پر اندر
۾ پريت لڳل اٿم پدارٿن سان. آهي طلبي پيو آهي طلبيان. سوار ٿڻي ٿي سوار ٿي، ضمير
تي زائون ڪري ڇڏيو اٿم. مٽيءَ تي موهجي، هيرو هٿان ڇڏي ڏنو اٿم. پوءِ مذهب جو
ميلاپ ڪيئن ماڻيندس؟ روپ رس ۾، اخلاقن ۽ اهم اصولن جو الڪهن ڪندي، ڪاٻه
هيڪ يا هلاڪي محسوس ڪونه ٿو ڪريان. هيرا ڦيريءَ جي هير پئجي وئي آهي. پرڪرتي
جي پڙاڇي ۾، منش جيون جو مقصد ئي ميسارجي ويو آهي. ڌارمڪ آستانن تي ڏڪا پيو
کان پر من جي وُڇي مايا جي رنگ ۾ لڳي بيٺي آهي. ڪڙ ڪپٽڙي وانگر، من ڪڻ ڪڻ ۾

ٿين ڪوئس لڳائي ويٺو آهي. پيو هتان پٽڪائي هُٿ وهاري. وڪاري وندر ۽ وروُنهه ۾ وشرام پايان ٿو. دنيوي دعوتي دوُر ٿئي نه ٿي. ٿمي جو اپايل آهيان، رجي ۾ رُليل آهيان ۽ ستي ڪان سِڪايل آهيان. ميري ليري ترڪ ٿئي نه ٿي. اندريون غم غرق ٿئي نه ٿو.

هي منٺا مالڪ، مان ڪٿان اچي ڪٿي ڪريو آهيان ۽ ڪهڙا ڪرم ڪريان پيو؟ تُنهنجو اُنس ٿي، مانش جنم مليم جو وڪارن وهيلي وڃائي ڇڏيم. هاڻي پنهنجي ٿوسان ڪهڙي تشبيهه ڪريان؟ مان ٺرڳو نيچ ته توُن گڻي نڌان، مان ميرو مدو ته توُن اڇو اُوجل، مان پاپي، اپراڌي دراچاري ته اوُن پتت پاون، مان ڪوُڙو ڪپٽي ته توُن سچو سچ، مان اَٺِپاڻ ته تـوُن جاڻي جاڻڻهار، مان پوُلڻهار ته توُن اڀل، مان عيبدار ته توُن عادل، مـان اپرڌمي پيڦياسي ته توُن رحمان، مان سڌن ساڻو ته توُن سروُ سمرٿ، مان پٿوُ ته تـوُن پرتپال. توُن ڪٿي ته مان ڪٿي؟ مان لوهه، لڳه ته سون ٿيان ۽ سوني ۾ سمائجي وڃان.

هي دپالو، ڪرپالوُ، مهر ڪر موُن مسڪين تي. منهنجي ڪرتوُتن تي قلوُر ڪيو آهي، مونکي مهٽي هاب ۽ وڻن وهيٺو ڪيو آهي. پنهنجي ڪئيءَ جو ڪيتو ٿو لڙيان. پين ڪي ڪهڙو ڏوهه ڏوراپو ڏيان؟ سڀ اَربع خطا منهنجي ۽ پنوُن پارانا پين ڪي ڇو ڪيان؟ ڪرمن جي قضا جو قسمت مان ڇو قصوُر ڪيان؟ ها مان ڪلڇٽو، ڪرهيارو ۽ ڪاٽيارو آهيان. ڏٽيءَ جي در جو ڏڪيل ۽ ڏڪاٺل آهيان. منهنجا ڏوهه ڏنگاپوُن تـــ ڏس، منهنجا عيب اوٽاپوُن تـــ ليکَ، منهنجوُن ڪلفتوُن ڪمزوريوُن تـــ ويچار، منهنجا نقص نظرانداز ڪر. مداپن ڪري ملزم آهيان پر من جو مظلوُم آهيان. هاڻي ته پيارا پريتم، تنهنجو پلاند پڪڙي پيو ٿو پڪاروُن ڪريان، پڇتاءُ ڪريان ۽ پراشچت ڪريان. رٺ جـو رلـيل آهيان. هاڻي هوت جي حوالي ۽ اڳيان پيو ٿو هنجوُن هاريان ته ستر ڪـر ستار، آءٌ اگهاڙو آهيان. پيڪڻهار موُنکي پيڪ. آسائتي جي عنايت اگهاءِ. قناعت جي قوُت بخش. هڪڙو سفر اَهنجو، اوکو ۽ اَڻانگو، پيو اٿم بار بدين ۽ براين جو ته نيون آهي پداپي جـــو پانيتال. پرءِ اي پاڻ، پتڻ تي ڪيئن پاس پوندس ۽ پار ڪيئن پهچندس؟ هاڻي تـوُن ميت مداپوُن منهنجوُن. پاڻ وهم ٿيءُ، اچي منهنجي راهه جي رهنما ڪر ته وطن وري، ماوُن سان مِلان. سالي سوُنهون ٿيءُ ته سفر سٽانو ٿئي. اِها آهي موُن عاجز جي عاجـــزي، آزي نيزاري، اِلتجا عبادت ۽ والسيءَ در وينتي. مان پراپر آهيان، ڪرم هينڻ، مت هينڻ، نيچ، نڪمو، پاپي، پاکنڊي. منهنجا اوُگڻ ۽ عيب اڻتي اڻڳڻيا. شرن آئي جي لڄ پت رک. حجت نه ٿو هلايان، عدل ۽ اِنصاف جي منطق جو منڪر آهيان. سو دني دپ، فيض ۽ فضل لاءِ پلئه جهليو اٿم. جهولي پر منهنجا جهوُلـــي لال. گناهه بخش، سمت ۽ شڪتي سوُنپ ته سمارگ پايان، سُدري سِدو ٿي هلان.

(١) هميءِ اوکڻ بهت بهت - ٻهُ ٻارِ ٻار هر کٽي نه آويءِ
تون ڳُڻتا هر هر ڏيال - هر آئي اڻهي ليهِ هر پاويءِ.

واڳ گوڙي، محلا چوٿون، شبد (١١)

(٢) هر ليکي هرڪي هڪ ٿي جوڙي - تون شبد سوار ڪهارا
آئي چنهين تهان ترون تارڻ - سڀ تاري تارڻهارا.

راڳ ملار، محلا پهلو، شبد (٢)

هي ڪرتار ڪرپالو، تنهنجي مهر سان، مون سوچيو آهي، سچالو به آهي ته سليو به آهي. هاڻي سڌ وڃڻ جي سمجهه ۽ ساڃهه ڪهي. مان تنهنجو آهيان، مونکي پنهنجو ڪر. وطن لاءِ پيو تو واجهايان. آس اکيون اڄ توسان ملڻ جي. ٿڪ آهي، تما آهي. ناميءَ الهر تنهنجي. ٻاڻ ڏاڍهن چڪ نه کڀيءَ جيسا ڳت ڪرن ۽ ترشنا جا ڳنڍا ڇوڙن. تنهنجو آس آهيسان، تنهنجو فطرو آهيان تو ٻاڻُ پلجي، اوڏانا ۽ اکيان جي ٻوڏي ٻنيان، پيو تسو ٻسن ڄيان جيئن کهاريان ۽ ٻڙاڻون ٻوڪيان. اهي ٻوڌا هناه نه آهون سامهون ليون، مهان منهن ملاڻي ليون، تنهنجو ڪرڻ وري جهتي جذب ڪريان، تو جيان لي، تنهنجو جس ڳايان ۽ تنهنجو جس وڌايان. من جون تمنائون ۽ ترشنائون ترڪ ڪري، جنم جنمانترن جي ڏبهه جي ٻنڌن مان ڇوٽڪارو پائي، هڪ ۾ هڪ ٿي وڃان. ڪال جي ڏاڙهي کي اورانگهي، موت تي فتح پايان، اکنڊ جوت جو جهنڊو جهلايان، جهولي لال مڃايان.

هي ٻيکت وچل، امت تو منهنجو آواز ٻڌايو، ورائي ورائي، اي ڏنو ۽ پال پسايو، داور جي در تي دعا اگهاڻي. اندر ۾ اعلان آيو. دلبر جو دلاسو پهتو. ترڻ جي تسلي ملي. اهڃاڻ مان اُلهو آيو. اٽل اعتقاد جاڳيو ته جو ساڌڪ، صاحبن جي سمجهاڻي جي پيروي ڪري ٿو، سوچي، سچائي ٿو، سچائي، سلي ٿو ۽ سلي، سڌري ٿو، تنهنکي پرمانما پاڻهي پاند پئي ٿو. جو جيءَ اهي نصيحت آميز هاديءَ جو هدايتون عمل ۾ آڻيندو، سو جهن پوساگر مان تري پار پوندو ۽ ڪن پر الله لوڪ جون الولئون ماڻيندو، ادم اسانجو امندو ۽ مدد مولي جي ملندي. الهي ارشارت، پراپت ٿاهيندو.

الهيءَ آسري ۾، من بندي جا ٻ ٻاڳ ڳُلن ۽ ڪرم ڀلو ڪالهن ته اهڙي ادم جو اڌڪاري ٿئي ۽ واحد جي واڳ وهيٺو ٿئي. سچو سالڪ به الهن آوازن کندو آهي ته هي منهنجا پراڻا ٿي، مان هونڊ ٻاڻ ٻڇاڻيان ۽ ٻاڻ ٻچاڻي توکي ٻاڻ ۾ پايان. اصلي آهيون ته اڪ نه شال ٿي ٻ وچون اڪ. فنا ٿي هُونڊ فرق مٽايان. محبوب ۾ ملپي شال مشاهدو ماڻيان. من جي اوٽ جي آلدي آلي ته ڏٽي الر. هاڻي هونڊ، من جي موت جي موج ماڻيان. من اها منگتي جي مانگ منظور ٿئي ته مالڪ ۽ منگتو ٻئي ملي وري هڪ ٿي وڃن، اصل ٿي وڃن ۽ نقلي نقش ۽ نقاب ناٻود ٿي وڃن. سنت وچن!



ڀاڱو ٻيو

# من جي موت

# باب پهريون.

## پرماتما ۽ پرڪرتي.

### (۱) بي أنت بادشاهہ.

(۱) أنت نہ صفتي[1] ڪهڻ نہ أنت - أنت نہ ڪرڻي[2] ديڻ نہ أنت
أنت نہ وکهڻ[3] سڻڻ نہ أنت - أنت نہ جاپئي[4] ڪيا من منت[5]
أنت نہ جاپي ڪيتا آڪار[6] - أنت نہ جاپي پارا وار[7]
أنت ڪارڻ ڪيتي[8] بللاهہ - تاڪي أنت نہ پائي جاهہ
ايهہ أنت نہ جاڻي ڪوء - بهتا ڪهيئي بهتا هوء
وڏا صاحب اوچا ٿاءُ[9] - اوچي اوپر اوچا ناءُ
ايوڏ اوچا هووي ڪوء - تس اوچي ڪو جاڻي سوء
جيوڏ آپ جاڻي آپ آپ - نانڪ ندري[11] ڪرمي[12] دات[13].

[جپ صاحب، محلا پهلا، پؤڙي (۲۴)]

(۲) سنڪ[14] سنند مهيش سمانا - شيش[15] ناڳ تيرو مرم[16] نہ جانا
سنت سنگت - رام ردئي بسائي. (اڪ رهاءُ)
هنومان سر[17] گرڙ سمانا - سرپت[18] نرپت[19] نهي گن جانا
چار بيد أر سمرت پرانا - ڪملاپت ڪملا[20] نهي جانا
ڪهہ ڪبير سو ڀرمي ناهي - پڳ لڳ[21] رام رهئي سرناڻي.

[راڳ ڌناسري، ڪبير صاحب، شبد (۱)]

---

۱. گڻ. ۲. ڪرتوت. ۳. ڏسڻ. ۴. جالو وجي. ۵. مرضي يا مطلب. ۶. روپ. ۷. شروعات ۽ پڄاڙي. ۸. پڪارون ڪيون. ۹. جيئرو گهڻو. ۱۰. آستان. ۱۱. مهر. ۱۲. ڪرپا يا ڪرم. ۱۳. بخشش. ۱۴. برهما جا پٽ. ۱۵. شيش ناڳ. ۱۶. راز. ۱۷. جهڙا. ۱۸. اندر ديوتا. ۱۹. راجا مهاراجا. ۲۰. لڇمي ۽ جو پتي، وشنو. ۲۱. چرن.

(۳) مهما لئہ جاڻهہ ٻيڏ - ٻرهمي نهي جاڻهہ ڀيڏ
اَوَتار نہ جاڻهہ اَنتُ - پرميسرُ پارِ برهم ٻي اَنت
اَپني ڳتِ آپ جاڻهُ - سُڻ سڻ اَوَر وکاڻي.
شنڪرا نهي جاڻهِ ڀيوَ - کوجتَ هاري ديو
ديويا نهي جاڻهِ مرمُ - سب اوپر الکُ پار برهمُ.
[راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (۳۶)]

(۱، ۰)

(۴) قدرت ڪرکي وسيا سوءِ - وکتُ ويچاري سو بندا هوءِ
قدرت هيءُ قيمت نهي پاءِ - جان قيمت پاءِ نہ ڪهي نہ جاءِ.

سري راڳ، محلا پهريون، وار (۴)، سلوڪ محلا پهلا

(۵) لال گوپال دئيال رنگيلي - گهر گنڀيرُ بي اَنت گوونديِ
اوَچ اَٿاهہ ٻي اَنت سوامي - سمر سمرِ هڪُ جيوان جيئُ.

راڳ مانجهہ، محلا پنجوان، شبد (۹)

(۶) ليکا پڙهيءِ جي ليکي وچ هووي ساوهہ اَکرُ اَکوچر شبدسُڌ هوويءِ
اَن ڏن سچ شبد سالاهي - هورُ ڪوهہ نہ قيمت پاوَتيا.

راڳ مانجهہ، محلا ٽيجا، اشٽپدي (۱۷)

(۷) ڀسڌا ڪاگد بن راچ قلما - لِکڻ ڪڻُ جي هوءِ ڀئون
بي اَنت اَنت نہ جاءِ پائيا - ڳهي نانڪ چرن سرن.

راڳ آسا، محلا پنجوان، چنت (۴)۸

(۸) پروردگار اَپار اَگم - بي اَنت توُن
جنا پڇاڻا سچ - چُمان پير مئون.

راڳ آسا، شيخ فريد، شبد (۱)

(۹) بيد پڙهي پڙهِ برهمي هاري - اِڪ تِل نهي قيمت پائي
سادڪ سِڌ ڦرهہ ٻِلالي - لي ٻي موهي مالي
دس اَوَتار راجي هوءِ وَرتي - مهادي اَوَدوَتا
ٽِن ٻي اَنت نہ پاليو تيرا - لاءِ ٿڪي ٻهوتا.

راڳ سوهي، محلا پنجوان، شبد (۴۹)

---

۱. حالت. ۲. جو ٻڌي ٻُڌي، ٻين کي ٻُڌائين ٿا. ۳. ڀيد. ۴. ڳولهي ڳولهي. ۵. لِکڻ کان ٻاهر. ۶. مالڪ ديهہ جي اُلر سمي پر. ۷. سچو انسان. ۸. آنند روُپ. ۹. من، واڻي ۽ اندرين جي پهچ کان پري. ۱۰. گورو جو اُپديش. ۱۱. ڏينهن رات. ۱۲. ٻيو ڪوبہ. ۱۳. پرلوڪ. ۱۴. سب وڏراهہ. ۱۵. ڪلڪوُن. ۱۶. وايوُ يا هوا. ۱۷. ٻڪري. ۱۸. مائيا جي موهہ ۾ ڦاٿل.

واڳ بلاول، محلا پهلو
شبد (۱)

(۱۰) جو ڪڇ هوُتا سڀ ڪڇ تُجهه تي - تيري سڀ اسنائي[1]
تيرا انتُ نه جاڻا ميري صاحبَ - مين انڌلي[2] ڪيا چتُرائي[3]
ڪيا هؤن ڪٿي ڪٿي ڪهِ ديکان -
مين اکهه نه ڪٿنا جائي
جو تڌ ڀاوي سوئي آکان - تِل[4] تيري وڏيائي.

1. پريت. 2. اگياني. 3. سياڻپ. 4. ذرو ماتر.

 

## (٢) ايشور اکٿ ۽ الکُ آهي.

(١) ڪوٽِ ڪوٽي[1] ميري آرجا - پوڻ پيئڻ[2] اپيائو
چندُ سوُرج ڏُه غفيءِ[3] نه ڏيکان - سُپنيءِ سُئڻ[4] نه ٿائو
ڀي تيري قيمت نا پوءِ - هؤُ ڪيوڏ آکا ناءُ
ساچا نرنڪار نِج ٿاءِ

سُڻ سڻ آکڻ آکڻا - جي ڀاوءِ ڪري طماءِ.[5] (١، ر٠)
ڪُسا ڪٽيا[6] وار وار - پيسڻ پيسڻا[7] پاءِ
آڳي[8] سيتي جاليئا - ڀسم سيتي رَلجاءِ
ڀي تيري قيمت نا پوءِ - هؤُ ڪيوڏ آکا ناءُ
پنکي هورنڪي جيُ ڀَوا[9] - سيءِ اسمانيءِ جاءِ
نَدري ڪِسيءِ نه آوئو - نا ڪڇُ پيئا نه کاءِ
ڀي تيري قيمت نا پوءِ - هؤُ ڪيوڏ آکا ناءُ
نانڪ ڪاغدَ لِک مَڻان - پڙ پڙ ڪيچيءِ[10] ڀاءِ
مَسوُ توٽِ[11] نه آولي - ليکڻ پؤڻ چلاءِ
ڀي تيري قيمت نا پوءِ - هؤُ ڪيوڏ آکا ناءُ.

[سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٢)]

(٢) تؤُن[12] اَکٿ[13] - ڪِنهُ ڪٿيا جاءِ
گور شبد مارڻ - من ماهِ سماءِ
تيري[12] گڻ انيڪ[13] - قيمت نهُ پاءِ
جِس[14] کي ٻاڻي - تس[12] ماهِ سماڻي[15]
تيري[12] اَکٿ ڪٿا[16] - گور شبد وکاڻي.

[راڳ گوڙي، محلا تيجا، شبد (٨)]

---

١. ڪروڙين ورهيه. ٢. هوا تي گذران ڪندو هجان. ٣. غفا ۾ رهي. ٤. جاڳرت اوستا ۾ هميشه هجان. ٥. اچا. ٦. ٻاڙ کي کهي ٽکر ٽکر ڪريان. ٧. چنڊ ۾ پيسجان. ٨. باهه. ٩. اڏامان. ١٠. هيتين سان هنڊايان. ١١. ڪوٽ ۾. ١٢. پرماتما. ١٣. ڪٿ ڪرڻ کان ٻاهر. ١٤. اٿڪيا. ١٥. سمانجهي وئي. ١٦. رچيل آهي.

(٣) ڪوڻ تراڙي[1] ڪوڻ تُلا[2] - تيرا ڪوڻ صَراف بُلاوان[3]
ڪوڻ گُروُ ڪي پهه ديکيا ليوا - ڪي پهه مُلُ[4] ڪراوان
ميري لال جيئُ - تيرا أنتُ نه جاڻان
تون جلِ ٿلِ مهيئل[5] ڀرِپُر[6] ليڻا - تون آپي سَرب[7] سماڻا.　(١. رهاءُ)
من تراڙي چت تُلا - تيري سيوَ صراف ڪماوان
گهٽ[8] هي ڀيتر[9] سو شهُ توليِ - اِن بِڌ چت رهاوان
آپي ڪنڊا[10] تولُ[2] تراڙي - آپي تولڻ هارا
آپي ديکي آپي بوُجهي - آپي هي وڻجارا[11]
أندلا نيچُ[12] ذاتِ پرديسي - کِن آوي تِل جاوي
تاکي سنگت نانڪ رهدا - ڪِئُ ڪر مُوڙا[13] پاوي.

[راڳ سوُهي، محلا پهلا، شبد (٩)]

(٤) جا ڪي لِيلا ڪي مِتِ[14] ناهِ - سگل ديوَهاري أوَگاهه
پتا ڪا جمر نه جاڻي ٻُوت - سگل پَرو[15]ني أپي سُوت[16].　راڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٣)١٦

(٥) کِن کهيئي ڪِئُ ديکيئي پائي - ڪَرتا ايڪ أکتُ
گُروُ گوبند سالاهيئي پائي - جِس تي جاپي تتُ[17].　راڳ سورٺ، محلا پنجوان، اشٽپدي (١)١

(٦) أئُل ڪِئُ توليا جاءِ - دوُجا[18] هوءِ ته سوجهي[19] پاءِ
تس تي دوُجا ناهي ڪوءِ - تس دي قيمت ڪِڪوُ[20] هوءِ.　راڳ بلاول، محلا پهلا، شبد (٢)

---

١. ساهمي. ٢. وٽ. ٣. ڪرنيان يا گهراڻان. ٤. قيمت يا ملهه. ٥. پاتال ۽ آڪاس. ٦. پرپوُر آهين. ٧. سڀ ۾ سمايل آهين. ٨. هردي. ٩. أندر. ١٠. تارازيءَ جو ڪنڊو. ١١. واپاري. ١٢. گهٽ ذات وارو يا ڪمتر ۾ قائل. ١٣. موُرک، مُگد. ١٤. أنت. ١٥. پٽي چڙهيو آهي. ١٦. سڳو. ١٧. سار وستوُ. ١٨. ٻيو ڪو. ١٩. سمجهي سگهجي. ٢٠. ڪهڙي نموُني.

(٧) تُوري اُہا لکهي پرپ جاڻُه - هر ڪهه نه سگهي هو گُني
جنسي تُسر تکسي پرپ نه هوءِ - گُسن جاڻهِ پرپ اُہي.

راڳ نٽ نارائن، محلا چوٿان، شبد (٥)

(٨) ڦيمت ڪهڻ نه جاڻيجي - سچُ شاهه آڏولي
سِڌ ساڌڪ گياني ڏ ڀاليا - ڪوڙ تُڏ نو لولي.

راڳ ماروُ، محلا پنجوان، وار (٢٣)

(٩) تيري سِت سبت سپ ليرلا - ليرا سچ نام پرميسرا
ليري گيت اوڳت لهي جاڻيجي - اُڻ ڄاڻيت نام وڪاڻيجي.

راڳ بسنت، محلا پهلا شبد (٢)

(١٠) ڪِتُه ڪتيجي ڪتُه آکيجي - جاپي سهر سچ
ڪرتا ڪتا ڪار سپ - نانڪ آپ اُکتُه.

راڳ ملار، محلا پهلا، وار (٢٤)

(١١) الله اَلکُ نه جاڻي لِکيا - گرو ڳُرُ ڏيِنا ميِلا
ڪهه ڪبير ميري شنڪا ناسي - سرب نرنجن ڏِٺا.

راڳ پرڀاتي، ڪبير صاحب، شبد (٣)

---

١. مهما. ٢. نوکي ڪير توري سگهندو؟ ٣. صدبڙن. ٤. ٻهچ ڪان ٻاهر اسٿتي. ٥. علم ٻنا.
٦. بيان ڪرڻ. ٧. گيان. ٨. شڪ يا ڀرم ناس ٿي ويو. ٩. گهٽ گهٽ ۾ انترجامي ڏٺم.

## (۳) ڪير ڪٿ ڪري سگهندا؟

(۱) گيانُ ڏيان ڏُن[۱] ڄاڻيئي - اَڪٿُ ڪٿاوي سوءِ
سڦليو جنم[۲] هر پياوُلا[۳] - چانـــوَ گهٽيري هـــوءِ
لعل جوبهر ماڻڪي - گـــور ڀنڍاري ســـوءِ.

سري راڳـــ، محلا پهلا، اشٽپدي (۲) ۱۰

(۲) اَڪٿو ڪَٿيئي شبد سُهاوي[۴] - گـــورمتي[۵] مَنُ سچو پاوي
سچو سچ رَوَهــ[۶] دِن راتي - اِهـــ من سچِ رنگاوَٽيا.

راڳـــ ماجهه، محلا ٽيجا، اشٽپدي (۳) ۳۰

(۳) پڙاڻي[۷] ڪٿي اَڪـــٿُ - شـــبد سَـــواريـــا
نانڪ گُر کهه[۸] واسِ - هـــر جيءُ ميلِ پيارِيا.

راڳـــ ماجهه، محلا پهلا، وار (۲۳)

(۴) اِهـــ سنسار بڪار[۹] سهسي مهِ - تَريو ســـرهم گياني
جسهِ جگاءِ پِياڻي هر رس - اَڪـــٿ ڪٿا تِن جاني.

راڳ گـــوڙي، محلا پنجوان، شبد (۱۲۴)

(۵) برهمي ڪٿ ڪٿ - اَنتُ نـــ پائيا
رام ڀگت - بـــيٺي گـــهِ آئـــيا.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (۱۹)

(۶) الله لَهِعا پيد چِـــي[۱۰] - ڪِچ ڪچ پائيو پيدُ
اَلَتْ[۱۱] پيد مـنُ بِيدِيو - پـــانيو اَپنگ[۱۲] اَچيدُ.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، باون اکري (۴)

(۷) لِين گٺان ليري جُگهه هـــي اَنتر - ڇاري تيريا ڪاٽي
ڪرم هووي تان ٻرم پد پائيئي - ڪَٿي اَڪـــٿ ڪهاٽي.

راڳ آسا، محلا ٽيجا، اشٽپدي (۳) ۱

(۸) بُرا پَلا ڪِهِ ڪِسو ڪهيئي - ڊِسي برهم گورمکُ سچ لهيئي
اَڪـــٿ ڪٿُهُ گـورمت[۱۳] ويچار - مِـل گور سنگت پاوُءَ[۱۴] پارِ.

راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (۱۵)

(۹) اَڪـــٿ ڪهاٽي لَدي جاٽي - جِس آپ پربهه ڪريا ڪري
اَمـــر ليٽا[۱۵] قِر نـــ مؤتا - ڪَـــل[۱۶] ڪليشا دکـــ هَري[۱۷].

راڳـــ ڀـهاگڙا، محلا پنجوان، ڇنت (۳) ۵

---

۱. شبد جو لت. ۲. ڇٽن پدارٿن ڏيڻ وارو وڻ يا ٻرڪش. ۳. تازو يا سائو. ۴. چمڪن ٿا. ۵. ستگور جو اُپديش. ۶. جمڻ يا اُچارڻ. ۷. برهمي پڳت. ۸. ٻوُنجي حاصل ڪيل. ۹. پرم ۽ وڪار. ۱۰. فرق منجهي وجي ٿو. ۱۱. اَڻ لِڏو ڪرڻ. ۱۲. ناس وهس، اڪال پرک. ۱۳. گرو ءَ جي اُپديش جو ويچار ڪري. ۱۴. ڀَوجل ساگر مان تري پار ٻون ٿا. ۱۵. جمڻ مرڻ جي قيري کان آزاد ٿي ويا. ۱۶. مشڪلاتن ۽ تڪليفوُن. ۱۷. دکـ ۽ درد سڀ ناس ٿي ويا.

(۱۰) ٿون ئي اَنتُ ڪو ورلا جاڻي - گور پرسادِ ڪو شبدُ پڇاڻي
دئيال پُرک ميري پرڀ داتي - جسهِ جڻاوهه تِسهه تِرجاتي.
واڳ وڏهنس، محلا پنجون، شبد (۳)

(۱۱) مَن پُنَڌ ڏوهُ - گُور آکيءُ
گورپرسادي - ميءُ اَڪتُ ڪٿيئا.
واڳ بلاول، محلا چوٿون، اشٽپدي(۳)۳

(۱۲) ناهُ آهي سنگِ داسي - ميءُ پڪتِ هر ڪي پاڙلي
اَگاڌ[۵] ٻوڌِ اَڪتُ ڪٿيئي - سهج[۶] پرڀ گڻ گاوَلي.
واڳ بلاول، محلا پهلا، ڇنت (۲)۱

(۱۳) وڇڙهه موهه چڪاتيا جاهر پائيا - هر ڪامڻ مَن پاڻي[۳]
اَن دِن گڻ گاوئ لمڪ ساڇي - ڪَٿي اَڪٿ ڪهاڻي.
واڳ سوهي، محلا تيجا، ڇنت(۳)۶

(۱۴) اِڪنا مَنِ آڌارو سِرجڻهارو - وڏ ڀاڳي گور پائيا
گهٽ[۷] گهٽ هر پرڀ ايڪو سوامي - گورمکِ[۸] الکُ لکائيا.
واڳ سوهي، محلا تيجا، ڇنت (۳)۷

(۱۵) اَنهد[۹] شبد وڄيءُ دِن راتي - اَوگَت[۱۰] ڪي گت گورمک جاتي
تُہ جلي جا شبدِ پڇاني - ايڪو[۱۰] رو رهيا نِر باني[۱۰].
واڳ رامڪلي، محلا پهلا، اشٽپدي (۷)۳

(۱۶) هر ڪي پڪت ڪرهِ جن پائي - اَڪٿ ڪَٿهه من مَنهه سماڻي
اَبت[۱۱] چلنا ناڪ[۱۲] رکهُ گهر آهيءُ - دک ڪاٽي ڪاٽڻهارا هي.
واڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (۱۶)۱۰

(۱۷) سُڻ سُڻ آکيءُ ڪيتي باڻي - سُڻ ڪهيئيءُ ڪو اَنت نه جاڻي
جاڪُ الک لکائي[۱۳] آهي - اَڪٿ ڪٿا ٻُڌ[۲] تاها هي.
(۶)۱۲

(۱۸) اَدشٽ[۱۴] اگوچر[۱۵] پار برهم - مِل ساڌوُ اَڪٿ ڪٿائيا تا
اَنهد شبد دَسَم دُوار[۱۶] وڄيو - تهه اَمرت نام چُئائيا تا.
واڳ مارو، محلا پنجون، شبد (۱۴)

(۱۹) تيري قدرت توُهي جاڻهه - اَوُر نه دوُجا جاڻي
جسو ڪرپا ڪرهِ ميري پياري - سوئي تُجهيءُ[۱۷] پڇاڻي.
واڳ بسنت، محلا پنجون، شبد (۲۰)

(۲۰) آپي ميلِ لئي اَڪٿ ڪٿيئيءُ - سچ شبد سچ باڻي
نانڪ ساچي سچ سماڻي - هر ڪا نامُ وکاڻي[۱۸].
واڳ سارنگ، محلا تيجا، اشٽپدي (۸)۱

---

۱. جاڻائين ٿو. ۲. ٻڌي. ۳. پتي. ۴. وَٽي ٿي. ۵. ڪٺن گيان. ۶. سولائيءُ سان.
۷. هر هردي ۾. ۸. گوروءُ جي سکيا دئارا. ۹. اِلاهي. ۱۰. ايشور. ۱۱. پٽڪيدڙ.
۱۲. روڪي رکي. ۱۳. سمجهائي يا مت ڏني. ۱۴. لڪل. ۱۵. بي اَنت. ۱۶. ڏهون
دروازو جتي پرماتما جو واسو آهي. ۱۷. توکي. ۱۸. چوي ٿو.

## پرماتما بي اَنتُ ۽ اَڪٿُ آهي.

## پرڪٿ ڪير ڪري سگهندا ؟

سري گروُ گرانٿ صاحب، "ايڪو اونڪار" اکر سان شروع ٿئي ٿو. پر هن پستڪ جي ورقن ۾، "پرماتما" کي ڀورين اَنن نالن ڪانءِ، هڪ سچو ڀاڳو پوُرو ڪري، ٻئي ڀاڳي جي مدد ۾ آندو ويو آهي. اِهيءَ لاءِ جوڳو ۽ لازم سبب آهي. ساڌارڻ طرح، هر منش پرماتما کي هڪ ڀيٽجو ڪم عقل ۽ پُڌوُ گماشتو ڪري ٿو سمجهي، جنهن وٽ هڪ ٻئي ٻانيان، مانگن ۽ مرادن جوُن ياداشتوُن، پوُري ڪرڻ لاءِ پيش ڪريُوُن آهن. جي جلدي پوُريون ٿيوُن ته اَچان وڏيڪ پيوُن ۽ موڪليوُن ۽ پيو چئبو ته واهه سائين واهه! ايشور وٽ انصاف به آهي ته رحم به آهي. پر جي پوُريوُن نه ٿيوُن يا ڪجهه دير پئجي وئي ته چئبو ته جنهن ايشور وٽ ايڏو اوسيڙو ۽ اَنڌير آهي تنهن ۾ وشواس پڌ ڪيتان؟ واهه ميان چئُونس ته توُن مالڪ آهين ۽ اسين منتاتوُ آهيوُن پر خيالن ۽ ڪرتوُتن پٽاندڙ سمجهوُن ته اَسان جي حڪم جو ٻڌو آهي يا زر خريد ٻانهو آهي. پاڻو سندس ڳانهي پر مهجي اَسانجو!

اسان پرماتما کي وڳو اِهيءَ صوُرت ۾ سڃاتو هو. پر اي ٻندا، جي ڀورين پاڳي ۾ ڏنل سمجهاڻيوُن ۽ اُپديشوُن، ٿو ڪجهه چِت سان چوراوُن آهن ته پوءِ توکي پرماتما، صفا اُئين ۽ نراليءَ نظر سان پاسڻ ۾ ايندو، جو نه تنهنجي مانگن ۽ مرادن جي صوُرت ۾ بدلجي وڃي هٿڻ گهرجي. پرماتما تنهنجي هردي جو مالڪ آهي ۽ تنهنجي آتما جو آڌار آهي. سرپرڪ ۽ سنساري سک سڀ ناسونت آهن ۽ اَنت ۾ دکدائڪ آهن، جي ڪانئس گهري ڇا وٺبو؟ انهن ۾ چت انڪائبو ته آتمڪ اُنتيءَ اَڳيان اَڏ ٿي بيهندا. منگڻ ڪان موت ڀلو.

پرماتما کان هيئر گهرڻو نه آهي. پاڻُ اَرپڻ ڪرڻو آهي ته من قبوُل پئجي. منُ، دک جي جڙ ڪٽجي ته سچو سک حاصل ٿئي. مَن، من اوُجل، نرمل، پولو، روشن، سڄاڳ ۽ سچيت ٿئي. من، اَندر مان اَوُگڻ لِڪن ۽ گڻ داخل ٿين. من، پاڻُ پڇاڻجي ۽ سچ سڃاڻجي. من، مانش جنم سڦلو ٿئي ۽ ڀوَساگر پار ڪجي. من، سهاڳڻ بڻجي هوت جي هنج ۾ وهجي. من، اُئين جيون پالڙا سڦل ٿئي ۽ اُئين پرماتما کي پائِوُن. اي ٻندا، اَڄ نه اِنهيءَ پرماتما جي مهما ڪريوُن، گڻ ڳايوُن ۽ جس ٻڌوُن، پنا ڪنهن مطلبي مراد جي يا لوڀ لالچ جي.

صاحبن ۾ پرماتما جي مهما ۽ صفت ڪئي آهي، هن جي وَصفن جي وڏائي ڪئي آهي، ۽ هن جي گڻن جي واکاڻ ڪئي آهي پر هوُ آخر اِنهيءَ نتيجي تي پهتا آهن تــ پرماتما بي اَنت آهي، اَڪٿ آهي ۽ اَلک آهي. پرماتما جو اَنت پائڻ اَسنڀو آهي، سندس پوُرو بيان ڪرڻ ناممڪن آهي ۽ سندس سموُري ڪهاڻي لکڻ به ناشدني آهي. جيڪي

ـــ لکجي پڙهجي ٿو يا پڙهجي پڙهائجي ٿو، سو سندس وستار جو ڪو ننڍو اُلڪائنو حصو آهي. ڪتابي ڪا پريت جو اندازو لڳائي سگهندي؟

انهيءَ ڪري، جي ناستڪ آهن سي چوندا آهن ته پرماتما هجي ته انهيءَ جو اُنت لهي سگهجي. جا وستو ڏسڻ ۾ اچي ڪونه ٿي اچي سا هوندي ئي ڪٿان؟ جا وستو آهي ئي ڪانه، تنهنجو اُنت ڪٿان لهبو ۽ بيان ڪٿان ڪري سگهبو؟ هنن جي راءِ موجب، هيءُ سمورو برهمانڊ قدرت آهي جا ڪنهن قانون مطابق پئي هلي. جهڙو ڪارڻ تهڙو پرڻام؛ جهڙي ڪرڻي تهڙي ڀرڻي ڪرڻا. اهي مورک اهو نه ٿا سمجهن ته قدرت جا آسان جي اکين اڳيان پرتيمت آهي سا ڪنهن نه خلقي هوندي؛ جو قانون قدرت کي هلائي رهيو آهي، سو ڪنهن نه رچيو هوندو؟ ناستڪ نرنڪار ڏسي به نڪار ڪندا!

ڏينهن جو تارا ڏسڻ ۾ نه ايندا آهن ته اهي چئبو ته تارا آهن ئي ڪونه؟ کاري پاڻيءَ ۾ لوڻ سمايل آهي پر ڏسڻ ۾ ڪونه ايندو آهي؛ کير ۾ به مکڻ هوندو آهي پر ڏسڻ ۾ ڪونه ايندو آهي. جيئن ڏسڻ بنا به وستو موجود رهي سگهي ٿي، تهڙيءَ طرح پرماتما ڏسڻ بنا به هر وقت، هر هنڌ، هر چيز ۽ هر حالت ۾ موجود آهي ۽ رمي رهيو آهي. جيئن ڪن طريقن سان تارا ڏينهن جو به ڏسي سگهجن ٿا، کاري پاڻيءَ مان لوڻ الڳ ڪري نروار ڪري سگهجي ٿو ۽ کير مان مکڻ ڪڍي سگهجي ٿو، تيئن ساڌنائن دوارا، ساڌڪ پرماتما کي ڏسي ۽ پائي به سگهي ٿو. پر اڄ ساڌنا ۾ صدق، سڪ ۽ سچائي ڪٿي آهي؟

ناستڪن، ڌرم جي ايتري هاڃي ڪانه ڪئي آهي جيتري آستڪن. ڌرم جي نالي ۾ ايترو نه ڪوڙ، ڪپٽ، پاکنڊ ۽ پاپ وڌي ويو آهي ۽ ٻاوا ٻانڀڻ، ساڌو فقير ماڻهن کي ايترو نه ڀرمن ۾ ڦاسائي رهيا آهن، جو اصلي سڪو گم ٿي ويو آهي ۽ نقلي سڪو عام چالو ٿي ويو آهي. انهيءَ جو اهو نتيجو آهي ته ڪي وچارڻا ۾ ناستڪ، ڪي رهڻيءَ ۾ ناستڪ ته ڪي ڪهڻيءَ ۾ ناستڪ. ڪو ورلو پرماتما جو پيارو، الوڪڪ دنيا جو باشندو هوندو جو اندر سان اوروڻ اوري، اندر ٿيڻ آليڻي ۾، ايشور جو اُپاءُ ڪري ٿو. باقي مڙيئي منش، ناستڪ توڙي آستڪ، آپدا آلي يا لالچ وچان، ساڌ ڪٿي پڙ ۾ جهولي جهليندا آهن. واتس سان جا به چون پيا باقي اندر ۾ نه ايمان آهي، نه احسان آهي ۽ نه انسانيت آهي!

پر جن جن به الاهي اُپاءُ پاتو آهي سي به عبرت ۾ اچي ويا آهن ۽ سُن ۾ سمائجي ويا آهن. ڪيچ ڪپڙن ڪونه. ڪيترا ڪيئن چوڻ ڪٿ ڪري نه ٿا سگهن؟ صاحب سمجهايو آهي ته برهما، وشنو، مهيش، ڏهه اوتار، سڌ ساڌڪ، گياني ڌياني، جوڳي اوڌوت، گرهستي سنياسي، انهن سڀني مان ڪنهن به ايشور جو پورو اُنت نه پاتو آهي. ويد، پران، شاستر، سمرتيون، پستڪ ۽ پوٿيون، پرماتما جو پورو پتو ڪونه لڳائي سگهيون. هرهڪ.

پنھنجي پنھنجي اَنڀؤ يا آزموديءَ آھر مھما ڪئي آھي پر جس ڪندي، اھو پڻ پڪارڻو
آھي ته پرماتما اَڪٿ، اَلک، اَگم، اَگوچر، اَپار ۽ اَڪال آھي. ڪنھن به اَنت نه پاتو ته
ته ايشور بي اَنت آھي ۽ بيحد آھي. گورو نانڪ ديو جن فرمائين ٿا:

(١) ڪِيا ھؤن ڪٿي ڪٿ ديکان - مين اَڪٿُ نه ڪٿنا جائي
جو تُد ڀاوي سوئي آکان - تِل تيري وڏيائي.

راڳ بلاول، محلا پھلا، شبد (١)

(٢) ڪِتَ ڪتيٽيءِ ڪھُ آکيءِ - جاپيءِ سچو سچُ
ڪرتا ڪٿنا ڪار سڀ - نانڪ آپِ اَڪٿُ.

راڳ ملار، محلا پھلا، وار (٢٤).

اَنتُ پلا پوندو ڪٿان؟ ڪا ايشور کي شروعات آھي يا اَنت، جم يا موت، ماءُ يا
پيءُ؟ ھؤ ھڪ بوند ۾ سمايل آھي ته ڪن کي سمنڊ ساگر به سمائي ڪونه سگھندا. ھؤ ڀاڻن
جاڻو آھي ته به ان ڀرانگھن سان ساري سرشٽي ماپي سگھي ٿو. پرماتما وڏو آھي ته ننڍو
به آھي، غائب آھي ته ظاھر به آھي، نرگن آھي ته سرگن به آھي، ري ٽالي آھي ته ھن
جا سوين ٽالا به آھن. پر اھو سڀبو ته سرشٽي آھي ته لاشڪ سرجنھار يا اُپائيندڙ به آھي.

ايشور جي ھستيءَ لاءِ ثابتيون ڳولڻ مؤرکتا آھي ته ڏيڻ ڪُفر آھي. پرماتما کي
پائڻ لاءِ دماغ جي دليلبازيءَ جي درڪار ڪانه آھي پر ھردي جي وشواس جي. ايشور
جو اَنت ايشور وٽ ئي آھي. پر پرماتما جي، ڪنھن پنھنجي پياري پريتم ٿي پرسنتا ٿئي
سندس اَڌ پاڻمڪ اَک کولي، ته ھؤ به سبحان شريف جو ديدار ڪري سگھي ٿو، پوءِ
ڪو ڪنھن روپ ۾، ڪو ڪنھن رنگ ۾ ۽ ته ڪو سياڻو وشو سروپ ۾. صاحب فرمائين ٿا:

(١) تُمري اُپما تمھي پرڀ جانھُ - ھم ڪھِ نه سَڪيءِ ھر گُني
جئسي تمُ تئسي پرڀ تُم ھيءِ - گُن جانھُ پرڀ آپني.

راڳ آسا ناراڻن، محلا چوٿان، شبد (٥)

(٢) تيري قدرت تؤ ھي جاڻھِ - اؤر نه دوُجا جاڻيءِ
جسنو ڪرپا ڪرھِ ميري پياري - سوئي تجھيءِ پڇاڻيءِ.

راڳ بسنت، محلا پنجوان، شبد (٢٠)

جنھن تي رب جو رحم ٿئي، اھوئي ڪرتار جي ڪٿ ۽ ڪٿا ڪري سگھندو ۽
سچائي سمجھائيندو. پر اھڙو سالڪ ڪنھن کي سمجھائي؟ اُنھيءَ سائينءَ جي سنداران ڪئي
جنھن کي سڪ ۽ صدق آھي، ترڪ ۽ تلوار آھي، عشق ۽ اڪير آھي. جي پرينءَ جي
پند جا پانڌيئڙا آھن، جي فڪر ۽ فراق ۾ فنا ٿيل آھن، تن سان ئي سالڪ سچ سلين ٿا،
واڻون ٻڌائين ٿا ۽ دڳ لڳائي پار پھچائين ٿا. ھم خيالي ۽ ھم شريڪي ڪين ھڪ ٻئي جي
نزديڪ آڻي ٿي، دلي جذبات جاڳائي ٿي، روح رعاڻ ڪرائي ٿي ۽ راز کولائي ٿي.
جني آھي راز کلن ٿا اُني خود رب رھبر ٿئي، رحم جا مينھن وسائي ٿو ۽ سرسبز ڪري ٿو.

## (۴) پرماتما ڪيئن ۽ ڪڏهين پيدا ٿيو؟

(۱) ڪهڙو سو ويلا وقت ڪهڙو - ڪهڙو ٿٽ ڪهڙو وارُ
ڪهڙو سو رُتي ماهُه ڪهڙو - جِت هوُئا آڪارُ
ويل نه پائيا پنڊتي - جو هووي ليکُ پُراڻُ
وقت نه پائيا قاديا[2] - جو لکن ليکُ قُراڻُ
ٿٽ وارُ نا جوگي جاڻي - رُت ماهُ نا ڪوئي
جا ڪرتا سرٺي[3] ڪوُ ساجي - آپي جاڻي سوئي
ڪِو ڪر آکان ڪِوُ سالاهي - ڪِئُ ورني[5] ڪِو جاڻا
نانڪ آکڻ سڀ ڪو آکي - اڪ دوُ اڪ سياڻا.

[جپ صاحب، محلا پهلا، پؤڙي (۲۱)]

(۲) لَکه چوراسيه جوُنِ[7] مهِ - ڀرمت[8] نَند[9] بهُه ٿاڪو ري
ڀگت هيتِ اوُتار ليئو هي - ڀاڳ ٻَڏو ٻپڙا[10] ڪو ري
تم جو ڪهت هئُ نَند ڪئُ نَندن[11] -
نَند سو نَندن ڪا ڪو ري
ڌَرن آڪاس دَسو دِس[12] ناهي -
تب اِهُ نَند ڪهان ٿو ري؟ (۱۰رهاءُ)
سَنڪٽ[13] نهي پَري جوُنِ نهي آوي -
نامُ نرنجن جاڪو ري
ڪبير ڪو سوامي اَيسو ٺاڪر-جاڪي مائي[14] نه ٻاپو[15] ري.

[راڳُ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (۷۰)]

---

۱. پرگهٽ. ۲. قاضي. ۳. سرشٽي. ۴. رچي آهي. ۵. بيان ڪريون. ۶. هڪ ٻئي کان ٻاڻ ڪي سياڻو سمجهي ٿو. ۷. جوُنيوُن. ۸. ڀٽڪي. ۹. سري ڪرشن جو پتا. ۱۰. ويچارو. ۱۱. پرماتما سري ڪرشن جو اَوُتار ڌاري نند جو گود جو پٽ ٿيو. ۱۲. ڏهه ڏساوُن. ۱۳. مشڪلات. ۱۴. ماءُ. ۱۵. پيءُ.

 

(۳) هَر زير زمين - پيرا مَشائڪا راڻيا
مي روڊ بادشاها - اَفزوُ خُداء
ايڪ تُئي ايڪ تُئي.

نه ديو دانوا نرا - سِڌ ساڌڪا ڌَرا
اَسِت ايڪ دگر ڪُئي - ايڪ تُئي ايڪ تُئي
نه دادي دهند آدمي - نه سپت زير زمين
اَسِت ايڪ دگر ڪُئي - ايڪ تُئي ايڪ تُئي
نه سوُر سس منڊلو - نه سپت ديپ نهه جلو
اَن پؤڻ ٿِر نه ڪُئي - ايڪ تُئي ايڪ تُئي
نه رزق دست آڪسي - همارا ايڪ آس وسي
اَسِت ايڪ دگر ڪُئي - ايڪ تُئي ايڪ تُئي
پرندي نه گِراهه زر - دَرخت آب آس ڪر
دهند سُئي - ايڪ تُئي ايڪ تُئي
نانڪ لِلار لِکيا سوء - ميٽِ نه ساکي ڪوء
ڪلا ڌَري هَري سوئي - ايڪ تُئي ايڪ تُئي.

[راڳ مانجهه، محلا پهلا، وار (۱۳)، سلوڪ]

---

۱. اسين سڀ. ۲. مساڻ، مقام ۾. ۳. مشائخ. ۴. راجائون. ۵. هلي ويا، مري ويا. ۶. باقي.
۷. پرماتما. ۸. ڏئيت. ۹. زمين تي لِکندا. ۱۰. ٻِئي ڪهين بيو ڪير قائم دائم آهي؟
۱۱. انصاف ڏيندڙ. ۱۲. ست لوڪ. ۱۳. سج. ۱۴. چنڊ. ۱۵. تارا. ۱۶. ٻيٽ. ۱۷. پاڻي.
۱۸. هوا. ۱۹. ٻئي ڪنهن جي هٿ ۾ آهي. ۲۰. پکي. ۲۱. ناڻو ڳنڍ ۾ ڪونه آهي.
۲۲. وڻ ٽڻ. ۲۳. پرماتما ئي داتار آهي. ۲۴. قسمت ۾. ۲۵. شڪتي بخشيندڙ يا کسيندڙ.

(٤) آپــڻا آپُ اُپايئوُن - تَدهِ هــووُ نـــ ڪولـــي
مَتا مسوُ[1]رت آپِ ڪريِ - جي ڪري سو هوئـــي
تـَدهــ[2] آڪاس نہ پاتال هيِ - نا لِـ[3]ـوڪ لــولـــ[4]ـي
تَدهہ آپي آپِ نرنڪار هيِ - نا اوپتِ هــو[5]ـلـــي
جتُ تِس ڀاويِ تِوي ڪريِ - تِس بِن اوُر نہ ڪولي ۔

[راڳہ گوجري، محلا تيجا، وار، پئوڙي (۱)]

(٥) اَڳَم دِ[6]ڳَم ڳُرُ[7] وچِترو پاسَ - جامهِ جوت ڪري پرڪاسُ
بجلي چمڪيِ هوءِ اَنند - جهہ پئوڙي پرڀ پالَ ڳوبند[8]
اِهہ جيتُ رام نام لِوَ لاڳيِ - جَرا[9] مرن چوُلي. پُرم پاڳيِ ۔ (۱۰۵)
اَبون بون[10] سڌُ من هي پرڀت - هڙميِ ڳاڙن ڳاڙهہ ڪيت
انهد شبد هوت جهنڪار[11] - جهہ پئوڙي پرڀ سري[8] ڳوپال
ڪَنـدل منڊل منڊل[12] مَنڊا - لِوءِ[3] اَسٿان لِوِن[3] لِـ[3]ـوءِ ڪنڊا
اَڳم اَڳوچر رهيا اَپ[13] اَنت[14] - پار نہ پاويِ ڪو ڌرني ڌ[15]ـرمنت
ڪدلي[16] پهپ ڌوُ[17]پ پرڪاس - رِ[18]ـج پنڪج مهہ ليئو نواسُ
دُتا[19] دس دَل اَپ[13] اَنترمنت[14] - جهہ پئوڙي سري ڪملا[15]ڪنت
اَرڌِ[20] اُرڌ[21] مُکـ لاڳو ڪاسُ - سُنِ[22] منڊل مهِ ڪر پرڪاس
اوُهان سوُرج ناهي چندُ - آدِ نرنجن[15] ڪـــريِ اَنند

---

۱. صلاح مصلحت. ۲. تڏهين. ۳. ٽي. ٤. لوڪ. ٥. پرڪرتيءَ جو پيدا ٿيڻ. ٦. عجيب، ڪٺن. ۷. قلعو. ۸. سري ڪرشن، پرماتما پرشوتم. ۹. پڙهاپو، پيري. ۱۰. اڙج لنيچ، ۱۱. ڌُني، آواز. ۱۲. پيدا ڪيا. ۱۳. هردي. ۱٤. اندر. ۱٥. پرماتما. ۱٦. ڪيوڙي جو گل. ۱۷. سوُرج جي روشني. ۱۸. ڌوُڙ. ۱۹. ۱۲ اکرن جو منترُ. ۲۰. هيٺ. ۲۱. مٿي.
۲۲. ڏسوين دوار.

سو برهمنڊ پسند سو جان - مانسروور ڪر اشنانُ
سوهن سو جاڪهُ هيءِ جاپ - جاڪو لوڀ نه هوءِ پُن اَر پاپُ
اَبرن برن گهامَ نهي ڇانم - اَوُر نه پانيهءِ گور ڪيءِ شامَ
ٿاري نه تَريءِ آويءِ نه جاء - سُنِن سهج ميءِ رهيو سماه
مَن مَدي جاڻيءِ جي ڪوه - جو بوليءِ سو آپيءِ هوه
جوت منتر مَنُ اَستِر ڪريءِ - ڪهه ڪبير سو پراڻي تَريءِ.
[راڳ ڀيرو، ڪبير صاحب، اشٽپدي (۱)]

(٦) ٿاپيا نه جاء - ڪِيتا نه هوء
آپي آپ - نِرنجنُ سوء.

جپ صاحب، محلا پهلا، پوڙي، (۵)

(۷) سچ کنڊ وسي نرنڪارُ - ڪر ڪر ويکيءِ نَدر نِهال
تِتيءِ کنڊ منڊل وَر پَنڊ - جي ڪو ڪٿيءِ ته انت نه انت.

(۳۷)

(۸) آپن آپ - آپهِ اپائيو
آپهِ باپُ - آپهِ مائيو.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، باون اکري، پوڙي (۱)

(۹) مَريءِ نه بِنسيءِ - آويءِ نه جاء
نانڪ سدهي - رهيا سماء.

راڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٦) ۱۲

(۱۰) تا اس باپُ نهي اس ماٿيتا - اهه اپرنپرُ هوتا آيا
پاپَ پُن ڪا اس ليپ نه لاڳيءِ - گهٽَ گهٽ انتر سَدهي جاڳيءِ.

راڳ گوڊ، محلا پنجوان، شبد (۲۱)

(۱۱) ڪيتڙيا دِن گُهڀ ڪهائيا - ڪيتڙيا دِن سُنن سَمائيا
ڪيتڙيا دِن ڌنڌو ڪارا - آپي ڪرتا پرڪٽڙا.

راڳ مارو، محلا پنجوان، سولهو (۱۲) ۱۰

---

۱. سربوپر. ۲. اپشٽر پر ڌيان لڳاء. ۳. گرمي، لپٽ. ۴. ڇانو. ۵. ٿُريا اَوستا. ٦. اپڪاگر. ۷. اَستاپن ڪيل. ۸. پهاريل. ۹. برهمنڊ. ۱۰. پيءُ. ۱۱. ماءُ. ۱۲. ڊپرانُ جو ڊپر. ۱۳. ڇيهل. ۱۴. سماڌي. ۱۵. اوُلده، اَنڌوڪار. ۱٦. پرگهٽ ٿيو.

## (٥) پرڪرتيءَ جي پيدائش.

(١) ٻيءِ پاتشاهُ پرميسرُ – ويکڻ کڻُ ٻُر[١] ٻيجُ ڪيتا
ديکيءِ ٻُوجهيءِ سڀُ ڪڇ جاڻيءِ – انتر باهر رو رهيا. (٢٤)

ٻيءِ ٻازي کيلڻ لاڳا – چوپڙ ڪيتي چار جُڳا
جيءَ جنت سڀ ساري[٢] ڪيتي – پاسا ڍالڻ[٣] آپ لڳا. (٢٦)

واري رو رهيا سڀ – جيتي ڪيتي جنتا
جنت اپاه ڏنديءِ سڀ لائي – ڪرم[٤] هوئا تن نام ليتا. (٣٠)

ووڏيءِ واسدئو پرميسرُ – وڳڙا ڪڻُ جن وس ڪيتا
ويکيءِ چاکيءِ سڀُ ڪڇ جاڻيءِ – انتر باهر رو رهيا. (٣٢)

هاهيءِ هور نه ڪوئي دانا – جيءَ اپاه جن رزق ديتا
هر نام ڏ ٻاڙهه هر نام سماوهه – اَن دِن لاها[٦] هر نام ليتا. (٣٤)

آپيءِ آپ ڪري جن جوڏي – جو ڪڇ ڪرنا سو ڪر رهيا
ڪري ڪرائي سڀُ ڪڇ جاڻيءِ – نانڪ سائر[٧] اِوَ ڪهيا. (٣٥)

[راڳ آسا، محلا پهلا، پٽي]

(٢) آڪار منڊلي ڏرڻ سباڻي – اوہر گگن چندوئا
ٻون وِچولا ڪرت اِڪيلا – جل لسي اوپت هوئا
ٻيج لت ڪر پُترا[٩] ڪيتا – ڪِرت[١٠] مِلاوا هوئا
چند سورج دُه جري[١١] چراغا[١٢] – چهه ڪنٽ پتر راکي
دس ٻاڪه[١٣] ٻيج[١٤] سنگيتا – ايڪيءِ ٻيتر[١٥] سالي
ٻن ٻن هڻ ٻاوَ[١٦] دکاوَهه – سهِه لساري ٻاڳي[١٧]

---

١. سنسار جو پيدا ڪرڻ. ٢. سار ٻڌن ٣. ڍارا. ٤. ڪرپا، ٻاجهه. ٥. پرڪٽ. ٦. لاڀ. ٧. شاعر.
٨. ڪرم ڀومي. ٩. پتلو. ١٠. ڪرم. ١١. ٻون لسا. ١٢. ديپڪ. ١٣. اندر ٻڌن. ١٤. ٻيج وڪار. ١٥. سرير جي اندر. ١٦. سياه. ١٧. ٻولي.

گهر گهر نِرت[1] هوئي ڏِن راتي – گهٽ گهٽ واڄي تورا[2]
ايڪ نچاوهه ايڪ پساوهه[3] – اِڪ آءِ جاءِ هوءِ ڍورا
ڪهه نانڪ سو ڀيٽ نه ناچي – جس گرو ڀيٽي پورا۔
[ راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (٧) ]

(٣) سُن[3] ڪلا اپرنپر ڌاري – آپ نرالم[4] اپر اپاري
آپي قدرت ڪر ڪر ديکي – سُنهه[4] سُن اپاندا
پئوڻ پاڻي سُني[3] تي ساجي – سرشٽ اپاءِ ڪايا[5] گڙ راجي
اگن پاڻي جيءُ جوت تماري – سُني[4] ڪلا رهاندا
سُنهه برهما بشن مهيش اپائي – سُني ورتي جڳ سبائي
اس پد ويچاري سو جن پورا – تس مليئي ڀرم چُڪاندا
سُنهه سپت[6] سرور[7] ٿاپي – جن ساجي ويچاري آپي
تس سچ مَنُ تا گورمک ناوي – ڦر پاهو جون نه پاندا
سُنهه چند سورج گِٽاري[8] – تس ڪي جوت تريڀوڻ ساري
سُني الک اپار نرالم – سُني تاڙي[9] لاندا
تريڀوڻ ساج ميکلي[10] مائيا – آپ اپاءِ کپاندا
سُنهه کاڻي سُنهه باڻي – سُنهه اپجي سُن سماڻي
اپيچ چلت ڪيتا سر ڪرتي – بسماد شبد ديکاندا
سُنهه رات دِنس دُئي ڪيتي – اوپت کپت سُکا دک ديئي
سک دک تي هي امر اتيتا – گورمک[11] نج گهر پاندا

١. ناچ. ٢. ترين، واڄا. ٣. پتڪن تا. ٤. پرماتما جي اڻ شڪتي يا سروپ جنهن مان ساري سرشٽي اپن ٿي آهي. انهيءَ شڪتيءَ کي شانتي، مانت، اڙي، شونيه يا بلڪل ڪجهه نه به سڏيو ويو آهي. ٥. سرير. ٦. نرمل، اتم. ٧. تلاءُ. ٨. آڪاس. ٩. سماڌي. ١٠. ميخ، ڪلي. ١١. گوروءَ جي اپديش سان.

سام وید رگ ججر اَٿربڻ - برهمي مُک مايا هيءِ ترئي گڻ
تاکي قيمت کهه نه سکئي کو - تِهِ بولي جِئُ بولائدا
سُنهه سوڀِ[1] پاتال اپائي - سُنهه پؤڻ وکي لِيو لائي
آپي کارڻ کيتا اپرنپر - سڀ تيرو کيتا کمائدا
وَچ تَرِ سَت کل تيري ڇايا[2] - جنم مرڻ هؤميءِ دک پايا
جِسنو کِرپا کري هر گورمکِ - گڻ چؤٿي مُکت کرائدا
سُنهه اپجي دس اوتارا - سرشٽ اپاءِ کيتا پاسارا[3]
ديو دانو گڻ گندرب ساجي - سڀ لِکيا کرم کمائدا
گورمکِ سمجهئي روگ نه هوئي - اِهه گورکي پؤڙي[4] جاڻئي جَن کوئي
جُگهه[5] جُگنتر مُکت پَرائڻ - سو مُکت ڀيا پت پائدا
پنچ تت سُنهه پرگاسا - ديهه سنجوگي کرم اپياسا
بُرا ڀلا دُهه مستڪ ليکي - پاپ پُن بيجائدا
اُتم ستگور پُرک نِرالي - شبد رَتي هر رسِ متوالي[6]
رِڌ بُڌ سِڌ گيان گوروءُ تي پائيئي - پُوري ڀاگِ مِلائدا
اِس مَن مايا کِئُ نيهُن گهيرا -
کَرلي بؤجهه[7] گياني کرهِ نبيرا
آسا منسا هؤمي سهسا[8] - نَرُ لوڀي کوڙ[9] کمائدا
ستگور تي پائي ويچارا[10] - سُن سماڌ سچي[11] گهر بارا
نانک نرمل ناد[12] شبد ڌُن[13] - سچُ رامي[11] نام سمائدا۔

[ راڳ مارؤ، محلا پهلا، سولهو (١٧) ]

---

١. سمه ٢. آسرو. ٣. وستار، ڦهلاءُ. ٤. منزل، ڏاڪو. ٥. سدائين. ٦. مست. ٧. فيصلو.
٨. شڪ، سنسو، گمان. ٩. انسان. ١٠. سمجهه، ٻُڌي. ١١. پرماتما. ١٢. مڌر باڄي يا ساز.
١٣. ستگور جي شبد جي ڌُني ۽ ڌيان.

(۴) ساچي تـي پورنـا پيا - پـوڻي تـي جـل هـوء
جل تي نرپرڻ سـاجيا - گهٽ گهٽ جـوت سـموء
نـرمـل مَلا نا ليپيءِ - شبدِ رتـي پـتِ هـوءِ.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (۱۵)

(۵) جيتا جنت سڀ تُد اپائي - جت جت پاڻا تت تت لائي
سڀ ڪِچ ڪيتا[1] تيرا هووي - ناهي ڪچ اسانڙا[2] جيئا.

راڳ مانجهه، محلا پنجوان، شبد (۲۴)

(٦) اِهه پر پنچ ڪيل ڪيتا سڀ ڪرتي - هر ڪرتيءِ سڀ ڪل ڌاري
هر ايڪو سوتر[3] وڙليو جڳ اَنتر - سوت کِنچيءِ[4] ايڪنڪاري.

راڳ گوجري، محلا چوٿان، اشتپدي (۷) ۱

(۷) تُد سِرجي[5] ميدني[6] - دک سک ديوڻهارو
ناري پُرک سِرجيئي - بِکُ[7] مايا موهُ پسارو.

ڪاڻي باڻي تيريئا - ديهه جيئا آڌارو
قدرت تخت رچائيا - سچ نبيرڻهارو[8].

راڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٦٠)

(۸) اَنڊج[9] جيرج[10] سيتج[11] اتيج[12] - بهو پ ڪي اهه ڪرت
ڪرت ڪماوَن سرب ڦل - رويئي[13] هر نرت[14].

(۹) اَوّل الله نوُر[15] اپائيا - قدرتِ ڪي سڀ بندي
ايڪ نور تي سڀ جڳ اپجيا - ڪون ڀلي ڪو مندي

لوڪا[16] - ڀرمِ نه ڀوُلهه ڀائـي
خالق[17] خلق[18]، خلق مهه خالق - پورِ رهيو سرب ٺائي.

راڳ پرڀاتي، ڪبير صاحب، شبد (۳)

---

۱. پيدا ڪيل پسارو. ۲. اسانجو. ۳. ڌاڳو. ۴. ڇڪي ٿو. ۵. بنائي آهي. ٦. پرٿوي. ۷. زهر، وش. ۸. نياءَ ڪاري. ۹. آني مان پيدائش. ۱۰. جيري مان پيدائش. ۱۱. پگهر مان پيدائش. ۱۲. زمين مان پيدائش. ۱۳. بيان ڪري گهرجي. ۱۴. ايشور جي مايا کي سمجهي. ۱۵. جوت. ۱٦. اي لوڪو. ۱۷. پرماتما. ۱۸. مخلوقات، ساري سرشٽي.

## پرماتما ۽ پرڪرتي.

• . ڇا اهي ته خلق آهي ته خلقيندڙ خالق آهي يا پرڪرتي آهي ته پيدا ڪندڙ پرماتما ئي. هاڻي جي پرماتما آهي ته سندس پيدا ڪندڙ ڪير آهي؟ انهيءَ سوال جو جواب . سري گرو گرنٿ صاحب ۾ درج ٿيل آهي، جنهن مان چوُنڊ وچن هيٺ ڏنل آهن.
صاحب سمجهائين ٿا ته پرماتما جنم ۽ موت جي سلسلي کان الڳ آهي، هو ماءُ پيءُ مان پيدا ٿيا ڪونه آهي، هو پاڻ مان پاڻهي پرگهٽ ٿيو آهي ۽ هن پاڻ کي پاڻهي اُپايو آهي.
و ، هن جي خود پيدا ٿيڻ جو نه آهي سال جو پتو، نه مهيني جو، نه تاريخ جو، نه ڏينهن ،، نه ٿِت جو، نه وار جو، نه وقت جو، نه ويلا جو. جو اڪال آهي، آدي آهي، امر آهي
بناسي آهي ۽ اجوني آهي، اُن جو اَنت ڪتاب لهجي ۽ اظهار ڪيئن ڪجي؟ گورو ارجن ديو جن، خود زاده خدا بابت هيئن فرمائين ٿا:

(١) آپن آپُ - آپهِ اُپائيو
آپهِ باپُ - آپهِ مائيو.

راڳ گوڙي، باون اکري، محلا پنجوان، پوڙي (١)

(٢) ڪيتڙيا ڏِن گُپت ڪهائيا - ڪيتڙيا ڏِن سُنِ سَمائيا
ڪيتڙيا ڏِن ڌنڌوڪارا - آپي ڪرتا پرگٽڙا.

راڳ مارو، محلا پنجوان، سولهو (١٢) ١٠

پرماتما جو نواس سچ کنڊ جي سُنن منڊل ۾ آهي جتي اَنهد شبد جي جُهنڪار وڃي ٿي ۽ جتي اَمرت ڌارا وهي ٿي. انهيءَ شبد جو سر ۽ انهيءَ ڌارا جي وهڪ، هر انسان جي اندر ۾ به موجود آهي. پرماتما سرووياپڪ آهي. سندس نواس جو نقش، هر هردي ۾ همراز آهي. هو جتي به رمي رهيو آهي ته هتي به وسي رهيو آهي. گهٽ گهٽ جو والي آهي. پاڻ نه پيو هر هنڌ وسي ٿو جڏهن پيدو ڪيس پيو! ڏس بندي جا پاڳ!!

جيئن صاحبن پڪاريو ته ايشور بي اَنت، اَڪٿ، اَتل، الکه، اَگم، اَگوچر، اَڪال ۽ اَپار آهي ليڪن هو جيءَ به اُپديش ڏين ٿا ته پرڪرتي، سرشٽي يا سنسار بي اَنت آهي. وسماد آهي، عجب آهي، عجوبه آهي، اچرج آهي، اسرار آهي، جوڙ آهي، جدسار آهي.
مطلب ته مالڪ بي اَنت ته سندس مائيا به بي انت. جيئن جيئن انسان اَنت لڳائي ليئن ليئن پيو اَٽڪ ٿيندي وڃي. هڪ ڳجهه ملي ته اُن مان انيڪ نوان ڳجهه نڪرن. ڳجهن پٺيان ڳجهن جي کوج هلندي رهي پر ڳجهه ختم ٿيڻ ڇوٽا؟ ڏس ايشور جو اسرار!

سائنسدانن جو چوڻ آهي ته روشنيءَ جي رفتار هڪ سيڪنڊ ۾ اٽڪل ٻه لک مٿل

آهي ۽ ائين هوندي به ڪي اهڙا تارا آسمان ۾ آهن جن جي روشنائي پرٿويءَ تائين پهچڻ ۾ ورهيه لڳي وئي. هاڻي ڪو حساب لڳائي سگهندو ته اهي تارا ڪُل ڪيترا آهن ۽ ڪيترو اسان کان پري آهن؟ ڪو زمانو هو ته هڪ اهڙي دوربينيءَ سان تارن جي ڳڻپ ٿيندي هئي، جنهن سان تارن جو هڪ هڪ جهڳٽو، فقط هڪ تارو ٿي ڏسڻ ۾ ايندو هو. پوءِ نيٺ سؤ انچي دوربيني نڪتي، جنهن سان جهڳٽن جا ڪي ڪي وڏا تارا الڳ ڏسڻ ۾ آيا. هاڻي ته هڪڙو پئلومر آليدر نڪتو آهي جنهن سان ڪي وڌيڪ تارا جهڳٽن کان الڳ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. پر تارن جي پوري ڳڻپ اڃا ڪانه ٿي سگهي آهي، جيتوڻيڪ پوري پوري تارن جو انداز اڳئين کان وڌيڪ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. جي تارا جهڳٽن ۾ اچن ٿا ته هڪ ڏسڻ ۾ اچن ٿا، سي به ڪروڙن جي تعداد ۾ آهن ته ڪُل تارن جو جدا جدا تعداد ملي سگهندو؟ هن اعداد ۽ شمار جي علم ۾ به مختلف انگ پيا پيش ٿين.

ٻه هزار سال اڳ، ٽوليميڪ سدانت موجب، ائين سمجهيو ويندو هو ته اسان جي پرٿوي ساري سرشٽيءَ جو مرڪز آهي ۽ هاڻي چيو وڃي ٿو ته اَنيڪ سرشٽيون آهن، جن سڀني کي الڳ الڳ پنهنجون پرٿوئون، سج، چنڊ ۽ تارا آهن. ١٩٥٠ع ۾ سائنسدانن اسان جي سرشٽيءَ جي ماپ جو ڪجهه اندازو لڳايو هو پر اُنهيءَ ليکي ۾ ڪا چُوڪ ٿي وئي هئي، جا اٺن سالن کانپوءِ ١٩٥٨ع ۾ لڌي، جنهن کان پوءِ چيو ويو ته اسان جي سرشٽيءَ جي ماپ اڳئين ماپ کان اُوڻي آهي! سج ۽ چنڊ جي عمر جا ليکا لڳايا ويا آهن ۽ هاڻوڪن ليکن موجب سج جي عمر ٤٧٠ ڪروڙ سال ۽ چنڊ جي عمر ٤٥٠ ڪروڙ سال ڄاڻي وڃي ٿي. وڌيڪ چون ٿا ته سرشٽي ٺهڻ جو سلسلو ١٥٠٠ ڪروڙ سال اڳي شروع ٿيو هو. آخر اِهي ليکا بدلجي بدلجي ڪٿي پهچندا تنهن جو اندازو لڳائڻ مشڪل آهي.

سائنسدان اِهو به ڄاڻايو آهي ته هڪ لک ڪروڙ تارن ۾ ڪو هڪڙو تارو مس آهي جتي جاندار جيئرا رهندا هوندا پر اهڙا تارا به اٽڪل ڏهه ڪروڙ هوندا جتي جاندار جيئرا رهي سگهن ٿا. چيو ته اسان جي دنيا جا تمام وڏي معلوم ٿئي ٿي سا ڪروڙن دنيائن مان فقط هڪڙي آهي. هن باري ۾ ڪيترن ڪتابن ۾ حيرت انگيز حقيقتون ڏنل آهن، جن مان ٻه دلچسپ ڪتاب آهن:

(1) Of Stars and Men by Harlow Shapley of Harvard University.

(2) The Creation of the Universe by George Gamov of Colorado University.

هيءُ ذڪر اُنهيءَ ڪري ڇيڙيو ويو آهي ته جن جو صدق ۾ عقيدو ڪونه آهي پر انگن ۾ اعتقاد آهي، سي به ڪوجهاڻون ڪري، اُنهيءَ نتيجي تي آخر پهتا آهن ته ڪالهه جي حقيقت اڄ شڪ ۾ اچي سگهي ٿي ۽ سڀان ڪُوڙ ۾ بدلجي سگهي ٿي. پر صدق،

 

حقيقتن ڪان ٻه اڻڄاڻ وڏيل آهي. سڀني اِن سرشٽين جو هڪ ئي ڪُل مالڪ آهي ۽ هُن جي مايا سڀ شمار کان ٻاهر آهي، ان جو انت، نه آنڌاز ۽ نه حد آهي. انهيءَ منش جي محدوُد مت ڪٿان ڪم ڪندي؟ اهي آهن روحاني راز جن جي سمجهه لاءِ روحاني رمز کپي، الاهي اک گهرجي ۽ ذاتار جي ذات کپي. نه نه نه هي سڀ آهن اڻڳڻيا اڻمڃيا ۽ اپار، جنهن وسيلي هڪڙو نجر ٻيو لجر ٻئي کي لبالب ڪوُڙو ڪيو چڙهي. برکوئي پرماتما جو پرڪاش آهي جنهن جي پرکڻ لاءِ روحاني ۽ وگياني چت جي ضرورت آهي. وڳو وگيان، روحاني راهه کان الڳ ئي، نه هن ڏس ۾ سڦلتا حاصل ڪري سگهندو ۽ نه ڪو انسان جي دک جو مسئلو حل ڪري سگهندو. شال وگياني کوجنائن جي روحاني واٽ سان شادي ٿئي!

هن ٻاري ۾ گرنٿ صاحب ۾ جيڪي ڪجهه آيل آهي، تن مان ڇونڊ ٽچن مٿي ڏنل آهن ۽ جن مان ٻه مکيه ٽچن وري هيٺ ٻه ڏجن ٿا:

| | |
|---|---|
| (۱) ساچي تي پرانا ٻاڻيا - پرانيءِ تي جَل هوءِ<br>جَل تي ترڀوڻ ساجيا - گهٽ گهٽ جوت سموءِ. | سري راڳ، محلا پهلا، شبد (۱۵) |
| (۲) اول الله نوُر اُپائيا - قدرت ڪي سڀ بندي<br>ايڪ نوُر تي سڀ جڳ اُپجيا - ڪوُن ڀلي ڪو مندي. | راڳ پرڀاتي، ڪبير صاحب، شبد (۳) |

صاحب سمجهائين ٿا ته پرماتما پاڻ کي ڏسڻ ۽ ڏيکارڻ لاءِ پرکرتي پيدا ڪئي آهي. ڪوپا پرڪرتي ٻه سندس هڪڙو وارس يا روُپ آهي، ڪيل يا ٻاري آهي، قدرت يا مايا آهي ۽ پرپنچ يا ڪرم ڀوُمي آهي. چار جُڳ سندس هڪ چوپڙ راند آهي، جنهن ۾ هوُ پنهنجي پياري سان، مڙني جيو جنتن کي سارين سمجهي، هڪ هنڌان ٻئي هنڌ پيو ڦيري گهيري. اِها ڦير گهير جي راند ڪرم جي قانون پٽاندڙ ٿئي ڪيڏي جي. جا سرشٽي ڏسجي ٿي تنهنجي ڏور ذاتار هڪ آهي جو ڏسڻ ۾ ڪونه ٿو اچي. غيب مان نڪري ٿي ۽ غيب ۾ سمائجي ٿي. انهيءَ غيب جو ذاڪو سرشٽيءَ جي هر وستوءَ کي پاڻ ۾ سُٽي، پرماتما جي گلي جو هڪ من موهيندڙ، پر مغز مجهائيندڙ، هار ٺاهي پيو آهي. ڪيتريون ڪُل سرشٽيون آهن تن جو اندازو لڳائڻ ناشدني آهي ته پرماتما جو اندازو ڪٿان لڳائي سگهبو؟ هن جنسار ۾ منش ته هڪڙو ننڍو ڪين جهڙو پرزو آهي پر ڏيڍر والنگر اڻڳڻيا ۾ ڦوُڪجي، هو پاڻکي ڪيڏو نه وڏو ٿو سمجهي؟ ڦوُڪي ڦوُڪي پيٽ ڦاڙيندو پر انت نه لهندو.

هن اسرار جو ڪيتن ورنن ڪجي؟ ڪيتن سج، چنڊ، تارا ۽ ڌرتيون پيدا ٿيون؟ ڌرتيءَ تي ٽڪراءِ، وڏراهه ڪانهوءَ جيت جناور ۽ جيت جناورن ڪانهوءَ منش ذات. ٽوري انهن ۾ وقت ڪيڏيون نه تبديليون آنديون آهن؟ مثلا جي جيو لکه ورهيه اڳ سي پيدا: ٿيا

جي ڪيفيتن ۾ ٻهراڻ ٻاڻ ٻڌجين، پوءِ سرشتي سا ۽ ٻاڻ لاءِ ۽ ٻچاڙيءَ ۾ سرجڻهار، مدرتا ۽ ڪنورتا جي ماڻ جو منحصر ۽ انتي تنهنجي اتعالن ۽ اعمالن تي. جيون ٻالرا جو اهو ۽ واٽو رستو آئي. سوچي سمجهي صحيح سڙڪ ٻولهه چو نه جهڙي سڙڪ ۽ سفر لهڙي سٺائي ۽ سٺلتا ملندء. جو جو پوکيندين سو سو لڻندين. مرچن مان ماکي ڪانءِ نڪرندي.

سو پرماتما ٻاڻمرادو پيدا ٿيو ۽ ٻاڻ مان ٻاڻمرادو پرڪرتي پيدا ڪيائين. سندس شڪتي ۽ ڪلا پرڪرتيءَ ۾ ۽ جذب ٿيل آهن. ٻاڻ بي انت ۽ بيحد آهي ته پرڪرتي ۽ بي انت ۽ بيحد آهي. اي ٻندا، تون ۽ بيحد جو جزو آهين ۽ ساڳيءَ شڪتيءَ ۽ ڪلا سان ڀرپور آهين. سرشٽيءَ ۾ سالينءَ سيڪي رچيو آهي. تون سيڪيءَ جو حقدار آهين ۽ سيڪيءَ ۾ حصيدار آهين ته توسان گڏ ۽ تو وانگر، سڄو سنسار ۽ اهڙين حقدار ۽ حصيدار آهي. پر تون چاهين ٿو ته هي فقط مونکي هجي ۽ هڙ رڳو مون کي ملي. اها مَن جي منوڙتي جا "فقط" جا فرق ۽ "رڳي" جا روڙا ٿي وجهي، سا سيڪيءَ مان سڄ ڪندي ۽ آباديءَ کي اجڙ ڪندي. سنسار تي برابر تنهنجا حصيداريءَ جا حق آهن پر سنسار جا ٽولي ۽ حصيداريءَ جا حق آهن، چو ته سنسار ۽ تون هڪ ٻئي ۾ سمايل آهيو ۽ سائين سڀ ۾ سمايل آهي. سڀي ڪان الڳ ٿي، ڪيئن هڪ داڻو هار ۾جڙ جي هام هڻندو يا هار جي سوڀيا ڪيندو؟ داڻو سهندو هار سان ۽ ٽيئن تون ۽ سهندي سنسار سان. جيون اندر جڙي اي ۽ ٻاهر پرگهٽ ٿئي ٿي. پر جي تون ٻاهر جيون جوڙيندين ۽ اندر اولهيندين ته پوءِ اندرين شڪتي سماپت ٿي ويندي ۽ ڪلا ڪوڙ ڪري ويندي. خود مطلبي ۽ تنگدلي ٿيڙ رهندي ته دنيا دکدائڪ ۽ دردوند لڳندي. پر جي سڄي سنسار کي سڄڻ ۽ سائي سمجهندين ۽ پرڪرتيءَ ۾ پرماتما پسندين ته سنسار مان سيڪي پائيندين ۽ سيڪي ڏيندين. جهجهو ٿيءَ ته جهجهائي ماڻين، ٿوري ٻنيان ٻرڪت ڏسين، ڪين مان ڪيچ ڪدين، سڀني کي ساڳيو سمجهين ۽ ٻاڻ ۾ پرماتما پائين. پرماتما، پرڪرتي ۽ ٻاڻ سڀ هڪ آهيو. ڏئيءَ جي ديوار ٽوڙ ته وري هڪ ٿي وڃين. پرماتما ۽ پرڪرتيءَ جي ولر جي اها رمز آئي.

اي ٻندا، تو ڪڏهين ڪڏ ٻل اهو سوچيو آهي، ته جيون توکي ڪهڙيون ۽ ڪيتريون غنيمتون بخشيون آهن ۽ موت ۾، تو جيون تي ڪهڙيون ۽ ڪيتريون عنايتون ڪيون آهن؟ جيون توکي املهه عضوا ۽ اندريون، اي ٻها ۽ بيحد شڪتيون عطا ڪيون آهن ۽ موت ۾ جيون توکان فقط سڀي رهڻيءَ ۽ ڪهڻيءَ جي اي تقاضا ڪري، تنهن کان ۽ تون واڳي ويٺو آهين ۽ پوءِ ۽ پيو جيون مان ڪٿين ڪميون ٻميون ڪيون ته هيءَ ۽ ڪسُ لڳي ته هوءِ ڪسر ۽ اجا رهجي ويئي. هاڻي انهيءَ انحرافيءَ ۽ احسان فراموشيءَ جي سزا ٻيا دک، تنهنجي بدران ڪير ڀوڳيندو؟ مثلاً جيون توکي ڪنول جهڙو ڪومل هردو ڏنو آهي

نه دم دم، اُن مان نرمل ۽ نازڪ ڀاونائُون نڪري، پيار پڪيڙڻ، دلداري، همدردي ۽ رحمدلي ڦهلائين، اُداسگي ۽ افسردگي دُور ڪن، خوش مزاجي ۽ دل شادي جاڳائين، خطائن لئي ڪميا ڪن، عيبدارن سان به عزت ڏيکارن، جيئن جي جيئامڙي سان به رغبت پر رهن، قدرت جي ذري ذري مان اِلاهي افسانا اُٿارين، الوهيت جا الهامي اِشارا اُٿائين، سرشٽيءَ جي سرلي سُر سان سُرلي لڳائين، ستارن سان نوراني نظريت ملائين، پسرڻ ۽ ڀهاڙن جوُن تصوري تصويرون چٽين، مائرن سان متوالي موجوُن مائين، لهرن سان لڏو لائين، وڻڙاهه مان وروُنهه وٺن، گلن ڦلن سان گڏ ڦوُلارهجن، پکين، پسن سان پريت ڳنڍين، ٻارن ٻچڙن جي ٻولي ٻولين، اُنهن جي معصوُميت پرائين، هنرمنديءَ جي حسن شناسيت ڪن، جان پيجان پر جانب ڏسن، هر حال جي مرحبا ڪن ۽ جت ڪٿ، هر هنڌ راضي رهن.

اِها آهي جيون جي توکان طلب پر تو فرض ۽ قرض ڪيئن چُڪايو اٿس؟ علميت کان علميت جي ريت علحدي، ترشنا جي تصوريت، مداڻيءَ جي مثاليت، خيالي خفقان، نقلي نقاب، ٻهاوٽي ٻاٽيوُن، طريقاڪ طرزوُن، ترڪتالي تجربوُن، اُٿهوُلندا وهم، من گهڙت گمان، خود آگاهي ۽ خود رحمي، بيمهابي ۽ بيقياسي، نفرت ۽ نندا، ناداني ۽ نا اُميدي، ناشادي ۽ ناسازي، نفسيت ۽ نفسانيت، رنج ۽ وسامو، غصو ۽ غم، همت ۽ هوڏ موهه ۽ ممتا، لوڀ ۽ لالچ، اهنتا ۽ اڳرتا، وير ۽ ورود، وغيره وغيره. هيءَ آهي جيون جو تنهنجي برخلاف شڪايت نامو نه ڪهڙو آهي تنهنجو جواب نامو؟ جيون توسان شرافت ۽ شراڪت ڏيکاري مگر تو جيون سان سازش ۽ شرارت ڪئي. هاڻي حساب چُڪاءِ!

مڃجي ٿو ته شايد تنهنجو ٻچاءَ نامو چوي ته متيان عظيم اِلزام سڀ توسان لاڳوُ نه آهن پر فقط ٿورا ڪي ڳالهه ڳڻيا. ٺيڪ. پر ڪير ڪي ڪٽي ڪرڻ لاءِ، سالباڻ جو هڪ ڦڙو ئي ڪافي آهي يا مڇيءَ جي سڄي ٽوڪريءَ کي باسي بڻائڻ لاءِ، هڪ ئي ڪني ڪوڙي ڪافي آهي. وچارنا کي وڪارن سان ويران ڪرڻ لاءِ ته هڪ اوگڻ ئي بس آهي، جنهن مان پيا ڪيئن اوگڻ، آهستي آهستي پيا ٻاڻمرادو پيدا ٿيندا ويندا. اوگڻ آگرين ڳڻيا هجن يا اڻ ڳڻيا پر جيستاءِ وچارنا، صاف ۽ شڌ نه هوُندي، تيستاءِ جيون جي طلبگاري پوُري نه ٿيندي. جيون جي سوال جوابي، سڌي وچارنا سان آهي ۽ نه تنهنجي زبان مان پيا ٻاهرين ڪرتبن ۽ ڪرتوُتن سان، جي لوڪ لڄا، ڊپ، چشم پوشيءَ، خود مطلبيءَ، يا ٻين ڪن مجبوُرين جي لحاظ کان، ٻيرنگي ۽ ٻهاوٽي ئي سکهن ٿا. جي وچارنا خود، ترڙائيءَ ۽ ٻيرنگيءَ کان خالي آهي ته پوءِ وچن توڙي ڪرم، نقل ۽ نقاب جي درڪار پر ئي نه رهندا. تنهن ڪري، وچارنا ۾ سچائي ۽ صفائي، پيار ۽ پوترتائي، نرملتا ۽ نزاڪت، برڪت ۽ بلندي آڻڻي آهي، جنهن جي جوابداري توتي آهي. اِهيءَ ذميواريءَ اُدا ڪرڻ سان ئي جيون جي طلب جي تعميل ٿيندي. چت جي چيتنتا نه پتو پر آهي، نه پسوُنءَ پر پرگو مدش

 

۾ آهي. ٻوءِ جي چيتنا جي حوصلو ٿي اچي ڪمت قبضو ڪندي ته ٻڌون ۽ ٿو ۾ ڪهڙو تفاوت رهيو؟ تنهنجي بيپرواهيءَ ۽ لاپرواهيءَ ڪري، وڪارن وچي وڃارڻ ۾ واسو ڪيو. هاڻي چيتنائيءَ ۽ چالاڪيءَ سان ٻاهر ڪڍڻ، سجاڳيءَ ۽ سروڌيءَ سان وري داخلا ڪــان روڪڻ، ۽ سوڀيا ۽ سندرتا سان اُلي ڪلن جو گلشن لڳاءِ. اِنهن جيون جو شڪايت نامـــو واپس ونيو، شڪرنامو شايع ٿيندو ۽ شاباس نامو شاد رهندو. بگڙي اِلهي بڻبي.

جڏهن جيون قدرتي نمن اڳيان لٽڙي ٿي، ڪرم جي قانون جي اجا آوري ڪري ٿي، خود غرضي ڇڏي ٻي غرض ٿئي ٿي، ٻهران اِمن جو ۽ ٻوءِ پنهنجو پلو چاهي ٿي، ۽ هر دم پاڻي ۾ ٻڏي ٿي، تڏهن ٿي سمجهه گهرجي ته جيون جانب سان جُڙجي وئـــي. جانب جي جاءِ جيءَ اندر آهي. جي اُلي نه لڏو نه ٻُن، پر اِتن ۽ جهنگلن ۾ مُوڙ نه ملندو. تنهن ڪري، صاحبن سمجهائيو آهي ته گرهست ڪي گلستان بڻايو. زندگيءَ کان ڀڄڻو نه آهي پر زندگيءَ ۾ ڀڄڻو آهي. زندگيءَ ۾ برابر ڪيئين سوُر سختيوُن، دقتوُن دشوارُون، رنڊڪوُن رڪاوٽوُن، مشڪلاتوُن مقابلا آهن: ڪي اڳين ۽ ڪي هاڻوڪيون ڪرمن ڪري. پر ياد رکڻ ته اِهي روڪاوٽون، خصوُصن رڳو لاءِ نه پر غالبن ساري جهان سان لاڳوُ آهي. سو زندگيءَ جو لطف ٿي اِهو آهي ته تڪليفن جو، لاطمع جي للڪار سان، سامهون ڪجي ته تڪس نهوڙجي، نراسائي نابوُد ٿئي، غم ۽ غصي مٿان غالب پئجي، ڪرم ڪٽجي ۽ جيون سڦل ٿئي. سونُ نه رڳي صاف ٿئي ٿو ۽ ڪانت نه چاهي اُسو ٿئي ٿو. سو زندگي نه هڪ تعجب اُنگيز تجربيخانو آهي، جتي هر هڪ تجربو سهڻو سبق سيکاري ٿو ۽ اڳتي وڪ وڌائڻ جـــي واهر ڪري ٿـــو. اِهـــا واهر، پرماتما جو پيغام پهچائي ٿي ته جو جو جيون جي اُنتيءَ جـــو، اوُچائيءَ سان اُدم ڪندو، سو مالڪ جي مدد ۽ مهر جو حقدار بڻبو، حمايت ۽ حفاظت ۾ حصيدار ٿيندو ۽ ايڪ وحدت جو وچن وٺندو. سبق سکڻ لاءِ، سوار بڻ ڪيئن؟

گرهستي جيون، روُحاني جيون کان غير مطابق نه آهي. خيرخواهيءَ سان ٻئـــي مطابقت ۾ گڏجي سکهن ٿيون ۽ بدخواهيءَ ڪري اُلڳ ٿي وڃن ٿيون. روُحانيت ڪو غير عملي آدرش يا خيال پرستي خواب نه آهي پر پهچ اندر پرستان آهي، جي من قابوُ ڪجي، چت شڪتي جاڳائجي ۽ آتم بل ابهيا ڪجي. مطلب ته سوڪيم سرير، جڙ سرير مٿان ســـوڀ پائي، سڄاڻ ٿئي. ڪِرت جو کيل نه آهي پر لاڳيتار لڳن جو لڳاءُ آهي. جڏهن لڳاءُ جـــو لڳن لڳي ٿو تڏهن سادڪ ڇن ۾ ڇال ماري ٿو. سالن جو سادڻ، هڪ لحظي ۾ لڳاءُ ڏيکاري ٿو ۽ لالن ۾ لين ڪري ڇڏي ٿو. صاحبن پنهنجي جيون ۾ اِهو ثابت ڪري ڏيکاريو آهي. سينتي سنتوش، پيرن ۽ پيغمبرن، ساڳئي پياڻوءَ جي پهل پيتي آهي، ساڳئي آبشار جو آب اوليو آهي، پريت جي چوٽيءَ تان ساڳي مشعال ڏيکاري آهي ته راهه روشن رهي دلسوز دڳ لڳن، لڪل ٽانءَ پائين ۽ ساهه پٽي چوٽيءَ چڙهن. پوءِ ڪي درويش، ڪي ـــن

 

جيئان پرواز ڪن، ڪي ڇلانگ ماري پهچن ته ڪي گوڏن ڀر گهِسڪي، چڙهن. پنهنجي
پنهنجي اِچا شڪتيءَ ۽ اُساهه آهر، هر ڪو نيٺ وڃي چوٽيءَ چڙهندو. تنهن لئي ڪو
مُور نه مونجهندو ڇو ته اِهو مشعال ڪُل مخلوقات، آدميت ۽ انسانيت لاءِ آهي ۽ نه ڪنهن
خاص ملڪ، مارگ يا مذهب لاءِ. اِهي اَلڳ اَڏا ۽ پنٿ ته پوئلڳن هٿ ڪڙا ڪيا آهن،
پنهنجي پيٽ پالڻ لاءِ يا شخصي ناماچار وڌائڻ لاءِ. اُلي ته هڪ ئي حرف آهي حقيقت
جو، هڪ ئي نعرو آهي نرالي نظريئي جو، هڪ ئي آواز آهي ايڪ اوئنڪار جو، ته خالق
وسي ٿو خلقت ۾ ۽ خلقت وسي ٿي خالق ۾. سڀ الان اچن ٿا ۽ اُلي رمندا رهندا. هيءَ
سارو سنسار ته سٽلائين جو سحر ميلو آهي، ٻيءَ آدم ۽ ٻيءَ بشر جو پند پخائو آهي. ڪي
ڪرمن سان، بخت ڀلائي آزاد ٿين ته ڪي ڪرمن سان، بخت بگاڙي برباد ٿين. قدرتي
منارن تان مشعال چمڪي پئي ۽ آواز اچي پيو. ڪي ڪامل ڪَنُ ڏين، اک پٽين، اَنل جيان
آڪاس چڙهن ۽ ڀاڳهي ٻانهن ۾ ٻرگهٽ ٿين. ڪو سمجهُ سمجهي، سنت ٿي سماڻي وڃي،
باقي ٻيا ته پندپخائي کي شغل سمجهي، وڏا ٻيائيءَ جو ٻج ڇٽين، ليڪي لهڻي جا لاڙا
لٽن ۽ آڳت لاڳت جا ليکا لاهين. مشعال جي موجودگيءَ کان ٿي غير واقف ۽ بيخبر آهن.

اي پندا، توکي واليءَ ڪوڻه وساريو آهي. تون ٿي واليءَ کي وساري ويٺو آهين.
ڀلا تون پنهنجي اولاد جو ڀلو يا برو چاهيندو آهين؟ اُئين نه چاهيندو آهين ته تنهنجو پروار
هميشه ڦلي ڦولي، آباد هجي، سکي سرسبز، آسودو اقبال مند، تندرست تازو توانو،
خوش حال خوش مزاجي رهي؟ ته ڇا اسانجو پرم پتا، پرماتما ڀي اُئين نه چاهيندو هوندو
ته اسين سڀ خلقت به دلشاد، بيغمي، بينقص ۽ بي عيب رهون؟ پر جيئن اسانجو اولاد،
اسان جي اُدم ۽ اِچائن يا وجود به، پنهنجي بد افعالن ۽ بد اعمالن ڪري، پاڻ کي دکي
ڪري سگهي ٿو ته پوءِ ڪهڙي لعجب ۽ تپرس جي ڳالهه ڇٽبي جي اسان خود، پنهنجي خطائن ۽
خامين ڪري، سنسار ۾ دکي گذاري رهيا آهيون ۽ پرماتما کي ٻري ٻري ٿيندا ٿا وڃون؟
جيون جي طلب جي تعميل ڪرڻ بدران، جيون برخلاف شڪايت ڪرڻ سکيو آهين.
شڪايت سک ڪوڻه آڻيندي. ها ٿي سگهي ٿو ته ڪجهه هانءَ هلڪو ڪري پر هانءَ ڳرو
ڪجهي ڇو جو هلڪي ڪرڻ جي ضرورت محسوس ڪجي؟ شڪايت، شڪوه يا آهه-زاري
سک ۽ راحت جو دروازو پوري ٿي ۽ شڪر، دلشادي ۽ ڪلمڪائي کولين ٿا. تنهن ڪري
شڪر ۾ گذار. نه پنهنجي نقلي ۽ عيبدار اَصليت ڇپاءِ ۽ نه ٻئي کي به ڇپائڻ لاءِ مجبور ڪر.
جڏهين تنهنجي سچي اَصليت، اَڳلي جي سچي اَصليت جي سامهون ايندي، تڏهين سچ
جي ڀروري پڇاڻ پوندي. سچ ٻيا سک ملڻ اَسنپو آهي. پرپوُرن تون به نه آهين ته ٻين
مان اِها اُميد ڇو ٿو رکين؟ کِل ته دنيا به توسان کلندي رهي. روءُ ته ڪير ويجهو ايندءِ؟

اي پندا، جي ٻيرپ جنم ۽ ڪرم جي قانون کي مڃين ٿو ته پوءِ جيون جي طلب

کي ڪيئن ۽ ڪيترو وقت نامنظور ۽ نظر انداز ڪندا؟ اهو نه پڇ ته قادر جي قدرت
ٿُهجي قبضي ۾ ڪاڻ ايندي. تون ٻاڻ کي قدرت جي قبضي ۾ آڻ ته جيئن جي طلب پوري
ٿئي ۽ ٿُهجيون ڀاوناڻون، وبچار، وچن، جتن ۽ ڪرم، سڀ شڀ ۽ شڌ ٿين. پوءِ قدرت
جو قبضو ته توتان هٽندو ويندو، جو ته ٻئي ٻاڻ ۾ ائين ملي ويندا جيئن کير ۽ کنڊ. جڏهن
پرش ۽ پرڪرتي، ٻاڻ ۾ پوري پيچ ۾ اچي وڃن ٿا، تڏهين پرشوتم جو پرڪاش پرگهٽ
ٿئي ٿو، تڏهين جيون جو چڪر سڌو ۽ سولو ٿي سگهو ۽ تيز هلي ٿو ۽ تڏهين چيتنا جون
چٽڪون نڪرن ٿيون، جنهن ۾ ميري ۽ تيري جا سڀ ڀيد ڀاو ڀسم ٿي وڃن ٿا ۽ اَن اَلحق
جا آواز اُٿن ٿا. لاهوتي ٿيءَ ته اهو لالن جو لڪاءُ ڏسين. لَڪاءُ ڏسي لِڪاءُ ڪندا، راز
ڇُپائيندا ۽ سلط کان شرمائيندا. لاهوتي آهي لاحد جو مُنهائي.

(٦) سربَ وِياپڪُ سوامي •

(١) نانا[1] رُوپ نانا جاڪي رنگ - نانا ڀيکَ ڪرهِ اِڪ رنگ
نانا بِڌ ڪيو بِستار[2] - ڀرڀ اَبناسي ايڪنڪارُ
نانا چلتّ[3] ڪري کِن ماهِ - پُوَر رهيو پُورن سڀ ٺاهِ
نانا بِڌ ڪرِ بَنت بڻائي - اَپني قيمت آپي پائي
سڀ گهٽ تِس ڪي سڀ تِس ڪي ٺاءِ -
جپِ جپِ جيوي نانڪ هر ناءِ •

[راڳ گؤڙي، سکهمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي(۴)١٦]

(٢) چار ڪُنٽ[4] چودهَ ڀوَن[5] - سگل وياپت رامَ
نانڪ اوُن[6] نہ ديکيئي - پُورن تاکي ڪامَ •
} سلوڪ

چودهِ چار ڪُنٽ پربھ آپ - سگل ڀون پُورن پرتاپُ
دَسي دِسا[7] رويا پرڀ ايڪ - ڌرن اَڪاس سڀ مهِ پرڀ ٽيڪُ
جل ٿل بَن پربت پاتال - پرميشور تهِ وسهِ دئيال
سوکم اَستوُل سگل ڀڳوانُ - نانڪ گورمکِ[8] برهم پڇانُ •

[راڳ گوڙي، ٿتي، محلا پنجوان، پؤڙي (١۴)]

(٣) ايڪ[9] مهل تون هوهِ اَفارو[10] - ايڪ مهل نِمانو[11]
ايڪ مهل توُن آپي آپي[12] - ايڪ مهل غريبانو[13]
ايڪ مهل توُن پنڊت بکتا[14] - ايڪ مهل کَل[15] هوتا
ايڪ مهل توُن سڀ ڪڇ گراهج[16] - ايڪ مهل ڪڇوُ نہ ليتا

---

١. اَنيڪ، طرحين طرحين جا. ٢. سرشٽيءَ جي رچنا. ٣. چرتر. ۴. ڪُنڊُون. ٥. لوڪ.
٦. خالي. ٧. ڏساتُون. ٨. گوروءَ جي اُپديش دئاران. ٩. سرلو ۾ ١٠. هوڏي، اَهنڪاري
١١. نهنو. ١٢. مان مان ۾ ڦوڪيل. ١٣. غريب. ١۴. باشن ڏيندڙ، ڪٿائون ڪندڙ.
١٥. مؤرک. ١٦. گرهڻ ڪندڙ.

کاٹھ کی پُتری[1] کہا کرے بپُری - کِلاوُن[2] ہارو جانے
جیسا بھیکھ کراوے باجیگر[4] - اوہ تیسو ہی ساجُ[3] آنے
انک جونی بھِرم بھرمایا - آپ ہوٗ نہ وکھوارا[5]
جیسی مہل راکھی تیسے رہنا - کیا اِہ کرے وچارا
جِن کچھ کیتا سوئی جانے - جِن اِہ سبھ بِدھ[5] ساجی
کہُ نانک اپرمپر سوامی - قیمت اپنی کاجی[6]۔
[راگ گوڑی، محلا پنجواں، شبد (۱۳۶)]

(۴) آپے سُر لوکا کندر ہا - آپے کت دوسن[7] کی پاٹی
آپے شِو شنکر مہیشا - آپے گورمکھ اکتھ کہانی
آپے جوگی آپے بھوگی - آپے سنیاسی پھِرے بیابانی
آپے نال گوشٹ[9] آپ اپدیسے - آپے سُگھڑ[10] سروُپ سیانی
آپنا چوجُ[11] کر ویکھے آپے - آپے سبھنا جیا کا ہے جانی۔
[راگ بھاگڑا، وار، محلا چوتھا، پوڑی (۱۲)]

(۵) آپے آلد جیہ سیمت انپھ - آپے کند سبھ لوہ[12]
آپے سوٗت آپے بہُ مٹیا[13] - کر شکتی جگت پروہ
آپہی سوتدار ہے پیارا - سوُت کھِچے ڈھہ ڈھیری ہوہ
میری من - مے ہر بن اوُر نہ کوہ
ستگوُر وِچ نام نِدان ہے پیارا - کر دیا امرت مُکھ چوہ[14]۔ (۱۰،۱)

---

۱. پُتلی ۔ ۲. بازیگر، کیلا ہیندڑ. ۳. سانگ بنھی لو. ۴. رکیا کندڑ. ۵. انیک پرکارن جی وچھا. ۶. کارج، کم. ۷. چہ شاستر. ۸. ویران ہندن لسی. ۹. گالھ بولھ، بحث مباحثو. ۱۰. سیاٹو. ۱۱. شانَ. ۱۲. لوک. ۱۳. داتا. ۱۴. وجھو.

 

آپي جَل تَل سب هئ پيارا - پرَبھ آپي کري سو هوۓ
سَبھنا رِزق سَماهــدا پــيارا - دوُجــا اَوُر نــه کوۓ
آپــي کيلُ کيلائــدا پيارا - آپــي کري سو هــوۓ
آپهي آپ نِــرمـلا پيــارا - آپــي نــرمــلُ ســوۓ
آپــي اَلکــه نه لکيئيۓ پيــارا - آپــي لَکاويۓ سوۓ
آپــي گهُرُ[1] گمبهِير هئ پيارا - اِس جيوَڈ اَوُر نــه کوۓ
سب گهتَ آپي بهوگويۓ پيارا - وِچ ناريِ[2] پُرُک[3] سب سوۓ
نانک گُپت وَرتدا پيارا - گــوُرمکهِ پــرگــت هــوۓ۔

[ راگه سورٹ، محلا چوتهان، شبد (۲) ]

(۶) ساگرَ[4] مهِ بوُند بوُند مهِ ساگرُ - کوَڻ بُجهي بِدھ جاڻــيۓ
اُتــبهج چلتِ آپ کر چينيۓ - آپــي تتُ پچهاڻــيۓ
اَئسا گيان بيچاريۓ کوئي - تِس تي مُکت پرم گت هوئي۔ (۱۰ر۰)
ڍِــوکه مهِ نار نار مهِ ڍوکه - بوُجهه بــرهم گيانــي
ڈُهنِ[6] مهه ڈِهان ڈِهان مهه جانيا - گورمکهِ اَکت کهاني
منَ مهِ جوت جوت مهه منوُئا - پنچَ[7] مِلي گــور پائي
نانک تِن کيۓ سَد بلهاري - جِن اِک شبد لِو لائي۔

[راگه رامکلي، محلا پهلا، شبد (۹)]

(۷) اَن[8] مهه پيکهيو[9] تِرڻ[10] مهه پيکهيو - گِرهِ[11] پيکهيو اداسائــي[12]
ڈَنڈا[13] ڈار جَت ڈاريۓ[14] پيکهيو - وِرت نــيم تيرتائــي

---

۱۔ گــوُڑهو۔ ۲۔ استري۔ ۳۔ پُرش۔ ۴۔ پرماتما۔ ۵۔ جيوُ۔ ۶۔ ڈُهــني، آواز۔ ۷۔ شمس۔ ۸۔ جهنگل۔ ۹۔ ڈنڈ۔ ۱۰۔ چراوَلي گاهه۔ ۱۱۔ گرهستي۔ ۱۲۔ اداسي۔ ۱۳۔ ڈنڈي کٹهدڑ۔ جوگي۔ ۱۴۔ وڈا وار رکهدڑ۔

(۱۳) ايهُ پَرپنچ ڪيتا پرڀ سوامي - سڀ جڳ جيوَن جُڳَتي[1]
جلُ سلليءِ سلل اُٿهِ بهُه لهري - مِلِ سلليءِ[2] سلل سمٽي[3]۔

راڳ نٽ ناراڻ، محلا چوٿان، شبد (۶)

(۱۴) مَنِ تَنِ رو رهيا جڳديسر[4] - پيکت سدا حضُوري[5]
نانڪ رو رهيا سڀ انتر - سرب رهيا ڀرپُوري۔

راڳ مَلار، محلا پنجوان، شبد (۲)

(۱۵) ڪبير رامءِ رام کهُه - ڪهبي[6] ماهِ ببيڪ[7]
ايڪ انيڪهِ[8] مِل گيا - ايڪ سمانا[9] ايڪ۔

سلوڪ، ڪبير صاحب (۱۹۱)

(۱۶) فريدا خالق خلق مهِ - خلق وَسيءِ رب ماهِ
مندا[10] ڪسنو آکيئي - جا تِس بِن ڪوئي ناهِ۔

سلوڪ، شيخ فريد (۷۵) [سلوڪ محلا پنجوان]

---

۱. سمايل. ۲. جل. ۳. سمايل آهن. ۴. پرماتما. ۵. حاضران حضُور. ۶. اُچارڻ مهل.
۷. ٻڌيءَ کان ڪم وٺ. ۸. هيڪڙا سڀساري ٿيڻ ۾ ڦاسي ويا. ۹. ته ڀما ايشور ۾ سمائجي ويا آهن. ۱۰. بڇڙو، برو.

 

## (۷) سڀ ۾ تنهنجي جوت

(۱) گهٽ گهٽي سڀ ۾ وچ ايڪو - ايڪو رام پيارو رام
اڪيلا سرب دور وسيع - اڪيلا من آڌارو رام
اڪيلا من آڌارو سرجڻهارو - وڏ ڀاڳي ڪور ڀاليا
گهٽ گهٽ هر پريه ايڪو سوامي - گورمک الکُ لکاليا
سهجي[1] آنند هوتا من مانيا - نانڪ برهم بيچارو
گهٽ گهٽي سڀ ۾ وچ ايڪو - ايڪو رام پيارو رام.

[ راڳ سوهي، محلا ٽيجا، ڇنت (۳) ۷ ]

(۲) جتهِ ڪسري[2] سورج ڪرڻ جوت -
تتهِ گهٽ گهٽ رميا[3] اوت پوت[4]
ايڪو هر رويا سرب ٺاءِ - گور شبدي مليئي ميري ماءِ. (۱،۰)
گهٽ گهٽ انتر ايڪو هر سوءِ - گور مليئي اڪ پرگٽ هوءِ
ايڪو ايڪ رهيا ڀرپور - ساڪت[5] نر لوڀي جاڻهِ دور
ايڪو ايڪ ورتي هر لوءِ[6] - نانڪ هر ايڪو ڪري سو هوءِ.

[ راڳ بسنت، محلا چوٿان، شبد (۱) ]

(۳) ايڪا سرت[7] جيتي هي جيئه - سرت وهونا[8] ڪوءِ نه ڪيئه.
جهي سُرت تيها تن راهُ[9] - ليکا اِڪو آوهُ جاءِ.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (۳۰)

(۴) ايڪو ورتي ماني سڀ ايڪا - سڀ ايڪا جوت سبائيا
سڀ اِڪا جوت ورتي بن بن - نه رلي[10] ڪسي دي رلائيا.

راڳ مانجهه، محلا چوٿان، شبد (۷)

(۵) جهڙو ليري جوت - اُهو[12] جولي وچ لوون[11] پسولهه
وڻ جولي - ڪوني ڪيچ ڪرهه ڊکا سياڳيئي[13]؟

راڳ مانجهه، محلا پهلا، وار (۲)، سلوڪ محلا دوجا

---

۱. سولائيءَ سان. ۲. پکڙيل آهن. ۳. پرماتما. ۴. هر طرف، چوڌاري. ۵. منمک، مورک. ۶. لوڪ. ۷. جوت. ۸. خالي، ڪانسواءِ. ۹. واٽ. ۱۰. گڏجي، ملائي. ۱۱. جيستائين. ۱۲. تيستائين. ۱۳. ڏيکاري نه سگهي؟

(٦) جب آپهِ آپِ - آپسي جوتِ ڌريءِ
تب ڪوڻ نِنڌر[1] - ڪوڻ ڪبِ ڌريءِ[2]۔

واڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (۲)۱۲

(۷) سرب جوت مهِ - جاڪي جوت
ڌار رهيو سوامي - اوت پوتِ۔

(۳) ۲۳۔

(۸) جهه ديکهُ تهه سنگِ - ايڪو رو رهيا
گهٽَ گهٽ واسي آپ - وِرليءِ ڪنيءِ لهيا۔

واڳ آسا، محلا پنجوان، چهنت (۳) ۹

(۹) جاتِ[3] مهِ جوت - جوتِ[3] مهه جاتا
اَکُل[3] ڪَلا - پرپُور رهيا۔

واڳ آسا، محلا پهلا، وار (۱۲)

(۱۰) الله غيبُ[5] سکل گهٽَ ڀيتر - هردي لوهُ بيچاري
هندو ترڪ دُهوُن[6] مهه ايڪي - ڪهي ڪبير پُڪاري۔

واڳ آسا، ڪبير صاحب، شبد (۲۹)

(۱۱) جهه جهه ديکان تهه جوتِ تماري - تيرا روُپ ڪنيها[7]
اِڪت روُپ ڦرهِ پرچنا[8] - ڪوءِ نه ڪِسهي جيها[9]۔

واڳ سورٺ، محلا پهلا، شبد (۴)

(۱۲) جو اَنتر سو باهر ديکهُ - اَوُر نه دوُجا ڪوئي جيءَ۔
گورمکِ ايڪ درشٽ کر ديکهُ -
گهٽَ گهٽ جوت سَمولي جيءَ۔

(۱۱)

(۱۳) سکل بَنسپت[10] مهِ بئسنترُ[11] - سکل دوُد مهِ گهيئا[12]
اوُچ نيچ مهِ جوت سماڻي - گهٽَ گهٽ ماڌو جيئا۔
سنتهُ گهٽَ گهٽ - رهيا سماهيو
پوُرن پوُر رهيو سرب مهه - جلِ تلِ رَمئيا آهيو۔

واڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (۲۹)

(۱۴) جوت سَباڻي ٽيءِ - تو پرڀوُ ساري رام
گهٽ گهٽ رو رهيا - اَلک اَپاري رام۔

واڳ بلاول، محلا پهلا، چهنت (۴)۱

---

۱. بيد پو. ۲. ٻڌجي. ۳. ساري سرشٽي. ۴. بي اَنت. ۵. گُهت. ٦. ٻنهي. ۷. ڪو لا فرق ڪونه آهي. ۸. جدا جدا پاڇا. ۹. هڪجهڙو. ۱۰. وڻراهه. ۱۱. اگني. ۱۲. گيهه.

 

(١٥) هر پرپنچ ڪيتا سڀ ڪرتيءَ-وچ آپي آهي جوت ڏرِبيءَ
هر ايڪو بوليءَ هر ايڪ هلائي-گُر پُوريءَ هر ايڪ ڏِکيئيءَ.

راڳ گؤنڊ، محلا چوٿان، شبد (٥)

(١٦) نه ڪوئي سؤر نه ڪوڙي هِٽا-سڀ ٺَرگتي جوت تماري
تُم سمرٿ آگم آگوچر-رويا ايڪ مُراري.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، اشٽپدي (٨)

(١٧) سڀئي گهٽ رام بوليءَ - راما بوليءَ
رامَ بِنا - ڪو بولي ري؟
ايڪل ماٽي ڪُنچر چيٽي - ڀاجنَ هئه بهُ نانا ري
اَستاوَر جَنگم ڪيٽ پتنگم - گهٽ گهٽ رام سمانا ري.

راڳ ماليگؤرا، ڀگت نامديو، شبد (٣)

(١٨) باجهه باجي ڌنُ آڪارا - آپ وڄائي وڄاوڻهارا
گهٽ گهٽ پؤڻ-وهي اڪ رنگي-مِل پؤڻي سڀ وڄائدا.

راڳ مارو، محلا پهيلا، سولهو (٤) ١٨

(١٩) منِ تن رو رهيا جگ جيون - گؤر شبدي رنگ ماڻي
اَلِکهه جيرِج سيتج اُڀج - گهٽ گهٽ جوت سماڻي.

راڳ تکاري ڇنت، محلا پهلا، باره ماهه (١٣) ١

(٢٠) سڀ گهٽ تيري - تؤن سڀنا ماهه
تجهه تي باهر - ڪوئي ناهه.

راڳ ڀيروءِ، محلا چوٿان، شبد (٤)

(٢١) هر گهٽ گهٽي گهٽ بستا - هر جلِ ٿلي هر بستا
هر ٿانِ ٿنتر بستا - مو هر ڏيکن ڪؤ چاهه.

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، شبد (١٠)

(٢٢) هر آپي گهٽ گهٽ وَرتدا - هر آپي آپ بسي اَنت
هر آپي سڀ رَس ڀوگدا - هر آپي ڪولا ڪنت.

راڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، وار (٦)

(٢٣) گهٽَ گهٽ ميءَ هر جو بَسيءَ - سنتن ڪهيو پڪار
ڪهه نانڪ تهه ڀج منا - ڀؤنڌ اُترهه پار.

سلوڪ، محلا ناوان (١٣)

---

١. سارو سنسار. ٢. ڏسڻ ۾ آچي ٿو. ٣. بهادر، سؤرمو. ٤. هالي. ٥. ڪتلي. ٦. ٻاسڻ، ٿانو. ٧. بيجان وستؤ، جڙ وستؤ. ٨. ساهه وارا جيئه، چيتن وستؤ. ٩. ڪيڙان. ١٠. ساهه. ١١. لچهمي. ١٢. ڀڳوان ناراڻ. ١٣. جاپ ڪريو. ١٤. ڀؤساگر.

 

(۸) پرماتما حاضران حضوُر ۽ ويجهو آهي.

(۱) ڪاهي ري - بَن کوجنَ[1] جائي

سرب نواسي سدا اَليپا[2] - توهي سنگ سمائي. (۱.و.)

پُهپ[3] مَد جئُ باسُ[4] بسب هي - مُڪر ماهِ جئسي ڇائي

تئسي هي هر بسي نرنتر - گهٽَ[5] هي کوجهِ بائي

باهر ڀتر ايڪو جانهِ - اِهو گرو گيان بتائي

جن نانڪ بن آپا چينيَ[6] - مٽي نه ڀرم ڪي ڪائي[7].

[راڳ ڌناسري محلا ناوان، شبد (۱)]

(۲) نڪٽ[8] بُجهي سو بُرا ڪئُ ڪري - بکَ سَنجهي[9] لِب ڏرتا ڦري

هي نڪٽي اُر ڀيد نه پائيا - اِن ستگور سڀ موهي مايا

نيڙي[8] نيڙي سڀڪو کهي - گورمک ڀيد وِرلا ڪو لهي. (۱.و.)

نڪٽ[8] نه ديکي پَر گرهِ[10] جاهِ - دربُ[11] هِروي مٿيا[12] ڪر کاهِ

پٽي لَکِتڙي[13] هر سنگ نه جانيا - باجهُ[14] گورو هي ڀرم ڀلانيا

نِڪٽ[8] نه جاڻي بولي ڪوُڙ - مايا موهہ موُٺا هي موُڙ[15]

اَنتر وسٽ[16] دسنتر[17] جاء - باجهُ[14] گورو هي ڀرم ڀلاء

جس مستڪ ڪرم لکيا للاٽ - ستگور سيوي کُلي ڪپاٽ

اَنتر باهر نِڪٽي[8] سوء - جن نانڪ آوي نه جاوي ڪوء.

[راڳ ڀيرو، محلا پنجوان، شبد (۱٦)]

---

۱. جهنگل ۾ ڳولهڻ لو وڃين. ۲. ايارو. ۳. گل. ۴. سڳند. ۵. اندر. ٦. پاڻ سڃاڻڻ. ۷. اوڻائي، مرض. ۸. ويجهو يا پوسان. ۹. مايا تو ڪٺ ڪري. ۱۰. پرائو گهر. ۱۱. ڌن چوري ڪري لو. ۱۲. جوٽ ۽ ڪوُڙ. ۱۳. لکيي. ۱۴. ڪانسواء. ۱۵. موُرک. ۱٦. شيءِ، آتما. ۱۷. پرديس.

(۳) هر سنتهہ ديکهہُ نَدر کر - اِکت وَسيؤ ڀرپُوُر
گورمت جني ڀَڃاڻيا - سي ديکهہ سدا حَدوُر۔

سري راڳ، محلا پهريان، شبد (۴)

(۴) سڀ آپالي آپي وِکيؤ - ڪس نيڙي ڪس دوُر
جن پُر سنگي جاڻيا - ڀر راويؤ سدا حدوُر۔

(۲۹)

(۵) جو ڪڇ ڪيتو - سو اُپنيؤ رنگ
سڀ ني دوُر - سڀهوُن ڪيو سنگ۔

راڳ گئوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (۶)۱۲

(۶) ساچنُ دوُر نہ جاڻيئيؤ - اَنترِ هيؤ سولي
جهہ ديکا تهہ ورِ رهي - ڪن قيمت هولي۔

راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (۳)۱۹

(۷) اي مَن مت جاڻيئهُ هر دوُر هيؤ - سدا وِکهُ حدوُر
سد سُنُدا سد وِيکدا - شبدِ رهيا ڀرپوُر۔

راڳ آسا، محلا ٽيجا، اشٽپدي (۱۳)

(۸) دِن رات ڪماڻيڙو - سو آئيو ماليؤ
جس پاس لِکاڻڊڙو - سو وِکي سالِيؤ۔

راڳ آسا، محلا پنجوان، چهنت (۱)۱۳

(۹) جِهُر دوُجا ڀرم سا اَنالي - ِنهر ميؤ جاڻيا ڀرمُ دوُري
جا مِليا پوُرا ستگورُوُ اَنالي - تا آسا منسا سڀ پوُري۔

راڳ وڏهنس، محلا پنجوان، شبد (۵)۹

(۱۰) ولن کَمل کرولڙي - چمڪارُ ٻيجلُ تَهي
نيڙيؤ اساهي دوُرِ - لِڄ آلميؤ رهيا ڀرپوُر۔

راڳ سورٺ، ڀگت نامديو، شبد (۱)

(۱۱) جهہ جهہ ڀيکھُ تهہ حضوُر - دوُر ڪتهہ نہ جالي
ور رهيا سربتر ميؤ - من سدا دِيالي۔
ايتُ اُوتُ لهي ٻيُڙيؤ - سو سنگي گنيئيؤ
ٻِسُ جاه جو لِمکُ مهِ - سو اَلپُ سک ڀنيئيؤ۔

راڳ ڏناسري، محلا پنجوان، شبد (۲۷)

---

۱. حاضران حضوُر. ۲. مؤج ۾. ۳. ومي رهيو آهي. ۴. سدائين. ۵. ڀاپ ڪمايو. ۶. نتيجو ڀوڳيان لو. ۷. لکايو. ۸. جيستائين. ۹. ٻاري سَکي. ۱۰. ٽيستائين. ۱۱. ڪنول روُپي هردي ۾ هيرا ۽ جواهر آهن. ۱۲. بجليء جهڙي روشني اُلي آهي. ۱۳. اَصل آتما ۾ سمايو پيو آهي. ۱۴. لوڪ پرلوڪ ۾. ۱۵. ناس اُپي وجي لو. ۱۶. کِن پل. ۱۷. ٿورو.

 

(۱۲) ٻيدَ ڪُتيب[1] اَنترا[2] پاٺي - دِل ڪا فڪر[3] نه جاء
ٺُڪ[4] دم قرارِي[5] جيہ ڪرڻ - حاضر حضوُر خداء.

واڳ تلنگ، محلو صاحب، شبد (۱)

(۱۳) توُن ناهي ڀرب دوُر - جاڻهِ سبُ توُن هيءِ
گ[6]ورمک ويک حدوُر - اَنتر ڀسي لـوُن هيءِ.

واڳ سوُهي، محلا پهلا، اشٽهدي (۷)۵

(۱۴) پرم[6] ڇڪاوهه گورمک لِدو لاوَهه - آلسُ[7] چيِنهُ ڀـاڻـي
نِڪت ڪر جاڻهه سدا پرب حاضر - ڪِس سڻُ ڪرڻ ٻُرائي.

واڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (۲)

(۱۵) سيـڪيءِ سنگي - نـاهي دوُر
ڪَرن ڪراون - حـاضران حضوُر.

واڳ ماليگوڙا، محلا پنجوان، شبد (۵)

(۱۶) جهان جانيئيءِ تهه جـل ٿِڪانَ -
تـوُن ٺوُر رهيو هيءِ سبَ سمانِ
ٻيد پُـران سب ديکي[9] جـوء -
اوُهان تڻُ جانيئيءِ جڻُ اِيهان نه هوء.

واڳ بسنت، ٻِگت رامانند، شبد (۱)

(۱۷) هر هُتَ[10] ڀـي توُن لـوُن ڪرهه - بولهِ ٻَلي[11] ٻـاڻِ
صاحبُ سدا حدوُر هيءِ - ڪيا اُچي[12] ڪرهه ٻُڪار.

سلوڪ، محلا تيجا، (۶۳)

---

۱. ويد ۽ ڪتيب. ۲. اَجاڻا ۽ نِبڪّل. ۳. چِنتا. ۴. ٿورو وقت. ۵. قابوُ يا ٻڪاڪر. ۶. گوروءَ جـي معرفت. ۷. سُجاڳ. ۸. مقدوُن ۽ ٻِترن جـوُن موُرتوُن ۽ بُت. ۹. پڙهي ڏٺا آهن. ۱۰. هي ڪوهه جَي ٿار! ۱۱. مٺي ٻولي ٻولين ٿو. ۱۲. ڏاڍيان وڏي واڪي سان ڇو ٿـو ٻهو ٻڪاروُن ڪرين؟

 

## (٩) پرماتما پرڪرتيءَ کان نِرليپُ.

(١) سڪلَ ڀانتِ ڪر ڪرهِ اپائيو - جنم مرڻ مَنُ موهه وڌائيو
ڏهون ڀانت لـي آپ نِرارا - نانڪ انتُ نه پارا وارا.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، باون اکري، پوڙي (٢)

(٢) سڀ ڪي امڙي - سڀهُوُ لي ڏوُرَ
نانڪ آپ اَلپتُ - رهيا ڀرپوُر.

(٣) روُپ نه ريکُ نه رنگ ڪڇُ - ترهُ گُڻ تي پرڀ ڀِن
تسهِ بُجهائي نانڪا - جس هوويٰ سُپرسن.

راڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي ۴(١٠)

(١٦)

[سلوڪ]

(٤) سڀ ڪڇ ويءِ مَڌِ - اَلپتو رهي
جو ڪڇُ ڪهڻا - سو آپي ڪهيءِ.

٢٣(٦)

(٥) سڪل سمگري جاڪي سوُت پروئي - گهٽ گهٽ انتر وِيا سوئي
اوپتِ پرلاءِ کن مهه ڪرتا - آپ اَليپا نِرگُن رهتا
ڪرن ڪراوَن انترجامي - انند ڪري نانڪ ڪا سُوامي.

راڳ آسا، محلا پنجوان شبد (٦٣)

(١٠٥)

(٦) بيد ڪتيب سنسار - هڀاهوُن باهرا
نانڪ ڪا پاتشاهُ - دِسي ظاهرا.

(٧) اَپني مايا آپِ پساري - آپهِ ديکڻهارا
نانا روُپ ڌري بهُ رنگي - سڀ تي رهي نِيارا.

راڳ ڀهاگڙا، محلا ناوان، شبد (١)

(٨) ڪايا اَندر ڪوٽُ اپار هيءِ - مِلنا سنجوگي
ڪايا اَندر آپِ وسِ رهيا - آپي رس ڀوگي.

راڳ گوجري، محلا تيجا، وار (١٣)

(٩) اِس جَگ مهه پُرکُ ايڪ هيءِ - هورُ سڪلي نار سبائي
سڀ گهٽَ ڀوگوي اَلپت رهيءِ - الکُ نه لکنا جائي.

راڳ وڏهنس، محلا چوٿان، وار (١٥)، سلوڪ محلا تيجا

(١٠) اَنڪ رنگ - جاڪا ڪني نه جاء
سوڪُ هسرکَ - ڏُهوُ مهه نَاهِ.

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، اشٽپدي ٢(٢)

---

١. وڌايو. ٢. خوش، راضي. ٣. اندر. ٤. نرليپ. ٥. انهن سڀني کان ٻاهر آهي. ٦. پرماتما. ٧. قسمت، پرالبد. ٨. سمائجي رهيو آهي. ٩. سواد يا چشڪا وٺي ٿو. ١٠. ڏک. ١١. سک. ١٢. ٻنهي کان ٻاهر يا پري آهي.

پرماتما سرو وياپڪ ۽ حاضران حضور آهي.
سڀ ۾ سنڌس جوت آهي
پر تڏهين به پاڻ سڀ کان نِرليپُ آهي.

صاحب سمجهائين ٿا ته پرماتما سرو وياپڪ آهي ۽ حاضران حضور آهي. سڀ ۾ سنڌس جوت آهي پر تنهن هوندي به پاڻ سڀ کان نيارو ۽ نرليپ آهي. جن کي من جهڙي مٺيا آهي سي پرماتما کي پاڻ ۾ ۽ پڻ پرڪرتيءَ ۾ ڏسن ٿا، هر وقت، هر هنڌ ۽ هر حال ۾. باقي ٻيا ته سڀ ٻيا اجايا ٿاڦوڙا ۽ هٿوراڙيون هڻن، جو نه هو پرماتما ۽ پرڪرتيءَ، ٻنهي کان غير واقف آهن. اڻڄاڻائي ۽ اڻواقفيت اوس اوڙاهه ۾ وجهندي.

هن وشيه تي سري گرو گرنٿ صاحب ۾ انيڪ سندر حوالا ڏنل آهن، جن مان چوُنڊ وچن مٿي اچي چڪا آهن. صاحبن چيو آهي ته پرماتما سرو وياپڪ آهي يعني سڀ ۾ وسي لو ۽ هردم وسي لو. ڪوبه وقت، ڪوبه آستان، ڪابه وستو، ڪابه رُوڪار ۽ ڪوبه جيوَ، خاوند کان خالي ڪونه آهي. خالي هوندو به ڪيئن جڏهين سڀ خلقت ۽ سڀ پيدائش سنڌس اُپايل آهي ۽ سڀ قاعدا، قانون ۽ نيم، جن پٽاندڙ سرشٽيءَ جو سرشتو هلي رهيو آهي ۽ هلندو رهندو، سي به سنڌس رچيل آهن؟ سڀ ۾ رام رمي رهيو آهي، جهنگ ۾ بستي ۾، اُجڙ ۾ آباديءَ ۾، ڪُنڊن ۾ ڏسائن ۾، پهاڙن ۾ ماڙين ۾، سير ۾ سُڪيءَ ۾، اندر ۽ ٻاهر، هيٺ ۽ مٿي، آڪاس ۾ پاتال ۾، لوڪ ۾ پرلوڪ ۾، سٿول ۾ اَستول ۾، دوشيه ۾ اَدرشيه ۾، ويد ۾ پُران ۾، شاستر ۾ سمرتين ۾، تيرٿن ۾ ياترائن ۾، وِرتن ۾ نيمن ۾، ڏينهن جو رات جو، صبوح جو شام جو. مطلب ته ساري برهمانڊ ۾ برهم ئي برهم آهي. برهم کي برهمانڊ ۾ باطني ۽ ظاهري روپ ۾ سڃاڻڻ ئي برهم گيان آهي.

اهوئي برهم ڏسو ته ڪنهن جيو ۾ اڀماني پيو لڳي ته ڪنهن ۾ نماڻو، ڪنهن ۾ ونهو ته ڪنهن ۾ ولهو، ڪنهن ۾ سياڻو ته ڪنهن ۾ اياڻو، ڪنهن ۾ جوڳي ته ڪنهن ۾ ڀوڳي، ڪنهن ۾ ڏمريل ته ڪنهن ۾ سانتيڪو، ڪنهن ۾ لوڀي ته ڪنهن ۾ تياڳي، ڪنهن ۾ موهي ته ڪنهن ۾ نرموهي، ڪنهن ۾ ڪَميٽي ته ڪنهن ۾ سچيار، ڪنهن ۾ داني ته ڪنهن ۾ اپراڌي، ڪنهن ۾ اگهو ته ڪنهن ۾ سگهو، ڪنهن ۾ دکي ته ڪنهن ۾ سکي. اهي سڀ خاصيتون ۽ خاميون، گڻ ۽ اوگڻ پرماتما جا پرڪرتيءَ اندر پيدا آهن، جي ننڍي گڻن ۽ ڏيندن دڪارن پرگهٽ ٿين ٿا، جدا جدا روپن ۾، الڳ الڳ وقتن تي، چاهي ڪو هندو هجي يا مسلمان، زال يا مرد، گرهستي يا سنياسي، جَتي يا اداسي، اوچ يا نيچ، جنگمُ

يا ڪاڙهي، لوهي يا لوهسر، موٽي يا ڇنڊاڙي، ٻانڪي يا نرڪي، وهمواري يا ويراڳي.

(١) اُون پيڌ شاخ اُبري ڦُولي — اُون سُوڪيم هُوليا اَستُولي
تُون جَل اِنڊ تُون ڦين بُڊ بدا — تُڌ بن اَور نه پالينٔي جينٔ.
راڳ ماڃهه، محلا پنجوان، شبد (٢١)

(٢) ايڪ محل تُون پنڊت بَڪتا — ايڪ محل کَل هوتا
ايڪ محل تُون سڀ ڪڇ گراهڪ — ايڪ محل ڪڇُو نه ليتا.
راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (١٢٦)

اي بندا، اهو بازيگر بادشاهه، لائين ٻيو اسان اڳيان، هڪر بازيءُ ٿو حال ڪري ۽ هر طرف ڪري، چرلر ڇتي ۽ ميٺي، پر اسان کي نه بازيگر بابت ڄاڻ ۽ نه بازيءَ بابت. نه باغبان جي بيداريءَ جي سڄاڻپ ۽ نه باغات جي بهاريءَ جي. پر تنهن هوندي به ڪيترن ئي بيا، ٻي انت جي بخشيش ۽ برڪتن بابت، بيهوده بحث ڪن ۽ هر سان برابري وڪن. ڇا ٿا چون؟ نه مولي هڪ من گهڙت مذاق آهي، ٻيو جو پڙت آهي، وهم جو وارث آهي، انڌ وشواس جو اسانو آهي، ڊر جو ڏاوڙ آهي، يا بدبختيءَ جي بچاءَ لاءِ بهانو آهي. نه ته ڪير به اولياءُ اوتار يا پير پيغمبر، صاف سلي چوڻ ٿو ته مالڪ جو مڪان ڪٿي آهي، روپ ۽ رنگ ڪهڙو اٿس، ڪرت ۽ ڪمائي ڪهڙي اٿس، قوت ڪهڙو اٿس، وقت ڇا ۾ ٿو وڃائي، قوميت، ڪُل ۽ ٻولي ڪهڙي اٿس، ڪُٽنبو آهي يا ٻار ٻچا وارو، پرواز ڪٿي ٿو ٻلجيس، پڙهيس ۽ پرڇيس؟ ٻيو ته ٻراڻا ٻوليون نه پيون ٻوليون ۾ انڊه ٻوشي ڪن، مبهم ۽ مختصر مصلحت ڏيني، پنهن من جو مونجهارو وڌائين ۽ ٻڪوان جي پرمي پڙت جو قلعو مضبوط ڪن. وڌيڪ هو پڇن ٿا ته جي قدرت، سرشٽي يا جيون لاءِ قديمي قانون قائم ڪري چڪا آهن، جي اٽل، امر ۽ خود چالو آهن ۽ جن ۾ ڪا به نه تبديل ٿي سگهي ٿي ۽ نه رڪاوٽ پئجي سگهي ٿي، ته ڇا قدرت ۽ قانون ٺاهي، قادر هاڻي ڪروڙن ڪروڙ صدين کان وٺي، واندو ويٺو آهي؟ جي قانون جي نه تبديل ڪري ٿو سگهي ۽ نه تنسيخ ڪري ٿو سگهي ته حڪم جو حاڪم آهي يا حڪم جو حاجتمند ڇٽيو؟ ڇا اختياري ۽ اجازت نه عمل ۾ آئي آهي ۽ نه اچڻي آهي ته پوءِ ايشور کي سرو شڪتيوان سمجهڻ مان ڪهڙو سُود نڪرندو؟ بلڪ جي غائب به ٿي وڃي ته ڪهڙو غضب نازل ٿيندو؟ شال خدا بسبب، خيالي خيالن جو خاتمو ٿئي، ته خلقت خاطر خواه ۽ خوشحال رهي ۽ خالق خاموش يا خارج ٿئي. سڀني ۽ ثابتين ڪانسواءِ، سلطان هليو آهي سلطنت قائم ڪرڻ! معان ڪو انهيءَ غير موجود غاصيءَ جي غلامي ڪندي يا سرُ جهڪائي سجدو ڪري!!

وگيان نه ٿو اوشواس ٿو اهي سوال پڇي ۽ دليل پيش ڪري. طبيعي، وگياني ۽ قدرتي ودويا جا ماهر ته اهو تسليم ڪري چڪا آهن ته قدرت پنهنجي قادر ئي آهي جيئن خانه پنهنجي خانه دار، نقش پنهنجي نقاش ۽ سنگ تراشيءَ پنهنجي سنگ تراش. اها خام

(١٣) هرکي چرن - سدا سکدائي
جو اِڇهه سوئي ڦل پاوهه - پوري[1] آس اُس جائي.

راڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (٧٩)

(١٤) هر داتا سڀ جڳت ڀڪاري[2] - منگت جن جنتا
هر ديوهه داتُ دئيال هوءِ - وچ پاٿر ڪِرم[3] جنتا.

راڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (٢٠)

(١٥) جو مانگهه ٺاڪر اپني تي - سوئي سوئي ديوءِ
نانڪ داس مکهه تي جو بوليءِ - ايهان اوهان سچ هوويءِ.

راڳ ڌناسري، محلا پنجوان، شبد (٤٥)

(١٦) دئيال سدا ڪرپال سوامي - نيچ ٺاٺ هاريا
جيئه جنت سڀ وَس تيريءِ - سگل تيري ساريا.

راڳ ڌناسري، محلا پنجوان، چنت (٣) ١

(١٧) جن ڪُئه ڪرپا ڪري جڳ جيوَن - هر اُرڌاريو[4] منَ ماجها
ڌرمراءِ دَر ڪاڳدَ[5] ڦاڙي - جن نانڪ ليکا سمجها.[6]

راڳ جئتسري، محلا چوٿان، شبد (٥)

(١٨) ساچي صاحبا - ڪِيا ناهي گهر تيريءِ
گهر تَ تيريءِ سڀ ڪِڇ هيءِ - جس ديهه سو پاوئي.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، آنند صاحب (٣)

(١٩) داتا[7] توُن بيٺا[8] تُهي - داتا ڪيءِ[9] سر دان
داالدُ[10] ڀنجن دکه دَلَڻ[11] - گورمکهه گيانُ ڌيانُ.

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، دکڻي اوانڪار (٣٥)

(٢٠) پرب مات پتا ڪنٺ لاڳدا - لهڙي[12] بالڪ پال
دئيال هوئي سڀ جيئه جنتَ - هر نانڪ ندر نهال.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار (٣)

(٢١) سيوءِ تو ڪرپال - سمالي ساهه ساهه
پرتا[13] ڪوءِ نه جاءِ - جو آويءِ تُڌ آهِ.

(٩)

(٢٢) پوري[14] پوري مت هيءِ - سچي وڏيائي
ديدي توٽ نه آوئي - ليءِ ليءِ لِڪ پائي.

راڳ مارو، محلا پهلا، اشٽپدي (٥) ٦

---

١. اُجائي. ٢. ڀيڙو فقير. ٣. ڪيڙان. ٤. ڦارن ڪيو آهي. ٥. ڪرمن جو ليکو مٽجي ويندو. ٦. ٽبري ويو. ٧. سياڻو، داتار. ٨. ڏسندڙ، انتر جامي. ٩. داتارن جو داتار. ١٠. مفلسي مٽائيندڙ. ١١. دکه ناس ڪندڙ. ١٢. نڀيو. ١٣. خالي. ١٤. پورن پرش.

(٢٣) تُمري ديا لي - هوءِ درد بناس
تُمري ميا لي - هوءِ ڪَمل[١] بگاس.

راڳ پبزڱ، محلا پنجوان، شبد (٣١)

(٢٤) روگي ڪا پرپ ڪندڙهَ[٢] روگُ - دکيئي ڪا مِٽاوهہ پرپ سوگُ
نتاوڻ ڪٽو تم تانِ بڻناوهُ - داس اَپني ڪٽو بگتي لاوهہ.

(٣٦)

(٢٥) سپنا صاحب ايڪ هيءُ - وڪيءَ ڏنديءَ لاءِ
ڪِسيءِ تورا ڪِسيءِ اَگلا[٣] - خالي ڪوئي ناهِ.

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (٢)، سلوڪ محلا دُوجا

(٢٦) خصم[٤] وڏا دانار هيءُ - جو لڳي سو ڦل پاءِ
بابيهٔا[٥] ڪِيا بوڙا[٦] - جگتيءَ ڪي لِڳ[٧] جاءِ.

راڳ ملار، محلا پهلا، وار (١٢)، سلوڪ محلا ٻيجا

(٢٧) اَگُمُ اَگوچرُ تُون ڏڻي - ساچا اَلک اَپارُ
تُون دانا سپ مَنگتي - اِڪو ديوَٺهار.

(١٩)
[ محلا پهلا ]

(٢٨) ساجنو تُون ميت ميرا - گرهہ ليريءَ سپ ڪيهُ
مانُ مانگنُ[٨] تانُ مانگنُ - ڌنُ لکمي[٩] سُت[١٠] ديهہ.

راڳ ڪانڙا، محلا پنجوان، شبد (٤٩)

(٢٩) دالي صاحب سَندياءَن - ڪيا چاڙيءِ[١١] تس نال
اِڪ جاگندي نا لهن - اِڪنا سُتيا ديئي اُٺال.

سلوڪ شيخ فريد (١١٣)، سلوڪ محلا نوان

(٣٠) جَگت بِکاري ڦِرت[١٢] هيءُ - سپ ڪو دانا رام
ڪهہ نانڪ مَن سمر تهہ - پُورن هووهہ ڪام.

سلوڪ، محلا ناوان (٤٠)

(٣١) نَدر ڪرهہ تُون تارهہ ترپتيءَ - سچ ديوهہ دين ديالا
پرتُونٽ[١٣] نانڪ داسن داسا - تُون سرب جيئا پرتپالا.

راڳ تکاري، محلا پهلا، چهنت (١)٥

(٣٢) جاچڪ[١٤] - نام جاچيءِ[١٥] جاچيءِ
سرب[١٦] ڌار[١٧] سرب ڪي نانڪ[١٨] - سڪ سموُهہ ڪي داتي[١٩]
ڪيتي ڪيتي مانگن مانگيءَ - پاونيئان[٢٠] سو پاتيئيءِ.

راڳ ڪلياڻ، محلا پنجوان، شبد (٢)

---

١. هردي ۾ پرڪاش اچي وڃي ٿو. ٢. مِٽائين ٿو. ٣. جهجو، گهڻو. ٤. پرماتما. ٥. جيؤ. ٦. وڃارو. ٧. اُڃ. ٨. ٻل. ٩. لڇمي. ١٠. پٽ. ١١. زور هاي سگهندو. ١٢. پڻڪي پيو ٿو. ١٣. چون ٿا، فرمائين ٿا. ١٤. منگتو. ١٥. گهري ٿو، چاهي ٿو. ١٦. سڀني. ١٧. آڌار، آسرو. ١٨. مالڪ. ١٩. بخشيندڙ. ٢٠ چاهين ٿا.

سائينءَ ۾ صدق،
پرينءَ سان پريت، ۽
مالڪ جي مهر.

وشواس، صدق، نشچو يا شرڌا ساڳي معنيٰ رکن ٿا. وشواس جا ڪيئي قسم آهن، جهڙوڪ انڌ وشواس، شرطي وشواس ۽ پورڻ وشواس. جڏهين ڪو انسان هام هڻي ٿو سندس پرماتما ۾ وشواس آهي ته ڪيس پاڻ کان پهرياڻين پڇڻ گهرجي ته اهو وشواس ڪهڙي قسم جو آهي؟ انڌ وشواس آهي جاهلپڻو ۽ جهڪياپڻو، جتي عقل ۽ دليل ڀڃي ڪم ڪرڻ ڪن. مثلاً ڪو چئي ته پتر ڪارايو ته ڪاڏو وڃي پهچي وفات ٿيل وڏن کي، يا اوپر ڏانهن پاڻي ڏيو ته سورج جي لهس ۽ ٿيچ گهٽجي، يا هيءَ ڪ هڙ هوم، يگيه، پاٺ، پوڄا ڪريو ته هوئن يا هيئن ٿئي، ۽ اڳلو يا ڪنهن سوچ ويچار جي اهڙا ڪرم ڪانڊ ۽ پاکنڊ ڪري، ته اهو ٿيو انڌ وشواس ۽ ڪرائيندڙ چئبو وشواس گهاتڪ. اهڙن ڪرم ڪانڊن ۽ پاکنڊن مان ڀڏايل مطلب ڪڏاچت سڌ نه ٿي سگهندو. باقي وچان ڪو ٻيو پلو يا ٻرو نڪتو ته اها ٻي ڳالهه آهي. عام طور ته پرمي پڙن مان پلاڻي ملڻ مشڪل آهي.

شرطي وشواس ۽ اوشواس ۾ ڪو خاص فرق ڪونه آهي. شرطي وشواس آهي مطلبي يا ديوڻگي، جنهنجو بنياد ڪنهن خاص مطلب يا شرط تي ٻڌل هجي. جي پوري ٿي ته پي شرط هڻبي ۽ جي اڌوري يا اڌوري رهجي وئي ته ايمان ڏڏيو ۽ اعتقاد لٿو. اهڙن حالتن هيٺ اعتقاد لٿو ٿي آهي ڇو ته ٿيٺ گهڻا مطلب لڳاتار سڌ ٿيندا ۽ گهڻيون شرطون هڪ ٻئي پٺيان ڪٽبيون؟ لمبا ڙرهب ٿئي ڪاڻ ته نراسائي نابود ٿئي ڪاڻ!

پورن وشواس جي ڪسوٽي بلڪل ڪٺن آهي. اتي پنهنجا ادم اپاءَ، آسون آسرا، انداز اڳڪاڻ، دپ داءَ، اميدون مرادون، حيلا وسيلا، سڀ ”پنهنجائيءَ“ مان ڪڍي، پرماتما جي حوالي ڪرڻا آهن. ڪرمن ۽ ڪرتائن کي ”مان مان“ کان خالي ڪري، ڪين جي سطح تي آڻي، جهولي جهلڻي آهي. جي پري ته پلو پلو ۽ جي خالي رهجي وئي ته ٻه واهه واهه. جيئن رب جي رضا. ڪرم ڙڙي قل ٻئي گهوريا سندس ناليءَ متان. نه ڪالهه جي اشانتي ۽ غم نه نه ووري سڀان جي چنتا ۽ فڪر. جيڪي حال ۾ مليو سو ٻرحال. جيڪو ماضيءَ، حال ۽ مستقبل جي دائما هاچل ۾، ايشور جي اسرتا ڏسي ٿو، سوئي وشواس جي ڪسوٽيءَ مان پار پئي ٿو. ڪاما مان پاڻ کي ڪڍي، ايشور ۾ پاڻ انڪائي ٿو. پوءِ دکن جو داستان ٻه اساٽس اوري ته سکن جي پيتا ٻه سندس اڳيان رکي. پاڻ ۽ پرماتما پاڻ ۾ ۽

 

ٻولي ۽ ٻيءَ ڪا وڇ ۾. اهو آهي پورڻ وشواس، شڌ شرڌا، سچو صدق، ڏڍ نشچو يا تحقيق ۽ تسليم. اهو آهي تت گيان. سچ جي ساک مليل ڪانهيءَ، دماغ نڪمو ٿيو پئي.

آهڙو ايمان ڪيئن اڀري ٿيندو؟ شڪ مان، سنديه مان، پر نه شڪي سڀاءَ مان. شڪي سڀاءَ معنيٰ سڀ ۾ شڪ ۽ شڪ جي شڪا مٽائڻ کان ناهري وارڻ. جا ڳالهه ڪنهن ٻڌل هجي، انهيءَ کي سچي مڃائڻ لاءِ ٻيءَ ڪئين ڪوڙ ڳالهيون ٿيون. اهو شڪ نه ٿيو پر وسوس ۽ هنيلي هوڻ. شڪ يا شنڪا کي دور ڪرڻ معنيٰ ڪُليءَ من سان ڇنڊ ڇاڻ ڪري، سچ کي پروڙڻ. انهيءَ حد تائين عقل، دليل، سوچ ۽ سمجهه سڀ ڪارگر ٿيندا. سچ ڪوڙ، پاپ پنج ۽ نيڪيءَ بديءَ جي پرک ٿيندي. جيئن پارا جو سفر سولو ۽ سهنجو ٿيندو. شڪ مٽجي يقين، عقيدو، اعتبار ۽ اعتقاد ٿيندو. پر اعتبار ٿيندو آهي ڏٺل، ٻڌل، جاچل ۽ سمجهيل ڳالهين ۾، جن ۾ من اٽڪڻ ۽ موهه ڦاسڻ جو امڪان آهي. موهه مان ڏوپ جو انديشو آهي ۽ ڏوپ مان اوشواس جو خطرو آهي. پرماتما نه ڏٺل، ٻڌل، جاچل ۽ سمجهيل ڳالهين کان پار آهي. اُتي اعتبار کي اڳتي وک وڌائي پورڻ وشواس ٿيڻو آهي.

پورڻ وشواس مان وشيش پريم پيدا ٿئي ٿو ۽ وشيش پريم مان پرماتما جي پراپتي حاصل ٿئي ٿي. جيئن پارا جا اهي ٽڪڙا پڻ ڏکيا ڏاڍا آهن. صاحب فرمائين ٿا:

(١) چاري ڪُنڊا ڍونڍيا - ڪو نيمهي مڱڏا
جي تُڌ ڀاوي صاحبا - توُن ميءُ هڪُ لڳڏا.
راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپديون (١) ١٤

(٢) هِڪ اڪسي نال ميءُ دوستي - هر اڪسيءِ نال ميءُ رنگُ
هر اڪو ميرا سجڻو - هِر اڪسيءِ نال ميءُ سنگُ.
راڳ رامڪلي، محلا پنجون، وار (٥)

مٿي ۾ ڏنل وچن مان ڏسبو ته گرو گرنٿ صاحب ۾ وشواس باٻت ڪافي سنيهون سمجهاڻيون آيل آهن. صاحب چون ٿا ته هي پرماتما، توُن نماڻيا جو ماڻ آهين، نتاڻيا جو تاڻ، نٿاوان جو ٿاءُ، ندريا جي ڌر ۽ نگتيان جي گت آهين. تنهنجي سهائتا اوچتو اُتي اچي ٿي پهچي، جتي مشڪلاتون ۽ مصيبتون چوطرف وڪوڙي وڃن ٿيون، جتي وڪارن جي واسنائن بيوس ڪري ڇڏيو آهي، جتي ڪو سنگي ساٿي، ڪو ٻانهن ٻيلي ڪونه آهي، جتي ڪي به حيلا وسيلا نه ٿا هلن، جتي آسرا اميدون ختم ٿي چڪيون آهن، جتي چنتا ۽ نراسائي گهيرو ڪري ويون آهن ۽ جتي گهاٽي ۽ ڀيانڪ اونده ۾ روشنائيءَ جو ڪرڻو به نظر نه ٿو اچي. اُتي نا ممڪن، ممڪن ٿي ٿو پوي. اهو آهي توڪل جو تڪيو ۽ ايمان جو اسرار. اهڙن اسرارن جا انيڪ احوال، سنتن جي ساکين ۾ سمايل آهن.

هي مالڪ، تون منهنجو اُجهو، آسرو، اوٽ، ڀروسو، ٽيڪ، ٽاڻ ۽ ڏيڍاڻ آهين. ٻوءِ ٽپ ڪنهنجو ۽ چنتا ڇا جي؟ منهنجون چنتائون توکي ئي آهن. هي سڀاجها سائين، تون منهنجو سڄڻ آهين، متر آهين، ڀاءُ آهين، ماءُ آهين ۽ پيءُ آهين. دنيوي سٻنڌن مان شايد ڏوکو بہ کائجي پر تنهن جي مهر جا مينهن مون تي هميشہ پيا وسن ۽ تُنهن جي مهر کو مِٽائي ۽ گهٽائي نہ ٿو سگهي. تون ئي سڀ ڏک روڳ، ڪل ڪليش ۽ تاپ سنتاپ لاهي سگهين ٿو. تون سڀني جي سار سنڀال لهين ٿو. سڀ ڪارج سنوارين ٿو ۽ مُنهن منگا دان بخشين ٿو. توکان مٿي ٻيو ڪير آهي؟ جنهن لي تنهنجو هٿ تنهن کي ڀي کهڙي ڪمي وَٽُ؟ ٻار ماتا جي هنج ۾ پاڻ کي سلامت سمجهندو آهي ڇاڪي هوءَ پاڻ ڏجهي هجي يا بهادر. ٻار پيءُ جي آڱر وٺي گهمندو تہ ڪڏهين ڪونہ ڀُلبو، ڪڏهين ڪونہ ڪرندو.

تنهن ڪري، هي جڳت پتا، مون کي بہ فقط تُنهن جي آس آهي. ٻيون آسون قٽيون ڪري، ڪين جي قِلعي ۾ چڙهي، تُنهن جي لڙهہ لڳو آهيان، تُنهن جي پناري پيو آهيان. مان ڇا ڄاڻان تہ منهنجو ڀلو ڇا ۾ آهي؟ تون انترجامي، جاڻي جاڻڻهار آهين. جيڪي تون ڪيدين تنهن ۾ منهنجو اوس ڀلو هوندو. تون ڀڳت وڇل، پتيج رکندڙ ۽ سکن جو ساگر آهين. مون توکي پاڻ اَرپي ڇڏيو آهي. تُنهنجو هر حڪم ٻرچشم، تنهنجي رضا ۾ منهنجو راضپو. اهو اَٿئي منهنجو توسان خاص رشتو جو جنم جنم ۾ نباهيندس، جيستاءِ تو ۾ جوڀي جوت ئي وڃان. اُڻ جو رانديڪو ئي شال ساگر ۾ سمائجي وڃان. جي ساگر جو ٿو نہ بہ لڌو تہ بہ ڪهڙي پرواهہ جڏهين مان خود ساگر ٻڻجي پوندس. اهو آهي پورن وشواس جنهن سان سالڪ، سڪ ۽ سوز جون سُرڪيون پي، وشيش پريم جاڳائي ٿو. اي بندا، هاڻي تون سچ سل تہ تنهنجو وشواس ڪهڙي قسم جو آهي؟ انڌ وشواس، اَوشواس، شرطي وشواس يا پورن وشواس؟ جهڙو وشواس هوندو تهڙو نتيجو نروار ٿيندو.

صاحب چون ٿا تہ من مان بہ اهڙي شُڌ شردا سان، پريم جي اَمر جوتي ٻاريسان، جنهن ۾ برهہ جو ايل وجهي، دل کي وَٽِ ڪري منجهس جلايان. عشق نہ آهي راند، جو پاڻهي پوري پلاند. سِڪ سُتري نہ آهي. سڪ آهي سوُريءَ سندي سيج. سوز ۾ سَڙڻو اَٿئي، برهہ جي باهہ ۾ جلڻو اَٿئي، آتش جي اُلن ۾ اٽڪڻو اٿئي ۽ سڪ ۾ سِرُ سٽڻو اٿئي. جي اٿئي قتل قبول تہ پوءِ پيو پاءِ پڙ ۾ ۽ سودو ڪر سِر جو نہ تہ تہ پيو پيچ لڪائي گهُم.

ڀهلا مرڻ قبوُل - جيوڻ ڪي ڇڏ آس      راڳ مارو، محلا<br>
هوهہ سڀن ڪا رينڪا - تئو آءُ همارئ پاس.      پنجوان، وار (١٧)

سر جي سَٽ ڏي تہ محبوب ماڻين. ڏنو ڪين اٿئي تہ پروانو شمع مٿان ڪيئن پاڻ

ڪي ٻُڌو ڪندو آهي؟ ليڪن اُهي پُونئر گل مٿان ۽ هرڻ واڱر پنيان. سُورن جا سبق سکي. سُوريءَ جوُن سکيائون پڻ. شهيديءَ جا سڌڙا اُناءِ. دل ۾ درد جاڳاءِ ته برهه پڙڪا ڏئي، پرِيم پلتا ڪائي ۽ نيهن نِرواڻ ٿئي. پرماتما سان پيار اِئين ڪر جيئن مڇيءَ جو پاڻيءَ سان، چاتڪ جو مينهن سان، چڪوي جو سُورج سان، ڪنول جو آب سان، هنس جو مانسرووَر سان، اُٺ جو وَلِ سان، ٻار جو کير سان ۽ استريءَ جو مڙس سان. پاڻ وڃاءِ. ڪين جو قلع قاپوُ ڪر. خوديءَ ۽ خدا ڪيئن ٻئي ماپندا هڪ مياڻ ۾؟ خوديءَ ۽ خود مطلبيءَ جي آهوُتي ڏي الاهي عشق جي آڳ ۾. پيار ڪر پيار ڪاڻ. طلب ۽ ترشنا ترڪ ڪر. ٻين سان نيڪ داري ۽ خير خواهي ڏيکار. اِها اُتِّي پريت جي ريت جنهن ۾ آهي جيوَن جي جيت.

جمُ ٽئهُ پرِيم کيلڻ ڪا چاءُ — سِرُ ڌر تَلِي گلي ميري آءُ
اُتُ مارگ پيرُ ڌريجي — سِر ديجي ڪاڻ نه ڪيجي.

سلوڪ، محلا پهلا (٢٠)

هڪ ڏيهن مرڻو اوس آهي پوءِ ڇو نه جانيءَ مٿان جند جان قربان ڪرڻ نه قبوُل پوين. سٽي اُها نه آهي جا مڙس سان چکيا تي چڙهي. سچي سٽي اُها آهي جا مالڪ مٿان پاڻ گهوري قربان ٿئي. اُهو مٿانڻ يا خودي ختم ڪرڻ ئي آهي پاڻ قربان ڪرڻ. اُنهن مري جيئڻو آهي ۽ اُنين جي امر ٿيو. اُنهن خود مرڻوءَ جي موهه جو ماتم مچي ٿو.

سري گروُ گرنٿ صاحب ۾ سڪ ۽ سوز ئي، برهه ۽ تڙف ئي، وڇوڙي ۽ وصال ئي، بيشمار شبد آيل آهن جن مان اُنڪل سؤ کن ٽڪوُن مٿي ڏنل آهن. صاحبن وڇوڙي ۾ ورلاپوُن ڪنديءَ، برهه ۾ بيخوُد ٿيڻ جي. فڪر ۾ فنا ٿي. اُکين ۾ آب آڻي، پيا لا پريتم کي پڪارين. هي منهنجا مٺڙا محبوُب، جي توُن جند آهين ته مان چڪور، توُن برسات ته مان مور، توُن ڏيئو ته مان وٽ، توُن ليرت ته مان ٻاتري. مان تو بنا پريشان، بي آرام، ماندو ۽ دربدر آهيان. ٿاهي ليد ليٽن ۾. گهاٽي ۾ پيو ٿو ٻڙجان، رٿان، رڙان، پڪان ۽ ٿابا کان. پرينءَ جي واٽ وينو نهاريان. ٻئي اُکڙيون ٿو ۾ اُنين ڪُنيوُن پيوُن آهن جيئن ٻليءَ جون ڪُٽي ۾ ۽ ماءُ جون ٻار ۾. ٻئي پاسي نهارين ته هوُند ڪڏهن قتو ڪيان. ٻانڌ پڙن کان پيو تو پڇاڙوُن ڪريان ته من ڪو پتو پئي، ڪو ڏس ڏئي، ڪو دڳ لڳائي ته مٿانس جيءُ جند قربان ڪريان ۽ ساري ڄمار سندس پيو هردم شيوا ڪريان. تن، من، ڌن اُرپڻ ڪريان. هي منهنجا پيارا پريتم، مون جڳ سان پريت ٽوڙي، توسان جوڙي آهي. هاڻي توسان ٽوڙي ڪنهن سان جوڙيندس؟ تُنهنجو در ڪونه ڇڏيندس. موُر نه موٽندس. سڀ سنساري سهارا ڇڏي، مون تُنهنجو پاڙ پڪڙيو آهي. منهنجو مقدر ڀلائين ته واهه واهه، جي بگاڙين ته به واهه واهه. مون پاڻ ۽ پنهنجو مقدر، ٻئي توتان گهوري گهمايا آهن.

ماڌوي ٿُون ٽوڙهُ - تُهُ هم نهي ٽوڙهُ
تُم سنگ ٽوڙ - ڪؤن سنگ جوڙهُ.

راڳ سورٺ، ٻاڻي روداس، شبد (٥)

تُنهنجي محبت ۾ مان نه ايڪال لئي پيو آهيان. تن کي ٽسا ڏيندي ۽ من کي مرچڙا هڻندي، مان پل هڻ، لوڏن ۽ آنانت لئي پيو آهيان. ماس ڪاڄي چڪو آهي. سر ۾ سمع ڪونهي. نماڻا نيڻ ڪٽي پيو تو نهاريان ۽ اُلوڙي آس ۾ پيو تو ٽڪيان ته من دلبر جو درشن ٿئي. جي جيڙو ته ملير ته مٺي ٻچاڻا، منهنجي وتڪمت مان ۾ دل ڪوله پيابي. جي جيڙي ٽنبو ٽُڪو هڻڪ نه چڙهيو ته مٺي ٻچاڻا، جهاز ڪيئن جند ۾ جان ٿڙڪيندا. جي جيڙي پاڻيءَ جو ٿڙو نڙيءَ کي نصيب نه ٿيو ته مٺي ٻچاڻا دريا ۾ پياس پجهائي نه سگهندو. هاڻي منهنجي پريت جي ٻَنهه رک، منهنجي وشواس جي لڄا رک. هاڻي اوري اچ ته اَڏجان، مل ته مشڪان، گود ۾ وهار ته گڏ گڏ ٿيان ۽ نظر ملائي نهال ٿيان.

(١) ڪانگا چونڊ نه پنجرا - بسي ته اُڏر جاه
جت پنجري ميرا شهه وسي - ماس نه تِنڊون کاه.

سلوڪ، شيخ فريد (٩٢)

(٢) ايڪ بُوند جل ڪارڻي - چاترڪ دک پاوي
پران گئي ساگر ملي - پُن ڪام نه آوي.

راڳ بلاول، ٻاڻي سڌنو، شبد (١)

هي پران ٻچي، مون کي وڏيڪ نه ستاءِ ۽ ترساءِ، اچا وڏيڪ نه آزار ۽ آزماءِ. ڪيئن جيئن ڪان وچڙيل آهيان ۽ هن جنم ۾ وري ملڻ لاءِ ماندي آهيان. من محبوب سان ملڻ لاءِ مشتاق آهي ته دل دلبر جي درشن لاءِ دلگير آهي. هي جيءَ جا جانب، موت ماڳن لئي نه مرڪان، اکيا اچ نه اکهامان، ڳلي ڳڏج نه ڳوليا ٿيان، سيج سمهه نه سرچان. واڳل سان وامڻ وهي لنگهي لگان، انگ انگ ۾ انڪايان. وِل نه وساريان، ساهه شاهه سان سنڀاليان، ساري سمالجي وڃان ۽ ڳڙجي هڪ ٿيان، جيئن پاڻي کير سان. مان مان نه رهي پر تو ۾ رمي رهي.

ڏُه ڏُه لوچن پيکان - هئُه هر بن اَؤر نه ديکان
نئن رهي رنگ لائي - اَب بيگل ڪهن نه جائي.

راڳ سورٺ، ڪبير صاحب، شبد (٤)

اِهو آهي الاهي عشق، مڌر محبت، سائينءَ سان سنيهه، لالن لاءِ لوڙش. اهڙا عاشق درويش ۽ ڪامل فقير ڪيئن نه جيئون گهارين؟ راوَل جي رنگ ۾ رتل آهن. دنيا جي دؤر کان دُور آهن. ڪڏهين مشڪن، ڪڏهين مرجهائين، ڪڏهين کِلن ڪڏهين اوڇن ٿا.

ڪڏهين ڳوڙها بند ٿي نه ٿين. ماڻ ۾ محبت جو مطالع ڪن. جي ڪين نه واحد ۾ والـي واحد جي، اڪر اوانڪار جو ۽ حرف حقاني. لوڪ چون ته آئو باولو، ديوانا آهن. عاشق باڻ ٻڌاڻيو آهي ۽ سائين سچائو آهي، سي ڪيئن نه سدوار ٻل سڏجن؟ سندن نيت نيڪ، نظر نؤراني، من شد، هردو نرمل، پر پائين لڳن اي ليڙؤن. گيان جي ڪَم ۾ گُـم آهـن. واليءَ جي وڇوڙي ۾ وهلوَر آهن ته وصال ۾ به وسيل آهن. جدا به پاڻ آهن لڳڏجن نه پاڻ ٿا.

قَلتهَ مَساجدي ڪيا سدائيڙيو - هردي هـي لِکـه لـيهُ
سدا صاحب ڪي رنگ رهيُ - ڪبهوُ نه لـوُنس نيـهُ.

سري راڳ، محلا چـوٿان، وار (٥)، سلوڪ محلا ٿيجا.

جـن عاشقن اِئين وجود جو ورق ورايو آهي، من جي مت مٽائي آهي، تما ترڪ ڪري تؤڪل جو ترهو تيار ڪيو آهي، خوديءَ جو خُمار لاٿو آهي، پنهنجي پلي ۾ پنهنجو پلو سمجهيو آهي، پاڻ، پرڪرتيءَ ۽ پرماتما کي هڪ ڪري ليکيو آهي، پيار جي پـڙ ۾ ڪُل داءُ لڳايو آهي، ڪُل ۽ ڪين ساڳي سمجهي ڪري سڃاتي آهي، تن کـان پـرماتما ڪيئن پري رهي سگهندو؟ پريميءَ ۾ پريم ۽ پريتم به پاڻ اپار. پنهنجي جي پريم ڌارا ڪڏهن هڪ ٿي وهي ٿي. پريتم پڪڙيو ته ڪسڪندو ڪٿان؟ هاڻي پاڻ گولو ٿي ٿو گذاري!

جـن پـرٿيا سُه لـيههن - سي سچـڙ مـيُ نـال
اَنـتر باهو هڪُ قِران - پـي هرديُ رکـان سَمـال.

سلوڪ، محلا چوٿان (٢١)

عاشقن تي مالڪ جي مهر جا مينهن دائما پيا وسن. رب جي رحمت ساريءَ سرشٽيءَ تي آهي ۽ ڪل مخلوقات لاءِ آهي، جيئن سوُرج ۽ چنڊ جي روشني، آسمان جي هـوا، درياءَ جو پاڻي ۽ وڻ جي ڇانو. پر جيڪڏهن قدرتي نعمتن جو فائدو نه وٺندو يا اُجوڳ نموني استعمال ڪندو، ته نعمتن جو ڪهڙو قصوُر؟ جيڪو سوُرداس ٿيڻي سان لڪرجي ٿابـو ڪاٽي، ته ڪو ٿيڻي تي ڏوهه مڙهي سگهبو؟ جن ۾ نه آهي سچو صدق، نه محبت جـي مٺيا، نه برهه جي بيقراري ۽ نه الفت جي اُڪير، سي ڪيئن رحم جا حقدار ٿيندا؟ ڌڻيءَ جو فضل اُنهن مان لاٿين پار وڃندو جيئن پٿر ۾ پاڻي يا نوڪ ۾ سٽو. جتي اَهنڪار اِٽ هڻي بيٺو آهي ۽ جتي عيب اَڏو اچن ٿا، اُتي ڪرتار جي ڪرپا ڪيئن پليءَ پوندي؟ اُتـي ته ڪرم جي قانون جي ڪنڊو ٿا، جوڳي ڪارواني ڪندي. باقي جن کي وشيش وشواس آهي پوُرن پريم آهي، اوسيڙو اِنتظار آهي، تن کي قلب جو قرار آهي. اُنهن جي مٿان رب جي رحمت جا ريلا وسن ٿا. ترپت آهن، آنند مڳ آهن ۽ اَمر آهن. صاحب فرمائين ٿا:

(١) دَتا داتا ايڪُ هـيُ - سب ڪئُـه ديوڻهارُ
ديندي توٽ نه آوئي - اَگنت ڀـري ڀنڊار.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، باون اکري (٣٤)

(٢) اَگمُ اَگوچرُ تُون ڌڻي - ساچا اَلک اَپارُ
تُون داتا سڀ منگتي - اِکو ديوڻهارُ.

راڳ ملار، محلا پهلا،
وار (١٩)

جو ترپت ۽ آنند ميءِ آهي سو چپ ۾ وِسلو چپ جوُن چڱوُن ونلي. جيئڻ ۾ نه ڪٿين چٽڪا آهن پر چپ جي چٽڪي جو چشڪو لي پنهنجو آهي. پڇ اُنهن کان، جن چوُسي يا چکي ڏٺو آهي. چپ آهي چئن قسمن جي. هڪ زبان جي نه ڪو اَشڌ وچن نه ٻولجي. ٻي ڪَن جي نه ڪو اَشڌ وچن نه ٻُڌجي. ٽين اکين جي نه ڪو ناپاڪ روُپ يا روُپڪار نه ڏسجي. چوٿين باقي اِندرين جي، نه بديءَ جي بلا ۾ نه برباد ٿين. پر اِهي چار ئي چپوُن، آهن چالاڪيءَ جوُن چالبازيوُن، جي من ۾ چپ آهيٽي ڪانه. جڏهين چت اندر چپ جو چشمو چوطرف وهي، تڏهين نه واسنا ۽ ويچارنا، اِندريوُن ۽ اَعمال، چپُ جو چشڪو وٺندا. جڏهين چت اندر، چپ جو چمن ڪِڙي ۽ تڏهين نه جيئڻ ۾ گلشن ليندي. اِهائي چپ، دلبر سان دللگي آهي، ناٿَ جي تقرير آهي ۽ پرماتما جو پيام آهي. اِهائي چپ، دائمي بجليءَ جي رَوَ آهي، جا ٽِڙ ٽِڙ بند ڪري لي ڇڏي. جو اَهڙيءَ مسات ۾ آهي، سوئي سچو برهم گياني آهي. هوُ ڪيترو ئي ڳالاهي ڪٿي، نه به چپ نه خاموشيءَ ۾ آهي ۽ هوُ ڪيترا يا ڪهڙا به ڪرم ڪري ڪٿي، نه به چپ نه اَڪرم ۾ آهي، ڇو نه هن جي چت اندر چوطرف چپ آهي. پرءِ هُنجو آواز اِلاهي اِلهام آهي ۽ هنجو ڪرتب، خود خدا جو ڪرتب آهي. ڇو نه هُنجا وچن ۽ ڪرم، اَهنتا جي ٽِڙ ٽِڙ سان بگڙيل ڪونه آهن. هوُ پرلوءِ لي نه ڪهڙي لي ڪونه تو ڇو نه جڳ لا جسمي ٺجي، هوُ آڪاس جي آڪاس سان، پيو تو پيمائش ڙلي. سو پرلوءِ جي پهچ کان نه پري آهي. شانتيءَ جو سروُپ آهي.

اي بندا، پرماتما سڀني جي هردي ۾ وَسي ٿو. سندس پاڇهه نه سڀني مٿان آهي. پر تو پاڻ ۽ پرماتما جي وچ، اَهم ڀاوَ جي ديوار کڙي ڪئي آهي. اِها اَٽڪ هٽاءِ نه تُون نه پرين پسين. داتار جي هٿ وَس ڇا نه آهي؟ ڏاتارُ ڌڻي نه وٺندڙ ٽڪي پوي. ڏات ڪي ڏاتوڙ بدل ڪونه آهي. ڏات بيحد آهي، بي اَنداز آهي. پرماتما ماءِ پيءُ جيان سار سنڀال لهي ٿو. دکين جا دک دوُر ڪري ٿو، روڳين جا روڳ مِٽائي ٿو، نڌڻڪن کي پناهه ڌڻي تو پر وشواس جي نه پرک لهي ٿو. سڀ سندس پيدوُ آهن، منگتا آهن. تون نه پڻ اُگهاڙ نه پئين، سائينءَ جو سجدو ڪر، وشواس جاڳاءِ، تاڪ ڏڪرانس ڪر، نيڌهن نباهه. نمڻ ملاءِ نه چئن ملئي. بندگي ڪر نه آلر شُڌي ملي، ٻُڌي کُلي، ويراڳ اَچي. ساڌن ڪر

نه ڪريا سِڌ ٿين ۽ مڪتي ماڻين. نشڪام ڪرم ڪر نه دعا ڪنهن ۽ آسيس وٺين. اڀياسا ڪر، اڀياس ڪر نه گيان جو پرڪاش اٿي، ڌيان لڳي، ڌارنا مچي ۽ سماڌي سهج ۾ سمائجي. وشواس جي ڪنجيءَ سان، ڀرم جو ڪلف کول نه مهر جا ماڻڪ موتي ملي. اهي ماڻڪ موتي، جيئن مڪتيءَ جا مٺيا آهن، سُن سماڌيءَ جو سمر آهن ۽ جوتي جوت جو جوهر آهن. جن جي همت لڳا، سي هِمت هُمت آزاد آهن، بلند آهن، برقرار آهن.



 

## (۴) حاڪم جي حُڪم هيٺ ساري سرشٽي آهي.

(۱) حُڪمي هووَنِ آڪار[1] - حڪم نه ڪهيا جائي
حڪمي هووَن جيءُ - حڪم ملي وڏيائي
حڪمي اُتم نيچ - حڪم لکِ دک سک پائيئهِ
اِڪنا حڪمي بخشيش - اِڪ حڪمي سدا ڀوائيئهِ[2]
حڪمي اندر سڀڪو - ٻاهر حڪم نه ڪوءِ
نانڪ حڪمي جي بُجهي - نه هؤمي[3] ڪهي نه ڪوءِ.
[جپ صاحب، محلا پهلا، پؤڙي (۲)]

(۲) حڪمي اندر نِمِيا[4] پياري - حڪمي اُدر[5] مجهارِ
حڪمي اندر جَميا پياري - اوڌ ءِ سِر[6] ڪي ڀارِ
گؤرمکهه درگهه جاڻيئي پياري - چلي ڪارج سارِ
حڪمي اندر آيا پياري - حڪمي جادو[7] جاءِ
حڪمي بَنِ چلائيئي[8] پياري - منمکهه لهي سزاءِ
حڪمي شبد پڇاڻيئي پياري - درگهه پيدا[9] جاءِ
حڪمي گڻت[11] گڻائيئي[10] پياري - حڪمي هؤمي دوءِ
حڪمي ڀوئي ڀوائيئي پياري - اوگڻ مُٺي روءِ
حڪم سِڃاپي[12] شاهه ڪا پياري - سچ ملي وڏيائي هوءِ.
[راڳ سورٺ، محلا پهلا، اشٽپدي (۳)]

---

۱. آڪرتي. ۲. ڀرڪن ٿا. ۳. مان مان. ۴. ٻج روپ ۾ پيدا ٿيو. ۵. ماتا جي گرڀ اندر رهيو. ۶. اونڌو ٿي ماءُ جي پيٽ مان ٻاهر نڪتو. ۷. مرن ٿا. ۸. ٻُڌي ولي وڃي. ۹. عزت آبرو سان داخل ٿين ٿا. ۱۰. حساب وٺجي ٿو. ۱۱. ڏکيس ڀاڙ ڀائي. ۱۲. سڃاڻي يا پهچاڻي ٿو.

(٣) حُڪم اُپلي[1] حڪمي رهئي - حڪمي ڏک سُک سَرِ[2] ڪر سهئي
حڪمي نـام جپئي ڏِن رات - نانڪ جِسُ هووئي داتِ
حڪم مري حڪمي هي جيوئي - حڪمي ناَنا[3] وڏا ٿيوئي
حڪمي سوگ هَرکُ آنند - حڪمي جپئي نرودر[4] گُرمنت[5]
حڪمي آوڻ جاڻُ[6] رهائي - نانڪ جاکئُ ڀڳتي لائي.
[راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار، (١١)]

(٤) حُڪمي آئيا حڪم سَمائيا - حڪمي ڏيسي جگت اُپائيا
حڪمي سُرگ مڇ[7] پئيالا[8] - حڪمي ڪَلا رهائدا
حڪمي ڌرتي ڌَؤل[9] سِر ڀارِ - حڪمي پؤڻ پاڻي گَئڻارِ[10]
حڪمي شِو شڪتي گهر واسا - حڪمي کيل کيلائدا
حڪمي آڏاڻي آڪاسي - حڪمي جَل ٿَل ترڀوڻ واسي
حڪمي ساس گراسَ سدا - ڦُنِ حڪمي ڏيکه ڏکائدا
حڪم اُپائي دَس اوتارا - ديو دانو[11] اَگڻت اَپارا
مانئي حڪم سو درگهه پئجهئي - ساچِ مِلاءِ سَمائدا
حڪمي جُگ ڇتيه گُداري[12] - حڪمي سِڌ سادِڪ وِيچاري
آپِ نـاٿُ نَٿي سڀ جا[13]ڪي - بخشي مُڪت ڪرائدا.
[راڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (١٦)]

(٥) حُڪمي سهجي اُپجهِ - حڪمي ڪار ڪماءِ
حڪمي ڪالي[14] وس هئي - حڪمي ساچ سَماءِ.

سري راڳ، محلا پهلا،
اشٽپدي (٨)٤

---

١. هڪ ۾ ٻانڌر و ٿيڻ. ٢. ايڪ سمان. ٣. ننڍو ٤. آڌار ڏيندڙ يا آڌار ڪندڙ. ٥. سٽگرو جو منتر. ٦. جنم مرڻ جو ڦيرو. ٧. مرت لوڪ. ٨. پاتال. ٩. ٻيگر، ڏاند. ١٠. آسمان. ١١. دَشت، دَئيت. ١٢. هڪ ٻئي پرڪار پيدا ڪيا آهن. ١٣. سڀ سندس حڪم ۾ ٻڌل آهن. ١٤. ڪالُ مهراج.

(٦) حُڪمي ڪرم ڪماوَڻي - ڀَئيڻي[1] ڪِرت قِراءِ[2]
حڪمي درسن ديکڻا - جهه ڀڄهه تهه جاءِ
حڪمي هر هر مَنِ وسيءِ - حڪمي سچ سَماءِ.

سوري راڳ، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٥)٣

(٧) نا جيئُ مريءِ نه ڏُوبيءِ ترءِ - جِن ڪنهِ ڪيِتا سو ڪڇ ڪريءِ
حڪمي آويءِ حڪمي جاءِ - آگي پاڇي حڪم سماءِ.

راڳ گوڙي، محلا پهلا، شبد (٢)

(٨) حڪمي ڌارِ اَڌارُ[3] رهاويءِ - حڪمي اُپجيءِ حڪم سَماويءِ
حڪمي اوُچ نيچ بِئهارُ[4] - حڪمي اَنڪ رنگ پرڪارَ[5].

راڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (١)١١

(٩) حڪمي پئدا جاءِ - درگهه ڀاڻيئي
حڪمي هي سِر مار - بَند[6] رباڻيئي.

راڳ آسا، محلا پهلا اشٽپدي (٥)١٦

(١٠) جئُ جئُ تيرا حڪم - تِويءِ لئُ[7] رهڻا
جهه جهه رکهه آپ - تهه جاءِ کَڙوڻا.

راڳ گوجري، محلا پنجوان، وار (١٨)

(١١) کيتي وَڻج[8] سڀ حڪم هيءِ - حڪمي مَن وَڏائي وام
گورمتي حڪم بُوجهيئيءِ - حڪمي ميل ملائي رام.

راڳ وڏهنس، محلا ٽيجا، ڇنت (٤)٢

(١٢) سڀ آئي حڪم خصماءِ[9] - حڪم سڀ وَرتڻي[10]
سچ صاحب ساچا کيل - سڀ هرُ ڌَنيِ[11].

راڳ تلنگ، محلا چوٿان، شبد (١)

(١٣) حڪمي جَگ مهه آيا - چَلڻا حڪم سنجوگ جيئُ
حڪمي پر پنچ پَسريا - حڪم ڪري رَس ڀوگ جيئُ.

راڳ سوُهي، محلا پنجوان، اشٽپدي(٣)٣

(١٤) سڀ حڪمو وَرتيءِ - حڪم سماءِ
دوُکه سوُکه - سڀ تس رضاءِ[12].

راڳ بسنت، محلا پهلا، اشٽپدي (٧)٢

---

١. اڳين. ٢. ڀٽڪن ٿا. ٣. آڌار ڀنا. ٤. وهنوار. ٥. ظاهر ڀنا پيدا ٿين ٿا. ٦. جم دوُت، رب جا بندا. ٧. ڪڙا ٿي بهوُن ٿا. ٨. واپار. ٩. پرماتما. ١٠. ڪار ڪمائين ٿا. ١١. مالڪ. ١٢. آڪيا انوُسار.

 

## (٥) پڳوان جو پاٺو.

(١) جان ٽُڌ ڀاوَهہ ٽان واوَهـ[1] گاوَهہ - ٽُڌ ڀاوي جَل ٽاوَهہ[2]
جان ٽڌ ڀاوَهہ ٽان ڪرهہِ ڀيوُتا - سڌگي نـادُ وَڄاوهہ
جان ٽڌ ڀاوي ٽان بـڙهہِ ڪتيبا - مُلان شيخ ڪَهاوَهہ
جان ٽڌ ڀاوي ٽان هووَهہ راجي[3] - رَس ڪَس ٻهت ڪماوَهہ
جان ٽڌ ڀاوي ٽيغ[4] وَڳـاوهہِ - سِـر مُنڍي[5] ڪَٽِ جاوَهہ
جـان ٽڌ ڀاوي جـاهہ دِسنتر - سُـڻِ گَلا گهر آوَهـ
جان ٽڌ ڀاوي ناءِ رچاوَهہ[6] - ٽـڌ ڀـاٽي ٽـوَن ڀـاوَهہ
نانڪ ايڪ ڪهيٽي بينتي - هورِ سگلي ڪـوُڙ ڪماوَهہ.

[ راڳُ مانجهہ، محلا پهلا، وار (١٥) ]

(٢) ڀـاٽـي ٽهت وَڏائيِٽا - ڀاٽي ڀيکُ[7] اُداش[8] جيءُ
ڀاٽي ٻَل[9] ٻِو سُر[10] وَهي - ڪمل ٽُلي[11] آڪاس جيءُ
ڀاٽي ٻوُجل لکهيئي - ڀاٽي منجهہ پرِيٽاس جيءُ
ڀاٽي سو ٻهُ[11] ڙنگلا[12] - صِفت رتا گـڻ ٽاس[13] جيءُ
ڀاٽي شهہ ٻيهاوُلا[14] - هٿُ آوَڻ[15] جاڻ مُئيڻاس جيءُ.

[ راڳُ سوُهي، محلا پهلا، سُچجي، شبد (٢) ]

(٣) نانڪ نـام ڏ ڀاليئي - گـور ٻوُرا مت[16] ڏيءِ
ڀاٽي جپُ لپُ سنجمو[17] - ڀاٽي هي ڪئي ليءِ

---

١. ساز وڄايان. ٢. ٽيرٿ ياترائوُن ڪريان. ٣. راجا. ٤. تلوار. ٥. ڪهي. ٦. جپ ڪـريا يا وچنا ڪريان. ٧. ٻکيا. ٨. غمگين ٿي. ٩. ٽاهون پت. ١٠. دريـاءَ. ١١. ٻـران ٿئي. ١٢. موُج ڪندڙ يا ڏيکاريندڙ. ١٣. گڻن جو خزانو يا ساگر. ١٤. پيارڪ. ١٥. جنم مرڻ جي آواڳون ۾ دکي ٿي وهي آهيان. ١٦. نصيحت، صلاح، سمجهاڻي. ١٧. اندرين کي روڪڻ جو ٻوڪ.

ڀاڻي جوڙنِ ڀوائيندي[1] - ڀاڻي بخش ڪري
ڀاڻي دک سک ڀوڳائيندي - ڀاڻي ڪرم ڪري
ڀاڻي مٽي[2] ساڄ ڪٽي - ڀاڻي جُس[3] ڏري
ڀاڻي ڀوڳ ڀوڳائيندا[4] - ڀاڻي منهن ڪري
ڀاڻي نرڪ سرڳ اوتاري - ڀاڻي ڌرڻِ[5] ڀري
ڀاڻي هي جس ڀڳتي لائي[6] - نانڪ ورلي هي.

[راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار (١٢)]

(٤) ڀاڻي اجهڙ[7] ڀاڻي راهه[8] - ڀاڻي هرکِ ڪُرمڪ ڳاواها
ڀاڻي ڀرم ڀوڙي ڀهه جوڙي - سڀ کي ٽِسي[9] رضائي جيئُ.

راڳ مانجه، محلا پنجوان، شبد (٧)

(٥) جيئه جنت سڀ تُڌ اپائي - جت جت ڀاڻا تت تت لائي
سڀ ڪڇ ڪيتا تيرا هووي - ناهي ڪڇ اسان[10] جيئُ.

(٢٤)

(٦) جهه جهه ڀاڻا - تهه تهه راکي
نانڪ سڀ ڪڇ - پرڀ کي هالي.

راڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٥)١٠

(٧) هر کي ڀاڻي گر ملي - سيوا ڀڳت بنيجي[11]
هر کي ڀاڻي هر من وسي - سهجي رس ڀنيجي
هر کي ڀاڻي سک پائيجي - هر لاها[12] نت ليجي.

راڳ گوجري، محلا تيجا، وار (١٦)

(٨) جو هر پرڀ ڀاوي سوئي هووي - اَوَر نه ڪرڻا جائي
بهت سياڻپ ليا نه جائي - ڪر ٿاڪي سڀ چتراڻي.

راڳ وڏهنس، محلا چوٿان، چهنت (٤)٢

(٩) وڻ جاتالي ڪرڻ نه جائي - جو کڇ ڪري سو آپڻ ڀاڻي
لک چوراسيهه جيئه اپائي - ڀاڻي ساهه لڻ[13] انڌا.

راڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (٤)١٤

---

١. ڀتڪائي ٿو. ٢. پنجن تتن جا جوڙ ناهي ٿو. ٣. شڪتي. ٤. ڀڄائي ٿو، وِرڪت ڪري ٿو. ٥. ورڄي جهمر وناني ٿو. ٦. بلڪل ٿورا آهن. ٧. ڪمارڳ ٨. سمارڳ. ٩. حڪم يا آگيا موجب. ١٠. آسان جو. ١١. ڦرول پئي ٿي. ١٢. لاڀ، نفعو. ١٣. ڪٽائين ٿا.

(١٠) تِس ٻاٽا سڙکي ڪاشَت[1] هَريا - تِس ٻاٽا ٿان ٿل سِرو سَريا
تِس ٻاٽا ٿان سب قل ٻاني - چِست ڪٿي لَڳ ستگور ٻاني.

راڳ ٻيرڻ، محلا ٻنجوان، شبد (٢٣)

(١١) تيرا محل[2] اَگوچر[3] ميري پياري - ٻِکُم[4] تيرا هــيو ٻاٽا
ڪهه ڻ نڪ ٻهه ٻٽيا دتاري - رک ليوڙه مگڌ[5] اَجاٽا.

راڳ بسنت، محلا ٻنجوان، شبد (٢٠)

(١٢) دکه سک ڪرڻي حڪم رضاء - ٻاٽيو بخش ٻاٽيو ديٿِ سزاء
دُهان[6] سِريا ڪا ڪُرتا[7] آپ - قربان جاٽي تيري ٻرتاپ[8].

راڳ مــلار، محلا ٻنجوان، شبد (٢٠)

(١٣) آپڻي ٻاٽيو ڪهه ڪِن سک ٻاليا - اَنڌا اَنڌُ[9] ڪمائي
ٻِکيا ڪدي هُي[10] رجيو ناهي - موُرکه ٻُکه ن جائي.

راڳ مــلار، محلا ٻهلا، وار (٢٠)

(١٤) اَگيان لاءِ[11] سَواليا[12] - گــور گيانيو لاء جڳاوَنگو
نانڪ ٻاٽيو آپڻيو - جڏ ٻاوي تِويو چلاوَنگو.

راڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، اشٽپدي(٨)١

(١٥) ڪِيا ڪهيئيو - سَــرٻي[13] رهيا سَماء[14]
جو ڪڇ وَرتي[15] - سب تيري رضاء.

راڳ ٻربالــي، محلا ٻهلا، شبد (٥)

---

١. ڪاٽي. ٢. سرڙپ. ٣. دوُر. ٤. ڪنن، ٻــارڻي. ٥. موُرک، اَڄاڻ. ٦. ٻنهي لــوڪن جــو، لوڪ ٻرلوڪ جو. ٧. ڪرتار، ڪندڙ ۽ ڪرائيندڙ. ٨. وڇاڻ. ٩. موُرک انسان ڪئين ڪڪرم ٻيا ڪن. ١٠. وِشين، واسنائن مان من ڪڍهين ٻ ن ڍاپيو. ١١. لڳائي ١٢. غفلت جي ننڊ ٻر سمهاريو آهي. ١٣. هــر هنڌ، هر جيو ٻر. ١٤. سمائجي وهيو آهين. ١٥. وهي واپري ٿو.

 

## (٦) حُڪم مڃڻ يا سمجهڻ جو ڦلُ.

(١) جني حُڪم پڇاڻيا سي ميلي - هــؤ ميءِ شبد جَلاءِ
سچي پکٽ ڪرهه ڏن راتي - سچ رهي لِنوَ لاءِ
سدا سچ هر وپکدي[1] - گــور ڪــيءِ شبد سُپاءِ[2]
من وي - حڪم مَنِ سکه هوءِ
پرب پاڻا آپڻا پاوَدا[3] - جس بخشي تِس پکهن نه کوءِ. (١. ر.)

[راڳ ملار محلا ٽيجا، شبد (٢)]

(٢) ڳؤرمکه حڪم منني شَهُ[5] ڪيرا - حُڪمي هي سکه پائي
حڪمو شيوي حڪم آراڌي - حڪمي سميءِ سمائي
حڪمي وِرت ِنيم سَچ[6] سنجمُ[7] - مــن چنديــا[8] ڦل پــائي
سدا سهاڳڻ جو حڪمي ٻُجهيءِ - ستگؤر شيويءِ لِوَ لائي
نانڪ ڪرپا ڪري جن اُوپر - تِنان حڪمي لئي مِلائي.

[سلوڪ، محلا چوٿان، (١٨)]

(٣) پرب مِلڻيءِ ڪــي - ايهه نيشاني
مِنِ اِڪو ســاچا - حڪم پڇاڻي.

راڳــ مانجهه، محلا پنجوان، شبد (٣٥)

(٤) سوئي ڪرڻا جو آپ ڪرائي - جِٿيءِ رکيءِ پئي جائي[9]
سوئي سياڻا سو پتوَنتا[10] - حڪم لڳيءِ جس ميٺا جيئُ.

(٤٢)

(٥) جيِتڙا[11] آگــن ڀرابر لهيءِ[12] - پيتر وَگــيءِ[13] ڪــالي
پرڻوت[14] نانڪ حڪم پڇاڻيءِ - سکه هوويءِ ڏن رائي.

راڳــ گوڙي، محلا پهلا، شبد (١٧)

---

١. ڏسن ٿا. ٢. سياويڪ ٣. پسند پوي ٿو. ٤. رانڌڪ. ٥. پتي، پرماتما. ٦. پؤترتائي. ٧. اِندرين کي ووڪڻ. ٨. وڻندڙ. ٩. جڳهه، هنڌ. ١٠. عزت جــي لائق. ١١. جــيءُ. ١٢. جَلي پيو ٿو. ١٣. اَندر ۾ لوشعا ۽ واسنائن جي ڪتار لڳي پئي آهي. ١٤. فرمائي ٿو.

ٻڌجي ٿو. تدبير سان ايندڙ يا ٿيندڙ تقدير ٺاهي يا بگاڙي سگهجي ٿي. انهيءَ لاءِ انسان کي ٻُڌي عطا ٿيل آهي. وڏيس تہ ڪمت ٿي چڙهي، ڪُمارگ جو رستو وٺي ۽ وڏيس تہ سُمت تي سوار ٿي، سمارگ جي واٽ وٺي. ڪوڙ سچ، نيڪيءَ بديءَ ۽ پاپ پن جي پهاڻڻ لاءِ وٽس سمجهہ ۽ ساڃهہ موجود آهي، جنهن ذريعي ٻاڻ سڌاري، سنواري سگهي ٿو. مطلب تہ ڪرمن ٿي سندس پُورن اَڌڪار آهي مگر ڪرمن جي ڦل تي مالڪ جو حڪم اختيار آهي. ڪرم ڪچا ۽ ڪسا تہ ڦل ڦڪو ۽ ڪرم نيڪ ۽ نياءَ ڪاري تہ ڦل مِٺو. انهن ڪرم جي قاعدي موجب چڱو يا برو ڦل حاصل ڪبو. انهيءَ وقت پرماتما ۽ پرالبڌ ڪسي ڏوهہ ڏيڻ نہ لازم آهي ۽ نہ فائدي مند آهي. ڪرم ۽ ڦل جي ڳڏيل جوابداري ٻاڻ تي آهي.

صاحب سمجهائين ٿا تہ جڏهين ٻاڻو خود ٿُهنجي ڪيل ڪرمن جو جوڳو نتيجو آهي تہ پوءِ ٻاڻي پوڻ ۾ چولو ڪُرڪين، ڪنجهين، ڪِيبائين يا ڪرتاهي ڪريــن؟ قسمت ۾ جيڪي لکيل آهي سو اوس ايندو ۽ ٿيندو. موت نہ ڪاٽيندو. تہ پوءِ رودن ۽ واڙو، چنتا ۽ چــراڪروا، ونڄ ۽ روسامو ڇو ۽ ڇا لاءِ. انهيءَ مان ڇا ورندو، ڇا وٺبو؟ الٽندو انهن تہ ٻاڻ شڪر ۽ سهن شڪتيءَ جي اچا ڪمزور ٿيندي ۽ قسمت جا ڪشت ڪشالا ڪنن لڳندا. جو سُهڻو آهي، ٿهنجو سنتوش سان ڇو نہ سٽيڪار ڪجي؟ شردا ۽ شانتيءَ سان ڇــو نــہ ايشور جي آڳيا اَکين تي رکجي؟ انهن ڪرڻ سان ڏکن جو ڏنگ نڪرندو. سهن شڪتــي پرٻل ٿيندي، اچا شڪتي آڳرائيءَ ۾ ايندي، سائينءَ ۾ صدق جاڳندو، ياڻن جـــو پڇتــاءَ ٿيندو ۽ آئيندي جو نيتارو ٿيندو. جو ۽ ياڳ جو ٻاڻو منو ڪري پوڳي ٿو سو غصي ۽ غم کان آجو ٿئي ٿو، شانتي ۽ سک حاصل ڪري ٿو، سچو پدارت پراپت ڪري ٿو، ڪُمت مــان نڪري سُمت ۾ اچي ٿو، رنگ ۾ رَل وهي ٿو ۽ ليت جمڻ مرڻ جي چڪر مان آزاد ٿئي ٿو. سچ پچ تہ اهڙو انسان ئي چتر آهي، سياڻو آهي، پريم سُهاڳڻ آهي، ڇو تہ هُن جو مَن، نيت ۽ هردو، ٽيئي صاف ۽ شڌ آهن ۽ مطابق سياڻپ يا هترادڙ هوشياريءَ کان ٻهہ خالي آهن. جلدي هو ڻياڳ، وراڳ ۽ سهج پد تي پهچڻ وارو آهي. صاحب فرمائين ٿا:

(١) حُڪم منديءَ هوويءَ پرواڻ ـ خصميءَ ڪا محــل پــائسي — راڳ آسا محلا پهلا،
خصميءَ پــاويءَ سو ڪري ـ منهِ چنديا سو ڦــل پائسي. — وار (٥٠)

(٢) جــو ڪڇ هوُتا ـ سو تيرا پــاڻا — راڳ پرڀاتي، ڪبير
جو لِو ٻُرجهيءَ ـ سو سهج سماڻــا. — صاحب، شبد (١)

سو اي بندا، حڪم کي خوش ٿي مڃڻ ۽ ڀاڻي کي ست ڪري پوڻ ۾ جــڻ تــہ پروردگار جي ٻولو ٻُوجا آهي ۽ پراپتيءَ جو پروانو آهي. انهيءَ اپاءَ جي آڏو اچي تــي،

 

اَڳين ۽ هن جنم جي ڪيل ڪرمن جو ليکو ٿي، ڀڳوان جي پاڻي جي صوُرت اِختيار ڪري ٿو. جيئن سرڪاري عدالت گاهه ۾ شاهديءَ ۽ دليلبازيءَ کان پوءِ، فتــوي ملندي آهي ۽ عمل ۾ ايندي آهي، تيئن ئي اِلاهي عدالت خاني ۾، ڪرمن جي قاعدي مطابق، اَسان جي اَعمالن جو پيو پرتاميل ونجي ۽ پوُري معياد تي، نتيجو ظاهر ٿئي، تعميل ٿئــي. من پسند نتيجو نڪري ته پوءِ ڀلا پڇي وڃوُن ته ڇا آهي اسان جي قابليت جي ڪماليت يا اسان جي حرفتن جي حيرت اَنگيزي! خير ته هن ٻه چار ٽڪا ڪٽي ٽڪاڻي ۾ ڏجن متان ڪا مالڪ جي مهر ٿئي هجي يا متان منجهس ڪو ڦيرڦار نه ڪر ڦاسي. پر جــي نا پسند نتيجو نڪري ته عجب لڳي ته هوُ فلاڻو نالائق ڪيئن وڃي لائقيءَ لڳو ۽ موُن کان ٻه گرهه کڻي ويو؟ اَئين ويچار ڊوڙائيندي، افسوس ٻه ٿئي ته نه ايشوُر وٽ اِنصاف آهي ۽ نه قسمت ۾ سڻائي لکيل آهي، نه نه نه منهنجي طرزن ۽ طريقن يا قابليت ۽ عقلمنديءَ ۾ ڪاٻه ڪسر رهيل ڪانه هئي. اِهو ٻئي نموُنن جو رخ، نامناسب، بيجاءِ ۽ دکدائڪ آهي، ڇو ته ٻئي حالتن هيٺ، نتيجي کي نياءَ جي روُپ ۾ ڏسي، ٻرچشم نه ٿو ڪيو وڃي. نتيجي کــي صحيح صوُرت ۾ نه سڃاڻڻ ڪري، اسين ٻي اِرادي ۽ بي خياليءَ سان، هڪ پيو نــئون ڪرم ڪريوُن ٿا، جنهنجو ٻه دکدائڪ نتيجو اچا آئيندي ۾ ڀوڳڻو پوندو. اِئين پــيا ڪرم نتيجن ۾ بدلجن ۽ نتيجا، نوان ڪرم جوڙين. پر جي اسين نياءَ مان نصيحت پرايوُن ۽ پاڻي کي ايشوُر جي آگيا سمجهي، ست ڪري سٽيڪار ڪريوُن، تــه پوءِ نه فقط من کي شانتــي حاصل ٿيندي پر جيون، پرڪرتيءَ جي سياوڪ وهڪ ۾، موافق نموُني سان، گڏيل مسيل هندي. اِئين روُحانــي واڌارو ملندو ۽ اَندرين اڪ کُلي، گيان جو پرڪاش ڪرائيندي ۽ شخصيت کي لا شخصيت بڻائي، اَهنتا ناس ڪندي. گيان ٻنا گت ڪيئن ٿيندي؟

اِهو برابر آهي ته ڪي اَهڙيوُن آپدائوُن ۽ آفتوُن اوچتو اچن ٿيون، جي شانت مچ من ٻه ڏوڏي ٿيوُن ڇڏين ۽ ساڃهه صفا کسي ٿيوُن ڇڏين. پر اِهائي ته شانت مئُ من جــي پرکه آهي، جنهن مان پاس پئي، پار پهچڻو آهي. اِهو ياد رکڻ گهرجي ته ڪابه آيل مشڪلات، مصيبت، پيڙا يا پريشاني، نه بي سبب آهي ۽ نه بي واجب آهي پر واجب سبب ڪري، واجب نتيجو ڏيکاري رهي آهي. ضروُر ڪا اَهڙي ترشنا جاڳي هوُندي، جنهن ترشنا مان اهــڙي اِڇــا اُٿي هوُندي، جنهن اِڇا اهڙو ڪڪرم ڪرايو هوُندو، جنهن ڪڪرم سرشٽيءَ جي ڪائنــات ۾، مطابقــيءَ يا همسازيءَ بــرخلاف اهڙي حرڪت هلائي هوُنــدي، جنهــن حرڪت اهــڙيــون ڇــوليون پيدا ڪري ڇڏيون هونديوُن جــي هاڻي اسان کي سوُر سختيون ڏئي ۽ پنهنجي ڪئيءَ جو ڪيتو ڀوڳائي، سرشٽيءَ جــي بگڙيل مطابقي يا همسازي، وري واپس بحال ۽ برپا ٿيوُن ڪن. حرڪت ڪرڻ جــي جوابداري اسان جي هئي ته ڪئيءَ جو ڦل ٻه اسان کي ملڻو آهي. اِها آهي ”ڪرم جي قانوُن“ جي

## ڀڳوان جو ڀاڻو ۽ حُڪم.

## ميتا ۾ مَـٽـيـا.

اڳئين باب ۾ سرشٽيءَ جي رچنا ۽ قدرت جي ليلا بابت ڪجهه ورلن اچي چڪو آهي. هن باب ۾ اهو سمجهائبو ويو آهي ته هيءَ ساري سرشٽي، پرماتما جي حڪم پٽاندڙ هلي ٿي. اهو حڪم جڳان جڳ هلندو آيو آهي ۽ هلندو رهندو. وڏي لوڪ، مرت لوڪ، پرٿوي، پاتال، آڪاس، سوُرج، چندرما، تارا، نڪشتر، گرهه، ۽ ٻيون ڪئين سرشٽيوُن، جي اسان جي اکين اڳيان پرليت نه آهن، اهي سڀ پرماتما جي حڪم مطابق پنهنجي پنهنجي سنڀال ڪرڻ ۾ رڌل آهن. ڏهه اَوتار، برهما، وشنو، مهيش، سڀ ديو ديوتائون ۽ جيو جنتو ٻه سندس حڪم موجب پيدا ٿيا آهن، جيئن پيا، ڪرڻ ڪن پيا ۽ آخر ختم ٿين پيا. چار منڊوُن، ڏيهن راليوُن، اوُلده روشنائي، سوڪ سبزي، سک دک سڀ سندس حڪم جو راز آهن. الهيءَ گردش ۾، پرڪرتيءَ جو چرخو، هر وقت ۽ لڳاتار، مقرر ڪيل رفتار سان، پيو ڦري. شڪليوُن ۽ ناتا پيا بدلجن سدلجن. ڪجهه قائم ڪونه رهي. قائم آهي فقط اهو حڪم، جنهن جي حڪمرانيءَ هيٺ سارو سنسار هاي پيو ٿو ۽ هلندو پيو. صاحب فرمائين ٿا:

(١) سڀ آئـي حُڪم خصماه - حڪم سڀ ورتـي — راڳ تلنگ، محلا چوٿان، شبد (١)
سچ صاحب ساچـا کـيـلُ - سڀ هـر ڌنـي.

(٢) حُڪمي جگ مهه آيا - چـلڻا حڪم سَنجوگ جيـئُـو — راڳ سوُهي، محلا پنجوان، اشٽپدي(٣)٣
حڪمي پرپنچ پَسريا - حڪم ڪري رس ڀوگ جيئُو.

ساڳيءَ طرح، هر انسان ٻه ڀڳوان جي ڀاڻي ۾ ٻڌل آهي. سندس جم موت، خـوش نصيبي ڪم نصيبي، دک سک، خوشي غم، فقيري اميري، ننڍ وڏائي، صحت بيماري، ناموُس بدنامي، اولاد پٽو، بي اولاد پٽو، وغيره، سڀ انهيءَ ڀاڻي ٿي ٻيڌل آهن. صاحب فرمائين ٿا:

(١) جَـهه جَـهه، ڀـاڻـا - تهَ تـهه راکـي — راڳ گوڙي، سکمني، صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٥).١٠
نـانڪ سڀ ڪـجهه - پـرڀ ڪي هائـي.

(٢) ڪيـا ڪهيئو - سـر اـي رهـيـا سماء — راڳ پرڀاتي، محلا پهلا، شبد (٥)
جـر ڪجهه ورتـيو - سـڀ تـيري رَضاء.

(٥) روُپ‌ونت سو - چتر سياڻا
جن جن مانيا - پرڀ کا ڀاڻا.

(٦) جس کي بسنُ تس آکيو راکيو - پرڀ کي آکيا ماني ماڻيُ
اس ني چوڳن کريو نهال - نانڪ صاحب سدا ديال.

واڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٣)٥

(٧) پاڻا مَني - سدا سک هوءِ
نانڪ سچ - سَماوي سوءِ.

واڳ آسا، محلا ٽيجا، شبد (١٠)

(٨) جو تُد ڀاڻا جست - سو تُد بُجهڻي
جو تد ڀاڻا جست - سو درگهه سِجهڻي.

واڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار (٧)

(٩) گور پرسادي ايڪ لدو لاڳي - ڏُبڏا تدي ڀاسي
جو تس ڀاڻا سو سَت کر مانيا - ڪاٽي جم کي ڦاسي.

واڳ مارُو، محلا ٽيجا، شبد (١)

(١٠) جن هر ڀاڻا منيا - تس سوُکس نه ستاپيو
هر جيڻ اوُن سپا کا مِت هيو - سب جاڻهِ آپيو.

واڳ مارُو، محلا پنجوان، وار (٨)

(١١) ساچ ڀڏارت - گوُرمک لهڻُ
پرڀ کا ڀاڻا - سَت کر سهڻُ.

واڳ ڀيرءُ، محلا پنجوان، شبد (١١)

(١٢) مستڪ لِلات لِکيا ڏُرِ ٺاکر - ميٽڻا نه جاءِ
نانڪ سي جن اوُون هوئي - جن هر ڀاڻا پاءِ.

واڳ ملار، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٨)١

(١٣) جو ڪڇ هوُنا - سو تيرا ڀاڻا
جو اُو بُوجهيو - سو سَهج سَماڻا.

واڳ پرڀاتي، ڪبير صاحب، شبد (١)

(١٤) جُهُ رام راکيو - تهُ رهيئو ري ڀائي
هر کي مهما - کڇ ڪتُن نه جائي.

واڳ ڀيرءُ، ڀگت نامديو، شبد (٥)

(٩٠)

١. سُندر، سهڻو. ٢. عقلمند. چالاڪ. ٣. شيءِ. ٤. چوڳُڻو. ٥. جو اِنسان تنهنجو ڀاڻو منو ڪري پوري ٿو. ٦. سمجهي يا ڄاڻي ٿو. ٧. قبوُل پئي ٿو. ٨. ڀيائي، ڏنيت ڀاؤ. ٩. دک. ١٠. آد يا مڏ کان. ١١. اُتين. ١٢. گيان يا سُن جي پد ني پهچي وڃي ٿو.

 

## (٧) پاڻي مَيڇ مان فائدا.

(١) جو تُد ڪرتا سو ڪر پايا - پاڻيٰ وچ ڪو وولا آيا
پاڻا مَنبي سو سک پائي - پاڻي وچ سک پاندا
ڳوُرمک تيرا پاڻا پاويع - سهجي هي سک سچ ڪماويع
پاڻي نو لوچيع بهتيري - آپڻا پاڻا آپ مَاندا
تيرا پاڻا منبي سو مليع تُد آئي - جِس پاڻا پاويع سو تُجهه سمائي
پاڻي وچ وڏي وڏيائي - پاڻا ڪسهِ ڪراندا
جان تِس پاويع تان ڳورو ملائي - ڳوُرمک نام پدارٿ پائي
تُد آپڻي پاڻيع سب سرشٽ اُپائي - جسنو پاڻا ديهه تِس پاوُدا
منمک اَند ڪري چتراٰئي - پاڻا نه منبي بهت دک پائي
بِرمي بهوُلا آويع جائي - گهر محل نه ڪبهوُ پاندا.
[راڳ مارو، محلا تيجا، سولهو (٢٠)]

(٢) بِند خلاصي پاڻيع هوء - هوُر آک نه سڪيع ڪوء
جي ڪو ڪاٿڪ آکڻ پاء - آهِ جاڻيع جيتيا مُهه کاء.

سري جپ صاحب، محلا پهلا، پوڙي (٢٥)

(٣) پرپ ملڻيع ڪي ايهه نيشاني - مَن اِڪو ساچا حڪم پڇاڻي
سَهج سنتوک سدا ترپتاسي - آنَند خصم ڪيع پاڻيع جيئُ.

راڳ ماجهه، محلا پنجوان، شبد (٣)

(۴) جو ڪڇ ورتيع - سب تيرا پاڻا
حڪم بوُجهيع - سو سچ سَماڻا.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٦٦)

---

١. ايشور جي آکيا ني راضي رهڻ. ٢. چالاڪي. ٣. جو ٽين جي قيد مان ڇوٽڪارو.
۴. بيعقوُف. ٥. چوُلدو. ٦. منهن ني موچڙا کائيندو. ٧. پرماتما ۾ لدوُلين ٿي وڃي ٿو.

(١٦) سو ڪڇُ اَنڌا آکيئي - جو حڪمهُ اَنڌا هوءِ
نانڪ حڪم نہ ٻُجهئي - اَنڌا ڪهيئي سوءِ.

واڳ رامڪلي، محلا ٽيجا، وار (١٦)، سلوڪ محلا دوُجا

(١٧) تنُ ديوانا[1] جاڻيئي - جا ايڪا[2] ڪار ڪماءِ
حڪم پڇاڻي خصم ڪا - دوُجي اوَر سياڻپ ڪاءِ؟

واڳ ماروُ محلا پهلا، شبد (٧)

(١٨) سڀ ڪوئي هيءِ خصم ڪا - خصمهُ سيڪو هوءِ
حڪم پڇاڻي خصم ڪا - تان سچ پاويءِ ڪوءِ.

واڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (١٨)

(١٩) پا ٻيها[3] نا ٻلُاءِ[4] نا تُرساءِ[5] ايهه من - خصم ڪا حڪم منُ
نانڪ حڪم منئيءِ لِکّ[6] اٿيءِ - ڇڙيءِ چوڳل[7] وَنُن[8].

واڳ ملار، محلا پهلا، وار (٩)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٢٠) سڀ مهِ سچا ايڪو سوئي - تسڪا ڪيِتا سڀ ڪڇ هوئي
حڪم پڇاڻي سو ايڪو جاڻيءِ - ٻندا[9] ڪهيئيءِ سوئي.

واڳ پربڀاتي، ڪبير صاحب، شبد (٣)

---

١. ايشوَر جي عشق ۾ مستانو. ٢. پرماتما. ٣. جگياسوُ پيِپها. ٤. ورلاپ وُن ڪرڻ ڪري.
٥. وڪارن ۾ من نہ وجهڻ. ٦. ڪامنائوُن، ترشنائوُن. ٧. چوڻو. ٨. رنگ. ٩. ٻيِنل شخص.

(٦) جو کچھ ورتے - سبھ تیرا بھاݨا
حکم بوجھے - سو سچ سماݨا۔
راگ گوڑی، محلا پنجواں، شبد (٦٦)

(٧) جس جن - آپنا حکم منائیا
سرب لوک - نانک تن پائیا۔
راگ گوڑی، سکھمنی صاحب، محلا پنجواں، اشٹپدی (١)٥

(٨) سیوک کو - سیوا بن آئی
حکم بوجھ - پرم پد پائی۔
٢٢(٤)

(٩) جن حکم پچھاتا ہری کیرا - سوئی سرب سکھ پاونی
ایو کہے نانک سو بیراگی - اَن دن ہر لِو لاونی۔
راگ آسا، محلا تیجا، چھنت (٢)٢

(١٠) حکم منّے ہووے پروانُ - خصمے کا محل پائسی
خصمے بھاوے سو کرے - منہُ چندیا سو پھل پائسی
تاں درگہ پیدا جائسی۔
راگ آسا، محلا پہلا، وار (١٥)

(١١) حکم بھی تنہا منائسی - جن کو ندر کریئ
حکم من سکھ پائیا - پریم سہاگݨ ہوئے۔
راگ گوجری، محلا تیجا، وار (٦)

(١٢) جنی پچھاتا حکم - تن کدے نہ رووݨا
ناؤ نانک بخشیش - من ماہے پرووݨا۔
راگ گوجری، محلا پنجواں، وار (١٨)

(١٣) چنت اندیشا گݨت تج - جن حکم پچھاتا
نہ بنسے نہ چھوڈ جاء - نانک رنگ راتا۔
راگ بلاول، محلا پنجواں، شبد (٤٨)

(١٤) ستگور ملیے ترس کو جائیے - رہیے رضائی حکم پچھائیے
حکم پچھاݨ سہیے دروَاس - کال بکال شبد بھئی ناس۔
راگ بلاول، محلا پہلا، اشٹپدی (٧)٢

(١٥) کہہ نانک - جن حکم پچھاتا
پربھ صاحب کا - تن بھید جاتا۔
راگ رامکلی، محلا پنجواں، شبد (٩)

---

١. جیئو، انسان. ٢. خوشیوں، پدارتھ. ٣. کرت کمائی. ٤. اوچی گت. ٥. جن. ٦. سچا ویراگی. ٧. پاس ہوئی نوں. ٨. کدھیں وی. ٩. پئی چڑھیاں. ١٠. چنتا. ١١. سنسا. ١٢. گݨتیاں. ١٣. گر لئی وچن ناں. ١٤. رتا ہویا آہن. ١٥. نواس. ١٦. جمݨ مرݨ. ١٧. بھید.

پنهنجي من جي ملين مت، جا آتما جي آواز کي ۽ ايشور جي آگيا کي ٻُڌڻ ڏُسي ويندي آهي. من جي مت اُصلي ۽ سچي سياءَ کي وساري ويندي آهي ۽ نقلي نقاب پهري سُڌ رمڻ کان پاڻي ويندي آهي. هيءَ ستو يا خراب آهي ۽ هوءَ پسند يا نا پسند آهي، اهي سڀ من گهڙت، ۽ واهياڻ ويچار آهن، جي وشيه واسنائن مان اُٿن ٿين ٿا. من، ايشور جي آگيا جو الڳهڻ ڪري، پنهنجو شان بلند ڪرڻ ٿو چاهي. من ملزم آهي، مظلم آهي، نه منصف به آهي. ملزم آهي جو نه ٻڌيءَ کي ٻُوساٽي ٿو ۽ آتما کي اوورالگهي ٿو. مظلم آهي جو نه وشيه واسنائن ٿي سندس ستيا ناس ڪئي آهي. منصف آهي جو نه ساچهه هلائي، ٻنقص ڳولهي ۽ روڪي سگهي ٿو. من، عدل جي لائق آهي ۽ ويچارو فضل جو به طالب آهي.

تنهن ڪري اي بندا، تون من کي من سان جاچ، غور ۽ ڏيان سان، سانت ۽ نرليپ ٿي، بنا تهمت لڳائڻ يا بچاءُ ڏيڻ جي، بنا نندا يا ساراهه ڪرڻ جي، نه سچ روشن ٿئي، ملينتا مٽي ٿي اچي ظاهر ٿئي، من جي مت مُنجهي، بند ٽٽن ۽ بند خلاص ٿين، اُصلي سياءَ معلوم ٿئي، سيڌو رمڻ سچاڻجي، ”مان“ ”تُون“ ۾ بدلجي، سند ۾ مان صدق ثابت ٿئي، صدق مان ٻرابر پيدا ٿئي، ايشور جي آگيا آتما جي آواز ۾ اَچي، ڪرم جي قانُون جي ڪنورتا ٻنيان مالڪ جي مذر مهر ۾ وسي ۽ ٻرهم گيان پراپت ٿئي. اها آهي پرماتما جي پراپتيءَ جي نشاني ۽ ٻکوان جي پاڻي ۾ پنل رهڻ جي قدرشناسي. صاحب فرمائين ٿا:

(١) ٻرب ملڻ کي ايهه نيشاني - من ڪو ساچا حُڪم پڇاڻي — راڳ مانجهه، محلا
سَهج سنتوک سدا ترپتاسي - آنند خصم کي پاڻيءَ جيئُ. — پنجوان، شبد (٣)

(٢) اسُ ديوانا جاڻيئي - جا ايڪا ڪار ڪماءِ — راڳ مارو، محلا پهلا،
حُڪم پڇاڻي خصم ڪا - دُوجي اوُر سياڻپ ڪاهِ؟ — شبد (٧)

پاڻو ڪنهن لاءِ به ڪونه ٿو ٿري، چاهي هو اُمير هجي يا فقير، مهاتما يا مڪر، اولياءَ يا اَپراڌي، مومن يا مذڪر، جيوُ يا جَناور. ٻر سڀني مذهبن جي ست پرشن جي آتم ڪٿائن مان معلوم ٿو ٿئي نه هُنن ٺڙ ٿي، پاڻو سَت ڪري مڃيو آهي، سماج جا سُهما سانت ۾ سنا آهن، سر ٻر جا سُور ۽ ڪشت خوشيءَ سان پوڳيا آهن ۽ ظالمن جا ظلم صبر سان همواز ڪيا آهن. شهيديءَ جي سيج تي سمهندي به، هنن نه پڇتاءُ ڪيو، نه ٻئي ڏني ۽ نه پِت ٻارائو ڪيو ٻر پاڻ ستمگرن کي معافي ڏني نه آسيس به بخشي. ونندي به واهگروءَ جي ”واهه واهه“ ڪئي ۽ ”واهه واهه“ چوندي چولو ڇڏيو. ظلم ۽ زوراوري بند ڪرائڻ ڪاڻ، گورُو ارجن ديو ۽ گورو تيغ بهادر صاحب جن، اٽي سعر، سوُر ۽ سختيون سٺيُون ۽ سر قربان ڪيو. ڌرم جي رکيا ڪاڻ، گورُو گوبند سنگھ چارئي، صاحبزادا شهيد ڪرايا ۽ پساڻ

جهنگن ۽ ٻرپٽن ۾ ڏکي ۽ ڏکي جيون بسر ڪئي ۽ فقيري اختيار ڪئي. ڌن جڳت تارڻ
لاءِ پاڻسو پوچيو نه اي بندا، لون پاڻ تارڻ لاءِ به پاڻي پوڳڻ ۾ اَنگل آرا ڪرڻ پيو. پوءِ
منزل ڪيئن ويجهي ٿيندي؟ پاڻ، صدق ۽ سڪ جي سچائيءَ جي پريکشيا وٺي ٿو.

ٿي سگهي ٿو ته هن جنم جا ڪيل ڪرم وسري وڃن پر اڳين جنمن جي ڪرمن
جي، هن جنم ۾ ڪا ٿي نه رهي آهي. تنهن هوندي به اهو چڱائي ته آهي مصيبت جي
مشڪي مرحبا ڪجي ته مٺي لڳي. دک به غنيمت آهي، نعمت آهي. دک دکين جي
درد جو احساس ڪرائي ٿو. دک، دل ۾ همدردي ۽ جيو دبا جاڳائي ٿو. دک، دلبر ياد
ڏياري ٿو. دک، ڀراوا ٻلو ۽ سڪنا سهارا ڇڏائي ٿو. دک، پڇتاءُ ڪرائي ٿو. پڇتاءُ، اکين
مان آب وهائي ٿو. اکين جو آب اسان جو اُستاد ٿي، پرارٿنا ڪرائي ٿو ۽ پرارٿنا پرماتما
جي پراپتي ڪرائي ٿي. دک پاپي اڇن جي سبق سيکارڻ، سڌين راهه ڏيکارڻ. لٺهڪري
اي بندا، پرالبڌ اڳيان سِر جهڪاءِ، دک کي سائينءَ جي سوغات سمجهي، صدق ۽ سنتوش
سان سواڳت ڪر، ته من اڏول ۽ اچنت رهي ۽ دک به پنهنجو سمو ۽ سختي نباهي ختم
ٿئي. پوءِ وري اهڙي خطا ڪانه ٿيندي جا ڄلم باري. انهيءَ عقيدي سان، دک جو مقابلو
ڪر ۽ پاڻي جو ستڪار ڪر. جڏهين سارو سنسار حڪم جي ڏوريءَ ۾ ٻڌل آهي ته ٿون
حڪم جي انحرافي ڪري، ڪيئن سک سمهندين؟ حڪم جي ادب ۽ مڃتا ۾ ئي سچو سک
سمايل آهي. سچا سالڪ سڀ اهلِ رضا آهن جو ته رب جي رضا ۾ راضي رهن ٿا، سمرٿيءَ
هوندي به سوَر سختيوَن، سڪ ۽ صدق سان سهارين ٿا، آپدائن آئي به ايشور جي اڇهي
اندر اڏجن ٿا. هوَ هر واقعي ۾ ۽ هر حالت ۾، هوت جي همت چراند معلوم ڪن ٿا ڇو ته
هن جي چت جي چيتنتا، هردم هوت ۾ ٿي ڪُتل رهي ٿي. پوءِ دک يا سک، هن جي
چت ۾، ڪيئن ترنگ ۽ ترانن جو ٿانءُ آٿيندا؟ هوَ ته سمدرشتيءَ جو سروُپ آهن.

هاڻي ڏسبو ته ساري پرڪرتي پرماتما جي حڪم هيٺ آهي، قدرتي قانون جي
قواعد ۾ آهي ۽ نيم نيمن جي ترتيب ۾ آهي. مٿش به ڪرم جي قانون ۾ ٻڌل آهي.
پرڪرتيءَ جو پرزو ٿي، ٿو ٻانءَ جي ترتيب کان ڪيئن ڌار ٿي سگهندو؟ جي ڌار ٿيڻ جي
ڪوشش به ڪندو ته اجايا ڌڪا ۽ ڌوڏا سهندو ۽ پرالبڌ جو پلئو ڇڏائي نه سگهندو. جي
شڪر ۽ سنتوش سان، سڀ ڪري سهندو ته وهم جو اڌڪاري ٿيندو ۽ جي ٻچڙيون هڻندو
ته وڌيڪ ڪنوڙتا پوڪيندو، جيئن قيدين جو حال ٿيندو آهي. قاعدي اندر، اشرافت سان
ڪم ڪن ته سزا جو مدو گهٽبو وڃي ۽ جي ڏنگائي ۽ ڏقير ڪن ته وڌيڪ سختي ۽ سنگدلي
برسر ڪرڻي پوي. ڌرتي پنهنجي چوڌاري ڦرندي آهي ته سوُرج جي محوري گردش
۾ به ڦرندي آهي ۽ ڦرندي ڦرندي، پرڪرتيءَ جي رچناوليءَ جو پالن ڪري ٿي ۽ حاڪم

جي حڪم جي پوئواري ڪري ٿي. ليڪن ٿي مڪش نه پنهنجي گهير ڇوڏاري ڦري، ڪرم ناهي ٿو ۽ پاڻي ڇوڏاري ڦري، پرالبڌ پوڳي ٿو. آوتار نه اچي، اِنهيءَ چڪر ۾ ڦرن ٿا.

اِهو جيوَن جو چڪر مڪش ذات لاءِ دائما چالوُ آهي ۽ چالوُ رهندو پر هو مڪش اِهو چڪر ڪاٽيندي، آزاد به ٿي سگهي ٿو. پنهنجي گهير ۾ ڇوڏاري ڦرندي، لما ۽ لوشنا لياڳ ڪري، مرادوُن ۽ منشائوُن ماري، سڀ ساڻ پال پلاڻي ۽ نرليپ ٿي جيوَن گهاري ته ڪرمن جي سانچي جو فيوُز ٿي اڏامي ويندو ۽ ڪرمن جي ڇڙنوڙي جا ڪاڳر ٿي اچا رهجي ويندا. نه نوان ڪرم ٿهن ۽ نه نئين پرالبڌ ٺهجي. باقي پرالبڌ جا جيڪي اڳئين ڪاڳر لکيل آهن سي نه ڦهي ڦهي سميٽتا آهن، تان جو ڪا باقي بقايا نه بچي. جي ڪرمن جو ليکو، انين لاڳيت لاهي، سماپت ٿئي ته ڪرمن جي قانوُن جي مدوري گردش نه ختم ٿئي. پوءِ مڪش انين آزاد ٿي، اصلي وطن ورندو جيئن قيدي قيد مان رهائي وٺي، گهر ايندو آهي يا پجري پجندي پا کُلندي، پاند ٿيل پکي پنهنجي آکيري طرف پرواز ڪندو آهي. قيد، قيد آهي چاهي دروازا سونا هجن. پاڻو، پاڻو آهي لوڙي ولڪسٽ وٺي هلي. جيوَن جو مقصد اِهو نه آهي ته رڳو سنا ڪرم ڪري سرڳ جا سک ماڻجن پر ڪرم ڪاٽي، پرم آتما اَندر پرواز ڪري وڃي ۽ پاڻو مڇي، مالڪ ۾ ملي وڃي. مڪش لاءِ اِها منزل مقصوُد آهي.



 

## (۸) ڀڳوان جو ڀؤ.

(۱) ڀي وچ پوڻ وهي سد واءُ - ڀي وچ چلهه لک درياءُ
ڀي وچ اگن ڪڍي[۱] ويڳار - ڀي وچ ڌرتي دبي ڀارِ
ڀي وچ اندُ ڦري سِر ڀار - ڀي وچ راجا ڌرم دُوار
ڀي وچ سورج ڀي وچ چندُ - ڪوهه ڪروڙي چلت نه انتُ
ڀي وچ سِڌ ٻُڌ سُرناٿ - ڀي وچ آڏاڻي[۲] آڪاس
ڀي وچ جوڌ مهابل سور[۳] - ڀي وچ آوهه جاوهه پور
سگليا ڀؤ لِکيا سِر ليکُ - نانڪ نِربؤ نرنڪار سچ ايڪ.

[راڳ آسا، محلا پهلا، وار (۴)]

(۲) ڌرڻ ڌرت آڪاس اِکهترا[۵] - سِر اوپر امر ڪرارا[۶]
ڀؤ ڀاڻي بسنتر[۷] ڌرڻ - ڌرڻ اندر بيچارا
ايڪا نرڀؤ ڀاءُ سُني
سو سُکيا سو سدا سُهيلا - جو گُر مل گاءِ گُني[۸]. (۱. ر.)
ديههڌار[۹] اَر ديوا ڌرپڻ - سِڌ سادڪ ڌر مُيا
لک چوراسيهه مر مر جنمي - ڦر ڦر جوني جونيا[۱۰]
راجسُ سالڪُ تامسُ ڌريهه - ڪيتي روپ اپايا
چِل[۱۱] ڀڙي[۱۲] اهه ڪؤلا[۱۳] ڌريهه - آپ ڌريهه ڌرمايا
سڪل سمگري ڌرهه ڀعائي - ڀن ڌر ڪرڻي هارا[۱۴]
کهه نانڪ ڀڳتن ڪا سنگي - ڀڳت سوهه دوارا.

[راڳ مارو، محلا پنجوان، شبد (۱)]

---

۱. ٻيگر ۾ وهي ٿي. ۲. لهيا پيا آهن. ۳. سؤرو ٻير. ۴. جنم مرڻ جو سرشتيءَ ۾ چرڌاري چڪر پيو هلي. ۵. تارا. ۶. اَٽل. ۷. اکيي. ۸. پرماتما جي مهما جا گڻ ڳائڻ. ۹. ساهه وارا جيو. ۱۰. پرگٽيو پيا. ۱۱. چرتر. ۱۲. وڇاري. ۱۳. مايا روُپي لڪشمي. ۱۴. ڪرتار، پرماتما.

(٣) من ري - سچ ملي ٻڌ جاءِ
ٻيءِ ٻن اُرپٽه ڪئه ليکئي - گرمک شبد سماءِ.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (١١)

(٤) ڊر گهر گهر ڊر ڊر ڊر جاءِ - سو ڊر ڪيها جت ڊر ڊر پاءِ
تُڌ بن دوجي ناهي جاءِ - جو ڪڇ ورتي سڀ تيري رضاءِ
ڊريئي جي ڊر هووي هور - ڊر ڊر مرتا من ڪا شور.

راڳ گوڙي، محلا پهلا، شبد (٢)

(٥) بِن هر - پرڀو ڪاهي ڪا مانهه
هر بسرت - ڪاهي سک جانهه.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٢٦)

(٦) جِنان پڙهن ناهه پرڀو - مجھ پرڀو اپوبهاهه
نانڪ ايهه پنڌرا - تِن دنيا گنياهه.

راڳ سوهي، محلا تيجا، وار (٨)، سلوڪ محلا دوجا (١٠)

(٧) ٻيءِ بِن ٻگت نه هووئي - نام نه لڳي پيار
ستگور مليئي پرڀو اپجي - پرڀو پاءِ رنگ سوار.

[محلا تيجا]

(٨) تَنه ديوانا جاڻيئي - جا ٻيءِ ديوانا هوءِ
ايڪي صاحب باهرا - دوجا اَور نه جاڻيءِ ڪوءِ.

راڳ مارو، محلا پهلا، شبد (٧)

(٩) بِن ٻيءِ ڪنيءِ نه پريم پايا - بِن ٻيءِ پار نه اُترپا ڪوئي
پرڀو پاو پريت نانڪ تسه لاڳيءِ - جس تون آپڻي ڪرپا ڪرهه.

راڳ ٽڪاري، محلا چوٿان، چنت (٤)٣

(١٠) ٻيءِ پاوُ وچ پاءِ ڪوئو بوجهه - هر رس پاويءِ پائي
جيتي گهٽ اَمرت سيئي مهِ - پاويءِ تسيءِ پيائي.

راڳ ڪيدارا، ڪبير صاحب، شبد (٣)

(١١) جَهه اَنيڻ لهه پرڀو نهي - جَهه پرڀو لَهه هر ناهه
ڪهو ڪبير بيچار ڪيءِ - سنت سُنه من ماهه.

سلوڪ، ڪبير صاحب (١٨٠)

---

١. جن جيون ڪي من ۾ ٺُهيجو ڀڀ آهي ؛ من ٺُهيجي ڀڀ ۾ آهي، ان ڪي ڪال جو ڀڀ نه ٿو ڀچاري. ٢. ڪال جو ڀڀ اَجايو آهي ؛ اهڙو ڀڀ ڪرڻ، من جي ڪمزوري آهي. ٣. ڀڄجي ڀڄهين جڏهين پرماتما جي ڀڀ ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن کان ڀڄڻ جي ضرورت هجي. ٤. پرماتما جو ڀو. ٥. ڪال جو ڀو. ٦. گهڻو. ٧. جن ڪي پرماتما جو ڀو نه آهي. ٨. پيڊ، ڳجهه ٩. دربار. ١٠. پريم. ١١. آنند پاءِ. ١٢. اَلمست. ١٣. گيان. ١٤. پوُرن گيان.

## (٩) ڀؤ هڻڻ ڪري فائدا.

(١) ڀيءِ[1] ڀڃيجي مَلُ[2] ڪٽيجي - نرمل هووي سريرُ
اَنتر پرڪاسُ مَتِ[3] اوتم هووي - هر جپ ڳُلي[4] گهير

ڀيءِ وچ ٻسي ڀيءِ رهي - ڀيءِ وچ ڪماوي ڪارِ
اَنتي سک وڏ ڀاڳيتان - درگهه مُوک دُڪارُ
ڀيءِ لي نرڀؤُ[4] پائيو - مِل جوتي جوت اپارُ
نانڪ خصمي[4] ڀاوي سا ڀلي - جسنو آپي بخشي ڪرتارُ.

[راڳ گوجري، محلا ٽيجا، وار (١٩)]

(٢) ڀيءِ ڀاءِ[5] سينگار ٻڻائي - گور پرسادي محل[6] گهر پائي
اَن[7] دِنُ سدا راوي دن[7] رائي - مُڇمِي[7] رنگ ٻڻاوڻيا.

راڳ مانجهہ، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٤)٤

(٣) ڀيءِ ڪي چرڻا ڪَرُ[9] پاؤ ڪي - نوڻا[10] سُرت[11] ڪرينه
نانڪ ڪهي سياڻيي - اِوَ ڪنتُ مِلاوا هوءِ.[12]

راڳ ماجهہ، محلا پهلا، وار (٣)،
سلوڪ محلا دوجا

(٤) سڀي ويلا وقت سڀ - جي اَٺي[13] ڀؤ[1] هوءِ
نانڪ صاحب منِ وسي - سچا ناوڻ[14] هوءِ.

(١٧)
[محلا پهلا]

(٥) ڀيءِ وچ جمي ڀيءِ مري - ڀيءِ[1] ڀؤ من مهِ هوءِ
نانڪ ڀيءِ وچ جي مري - سُهلا[15] آيا سوءِ.

(٢٥)
[محلا ٽيجا]

(٦) ڀيءِ بِن کوڙ لنگهس پارِ - ڀيءِ[1] ڀؤ راکيا ڀاءِ سوار[16]
ڀيءِ تن اَگن ڀکي[17] ڀيءِ نال - ڀيءِ ڀؤ گهڙيي شبد سوار
ڀيءِ بِن گهاڙت ڪچ[18] نڪچ - اَندا سچا[19] اَندي سٽ.[20]

راڳ گوڙي، محلا پهلا، شبد (١)

---

١. ڀڳوان جو ڀؤ. ٢. من جي مَليڻتا. ٣. بُڌي. ٤. ڀڳوان، پرماتما. ٥. پريم. ٦. ڀڳوان جو روُپ يا سرُوپ اَندر يا پاڻي لو. ٧. رات ڏينهن. ٨. پکر. ٩. هٿ. ١٠. اکيوُن. ١١. ڌليءَ ۾ ڌيان. ١٢. پتي پرميشور. ١٣. اَٺئي پهر. ١٤. تيرٿ ياترا جو پوُتر اشنان. ١٥. سڦلو. ١٦. هردي ۾ سنڀالي رکيو آهي. ١٧. باهه والکر چمڪي ٿو. ١٨. اڳياڻي انسان آهن. ١٩. سريو. ٢٠. ڪرتوُت.

(٧) ڏڏا ڏُر اُبجيءِ ڏُر جـالي - تـا ڏَر مهه ڏُر رهيا سمائي
جهُ ڏُر ڏُريءِ نه ڦرڏُر لاڳي - تِڏِر هوُنا ڏُر اُر هوءِ ياڳيءِ.

واڳ گوڙي، ڪبير صاحب، ٻاون اکري (١٩)

(٨) گور پرسادي ڀؤ ڀيا - وَڏ ڀاڳ وَسيا مـن آه
ڀيءِ ڀئيٽيءِ من وَس هوُنا - هؤميءِ شبد جلاه.

واڳ سورٺ، محلا چوٿـان، وار (٦)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٩) گورمتي ڀؤ اُبجيءِ ڀـائـي - ڀؤ ڪرڻي سچ سارُ
پريم پدارٿ ڀـاڻيٽيءِ ڀـائي - سچ نـام آڌارُ.

واڳ سورٺ، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٦) ٢

(١٠) نِرمل ڀؤ پايا هرگڻ گايا - هر ويکيءِ رام حدُوُري
هر آتم رام پسارِيا سوامي - سرب رهيا ڀرپوُري.

واڳ سوُهي، محلا چوٿان، چهنت (٢) ٢

(١١) شبُد سچي رنگ لال ڪر - ڀيءِ ڀاء سينگار بڻاء
نانـڪ سدا سوهاگڻي - جـو چالِ ستگور ڀـاهُ.

واڳ سوُهي، محلا ٽيجا، وار (٣)

(١٢) سَدا سوهاگڻ شبد منِ - ڀيءِ ڀـاء ڪري سينگار
نانڪ ڪـرمي محل ڀـايا - ڀِـر راکيا اُرڌارِ.

(٥)

(١٣) ڪـامڻ ڀِـر مـن مـانيا - تڏهُ ڀڻيا سـينگار
ڪـيتا تڏهُ ڀـرواڻ هيءِ - جـا شهُ ڌَري ڀيار
ڀـؤ سينگار تنبوُل رسُ - ڀـوجـن ڀاء ڪريهُ
تن من سئوُپيءِ ڪَنت ڪهُ - تڏهُ نانڪ ڀوگ ڪريهُ.

(٩)

(١٤) ڀيءِ لـني اُبجيءِ ڀگتِ ڀـرڀ - اُنتر هوء سانتِ
نـامِ جپتِ گوولد ڪـا - ٻِنسي ڀـرم ڀرانتِ.

واڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٥٤)

(١٥) ڏِر ڏُر مريءِ نه ڀوُڏيءِ ڪوء - نِڏِر ڀوُڏ مـريءِ نمت کوء
ڏَر مهه گهر، گهر مهه ڏُر جاڻيءِ - تڏهُ نِواسُ سچ منِ ڀاڻيءِ.

واڳ بـلاول، محـلا پهلا، ٿتي (١٧)

---

١. پرماتما جو ڀؤ. ٢. ڪال يا دنيا جو ڀؤ. ٣. نه ڪري. ٤. پرماتما جو ڀؤ دل ۾ رکي ٻاقي سنساري ڀؤ جو ڀؤ نه ڪري. ٥. اُهو ڀاؤ. ٦. اُنديش. ٧. سر ڀشت. ٨. حاضران حضوُر. ٩. گوروءَ جو مت. ١٠. آکيا ڀالندڙ. ١١. وڏن ڀاڳن سان. ١٢. ڀتي پرميشور. ١٣. هردي ۾ سنڀالي رکيو آهي. ١٤. جگياسوُ استري. ١٥. پان سوپاري. ١٦. ماڻيندو، ملائيندو. ١٧. ڀٽڪ. ١٨. جنهن کي پرماتما جو ڀؤ نه آهي. ١٩. مالڪ وٽ پسند پئي، اُوچي پدوي پائي ٿو.

 

(١٦) پـيءُ ڀڳتيءِ ڌَـن کيڻُ[1] هــوه - لـــوڀ وڌ وڃھ ُ جــاء
جِھُ ڀڳتيڻ ذائُق[2] شڌ هوه - تِھُ هرکا ڀـوُ دُرمت[3] مَلُ گواء
نانڪ لــي جَـن سوُهڻي[4] - جـو ولـــي هـــر رنگ لاء.

واڳ رامڪلي، محلا ٽيجا، وار (٨)

(١٧) ساُگر ديکھُ ڏِرِ مرڻُ[5] - ڀيءِ ٽيريءِ ڏرُ ناهِ[6]
گور کيءِ شبد سنتوکِيا - نانڪ بگسا ناء.

واڳــ مارؤ، محلا ٽيجــا، وار (٢)، سلوڪ محلا چوٿان،

(١٨) پيءِ لي ڀڳواُکہ اُپجيءِ - هو کـــوجت ڀِـرٽـــا
کوجت کوجت سُهج[7] اُپجيا - ڦر جنم نہ مرٽا.

واڳــ مـــارؤ، محلا پنجوان، وار (٢٢)

(١٩) هرکڻ هــرديءِ لِکھ لسڪيءِ - جِس اَنتر ڀؤ ڀاوُني[8] هرلي
بِن ڀيءِ کنيءِ نہ ٻريہ ڀاڀا - بِن ڀيءِ ڀار نــہ اُتريا کولي.

واڳــ ٽکاري، محلا چوٿان، چِنت (٤)٣

(٢٠) ڀيءِ لي سَهج ڀالئيءِ - مِل جولي جوت اَپارُ
ڀيءِ لـــي ڀؤجل لنگهيئيءِ - کـــورمتي وِچارُ
ڀيءِ لي نِربھُ ڀالئيءِ - جِس دا اَنت نہ ڀاراوارُ.

واڳ ملار، محلا پهلا، وار (٢٢)

(٢١) ڀي ڀاء جاکي ســي جَن جاڳرڻ[9] کرهِ - هؤمي مَل اُتـــار
سدا جــاڳہِ گهر اَپڻا راکھِ[10] - پنچ تَسکر[11] کــاڍهِ مـــارِ.

واڳــ پرڀاتي، محلا ٽيجا، اشٽپدي (١)٢

(٢٢) کبير ڀاڃي ڀئي[12] جو ڀؤ ٽڙيا - دِسا[13] گئي سڀ ڀؤلِ
اُورا[14] گر[15] پـــاني ڀيا - جـــاء مِليو[16] ڏهلِ کـــوُلِ[17].

ســلــوڪ[1]، کبير صاحب، (١٧٧)

(٢٣) هـــرکـــڻ گـــاوهہ کــامڻي - سچيءِ[18] شبد سماء
ڀيءِ کا سَهج سيڱار کـرهُ - سچ[18] رهھُ لِو لاء
نانڪ نامو من وَســيءِ - هـــر درگهہ لئي چڏاء.

ســلوڪ، محلا ٽيجا (٥٧)

---

١. سانتيڪو، نماڻو. ٢. ذائؤ. ٣. کُمت. ٤. سندر. ٥. سنسار. ٦. ڏڙي پيو آهيان. ٧. پؤرن گيان. ٨. سڪ، شرڌا. ٩. اوجاڳو، ڀڳتيءَ دئاران سجاڳي. ١٠. بچائين ٿا. ١١. چور، وڪار. ١٢. چگو ٿيو. ١٣. سنساري وهنوار. ١٤. برف. ١٥. ڳـــري وڃـــي. ١٦. وهڪرو ڪري. ١٧. سمندر. ١٨. سچي مالڪ سان.

 

## (١٠) پڙهه نہ ڪرڻ مان نقصان.

(١) پڙهي وچ جيوڻ ڀهس - خوشيءَان خوشي ڪماء
نانڪ پڙهي وڻ جسي مري - مُهه ڪاليءِ اٿ جاء.

راڳ ماجهه، محلا پهلا، وار (٣٥)، سلوڪ محلا ٻيجا

(٢) پڙهي پسن ڳهاڙهه ڪڇ نڪيچ - اندا سچا اندي سَت
ٻڌي باري[1] ابجيءِ چاءِ - سَهس سياڻپ پيوي نہ تاءِ[2]
نانڪ مدمک بولڻ واءِ[3] - اندا اکر واءِ[4] دُلاءِ.

راڳ گوڙي، محلا پهلا، شبد (١)

(٣) پڙهي بن لاڳهه نہ لڳي - تا من نرمل هوء
بن پڙهي ڪرم ڪماوڻي - جوُني تاءِ[6] نہ ڪوء.

راڳ آسا، محلا ٻيجا، اشٽپدي (٤)٩

(٤) جن ڪڻُ اندر گيان نهي - پڙهي ڪي ناهي ٻند[7]
نانڪ مُيا ڪا ڪيا مارنا - جو آپ ماري گووند.

راڳ مارو، محلا ٻيجا، وار (٢٢)

(٥) نڪمٽ[8] بجهيءِ - سو برا ڪڻُ ڪري
پسک سَنجيءِ - لِپ[9] ذَرلا تري.

راڳ پيرهء، محلا پنجوان، شبد (١٦)

(٦) بن پڙهي ڪَٿي[10] - سرب نڪار[11]
کهه نانڪ - ذُر[12] ڪا بيچار.

(١٩)

(٧) وِلگ[13] رهيا لن ڪاٽي - جن من پڙهي پاوُ هوء
نانڪ پڙهي پاءِ باهري - لِپن ڪن سک نہ هوء.

راڳ ملار، محلا پهلا، وار (٥)، سلوڪ محلا ٻيجا،

(٨) مدمک پڙهي ڪي سارَ نہ جاڻي - ترشنا جلي ڪرهه پُڪار
نانڪ لاوي لي هي سک پايا - گُوُرُمتي[14] اردار[15].

(٢٢)
[محلا پهلا]

---

١. هدن جي اهڙي نہ ملين ٻڌي آهي جو هدن جو سنسارئي وهدراون ۾ شؤق لڳو پيئو آهي.
٢. ٻوڌپ بوماتما جو. ٣. اي معديل. ٤. هدن جي دعا يا پنت اي آترانتي آهي. ٥. پرلمت.
٦. نڪاٽو. ٧. سمجهه، اُوجهه. ٨. وڇهو. ٩. جيڪو وشين ۾ مبتلا آهي لمهڪي پنهنجن لي ڪرتوُتن جو ٻوڌپ وڪوڙيل آهي. ١٠. پڙهيو ڪڙهيو. ١١. اجاتي. ١٢. ايشور جي درگاه.
١٣. مؤج جي مستي. ١٤. ستگوروءَ جو اپديش. ١٥. هردي ۾ سانڍي رکيو الم.

## سنتن جي سنگ لاءِ سِڪ.

## ساڌ سنگت جو لاڀ.

سچن سنتن جي مهما ۽ مٺيا جو مختصر احوال اڳئي اچي چڪو آهي. سدن ڪلا ۽ ڪشش، سِکن کي پاڻمرادو پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿي. سِک بہ سنتن جي سنگ لاءِ سِڪن ٿا. اھا سڪ ٿي سکن جي سچي سمپتي آهي. موکش مڪتيءَ لاءِ مصلحت ۽ منظوري آهي. سچي سِک کي مال ملڪيت جي درڪار نہ آهي، مان مرتبي جي پرواهہ نہ آهي، عزت آبرو جي غرض نہ آهي، سنساري سنبندن جي گهرج نہ آهي، سرير جي سکن جي چاهنا نہ آهي ۽ اندرين جي سوادن جي ترشنا نہ آهي. سنتن وٽ رکي ۽ اڌپي روٽي ڪالط، ٻاهر جي چٽيهہ ٻرڪارن جي پوچڻ کان، وڌيڪ سلوڻي، سوادي ۽ سکدائڪ آهي. سنتن وٽ لنگوٽي ٻاٽي گودڙيءَ ۾ گذارڻ، ٻاهر جي پٽ پٽيهر ۽ سيج پلنگ کان، وڌيڪ سهائيندڙ ۽ سوُنهندڙ آهي. سنتن جو سنگ سرڳ سمان آهي. ٻيا سڀ جاپ تاپ، ڄر نيم، هوم يگيہ، يا ڪرم ڌرم کهڙا بہ ضروري ۽ فائديمند هجن، پر ساڌن جو سنگ سڀ کان اتم ۽ سريشٽ ليکيو ويو آهي. جتي سِک جو سنت سان سنبند، سچائيءَ سان ٻڌل آهي، اتي سک جي پراپتيءَ ۾ کهڙو شڪ هئڻ گهرجي؟ سُک ڪانسواءِ، سنتن وٽ ٻيو رکيو ڇا آهي، جو هوُ ونڊي ورائين؟ اهو سُک ٿي من کي سچي شانتي ۽ سنتوش بخشي ٿو.

ائهيءَ ڪري، سک سنتن جي پنيان ٻوي ٿو، پنڪي ٿو، لڙڇي ٿو، ٻاڏائي ٿو ۽ ايلائي ٿو. ڇاٿو چئي؟ اي سنپرش مهاتما، مان تُنهنجي در جو داس آهيان. منهنجي خدمت سئيڪار ڪر. آگيا ڏيو تہ تنهنجي در جو ٻاٽي ڀريان، چنڊ پيهان، پکا هلايان، وارن سان تُنهنجا چرن چنڊيان ۽ تُنهنجي ٻيرن جي ڌوڙ مک ۽ مستڪ تي لڳايان. هي دٻالوُ درويش، سنسار جي سوُرن ۽ سختين، ڪافي سبق سيکاريا اٿم. ڪو ڪاهوُ ڪراهي. سڀ مطلب لاءِ ملاقي ٿين ٿا ۽ مطلب لٿي، ملامتوُن هڻن ٿا. مناسبت يا غير مناسبت جو مدار ٿي رڳو سکٽي مطلب تي آهي. سو ترشنا کي ترڪ ڪري، اچي تنهنجي شرن ورتي اٿم. من مان ٿهل ڪمائي نهال ٿيان. منهنجوُن اکڙيوُن تنهنجي درسن لاءِ واجهائين ليوُن، لوچ جي لطف لاءِ لڙڪ وهائين ليوُن ۽ آسائتي نگاهہ سان نهارين ليوُن. تو وٽ نام جو خزانو آهي، ڀڪتيءَ جو ڀنڊار آهي. موُن تو اڳيان پلاند پاتو آهي تہ من کو اُتان جو ڪو ڪڻو ڪو ڪُٽڪو، پليءَ پئي، پار پوهائي. پنڄ پار ڪراءِ تہ مان جان جند جي جوُتا ڪريان، دل جو داڻ لڳايان ۽ تن من ڌن تو مٿان قربان ڪريان. گوروُ ارجن ديو جن فرمائين ٿا:

(۱) ڪر ڪرپا پريه آپڻي - جن ڏوڙهي سنگ سماءِ
جهڙ ٿون واڪهه لڳ وهان - تيرا ڏٺا پڇا ڪساءِ.

راڳ مانجهه، محلا پنجوان، ڏين وار (۴)

(۲) ٽهل ڪرءِ تيري داس ڪي - پڳ جهاڙءِ بال
مستڪ اُپنا ڀيٽ ديءِ - ڪن سُڻءُ وسال.

راڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (۴۲)

جهڙو سنگ تهڙو رنگ. پهرين ڀاڱي جي (۷)۳ باب ۾، ڪسنگ جي اَثر جو احوال آيل آهي ته هن سنتن جي سنگ جي ساک ۽ ساراهه ڏنل آهي. صاحبن سمجهايو آهي ته اسان سڀ وید پُران ۽ شاستر سمرتيون اُٿلائون پٿلايون آهن، پر ساڌ سنگت يعني سنتن جي سنگ جهڙي ساڌنا، ٻي ڪا به اهڙي اَمر ۽ اَثرائتي ڪانه آهي. ساڌ سنگت آهي تيرٿ آستان، اَٽل آڪاڙو، اَمر اَڏو، لڄ ڌام، سچ نواس، اَنهڙ نهر ۽ وشال ولڪت. ساڌ سنگت، مها تيرٿ پاتڙا آهي جو نه گنگا، جمنا، گوداوري ۽ سرسوتي پڻ سنتن جي چرنن جي خاڪ جي طلب ۾ اُڏڻن ٿيون. جي مَنُ سنتن جي سنگ ۾ سانت ۽ تريت نه ٿيو ته پڪ ته سمجهڻ گهرجي، نه تيرٿ پاتڙائون ۾ من جي اَشانتي مِٽائي مُور ڪو نه سگهنديون.

ساڌ سنگت ۾ سائينءَ جي صفت ڳائجي ٿي، نام جي نرمل ڌارا وهي ٿي، تت گيان ملي ٿو، پڙ ۽ ڀاءُ پراپت ٿئي ٿو، ڀڳتيءَ جو ڀنڊارو کُلي ٿو، ڳجهه جي ڳالهه سلجهي ٿي، روحاني رنگ جي رچنا رچجي ٿي، جل ۾ جوت ٻري ٿي، پاڻيءَ جو سمرن لڳي ٿو، شبد جو پرڪاش ٿئي ٿو، سچ جو پوڄن وڄندو ٿو، اَنهد ڪيرتن هلي ٿو، آنند چالنجي ٿو ۽ وشرام پائجي ٿو. ساڌ سنگت ڪوپا ڌرم جي پوڙهي آهي، آبِ حيات آهي. ساڌ سنگت چٽڪ نرمل جل جو دريائ آهي، جتي سڪ روپي هنس، اشنان ڪري اُجل ۽ پولو ٿين ٿا ۽ نام روپي هيرا ۽ موتي چونڊي چڳن ٿا. ساڌ سنگت هريءَ جو نواس آهي، ڏاتار جو ڏيرو آهي. اُتي موتي منوهر پاڻ وٽو ٻن ٽڪسري ورتالي. اِهو اسرار ڪو ڏيکاري سگهي ۽ ڪو ڏسي سگهي. جنهن جهاتي پاتي تنهن چکڙ ڏٺي. پلڪ ۾ پرچو ٿي پوي. باقي مايا وادي نه ساڌ سنگت ۾ وهندي آهي، وٽا مايا جي موج ماڻين. صاحب فرمائين ٿا:

(۱) اوٿي اَمرت وانڊيئي - سُکيئا هر ڪوٽي
جم ڪي پنٿ نه پائيئهه - ڦر ناهي مرٽي.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، وار (۹)

(۲) ايڪو سرؤر ڪمل انوپ - سدا بِگاسيو پرمل روپ
اُوجل موتي چوڳهه هنس - سرب ڪلا جگديسيو اَنس.

راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (۱۲)

اي ٻڌاءِ ساڌ سنگت ۾ سساوِي سودا ڪونہ ٿا سيکارجن، دنيوي ڌنڌوار ڪونہ ٿا ڦندجن ۽ پاکنڊ جي پوڄا ڪونہ ٿي ٿئي. اتي آهي سچ جو سودو ۽ وويڪ جسو وهنوار ۽ وحدت جي واقفيت. جن جي من جوُن مرادوُن ۽ منشائوُن، اُڃا سساوِ ۾ اٽڪيل آهن ۽ جن جي چت کي اُڃا چوٽ ڪانہ آئي آهي، تن جو ساڌ سنگت ۾ اُچڻ اُجايو آهي. اهو دنيا ٻنهي ـان دوکو آهي. اهي ساڌ سنگت مان ڪجهہ ڪونہ ڦلندا. سون جي دڪان تان لوهہ ڪيئن ملندو؟ ٻاقي جن کي لالن جي لڏ آهي، سنگوُر ۾ صدق آهي، ستسنگ ۾ شرڌا آهي، سنتن جي سنگ جي سڪ آهي، تن جو ساڌ سنگت ۾ اُچڻ جڳائي. کين لاڀ ملندو. اهي سنتن سان ائين ملي ويندا جيئن پاڻي ۾ کير پاڻ ۾. کير ڪُٽي وڃي تہ بہ پاڻي پاڻ مِٽائي، کير جي رنگ ۾ جذب ٿي ويندو. شرڌا سا سِڪ کي هجي تہ سنت جو ساٿ نہ ڇڏائبو. ٻاقي ٻيا تہ رڳو پيا پاڻي ولوڙين، ڇو تہ هنن جي ڀاونا اَڻ‌ڳہ آهي، وايسار ڌارا اڙائي آهي ۽ آسوُن اميدوُن علحدہ پوُن آهن. ٿهڪري ڪر وولو ڦڏياڳي سک، شيوڪ يا ساڌڪ آهي، جنهنجي ٻوُرب جنم جي ڪمائي ڪيل آهي ۽ جنهنجي مستڪ تي اهڙي لــلاٽ جو ليک لکيل آهي، جو ساڌ سنگت ۾ ٽهڪي اچي ٿو. اُتي آڪاڻي ٻُڌي، ٻيارو ۽ اُرليپ ٿئي ٿو، وحدت جو واڪ وٺي ٿو، هر جن سان ملي هو جن ٿيڻ ٿو ۽ ائين ڀوسجو لوڪ پرلوڪ سهيلو ڪري ٿو. جنهن ۾ چت آهي، تنهن لاءِ ٿي نہ چُستي ليندي.

صاحبن ساڌ سنگت جي لاڀ جو ڪافي ڦرڻن ڪيو آهي. ستسنگيءَ ۾ رڳو صدق سڪ ۽ شرڌا هجي تہ سڀ ڀليون ٿيندس. اهي ڇٽڪوُن لڪرندس ۽ چراغ ٻرندس، جنهن ۾ ٻيڻي وڪار، ٻڙ ٻيوم، پاپ ٻدن، تاپ سنتاپ، تمنائوُن ترشنائوُن، ڇنڪا ڇنڪا، دُئي، ٻيائـــي، ڪُمت ڪسنگ، چنتـــا چٽڇلتا، نندا چسدا، سڀ ڀسم ٿــي ويــدا. اهي انساهہ ۽ اُمنگ اُڀرندس، جو نام جو سمرن ڪندو، شبد ۾ سُرتي لڳائيندو، ستگرو جو اُپديش هنڊائيندو، گوبند جا گڻ ڳائيندو ۽ روُحاني رنگ ۾ رنگبو. اهي ڀاڳ ۽ ڀاڳائوُن جاڳندس، جو موت نہ ڪاليندو، اڳتي وڌندو هلندو، هٺ هاري هيئائين وٺندو، داسن جو داس ليندو، سيني جي شيوا ڪندو، سڀ جو سڄڻ ليندو، من ۽ مک اوُجل ڪندو، نفعي نقصان ۾ وهاوُ نہ ويندو، سهن شڪتي ۽ سمدرشتي سکندو، شڪر ۾ سنتوش ڀرائيندو، رهٽي ڪهٽي شڌ ڪندو، ٻُڌيءَ جو وڪاس ڪندو، پاڪ پيغام پهچائيندو ۽ آتم جوت جو پرڪاش ڪندو. اهڙا لڏ لڳندس، جو پاڻ سڃاڻندو، جيئري مُڪل رهندو، اندر اوريندو، ليکا چوکا اُلک تي ڇڏيندو، عشق اندر عقل عدم پيدا ڪندو، سَر جي سُڌ لهندو، من جو من ۾ ماڻيندو، اُنهد ڌُني جو آنند اوليندو، دسم دُئار ۾ ڌيان لڳائيندو، آد پـــرکـــ پائيندو، پرماتما کي حاضران حضوُر جاڻندو ۽ پاربرهم کـــي سڀ روُپ ۾ ۽ سڀ گهٽ ۾ ڏسندو. اِهو آهي گرهست ۽ سنياس جو سچو سنجوڳ، جتي الدر جي آڪاس ۾ اُنهدَ جو

سؤُرج ڪِرِي لو، اڪيان ۽ اَوڌيا جي اوُنڌهہ غائب ٿي ويو، جيڪا پهرين لڳي لو، راس رُلين ۾ رهجي ويل هو ۽ هوُ نہ موٽي ويو، من جي محراب مٿان مغربي مشعال چمڪي پئي. هاڻي ڀلو ٻاجهہ ڀرسان آهي نہ چوڻ ڇڪارن جي چرچو لڳي بند ٿي ويو آهي. هيءَ حرفي حساب نہ آهي يا لفظي لطف نہ آهي ۽ اَليڪي اشارو آهي ۽ اَلوهيت جي اسرار آهي، جنهنڪي شاعري شوق ٿو، شعر ۾ صحيح صوُرت نہ بخشي سگهندو، ڇو نہ وجد جي واس سان واڪاڻ ڪرڻ، واجبيت جي وس کان ٻاهر آهي ۽ اکرن ۾ آڻڻ، اَسنيوُ آهي.

ساڌ مليءَ سِڌ پائيٿي - ڪ ايهہ جوگ ڪ ڀوگ
ڏهہ مِل ڪارج اوُپجيءَ - رام نام سنجوگ.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٥٥)

سنتن جو سنگ ۽ شيوڪ جي ڪايا پلٽي ڇڏي لو، ڪانءَ کي هنس بڻائي لو، لوهہ کي سون ڪري لو، پاپيءَ کي پوتر ڪري لو، پيش پئي جي پنج رکي لو، پڙلنڊ کي تاري لو، ڏوُرانهو ڏيهہ ڏيکاري لو، جنم سڦارو ڪرائي لو، اوُجل ٻار ڪرائي، نوُر محل جو نواسي ڪرائي لو ۽ ڏڻيءَ جي دربار ۾ منهن مٺو ڪرائي لو. سنت آهي صابڻ، جو من جي مَل مِٽائي اڇو اوُجل ڪري. ساڌ آهي پارس، جو ڪوُڙ کي ڪندن ڪري؛ ڀڳت آهي اهو نمو يا نرهو، جو ڪوُڙ ڪمت جي ڪُن کان بچائي. درويش آهي اهو سگهڙ، جو همن کي هار ۾ پئي هڪ ڪري. مست ملنگ آهي اها چٽڪ، جا ڪرمن جا چِٽا ٿي جلائي ڇڏي. روُحاني رمزوُن نہ سنت ٿي سلي سگهندا، ڇو نہ قلب جي ڪنجي سائينءَ ڀاڻ ڪين سنتوي آهي. ڀڳت، ڀڳوان جي ڀنڊاري جا ڀنڊاري آهن، جتان ڪُل خلق، ڪل ذات، برهمڻ، کتري، ونش، شوُدر ۽ چنڊال، سڀ سنتن جي سنگ ۾، سچ ۾ سمائجي سگهن ٿا، بشرطيڪ کين سچ ۾ سمائجڻ جي سچي مراد هجي، سندن من ۽ مکہ ۾ مداليءَ جي ملاقات نہ هجي ۽ ڪٿا ڪيرتن وقت، سندن ورلي وچن ۾ ڪُٿي رهي.

ستگور سنت مليو ساانت پائيٿي - ڪِلوکہ دک ڪاٽي سڀ دوُر
آلم جوت پئي پرڦوُلت - ڀُرکہ نراڃن ديکيا حضوُر.

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، شبد (١)

ديهيءَ کي مرض لڳي نہ اسپتال وڃڻو پوندو آهي. ليڪن ٿي من جي روگہ مِٽائڻ لاءِ ساڌ سنگت ضروري آهي. هتان دوا ملندي نہ هتان دعا ملندي. هوُ دواخانو آهي تہ هيءَ شفاخانو آهي. من جي روگہ مٽائڻ ڪانءِ، سرير جا سوُر نہ گهٽيا يا سوالنيءَ سان سهاري سگهيا. پر اي بندا، تو ڪڏهين پاڻ کان اهي ڪي چند سوال پڇيا آهن تہ تون سنتن وٽ يا ساڌ سنگت ۾ يا ڪٿا ڪيرتن ٿي، ڪهڙي مراد کڻي تو وڃين يا ڪٿي چِت تو لڳائي وهين؟ ترشنا جوُن لڏوُن لوڙڻ تو وهين يا نئين سر جوڙڻ تو وهين؟ گهر جا گهاٽ

وٽن گهڙين يا اباڻي وطن جو واءُ ساءُ نه وڻين؟ دل جي دوريءَ مان حرص، حيوانيت ۽ حرفت
جي هوا نه ٿي نڪري يا ڇپجي؟ حسين جي حاصليت جي هٻڪار نه ٿي اچي؟ سر ٿي سروپ ۾
آهي يا سنساري سمبنڌ ۾ سڀئي اڃا ستائين پيا؟ مطلب ته اندر ۾ جلاب لڳل آهي يا گلاب ڳڙيل
آهي؟ اي جناب، اڄ ته ڏي سچا جواب! ته جواب نٿي ڏيون جاڳائي، جنبش اُٿاري ۽
جولان لڳائي. اِئين ٿي جانب لاءِ جستجوءَ جي شروعات ٿيندي آهي. ٿيئن ڪري، اي
ٻندا، تون ٻه پيا حيلا وسيلا وترت سمجهي، روحاني واڌاري لاءِ سنتن جو سنگ وٺ ۽
ساڌ سنگت ۾ وهڻ جو نيم نه ٽار. گهٽ ۾ گهٽ، جو وقت ساڌ سنگت ۾ وٽن آهين يا ڪٿا
ڪيرتن ٻڌي رهيو آهين، اهو وقت ته سنساري وهنوارن ۽ وهمن مان من ڪڍي، رام نام ۾
لڳاءِ ۽ سنتن جو اُپديش هياءَ سان هنڊاءِ، ته ٿورو ٿورو، آهستي آهستي، من ٽڪين من کي
موچڙو لڳي، مثل ميسار جي، اوگڻ اُجهامن، گڻ پرگهٽ ٿين، سنتن جي آسيس ڪنهن،
گروءَ جو منتر ملي ۽ مالڪ جي مهر وسي. روحانيت جي راهه ۾، ڪچ مهل ته دلموڙي
جهنجهٽن کان جلد آزاد ڪراءِ. سونارڪي هنر ۾، لوهار جا اوزار ڪيئن ڪم ايندا؟ سو
سفر جو ساز سامان نه مناسب ۽ موزون هئڻ گهرجي. پوءِ جي سٺڪ سڌي آهي ۽ اهڙي
ڪوشش قائم آهي ته سفر اوس ٽاب پوندو، ڇو ته پرماتما پاڻ پاسبان آهي ۽ پيو پرورش
ڪندو. اهوئي ته ستگور ۾ ۽ سنت ۾ سمائجي، سک جي ساهيتا ڪري ٿو.

سنتن ۽ ساڌ سنگت متعلق خاص خاطريون بلاشڪ مليل آهن پر هيءَ پنڌ به خرابين ۽
خطرن کان خالي ڪونه آهي. ڪوڙهاڙو لڪ به آهي جتي ٿوڙا نه هجن؟ اي ٻندا، ڏس جيئن،
ته ٣٢ ڪانن وچ هوندي به ڪيئن ڪم پئي ڪري ته پاڻ به بچالي وٺي آهي. سدا سجاڳ آهي ته
سلامت به آهي، پر جي پلڪ به پرداخت کان پري رهي، ته چڪ پئجي وڃيس ۽ رت ريلا ڪري
اچي وهيس، جتي ملم پٽي ڪرڻ به مشڪل آهي. ساڳيءَ طرح، سنت ويچارا به ته جڳ واگهن جي
وات وچ آهن. ٿيئن ڪري، سدا سجاڳ رهن ۽ هميشه هوشيار رهن. ڪچ لاپرواهيءَ ۽ لاغرضائي
ٿي ته حال نه ترڪي اچي ٿري ۾ ڪرندا. وڏو خطرو ته ٻهراڻ الن، خود پنهنجن چيلن
چانئين مان، جي پنهنجي مطلب ڪاڻ، پيا ڪين ڏنار پن، لوپائين ۽ ڦسلائين. ورڻي ڪچ
ڌيچو به رهين ٿو پرماتما جو، جو پالند به ٿو پڪڙائين ته پرڪشائون به ٿو وٺين. سنت وٽ
وڃ ته پيهه لڳي پئي آهي پر عام طور، ايندڙ گهرين ڇا ٿو؟ ته ترشنا جي هيءَ يا هوءَ
تمنا ۽ طلب پوري ٿئي، ٿيئن لاءِ ڪيڏا نه سانگ ٿو رچائي ۽ ڦوٽبندڀون ٿو ٻڌي؟ پوءِ
ٿي سگهي ٿو ته ڪرمن جي ڪنهن نه ڪنهن ڪوتاهيءَ يا ڪمزوريءَ ڪري ۽ سنت ٿڙڪي
به وڃي. جو هڪواريءَ ٿڙڪيو، سو سولو ته ورڻي ٿانءَ ڪونه پائيندو،

مثلاً قياس ڪندي يا ڪهڪاءَ پوندي، سنت پنهنجي شڪتي استعمال ٿو ڪري ۽
ڪنهن گهرندڙ جو مطلب سڌ ڪري ٿو، ته پوءِ ته پيهن پنيان پيهون اچي پلؤ جهليدا پن، ته هي

ڪرامت جا ڪامل، هي ميريءَ پيريءَ جا پيغمبر، هي خداوند، منهنجي هيءَ آس پڄاءِ نه
هوءَ ته پڄاءِ. جي سنت ۾ اهڙا جو ڪو اٽلڪو، اٽمتيل آنگ رهيل هوندو نه چاهيندو
نه ناموس نڪري ۽ اُمت نه آباد رهي. پوءِ انهيءَ سلسلي ۾ ناموس ۽ ناچار نه ويندو
وڌندو پر ٻئي طرف، سڌ پوُن ۽ شڪتيون ويندي پون گهٽبيون، تان جو سنت جيئو حال
اهڙو اچي اُڪرو ۽ سگهارو ليندو، جهڙو چوسيل يا لتاڙيل ليمي جو. ڪسيءَ ۾ ڪٽي اڇلائبو
آهي. وري مثلاً ڪو سنت، غفلت يا بي احتياطيءَ جي حالت هيٺ، ڪام، ڪروڌ يا ڪنهن
ٻئي وڪار جي وس ۾ اچي ڪو ڪڌو ڪم ڪري لو وهي ۽ ظاهر ٿي ٿو پوي، ته ته سندس
سڀئي ڪئي ڪمائي ناس ٿيو وڃي. پوءِ نه آهي ساڳيا چيلا چانٽي، جي اڳي نياز ۾ لمندا
هئا، ڪوڙا قصا ناهيندا هئا ۽ ڪرامتي ڪهاڻيون ٻڌائيندا هئا، سي ته هاڻي ڦري ٿا پون،
سنت تي جائز، ناجائز تهمتون ٿا هڻن ۽ پڙهو گهمائي بدنام ٿا ڪن. سندن نه ڪنهن ڪولي
بگڙيو، جو نه هڪ در ڇڏي، وڃي ٻيو جهليندا. پر سنت ويچارو نه ڪالوسي لعنت لان
لڙڪي، اُچي ترهت تي پيو. جڏهين ڪ ڦري پاڻ ڪٽي ۽ پرماتما جي پرڪشا پوري ٿئي!
تنهن ڪري سنت دعا پيندا آهن ته هي دياڙ، حقون ته ڪه نه ناحقون ته ڪه. اها ته قادر
جي قدرت آهي جو سنت پاڻ ٿري، چيلي کي ته تاري ٿو. وري ڪو چيلو پاڻ ٻڏندي،
سنت کي ته ٻوڙي ٿو. ٻئي ڪرمن جي ڪسوٽيءَ ڪري، ڪُڏن يا ڪرن ٿا.

---

 

# باب پنجون.

## رامُ نامُ، ستنامُ.

### (ا) نام ڪرتار جي ڪرپا ۽ گوروُءَ
### دُئاران، پراپت ٿي سگهي ٿو.

(١) سُکھ وڏ ڀاڳيئا - ھر اَمرت ڀاٺي رامَ
جِن ڪنُ ڪرم لِکِي - تِس رديءِ سماٺي رام
اَکٿ کهاٺي تني جاٺي - جِس آپ ھرپ ڪرپا ڪري
اَمر ٿِيئا ڦِر نہ موُئا - کَل کَليسا[١] دکہ ھري
ھر سرڻ پاٺي تَج[٢] نہ جاٺي - ھرپ پريم مَنِ تن ڀاٺي
بِنونت نانڪ سدا گاٺيءِ - ڀوَ اَمرت ڀاٺي.
[راڳ ٻهاڳڙا، محلا پنجوان، ڇنت (٣)٥]

(٢) موھ[٣] نِرکھ اَنانت - سرٽي آيا
بِل بِل گور دِيو - جِن نام دِرڙايا
گور نام دِيئا ڪُسل[٣] ٿِيئا - سرب اِچها پُنِيئا
جَلني ٻُجهاٺي سانت آني - مِلي چِرُي[٥] وِڇنِيئا
آنَنْد[٣] ھرکہ سھج ساچي - مھا منگل گُڻ گايا
بِنونت نانڪ نام ھرپ ڪا - گور پوُري تي پايا.
[ راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، ڇنت (۴)٢ ]

(٣) تيري ڀڳت ڀنڊار اَسنک[٦] - جِس توُن ديوُھ ميري سوامي تِس ملھ
جِسڪيءِ مستڪ گور ھاٿ - تِس ھرديءِ ھر گڻ نِکھ[٧]

---

١. دکہ، درد، ھاھ سپ ناس ٿي ويا. ٢. ڇڏڻ. ٣. مان. ۴. سکہ، خوشي. ٥. ڳچ مدت کان وِڇڙيل. ٦. بي اَنت، اَپار. ٧. نِڪن ٿا، رھن ٿا.

 

هرڪو هردي نڪهي لسڪي - جس اندر پڻو[1] ڀاوني[2] هوئي
پسن ٽوئي ڪنهي نه پرپر ٻاٻا - ٻن پيئي ٻار نه اترڻا ڪوئي
پڻو ڀاوُ[2] پريت نانڪ لسهه لاڳي - جس اوُن آپڻي ڪرپا ڪرهه
ليري ڀگت ڀنڊار اسنڪ - جس اوُن دڀوهه ميري سوامي لِس ملهه.

[راڳ ڏنڪاري، محلا چوٿان، ڇنت (٤)٣]

(٤) جس آپي ڪرپا ڪري ميرا سوامي - لِس جن ڪئهُ هر لنو لاليئي ري
سپڪر پگٿ ڪري هر ڪيري[3] - هر ڀاوئي سوٿانهه[4] ڀڪيئي ري
هر هر نامُ اموالڪ هر پهه[5] - هر ديوئي تان نام ڏياوئيي ري
جسنو نام ديئه ميرا سوامي - اس ليکا سڀ ڇڏاوئيي ري
هر نام اراذهه سي ڏانَ[6] جن ڪهيئي -
پِسن مستڪ ڀاڳ ڏُر لڪه پاوئيي ري.

[راڳ ڪيدارا، محلا چوٿان، شبد (١)]

(٥) نام نرنجن الک هئي - ڪِئهُ لکيا جائي
نام نرنجن نالِ[7] هي - ڪئهُ پائيئي ڀائي؟
نام نرنجن ورتدا[8] - رويا[9] سڀ ٺائي
گرپوري لي ڀاليئي - هردي ديئه ڏکائي
نانڪ ندري[10] ڪرمُ[10] هوءِ[10] - گر مليئي ڀائي.

[راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (١٣)]

---

١. ڀڳوان جو پڻو. ٢. شرڌا. ٣. جي. ٤. لڪائِنو، قبول. ٥. وٽ آهي. ٦. ڏنيواد جي لائق آهن. ٧. نسزديڪ، گڏو گڏ. ٨. اندر ۾ وسي ٿو. ٩. سرب وياپڪ آهي. ١٠. ڪرپا، ٻاجهه، مهر.

(٦) جن ڪئُ ستگور ڌيايا - تن ميٽِ نہ سَڪئي ڪوءِ
اونا اَندر نــام نڌانُ هئي - نــامــو پرگٽ هوءِ
نامُ پوُجيئي نــامُ مڃيئي - اَکنڊ[2] سدا سچ سوءِ.
سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٨)

(٧) هر جيئہ[3] آپڻي ڪرپــا ڪري - تان لاڳئي نام پيارُ
نانڪ نــام سَمال تون - گور ڪـــئي هيتِ[4] اَپارُ.
سري راڳ، محلا ٽيجا، شبد (٢٠)

(٨) نــامُ اَمولڪ رتنَ هئي - پوُري ستگور پــاس
ستگور سيوئي لڳيا - ڪڍ رتــن ديــوئي پرڳاسِ[5]
ڌن وڏ ڀاڳي وڏ ڀاڳيئا - جو آءِ مِلي گــور پاسِ.
سري راڳ، محلا چوٿان، شبد (٢)

(٩) پاپا لاهــا[6] لاڀ نــام - پوُرن هــونــي ڪــامُ
ڪـــر ڪرپا پــربُ ميليا - ديِتا اَپــڻا نــامُ
آوڻ جــاڻــا[7] رهـــ گيا - آپ هــوُنــا مهروانُ
سچُ محل گهرُ پــايا - گــور ڪـــا شبدُ پڇان[8].
سري راڳ، محلا پنجوان، شبد (١١)

(١٠) وام نام ڌن نِرملو - جـــي ديـــوئي ديـــوڻهارُ[3]
آگي پوُ[9] ڇ نہ هووئي - جس بيلي[10] گـــور ڪـــرتارُ[3]
آپ[3] ڇڏائــي ڇُٽيئي - آپـــي[3] بــخشــڻهــارُ.
سري راڳ، محلا پهلا، اشٽپدي (٢)١٥

(١١) لڳ[11] ڪرپا لي مارگُ[12] پاليئي - پربُ ڪرپــا لي نامُ ڌيائيئي
پربُ ڪرپا لي بندن ڇُٽيئي - لڳُ ڪرپا لي هؤمـــئي تُٽيئي.
واڳـــ گؤڙي، محلا پنجوان، شبد (١٤)

(١٢) گور پرسادِ[13] نــام مـــنِ لاڳا - جنم جنم ڪا سوُيا جــاڳـــا
اَمرت گڻ اُچري پربُ باڻي - پوُري گور ڪي سُمت پراڻي.
(٢٧)

(١٣) ڪهہ نانڪ - گـــور منتر[14] درڙايا
ڪيوَل[15] نــام - رِدُ[16] مـــاهہ سَمايا.
(٤٢)

---

١. قبوُل، اَستاپن ڪيو آهي. ٢. نهچل، قائم. ٣. پرماتما. ٤. پريت. ٥. روشنائي، سوجهرو.
٦. فائدو، نفعو. ٧. جنم مرڻ جـــو چڪر. ٨. سڃاڻ لــا. ٩. پرلوڪ پر. ١٠. سهائڪ.
١١. لُنهنجي. ١٢. سچي واهہ. ١٣. ڪرپا. ١٤. سِکيا، اُپديش. ١٥. رڳو، فقط. ١٦. هردو.

(١٤) سڀي وٿون ڪوڙيان - سچي ناءِ مِنا
سادُ آيا تن هرجنان - جڪ ساڌي ڏٺا
ٻاو ٻرهم جس لکيا - مِن لٿي وُنا.

واڪ گوڙي، محلا پنجوان، وار (١٣)

(١٥) تون ٻي اَنتُ دئيال هيئه - تيري سرڻائي
گور پوري ٻي ٻاليئه - نامي وڏيائي.

واڪ آسا، محلا تيجا، اشتپدي (١٠)

(١٦) گور ٻاڻي لاڳي تن هيڪ چڙيا - نرمولڪ رتن اپارا
هر هر نامُ اَمولڪ پايا - تيري ٻگتِ ٻري ڀنداوا.

واڪ آسا، محلا چوٿان، ڇنت (٤) ١

(١٧) جاڪتُ ڀئي ڪرپالُ پرڀُ - هر هر سيتي جپائِ
نانڪ پرڀ لکي تن وار ستُ - پيتُ ساڌ سنگائِ.

واڪ آسا، محلا پنجوان، ڇنت (٤)، سلوڪ

(١٨) گورمت - واميءِ نام ٻساني
اسٿر رهيءِ - نه ڪتهون جائي.

واڪ آسا، ڪبير صاحب، شبد (٢١)

(١٩) وام وامُ سڀ ڪو ڪهيءِ - ڪهيئي وامُ نه هوءِ
گور پرسادي وام من وَسيءِ - تان ڦلُ پاويءِ ڪوءِ.

واڪ گوجري، محلا تيجا، شبد (٤)

(٢٠) پوري گور تي نامُ پايا جاءِ - سچي شبد سچ سماءِ
اي من نام نڌانُ تون پاءِ - آپڻي گور ڪي من ليءِ رضاءِ.

واڪ وڏهنس، محلا تيجا، شبد (٨)

(٢١) جا ٻس پاوان تدهي گاوان - تان گاويءِ ڪا ڦلُ پاوان
گاوي ڪا ڦلُ هوئي - جان آپي ديوءِ سوئي.

واڪ سورٺ، محلا پهلا، شبد (١٢)

(٢٢) آپي اَمرت آپ هيءِ پيارا - آپهي رس آپيءِ
آپي آپ سلاهدا پيارا - جن نانڪ هر رسُ ڏاپيءِ.

واڪ سورٺ، محلا چوٿان، شبد (٣)

(٢٣) ستگور نام ندانُ دڙايا - چنتا سگل ٻناسي
ڪر ڪرپا اَپنو ڪر ليا - من وسيا اِبناسي.

واڪ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (٢٥)

---

١. شيؤن. ٢. شيوڪ. ٣. سادن. ٤ رهي رهيو آهي. ٥. اَملهه. ٦. بيحد گهڻو. ٧. سمرن ڪن ٿا. ٨. سگهر، گڏجي. ٩. سِکيا، اُپديش. ١٠. حڪم، آگيا. ١١. پرماتما. ١٢. مهما ڪري ٿو. ١٣. پڙ ڪرائي ٿو. ١٤. ناس ٿي، لُڙي ٿي. ١٥. پنهنجو.

(٢٤) سڀ رَتي سي نِرملي - جو ساچي جوت مِلاءِ
ستگرو مليئي نانڪ پاپا - نانڪ سڪ سماءِ.

واڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (٦)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٢٥) گهال نه ملير شيتو نه ملير - ملير آهه اچينتا
جا ڪئي ديا ڪري ميري ٺاڪر - تن گورهه ڪمالو مَنتا.

واڳ ڏاسري، محلا پنجوان، شبد (٧)

(٢٦) ڪن ڪنڀت ڪريا ڪري جگديسر - تب هر هر هر جس ڌيايو
جن نانڪ ڪئي هر پرڀي سوامي - دک هؤميءِ روگ گوايو.

واڳ گوڙي، محلا چوٿان، شبد (٢)

(٢٧) گور گيان پداوٽ نام هيءِ - هر ناءو ديهه دوڙاءِ
جس پراپت سو لهيءِ - گور چرڻي لاگيءِ آءِ.

واڳ سوهي، محلا چوٿان، اشتپدي (١٠) ٢

(٢٨) پيو پسي تُهه لوڪ ڪي - باڻي سڪ ٿانَ
ديا ڪري سمرٿ گور - بسيا من نامُ.

واڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٤٩)

(٢٩) باڻي گورو گورو هيءِ باڻي - وچ باڻي امرت ساري
گورو باڻي ڪهيءِ شيوڪ جن مانيءِ - پرتکک گورو نستاري.

واڳ نٽ ناراڻ، محلا چوٿان، اشتپدي (٥) ٤

(٣٠) هر هر ڪٿا سُڻاءِ پرڀ - گورمت هر رديءِ سماڻي
جپ هر هر ڪٿا وڏ ڀاڳيا - هر اتم پد نرباڻي
گورمکان من پرتيت هيءِ - گور پوريءِ نام سماڻي.

واڳ مارو، محلا چوٿان، شبد (٥)

(٣١) ڪليا ڪرم ڪريا پڀي ٺاڪر - ڪمرٿ هر هر ڪاٽي
سرم ٿاڪا پاني بسراما - مت ڪٺي سگلي ڏاٽي.

واڳ مارو، محلا پنجوان، شبد (٦)

(٣٢) گور ڏاٽوءِ نانڪ پاليءِ - بن ستگور پليءِ نه پاهه
ستگور ڪيءِ پاڻيءِ من وسيءِ - تان اهنس وهيءِ لٿو لاهه.

واڳ مارو، محلا پهلا، اشتپدي (٣) ١١

---

١. نرمالما. ٢. محنت. ٣. اوچتو. ٤. منتر، شبد. ٥. ڏري، اوري. ٦. دپ، ڏر. ٧. لهي.
٨. ڪُليو ڪُلايو. ٩. تاري پار ڪندو. ١٠. دک وهت. ١١. وساهه، يقين. ١٢. ڀاڳ، نصيب.
١٣. دک، تڪليف. ١٤. پٽڪو. ١٥. ڏيهن رات.

(٣٣) سُڻ سڻ آکي کيتي ڀاڻي - سڻ کهيئي کو اَنت نه جاڻي
جاکڻ اَلکُ لکائي آپـي - اَکٿ کٿا ٻُڌ ٿاهـا هي.

واڳ مارو، محلا ڀهلا، سولهو (٦) ١٢

(٣٤) جسو ٿام ڏيئڻ سو ڀائي - گور کي شبدِ هر مڻ وسائي
گور کرپا تـي نـام وسيا گهٽ اَنتر - نامو ٿام ڏياڻدا.

واڳ مارو، محلا ٿيجا، سولهو (١٢) ٢٠

(٣٥) هوءُ ڏتارا کوءِ نه سوُجهيءِ - تريُوڻ ڌاويءِ ٿان کڇوُ نه بوُجهيءِ
ستگور شـاهه ڀنڊار نـام جس - اِهه رتن لسيءِ تي ڀاڻٿا.

واڳ مارو، محلا پنجوان، سولهو (٤) ٧

(٣٦) ڏيوي سَڄُ دانُو سو ڀوواتو - سد داتا وَڏ داتا
اَمر اچوُني اَستر جاپيءِ - سـاچا محل چراتا.

واڳ لکاري، محلا پهلا، چست (٤) ٥

(٣٧) وام ٿام ڏُلڀ هيءِ ڀائي - گور پرسادِ وَسيءِ من آئي
وام ٿامُ جن پائهِ سوءِ - پوُري گور تي پراپت هوءِ.

واڳ پيرءِ، محلا ٿيجا، شبد (٩)

(٣٨) اَپٿي دپا کري سو ڀائي - هرکا ٿام مڻ وسائي
ساچُ شبد هردي من ماهِ - جنم جنم کي کلوکُ جاءِ.

واڳ پيرءِ، محلا پنجوان، شبد (٣٩)

(٣٩) ايک نـام نـاوي سنسارُ - گـور پرسادي ٿام پيارُ
بن ٿاميءِ مکت کنيءِ نه ڀائي - پوُري گور تي ٿام پليءِ ڀائي.

واڳ بسنت، محلا ٿيجا، شبد (١٠)

(٤٠) سَوب رنگ اِک رنگ ماهِ - سرب سُکا سک هرُ کيءِ ٿاءِ
تسهه ڀراپت اِهـ ٿداں - نـانڪ گور جس کري داں.

واڳ بسنت، محلا پنجوان، شبد (٢)

(٤١) هر کا ٿام اَمرت هر هر هَري - سو پيئي جس وامُ پياسي
هر آپ دپال دپا کر ميليءِ جس ستگوروُ -
سو جن هر هر اَمرت ٿام چکاسي.

واڳ سارنگ، محلا چوٿان، شبد (١٢)

(٤٢) ايکو ٿامُ اَمرتَ هيءِ مينا - جگ نرمل سچ سـوتـي
ٿانک ٿام پرپوُ تي پاييءِ - جن کٿ ڏر لکيا هوئي.

واڳ ملار، محلا ٿيجا، شبد (٤)

---

١. ڀرپاتما. ٢. ٻڌي، سمجهه. ٣. مندر، در. ٤. ليئيءِ لـوک. ٥. دان. ٦. وڏو عقلمند.
٧. آد کان. ٨. درلڀ. ٩. ڳولهي ٿو. ١٠. ڀاپ، گناهه. ١١. اوائل کان.

(٤٣) هر اُسـر هر پربَ نامُ هيِ - گور بِجن سَياگُسـيِ لِيِتا
دکہ داَلَدٌ سيو لهِ گيا - جهان نسـاء گوروُ هر ديتا۔

واڳسـر کانڑا، محلا چـوتان، وار (١١)

(٤٤) گور پوُري نـسـامُ دوڙايا - جِن وچهُ پـسـومُ چُڪايا
رام نامُ هر کيرت گاء - کـسـر چـسـانڻ مگ دِکايا۔

سلوک محلا چوتان، (٢٨)

١. خوش نصيب. ٢. حاصل ڪيو آهي. ٣. غريبت. ٤. سچي راهه، مارگ.

 

## (٣) نام جي مهما.

(١) سو آئسا هر نام ڌيائيءِ من ميري – جو سَيها أبر حڪم چالي
سو آئسا هر نام جَپيئيءِ من ميري – جو آئيءَ[1] آئسر لئي ڇڏالي
سو آئسا هر نام جپيئيءِ من ميري – جو من ڪي ترشنا سڀ ڀُڪ ڪوالي
سو گورمک نام جپيا وڏ ڀاڳي – تِن نِندڪ دُشت سڀ ڦِري ڀالي
نانڪ نام آرادُ[2] سڀنا تي وڏا – سڀ ناوِءِ[3] آگي آڻِ پوالي.
[سري راڳ، محلا چوٿان، وار (١٣)]

(٢) جِهه مارگ[4] ڪي گني جاهِ نه ڪوسا[5] – هر ڪا نامُ اُهان سنگِ توشا[6]
جهه پيهڊي[2] مها اند غُبارا – هر ڪا نامُ سنگِ اجيئارا[7]
جهان پنٿ[3] تيرا ڪو نه سڃاڻو – هر ڪا نام تِهه نال پڇاڻو
جهه مها ڀيان تپت بهه گهامَ[8] – تهه هر ڪي نام ڪي تُم اوپر ڇامَ[9]
جهان تِرکا[10] مَن تجهه آڪرکي[11] – تهه نانڪ هر هر امرت برکي[12].
[راڳ گؤڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب اشٽپدي (٢)٢]

(٣) گهر[13] رهه – ري من مُگڌ اياڻي – رامُ جپهُ انتر گت ڌياني
لالچ ڇوڙِ رچهُ اَپرَ‌ڀر[14] – اِءُ پاوهُ مُڪت دُئارا هي
جِس بسريءِ جم جوهڻ[15] لاڳيءِ – سڀ سک جاهِ دکا فُن آڳيءِ
رامُ نام جپ گُورمکِ جيئڙي – ايهُ پرم[16] تتُ[17] وچارا هي
هر هر نام جپهُ رس ميٺا – گورمک هر رس انتر ڏٺا
اهنسِ[18] رام رههُ رنگِ راتي – ايهُ جپُ تپُ سنجمُ سارا هي

---

١. آئيءَ ويلي، وقت. ٢. سمرن ڪر، جاپ ڪر. ٣. نام جپيندڙ. ٤. پرلوڪ جي واٽ.
٥. ڪوهه. ٦. رستي يا پنڌ لي. ٧. روشنائي، سوجهرو. ٨. گرمي. ٩. ڇانؤ. ١٠. اُڃ.
١١. ساڙيندو ڪندي. ١٢. ورکا. ١٣. پنهنجو اندر، هردو. ١٤. پرماتما. ١٥. مار پوندي.
١٦. هي پدا. ١٧. گيان جو سار. ١٨. ڏينهن رات.

 

رام نام گُرو ٻجهي ٻولهُ - سَنت سڀا مهِ اِهو رسُ ٽولهُ[1]
گُرمت کوج لهھُ گهرُ اَپنا - ٻهڙُ نه گربُ مَجهارا هي
سچُ نيرتَ ناوڻُ هر گڻ گاوڻُ - تتُ ويچارڻُ هر لِوَ لاوڻُ
اَنتڪال جمُ جوهِ نه ساڪي - هر ٻولهُ رام پيارا هي
پنچَ تتُ مِل ڪايا[2] ڪيني - تِس مهِ رام رَتنُ ليو چيني
آتم[3] رامُ رامُ هي آتمُ[4] - هر پائيي شبد ويچارا هي
هر ڪي ڀڳت ڪرهُ جَن ڀائي - اَڪٿ ڪٿهُ منُ[3] منهِ[4] سمائي
اُٺ[5] چلنا تاڪ[6] رکهُ گهرُ اپني - دک ڪاٽي ڪاٽڻهارا هي
هر گر پوري کي اوٽ[7] پَرائي[8] - گُرمک هر لِوَ گُرمک[9] جائي
نانک رام نامُ مت[10] اُتمُ - هر بخشي پارا اُتارا هي.

[راڳ مارُو، محلا پهلا، سولهو (10)]

سري راڳ، محلا تيجا، شبد (2)

(4) هُر[11] هار ڪنت جني پهريا - گُر چرڻي چت لاء
تِنان پِچهي رِدِ[12] سِد[13] فِري - اونان تِلُ[13] نه طماع[14].
(14)

(5) نامَ رَتِي[15] سي نرملي - گُر ڪي سهج سُڀاء
مَن تن رالا رنگُ[16] سدُ - رَسنا[17] رسِن رَساء
نانک رنگُ نه اُتري - جو هر[4] دُر چوڙيا لاء.
(17)

(6) جني چاکيا تني[18] سواد پايا - بِن چاکي ڀرم ڀلاء
اَمرت ساچا نامُ هي - ڪهڻا ڪڇو نه جاء
پيوُت هو[19] پرواڻ[20] ڀيا - پُوري شبدِ سماء.

---

1. ڳولهه، لهه. 2. ديهي، سرير. 3. جيو آتما. 4. پرماتما. 5. چنچل. 6. اَستر. 7. آجهو، شرڻ. 8. ورلي. 9. گوروءَ معرفت. 10. سمجهه، بُڌي. 11. پرماتما جي نام جو. 12. سڀ رِدِيون سِدِيون. 13. ورتيءَ مالڪ. 14. لمعا. 15. رتل، رنگيل. 16. پرماتما جو پريم. 17. زبان. 18. سواد. 19. پيئندي ئي. 20. پرماتما جي دربار ۾ قبول پيا.

(٧) اَوڌ[1] سرپر ڪَنالِيئي - پرو ڪروٽس[2] ڏراءِ
تنُ هيمنچل[3] گاليئي - پِي من تي روڳ نه جاءِ
هر نامي تِل نه پُڄيئي - سَبِ[4] ڏٺي ٺوڪ[5] وڄاءِ.

سري راڳ، محلا پهلا، اشٽپدي (٣)١٤

(٨) هر ڪا نام رکهه اُڌاري - نام رَتي پُوجل اُرهه ٻاري
اَلهد واجي نِج گهر واسا - نام رَتي گهر ماهه اُداسا.

راڳ گوڙي، محلا نهان، شبد (١٣)

(٩) آنَ رَسا[6] جيتي ليءِ چاکي - نِمِک نه تِرِشنا تيري لاٿي
هر رَس ڪا تُون چاکهِ سادُ - چاکت هوءِ رهه وسمادُ[7].

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (١٥)

(١٠) راجُ جوبنُ اَوڌ[8] جو ديسيءِ - سب ڪڇ جگ مهه گهاٽيا
نام نڌانُ سد نَوتن[9] نِرمل - اِهه نانڪ هر ڌن کاٽيا.

(١٣١)

(١١) هرکا نام مِيٺا پراجيڻُ[10] - جسان چالهه چت لاٿي
وَسنا هر رس چاکهُ مُيي جيڻُ[11] - اَن رس سباد ڪرالي.

راڳ گوڙي، محلا نهان، چهت (٢)٥

(١٢) سَرب نڌانُ[12] مهه - هر نام نڌان
جپ نانڪ - درگهه پَروانُ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٢)١٩

(١٣) جِنان اَندر نام نڌان هر - تن کي ڪاج دَيهه آئدي راسِ
تن چُوکي مُحتاجي لوڪن ڪي - هرِ پرب[13] اَنگ ڪريءِ بئنا پاس.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، وار (١٠)

(١٤) اَمرت نام نڌان هيءِ - مِل پيوهو ڀائي
جِس سمرت سک پائيئي - سب تِکا[14] بجهائي.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، وار (٣)

(١٥) کهه ڪبير جيوَن پدُ[15] ڪارن - هر کي ڀگت ڪريجيءِ
ايڪ اَڌار نام نارائن - رسنا[16] رام رَوِجيءِ.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٦٥)

---

١. اَڌو اَڌ. ٢. ڪاراٽي. ٣. هماچل پربت. ٤. اِهي سب ڳالهيوُن. ٥. ٺوڪي، وڄائي، چڱيءَ طرح سان وِچاري. ٦. ٻيا وشين، وکاون جا رس. ٧. تعجب، اَمرِس. ٨. عمر، حياتي. ٩. نقصانڪار، ناسوَنت. ١٠. نئون سئون. ١١. هي مٺهڙا پيارا يا پياري. ١٢. خزانو. ١٣. پکش. ١٤. ترشنا، اُڃ. ١٥. اوُچ پدوي. ١٦. زبان سان جهڙ گهرجي.

(١٦) ساچي نام کي تِل وَڏائي - آکِ ٿکي قيمت نهي پائي
جي سڀ مِلِڪي آکڻ پاء - وَڏا نه هووي گهاٽِ نه جاء.

واڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٣)

(١٧) ٿِليو ڪُنجُريِئا سرِ ڪَنڪ چِتريِئا - هر يڪت پِيا ڏُون گَڏ ليِئا
وِوُپ سُمدرِيئا اُنڪ اِستريِئا - هر وس بن سُعاد ٿڪُرِيئا.

واڳ آسا، محلا پنجوان، شبڪ (٥٥)

(١٨) اُوَر نه اُوکَڌ تَسُ نه مَنتا - هر هر سمرن ڪِلوڪ هَنتا
تُون آپ ٻلاوهه نام وسار - تُون آپي راکهه ڪرپا ڌار.

واڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (٣)٩

(١٩) نامي هي گهٽ چانڻا - نامي سوڀا پائي
نامي هي سک اُوپجي - نامي سرڻائي.

واڳ آسا، محلا تيجا، اشٽپدي (٥)٧

(٢٠) نام ڏن نام سڪ راجِا - نام ڪتب سهائي
نام سَنوٽ گو ر نانڪ ڪَٿ ڏيِئي - اوهه مري نه آوي جائي.

واڳ گوجري، محلا پنجوان، شبد (٨)

(٢١) ايڪو نهچل نام ڏُن - هور ڏن آوي جاء
اِس ڏَن ڪَٿ تَسڪرُ جُوهه نه سڪي - نا او چُڪاليِ جاء.

واڳ گوجري، محلا تيجا، وار (٧)

(٢٢) واهُ واهُ بائي سچ هي - سچ مِلاوان هوء
نانڪ واهه واهه ڪرِيئا پرڀ پايا - ڪرم پراپت هوء.

(١٤)

(٢٣) جپر جپر کي ڪلوڪ ناسهِ - ڪوٽ مَجن اِشنانا
نام تِڌان گاوَت کِڻ گوبند - لاگو سهج ڏپانا.

واڳ ديوگنڌاري، محلا پنجوان، شبد (١٨)

(٢٤) ڪَل مهه ايڪ نام ڪرپا نِڌ - جاهه جپي گت پاوي
اُوَر ڌرم ناڪي سم ناهن - اِهه بِڌ بيِد ٻتاوي.

واڳ سورٺ، محلا ناوان، شبد (٥)

(٢٥) نام ڏن جِس جَن کي پاليِ - سوئي پورا شاها
نام بِهارا نانڪ آڌارا - نام پراپت لاهنا.

واڳ ڌاسري، محلا پنجوان، شبد (٣٧)

---

١. گڏجي. ٢. هالي. ٣. سونو. ٤. خاڪ. ٥. ٿڪو، بيسوادي. ٦. ملر، دوا. ٧. لوڙهه لين لا. ٨. هودي پر. ٩. ٻرپت ڪري لو. ١٠. پُوڄي، ملڪيت. ١١. چور. ١٢. نکي ١٣. پرماتما. ١٤. ڪروڙين. ١٥. اِشنان. ١٦. ڪلجُگ. ١٧. رِيت، وسٽو. ١٨. پليِ. ١٩. وهنوار، وهٽي کهٽي. ٢٠. فائدو.

(٢٦) نِج پوم جڳوم پِڌ لکِيُڏ - رام نسام ليهي
گرو پرساد جَن ڪبير - رام ڪر سَنيهي.

واڻِي ڏناسري، ڪبير صاحب، شبد (٥)

(٢٧) ناهُ تيرا ديُوا نام تيرو باٽِي - نام تيرو تيل لي ماهِ پَساري
نام تيري ڪي جوت لڳائي - ڀيو اجيارو ڀَوَن سَگلاري.

واڻِي ڏناسري، ڀڳت رويداس، شبد (٣)

(٢٨) قدرت قِيم نه جاڻيئي - وڏا ويپرواهُ
ڪر بندي تُون بندگي - جِچر گهٽ مهِ ساهُ.

واڻِي تلنگ، محلا پهريان، شبد (٣)

(٢٩) هرِڪا مارگ آکيئي - ڪهُ ڪِت پِڌ جاڻيئي
هر هر تيرا نام هي - هر خرچ لئي جاڻيئي.

واڻِي تلنگ، محلا چوٿان، شبد (١٩) (١)
[ٻيو دفع]

(٣٠) چاڪريئا چڱاڻيئا - اَوُر سياڻپ ڪِتُ
نانڪ نام سَمال تُون - بَڌا ڇُٽهِ جِتُ.

واڻِي سُوهِي، محلا پهلا، شبد (٣)

(٣١) نامي هي لئي سب ڪيهُ هوُنا - بِن ستگور نام نه جاڻيئي
گرو ڪا شبد مها رس مِٺا - بِن چاکيئي ساد نه جاڻيئي.

واڻِي سُوهِي، محلا ٽيجا، اشٽپدي (١) (١)

(٣٢) سِمرت بيد پراڻ پڪارن پوٿيئا -
نام بِنا سب ڪُوڙ گالِي هوڇِيئان
سوڏت سوڏت سوڏ تتُ بيچاريا -
نام بنا سک ناهِ سوڇو هاريا.

واڻِي سُوهِي، محلا پهريان، اشٽپدي (٥)

(٣٣) ملمَئي مِليا نا مليءِ - مليءِ مليا جي هـوءِ
اَنتر آتمي جي مليءِ - مليا ڪهيئي سوءِ.

واڻِي سُوهِي، محلا ٽيجا، وار (١٩) سلوڪ محلا ڏوُجا

---

١. سُڪرم. ٢. ڪُڪرم. ٣. نيهن. ٤. ڏيئو. ٥. وٽ. ٦. وڇهان ٿو. ٧. سوجهرو، روشنائي. ٨. سـاري سنسار ۾. ٩. مُلهه. ١٠. جيستائين. ١١. واٽ لاءِ سمر، ٿـوشو. ١٢. شيوا. ١٣. ايمانداري، ساڻ. ١٤. چاڙ نٿي لـڳي. ١٥. ستاويهه سِمرتيون. ١٦. ڳالهيون. ١٧. اَشد. ١٨. لهوڙ. ١٩. آخر. ٢٠. ملهي جو يا پڙلڪي نموني جو ملڻ. ٢١. سچي پرير وسيلي ملڻ.

 

(٣٤) رام نام وس رام رسائڻ - هر شيوڪ سنت جيهه
چار پدارٿ چاري پائي - گورمت نانڪ هر ڀڄهه.

واڳ بلاول، محلا چوٿان، شبد (٣)

(٣٥) روپ رنگ خوشيئا من ڀوڳڻ - ليتي ڇدر وڪارا
هر ڪا نام نڌان ڪلياڻا - سوک سهج اهه سارا.

واڳ مارو، محلا پنجوان، شبد (١٩)

(٣٦) سُکيا رُپيا سڀ ڏائڻ هوءِ - مالي رل جالي
ٻن ناوي نال نه چليءِ - ستگور بوجهه بجهالي
نانڪ نام رلي سي نرملي - ساچي رهي سمائي.

واڳ مارو، محلا پهلا، اشٽپدي (٨)٥

(٣٧) اس جگ مهه نام نڌان هيءِ - نامو نال چليءِ
ايهه اکٽ ڪدي نه نکٽيءِ - کاءِ خرچ پليءِ.

واڳ مارو، محلا تيجا، وار (١٥)

(٣٨) ڪوجت ڪوجت اهي بيچارا - سرب سکا هر ناما
کهه نانڪ لس پهر پراپت - جاڪي ليک متاما.

واڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (١١)

(٣٩) جن وڏڀاڳي ليري نام ڪي - تني رلي من ماهه
نانڪ امرت ايڪ هيءِ - دوجا امرت ناهه.

واڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (٤)، سلوڪ محلا دوجا

(٤٠) هر ڪيرت اتم نام هيءِ - وچ ڪلجڪ ڪرڻي سارُ
مت گورمت ڪيرت پائيءِ - هر ناما هر ار هارُ.

واڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، وار (٤)

(٤١) ناءِ تيرا نانڪ ناءِ ديباڻ - ناءِ تيرا لشڪر ناءِ سلطانُ
ناءِ تيري مانڪ مهت پرواڻ - تيري ندري ڪرم پوءِ نيشاڻ.

واڳ پربڀاتي، محلا پهلا، شبد (١)

(٤٢) اوکد نام اپار - امولڪ پيجيءِ
مل مل کاوهه سنت - سگل ڪئي ديجيءِ.

ڳونڊ، محلا پنجوان، پوڙي (٢٢)

(٤٣) ڪبير ڀروپاڻي ناري ڪسهه - تئو اءِ ڪسيءِ سرپو
اي ڏهه اکسر نا کسهه - سو کهه رهيو ڪبيرُ.

سلوڪ، ڪبير صاحب (١٧١)

---

١. وسيلو، ملو. ٢. پاپ، گناهه. ٣. آنند رولي. ٤. ڏائڻ. ٥. پرماتما. ٦. ناڻ سان. ٧. مسڪ پر.
٨. هردي پر هار ڪري ٽڪي چلي. ٩. آسرو. ١٠. عزت. ١١. مرتبو. ١٢. ڪم لي وڃن ٿا.
١٣. رام يا رام نام. ١٤. قابو، سوکهو جهلي ٿو.

(٢٢٥)

(٤٤) ڪبير رام رٽڻ مک ڪـــوڙي - ٻارڪ[1] آڪي ڪولِ
ڪوڙـي آهِ مِلڪو ڪـاهڪي[2] - ليڪو مهکي[3] مولِ.

سـلـوڪ، محلا ٽاوان، (٥٧)

(٤٥) رام نام اوميِ گهيو[4] - جاڪيِ سـر[5] نهي ڪــوه
جِهِ سِمرت سنڪت[6] مِٽي - درسَن ٿهارو هــوه.

١. ٻالڪ. ٢. گراهڪ. ٣. گري ملهه يا ٻها ني. ٤. آلدو هردي ۾ سمرن ڪريو. ٥. برابري ۾.
٦. دک درد.

 

## (٣) چار جُڳ.

(١) ڪوڙي ڪَرُ ڪِرا[1] کهيو - ڪريو[1] ساوَ نه جاڻيو

آنڌي ڪا ناءُ ڀارڪُو - ڪَلِي[2] ڪال وڌاڻيو

سوُني ڪَرُ جاڳت کهيو - جاڳت ڪرُ سوُتا[3]

جيوت[4] ڪرُ موُئا[5] کهيو - موُئي[5] نهي روتا

آوَت[4] ڪرُ جاتا[5] کهيو - جائي[5] ڪرُ آيا[4]

پرڪي[6] ڪرُ اَپنا کهيو - اَپني[7] نهي ڀايا

ميٺي[8] ڪرُ ڪوڙا[9] کهيو - ڪڙوُي[9] ڪرُ ميٺا[8]

راتي[4] ڪي نندا ڪرهِ - اَيسا ڪَل[2] مهِ ڊيٺا

چيري[10] ڪي سيوا ڪرهِ - ٺاڪُر[11] نهي ديسيو

پوکرُ[12] نيرُ وِروليئو - ماکن[13] نهي ريسيو.

[راڳُ گوڙي، محلا پهلا، اشٽپدي (١٨)]

(٢) ستجڳ سچ کهيو سڀ ڪوئي - گهر گهر ڀڳت گورمکِ[14] هوئي

ستجڳ ڌرم پير هيو چار - گوُرمکِ[14] بوُجهيو ڪو ٻيچار

جُڳ چاري - نام وڏيائي هوئي

جو نام لاڳيو سو مُڪت هوويو - گور بِن نام نه پاويو ڪوئي. (ا؛ ر.)

ترِيتيو[15] اِڪ ڪَل[16] ڪيني دوُر - پاکنڊ ورتيا هر[11] جاڻن دوُر

گوُرمک[14] بوُجهيو سوجهي هوئي - اَنتر نام وسيو سک هوئي

دُئاپر[17] دوُجيو[18] ڊبڌا هوء - ڀرمِ ڀُلائي جاڻن دوء[19]

دئاپر[17] ڌرم دهء پير رکائي - گورمک هوويو تان نام درڙاويو[21]

---

١. سچا، سنا. ٢. ڪلجڳ جيو سمو. ٣. نند ۾ سمهيل. ٤. سنت مهاتمائُون. ٥. اَگياني جيو. ٦. پرائي، ديهي. ٧. آتما. ٨. رام نام. ٩. وڪار. ١٠. مايا. ١١. پرماتما. ١٢. تلاءُ. ١٣. اڪرندو. ١٤. گوروءَ معرفت. ١٥. ترِيتا جُڳ. ١٦. شڪتي. (سچ). ١٧. دُئاپر جُڳ. ١٨. دُليت ڀاوَ ٻيائي. ١٩. ٻه، پرماتما ۽ پرڪرتي. ٢٠. سچ ۽ پرلوڪي ڪرم لي ويوُن. ٢١. گرهڻ ڪري.

کلجگ کلا اِک رهائی - اِک اَمر چلیع مایا موه وِڈائی[1]
مایا موه اَس غُبار[2] - ستگور بِنٹی نام اَدار
سب جُگ مهِ ساچا ایکو سوئی - سب مهِ سچ[3] دُوجا نهی کوئی
ساچی کیرت سچ سکھ هوئی - گورمکھ نام وکھائی کوئی
سب جُگ مهِ نام اُتم هوئی - گورمکھ ورلا بوجھی کوئی
هر نام دِیائی بھگت جن سوئی - نانک جُگ جُگ نام وڈیائی هوئی۔

[راگ رامکلی، محلا تیجا، شبد (۱)]

(۳) اِس کلجگ مهِ - کرم دَرم نہ کوئی
کلی کا جنم - چنڈال[4] کی گھر هوئی۔ — راگ گوڑی، محلا تیجا، شبد (۱۰)

(۴) ستجگ سَت[5] تیتا جگی[6] - دُواپر پوجا چار[7]
تینو جُگ تینو دِڑی[8] - کلِ کیول نام اَدار۔ — راگ گوڑی، بھگت روداس، شبد (۵)

(۵) کلِ[9] کلوالی[10] مایا مَد میٹھا[11] - من متوالا پیوت رهی
آپی[3] روپ کری بهُ بھانتی[12] - نانک بپڑا[13] ایو کهی۔ — راگ آسا، محلا پهلا، شبد (۵)

(۶) جِن مِل ماری پنچ[4] سُوربیر[14] - ایسو کون بلی رے
جِن پنچ[4] مار بِدار گُدارے[15] - سو پورا اِه کلی[9] رے۔ — راگ آسا، محلا پنجواں، شبد (۱۳۲)

(۷) ستجگ رتھ سنتوکھ کا - دَرم اگے رتھواهُ[16]
تریتی رتھ جتی[17] کا - جور[17] اگے رتھواهُ
دُواپر رتھ تپی[18] کا - ستّ[5] اگے رتھواهُ
کلجگ رتھ اگن[2] کا - کوڑ اگے رتھواهُ۔ — راگ آسا، محلا پهلا، وار (۱۳)

---

۱. وام مارگ. ۲. اَندھ. ۳. پرماتما. ۴. پنچ وکار. ۵. سچ. ٦. یگیه. ۷. دستور. ۸. گرهن کیتوں. ۹. کلجگ. ۱۰. کل کل کرن والی. ۱۱. لمبو. ۱۲. انیک پرکارن جا. ۱۳. وچارو. ۱۴. سُورمو. ۱۵. زندگی ... ناس کیا آهن. ۱٦. هلا لیند ژ. ۱۷. بل، بهادری. ۱۸. تپ.

(۸) کلسي آلدر لسالکا - جناں[1] دا اؤلار
ہُس جنوُرا ذیتہ جنوُري[1] - جورُوُ[2] جناں دا سکدار[3] ۔

(۹) کل مہ ایک نام کرائل - جاہ جہیتتي گت پاويۓ
اؤر ذرم ناکيۓ سر[4] ناھن - اھ بسدّ[5] بید سعاويۓ ۔

(۱۰) چھہ جُگي کل کالي[6] کاندي - اۓ اُبر پدوي اس جگ ماھ
گُورمکہ[7] ھر کیرت قل پالیتي - جن کتہ ھُر[8] لِکہ پساھ ۔

(۱۱) جُگ جگ آپو آپنا ذرم ھيۓ - سوذ[9] دیکھہ بید پُرانا
گورمکہ جني ذیاليا ھر ھر[8] - جُگ لي پوُري پرواڻا[11] ۔

(۱۲) پرلمي[12] وَسیا سمت کا کیڑا - لرہتي مھ کيۓ پيا ڈلیڑا
ڈلیتا آرذُو[13] آرذ سمایا - ایک رھیا تاں ایک[8] دکھایا ۔

(۱۳) جي کو ست کريۓ سو چيجيۓ[14] - لپ گھر لپ نہ ھولي
جي کو ناۓ لئي بد ناوي[15] - کل کي لکھ[16] ایھي ۔

(۱۴) کلجگ مھ کیرل پرذانا[17] - گوُرمکہ جویتي لاۓ ذیانا
آپ تريۓ سکلي کل تاري[18] - ھر[8] درگھہ پت سۓ جاندا ۔

(۱۵) اس جُگ مھ نام لذاں[19] ھيۓ - نامو نال چلیۓ
ابھ اکت کدي نہ نکتتي - کاۓ ھرچتہ پلیۓ ۔

(۱۶) کل مھ پرپس[1] جني رام[8] نہ پچانا -
ستجگ[20] پرم ھنس بیچاري
دتاپر تریتيۓ مانس ورلھ[21] - ورلي ھوۓ ميۓ ساري ۔

واکے بھاگڑا، محلا چوتاں، وار (۳۰)، سلوک محلا پہلا

واکے سورٹھ، محلا تاواں، شبد (۵)

واکے سورٹھ، محلا چوتاں، وار (۳۲)، سلوک محلا تیجا

واکے بلاول، محلا تیجا، شبد (۴)

واکے رامکلي، محلا پنجواں، شبد (۱۲)

واکے رامکلي، محلا پہلا، اشٹپدي (۳)۱

واکے ماروُ، محلا پنجواں، سولھو (۶)۵

واکے ماروُ، محلا تیجا، وار (۱۵)

واکے بیرۓ، محلا تیجا، شبد (۱۶)

۱. جن جنطیوُن، پوُرے پوُلطیوُن، ملین مت وارا انسان۔ ۲. استري۔ ۳. مہندار۔ ۴. برابر۔ ۵. نصیحت۔ ۶. کارو سمجھیو وجي نو۔ ۷. گوروُ = معرفت۔ ۸. پرماتما۔ ۹. پڑھي ذسو۔ ۱۰. جُگتي۔ ۱۱. قبوُل، پاس۔ ۱۲. ستجگ۔ ۱۳. آذو آذ۔ ۱۴. تکلیف پر پتي لسو۔ ۱۵. بدنامي۔ ۱۶. لیکھ، کارناما۔ ۱۷. اُبر۔ ۱۸. کٹمب۔ ۱۹. انگ سنگ۔ ۲۰. سنت مہاتماتوں۔ ۲۱. کرم کاند۔

(١٧) ڪلجگ مهہ - اِڪ نام اَڌارُ[1]
نانڪ بولي - بوهر اسيچار.
(١٨) وَلنا[2] هوليعان پوڏيتا[3] - پوشُ[4] هوئي سنيگاد[5]
سيل[6] سنجم[7] سچ[8] پتي[9] - ڪاٽا ڪاجُ اَهاجُ[10].
(١٩) پوع[11] ناسِ[9] ڌرمت[12] هُرِن[9] - ڪُل مهہ هرڪو نام
نِس ڏن جو نانڪ پڄيو - سقل هوهہ لهہ ڪامُ[13].

واڳ پرڀوڳ، محلا پنجوان، شبد (١١)

واڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (١٤)، سلوڪ محلا پهلا

سلوڪ، محلا ناوان، (٢٠)

---

١. چونڪارو. ٢. استرون. ٣. مت ڏيڻ وارون. ٤. مڙس. ٥. پاپي. ٦. سچائي.
٧. اِندرين تي ضابطو. ٨. پوٽرتائي. ٩. ڪر لي ولي آهي. ١٠. چمڪي وارو. ١١. پوڙ.
١٢. ڪُمت. ١٣. واسو ڏيهن.

 

## نامُ ڪٿان ملندو؟

## نام جي مهما.

صاحب سمجهائين ٿا تہ نام جي مهان وس، ستنام جي پوتر باڻي يا رام نام جو اَمرت ۽ چوطرف اٿين وسي رهيو آهي، جيئن پرماتما پاڻ سروويا پڪ ٿي، هر وقت ۽ هر هنڌ رمي رهيو آهي. نام پر سڀ سک سمايل آهن. نام دتارن سارو سنسار تري پار پهچي سگهي ٿو. پر جي نام اَملهہ آهي تہ دولڀ بہ آهي. ڪنهن ورلي نصيب واري کي هٿ چڙهي ٿو، چو تہ نام جا ڳاهڪ بہ ڪي ورلي نصيب وارا آهن. عام طور تہ سڀ کي، نام جي نالي لي ناٽو گهرجي. تنهن ڪري، وڏو جنهن کي ڀڳوان جو پڙ آهي، جنهن کي پرماتما لاءِ اُڃ پيار آهي، جنهن جا ڪرم سنا آهن ۽ جنهن تي ڌُر جو ليک لکيل آهي، سوئي نام پراپت ڪري ٿو، گوبند جا گڻ ڳائي ٿو ۽ هردي سان هريءَ جو ڪيرتن ڪري، پاڻ تاري ٿو.

ڪليا ڪرم ڪرپا پئي ناڪر - ڪيرتن هر هر ڳائي
سَرم ٿاڪا پائي بِسراما - مِت ڳئي سگلي ڏائي.

راڳ مارو، محلا پنجوان، شبد (٦)

سو نام ملي ٿو ڪرتار جي ڪرپا سان. جڏهين رب جو رحم ٿئي ٿو، تڏهين ئي ستگرو جو شبد يا مرشد جو منتر ملي ٿو. پر اهي هيرا هٿ چڙهندا ڪنهن کي؟ جو حرص حواس کي قتي ڪري، هيرن جو واپاري ٿيندو. هر دل سان هر دم ٿي، هر رنگ ۽ هر آواز پر ايندو. سو اي پندا، توُن بہ پهنجي هردي روپي زمين کي صدق جو ٻج ڏي، سک ۽ شرڌا جو پاڻ ڏي تہ مالڪ جي مهرميا جو مينهن وسي. پوءِ نام جو سلو اُڀرندو، جو مڪتيءَ جو ڦل ڏيندو. سُڪيءَ ۽ سڪٽيءَ زمين تي بہ ڪڏهين ٻوٽو پُڪي آهي؟ جهڙي زمين جي لائقي تهڙو لاڀارو. جيتري محنت تيتري مزدوري. سو لڳ پريتم جي پياري، تہ پهچين ڪناري. صاحب فرمائين ٿا:

(١) جان تُس پاوان تدهي گاوان - تان گاويءَ ڪا ڦل پاوان
گاويءَ ڪا ڦل هوئي - جان آپي ديوي سوئي.

راڳ سورٺ، محلا پهلا، شبد (١٢)

(٢) گهال نہ مليو سيو نہ مليو - مليو آءِ اَچنتا
جا ڪئُ ديا ڪري ميري ٺاڪر - تن گرهہ ڪماوُ منتا.

راڳ ڌناسري، محلا پنجوان، شبد (٧)

پرماتما پاڻ ئي نام آهي ۽ نام جي رس آهي. جنهن تي مهر ڪري تنهن کي نام جو دان ڏئي، باڻيءَ جي ڏات ڏئي، اَڪٿ ڪٿا ڪٿائي ۽ اَلک لکائي. اهي پيارا هيءَ

اُمرت پيئندا جن کي پرماتما ڀاڳ ڀاريندو. اُچي نه لو مٿان ٻر ڪنهنجي هٿان. اهي هٿ آهن ستگور جا. تنهن ڪري، اي ٻندا، ستگور جي شرڻ وٺ، ستگور جو پلؤ پڪڙ نه ڀرانتي لٿي. ستگور جي سچيءَ دل سان، تن من ڌن سان سيوا ڪر ته ميوا ملي. نام جو رتن، گيان جو پدارٿ، شبد جو منتر ۽ مڪتيءَ جو مارگ، سڀ ستگوُر وٽ آهن. ٻيا در پنڪڄ اُجايا آهن. ٻيا وسيلا وڙوٿ ويندا. ستگوُر جي چانئٽ وٺ ۽ ستگوُر جي چرنن جي اوٽ ۾ رهه ته من مٿي تي هٿ رکي، نام جو پرڪاش ڏيکاريندي ۽ من ۾ ئي موُلسي ملائيندي. سچي ستگور کي ئي اِها شڪتي عطا ٿيل آهي. ستگوُر جي ڏنل ڏات ڪير به گهٽائي يا مِٽائي نه سگهندو. ٻر ڪو ورلو وانئڙهوُ لو اِها وصل جي وٽ ڳهري.

جن ڪئُ ستگوُر ڀاپيا - تن ميٽ نه سڪيءَ ڪوءِ
اونا اَندر نام نِڌان هيءُ - ناموُ پرگٽ هوءِ
ناءِ پوُجيئي ناءِ منيئي - اَکنڊ سدا سچ سوءِ.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٨)

ڪرتار جي ڪرپا ۽ ستگور وٽ سيوا سان، نام نِڌان نه حاصل ٿئي ٿو. ٻـر ٻوُري جاپ، سمرن، اَڀياس، ڌيان ۽ ڌارنا لاءِ، ٽري سادن ۽ سنتن جو سنگ به بلڪل ضروري آهي. سنگ ٽاري ڪسنگ ٻوڙي. ڪسنگ ڪبو ته وري من تي مر چڙهندي، قلب تي ڪٽ لڳندي. ٻر جي ستسنگ ڪبو ته من جي صفائي ٿيندي رهندي، قلب جي ڪارنهن تي قلعي لڳندي. من مندر ۾ ميراڻ آئي، مالڪ موٽ ڏالي ٿو ۽ من مندر جي اوُجلتا ۾ ايشوُر کي آئي آنند اچي ٿو. نام جي لوڙيءَ ۾، سائين، ستگور، سنت ۽ سِک، چارئي اِلمن سوٽ ٻڌا ٻيا آهن. مـن مقبري جا مدارا آهن. ڪڏهين چارئي جدا لڳن ته ڪڏهين هڪ ئي وجن. اِنهيءَ مُفارقت هوُندي ٻ محڪم آهن، چو ته نام جي باطني بنياد تي ٻلند ٻمنل آهن.

جاڪئُ ٿئي ڪرپال پربهُ - هر هر سيئي جپاءِ
نانڪ پريت لڳي تن رام سئُ - ڀيٽت ساڌ سنگاءِ.

راڳ آسا، محلا، پنجوان، ڇنت (٤)

صاحب پڌايو آهي ته نام جي مهما اَپار، اَلک، اَگم ۽ اڪٿ آهي. مهما ڪندي ڪندي، سڀ سنت مهاتمائوُن ٿي اَنت ٿي اَنت چوندا ويا. نام آهي نرنجن، اَمر، اَٽل، ۽ اَبناسي. نام آهي سچو سُک، مها منگل ۽ اَتي آنند. ويد پُران ۽ شاستر سِمرتيوُن نام جي ٿوري مهما ڪري نه سگهيوُن آهن ۽ نه قيمت ڪٿي سگهيوُن آهن. ٻر نام نه واکاڻ سان وڌو ٿو ٿئي ۽ نه نندا سان ننڍو. نام جي ٻلندي، اوُچائي ۽ وڏائي، نام مان خوُد ظاهر ٿي. سڀني ڌرمن جو موُل نام آهي. نام ٻنا سڀ ڪوُڙ آهي، فاني آهي ۽ ناپاڪ آهي. نام آهي ڳهڻن ۾ سهڻو ڳهڻو، پدارٿن ۾ قيمتي پدارٿ، هٿيارن ۾ مکيه هٿيار، رسن ۽ مهارس

۽ اَمرتن ۾ آبِ حيات. جن جن هر رس جو سواد ورتو آهي تن کي ٻيا سڀ سواد ڪوڙا يا ڦڪا ٿا لڳن. هنن جي بُک ۽ پياس نورت ٿي وڃن. هنن سڀ دنيوي پدارٿ، سرٻرڪ سواد ۽ اندرين جا پرڪ، نام مٿان قربان ڪري ڇڏيا. نام ئي سچو تيرٿ ۽ پوتر اشنان آهي، جپ تپ ۽ سنجم آهي، پوڄا پاٺ ۽ هوم يگيه آهي ۽ هريءَ جو مارگ آهي. ڪابه ساڌنا نام جي مٽ نه آهي. ٻي هر چيز بدلبي، گهٽبي يا ناس ٿيندي. باقي رهڻو رهندو ناءُ الله جو. رام نام جا ئي ٻه اکر آهن جي جڳان جڳ قائم رهيا آهن ۽ قائم رهندا. نام ئي انسان جو ناٿ ٽڪيو، اَجهو آسرو، مان شان ۽ راکو رهبر آهي. صاحب سڀئي ڌارمڪ سکيائن جو سار نام اندر لڪل آهي. انهيءَ عرق پيتي، الهامي احساس ٿيندو، اڦلي عقل وڌندو، عشق ايندو اعتقاد ڄمندو، عنايت ٿيندي، عين کُلندي ۽ عبادت اڳهامجندي.

ناءُ تيرا تاڻُ ناءُ ديباڻ - ناءُ تيرا لشڪر ناءُ سلطان — راڳ پرڀاتي، محلا پهلا، شبد (١)
ناءُ تيري ماڻ مهت پرواڻ - تيري ندري ڪرم پوي نيشان

جتي ٻيا سڀ ساٿ ڇڏائي وڃن ٿا، اتي اچي نام سهاءُ ٿئي ٿو. جتي مصيبتون ۽ مجبوريون منجهائين ٿيون، اتي اچي نام ڇڏائي ٿو. جتي نا اميدي ۽ نراسائي وڌي وڃي ٿي، اتي اچي نام سڦلائي ڪري ٿو. مطلب ته من کي ڪيئن مرض لڳل آهن، ڪڏهين ڪهڙا ته ڪڏهين ڪهڙا. پيڙا ڪٿي تن کي هجي، دل کي هجي يا دماغ کي هجي، پر هر حالت ۾ پوڙي ته من وڃي. رام نام، هر مرض جو علاج آهي، جو ته پوڙيندڙ جي من جي پوڙيا مٽائي يا گهٽائي ٿو. جتي هر طرف اونده، انڌوڪار آهي، اتي اچي نام من کي روشن ڪري ٿو، پڌي پرڪاش ڪري ٿو ۽ آتم جوت جڳائي ٿو. نام ئي انهيءَ جوت جو ڏيئو آهي، تيل به آهي، وٽ به آهي، لاٽ به آهي ته سوجهرو به آهي.

نام تيرا ديوا نام تيرو باتي - نام تيرو تيل لي ماهه پساري — راڳ ڌناسري، ڀڳت روداس، شبد (٣)
نام تيري ڪي جوت لڳائي - ڀيو اجيارو ڀون سگلا ري.

سو اي ڀسدا، اهو اٿئي لت وڃار ۽ ڀرم گيان. نام جي اوت وٽ ۽ گوروءَ جو اپديش هنڊاءِ. شبد ۾ سرتي لڳاءِ. سنتن جو سنگ ڪر. ساڌ سنگت ۾ چت لڳاءِ. هريءَ جو پڄن ڪر، اٺئي پهر، رات ڏينهن، من لڳائي ۽ هردو پڄائي. گوبند جا گن ڳاءِ ۽ زبان کي هر رس جو سواد چکاءِ. سواس سواس نام جو گراس ڪر ته نام جو نشو چڙهي، چت چٽي ۾ اچي، من مچيتا ۾ نچي ۽ دل دلبر ۾ لڳي. دل لڳيءَ جا داستان ڪهڙا ڪجن؟ الين ئي ٿيندين نام رتڙو، رنگ رتڙو ۽ سدا سهاڳڻ. الين اکيون ڪٿا ڪٿيندين ۽ من جو من ۾ سمائبين. نام ۾ من لڳاءِ ته نام من ۾ ملي وڃي.

نام جي ٻاري ۾ صاحب ڇڻين جُڳن جي سمجهاڻي ڏني آهي. چار جُڳ آهن: ستجُڳ، تريتا جُڳ، دواپر جُڳ ۽ ڪلجُڳ. ستجُڳ ۾، ڌرم جي رٿ جو آڌار هو چئن ڇيڪلن تي: (۱) سچ، (۲) پوترتائي، (۳) ساڌن ۽ (۴) نام. جيئن ئي ستجُڳ ختم ٿيو ۽ تريتا جُڳ شروع ٿيو ته ڌرم جو پهريون ڇيڪلو يعني سچ، گم ٿي ويو ۽ باقي بچيا ٽي. سچ، سنتوش ۽ شڪر جي مکيه ڇيڪلي ڪانسواءِ، ڌرم جو رٿ لنگڙو ٿي پيو. سنتن مهاتمائن جي مهما گهٽجڻ لڳي. تريتا جُڳ پورو ٿيو ته ڌرم جي رٿ جو ٻيو ڇيڪلو پوترتائيءَ جو به غائب ٿي ويو ۽ ڌرم جو رٿ ڏنگهو ٿي پيو. دواپر جُڳ ۾ نه رهيو سچ ۽ نه پوترتائي. سچ کان سکڻا ساڌن، ڇٽيا پاکنڊ، پوڄ ۽ پرڌن. جهڙا ٻاوا ٻانيڻ ۽ تن جا چيلا چاٽي، تهڙا انهن جا پوئلڳ ۽ پوڄاري. هڙ ٺوڳي ته هيءَ لالچي. هڙ ڍونگي ته هيءَ خود مطلبي. ڪٿي ٻيڪ ته ڪٿي ٻيڪداري. ڪٿي پسند ته ڪٿي پاکنڊ. ٻر رهي رڳي ٻاهرين ڏيکاڏيکي. رهڻي هڪڙي ته ڪهڻي ٻي. هر طرف ٻه اکيائي، ٻيائي، ڏئي ۽ ڪوڙا ڪرم ڪانڊ ورلجي ويا. وري دواپر جُڳ جي به سماپتي ٿي ته ڌرم جي رٿ جو ٽيون ڦيٿو جهڙپ تهڙپ ساڌنائن جو به ڪٽجي ويو ۽ رٿ ۾ باقي وڃي هڪڙو ڦيٿو نام جو بچيو. هڪ ڦيٿي تي ته رٿ سنئون سڌو ٿي به نه سگهندو. رٿ هلائڻ جو ته سوال ئي اٿي نه ٿو سگهي.

هاڻي ڪلجُڳ جي ڪار ڪهڙي وڃي رهي آهي، تنهنجو ڪهڙو اظهار ڪجي؟ ڀلي ڪي ٻرو ٻيو ڪوڙهي ته ٻري ڪي ڀلو، انڌي ڪي رهبر ته مرشد ڪي مڪار، ٻيڊاڙي ڪي سڄاڻ ته سڄاڻ ڪي سمجهل، جيئري ڪي مئل ته مئل ڪي جيئرو، اڳيان ڪي وڃائن ته وڃائن ڪي اڳيان، پنهنجي ڪي پرائو ته پرائي ڪي پنهنجو، سچي ڪي ڪوڙو ته ڪوڙي ڪي سچو، امرت ڪي وش ته وش ڪي امرت ۽ سک ڪي دک ته دک ڪي سک. مطلب ته سمجهه، سڀاڻپ ۽ سُرتي، سڀ اُلٽيون ٿي پيون آهن. جي سنسڪار ٿي اُلٽا هوندا ته وچارنا ۽ ڪرتب ڪيئن سُلٽا ٿيندا؟ تنهن ڪري، ڪلجُڳ ۾ ڪوڙ ڪپٽ، ڪام ڪروڌ، لوڀ لالچ، دوکو دولاب، مايا ۾ موهه ۽ اهنڪار جو اَنڌ، زبردست زور پڪڙي پيا آهن. ڪو ڪنهنجو خير نه ٿو گهري. هرڪو ٻئي جو برو ٿو چاهي. انسان جي رهڻي ڪهڻي ڏسو، جڻ ۽ حيوانن جيان بڻجي پئي آهي. مڙد زالن جا غلام بڻجي، پنهنجو هوش حواس وڃائي، ٻالڊين جيئن ٻاڙاون وينا ڪيائون. زالن وٽ ذڪر آهي فقط اَت شت، هار سينگار ۽ پرائي پچار جو.

هرڪو پاڻ لاءِ جهڳڙو ٿو چاهي پر جي ٿي سگهي ته ٻئي جو ڪيسو ڪتري، هوند پنهنجو پر جي. ساٿي کي سوي ڪوڙ ته ٻکٽي کي ڏئي ڪوڙ. همدردي ۽ هڏ ڏوکائي، مروت ۽ مريادا، شرافت ۽ شناخت گم ٿي ويون آهن. خود مطلبيءَ ۽ دوکيبازيءَ مٿان، چترائيءَ ۽ چالاڪيءَ جو چوڙاپرش چڙهيل آهي. بي ايماني، بيشرمائي، بيحيائي ۽ بيقياسي وڌيل آهن ته بدڪاريءَ، بداخلاقيءَ، بدمعاشيءَ ۽ بدنيت جو اڳڪو ناچ پيو لڳي. ٻُڌچوڙن جو ته ڏڪاڻو ٿي ختم آهي. ڀلا سچ، پوترتائيءَ، ڌرم، نيم، دِيا، دان، ڪميا ۽ شڌ رهڻيءَ

جي ونئي کان پوءِ، باقي ڇهيو ڇا آهي، جنهن سان انسان ٻاهر نڪري سگهي؟

جي ڪر سٽ ڪري سو ڇيجي- لٻ ڪهر لپ نه هوئي
جي ڪو ناءُ لئي ٻڌاوي - ڪل ڪا لکڻ اڀــــئــــي۔

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، اشٽپدي (۲) ۱

صاحبن اُپديش ڏنو آهي ته هرهڪ جڳ کي پنهنجو پنهنجو شرف آهي پــــر جن جن ڌرم جي رکيا ۽ پرتواري ڪئي، سي ئي سريشٽ انسان آهن. جڳ چار برابر جدا جدا ٽڪا پر چئني جڳن جو جگديسر ساڳيو ئي رهيو آهي ۽ ساڳيو رهندو. ڌرم جي رٿ جي چئني ڇيڪلن مان، نام جو ڇيڪلو تمام وڏيڪ مضبوط ۽ محڪم آهي، جو چئن جڳن جي چورــ ڪاٽڻ کان پوءِ به اڃا ٽڪيو پيو آهي، ڇو ته نام نڪري ٿو نرنڪار مان، سو ڪيئن ناس ٿيندو؟ پر نام جي قدر ڪي ٻه جي سچ جو پٽو چڙهيل هجي، ٻولڙائيءَ جـــون ميخون لڳل هجن ۽ ساڌن جو تيل مکيل هجي، ته هڪ ڦيٿو ٻه هوندي ڌرم جي رٿ کي جٽڪ ڪي نه ڪئي، ٻه وڙائي. انهن نه سمجهڻ گهرجي ته اڳين جڳن ۾ ٻدي برائي هئي ڪانه. اُها ته اهڙي ڪهـڙي ۽ قديم آهي. جيتري خود انسانيت. ٻدي ۽ انسان ٻئي گڏوگڏ خلقيا ويا هئا، ته انسان ٻديءَ جي مخالفت ۽ مقابلو ڪري، انسانيت جو ثبوت ڏئي ۽ اُلوهيت جـــو آواز اوچو رکـــي. سو حقيقتان، انهن سمجهڻ گهرجي ته منش، ڪلجڳن سان پنهنجو ڪارو منهن ڪري، ستجڳ کي به ڪاجڳ بڻائي سگهي ٿو، ۽ سلڇڻن سان سهڻو سڀاڄهو ٿي، ڪاجڳ کي بــــ ستجڳ بڻائي سگهي ٿو. اِنهيءَ ڪري ئـــي، برهمڻ ڪمن ڪرتوتن ڪري، شودر کان به بدتر ليکيو ويندو آهي، ۽ شودر سريشٽ ڪرتوتن ڪري، برهمڻ کـــان بــــ بهتر سمجهيو ويندو آهي. پنهنجا ڪرم ئي پاڻ لاءِ ستجڳ يا ڪلجڳ خلقين ٿــا. ڪلجڳ ۾ بـــ ڪئين ڪامل پرش ٿيا آهن ۽ ڪئين اڃا پيا آهن، جن جي شڪتيءَ سان جڳ جٽي پيو ٿو.

اڳين جڳن ۾ رام نام سان گڏ، ودِيا سنسڪرتي، يگيه، يوگ، هوم هون، تپ تپسيا، بنواس سنياس ۽ ٻين ڪيترن ڪشٽن ڪشالن کي خاص اهميت ڏني ويندي هئي، جــي سڀ هاڻي عام جنتا جي پهچ کان پري ٿي پيا آهن، ڇو ته جيئن هاڻي اهڙي ئـــ لڳ، تيز ۽ تکي ٿي پئي آهي، جو ٽاپان جي تشريف ڪرڻ لاءِ به نه اهڙو وقت آهي ۽ نه اهڙي وصيت. پر تنهن هوندي به، روحاني اُنتيءَ ٻنا نه جيئن اَڌوري رهجي ويندي. تنهن ڪري صاحبن، ڪلجڳ ۾ به ڪلياڻ ڪرڻ ڪاڻ، هڪ سولو ۽ سهنجو، سرل ۽ سستو سولو سليو آهي ته عوام، گرهستي جيون گذاريندي به، وڳو رام نام جي رکـــڙيءَ سان، جيئون مڪتي پراپت ڪري سگهي ٿو. اِنهيءَ لاءِ نه هاڻي تمام ضروري آهي شاستر ودِيا ۽ نه شستر ودِيا، نه تپ ۽ نه تپسيائون، نه يُگ ۽ نه بنواس، نه پستڪ ۽ نه پوڄائون. جي نام جو نشو چڙهي ۽ نيهن جو ناتو لڳي، ته سڀ ودِيا ۽ گيان، پاڻهي پاڻ مان پلٽو کائي نڪرنديون.

وشين، مُدين ۽ مهاتمائن جي تجربن مان، صاحبن اهو لڌو ۽ سڀ کنهن ڏٺو آهي ته رام نام ئي روحانيت جو مُول منتر آهي، جو سچائيءَ، صدق ۽ سک سان ساڻيڙو ۽ سمرٿ آهي. اهي اُمله مليا نه ڳاهو ليندا ۽ نه مارڪيٽ ۾ ملندا پر من جي موجوُدات مان ميسر ڪرڻا آهن، ستگرو جي صلاح سان، سنتن جي سنگ سان ۽ مالڪ جي مهر سان. جيڪو انهيءَ طرف تصور ڪندو، من جو منهن موڙيندو، سو مڙئي مددگارن سان ملاقي ٿيندو، وويڪ جي واٽ وٺي وکون وڌائيندو ۽ ماڳن تي موتيءَ مڙو محب ماڻيندو. اهو دلبر جو دلاسو آهي ته تدبير جو به تحفو آهي. تدبير ئي تقدير جي تصوير بنائي ٿي. تدبير جا جي طريقا ٿي بدلجي وڃا ته تقدير جي طرف ۾ تبديلي ڪيئن نه ايندي؟

تنهن ڪري، اي بندا، ڌرم جي رت جو جيڪو پرپوڻ پاتو، رام نام جو ٻيڙو آهي، تنهن کي پڪڙو ٻڪڙي، پيا چوه چڙهي ڏي. جي ٻياري پرپوءَ سان پريت جوڙڻي آهي ته ٻيارن سان پريت تروڙڻي پوندي. ٻر جي سنساري سنبندن سان لڳاءُ لهي وڃي، ته پوءِ پرپوءَ ۽ پرڪرتيءَ ٻنهي سان ٻڪو پيار، گڏوگڏ ملي سگهي ٿو. انهيءَ انڪل سان جڳ ۽ جڳديسور، ٻئي هڪ ميان ۾ ماپائي سگهبا. سو سهڪل، رام نام جي دامن وٺي، ڪرتار جو ڪيرتن ڪر، سنتن جو سنگ ڪر ۽ ستگرو جي اوٽ وٺ ته ٻوجل پار ڪري، وڃي ڏڻيءَ جي درگاهه ۾ پانهن لڌائين. ڪلجڳ ۾ رام نام جو سهارو ئي ڪافي آهي. نام اهو اکٽ خزانو آهي جو جيترو واپرائبو اوترو وڌندو ويندو ۽ لوڪ پرلوڪ سهيلو ڪندو. گرو گرنٿ صاحب ۾، صاحبن اهوئي برهم گيان ٻڌايو آهي، ته ڪوبه ويچار ڪندي يا ڪوبه ڪرلب ڪندي، رام نام کي نه وسارڻو. اها وسر ئي ويچارتا ۾ وکهن وجهي ٿي ۽ ڪرمن کي ڪسو ڪري ٿي. نام، رام جو روُپ آهي. اهو وسارڻو ته ڪرمن کي ڪيئن ڪنڊي لڳندي ۽ وڌيءَ ۾ ڪيئن واڌ پوندي؟ رام نام جو سمرن ۽ منن، من ۾، ڪنٺ ۾، چت ۾ ۽ هرديءَ ۾، دلبر جي ديري تي پهچائيندو. صاحب فرمائين ٿا:

ٻيو ناسِ ڏوست هرَن - ڪَل مهه هسرڪو نسام                سلوڪ، محلا ناوان،
نسِ دنِ جسو نانڪ ڀڄيو - سڦل هوهه تهه ڪام.                (٢٠)

## (٣) نامَ ہر صدقُ ۔

(١) مَن کیتا اچھا ہوُ رہِتا - بابا نام نِدھانُ
اَنترجامی سدا سنگ - کرتے ہار پچھانُ
گور پرسادی مکھ اوُجلا - جپ نام دانُ اِشنانُ
کام کرودھ لوبھ بِنسیا - تجیا سبھ اَبھمانُ
پایا لاہا لابھ نام - پوُرن ہوئے کامَ
کر کرپا پربھ میلیا - دیِتا اَپنا نامُ
آوَن جاوَن رہ گیا - آپ ہوُیا مہروانُ
سچ محلُ گھر پایا - گور کا شبد پچھانُ ۔

[سری راگ، محلا پنجواں، شبد (١١)]

(٢) دُبِدھا دُرمت دوُر کر - گور سیوا کر نیت
رام رتن من تن بسی - تج کام کرودھ لوبھ میت
مرن مِٹی جیوَن ملی - بنسہہ سگل کلیشَ
آپ تجہو گوبند بھجہو - بھاءُ کرہو پرویشُ
لابھُ ملی توٹا ہری - ہر درگہہ پتونت
رام نام دھن سنچوی - ساچ شاہ بھگونت
اوُٹھت بیٹھت ہر بھجہو - سادھوُ سنگ پریت
نانک دُرمت چھُٹ گئی - پاربرہم بسی چیت ۔

[راگ گوڑی، محلا پنجواں، تتی (٢)]

---

١. پرماتما۔ ٢. مہر، کرپا۔ ٣. خیرات۔ ٤. فائدہ۔ ٥. پھندے ہردی آندر۔ ٦. ہیج جی نت۔ ٧. کُمت۔ ٨. ہمیشہ۔ ٩. دُکھ سوُر۔ ١٠. قبول کرو، اکٹھ ہو۔ ١١. نقصان۔ ١٢. مانَ شان والا۔ ١٣. میسر یا کٹھ کرو۔ ١٤. اٹھدی۔ ١٥. بیٹھدی۔ ١٦. دوُر ہو گئی۔

(٣) منُ ميرو کُنج[1] جهوا ميري ڪاٽي[2] - مَبّ[3] مب ڪالُّ جر ڪي قاسي
ڪها ڪرڻ جاٽي ڪها ڪرڻ ٻاٽي - رام ڪو نام جپڻ دن راٽي. (١.ر.٠)
رالڳن رالنگڻ شيوَن شيوڻ - رامُ[4] نام بِن گهڙي نہ جيوڻ
پڳت ڪرڻ هرّ[4] ڪي گن گاوڻ - آٺ پهر اَپنا خصمُ[4] ڌياوڻ
سُئني ڪي سؤٽي رُپي ڪا ڏاڳا - نامي ڪا چِت هرّ[4] سڱ لاڳا.

[راڳ آسا، ڀڳت نامديؤ، شبد (٣)]

(٤) اَنسا نام رتنُ نرمولڪُ[5] - بِن پدارٿ پايا
انڪ جتن ڪر هردي رکيا - رتن نہ ڇپي[6] ڇپايا
هر گن ڪهتي ڪهنُ نہ جائي - جسي گونگي ڪي مِٺياٽي. (١.ر.٠)
رَسنا[7] رمتَ[8] سُنت سکہ سروَنا - چِت چيتي سکہ هوئي
ڪهہ ڀيکن دُءِ نئن[9] سنتوکي - جهہ ديکان تهہ سوئي.

[راڳ سورٺ، ڀڳت ڀيکنُ، شبد (٢)]

(٥) اِهہ ڌنُ ميري هرڪو نائُ - گانٺِ[10] نہ باڌؤ بيچ[11] نہ کائُ. (١.ر.٠)
نائُ ميري کيٽي[12] نائُ ميري باري[13] - ڀڳت ڪرڻ جن سرن تماري
نائُ ميري مايا نائُ ميري پونجي - تمهہ ڇوڊ جانءُ نهي دوُجي[14]
نائُ ميري بنڌپ[15] نائُ ميري ڀائي -
نائُ ميري سنگ اَنت هوءِ سکائي
مايا مهہ جِس رکي اُداس[16] - ڪهہ ڪبير هؤ تاڪو داسُ.

[راڳ ڀيرءُ، ڪبير صاحب، شبد (١)]

(٦) جني نام ڌيايا - گئي مَسڪّت[17] گهال[18]
نانڪ اي مکہ اُجلي - ڪيتي[19] ڇٽي نالِ[20].

جپ صاحب، محلا پهلا،
سلوڪ محلا دوُجا

---

١. ماپ وارو گز. ٢. ڪٽڻ ڪي. ٣. ماپ سي، ڪپي. ٤. پرماتما. ٥. اڳين جنمن جا ٻج.
٦. لڪائي سگهبو. ٧. زبان، جيب. ٨. جپڻ. ٩. اکيون. ١٠. ڳنڍ. ١١. وڪڻي. ١٢. پوک جي زمين. ١٣. باغ. ١٤. ٻي ڪا ڳالهہ. ١٥. مائٽ. ١٦. ورڪت. ١٧. تڪليف.
١٨. ڪمائي. ١٩ ڪئين سنگي ساٿي. ٢٠. سنگ پر.

(٧) تيسرا[1] ايڪ تار - تاري سنسارُ
سڀي ايها آس - ايهو آڌار.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٢٩)

(٨) کهتي پتر سُطتي سڀ ڏنَ - لِکتي کُل تاريا جيئُ
جن ڪئُ ساڌ وُ سنگ نام هو[1] رنگ - تني پرهم[1] بيچاريا جيئُ.

سري راڳ، محلا پنجوان، ڇنت (٥)٢

(٩) ناءَ پوُجيئي ناءَ مڃيئي - ناءَ ڪِلوگ سڀ هَريا
جني نام ڏ ياپا اِڪ من اِڪ چِت - سي اُستر[2] جَڳ رهيا.

سري راڳ، محلا چوٿان، وار (١١)

(١٠) ڪن مهه رام نام ڪِلوڪ ڪاني - پئي پوَت[3] سربرا
نانڪ رام نام نِستارا - ڪنچنُ پئي مَنورا[4].

راڳ گوڙي، محلا ليجا، ڇنت (١)٤

(١١) پراسُ[5] منيءَ جم بست ڪي - جاسُ بسيءَ من تانءَ
ڪيت پاوهه مت هوءَ پرڳاس - محلي پاوءَ تانءَ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، باون اکري (٣٢)

(١٢) سڪل سرشٽ[6] ڪو راجا دکيئا - هر ڪا نام جپت هوءَ سُکيئا
لاک ڪروڙي بندن پڙيءَ - هر ڪا نام جپت نِستريءَ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٢)٢

(١٣) نام ڪي ڌاري[7] سکلي جَنت - نام ڪي ڌاري کنڊ برهمنڊ
نام ڪي ڌاري سِمرت ويد پُران - نام ڪي ڌاري سُنن گيان ڌيان.

١٦(٥)

(١٤) اِهه هو[1] وِسَ[8] پاويءَ جن کوءِ - اُمرت پيويءَ اَمر سو هوءِ
اُس پُرک ڪا ناهي ڪدي بِناس[9] - جاڪيءَ من پرگٽي[10] گُن[1] تاس.

١٨(٦)

(١٥) پرڪ نواريءَ[11] دک هريءَ[12] - تو تهه اُنڪ ڪليشَ
ميچ[13] هنيءَ جم لي جُنيءَ - هر ڪيرتن پرواش
پؤ[5] بِسيءَ اُمرت وسيءَ[12] - رنگ رلي پرنڪار[1]
دک دارد اُپولوتا - ناسهه نام اُڌار.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، ٿتي (٤)

(١٦) ڏنا سڀ سنسار - سک نه نام بِن
تَنُ ڌنُ هوسي ڇارُ[14] - جاڻيءَ ڪوءِ جَن.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، وار (١٦)

---

١. پرماتما. ٢. تهچل. ٣. پوتر، شڌُ. ٤. لوهه. ٥. ڏر، ڀي. ٦. سرشٽي، سنسار. ٧. آڌار، آسرو.
٨. آنند. ٩. خاتمو. ١٠. پرگهٽ. ١١. ڪان بچي لو. ١٢. نورت لئي لو. ١٣. موت. ١٤. خاڪ.

قلمُ مساجني ڪيا سدائيڻيءَ - هردي هي لِکہ ليهہُ
سدا صاحب ڪي رنگ رهيو - ڪبهوُ نہ ٿوٽس نيهہُ.

سري راڳ، محلا چوٿان، وار (٥)، سلوڪ محلا ٽيجا

هِتي صاحب، ساڌڪ کي چتائين ٿا، تہ هرنام جي جپڻ، مڃڻ، ڳائڻ، ٻُڌڻ، ٻڌائڻ، پڙهڻ يا لکڻ مان، ڪجهہ ڪڙ ليل نہ ٿڪرندو، جيسيتائين ڪہ نام ۾ نشچو نہ هوُندو، نام جو سک ۽ شرڌا سان سمرن نہ ڪبو، من اوُجل، نرمل ۽ پوتر نہ هوُندو، پنجئي وڪار ناس نہ ٿيل هوُندا، نيت، ڀاؤناٿوُن ۽ ويچار ڏارا شڌ نہ هوندي ۽ دُئي ۽ ديد جو دوُرو ختم ٿيل نہ هوندو. رام نام سان شروعات ڪري، آخرين رام نام ۾ سمائڻي وڃڻو آهي. باقي مکہ سان "رام رام" نہ سيکو پيوچوي، پر انهيءَ پوڪ پولڻيءَ مان يا انهن اکري آوازن مان، نہ سچو ساز وڄندو، نہ سچو سوز لڳندو ۽ نہ مٺو سواد ايندو. سوز جاڳندو تڏهين، جڏهين هردي روُپي رباب جي تارن تي، اهو سُر وڄندو. مٺو سواد ايندو تڏهين، جڏهين سنساري گهٽائن مان نڪري، ايڪو اونڪار ۾ سمائجي وڃبو. تنهن ڪري، اي پندا، رڳو ويدن، سمرتين، شاسترن، پُرانن ۽ پوٿين ٻُڌڻ يا پڙهڻ مان مڪتي پراپت نہ ٿيندي، پر پستڪن جي ويچارن تي عمل ڪرڻ مان ايندي، رام رام جي اکرن گرهڻ ڪرڻ مان ايندي. الٽو رام نام جو سمرن من ۾ ڀاٽمرادو ٿيندو، ترسنسي ٿي، پنا ڪنهن رنڊڪ يا رخني جي. چپن چورڻ کان اول، چِتُ چورڻو آهي. تنهن ڪري، صاحب فرمائين ٿا.

(١) لکِندا لکندا ڪاڳد مَس کوٽي - دوُجي ڀاءِ سکہ پاٽي نہ ڪوٽي
ڪوُڙ لکيءَ ٽيڻ ڪوُڙ ڪما وهہ - جلِ جاوهہ ڪوُڙ چِت لاوٽيا.

راڳ ماجهہ، محلا ٽيجا، اشٽپديءَ ٢٢ (٦)

(٢) نانڪ ناءُ خداءِ ڪا - دل هَڇيوُ مُکہ ليهہ
اوُر دِواجي دُني ڪي - جوُٺي عمل ڪريهہ.

راڳ ماجهہ، محلا پهلا وار (٦)

اي پندا، هاڻي اهو صاف ظاهر ٿيو تہ نام جو فائدو فقط انهيءَ کي ملندو، جنهن جي هردي ۾ صدق ۽ سک، سچائي ۽ شرڌا آهي. اڄڪلهہ انسان غفلت جي ننڊ ۾ غلطان رهي ٿو سگهي ۽ نہ وري اوديا جي اوُندهہ ۾ هتوراڙ پوُن هڻندو هوُندو. هوُ هميشهہ سجاڳ، سچيت ۽ سرٻشت هوُندو. انهيءَ لحاظ کان، صاحبن جاڳرتي تي بہ وڏيڪ وزن ڏنو آهي. هوُ اپديش ڏين ٿا تہ اي پندا، توُن آهين غفلت جي ننڊ ۾ الوٽ، جنهن ڪري تنهنجي اندر ۾ پنجن وڪارن وارا لٽيرا گهِسي ويا آهن ۽ تنهنجي ڪلاڪاڻا، شُڌ ٻڌ، سوچ سمجهہ ۽ هوش حواس، سڀ لُٽي پوُرو ڪيو اٿائوُن. اهين تہ سُتي پــــ سُتا سوُر ستائين پيا. پر اٿجائوُ اوجاڳي مان ڇا جاڻن؟ سي تہ سنجهيڻي سمهيو پوَن. باقي جيڪي سک سوز ۾ ساٿا آهن، سي پيا اڻوڪن ۽ پريءَ جي پرچڻ جي پچار ڪن. سي سکہ ڪيئن سمهن؟ سو سُهڻل،

جي جيتري سڄاڻ ۽ سچيت نہ ٿين تہ مرڻ وقت ڪير اچي جاڳائيندو؟ جي سمهڻ آئي لڌو ٿي، تہ مٺي بہ ڪافي موقعو ماندو. پريتم کان وڇڙي ويا آهين. جي سڃوڻ جي سڪ آئي تہ ڪر اوجاڳو، اوتو وڪ اکير سان ۽ فنا ٿيءُ فراق ۾. نثار ٿي وڃ تہ مٿان تہ نڌرالي لي بہ نوازش ٿئي. رات جو سهڻا گل، سندر ڦل، عطر، عنبر ۽ ڪستوري ٿئي وراهجي. امرت ڌارا ٿئي ٿي وسي. جن جا نيڻ نند ۾ ٻڏل هوندا، سي ڪيئن جهولي جهليندا ۽ پرساد پليءَ پائيندا؟ جاڳ، جاڳ! نہ تہ ڪيئن جو قافلو ڪوچ ڪري ويندو.

رات جو ڇولون پهر، پرڀات جو پهر، پراڻهه ڪال، آئي امرت ويلو. انهيءَ اُسر ويل آئي، دنيا جي دامن کان دور اچي، پريتم جي پيار ۾ ويهي، نام جو سمرڻ ڪر تہ سچو ڏيهن سڦلو ٿيئي. انهيءَ شانتيءَ ويلي، مالڪ جي مهر جو مينهن وسي ٿو. صاحب چون ٿا تہ جي انهيءَ ويلي جاڳي، امرت ڌارا جو اشنان ڪن ٿا ۽ پڳوان جو ڀڄن ڪن ٿا، اهيئي آهن سمت پرش، الک پرش، اگم پرش، انامي پرش. اهيئي امرتا ۾ وسن ٿا.

اي ٻندا، تون بہ ڪيئن جيمن کان گهوري اوڙکهه ۾ رهيو آهين. هن جنم ۾ تہ هاڻي اکِ پٽ. قيامت اچڻ ۾ باقي گهڙي دير آهي؟ سو پرينءَ جي ذڪر ۾، وڇوڙي جي فراق ۾ تہ ڪجهہ الفت جا افسانا لِک، حسرت جون هنجون هار، سڪ سوز جا ساز وڄاءِ، الاهي عشق جا آواز اٿار ۽ دردي آلاپ ڳاءِ، تہ من دلبر جي در ٿائين پهچن، تہ مــن ٿُنهنجو سڏڙو سڻائجي، عرض اکهامجي، غم جا ڳوندر ڳر لين ۽ وصل جي ورونهه لڳي. جاڳرلو رڳو نيڻن جو نہ آهي. اهڙو جاڳرلو تہ جُئاري شرابي، چور چڪار، پوڳي ۽ روڳي سڀ پيا ڪن. جي رنگ ۾ رنگجڻو آئي، تہ اکين جي اوجاڳي سان، من کي بہ سجاڳ، سچيت ۽ سرپشت ڪر. جي من سڄاڳ آهي تہ اکين جي ننڊ بہ ڪانہ نهوڙيندي. جي من سچيت آهي تہ سازشي سنسڪار، سُمتي ۾ بہ ڪونہ ايندا. جي من سرپشت آهي تہ سهڻو ساجن، ننڊ مان بہ اٿاري، اچي جهولي پريندو، جو تہ ٿنهنجي تڙف ڪيس بہ تڙقائيندي. سڪ اڳيان ساجن خود بيوس بانولو ٿي لو پئي. معشوقي مرلبو مِٽالي، خود موتاج منگتو بڻجي ٿو. اِها بہ پرمالما جي پلٽيبازي آهي، روحاني راز جو رمل آهي. صاحبن فرمايو آهي.

| | |
|---|---|
| (١) ڪِيا سوٽا ڪــيا جاڳــٽا ـ گورمــک لــي پرواڻ<br>جِنان ساس گراس نہ وسري ـ سي پوري پُرک پرڌان. | راڳ گوڙي، محلا<br>چوٿان، وار (١٢) |
| (٢) دالي صاحب سدئِيا ـ ڪِيا چليءَ تس ٽال<br>اِڪ جاڳندي نا لهن ـ اِڪنا سُتيا ديئہ اٿال. | سلوڪ، شيخ فريد<br>(١١٣)، [ سلوڪ محلا<br>پهلا ] |

## (١٠) ستگوُر جو شبدُ ۽ گوُرمت.

(١) سچ هوُ نام سچ هي سرُٺا - سچ گور شبد جتيءِ لگ تَرِٺا
اَکٿ ڪٿيءِ ڏيکيءِ اپرنپر[1] - قُدُرت[2] کرپ نه جوُني جايا
گور ان موکه مڪت ڪهُ پائيٿيءِ - بن گور رام نام ڪهُ ڏ پائيٿيءِ
گورمت ليهُ تَرهُ پئو ڏُتر - مڪت پئي سک پايا
گورمت ڪرسن گووردن ڌارِي[3] - گورمت ساڳر[4] پاهڻ تاري
گورمت ليهُ پرم پدُ پائيٿيءِ - نانڪ گور ڀرم چُڪايا
گورمت ليهُ تَرهُ سچ تاري - آلس چيمهُ رديءِ مُراري
جم ڪي ڦاهي ڪاٽهه هر جپ - اَکُل نرنجن[1] پايا
گورمت پنچ[5] سَکي گور پائي - گورمت اگن نرار سمائي
مِن مُکه نام جپهه جگ جيوَن - رِد انتر الکُ[1] لکايا
گورمت بولهه هو جَس سوُچا - گورمت آکي ڏيکهه اوُچا[1]
سروَڻي نام سُڻيءِ هر باڻي - نانڪ هر رنگ رنگايا.

[راڳ مارُو، محلا پهلا، سولهو (٢٠)]

(٢) سڀ رس ڏيهي اندر پائي - ورلي ڪهُ گور شبد بُجهائي
اندر کوجيءِ[7] شبد ساالا هي - باهر ڪاهي جاها هي؟
وِڻ چاکي سُاد ڪِسيءِ نه آيا - گور ڪيءِ شبد اَمرت پيئايا
اَمرت پي اَمرا[9] پد هوئي - گور ڪيءِ شبد رس تاها[1] هي

---

١. پرماتما. ٢. پوءِ، ورِي. ٣. پربت کي آگر لي کيو. ٤. ساگر. ٥. پنج گڻ. ٦. شُڌ، پوتر.
٨. گهولها ڪري. ٨. سواد، چشڪو. ٩. لهڻ، قائم. ١٠. ڄڻ کي.

(۲۰) اِهه جڳ جَلندا[1] لدّوي[2] آيا - گور ڪيءِ شبد سَماءِ
شبد رلي سي سيتل ٿيءِ - نانڪ سچ ڪماءِ.

واڳ سورٺ، محلا چوٿون، وار (۲)، سلوڪ محلا ٽيجا

(۲۱) ساڌا ڪٿهه نہ ڪرهه ٻيچار - ساهي اوُپر اپڪار[3]
جِس گور مليءِ سوئي پَد جاڻيءِ - گورمت هوءِ تہ ڪرم پڇاڻيءِ.

واڳ رامڪلي، محلا پهلا، اشٽپديءِ (۱)۴

(۲۲) ٻِدَن نورَ چرن ڪمل درڙالي - ايڪ شبد لِوَ لائي
آنڊ ڪوُپ ٻِکيا تَسي ڪاڍيو - ساچ شبد ٻَڻ آئي.

واڳ رامڪلي، محلا پنجوان، اشٽپديءِ (٦)

(۲۳) گور ڪا شبد رتن[5] هي - هِيرِي جِس جڙاءِ
شبد رتن جِس مَن لاڳا - اِيهه هوُلسا سماءِ
شبد سيتي مَن مِليا - سچي[3] لايا ڀاءِ[6].

واڳ رامڪلي، محلا ٽيجا، آنند صاحب، پوڙي (۲۵)

(۲۴) هوم جپا[7] نهي جاڻيا - گورمتي ساڃ[3] پڇاڻ
نام ٻِنا ناهي دو[8] دوهي - جوُٺا آوڻ[9] جاڻ.

واڳ مارو، محلا پهلا، شبد (۱۰)

(۲۵) قدرت ديکه رهي مَن مانيا - گور شبدي سڀ برهم[3] ڀڇاڻيا
نانڪ آتم[3] رام سماڻا[10] - گور ستگور آلک لکائيا.

واڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (۱۵)۲۲

(۲۶) ڪِس شيوي لِيءِ ڪس سالاهي - ستگور شيويءِ شبد سالاهي
سچيءِ شبد سدا مَت اوُتم - انتر ڪمل پرڪاسي هي.

واڳ مارو، محلا ٽيجا، سولهو (۳)۵

(۲۷) جب لَبُ سنجم هو رکوليُ ناهي - جب لگ گور ڪا شبد نہ ڪماهي
گور ڪيءِ شبد مليا سچ[3] پَنايا - سچي سچ سمائدا.

۱٦(۱۲)

(۲۸) جيوَن[11] مڪت گور شبد ڪمائي - هر[3] سڱ سدهي رهي سمائي
گور ڪرپا تي مليءِ وڏيائي - هوُمي روڳ نہ تاها هي.

۱۴(۹)

(۲۹) ڪايا ڪنچن[12] شبد ويچارا - تِٿي هر[3] وسيءِ جِسدا انت نہ پارا وارا
اَن دِن هر شيوهُ سچي باڻي - هر جيئہ شبد مِلائدا.

۲۱(۱)

---

۱. ترشنا جي باهہ ۾ جلندو. ۲. لڙ ۾. ۳. پرماتما. ۴. ڪوُهہ. ۵. هيرو، جواهر. ٦. پريم، پريم. ۷. جپ. ۸. داخلا. ۹. جنم مرڻ. ۱۰. سمايو پيو آهي. ۱۱. جيئري مڪتي حاصل ڪرڻ ٿا. ۱۲. سون.

(۳۰) اَگيان ترشنا اِس تَنهه[1] جلائي -

نِسدي بُوجهيِ جو گور شبد کمائي

تَنُ مـن سيتل کرودِ نواريِ - هؤمـيِ مـار سمايـا .

۲۳(۱۵)

(۳۱) جَهه جهه ديکان تهه ايکو[2] سوئي - اِهه گور مت بُدِّ[3] پائي

مَنُ تن پران ڏري اِس آگيِ - نانک آپُ[4] گوائي .

راڳ ملار، محلا تيجا، شبد (۷)

(۳۲) گور کا شبد رتن هيِ - کر چانڻ آپُ دِکايا

آپڻا آپُ[5] پڇاڻيا - گور متي سچ سمايا .

راڳ ملار، محلا پهلا، وار (۲۵)

(۳۳) سُهنٿو[6] سنسار سب بازِي[7] - سب بازِي کيلُ[7] کِلاوَنگو

لاهُا[8] نام گورمت لئي چالهه - هر درگهه پئدا[9] جاوَنگو.

راڳ کانڙا، محلا چوٿان، اشٽپدي (۵)۵

(۳۴) پاءِ[10] پکٽُ[11] گورمتي پائي - هؤميِ وچهه شبد جلائي

ڏاوَڙ[12] راکيِ تاکِ[13] رهائي - سچا نام مَنِ وسائي .

راڳ پرڀاتي، محلا پهلا، اشٽپدي (۴)۲

(۳۵) اَلتر[14] آهه وسيِ - گور شبد ويچاريِ کوءِ

نانک شبد مريِ من مانيئي - ساچي[15] ساچي سوءِ.

سلوک، محلا تيجا، (۲۳)

(۳۶) گورمتي گيان رتن من وسيِ - سب ديکيا برهم[2] سُباءِ

نانک ستگوُر بوهتيِ[16] وڏ ڀاگي چڙيِ - تي پؤجل پار لنگهاءِ.

(۳۴)

---

۱. تن بدن. ۲. پرماتما. ۳. بُدي، سمجهه. ۴. اهنکار. ۵. ناءُ. ۶. سهني والگر. ۷. کيل، ناٽک. ۸. لاڀ، فائدو. ۹. مانَ شان سان. ۱۰. پرير. ۱۱. پکتي. ۱۲. چنچل، پتکمدڙ. ۱۳. اُسفر، ايکاگر. ۱۴. هردي پر. ۱۵. اهڙي سنمرش جي. ۱۶. جهاز.

## (١١) اَنحد شبدُ، يا ڌُني.

(١) پرنم پدارٿ ڄن گهٽ وسيا - سهجي رهي سمائي[1][2]
شبد رلي سي رنگ چاڙلي - رائي سهج سُيالي[3][2]
وسنا شبد وچار رس ماڻي - لال ڀئي رنگ لائي
رام نام نهڪيول جاڻيا - من ترشنا سانت آئي[4]
پدمس ٻڙهه ٻڙهه مرنئي سب ٿاڪي -[5]
پوم پيڪ لڪي پيڪداري
گور پرساد نرنجن پايا - ساچو شبد وچاري[6]
آواگوڻ نوار سچ والي - ساچ شبد من پايا[7][6]
ستگرو شيو سدا سک پائيندي - جن وچهه آپ گوايا[8]
ساچو شبد سهج ڌنُ اپجي - من ساچي لِو لائي[9][6]
اڪسر اڪٿو چر لسام نرنجن - گوُرمک مِن وسائي[6]
ايڪس مهه سب جگت وَرلي - ورلا ايڪ پڇاڻي[6][6]
شبد مري تان سب ڪڇ سوُجهي - اَن دِن ايڪو جاڻي
جسُو ندر ڪري سوئي جن بوُجهي -[10][11]
هور ڪهڻا ڪتن نه جائي
نانڪ نام رتي سي بيراگي - ايڪ شبد لِو لائي.[12]

[راڳ سارنگ، محلا تيجا، اشٽپدي (٢)]

(٢) گيان کنڊ مهه - گيان پرچنڊ[13]
تِتهي ناد بِنود - ڪوڊ آنند.[14][15][16]

سري جپ صاحب،
محلا پهلا، پوڙي(٣٦)

---

١. هردو، اندر. ٢. سپاويڪ. ٣. ڳوڙهو، سهڻو. ٤. پوڳر، شڌ. ٥. مرنُ ڌاري. ٦. پرماتما.
٧. جمڻ مرڻ. ٨. اهنڪار. ٩. گيان. ١٠. ڪرپا. ١١. سمجهي ٿو، سڃاڻي ٿو. ١٢. سچا ويراڳي.
١٣. پرڪاش ٿئي ٿو. ١٤. اَنحد شبد يا ڌُني. ١٥. بُڌڻ ۾ اچي ٿي. ١٦. ڪوُ شيون، جشن.

 

(٣) شبد مريءِ سو مر رهيءِ - ڦر مريءِ نہ دوُجي وار
شبديءِ هي ني پائيءِ - هر نامي لڳي پيار.

سري راڳ، محلا پهلا، اشٽپدي (٧)٨

(٤) ستگور ملئي الٿي پئي[2] - لوُنڊ ڪرچئہ ڪاڻ
اُتارهہ سِدي ٻيءِ لڳيا ڦيرن - اِڄ گهر وسيءِ نہ ڄاڻ
اَنهد ڏنيي سد[3] وڄدي - اُن مَنِ هر لڳو لاءِ
نانڪ هر پڳٽ لنان ڪيءِ من وسيءِ - جن مستڪ لکيا ڌر پاءِ.

سري راڳ، محلا چوٿان، وار (٢١)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٥) اَنهد واجيءِ سهج سُهيلا[4] - شبد اَنند ڪري سَد ڪيلا[5]
سَهج[6] غفا مهہ تاڙي[7] لائي - آسڻ[8] اوُچ سوارِيا جيءُ.

راڳ مانجهہ، محلا پنجوان، شبد (٣)

(٦) هر اَنتر واجا پوَڻ[9] هيءِ ميري گووندا -
هر آپ وڄائي تہ واجيءِ جيءُ
هر اَنتر نام نڌان هيءِ ميري گووندا -
گور شبدي هر پرپ کاجيءِ[10] جيءُ.

راڳ گوڙي محلا چوٿان، شبد (٣٠)

(٧) گور ڪيءِ ٻهن مِٽيا ميرا ڀرم -
گور ڪيءِ ٻهن پيکيو[11] سڀ برهم[12]
گور ڪيءِ ٻهن کيمو راڄ جوڳ - گور ڪيءِ سنگہ تريا سڀ لوڳ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، اشٽپدي(٨)

(٨) سُن[13] سماڌ[14] - اَنهت تهہ ناد
ڪهڻ نہ جائي - اَچرج بِسماد[15].

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، استپدي(١)٢٣

(٩) تهہ اَنيڪ واجي[16] سَد اَنهد هيءِ - سچي[12] رهيا سَمائي
اِءُ ڪهيءِ نانڪ ستگوُر مليءَ - ڌاوَت[17] ٿنميا[18] نج گهر وسيا آئي.

راڳ آسا، محلا ٽيجا، ڇنت (٤)٢

---

١. اهنڪار نورت ڪري ٿو. ٢. من اَندرئين طرف لڳي ٿو. ٣. هميشہ. ٤. سکي، پرسن. ٥. خوشيوُن. ٦. گيان. ٧. سماڌي. ٨. ٽڪڻ. ٩. ساس. ١٠. وڄي ٿو، ڳائي ٿو. ١١. ڏٺم. ١٢. پرماتما. ١٣. شانتي. ١٤. سماڌي. ١٥. رؤنشو، تماشو. ١٦. واڄا. ١٧. چنچل. ١٨. اَسٿر ٿئي ٿو.

(۱۰) اڻونڌ ڀائــي وڄــي واڄالــني - واڄــي اَنهد لــوُري
کهه نانڪ ميۡ ورُ گهر ڀاڀا - ميري لالي جي سڱل وِسوُري.

راڳ وڏهنس، محلا پهريان، ڇنت (۴)۱

(۱۱) ڪَمل پرڪاس سدا رنگ راتا - اَنهد شبد وڄايا
تن من نرمل نرمل ٻاڻي - سچي سچ سمايــا.

راڳ سورٺ، محلا ٽيجا، شبد (۷)

(۱۲) گور دڪلائي موري - جت مرگ پڙهه هيۡ چوري
موُنڊليئي دوارجي - ٻاجيئلي اَنهــد ٻــاجــي.

راڳ سورٺ، ڪبير صاحب، شبد (۱۰)

(۱۳) اَن دِن ميل ٻيا من مانيا - گهر مندر سوهــائــي
پنچ شبد ڌُن اَنهد واجي - هم گهر ساجن آئــي.

راڳ سوُهي، محلا پهلا، ڇنت (۱)۳

(۱۴) اَنهد شبد وڄائي هَر جيئُ گهر آئي - هر گڻ گاوَهه ناري
اَن دِن ٻڳت ڪرهِ گور آڳـيۡ - سا ڌن ڪنت پــياري.

راڳ سوُهي، محلا ٽيجا، ڇنت (۱)۵

(۱۵) اِهـ من ناچيۡ ستگوُر آڳيۡ - اَنهد شبد ڌَن لــوُر وڄئيا
هر هر اُستت ڪريۡ دِن راتي - رڪ رڪ چرڻ هر تال پوُريئا.

راڳ بلاوَل، محلا چوٿان، اشٽپدي (۵)۳

(۱۶) ڪيرتن نرمولڪ هِيرا - آنند گڻي گهيرا
اَنهد ٻاڻي پوُنجي - سنتن هٿ راکي ڪوُنجي
سُن سماڌ غفا تهه آسن - ڪيوَل برهم پوُر تهه ٻاسنُ
ڀڳت سنگ پرڀ گوُشٽ ڪرت -
تهه هرکُ نه سوگَ نه جنم نه مَرت.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (۳۵)

(۱۷) گهر سڀاڳيۡ شبد واجي - ڪلا جِت گهر ڌاريــا
پنچ دوُت تِڌ وس ڪيتي - ڪال ڪنٽڪ مارِيا.

راڳ رامڪلي، محلا ٽيجا، آنند صاحب (۵)

(۱۸) جِهه سمرن هوءِ مڪت دئار - جاهِ ٻيڪنٺ نهي سنسار
نرٻئه ڪيۡ گهر ٻجاوَهه توُر - اَنهد بَجهه سدا ڀــرپــوُر.

راڳ رامڪلي، ڪبير صاحب، شبد (۹)

---

۱. پتاو. ۲. دکهه درد. ۳. هردي روُپي ڪمل گل. ۴.. ڙڙي پيو. ۵. سچي راهه. ۶. وڪار. ۷. پند ڪيو. ۸. سنجوڳ، ميلاپ. ۹. من موهيندڙ لڳي اُـو. ۱۰. پرماتما. ۱۱. جڳياسوُ استري. ۱۲. لواوُن. ۱۳. مهما، جس. ۱۴. ساگر. ۱۵. ملڪيت. ۱۶. چاٻي. ۱۷. لهه ٻولهه، گفتگوُ ۱۸. سکهه. ۱۹. دکهه. ۲۰. خوش نصيب. ۲۱. شڪتي. ۲۲. ڪنڊو يا ڏنڀ.

(١٩) ديوَ[1] ستانءِ[2] ڪيا نيشاڻي - تهه ٻاجي شبد اناحد ٻاڻي
تهه چندُ نه سوُرج پوڻ نه پاڻي - ساکي[3] جاڳي گوُرمک جاڻي ۔

واڳ رامڪلي، ڀڳت ٻيڻي، شبد (١)

(٢٠) اُپڄ[4] رسال وجاويءِ سوئي - جاڪي ترپوَڻ[5] سوجهي هوئي
نانڪ ٻوُجهه اِهه پڌ گورمت - هر رام نام لِوَ لايا ۔

واڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (١١)١٨

(٢١) ساچا شبد جِنان مَن پايا - پوُرب لکيا تني ڪمايا
سچو شيوهه سچ[1] ڌياوهه - سچ رتي ويچاري هي ۔

واڳ مارو، محلا تيجا، سولهو (١٠)٧

(٢٢) واجيءِ پوڻ تي آپ[1] وجائي - شو شڪتي دِيهه مهِ پائي
گور پرسادي اُلٽي هوويءِ - گيان رتن شبد تاهـا هي ۔

(٢)١٣

(٢٣) باجهه باجي ڌُن آڪارا[6] - آپ[1] وجائي وجاوڻ هارا
گهٽ گهٽ پوڻ[7] وهيءِ اِڪ رنگي - مِل پوڻي سڀ وجائدا ۔

(٤)١٨

(٢٤) ترپت[8] ٻجهي سيتل آگهائي - ڌُن[9] اَنحد بِسمِ پئي بِسماد
اَنحد پيا نانڪ مَن ساچا - پوُرن پوُري ناد ۔

واڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (٦٩)

(٢٥) پوُري گور تي محل پايا - پت[10] پرگٽ لوئي[11]
نانڪ اَنحد ڌُني دَر وجدي - مليا هر[1] سوئي ۔

واڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (٢٨)

(٢٦) جِيتا اَندر جيئهُ شبد هيءِ - جِت شهه[1] ميلاوا هوءِ
بِن شبديءِ جگ آنيهر[12] هيءِ - شبديءِ پرگٽ[13] هوءِ ۔

(٣٣)
[سلوڪ محلا تيجا]

(٢٧) گهر مهه گهر دکاءِ ديئهُ - سو ستگور پرکه سُجاڻ
پنچ شبد ڌُنڪار ڌُن - تهه باجيءِ شبد نيشاڻ[14] ۔

واڳ ملار، محلا پهلا، وار (٢٧)

(٢٨) پنچي شبد وجيءِ مت گورمت - وڏ ڀاڳي اَنحد وجيا
آنند موُل[15] رام سڀ ڏيکيا - گور شبدي گوونِد[1] گجيا ۔

واڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، وار (٧)

---

١. پرماتما. ٢. آستان. ٣. سکيا، اُپديش. ٤. پسري. ٥. ٽيئي لوڪ. ٦. جيو جنت. ٧. ساس، پراڻ. ٨. ترپت ٿيڻ. ٩. آشچرج، تعجب. ١٠. عزت، مانُ. ١١. اَندر ۾. ١٢. اوندهه اَنڌڪار. ١٣. روشنائي، سوجهرو. ١٤. پرگهٽ ٿئي ٿو. ١٥. سارُ،

# شبد ۽ اَنهد ڌني.

”اَنهد ڌُنيءَ“ جو لفظ هيٺاهين ڪيترن دفعن ۽ ڪيترن سلسلن ۾ هن پستڪ ۾ استعمال ٿيل آهي. حالانڪ انهيءَ اکر جي سرسري سمجهاڻي ڪٿي ڪٿي اڳيئي اچي چُڪي آهي، پر هن وشيه تي وڌيڪ ورنن ڪرڻ، هتي ئي، واجب آهي. ”اَنهد ڌني“ معنيٰ اڻهو آتمڪ آواز، رُوحاني واڄا، سُريلو سُر يا مڌر ڌني، جا هر انسان جي اندر ۾، هردم ۽ هر هميشه پئي ٻاٿمرادو وڄي، جيستاءِ ڪَن ۾ ٻولن موجُود آهن. هِن روحاني واڄي لاءِ، گرو گرنٿ صاحب اندر، صاحبن انيڪ نالا ڏنا آهن، جهڙوڪ: سار شبد، اَنهد شبد، سُرت شبد، شبد ڌُن، انهد ڌُن، سهج ٻاڻي، ڌُر جي ٻاڻي، نام، رام نام، نام ڌن، سچ، آد سچ، اَڪٿ ڪٿا، اَجپا جاپ، هري ڪيرتن، اَکنڊ ڪيرتن، جهڻڪار، نرمل ناد، ڪنگري، سِنگي، گهنٽ، سَنک، واجو، بينڻ، تُور، تاڙي، وغيره، وغيره. هندُو شاسترن ۾ به انهيءَ آتمڪ آواز کي ڪيترن نالن سان سڏيل آهي، جهڙوڪ: ديو ڌني، آڪاش واڻي، واڪ، سُرتي، سوهنگ، اَدگيت. ورِي مسلمان الله لوڪن ۽ صوفي فقيرن به انهيءَ ڌني کي، پنهنجي ٻوليءَ ۾، جدا جدا نالا عطا ڪيا آهن، جهڙوڪ: اسم اعظم، اِکو اَلف، اَناهُو، ڪلمو، ڪلام الاهي، بانگ آسماني، ندائي سلطاني، بانگ سلطاني، ندائي سلطاني، سلطان الاذڪار، حوض ڪوثر، وجد، وحدانيت، وغيره، وغيره. ٿالو کهڙو به ڏيئي وٺجي پر اهائي آهي هر رسُ، مها رس يا امرت ڌارا، جنهنجو صاحب ورُ ورُ ڌيئي ٿا ذڪر ڪن ۽ جنهنکي پراپت ڪرڻو آهي، ته جيون سڦلي ٿئي ۽ آتما کي آزادي ملي.

براٻر اکر ته الاهي ٿيا پر اُنهن ۾ جو اَڙجهي يا اُلجهي، جي مطلب ۽ معني ۾ ڪو به فرق ڪونه آهي؟ مطلب ته سُرت ۽ ساڌنائن ڌنارن، ساڌڪ کي انهيءَ ڌُنيءَ ۾ سُرتي لڳائڻي آهي، ورن آتمڪ يعني واٽ واڻيءَ کي آتمڪ ڌنيءَ سان ملائڻو آهي، ٿان جو واٽ واڻي مات ۾ اچي وڃي ۽ من اَنهد ڌنيءَ ۾ لڳاتار لڳو پيئو هجي. اهو آهي رُوحاني راهه جو آخرين ڏاڪو، پرين پهچ يا منزل مقصُود، جتي جيو آتما جي پرم آتما سان گڏجاڻي ٿي اٿي ۽ جيون مُڪتيءَ جي استٿي پراپت ٿي ٿئي. انهيءَ استٿيءَ تي به سالڪن بيشمار نالا رکيا آهن ۽ اٿا به رکجن پيا، جو ته اُها اظهار ٿيل به اَڏُورو ۽ اَڻپُورو پيو لڳي. اُنيتي آزمُودو غير محسُوس ته نه آهي پر غير مشخص ته ضرُور آهي. بي اَنت جو بيان ڪيترو ڪري ڪيترو ڪبو؟ جيترو ڪر اوترو ٿورو. چئي چئي، ورِي چئجي ته بي انت، بي انت! مالڪ ٻاڻي بي اَنت، ته سندس ميلاپ جو مشاهدو به بي اَنت آهي.

پلا ڏسو ته رواجي اکرن کي جڏهين لظر جي صُورت عطا ٿئي ٿي، لظر کي جڏهين

 

سر جي روپ ۾ آندو وڃي ٿو، سُر کي جڏهين مڌر ۽ مٺو آواز ملي ٿو ۽ مٺي آواز کي جڏهين سازن جو سهڻو ساٿ ملي ٿو، تڏهين ٻڌندڙ جي من کي ڪيڏي نه موج ۽ مستي چڙهي ٿي، هنن لي ڪيڏو نه تار پٽي ٿو، دل کي ڪيڏي نه راحت اچي لڳي، چت بلنديءَ ۾ ڪيڏي نه اڏر ڪري ٿو. ٻڌندڙ کي اکر سمجهه ۾ اچڻ چاهي نه ۽ اکرن جي ٻوليءَ جي ڪمس واقفيت هجي چاهي نه، پر اثر اچي ٿو اکرن جي آلاپ مان، سُر جي سوز مان ۽ آندر جي آتش مان. اهڙي سُرندي جي سر مٿان ۽ ساز جي سوز مٿان گهڻي، پرچل، راجا راڻا ڏياچ جو سر قربان ڪرايو هو. پرک وارا ئي قدرشناسي ڪندا.

جي رواجي راڳ اڳيان به سر جي ست اچي سگهي ٿي، ته انهد ڌنيءَ اڳيان کهڙيون ۽ ڪئن سادڻ تاڻون يا کهڙيون ۽ پرنتي پريکشائون هجن، ته به آهي سڀ، سادڪ جي سانئينءَ سامهون، هڪ ننڍي پيتا آهي، پڳل دل جي شردانجلي آهي. آخر ته انهد ڌنيءَ ۾ راڳ ۽ طرز، سُر ۽ آلاپ سڀ روحاني آهن، شاهي شمع جا شولا آهن، حقيقي عشق جا آلا آهن ۽ چيتنا جون چڻگون آهن. پوءِ الهيءَ حاصليت لاءِ، چونه ذون پسيو هڪ ڪجي؟

پرماتما ناڻ ته پيو ٿو اها آندر ۾ راس رچائي ۽ اکرن بنا آلاپ الاري. پوءِ اهو ٻڌي، سادڪ جي صورت چونه چمڪي، سر پر چونه ڀڪي، من چو نه امنگ ۽ اتساهه ۾ اچي، چت چونه اتـــل پٽل ۾ اچي، هردو چونه خوشيءَ جي لهرن لي نچي ۽ آتما چونه آنند ۾ ڏجي؟ جي اهڙي خدائي خمار جي خدڪي لڳي، ته پوءِ خادم وڌيڪ ڇا ٿيي ۽ ڪيئـــن ڪجي؟ لوڪ چئي ته لڳت اٿس، چريائي اٿس يا بيماري اٿس، پر خادم، عـــوام کـــان عاجز، نياڻت کان نيارو، پريوءَ جو پيارو، سو پيو دنيا کان دور رهي، مايا کـــان منهن موڙي، اليئي مرڪي مشڪي ته اليئي رئي رڙي. پر هو هردم شبد جي سُرت ۾ سمايل آهي، انهد ڌنيءَ جي آواز ۾ الڪيل آهي، جبلت ۾ جڪڙيل آهي، جمعيت ۾ جميل آهي، جانب ۾ جڙيل آهي ۽ جاويد ۾ جڙيل آهي. اهو انهد ڌنيءَ جو اسرار آهي، ايشور جـــو اظهار آهي، انسان جو اجلال آهي ۽ واهه واهه جو وسماد آهي. ڪي ورلا انهيءَ وات لي وڃن، وڃي پهچن، پهچي پسن، پسي پُر ٿين، پُر ٿي چپ ۾ اچن. صاحبن فرمايو آهي:

(١) هر انتر واجا پوڻ هـــيءِ مهري گـــووندا -

هر آپ وڄالي تڏ واڄيو جيءُ.

هر انتر نام ندان هـــيءِ مـــيوري گـــووندا -

گور شبدي هر پريه گاجيءِ جيءُ.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، شبد (٣٠)

(۲) گهٽ گهٽ انتر برهم لُڪايا - گهٽ گهٽ جوت سبائي — راڳ سورٺ، محلا
ٻجر ڪپاٽ مڪتي گرمتي - نربيو تاڙي لائي. — پهلا، شبد (۶۰)

اَنهد ڌني ڪو اکر ڪونہ آهي، ڪو ٻيٽ ڪونہ آهي، ڪو ساز ڪونہ آهي، ڪا ٻولي ڪانہ آهي. اِنڪالت جو آواز آهي، سالت جو سڏڙو آهي، اڻلکيل اکر آهي، اڻ ٻوليل ٻولي آهي، اڻ گهڙيل قانون آهي، اڻوڄيل ساز آهي، اڻ ٻڌل سُر آهي، اڻ ڳڻتل آلاپ آهي. مڌر مينا ڄ کان مٺي آهي. ٻي انت مان لکري ٿو، ٻي انت ۾ سمائجي ٿو. جتان اَنهد ڌني اچي ٿي، تنهن کي صاحب تل يا تيسرا تل چون ٿا. ڪي نقط سويدا، شو نيتر يا دويہ چڪشو بہ چون ٿا. مطلب تہ انسان جي اندر، سڀ موجود آهي ۽ اتان ئي ملڻو آهي. پار برهم جو عڪس پرڪرتيءَ ۾ آهي ۽ پرڪرتيءَ جو عڪس انسان ۾ آهي. سو اندر ۾ ئي آهن، سڀ کنڊ، برهمنڊ، روحاني منڊل، سورج منڊل، چندرما منڊل، تارا منڊل، اَنهد ڌني، برهم ديس ۽ پار برهم ديس. جو سڀ لوڪ ۾ آهي، تنهنجو روپ پرڪرتيءَ ۾ ۽ اهوئي جيو جي اندر آهي. سڀ رڌيون، سڌيون، نڌيون، طاقتون ۽ شڪتيون اندر ۾ آهن. پر اهي اسرار اندرين رستي ڪونہ ڏسي سگهبا، ٻاهرين ڪوڙين اکين ڪنن ڪونہ ڏسي سگهبا. جڏهن اگيان جو پڙدو هٽندو، تڏهن روحاني روشني ظاهر ٿيندي ۽ اندرين اک کُلندي. اهو اسرار ستگرو ڏيکاري سگهندو. جنهن جنهن اهو اَنهد ڌنيءَ جو اسرار ڏٺو آهي سو چاهي ٿو تہ اُن چشمي کي ڇُهي پوان ۽ مور نہ موٽان ۽ مُڪتيءَ ۾ ونڊڪڻ کي بہ هوند ٻن هٽان. اهڙو بہ لڳاءُ آهي! گرو نانڪ ديو جن فرمائين ٿا:

گر ڪي ساکي امرت باڻي - پيوت هي نرواڻ ڀيا — راڳ آسا، محلا
در در ڪا پرپتر هووي - مڪت ٻڪتني ڪري ڪيا؟ — پهلا، شبد (۳۸)

هاڻي سوال ٿو اٿي تہ جي اَنهد ڌني ٻڌجي اندر ۾ هر دم پئي اُٿي وڃي، تہ ٻڌڻ ۾ ڇو نہ ٿي اچي؟ ٻڌڻ ۾ ايندي ڪٿان جڏهن ساڳي اندر ۾ ٻيا بہ گوڙ گهمسان، غلغلا ۽ ڏنڪر لڳا پيا آهن؟ جي گهر ۾ ٻار، ڏاريءَ جا ڦٽاڪا پيا پائين ۽ ٻہ ٻيا ساڙين، يا شاديءَ جا ڍول دماما پيا ڌُم سان وڄن، تہ ڇا هڪ پئي جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو آهي؟ سو جي وچار ڌارا ۾ اُٿڪ رڻ ۽ وچارن جو رخنو هوندو، حرص حواس جو هراس هوندو، حسد ۽ حسرت جو هل هنگامو هوندو ۽ من جي وڇي اٿي ٿي ڪُتي ايندي هوندي، تہ پوءِ روح جي رباب جي رسيلي ڌني ڌي ڏن، ٻڌڻ ۾ اوس ڪانہ ايندي. انهيءَ ٻڌڻ لاءِ ٻہ ضروري شرط آهن: پهرين ماحول ۾ شانتي ۽ ٻيو ڌيان ڏيڻ طرف ڌيان. پوءِ ستگرو جي شبد

جي سهاري سان، پاڻمرادو اُنهيءَ سار سان سُرتي لڳي ويندي. انهن شرطن جي پورائيءَ بنا، سُرتي ملائڻ مشڪل آهي. ڪبير صاحب به ساکي ڏني آهي:

گور دکلائي موري – جت مرگ ٻڙت هيچ چوري
مؤلا ليئي ڏرواجي – باجيڱلي اَنحد ناجي.

راڳ سورٺ، ڪبير صاحب، شبد (٣٠)

ساز ۽ وڄائيندڙ ميلاپ ڪن ته سُر نڪري، راڳ ۽ راڳيندڙ ميلاپ ڪن ته آلاپ اُٿي، ڪاٺ ڪاٺ سان گسجي ته باهه ٻري، لوهه تي ٺڪرو لڳي ته چڻنگ چمڪي، مُنفي ۽ مُثبت تارُون ملن ته بجلي هلي، سِپ ۾ ڦُڙو ڇهڻي ته موتي ملي، ڌرتي ۾ ٻج جهلي لـ پوک لڳي يا مونث مذڪر ملن ته ونش وڌي. مطلب ته ميلاپ يا ملاوت مان، هڪ نئون نتيجو ئو نروار ٿئي. پيداشي نتيجي جا جزا يا عناصر ته اڳئي ميلاپين ۾ موجود آهن، پر فقط ميلاپ يا ملاوت لاءِ منتظر آهن. رڳو منظوري ملي ته نتيجو ظاهر ٿئي. ربابي اندر ... ته ڌُن لڳي بيٺي آهي. فقط ٻُڌيءَ ڦيرائڻ جي دير آهي. ليڪن اندر ۾ آتمڪ آواز، رُوحاني راڳ، يا سُرت جو سُر سمايل آهي. فقط من کي اُلٽي مان سُلٽو ڪرڻو آهي، اُنهيءَ سُر ۾ سرتي لڳائڻي آهي. سلٽي بنا اُلٽي سرتي لڳندي ڪانه. ساڌُن ئي من کي سُلٽو ڪندا.

اي بندا، تون من جي اُلٽائيءَ کان غافل آهين، ڌيان ڪري، سُلٽائيءَ کان غير واقف آهين. اُلٽو من دشمن آهي ته سلٽو من دوست آهي، پر توکي دوست دشمن جي سڃاڻ ڪانه آهي، اُنترمکي ۽ باهرمکي درشٽيءَ جي فرق جي شناخت ڪانه آهي. شناخت ۽ سڃاڻ بنا، سنئين وات ڪيئن ليندين؟ جي جيون جي مقصد جي معلُوميت ئي ڪانه آهي ته حاصلات لاءِ حيلو ڪيئن هلائي سگهبو؟ تُنهنجو ڌيان لڳو بيٺو آهي دنيوي دامن ۾، چت اٽڪيو بيٺو آهي سنساري سکن ۾، من متوالو ٿيو بيٺو آهي سرير جي سوادن ۾، سمرن ڪُٺو بيٺو آهي پنهنجن ۽ پراون جي پيڊن ۾، پوءِ هُن طرف جا ترنگ ۽ ترانا، آواز ۽ آلاپ، توکي ڪٿان ٻڌڻ ۾ ايندا؟ جتي سمرن هُوندو، اُتي ئي ته ڌيان لڳندو. وري جي سواد ۽ سنبند ڏک مان اُڀِن ٿا يا ڏک ۾ بدلجن ٿا، اُنهن ۾ سچو سک ڪيئن پليءَ پوندو؟ هيءَ سنسار آهي پوچل ساگر، ڏک ساگر، جنهن کي نه آهي ڪنڌي نه ڪنارو، نه هيءَ پَر نه هوءَ پر. هن ڪال ۽ مايا جي ديس سان دل لڳائبي، ته جمڻ ۽ مرڻ جو چڪر دائما چالُو رهندو. هن مَلَ مُوتر جي ديهيءَ کي ئي ياڳ سمجهبو، ته اَمرتا اوس غايب رهندي. جي من کي ڇوٽ ڇڏبو ۽ سنئون ڪري نه سڌاربو، ته آتما جا ڪوش ڪونه ڪٽي سگهبا. من آتما مان شڪتي ۽ جياپو پراپت ڪري، آتما جا زنجير، زياده مضبُوط ڪري رهيو آهي. اهي ڪوش ڪٽي ۽ زنجيرُون ٽوڙي، آتما کي آزاد ڪرائڻو آهي، يڪيءَ جو پورو

پئي. ڪيس پرواز ڪرائڻو آهي، اکيائتا ۽ ڏٺيمس پاڻ جا پڙدا پري ڪري، اَهد ڏاسيءَ ۾ ڌيان لڳائڻو آهي ۽ ساڪيامس سروپ ۾ سمائڻو آهي. اهوئي جيوَن جو مقصد آهي.

آتما لي ايڪ جنمن جي واسنائن، سنسڪارن جا ڪوش، پڙدا يا تهه چڙهي چُڪا آهن، جن سندس جهلڪ جهڪي ڪري ڇڏي آهي. چراغ جي چمڪ مٿان، چنچلتا رُوپي چادر وڇائي وئي آهي. اهي سڀ تهه لاهڻا آهن، هٽائڻا آهن. تن ۽ اندرين کي آڻ مچائڻي آهي ته سُکمتا ناڙي جمت لڳي. ان گٿن کي لتاڙڻو آهي ته چوڏهن پد پرابت ٿئي. ڏهن دروازن مان لنگهي وڃڻو آهي ته دسوي دئار ليي. من، مايا، بُڌيءَ، چڪرن، اَنهڪرڻ ۽ پرڪرتيءَ جي مڙني پار وڃڻو آهي، ته تُريا اَوستا ۾ داخلا ملي. اَستُول، سوڪيم ۽ ڪارڻ سرير جو ساٿ ڇڏڻو آهي، ته سچ کنڊ ۾ نواس ٿئي. انهن شبد جي سُرتي لڳندي، اَهد ڏني پڌڻ ۾ ايندي، سچو سک نصيب ٿيندو ۽ اکنڊ آنند جو اَنڀؤ ايندو. انهيءَ رس يا سواد ملڻ بعد، منَ موت موُر نه ڪائيندو، سنساري سوادن ۽ سمبندن ۾ وري نه ڦاسندو، ڇو ته من، من ئي نه رهيو آهي. طلب، تمنا يا ترشنا من کي هاڻي تنگ نه ڪري سگهندي، ڇو ته من هاڻي انهيءَ اَمر پد ۾ پهتل آهي، جو وشيه واسنائن جي پهچ کان پري آهي. پر جيڏي منزل اوُچي ۽ اتانگي ٿيڏي محنت گهڻي ۽ اوکي.

سو جي سالڪ جو مُنهن ئي اُلٽي طرف آهي ۽ منزل طرف نه آهي، ته هرڪا وک، وڌي يا ننڍي، تڪڙي يا ڍلي، منزل کي دوُر ڪندي ويندي. تنهن ڪري، اي بندا، پهريون ڏاکو آهي منزل جي معلوميت هئڻ، ٻيو ڏاکو آهي منزل طرف مُنهن ڪرڻ، ٽيون ڏاکو آهي حقيقت جي هدايت حاصل ڪرڻ، ۽ چوٿون ڏاکو آهي صدق ۽ سڪ سان پنڌ پوڻ. پنڌ پئي پڄائڻ، پاتڻ پڙهڻ ۽ پرماتما جي پناهه همت آهي، واٽ جي رهبريءَ اندر آهي. هاڻي ڪيس نه ڪو پڙ نه ڪو پولو، نه لهر نه لوڏو. پاڻي پور پور ۾ پاڻي هلي يا ڏڪون پائي، پاڻي ٽاڙهي يا ڏڪا کائي، پاڻي سهڪي يا ساهي پٽي، پر هيءُ پرپوءِ جو پار پڪ ٿيندو، صحيح سلامت پهچندو، ڇو ته هوُ سڀ ڀا لڳ لاڳاپا لاهي، ڏاڍار جي ڏوري پڪڙي بيٺو آهي. اها ڏوري ڏونگر ڏاري، بيابان لتاڙي، سمندر اورانگهي به وڃي آخر پار پهچائيندي. سالڪ اُدم ڪري ته سائين به سروپ عطا ڪري.

سو اي بندا، دل دنيا مان ڪڍي دلبر ۾ لڳاءِ. جيون بدلائڻ ۽ سڌارڻ لاءِ، من کي سڌو ڪرڻو آهي. اُلٽي ٽانءُ ۾ نه ڪجهه وجهي سگهبو ۽ نه ڪجهه جهلي سگهبو. گندي ٽانءُ کي اُجل ۽ اجرو ڪري، پوءِ ئي اُن کي صاف ۽ سٺي شيءِ وجهي سگهبي. سو اَوگڻن کان آجو ٿي، گڻن جو گرهڻ ڪر، ته اندر ۾ گيان جي روشنائي اچي، سرير مان سُرتي سميٽجي، آتما ۾ سُرتي لڳي. اَهد ڏني مڇي. انهيءَ ڏس ۾ ڪافي ڏس اچڻي

ا

اچي چُڪا آهن، جن مان * ”دسي گُڻ مالها“ جو جاپ ڪري، ٻهراڻون قدم هڻڻ گهرجي. يقين ڄاڻ ته ٻوءِ سچو ستگور توسان اچي سنمک ٿيندو، چاهي تون ڪيس ڳولهي لهين يا هُو توکي ڳولهي لهي. صدق ۽ سڪ سان، گور شيوا ۽ گور ڀڳتي ڪماءِ ته گور ڪرپا حاصل ٿئي. گور اُپديش، گور باڻي، گورمت يا گور منتر ماي. اهو منتر آهي شبد مارگ، معبُود حقيقي. شبد ستگور جو آتمڪ سروُپ آهي جو ته ستگورُ شبد جو جسماني سروُپ آهي. شبد ۽ ستگور پرماتما روُپي سِڪي جا ٻه پاسا آهن. ستگور شبد آهي ته شيوڪ سُرت جي ڌُن آهي. شبد جي سُرتيءَ سان اَنهد ڌُني وڄندي، اشرطيڪ شيوڪ ڌَن، تن ۽ من مان چِت ڪڍي، سڀ ستگور کي ارپي، ستگور جي شرن ۾ اچي، مِتا ۽ مات ۾ رهي، پريت ۽ پرتيت سان گور منتر اُچاري، ساڌ سنگت ۾ ويهي شبد جو سمرن ڪري، من جا مطلب ۽ منورٿ مِٽائي، نِشڪام ڪرم ڪمائي. ستگور شبد سروُپي، شبد ابِناسي آهي ۽ سروَشڪتيوان آهي. ستگور، شبد جي ڪنجيءَ سان، شيوڪ جي من جو تالو پٽ طاق کولي، اَصليت جي محسوُسيت ڪرائي ٿو. سِکيا ۽ سمرش سان، شيوڪ کي روُحاني منزلن جا سير ڪرائي، آخر پرم پد تي پهچائي ٿو. گوروءَ جي گود ۾ اچي ويهي ته ڏس ته ڪيئن نه ٿو رنگريز ٿئي، رنگ ۾ رنگجي. نير الدائز ٿي نوُراني نظر سان اهو نير ڇُٽئي، جو ڪمات کُلي پوَني، سنڪلپ ۽ ڪلپ دوُر ٿي وڃني ۽ سچ کي ڏئي پرکي سگهن. سڀي شيوڪ کي سچي ستگور جو ٿي سامهو ٿيندو. ڏاڍيءَ جي ڏکيل کي به ستگور جو سهارو ملي سگهي ٿو، باقي ستگور جي ڏکيل کي هرهنڌ ڏِڪ پئي پوندي. هوُ ڪٿي ٽڙ ٽانءِ نه پائيندو. مٺيا آهي مِتا ۾ ۽ نه رکو مرشد جي منهن ڏسڻ ۾.

سو ائي ٻندا، لِکرا، ٻيرا ٻندا، ستگور جي اوٽ ۾ اچ. جيوَن سنوار، لِکڻ سدار ۽ لاٿقي ٻڌاءِ، ته شيوڪن جي شمار ۾ ڳڻجين. ڪُمت ڇڏ، ڪُمت ڇڏ، ڪُمارگ ڇڏ، ته سچ چمڪي، سُمت اچي ۽ سمارگ ملي. ڪئين مايا ڌاري مايا ۾ متجي ويا، موهه ۾ مُسجي ويا، لوڀ ۾ لُٽجي ويا، ڪام ۾ ڪُسجي ويا، ڪروڌ ۾ ڪَتجي ويا ۽ اهنڪار ۾ آزارجي ويا. وڪار ويري آهن، ڏاڍي دوکيباز آهي. سنبندي سُوارٿي آهن، متر مطلبي آهن. نندا نهوڙيندي، ڪسنگ ٻوڙيندو. سواد ستائيندا، رَس رلائيندا. دنيا جو چواب ڪوڙ آهي، حسرت جو حساب ڪوڙ آهي. سنسار سپنو آهي، زندگي کيل خانو آهي. غفلت ڇڏي سجاڳ ٿيءُ، اک پٽي ڀال ڀيءُ. ديهيءَ ۽ آتما جو ڀيد سڃاڻ ۽ ڀهڻجو پاڻ پڇاڻ. من چتر ۽ چنچل آهي ته چئيوان ۽ ڇوران به آهي. آستر ۽ ايڪاگر ٿي سگهي ٿو، نرليپ ۽ نرسنسي ٿي سگهي ٿو. ڪوشش ۽ ڪشالي سان، ايمانداريءَ ۽ اَورچائيءَ سان، اُلٽي مان سالٽو ۽

---

* دسوي گڻ مالها جو ذڪر، ٻهرئين ڀاڱي جي ستين باب ۾، صفحه ٣٣٤-٣٤٦ تي آيل آهي.

 

سلٽي مان سڌيوڪي ٿي سگهي ٿو. واٽ بدلاءِ نه من ۾ چال بدلائي. من جو مرڪز بدليو نه چڪر ٿي نٿو ڪٽي پوندو، ولنگ ٿي نٿو لڳندو. ولنگ جي ڪرمائش ۾، من لوڀ لڪر مان، موه جيان نسوعل ٿيندو، سڀوڀ ۽ سرايت ۾ لالاڻي ٿيندو، انهد ڏنيءَ جو آلاپ اٿائيندو. اهو مهارس ماڻي ٿرپت ٿيندو. اهين آلما آزاد ٿيندي ۽ اَڪٿ آنند ۾ ايندي. اهين مانش جنم سڦلو ٿيندو، آواڳون جو چڪر ختم ٿيندو. اِنهيءَ اوستا کي صاحب پرم پدوي يا سهج پد ٿا ڪوٺين. جيوَن جي جاوِيد ۾، هڪ جنم نه جڳ هڪ پل مثل آهي. آدم ۽ اَڪير آخر سڦلتا آڻيندا پُون. سو ستگور سوُهين جي شرن ۾ اچ. شيوا ڪماءِ، نام وٺ، شبد جو ڪرهه ڪر نه مڪتي ملي. ديو لڳي نه فڪر نه آهي. سوڀ ملڻ ۾ شڪ شبوه ڪوبه نه آهي. ستگور جو درسن نه ڪٿين پيا ڪن، ۽ سچو جپ، تپ ۽ سنجم آهي، ستگور جي شبد ۾ سُرتي لڳائڻ.

ستگور اسو سيوڪو وسڪدا – جيتا جڳت سنسارُ
ڏٺيءَ مڪت نه هووٽي – جِچر شبد نه ڪري ويچار.

واڳ وڏهنس، محلا
چوٿان، وار (٢١)،
سلوڪ محلا ٽيجا

نام، نرنڪار آهي، اصل اَڪال پُرکه آهي. نام لفظ نه آهي پر مهاپل آهي، آتمڪ شڪتي آهي. انسان جي جان جي جان آهي، نوُر جو نوُر آهي، جوت جي جوت آهي. ڪُل عالم جي عبادت لاءِ جهڙڪ نچوڙيل عرق يا عطر آهي. نام سچي باڻي، سچي آرتي، سچي ارداس آهي. نام سچو سودو آهي. نام سچ کنڊ پهچڻ لاءِ اَڏند ڪتوري آهي. نام جي مهما بي انت آهي. شاستر ۽ سمرتيوَن، پُراڻ ۽ پستڪ نام جو انت نه ٿا لهن پر فقط نام جي مهما ٿا پُڌائين. نام اهڙا دولت آهي جا نه ڪُٽبي، نه کَسبي. نام جي جهاز ۾ سڀ پاتري سلامت آهن، جو نه مرشد پاڻ ملاح آهي. طوُفان اِنهيءَ جهاز کي نه ٻوڙي سگهندو ۽ نه باهه جلائي سگهندي. نام پرڪرتيءَ جو جياپو آهي ۽ انسان جو آڌار آهي. جيئن وَل ڏاڪي جو سهارو وٺي، متي چڙهندي ويندي آهي، ليڪن منش به نام جو سهارو وٺي، من کي قبضي ۾ آڻي، اَگيانتا جو پڙدو هٽائي، جيوَن مڪتيءَ جو مارگ ماڻي سگهي ٿو.

نام پاپي پڙهجي لکجي، پُڌجي پڌائجي، ڳائجي وچائجي، پر جيستائين نام ڪنٺ مان هردي ۾ نه سمائجي ويو آهي، تيستائين جهڙڪ جڪ مارڻ آهي. ڪٿين واچڪ گياني، عالم فاضل، هوميءَ جوُن هٿوراڙيوُن هڻندا وتا، پر پڙ ۾ پيو به نه پائي سگهيا. پڙ ۾ اهو پيو پائيندو جو پنهنجي اندر ۾ پيهي پاڻ پسندو، ڪايا نگر جو نواسي ٿيندو، شبد جي سُرتي انهد ڏنيءَ ۾ گڏيندو. ايمانداريءَ ۽ اورچائيءَ سان ابياس ڪرڻو آهي، روزمره پاڻ ڪسان امتحان وٺڻو آهي ۽ جيئري مرڻو آهي. نام جي علم جو عمل ڪجي. ورن آتمڪ پيا مُک وائيءَ مان طريقت ۽ حقيقت جي معرفت ٿئي ٿي، پر نيت انهد ڏنيءَ سان ڌن لڳائڻي

آهي. همت هاچ ۾ هوندي ته چت نام ۾ لڳل آهي. ڪانهه چرندي ڦرندي به چت ڦڙي
۾ هوندس. ساهه رنڌڻي ۾ مشغول هوندي به چت، همت ئي سهيل ٻار ۾ هوندس. ليڪن
همت جي مالها، ڪنٺ مالها نٿي، ڪنٺ مالها من مالها نٿي، جنهن ۾ نه ڳنڍ هجي ۽ نه
ڳٽپ هجي. اکنڊ جاپ هجي. نه نه نه مالاهون ڪٿين ٻيون ڦيرڻن، ٻهارڻ يا پنڊڻ. اهي
سڀ موڪش لاءِ اهڙيون ڪارگر آهن، جهڙيون ڪوهه جي نار جون ڪنگريون، جي ٻوڙجي
ٻوڙجي به ڀر ڀر سڪڻيون ليو ٿيون. هڪ ڪن ڪان ٻڌو ۽ ٻئي ڪان ڪڍي ڇڏيو، نه من سڪڻي
جو سڪڻو رهجي ويندو.

نام جو سمرن جپ ۾ ليندو آهي، چت جي چيتنتا اندر ليندو آهي، سواس سواس
۾ سمايل ليندو آهي. اهڙي سچي سمرن معرفت ئي انحد ڌنيءَ ۾ ڌيان لڳندو. مشڪل آهي
پر ممڪن آهي. مشڪل سان مشڪل به آسان ئي ٿيندو آهي. جو سمرن ٻاهرين ستسنگ
۾ لو ڪجي سو اندرين ستسنگ اندر آڻڻو آهي. مطلب ته مک جي جاپ لئي رهڻو نه آهي
پر اڳتي ابياس ڪرڻو آهي. تان جو آهستي آهستي، ڌيري ڌيري، هردي اندر سمرن شروع
ٿي وڃي. پوءِ من جو ڌيان انحد ڌنيءَ ۾ لڳي وڃي، تان جو ايڪ آتما جو واسو سچ کنڊ
۾ ٿئي، ۽ آتما شبد ۾ لوَ لين لڳي رهي. انهيءَ دشا کي صاحب سن سماڌي يا سهج
سماڌي ٿا سڏين. اِئي ٿئي ٿو سچو پاٺ پوڄا، هوم يگيه، پر نيم، ورت نيم تيرٿ، جاپ تاپ
تياڳ تپسيا. باقي سڀ پاکنڊي ڪرم ڪانڊ آهي، پاڻ سان دغابازي ۽ ايشور سان دوکيبازي
آهي. اِها دغابازي ۽ دوکيبازي نه ايشور ڪان ڳجهي رهندي ۽ نه ٻئي ڪنهن کي نقصان
پهچائيندي. پنهنجو کهاڙو پنهنجي پير تي هڻي، پاڻ کي پورو ڪرڻو آهي. اي بندا،
خواب ۾ ۽ خواب جي خمار ۾ به، ڪوڙ کي سچ سمجهيو آهي. جڏهن خواب ٽٽي ۽ خواب
جو خمار لهي، ته خواب خواب سمجهيو آهي، سچ سچ سمجهيو آهي ۽ پاڻ تان کِلبو آهي.
اگيانتا ۽ اوديا جو پڙدو به خواب مثل آهي. انهيءَ خواب ۾ ۽ پڻ انهيءَ خواب جي خمار
۾، هيءَ پرڪرتيءَ جو پرپنچ به سچ سمجهڻ ۾ اچي ٿو. جڏهن اگيان جو پڙدو دور ٿئي
ٿو، تڏهين غفلت جو خواب ٽٽي ٿو، خوديءَ جو خمار لهي ٿو. پوءِ اندرين اک کلي ٿي،
اصليت جي خبر پئي ٿي ۽ جيو پاڻ تان کِلي ٿو ته ڪيئن ۽ ڪيڏو وقت نه، ڪوڙ کي
سچ سمجهي ويٺو هوس. اِها پوڄا ٿي گيان آهي، پرم گيان آهي، برهم گيان آهي.

جپ صاحب ۾، گورو نانڪ ديو جن، پنجن کنڊن جو بيان ڪيو آهي: ڌرم کنڊ،
گيان کنڊ، شرم کنڊ، ڪرم کنڊ ۽ سچ کنڊ. گورو گرنٿ صاحب ۾ ڪٿي ڪٿي پنجن شبدن
جو به ذڪر آيل آهي. صوفي مت وارا فقير به پنجن منزلن کي مڃيندا آهن: ناسوت، جبروت،
ملڪوت، لاهوت ۽ هاهوت. نوري ۾ انهن ڪئي ڇٽجي نه روحاني سفر ۾ پنج سوکم

منڊل، ديس، کنڊ، ڪالچ، شڪتي، اوستائون، ڇوٽڪيون، پوڙيون يا منزلون آهن، جن
بنسبت، پاڻڪن جي سهوليت لاءِ، هت وڏيڪ سمجهاڻي ڏيڻ ضروري آهي.

(١) ڌرم کنڊ: هيءَ آتمڪ اُنتيءَ جي پهرين پوڙي آهي، جتي ساڌڪ کي اخلاق
نامي جي "دسي ڳڻ مالها" جو جاپ ڪرڻ گهرجي، ته جيئن وڪارن ۽ عيبداريءَ کان
آجي ٿي گذران رهي، بديءَ کان بچي نيڪيءَ جي راهه تي اچي، اُڌرم کي ڇڏي ڌرم
جي وات وٺي، نشڪام ڪرم ڪري ڦل جو تياڳ ڪري، لوڀ ۽ ريجهه کٽڻ جهڙي غلاظت
مان نڪري ستي جي سطح تي پهچي، دنيا مان لڳاءُ ڪڍي دلبر سان دلبگي ڪري،
گرهست ۾ اُداسي ۽ آس ۾ نراس رهي، ڪوڙ، ڪپٽ، ڪسنڪ کان ڪنارو ڪري، سچ
جو سودو ڪمائي، من کي موڙيندي مدامي طرف ماري اَمر ٿئي، چنچلتا ڇڏي چيتنتا جي
چپ ۾ اچي، ۽ انهن اندر اوري پاڻ پڇاڻي. اهو آهي سچو ڪرم ڪانڊ. باقي ته سڀ آهي
پاکنڊي ڪرم ڪانڊ. هرڪو ڪرم، ڌرم ۽ نياءڪاري ڪانٽي ۾، ڪرمن جي قانون روُپي
وٽي سان تورڻ ويندو، ۽ جهڙو ڦل پائيندو. سچي ساڌنا ثابت ٿيندي ۽ اَنهد ڌنيءَ طرف
منهن موڙيندي. پاڻ پڇاڻڻ سان ئي، پاکنڊ پنهنجو پاڻي پيندو. پاڻ پڇاڻڻ پڇاڻڻ، ڌرم کنڊ
جي سفر جي منزل پوري ٿئي ٿي ۽ گيان کنڊ جي سفر جي شروعات ٿئي ٿي. ڌرم کنڊ
جهڙا سالڪ، سائينءَ جي سار هميشه رهن ٿا، موهه جي ميٽهه ۾ ڦاسن ٿا. نرموهي آهن،
لاطمع آهن. اهڙن سالڪن لاءِ ستگرو ته پهچ سگهي، ڪين وڃي ايندو ڏسي پيو پرسن ٿئي،
آشيرواد ڏئي. بديءَ جي وات وارا شيطان جي سهاري تي ٽڪن ٿا، ته نيڪيءَ جهڙي وات
وارا مرشد جي مهر لاءِ واجهائين ٿا. بديءَ ۽ نيڪيءَ کي سڃاڻي روپ ۾ سڃاڻڻ ۾ ئي گيان
جي ڳالهه ملي ٿي. انهيءَ گيان دئوارن ٿي، گيان کنڊ ۾ داخلا ملي ٿي.

(٢) گيان کنڊ. جي نيڪيءَ ۽ بديءَ جي فرق جي تميز پوي، ۽ جم ۽ موت جي
اصلي معني جي معلوميت ملي، ته پوءِ پاڻ پڇاڻڻ سولو ٿيندو. پاڻ پڇاڻڻ بعد، اَگيانتا ۽
اَوديا جي اُڌ، جا گيان جي روشنائيءَ کي ڍڪي ويٺي هئي، سا هاڻي ڳڙڻ ۽ اُڏڻ
لڳي ٿي، ڇيون مان گيان جي جهلڪ ملي ٿي ۽ گيان کنڊ جو نظارو نظر اچڻ اچي ٿو.
ستگرو سمک ٿي، سالڪ کي سهارو ڏئي ٿو، راهه تي رهنمائي ڪري ٿو، جهاڪن ۽
وڪڙن جي واقفيت ڪرائي ٿو، روحاني رازن تي روشنائي وجهي ٿو، شبد جهڙي سرونا
پهرائي ٿو، ۽ پريڪشائون وٺي پڪو ڪري ٿو. سالڪ سمجهي وڃي ٿو ته پاربرهم ئي وڏو
سچ آهي. پرڪرتي ته نيهه ۽ اِي اَسٽ مايا آهي ۽ فقط سندس عڪس يا پاڇو آهي، جا
قدرت جي نيمن پٽاندڙ، پٽي حڪم هميشه کيل ڪيڏي، نوان نوان لباس پائي، لاهي ۽ بدلائي.
سالڪ ته انهيءَ لباسي ليلا جي الڏيت ۽ لطف جي لڳاءُ ۾ لين ٿي اڙ وڃي ۽ هڪ ۾ هڪ ڏسي،

حاڪم جي حڪم جي ٻجا آوري ٿو ڪري، ڀڳوان جي ڀؤ ۾ ٿو رهي، ٻاڻي کي مٺو ڪري ٿو مڃي. لالن جي لوچ لڳي اٿس. صدق اٿس، سِڪ اٿس، شرڌا اٿس، مڃتا اٿس. نام جي ڌاڻ اٿس، اَنهد ڌنيءَ جو اشارو اٿس ۽ سماڌيءَ جي سوجهي اٿس. مٿان ستگور جو سهارو اٿس. اِنهيءَ سمر سان، سفر جو سانباهو ڪري ٿو. تڏهن جاڳيو آهي، جاڳيل اَلــمر آهي ۽ اُتيل سهڙجي سميري، پڌ پيو آهي. ڪيڏانهن ٿو وڃي؟ شرم کنڊ ڏانهن.

(٣) شرم کنڊ. هن ٽئين اَوستا ۾ سالڪ شرمائجي ٿو! ڇو ٿو شرمائجي؟ ته مون کي معلوم ٿي ته هو ته جا ايڪ مان اَنيڪتا آهي ۽ انيڪتا ايڪ ۾ آهي، سو مان پاڻ آهيان. جنهن وسرايل وطن لاءِ واجهايم پئي سو وطن ئي مان پاڻ آهيان. سالڪ سمون مان نڪري، ڏيان ۾ گهڙي ٿو. گور شيوا، گور ڀڳتي ڪمائي، گور ڪرپا اندر اچي ٿو ۽ گورمک ٿئي ٿو. سڀ ڀرم ۽ ٻنڌن ٽٽي پيا اٿس، من تي ٻُورن قبضو اٿس. سرٻرڪ سواد ستائيس ڪونه ٿا، سنساري سنبنڌ لُپائيس ڪونه ٿا، مايا موهيس ڪانه ٿي. سر دوشٽيءَ جو سرڪردو آهي، ٻرٻرتائيءَ جو پتلو آهي، محبت جو مجسم آهي، ڪنول گل جيان نرليپ آهي. رڌين سڌين جو خاوند آهي. ويراڳي تياڳي آهي، جوڳي سنياسي آهي، مُني اپسر آهي، سنت مهاتما آهي. لطف جو لاهوُتي آهي، لمح ۾ لباب آهي. اُپاسنا ۾ اَڌڪاري آهي، پرارٿنا ۾ پوڄاري آهي ۽ اِشڪام ڪرتبن يا ڪرم ڪانڊ ۾، ڀڳوان جو ڀلاوٽو آهي. حياءَ ۽ حليمائيءَ جي حد اندر آهي.

(٤) ڪرم ڪانڊ. سالڪ پاڻ ستگور ٿئي ٿو، سنسار ۾ پرير پلٽي ٿو، گيان ڦهلائي ٿو ۽ نُوراني نرمت نوائي ٿو. سچا ساڌو سڀاڳا آهن، جي اِها جهاڪ جهوليءَ ۾ جهٽين ٿا، شبد جي چاشني چکن ٿا ۽ رُوحاني راهه جي پاڙا قائم رکن ٿا. باقي لوڪ ته پيو ڇاڇ ۾ ڇڇوُن هڻي. سالڪ پاڻ ته پرم پد تي پهچي چڪو آهي. دُنيءَ دُبنڌ کان دوُر آهي، ٽن گڻن کان پار آهي. ترپته جي استٿيءَ تي آهي. تُريا جي اوستا ۾ آهي. ڪرم ۾ اَڪرم آهي، پرمارٿ ۾ پرپوُرن آهي. برهمانند ۾ برهم گياني آهي، مرتيوُ ۾ اَمرتا آهي. سنسار سان سنمک آهي ته سائينءَ جي شرن ۾ آهي. دوشٽيءَ ۾ دوشٽمان آهي، گيان ۾ گيانا آهي. سڀ جو خير چاهي ٿو، سڀ جو ڀلو مڃائي ٿو. سندس آواز اِلاهي الهام آهي. پيچ ۾ پڇي پيو، اَڇيا جاپ جپي پيو، اَڪٿ ڪٿا ڪٿي پيو. سُن آستان ۾ آهي، سهج غفا ۾ آهي، اَنهد ڌُنيءَ ۾ آهي، ست لوڪ جي سُرتيءَ ۾ آهي، بي سڌ ۽ بي خوديءَ جي اَکنڊ خمار ۾ آهي. سچ کنڊ مان پيا سڏڙا اچيس جو ته روم روم ۾ رام رمي رهيو اٿس.

(٥) سچ کنڊ. هن پوئين پد تي ٻه اَنيڪ نالا پيل آهن، جهڙوڪ: سچ کنڊ، ست

لوڪ، نج ڌام، ڪرُ ڌام، الک لوڪ، اگم لوڪ، اناميءَ لوڪ، مقامِ الله، مقامِ حق، مقامِ هوُ، انيڪ ڳڙهه، آلم ڳڙهه، آدي ڳڙهه، بيگمپوُر، امراپور، پريم نگر، نوُر محل، وغيره وغيره. جو برهم ديس، نج ديس آهي، جتي پار برهم جو نواس آهي، لفظن ۾ ڪيئن بيان ڪري اظهار ڪندا؟ بي انت جي قدرت بي انت آهي، بي انت جو ديس به بي انت آهي، نه بي انت ديس جي نواسين جو انت ڪيئن لهي سگهبو؟ سچ کنڊ ۾ جم موت نه آهي، سک دک نه آهي، خوشي غم نه آهي، روشني اونداهي نه آهي، ڏيت جي ڪا ڏي نه آهي. اتي جمنا، گنگا ۽ سرسوتي ندين جو سنگم آهي، پريم جو پرياڳ آهي، پرڪرتيءَ، پرش ۽ پرشوتم جي تروينيءَ آهي، انهد ڌنيءَ جي ڌارا آهي، امرتسر آهي. اتي اکنڊ آنند آهي، سچ جو ساگر آهي، چيتنا جو چشمو آهي. اتي خود خدا آهي. اتي سڀ ڪجهه آهي ۽ ڪجهه ڪين آهي. سوڪيئن اهيتا جي به انت آهي: اتي سالڪ سهج سماڌيءَ ۾ آهي نه ست سروپ ۾ سمايل آهي، درياءَ ۾ لهر آهي نه لهر ۾ درياءَ آهي، ساگر ۾ ڦڙي آهي نه ڦڙيءَ ۾ ساگر آهي. اتي بوُند سمنڊ ۾ سمائجي ٿي ته سمنڊ بوُند ۾ سمائجي ٿو. اتي سالڪ گڏجي گوڊ ۾ وڃو آهي، ديهي وديهي آهي، جيون مڪت آهي، انالحق آهي، ايڪو اڪ آهي. اهو لاهوتي لطف لابيان آهي، ڇو ته اگم جي ڪم جو گيان، شخصي انڀوُ ۾ اچي سگهي ٿو پر اکرن ۾ ٻاهرڻ ممڪن نه آهي. اکرن ۾ انڪهڻ آهي، اگيان جي اوٽ ۾ اچڻ ۽ اوديا جي اڌ ڦاڙو ڪرڻ. اکرن جو اڀياس ڪرڻو آهي.

سو اي بندا، انهد ڌنيءَ جو آواز اهو آهي ۽ الهين اناليو، جيئن ۾ جادوُ لڳائڻ سان، زندگانيءَ جي موڙ تي صحيح طرف وڃڻ سان، دلبر جي دڳ لڳڻ سان، اندر ليڻ گيان اچڻ سان، ۽ اندرينءَ اک کلڻ سان. اهي ڪوڙ اناليندا، جي واچڪ گياني آهن، ايڊيش ڏيڻ ۾ استاد آهن، چريتر ۾ چالاڪ آهن، چال ۾ چتر آهن، باهران ٻهروُپي آهن ۽ اندران اڃا آس ۽ آڪڙ ۾ اڙيل آهن. جي پاڻ ڪپ ۾ ڪتل آهن، گناهن ۾ گرفتار آهن، گمانن ۾ گمراهه آهن، سي امت جي گمت ڪٿان ڪندا؟ انهد ڌنيءَ جو آواز، اهي ٿي اناليندا، جن جي جيئن، سچ جي ساک ۾ آهي، پريم جي پلٽي ۾ آهي، دنيا جي دوستيءَ ۾ آهي ۽ دلسا جي دست برداريءَ ۾ آهي. نه قدرت جي ڪائنات ۾ آهي، جبلن جي جبلت ۾ آهي، وڻراهه جي وسعت ۾ آهي، گلن جي گلزاريءَ ۾ آهي ۽ گگن جي گوگياءَ ۾ آهي. نه گگدامن جي گذارش ۾ آهي، پسن جي پريم ۾ آهي، پکين جي پرواز ۾ آهي، جيئن جي جماعت ۾ آهي، انسان جي امداديءَ ۾ آهي، دکين جي دلداريءَ ۾ آهي، موتاجن جي مددگاريءَ ۾ آهي ۽ هيڻن جي حفاظت ۾ آهي. مطلب ته سنسار جي سَر پاونا ۾ آهي، پرڪرتيءَ جي پايداريءَ ۾ آهي ۽ خداوندیءَ جي خوشحاليءَ ۾ آهي.

 

اِها آهي خداپرستي ۽ خداشناسي، جنهن ۾ بيخوديءَ ۾ مَن، مايا جي ملاوٽ ۾ هوندي به، اندر جي اَنحد ڌُنيءَ جي آلاپ ۾، اَنڪيو بيٺو آهي. اِتي نه اُنهيءَ رس ۾ پڌو وينو آهي، جو سنساري وهنوارن ۽ ڪٽنب جي ڪرمن کي به ساڳئي مينـاج ۾ ملائي ڇڏيو اٿائين. آتمڪ اُنتي علم پرائڻ ۾ نه آهي، عالم ٿيڻ ۾ نه آهي، عاقل يا عادل سڏائڻ ۾ نه آهي، پر عمل ڪرڻ ۾ آهي، ڌارمڪ سِکيائن کي جيون ڌارا ۾ ڍالڻ ۾ آهي، جيون کي ڪارگر ۽ ڪارائتي بڻائڻ ۾ آهي، نه آلما اِلين ڪلپنائون، ڪرم ۽ ڪوش ڪٽي، آزاد ٿئي. اهي اُصول ڪهڙي ڪم جا، جي رڳو پنيون چٽيون، ڇٽي ڏکي بينا هجن، دنيا جي دکاڏکيءَ لاءِ ٻهڪن، ملاقائين کي موهين، پر جيون ۾ جذب ٿيل ڪونه هجن. اَنحد ڌُني، جيون جي سنگيت آهي، تند تنا تار جو ترانو آهي، جو جيون بدلائي ٻڌي آهي، سر ۽ اندر سُرلي لڳائڻي آهي ۽ پوءِ ڪُل مخلوقات ۾ مِلائڻي آهي. هيءَ جيون جي جوت، لڳاتار ڪري لڪل آهي، ڌُنڌ ڪري ڌمڪيل آهي. هيءَ اُلوهيت جو آواز، آهستا ڪري اُٿلڪائڻو آهي، ڌنڪڻ ڪري ڌمڪو آهي. هِتان ڌيان ڪڍي، هُت لڳائڻ سان، نيت ٻڌڻ ۾ ايندو، پهرين جهڪ نه پرين پڙاڏو آهي، پر پوءِ ڌپري ڌپري، جهڪ نه ويجهو ۽ موافق وجد آهي. اِهو ساڌنائن جو سنسڪار آهي، سرڳتيءَ جو سنسڪار آهي، پرماتما جي پراپتي آهي.



 

## (١٢) پرماتما کي نه وسار.

(١) جنهه پرساد چتيهه امرت کاهه - تس ٺاڪر ڪئُ رکُ من ماهه
جنهه پرساد سُگندت تن لاوهه - تس ڪئُ سمرت پرم گت پاوهه
جنهه پرساد بسهه سک مندر - تسهه ڌياءِ سدا مَن اندر
جنهه پرساد گرهه سنگ سک بسنا - آٺ پهر سمرهه تس رسنا
جنهه پرساد رنگ رس ڀوگ - نانڪ سدا ڌيائيي ڌياون جوگ.

[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (١)٦]

(٢) سو ڪئُ وسري جو گهال نه ڀاني - سو ڪئُ وسري جو ڪيا جاني
سو ڪئُ وسري جن سڀ ڪڇ ديا - سو ڪئُ وسري جو جيون جيا
سو ڪئُ وسري جو اگن مهه راکي - گر پرساد کو ورلا لاکي
سو ڪئُ وسري جو بِکهه لي ڪاڍي - جنم جنم ڪا ٽوٽا گاڍي
گر پوري تت اهه بجهايا - پرڀ اپنا نانڪ جن ڌيايا.

[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٤)٢٠]

(٣) گورا - اڪ ديهه بجهائي
سڀنا جيئا ڪا اڪ داتا - سو مين وسر نه جائي.

جپ صاحب، محلا پهلا، پوڙي (٥)

(٤) ساهِ ساهِ تجهه سمالا - ڪدي نه وساريئُ
جئُ جئُ صاحب من وسي - گرمکهه امرت پيئُ.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (١٦)

(٥) نانڪ جيوين جپ هري - دوکهه سيڀهي هنت
دن رٽ جس نه وسري - سو هريا هووي جنت.

راڳ مانجهه، محلا پنجوان، دن رٽ (٣)

---

١. پرماتما. ٢. ٻاجهه، مهر، ڪرپا. ٣. عطر ڦليل. ٤. گهر، ڪٽنب. ٥. لائق. ٦. ڪمائي. ٧. چت ڪري. ٨. سڀ ڪرم. ٩. پراڻ. ١٠. سمجهي سگهندو. ١١. ڪُڪرم. ١٢. ملائي ٿو. ١٣. سار، گيان. ١٤. ستگرو. ١٥. سمجهه ڏني آهي. ١٦. ياد ڪريان، سمرن ڪريان. ١٧. ستگرو جي معرفت. ١٨. رات. ١٩. هوش. ٢٠. انسان.

(۶) تِن تؤن وسرهہ – جو تُد آپ[1] پُلائي
تِن تؤن وسرهہ – جو دؤجي[2] پائي.

واڳ گوڙي، محلا
ٻيجا، شبد (۷)

(۷) جِن[1] دِيتا تتاويءِ کئہ لساڻهُ[3] – جن دِيتا تمائي کئہ مسانُ[4]
جِن کيمي سپ پؤون آسا – سمرۂ دِن رِتن ساس گراسا.

واڳ گوڙي، محلا
پنجوان، شبد (۶)

(۸) سپ پدارٿ سپ ڦلا – سرب گٽان جِس[1] ماهہ
کئہ گوبند[1] مهہ وسارِيئي – جِس سِمرت دک جاهہ.

(۱۷۱)

(۹) جِس سِمرت دکهہ جاء – سهج سکهہ پائيئي
رِئي دِنس کر جوڙ[5] – هر هر ڌيائيئي.

واڳ آسا، محلا
پنجوان، شبد (۱۱۲)

(۱۰) دِن رالِي آراڌهہ پيارو – نِمکہ[6] نہ کيجي ٻِلا[7]
سنت سيوا کر پاوَڻِي[8] لائيئي – تياگ مانُ[9] هاٺيلا[10].

واڳ گوجري، محلا
پنجوان، شبد (۱۳)

(۱۱) تِس[1] بن گهڙي نہ جيوليئي پائي – سرب ڪلا[11] پرپؤر
ساس گراس نہ وسري پائي – پيکهُہ[12] سدا حضؤر.

واڳ سورٺ، محلا
پنجوان، اشٽپدي (۸) ۱

(۱۲) پائي سُهاوي چاڙي[13] – جامهہ گُن گائي
کِتهي کام نہ ڌؤل[14] هر – جِت هر بِسرائي.

واڳ سؤهي، محلا
پنجوان، شبد (۳۱)

(۱۳) من لي کبهہ[15] نہ وِسريءِ – جا آپي هوءِ دئيال جيئہ
آوَط جاٺا رهہ گئي – مَن وُٺا[16] نِرنکار[1] جيئہ.

واڳ سؤهي، محلا
پنجوان، اشٽپدي (۵)

(۱۴) جِن[1] دِيتا تُد پؤن[17] اَمولا – جِن دِيتا تد نِسير[18] نِرمولا
جِن دِيتا تد پاوَک[19] بَلِنا – تِس ناکر کي رهہ من سرنا
پيکن کئہ نيتر سُنن کئہ کرنا[20] – هَست[21] کماوَن باسن[22] رسنا
چرن چلن کئہ سر کيمو ميرا[23] – من تس ناکر کي پؤجهہ پترا[24].

واڳ رامڪلي، محلا
پنجوان، اشٽپدي (۲)

---

۱. پرماتما. ۲. بيائي، دُليت پاؤ. ۳. لکالو. ۴. عزت آبرؤ. ۵. تمسکار. ۶. کِڻ کَل. ۷. دير، بِل. ۸. پرير، لشيو. ۹. اَهنکار. ۱۰. هٺ. ۱۱. شکتي. ۱۲. ڏسان پيو. ۱۳. جهوُ ڙي. ۱۴. محل. ۱۵. کڏهين بہ. ۱۶. وسيو اَچي آهي. ۱۷. هوا. ۱۸. جل، پاڻي. ۱۹. اگني. ۲۰. کَن. ۲۱. هٿ. ۲۲. نک. ۲۳. ٺاهؤڪو، سرمور. ۲۴. چرن.

(١٥) مانا کي[1] اُدر مهہ پرتپال[2] کري - سو[3] کتهُ مهہ[4] وساريئي
مهہ کتهُ وساريئي ايڏو دانا - جو اَگن[1] مهہ آهار[5] پهچاوَلي.

راڳ رامڪلي، محلا پنجا، اَنند صاحب، (٢٨)

(١٦) هر هر[3] ڏ پساه مَنا - کِسن نہ وساريئي
رامَ راماّ[3] رامُ رما - کٿ اَرڌاريئي.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، ڇنت (١)٢

(١٧) سار[6] نہ جاڻان توُن وَڏ ڏاتا[7] - کر مهرمت سائين
کرپا کيجيئي سا مَت ڏيجيئي - آٿ پهر تُد ڏيائي.

راڳ سوُهي، محلا پنجوان، ڇنت (١)٤

(١٨) من کهان بِساريو رامُ نام[3] - تن[8] بِنسيئي جم سڱ پڙلي کام
اِک پکس نارائڻ هوہ سنگ - کهہ نانک پَچ لهہ ايک رنگِ.

راڳ بسنت، محلا ناوان، شبد (٤)

(١٩) جيتي ساس سامس[9] هر ليتي - ليتي هي گنہ گايا
نِمک[10] نہ بيڙيئي کهڙي نہ بسريئي - تد[11] سنکي جس جايا[12].

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (٤١)

---

١. ماءُ جي گربه ۾. ٢. سنڀال. ٣. پرماتما. ٤. هردي مان. ٥. کاڄ. ٦. اَنت، قدر. ٧. داتاءُ، سياڻو. ٨. سرير، ديهي. ٩. دم. ١٠. کِڻ پَل. ١١. سامت. ١٢. وڃان پيو.

 

## (۱۳) وِساريئہِ نہ وئين!

(۱) سُندر سيڄ[1] اَنيڪ سک - رس ڀوڳڻ ڀوري
گِرهه سوئن چندن سُگند - لاءِ موتي هيري
مَن اِڇي سک ماڻدا - ڪي ناهي وسوري[2]
سو پرڀُ[3] چِت نہ آوئي - وِشٽا ڪي ڪيڙي
بِن هر نام نہ سانت هوءِ - ڪِت بِڌ[4] من ڌيري.
[راڳُ جئتسري، محلا پنجوان، وار (٦)]

(۲) لَرِيئہ[3] نام وساريا - نال مايا رَچا
آوي جاءِ پرائيٺئي[5] - بہ جوني نچا
بچن ڪري تي کِسڪ[6] جاءِ - بولي سڀ ڪَچا[7]
اَندرهه لوٺا[8] ڪوڙيار - ڪوڙي سڀ ڪَچا[9]
ولٽ[10] ڪري نِروئر نال - جوئي لالچا
ماريا سچي پاتشاه[3] - وِيک ڌُر ڪُٽ مَچا[11]
جم ڌوتي هي هيريا[12] - دک هي مهِ پچا
هويا نياؤس[13] ڌرم ڪا - نانڪ دَرِ سچا.
[راڳُ مارو، محلا پنجوان، وار (۱۵)]

(۳) سَو[3] ڪئُ منهه وساريئي - جا ڪي جيئہ پراڻُ
تِس وِڻُ[14] سڀ اَپوتر هي - جيتا پئنڻُ[15] کاڻُ
هور گلان[16] سڀ ڪوڙيا - تُڌ ڀاوي پرواڻُ[17].

سري راڳ، محلا
پهلا، شبد (۵)

---

۱. پلنگ، سيجائون. ۲. دک، تڪليفون. ۳. پرماتما. ۴. طرح. ۵. پئنڪي لو. ٦. ڦري وڃي لو. ۷. ڪوڙ، جوٺ. ۸. خالي. ۹. ڏاڙون. ۱۰. دشمني. ۱۱. ڪُڪرم. ۱۲. ڌسي، ناڙي. ۱۳. اِنصاف. ۱۴. بنا. ۱۵. کاڌو پيتو. ۱٦. ڳالهيون. ۱۷. درگهہ ۾ قبول.

(٤) اَللہي نام وساريا - مٺڪ اَللہ غبار
آوڻ جاڻ نہ چُڪئي - مر جنمي هوءِ خوار. (١٣)

(٥) اِڪ ٽِلُ پيارا وسري - روڳ وڏا مَن ماھ
ڪِئُن درگھ پت پائيئي - جا هَر نہ وسي من ماھ. (٢٠)

(٦) پرميشر ٿي ڀُليان - وياپن سڀي روڳ
وِمک هوويءِ رام ٿي - لڳن جنم وجوڳ
کِنُ مہ ڪوڙي هوءِ گئي - جتڙي مايا ڀوڳ.
واڳ مسانجھ، محلا پنجوان، باره ماھ (٩)

(٧) تِن ٽوٽن وسرھ - جو ٽڌ آپ ڀُلائي
تن ٽوٽن وسرھ - جو دوجي ڀائي.
واڳ گوڙي، محلا تيجا، شبد (٧)

(٨) جِس واڪي - ٽس ڪوءِ نہ ماري
سو موُلا - جِس منھ بِساري.
واڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٢) ٢٣

(٩) اَني ٻھر پوندا ڦِري - ڪاڏون سندڙي سَوُلَ
ڏوجھ پوندا ڪِئُ وھي - جا چِت نہ هوءِ رسوُلَ.
واڳ گوڙي، محلا پنجوان، وار (٨)

(١٠) ساس گراس ڪو دانا نہ ٿاڪر - سو ڪِئُ منھ بِسارئو ري
هيرا لعل اَمول جنم هيءُ - ڪوڏي بدلي هارئو ري.
واڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٥٦)

(١١) من اُٿِڪ نہ چيتس - موڙ مَنا
هُو بِسرت - ليري گُٿا کليا.
واڳ آسا، محلا پھلا، شبد (٢٩)

(١٢) رَتي عشق خُداءِ - رنگ ديدار ڪي
وِسريا جن نام - تي ڀُئِ ڀار ٿئي.
واڳ آسا، شيخ فريد، شبد (١)

(١٣) ڪھا ٻِھو ليوت پرت ڪيتي - رام سرن لھي آوي
جوڳ جگ تھڦل تِھ مائِہ - جو پرڀ جس بِسراوي.
واڳ بلاول، محلا ٿاوان، شبد (٢)

---

١. اکيائي، مٺڪ. ٢. اکيان جي اوُندھ. ٣. جمڻ مرڻ جو چڪر. ٤. ڇڻ پَل. ٥. پرماتما.
٦. ٻمک. ٧. وڇوڙا. ٨. پٺتڪندو. ٩. ڪاڏو. ١٠. ترشنا. ١١. ترڪ. ١٢. موُرک. ١٣. ختم ٿي ويا. ١٤. زمين. ١٥. بوجھ. ١٦. ڇا ٿي ٻِھو جي. ١٧. ورت. ١٨. يگ. ١٩. وترت. ٢٠. مھما، گڻ.

(١٤) سڀ دک سنتاپ[1] - جان ڏُڌهہ[2] ڀُليٺيءِ
جي کيڄن[3] لکہ اپاءِ - تان کهي نہ گُهليٺيءِ[4].

راڳ رامکلي، محلا پنجوان، وار (١٤)

(١٥) تنسو جتسا کاڍيٺيءِ[5] - جتسي کار کماہ
جو دَم[6] چت نہ آوَلي - سو دم برتا جاءِ.

راڳ سوُهي، محلا پهلا، شبد (٧)

(١٦) کاٹا پيٹا هسٹا[7] سوٹا[8] - وسر گيا هيءِ مرٹا
خصم[2] وسار خواري کيني - ڌِرگ[9] جيوَڻ نهي رهٹا.

راڳ ملار، محلا پهلا، شبد (١)

(١٧) ايک پکت پکواَن[10] - جهہ ٻراٹي کي ناهہ مِن
جتسي سوُکر[11] سُٹان[12] - نانک مانو ناهہ لِن.

سلوک، محلا نانوان (٤٤)

---

١. درد، ڪشٽ. ٢. پرماتما. ٣. ڪجهہ. ٤. ڇوٽڪارو ملندو. ٥. ڇني سگهبو. ٦. ساس، دم. ٧. کلڻ، مزا ماڻڻ. ٨. سمهڻ. ٩. ڌڪار جوڳو. ١٠. انسان. ١١. سوُئر. ١٢. ڪتو.

## (١٤) نامَ نه ملڻ جو نتيجو.

(١) ڏُلڀ[١] ديهه پائي وڏ ڀاڳي - نام نه جپهه آلڪ گهالي
مو نه جاهي جن بسرت رام[٢] - نام ٻهڙن[٣] جيون ڪوڻ ڪام؟ (١٠ و٠)
ڪاٽ پيٽ کيلت هست بستار[٤] - ڪوڻ اُرٿ مِرتڪ[٥] سينگار
جو نه سُنهه جس پرماُنندا[٢] - پَس پنکي ترگد[٦] جوُن لي مندا
ڪهه نانڪ گُر منتر درڙايا - ڪيوَل نام رِدِ[٧] ماهه سمايا.
[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٤٢)]

(٢) ڪيا سووهه نام وسار - غافل گهليا[٨]
ڪتي اِت دريائاه[٩] - وڃن وهنديا
پرهتڙا[١٠] هو[٢] چڙن - من چڙهه لنگهيئي
آت پهر گڻ گاه - ساڌو سنگيئي[١١]. (١٠ و٠)
پوکهه پوکه انيڪ - وڻ لاوي سُهيا
هر ڪي پکت ٻيا - مر مر رُنيا[١٢]
ڪمڙ پوکه سُگند - تن مَسردن[١٣] مالتا[١٤]
بن سِمرن تن چاڙ[١٥] - سَر پر چالتا
مها بِکُر[١٦] سنسار - ورلي[١٧] پيکيا
چوُن هر ڪي سرن - ليکه[١٨] نانڪ ليکيا.
[راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (١١٠)]

---

١. دُرلڀ، اَمولڪ. ٢. پرمانما. ٣. ٻيا، ڪانسواءِ. ٤. چڱو چوکو. ٥. مڙدو. ٦. ڪيڙا، ڪيڪان. ٧. هردو. ٨. گهملو. ٩. سنسار جو پوُجل ساگر. ١٠. جهاز. ١١. سنگ ۾. ١٢. روئي روئي. ١٣. مکين لو، مهتين لو. ١٤. خاڪ ۾ ملي ويندو. ١٥. خاڪ. ١٦. ڪنن، اَکهر. ١٧. ڏٺو آهي، سڃاتو آهي. ١٨. قانوُن، حڪم.

(٣) جني نام وساريا - دُوجيءَ[1] ڪاريءَ لڳِ
ڏٻِدا[2] لاڳي پچ مُئي - اَنتر ترشنا آڳِ[3].

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (١٤)

(٤) ڇهُ جُڳ[4] مئلي مَئل ٻِري - جِن مک نام نه هوءِ
پڪتي پاءِ وهوُٽيا - مُهه ڪالا پست ڪوءِ[5]
جني نام وساريا - اَوڳڻ مُٺي روءِ.

سري راڳ، محلا پهلا، اشٽپديون (٧) ٧

(٥) راج ملڪ[6] سڪداريئا - رس پوڳڻ بستار[7]
باغ سُهاويءَ سوهڻي - چليءَ حڪم اَفار[8]
رنگ تماشي بهه بڌي[9] - چاءِ[10] لڳ رهيا
چِت نه آيو نانو هر[11] - تان سرپ[12] ڪي جوُن گيا.

سري راڳ، محلا پنجوان، اشٽپديون (٦) ١

(٦) جر جاڳائي[13] دُوجيءَ[2] ڀاوَ ڪُر[14] لائي - تاوُهه پُوُلي د بهه سجائي
ڪهڙي مهت[15] ڪا ليکا ليويءَ - رليتهه ماسا تول ڪڍاو ٽيا.

واڳ ماجهه، محلا ليجا، اشٽپديون (٥) ٢٨

(٧) راج رنگ[16] مال رنگ - رنگ رتا نچيءَ ننگ[17]
نانڪ ٺڳيا مُٺيا جاءِ - وڻ ناويءَ پت گيا گواءِ.

واڳ ماجهه، محلا پهلا، وار (١٠)

(٨) بن هر پڙ - ڪاهي ڪا مانهُه
هر بسرت - ڪاهي سک جانهُ.

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٢٦)

(٩) بن سمرن گرڌپ[18] ڪي لياڻي[19] - ساڪت[20] تان پرشت[21] ڦراهي
بن سمرن ڪوُڪر[22] هر ڪايا - ساڪت لوپي بند[23] نه پايا.

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، اشٽپديون (٧)

(١٠) نام بنا جيتي بنهار[1] - جڻُ مرتڪ[24] مٺيا سينگار
نام بسار ڪري رس ڀوڳ - سک سپني نهي تن مهه روگ.

(١٠)

(١١) اُنڌڪار[25] سک ڪبهه نه سوئي هيءَ - راجا رنڪ[26] دوئوُ مِل روئي هيءَ
جڻُ پڻ[27] رسنا رام نه ڪهيو - اُپجت[28] بنست رووت رهيو.

واڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٨)

---

١. بيا وهنواري. ٢. دليت ڀاوَ، ٻيائي. ٣. اگني، باهه. ٤. هميشهه. ٥. وڃائي ويٺا آهن.
٦. ملڪيت، ڌن دولت. ٧. اَنيڪ. ٨. ڳرو، محڪم. ٩. لموُنا، قسم. ١٠. چاهه، شوق.
١١. پرماتما. ١٢. نانگ. ١٣. ڏنڊ ڏيندڙ. ١٤. ڏنڊ. ١٥. پل. ١٦. خوشي. ١٧. بنا شرم جي.
١٨. گڏهه. ١٩. وانگر. ٢٠. منمک، بيمک. ٢١. اَپوتر آستان، ڪسنگ. ٢٢. ڪتو. ٢٣. روڪ
ٽوڪ. ٢٤. نهقل، اجايو. ٢٥. اَگيان جي اوُنده. ٢٦. غريب. ٢٧. جيستاءِ. ٢٨. جمندي، مرندي

(١٢) نام هڻڻ[1] گئي - مسوڙ لدگا
پنچ پنچ مٺي - پکڙ[2] ديڪر پتنگا.

راڳ آسا، محلا چوٿان، شبد (٦)

(١٣) سدا سهائي سنت - پيکهه سدا حضور
نام ڀوڙيا[1] - سڀ مرن وسُور[3] وسُور
داس[4] داسن ڀاءِ - مٿيا ٿيسان ڪوڙ
وسريا جنان نام - تنان حال ڪوڙ.

راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (١٠٦)

(١٤) جت مُک نام نه اُچرهه[5] - ان ناوي وس کاهه
نانڪ ايوي جاڻيئي - تت مک ٿُڪا پاهه.

راڳ آسا، محلا، پهلا، وار (١٩)

(١٥) پسوُن[6] ملهه چڱائيا - ڪڙ ڪاوهه اَمرت ديهه
نام وهُوڻي[1] آدمي - ڌِرگ[7] جيوڻ ڪرم ڪريهه.

راڳ گوجري، محلا پهلا، شبد (١)

(١٦) ڪوت ٻِکهن[8] لس لاڳئي - جسو وسري ناءِ
نانڪ اُن دِن ٻلهَتي[9] - جتهُ نٿيءِ گهر ڪاءِ.

راڳ گوجري، محلا پنجوان، وار (١٥)

(١٧) نانڪ نام نه چيتني - اَڳياني اَنڌلي اَوري ڪرم ڪماهِ
جسم دو بندي مارئيهه - تِو وشٽا ماهه پچاهه.

راڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (١٥)، سلوڪ محلا تيجا

(١٨) ڪوُتڪ ڪوڏ[10] تماسيا[11] - چت نه آوس ناءِ.
نانڪ ڪوڙي نرڪ برابري - اُجڙ[12] سوئي ٿاءِ.

راڳ جئسنتري، محلا پنجوان، وار (٩)

(١٩) بِن ناوي ڪو بيلي ناهي - بت[14] ڪٽنب سڀ[13] پائي[15]
نانڪ مايا موهه پسارا - آڳي ساٿ[13] نه جائي.

راڳ سوهي، محلا چوٿان، چهنت (٣) ٤

(٢٠) جنسي پاهن[16] جل مهه راکيو - ٻيڍي[17] ناهه تهه پائي
نستي هي لو ناهِ بچالو - يکت هِڻن[1] جو پرائي.

راڳ بلاول، محلا ناوان شبد (٣)

---

١. خالي. ٢. وشمن جا وڪار. ٣. ڏکن ۾. ٤. شموڪ. ٥. اُچارڻ. ٦. جهڙوڪ ڳائون. ٧. اَجايو، نڦل. ٨. مشڪلاتون. ٩. وڏي رڙي لو. ١٠. والد ٻون، تماشا. ١١. آليڪ ١٢. سُڃو، ويران. ١٣. سالي، سڱي، سهائڪ. ١٤. پت. ١٥. پالئيو. ١٦. پٿر. ١٧. اَندر، وچ.

(٢١) جني کي رمڪ هرنام ڌن نه ڪئيو - سي ديوالئيئي[1] جڳ ماهه.
اوءِ منگدي ڦرهه سڀ جڳت مهه - ڪوئي مهه ٽُڪڙ[2] [3] ٻن ڪرياهه.

راڳ بلاول، محلا
چوٿان، وار (٨)

(٢٢) هؤمي ڇليا مهه وساري - جم ٻر وجهه ڪرڪه[4] ڪُواري[5]
اَب ڪي ڪهيءِ نام نه مليءِ - توُن سهه جيئڙي[6] ٻاري[7] جيهَه.

راڳ مارو، محلا
پهلا، شبد (١٢)

(٢٣) اَنٿيءِ[8] ناوهه ٻڏيا - ڦر هٿ ڪتاهوُ نه پاء
جوُني سڀ پرائيٺن[9] - ٻشٽا ماهه سماء.

راڳ مارو، محلا
تيجا، شبد (٣)

(٢٤) جني نام وساريا - سي هوٺ ديکي ڪيهه[10]
پُتر مترِ ٻلاس[11] ٻنتا[12] - توُلتي اي ليهه.

راڳ مارو، محلا
پنجوان، شبد (٢٥)

(٢٥) ناوهه ٻڏي چوٿان ڪالي - ٻهت سياٽپ پرم نه جالي
پيچ پيچ مٽي اَچيت[13] نه چيتهه - اُجگر ٻار[14] لدالي هي.

راڳ مارو، محلا
پهلا، سولهو (٨) ٥

(٢٦) ٻرڏ[15] ٻيا[16] تن چيچيءِ ديهي - رام[13] نه جپئي اَنت سنيهي
نام وسار چليءِ مُهه ڪاليءِ - دُرگهه جوُت خوارا هي.

(١٢) ٧

(٢٧) ڪهه ڪبير - ٻرڏن[17] هيءِ سرپي
جاڪيءِ هردي - نام نه هوئي.

راڳ پربهاتي، ڪبير
صاحب، شبد (٨)

(٢٨) نامهه پوُلي - مرهه ٻکه کاء
ٻرٿا[18] جنم - ڦر آوهه جاء.

راڳ بسنت، محلا
تيجا، شبد (١١)

(٢٩) جنسي ڏرلي ساڏيءِ[19] بهه ٻڌ - ٻن بيچيءِ[20] لهي جاميءِ[21]
رام نام ٻن مڪت نه هوئي هيءِ - لتيءِ ناهي اَپمانيءِ.

راڳ سارنگ، محلا
پنجوان، شبد (١١)

(٣٠) هرڪي نام سته پرپت لاڳي - اَنڪ[22] پيڪهه[23] بهه جوڙي.
توُ نت ٻار[24] نه لاڳيءِ ناڪته - جته ڪاگر جل[25] ڦوڙي.

(٩٤)

---

١. ڏيوالو ڪڍيو آهي، ڪنگال آهن. ٢. پيي ڪالين ٿا. ٣. اُنهن کي هاٽي لُڪ هٽي پيچي نه ڪوئي ڪرنه ٿو. ٤. تلوار. ٥. تيز، تکي. ٦. هي جيو. ٧. ٻري سزا. ٨. هن جنم ۾. ٩. پتڪندو. ١٠. خاڪ ١١. شوق، خوشيوُن. ١٢. استري. ١٣. پرماتما. ١٤. وڏو ڙهري ناڳ. ١٥. ٻڍاپو. ١٦. پربتم. ١٧. ڪنگال، سچو. ١٨. اجايو، نهڦل. ١٩. سنڀالي. ٢٠. ٻج. ٢١. پوکي. ٢٢. پاڪنب. ٢٣. پربت لڳائي. ٢٤. ديو. ٢٥. پکل نتل.

(٣١) نام بِسار چاهه اَن مارِگه - لـــرک کهور مهه پاهه
اَنک سجا[٢]ڻي کٽبه نه آويءِ - گر[٣]هيءِ گرب پر ماهه.

(٣٢) ڏنوَتا اِوهي کهيءِ[٤] - اَو[٥]ريءِ ڏن کَٽهُ جاءِ
نانک نِرڏنُ تسـ دِن - جِسـ دِن وسريءِ ناءِ.

(٣٣) نانک دلِتا ڪيتا وَڏ[٦]ايتا - آڳيِ[٧] سيتي جال
ايهي[٢] جليئن نام وساريا - اِک نـــ چــليا نالِ.

(٣٤) اِن ناويءِ جو ڪرم ڪماوڻي - نِس هئوميءِ هوءِ خُوار
جَل هَ[٨]ستي مَل نا[٩]واليئيءِ - سِر پئي ڦر پاويءِ ڇــارُ.

(٣٥) ڪبير هر ڪا سِمرن چاڙ ڪيءِ - پاليو بهتُ ڪشت
ڏنڊا ڪــرتا رهـــ گيا - پالـــي رهــيا نه بنڌ[١٠].

(١١١)

راڳ سارنگ، محلا چوٿــان، وار (١٩)، سلوڪ محلا پهلا

راڳ ملار، محلا پهلا، وار (٢٦)، سلوڪ محلا دوُجا

راڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، وار (٤)

سلوڪ، ڪبير صاحب (١٠٦)

---

١. بِڳي رستي، ڪسنگه. ٢. سڙائوُن، سخيوُن . ٣. اَيمان، اَهنڪار. ٤. چٽي پيو، چاهي پيو. ٥. اَجان وَڏيڪ. ٦. اَهِي وَڏ ياڻيوُن. ٧. اَڳيي، باهه. ٨. هاٿي. ٩. اِشنان ڪرائجي.
١٠. مِترو.

## نام جو ڦل.

(۱) پربھ ڪي سمرن ڪارج پوري[1] - پربھ ڪي سمرن ڪبھ نہ جھوري[2]
پربھ ڪي سمرن ھرگن ٻاني - پربھ ڪي سمرن سھج[3] سماني
پربھ ڪي سمرن نھچل[4] آسن - پربھ ڪي سمرن ڪمل بگاسن
پربھ ڪي سمرن انھد جھنڪار[5] - سُک پربھ سمرن ڪا انت نہ پار
سمرھ سي جن جن ڪؤ پربھ ميا[6] - نانڪ تن جن سرني پيا.

**[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (۷)]**

(۲) جدي سچ ونجيا[7] ھر جيئہ[1] - سي پوري شاھا[8] رام
بھنت خجانا تن پھ ھر جيئہ - ھر ڪيرتن لاھا[9] رام
ڪام ڪرود نہ لوڀ بيابي - جو جن پربھ سئہ راتيا
اِيڪ جانھ ايڪ[1] مانھ - رام ڪي رنگ ماتيا[10]
لگ سنت چرڻي پڙي سرڻي - من تنا اوماھا[11]
بدونت[12] نانڪ جن نام پلي[13] - سيئي سچا شاھا.

**[راڳ بھاگڙا، محلا پنجوان، چنت (۳) ۳]**

(۳) ھر[1] ھر نام ڏياءِ من - ھر درگھ پاوھ مانُ
جو اِچھ[14] سو ڦل پائسي - گر شبدي لگي ڌيانُ
ڪلوک[15] پاپ سب ڪٽيئھ - ھؤمي[16] چڪي گمانُ
گؤرمک ڪمل بگسيا[17] - سب آتم[1] برھم پڇان[18]
ھر ھر ڪرپا ڌار پربھ - جن نانڪ جپ ھرنام.

**[راڳ، ڪانڙا، محلا چوٿان، وار (۳)]**

---

۱. پرماتما. ۲. ٻٽنديو نہ ڳري. ۳. گيان. ۴. پرم پد. ۵. آواز. ۶. ڪرپا، مھر. ۷. واپار، سودو. ۸. سيٺ، ڌنوان. ۹. فائدو. ۱۰. مستانا. ۱۱. شوق، اتساھ. ۱۲. ڀرماليہ ٿا. ۱۳. پاءُ، جھولي، ھردو. ۱۴. من گھريا. ۱۵. گناھ. ۱۶. ٻرم. ۱۷. ھردي روپي ڪمل گل ٽڙي پيو. ۱۸. سڃاتو آھي.

(٤) جني گوُرمک لـــام ڏيايا ـ وچـــهه آپُ گواه
اوه آندرهه باهرهه نرملي ـ سڇي[2] سچ سماه
نانک آلي سي پرواڻ[3] هه ـ جن گورمکي هر ڏياه.

سري راڳ، محــلا پهجا، شبد (٥)

(٥) جن من وسيا پاربرهم[2] ـ سي پوري پرڌان[4]
تن کي سوڀا نرملي ـ پرگهٽ ڀئي جهان
جني ميرا پرڀ ڏيايا ـ نانک تن قربان.

سري راڳ، محــلا پنجوان، شبد (١٠)

(٦) هر[2] وس جن جن چاکيا ـ تانکي ترشنا لاليا
هر بسرام نڌ[5] پايا ـ سو پهڙ نه کٿهي ڌايا[6].

راڳـــ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (١٤٦)

(٧) من ڪرهلا[7] تون چنچلا ـ چتراڻي چڏ وڪـــال[8]
هر هر نام سمال تون ـ هر مکت ڪري انتڪال.

راڳـــ گوڙي، محلا چوٿان، ڪرهلي (٦)٢

(٨) ڪن مهه رام نام[2] کلوک[9] ڪالي ـ ڀئي پرت[10] سريرا
نانک رام نام نستارا ـ ڪـــيون ڀئي مـــورا.

راڳـــ گوڙي، محلا پهجا، چهت (١)٤

(٩) سرب روگ[11] کا اوکد[12] نام ـ ڪلياڻ[13] روپ مـــنگل گڻ گام
کاهو جگت[14] ڪتيج نه پاليجي ڌوم ـ نانک تس مليج جس لکيا ڌر ڪرم.

راڳـــ گوڙي، محلا پنجوان، سکمنـــي صاحب، اشٽپدي ٩(٥)

(١٠) ايڪو ايڪ ايڪ[2] پچانيج ـ اِنڪ اُت[15] کي اوهه سوجهي جاڻيج
نام سنگ جسڪا من مانيا ـ نانـــک تنهه نرنـــجن[2] جانيا.

١٤(٣)

(١١) من پرپوڌهه[16] هرکيج[2] ناه ـ ڏهه ڏس[17] ڌاوت[18] آويج ناه
ناڪئه بگهن[19] نه لاڳيج ڪوه ـ جاڪيج هرديج بسيج هر سوه.

١٩(٣)

(١٢) سرب بڪڪت ـ مکت موکه[20] پالي
ايــڪ نمک ـ هرکي گـــن گالي.

٢٠(٨)

---

١. گوُروءَ معرفت. ٢. پرماتما. ٣. قبوُل. ٤. مکيه. ٥. خـــزانـــو. ٦. پٽڪـــندا. ٧. اٺ.
٨. خوفناڪ. ٩. پاپ. ١٠. پوتر. ١١. بيماري. ١٢. دوا، مرهم، ملم. ١٣. سکه. ١٤. جگتي، ڪريا ڪرم. ١٥. لوک پرلوک. ١٦. پرچاءِ، سمجهاءِ. ١٧. ڏهه ڏساؤن. ١٨. پٽڪيل.
١٩. وگهن، مشڪلات. ٢٠. مرڪش.

(١٣) سڀ رس تن ڪي ردئي مهه - جن هر وسيا[1] من ماهه
هر[1] درگهه تي مک اجلي - تن ڪئُ سڀ ڏسڪڻ جاهه.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، وار (١٧)

(١٤) جپ هين[2] تپ هين - ڪُل[3] هين ڪرم هين
نانڪ سوامي[1] - ليٽو[2] تري.

راڳ گوڙي، پڳنت نامديو، شبد (١)

(١٥) سچ نام پت اڌ پجي - ڪرم نام ڪرتار[1]
آهه[5] نس هردئي جي وسئي - نانڪ ندري[6] پار.

راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٣١)

(١٦) راج ليلا تيري نام بنائي - جوگ بنيا تيري ڪيرتن گائي
سرب سکا بني تيري اوٽي[7] - ڀرم ڪي پڙدي ستگر[8] کولي.

راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (٥٧)

(١٧) جيئي آتم چينيا[8] - پرماتم[1] سرلئي
ايڪو[9] امرت برک[10] هئي - ڦل امرت هوئي.

راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (٦)٢٠

(١٨) رام[1] نام ڌيائي پرلو هوه آلي - تس روپ نه ريکيا[11] ڪالي
رامو[1] رم رويا گهٽ انتر - سڀ تِرشنا ڀوڪ گوائي.

راڳ آسا، محلا چوٿان، چنت (٣)٢

(١٩) سڀ ايڪ درشٽ سمت[12] ڪر ڏيکئي - سڀ آتم رام پڇان جيئُ
هر هر جس گايا پرم[13] پد پايا - تي اُتم جن پرڌان جيئُ.

(٣)٥

(٢٠) جني هر هر نام ڌيايا - تني پائڙي سرب سُکا
سڀ جنم تنان ڪا سڦل هئي - جن هر ڪي نام ڪي من لاڳي ڀکا.

راڳ وڏهنس، محلا چوٿان، وار (٦)

(٢١) سي ڏرگهه پڌي[14] جاهه - جنان هر جپ ليا
هر شبده سيئي ترڪ - جنان هر ٿڌ[6] ميا.

راڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (٧)

(٢٢) جن هر رس چاکيا سو هرجن لوڪ - تس سدا هرک[15] ناهي ڪدي سوڪ[16]
آپ مڪت اورا مڪت ڪراويئي - هر نام جپئي هر تي سک پاويئي.

راڳ ڌناسري، محلا ليجا، شبد (٢)

---

١. پرماتما. ٢. رهت، جدا. ٣. ذات، آکهه. ٤. تنهي ڌسمن جي ماڻهن کي. ٥. ڏينهن رات. ٦. ڪرپا. ٧. سرناگتي. ٨. سڃاڻو آهي. ٩. ستگورو. ١٠. وڻ، ورک. ١١. نشاني. ١٢. هڪ جهڙو. ١٣. اَٽل پدوي، اوچ ڪوٽي. ١٤. ڏکجي ٿا هر جي. ١٥. سک. ١٦. دک.

 

(٢٣) رام نامُ نِياري سڀ کُل اُڌاري - رام نام مُکه ٻاڻي
آوڻ جاڻ رهي سک پايا - گهر اَنحد سُرت سماڻي ۔

واڳ سوَرهي، محلا ليجا، ڇنت (١) ٧

(٢٤) گــاءِ مَـــنگلو نِـــت هر جنهَ - پُني لهج سڀــاڻي رامُ
رنگِ رلي آهي سوامِي سيتي - مري نه آوي جائي رامُ ۔

واڳ سوَرهي، محلا پنجوان، ڇنت (٤) ٥

(٢٥) جب ايڪ پرڀوُ اَيڪ رويا - سرب مَنڊل ڇايا
برهمو پسارا برهمُ پسريا - سڀ برهم دُرشٽي آيا ۔

(٤) ٨

(٢٦) جب جب جيوان تيرا ناءُ - آڳي دُرگهه پاوهُ ٺاءُ
دُوکه اَنڌ پرا من لي جاءِ - دُرمت بِنسي راچي هر ناءِ ۔

واڳ رامڪلي محلا پنجوان، شبد (٣٤)

(٢٧) اَنند سوُکه بِسرام نِت - هر ڪــا ڪيرتن گاءِ
اَوَر سياڻپ ڇاڏ ديهه - نانڪ اُڌرس ناءِ ۔

واڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار (١٠)

(٢٨) جاڪي اَنتر وَسي پرڀ آپ - تاڪي هردي هوءِ پرڪاشُ
ڀگت ڀاءِ هرِ ڪيرتن ڪريئي - جپ پار برهم نانڪ نِسترئي ۔

واڳ گونڊ، محــلا پنجوان، شبد (١٢)

(٢٩) اَنڪ پراڇت مٽهه ڪِن مهه - رديءِ جپ پگوان
پاوَنا تي مهـا پاوَنُ - ڪـــوٽ دانَ اِشنان ۔

واڳ مارُو، محــلا پنجوان، اِشٽپدي (٧) ٣

(٣٠) اَمرت رس پاڻي ترشنا ڀڄ جاڻي - اَنڀوَ پد پاوي آپ گراڻي ۔
اوُچي پدوي اوُچو اوُچا - نرمــل شـــبد ڪمايا
اَنتر نام پراپت هيرا - هر جپتـي منُ منَ لــي ڌيرا
دُکهت گهت پهُ پنڇن پاليئي - پاهوُ جمر لــه جايا ۔

واڳ مارُو، محلا پهلا، سوهلو (٢١)

(٣١) هرڪا جاپ جپهه جپ جپئي - جيت آوهه وَسهه گهر اَپئي
لکه چوراسيهه نرڪ نه ديکهه - رسڪ رسڪ گڻ گائي هي ۔

واڳ مارُو، محلا پنجوان، سولهو (١٠) ١

---

١. پرماتما. ٢. ڌيان. ٣. سڀني جيوَ جنتن ۾. ٤. هر هنڌ. ٥. نظر. ٦. ٺڪاڻو. ٧. ڪمت.
٨. ٽري ٿو پوندو. ٩. پاپ، گناهه. ١٠. پوتر، شڌ. ١١. ترپتا. ١٢. مشڪل. ١٣. ورِي
پهر. ١٤. پريم سان.

(٣٢) هُر[1] وس چاکت ڈراُپیا[2] - من وس لیءِ هسدا.
پُد پرگاس ارگت پئي - اُلٽ[3] کمل بِگساتا.

واڳ بلاول، محلا پهچوان، شبد (٤٣)

(٣٣) گڻ گووِند[1] گاوهه سڀ هرجن - راڳ رتن رسنا آلاپُ
کوٽ جنم کي ترشنا نواري - رام رسائڻ آتم ڌ ڌاپ[2].

(٨٥)

(٣٤) چيت[5] آويءِ تان سرب کو راجا - چيت آويءِ تان پوري کاجا
چيت آويءِ تان رنگ گلال - چيت آويءِ تان سدا نهالُ.

واڳ پهوءِ، محلا پهچوان، شبد (٢١)

(٣٥) نام ليٽ[6] دکهه دوُر پِرانا - نام ليت اٽ[7] موڙ سو گيانا
نام ليت پرگٽ اُجيڪارا[8] - نام ليت ڇُٽي[9] جنجارا.

(٢٥)

(٣٦) ڏُلڀ[10] ديهه جپ هوت پُنيتا[11] - جم کي ترِاس نواريءِ
مها پتِت[12] کي پاتِک[13] اُترهه - هرناما اُرڌاريءِ.

واڳ سارنگ، محلا پهچوان، شبد (٣٣)

(٣٧) نام سلاهن پساؤ[14] کر - نج محلي واسا
اوهِ باهڙ جوُن نه آوني - ڦر هوهه نه بِناسا.

واڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (٣٦)

(٣٨) ليکا پڙيءِ هرنام - ڦر ليکهه نه هوئي
پُڇ نه سکيءِ کوءِ - هردر سد ڍوئي[15].

(٣٨)

(٣٩) کهه روداس - جو جپهه نامُ
تس ذات نه جنم - نه جوُن کامُ.

واڳ بسنت، ڀڳت روداس، شبد (١)

(٤٠) جن کي پليءِ ڌن[16] وسيءِ - تن کا ناءُ فقير
جن کيءِ هرديءِ توُن وسهه - تي نرگُٽي[17] گهير.

واڳ ملار، محلا پهلا، وار (٢١)

(٤١) سُرت[18] مت چترائي[19] سويا - روُپ رنگ ڌن ماڻُ
سرب سوُکه آنند نانڪ - جپ رام نام کلياڻُ[20].

واڳ کلياڻ، محلا پهچوان، شبد (٩)

---

١. پرماتما. ٢. ترپت ٿيس. ٣. اوندو. ٤. ٽڙي پيو. ٥. من پر ڌيان ڌرجي. ٦. جپڻ. ٧. مها مگد، موُرکه. ٨. پرکاش، سوجهرو. ٩. جنجال. ١٠. دُرلڀ، اَمولڪ. ١١. پوتر. ١٢. مها، اگر پاپي. ١٣. پاپ. ١٤. پوتر. ١٥. داخلا. ١٦. هرنام روُپي ڌن. ١٧. ساگر. ١٨. سمجهه. ١٩. سياڻپ. ٢٠. پرم سکهه.

(٤٢) ڪبير ڪامَ ٻڙي هرُ سِمرڻيءِ - اَلسا سمرهُ نِت
اَمرا پُر باسا ڪرهہ - هَر ڪيا ٻهوڙيءِ بِت.

سلوڪ، ڪبير صاحب، (١٦٣)

(٤٣) ڪبير الله ڪي ڪر بندگي - جِهہ سِمرت دک جاء
دل مهہ سائين پرگٽيءِ - بُجهيءِ بَلتي ناء.

(١٨٦)

(٤٤) ڪبير راميءِ رام ڪهہ - ڪهني ماهہ بِبيڪ
ايڪ اَنيڪهہ مِل گيا - ايڪ سمانا ايڪ.

(١٩١)

(٤٥) جِنان اِڪ مَن اِڪ چِت ڌيايا - ستگوُر سڱ چت لاء
تنڪيءِ دک ڀکُ هؤميءِ وڏا روگ گيا - نِردوک ڀئي لِوَ لاء.

سلوڪ، محلا چوٿان (٢٢)

---

١. ٻرمالما. ٢. هميشه. ٣. سرڳ. ٤. وڃي موٽالي ڏيندو. ٥. ملڪيت. ٦. وسامي. ٧. جلندي، ٻرندي باهہ. ٨. ڏيان ڌار. ٩. هڪ من. ١٠. هڪ چِت.

## پرماتما کي نہ وسار، جي وساريندين تہ وئين!

### نام پائڻ جو نظارو ۽ نام نہ پائڻ جو نتيجو.

صاحبن سوال ڇيڙيو آهي تہ ڪير پرماتما کي ياد ڪن ٿا، ۽ ڪن پرماتما کي وساري ڇڏيو آهي؟ اهڙيءَ سوال تي وڌيڪ روشني وجهندي، صاحب سمجهائين ٿا تہ جن وٽ دنيوي پدارٿ ۽ سنساري سک ميسر آهن، جن جي جيوَن سمورو وقت عيش ۽ آرام، محفلن ۽ مجلسن جي مشغوليءَ ۾ ٿي گذري، جن کي اڃا ڪا ڇڙيت يا چنتا ڪانہ لڳل آهي، سي تہ سمجهن ٿا تہ پرماتما هجي تہ سندن جي! چمڙو ڪين چوندو آهي تہ سورج ڪهڙي بلا آهي؟ جو سڄو ڏينهن ٻاهر کي غارن ۾ لڪايو ويٺو آهي، سو اونده کانسواءِ ڪجھ سڃاڻي ڪونہ. ليڪن ٿي، سڀي لوڪ سمجهن تہ هيءَ خود سندن لاءِ سرڊرديءَ ۽ سياپو آهي، جنهن ذريعي هو پنهنجي سر، خوشي ۽ سرسبزي ماڻي رهيا آهن، يا سرفرازي ۽ سربلندي وڌائي رهيا آهن. اُن کو ڪنهنجو لڏو لورو ٿيل ڪونہ آهي، ڇو تہ هو پاڻ ڄاڻي چاهم هئا يا پنهنجي پهچ سان ٿي، خود پراختہ، خود ساختہ، خود روشن، خود آموز يا خود اعتماد ٿيا آهن. اهي سڀ مايادار جيو، غفلت جي ننڊ ۾ آهن، خود فريبي ۽ نفول فروشيءَ جو شڪار آهن. ليڪن اڳين ڪمائي ٿوڪي ۽ لٽي رهيا آهن. جيستائين اها لٽ چالو آهي، تيستائين ڪنهن ٿياڳڙ کي ياد ڪرڻ جو نہ وقت آهي ۽ نہ ضرورت آهي، چاهي اهو ٿياڳڙ ڪٽي پاڻ پرماتما هجي. سک جو سمو اتيرو تہ ڳڙو ۽ جلدي گذري ٿو وڃي، جو چڻ تہ ڪڻ جو کيل هو. پوءِ وري ساڳيا سور ۽ پور، پڪارون ۽ ڪارون. اُهو پڪارن ۽ ڪارن مان ورندو ڪجھ ڪونہ. ڪجھ چوٽ جي ٻڌايا هجي، تہ آليءَ ويل ٻہ ڪم اچي. جن اڳي آسمان ۾ هٿي لڪون اڇلايون، سي هاڻي ڪين گهٽيون ٿون ٿيون.

باقي جيڪي پرماتما کي ياد ڪن بہ ٿا، ڪنهن بہ وقت يا ڪنهن بہ لموني ۾، سي بہ گهڻي ڀاڱي، خود مطلبيءَ جي خيال کان. هڪ تہ ٻاهرين ڏيکاءَ ڏيکي ڪٽي ٿي وڃي، اُنهي مراد سان تہ ڀڳتن جي ڀاڳائي ۾ آڻيندي، اُسمت آڻيندي، ناموس وڌائيندي، جيوَن سکي ۽ سهنجي بڻائيندي. چار چيلا چاڪي چوگرد وهن، تہ آپو ڪيڏو نہ پُوڌ ۾ اچي ٿو وڃن. ٻہ جتي آپو آهي اُتي ايشور تہ عدم پيدا ٿي تو وڃي. ٻيو تہ ڪي اهي آهن، جي ڀاڪندي پوڄا ڪندي يا ڪلهي ۽ اِشتهاري دان، اپ ۽ پرمارٿ ڪندي، پيا پاڻ کي لڳين، تہ متان ڀڳوان پلجي، ڪين وڌيڪ پدارٿ بخشي، سماج ۾ وڌيڪ سرخرو ڪرائي ۽ آفت سُهيلي ڪرائي. وري جي اِنسان پنهنجي مجبورين ۽ مشڪلاتن ڪري دکي آهن، يا پين جو سک ڏسي پاڻ دکي رهن ٿا، سي يا تہ نراس ٿي پرماتما تي سيٽيا ويٺا آهن، يا تہ پنهنجن حقيقي ۽ خيالي اَهڃن کي لورت ڪرڻ ڪارڻ، ٿا پرماتما کي ياد ڪن. غفلت جي ننڊ ۾

الؤت رهجي، نفرت ۽ نراسائيءَ ڪري ڀڳوان کان ڀاڄي وڃجي، يا ٻُوڏنگي ڀڳتيءَ جي راس رچائجي، انهن کان نہ مطلبي پرارٿنا ۽ گهٽي بهتر ۽ قلدائڪ آهي. اُهي سک ۽ سهوليتؤن ٿي گهوريئون جي رام نام پائين. اُهي غم جا گولڊ، مسڪيني ۽ عاجزي پائي، جا پرماتما تہ ياد ڏياريندي. اڄ حقيقي دکن دور ڪرڻ لاءِ پرماتما جو پلاند پڪڙيو، لـــ سياڻي شايد آتمڪ اُنتيءَ لاءِ پرماتما جي پياري ٿئجي. جا شرڌا اڄ سنساري ۽ سرپـــرڪ سؤرن مان اُپن ٿي آهي سا سياڻي شايد وپراڳ جي واٽ وٺائي. وپراڳ دتاران ٿي، پرهـ جاڳندو، پرماتما جو پيرو ڪيڏي ڀٽ ونبي، ۽ نيت وڃي پرم گت پائبي. باقـــي جنهن پرارٿنا پنيان ترشنا جي طلب آهي، پاڪنه جي رچنا آهي، حسد، بغض ۽ بدخواهيءَ جي بناوٽ آهي، سا قادر وٽ ڪيئن قبول پوندي؟ هو نہ جاڻي جاڻڻهار آهي، عادل آهي، فياض آهي. سو اسان جي چرچ، چالت يا چترائيءَ لي ڪيئن هرکجي ويندو؟ پاڻ پنهنجا عيب، عقوبن جو عرص وڏائيندا عياريءَ سان، عبادت جي عبادت ڪانہ ملي سگهندي.

پرماتما سچو سچ آهي نہ وٽس ڪو رڳو سچ لو اُگهامجي. سو پرماتما وٽ فـقط اُهـــي پاس پوندا، جي بنا ڪنهن مطلب ۽ منورت جي، پيا ٿا ڪيس پڪارين، هردم، هرهنڌ، هر حالت ۾. صدق، سڪ ۽ شرڌا سان، پيا ٿا سندس سمرن ڪن، قدرت جو نماءُ ڏسن، هر روپڪار ۾ راز پسن، ياتو سڀ ڪري مڃين، ۽ اُٿندي وهندي واهه واهه ڪن. اِها واهه واهه سندن هردي جو هم آواز آهي، سندن وويڪ جو واڪ آهي. هو هـــر اِنسان ۾ ايشور جو روپ ۽ رنگ ڏسن ٿا، چاهي هو چور هجي چنڊال هجي، ننگو هجي گنهگار هجـــي، نشئي هجي جواري هجي. ايشور کي هر اِنسان ۽ هر روپڪار ۾ ڏسڻ ئي، مٺش جـــي مڙسي ۽ مردانگي آهي. هُنن جي جيون، قربانيءَ، نشڪام سيوا، رياضت، تقدس، تخصيص، نذر نياز، ديا ڌرم، وشيش پريم ۽ سرناگتيءَ جي اُصولن تي اَڏيل آهي، جنهن اندر دشمنيءَ، مدخواهيءَ يا مڪاريءَ کي، ڪو ماڳ ۽ جڳهه ڪانہ آهي. هو سڀ جو ڀلو ٿا چاهين. نہ ڪنهن کي دٻائين، نہ ڪنهن کي ڏڪوئين. پوءِ پيو ڪو سندن ســـرو ڪيئـــن ڪري سگهندو؟ شيهن جيتا، نانگ بلائون ۽ جي اِڳيان اچن، نہ ڇهاءُ ڏيندن، چانـــو ڏيندن، پر وار ۽ ڏنگو لڳڻ نہ ڏيندن. سارو جڳت سندن اِڳيان جهڪي ٿو، نہ نہ هو ڪنهن کي ۽ جهڪائڻ ٿا چاهين، پر سندن اُوچ ڪونيءَ واري پهچ ڏسي، ڪير نہ عبرت ۾ ايندو ۽ سر جهڪائي سجدو ڪندو؟ هُنن پاڻ وڃايو آهي پاڻ ۾، پرماتما ۾، پرماتما جي پيرن ۾، ڪُل پرڪرتيءَ ۾. اِنهن پاڻ وڃائي، پاڻ لڌو اُٿائون. اَنترمکي ٿي، هردي روپـــي ڪنول گل کي آتما روپي ڪرڻا، وپنا ور ور جهٽائين. صدق روپي وهاڻي تي، معصوم ٻار وانگر، نرسنسي سمهيا پيا آهن. جڏهن پرماتما پاڻ سندن سلامتيءَ، حفاظت ۽ بچاءُ جو بنياد آهي، تہ پوءِ ڇو نہ اُچنت سمهن ۽ نرڀئہ رهن؟ طلب ۽ تمنا اُنن ڪانہ، نہ ڪنهنجي غرض ڪين ڪانہ. لاطمع آهن، لاثاني آهن، لاهوتي آهن، لائقون لال آهن.

اُنهيءَ ۾ ئي ڀَڄاڻڻ لاءِ، صاحب هدايت ٿا ڪن تہ اي ٻندا، مالڪ کي ڪڏهن نہ وسار. جو مالڪ کان ٻاهر وڃي، سو ڇا ڪجهہ حاصل ڪري سگهندو؟ اها وِسرَ پرماتما جي ڀرا تيءَ ۾ ٻراٻر ٿي ٿيندي. سو سُک سان، ڏک سان، مالڪ جي مهما ڳاءِ، واهہ ڏيندڙ، اُنڊي وهندي، جاڳندي سمهندي، ڏک ۾ سک ۾، خوشيءَ ۾ غم ۾، تہ درگاهہ ۾ قبول ٿئين. جي سڀڪي اُٿي تہ شڪر سان ساراهيس ۽ جي ڪي ڪين اُٿي تہ بہ شڪر سان ساراهيس. جيڪي اُٿي تنهن لي شڪر ڪر. شڪر ڪر جيڪي ڏنئي، جيڪي ورتئي جيتي وهارئي، جيڏانهن موڪليئي، جتان گهرائيئي يا جهڙو سامهون ڪرائيئي. اُنهن آزمائشن اندر اَڳهاڙين. اُنهن پريشانين ڀاڄاٽا پاس ٿيندين، ڇو تہ دُک ٿي سُکن جو سلام ڪٽي اچن ٿا. سو ايمان نہ وڃاءِ، اعتقاد رک ۽ ڌيرج ڌر. شانتيءَ ۽ شڪر سان، سائينءَ کي ساراهہ، سُوَس سُواس سان سڀيار تہ مُکہ جي واٽ کُلي، ڪنت مان هردي ۾ اچي وسي ۽ پوءِ پاڻ مرادو ٿِئي هلي، تان جو شبد جي سُراُي اَنهد ڌُنيءَ ۾ لڳي وڃي.

جيوَن جو جوهر، گُهرڻ ۽ وٺڻ ۾ نہ آهي پر ڏيڻ ۽ ڏيارڻ ۾، نہ جيئڻ ۾ پر مرڻ ۾. مرڻ معنيٰ مانَ ۾ رهڻ، وشيہ وڪارن کان مرڻ، پاڻ وڃائڻ. سو منشائون ۽ مرادون ڦٽيون ڪر. اهي وڌنديون وڌنديون پر ايت ڪونہ پُرنديون. اهي ڇڏ تہ ڇُٽين. بہ سي محتاج ۽ لاطمع ٿي، سمرن ڪر، ڌيان لڳاءِ، ڌارنا لڳاءِ. سماڌي لڳاءِ، تہ روحاني رنگ لڳن. اَنين اَڏجندين، اَڏامندين، چوٽ چڙهندين. گهر ۾ گهر ڏسندين. پرماتما وٽ عدل ۽ فضل ٻئي آهن. ڪنهنجي بہ ڪمائي کَٽ ڪونہ ٿيندي ۽ نہ ڪنهنجا اَفعال ۽ اَعمال نظر اَنداز ڪيا ويندا، ڇو تہ هوُ نرملن سان مها نرمل آهي ۽ ڪٺورن سان مها ڪٺور آهي. حق سيني کي ٻليو پوندو ۽ ٻانڌپڻن کي پڌاهہ ملندي. حق يا پناهہ گهرڻ جي ضرورت ڪونہ آهي. حقدارن کي سڀ ڪجهہ پاڻهي پلاند پوندو. عاجزيءَ ۽ التجا، عبادت ۽ اُپاسنا سان، جڏهن جو وڇوڙو وصل ۾ بدلجي سگهي ٿو. وشواس اندر وشرام وياپڪ آهي.

| | |
|---|---|
| (١) سڀ پدارٿ سڀ ڦَلا - سرب گُڻان جِس ماهِ<br>ڪِئُ گوبند منهہ وسارِئي - جِس سِمرت دُکہ جاهِ؟ | راڳ گوڙي، محلا<br>پنجوان، شبد (١٧١) |
| (٢) سار نہ جاڻان تون وڏ داتا - ڪر مهرمت سائين<br>ڪرپا ڪيجيءِ سا مت ديجيءِ - آٺ پهر تُڌ ڌيائي. | راڳ سوهي، محلا<br>پنجوان، ڇنت (١) ٤ |

پرماتما ڪاڏوان، ڄاڻي ڄاڻيار، حاضران حضور، پُڳمت وچل آهي. هيڻن جو همراهہ آهي، هيسلين جو همدم آهي، ٻي ڀاڙن جو ٻار آهي. شرن آئي جي پَڄ رکي ٿو. سالڪن

کي هڪ ٻئي درگاهه کان ٻئي تي ولي، آخر اصلي وطن تي پهچائي ٿو. موٽاڄي مايوسي
هجي، نا اميدي نراسائي هجي، بيسلامتي بيڪسي هجي، بيماري بيقراري هجي، ارمان
الجهن هجي، خوف خطرو هجي، ته رام نام اُن سڀني کي سٽائي ڪندو، من کي هلڪو ۽ نڏر بڻائيندو
ٻيا اُچا آسرا ڇپائجي وڃن ٿا پر رام نام جو ساٿ ۽ سهارو سدا ساڻ رهندو. سو، اي ٻندا،
رام نام کي پڪڙ ۽ آڻ ته پار پهچين. ايشور توکي هٿ، پير، دل ۽ دماغ عطا ڪيا آهن،
جنهن وسيلي تون سچ ۽ ڪوڙ پرکي، سچ جي ڪمائي ڪمائي سگهين ٿو، ۽ پرلو جيون
گذاري سگهين ٿو. اي ٻندا، توکي ليٽ هلڻو آهي ۽ هيءَ نالي ۽ روپ جو سنسار ڇڏڻو
آهي. انهن ڪري سستي نه ڪر ۽ وقت نه ضايع ڪر. وقت کي چڱي کان پڪڙ ته نسب
نهوڙجي. سرير کي اندرين جو غلام نه بڻاءِ پر آتما جي اُنتيءَ جو اوزار بڻاءِ، ته پرم ۽ ٻندن
ٽٽن، دک ۽ روڳ جو دؤرو ختم ٿئي ۽ جنم مرڻ جو چڪر پورو ٿئي. ستگور جو اُپديش
اٿاءِ، سادن جي سنگت ڪر ۽ پرماتما جو پڄن ڪر. رام نام ئي ٻندگي آهي، جيون جو
سهارو آهي، موکش مڪتيءَ جو دروازو آهي. ٻيو سڀ ڪوڙ، ڇوٽ ۽ ٺوڳ آهي.

جن رام وساريو آهي يا جن نام وساريو آهي سي ڪُتي ۽ سوئر جيان آهن. وشيا جا
ڪيڙا آهن. اُنهن جا ٻچ ناس ٿي وڃن ٿا ۽ گڻ ختم ٿي وڃن ٿا. اهي دک ۽ روڳ ۾ ڦيڙجن
ٿا. جو دم ڪاٽڻ ٺهڻ، گپ شپ ۽ عيش عشرت ۾ وڃائين ٿا، اهو دم ولوت وڃين ٿو.
وڪاري جيون ڪري، هيءَ مانش جنم روُلي ماٽڪ، واريءَ وانگر وڪامي ٿو. جي سون
ڇڏي، مٽ سان موهجي وينا آهن، سي مورک آهن، ڏهاڳ ۾ آهن، ڏرليءَ لي پاپ جو
بوجو آهن. اندرين جا سواد، سرير کي سُڪائي ناس ڪن ٿا، چِنتا کي چِڪنا چُور ڪن
ٿا، پڌي برهشت ڪن ٿا، ۽ لتتو رچما جي توفيق وڃائين ٿا.

(١) اڪ تل پيارا وسريءِ - روڳ وڏا من ماهه
ڪيئن درگهه پت پائيءِ - جا هر نه وسيءِ من ماهه؟
سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٢٠)

(٢) رتي عشق خداءِ - رنگ ديدار ڪي
وسريا جن نام - تي ڀُئي ڀار ٿئي.
راڳ آسا، شيخ فريد، شبد (١)

اي ٻندا، جي نام وساريندين، ته درگاهه ۾ ڪيئن پهچندين؟ سو مايا سان نيهن
ڪي، لوڀ لالچ ڦٽي ڪر، منشائن کان منهن موڙ، ڪوڙ ڪپت کان ڪنارو ڪر، پرائيءَ
پڃائيءَ کان پري رهه، من کي قابوءَ ۾ آڻ، گڻ گرهڻ ڪر، سائينءَ جي شرڻ ۾ اچ ۽ رام
نام جو وهنوار ڪر. متان رام نام کان پاڇي پاڻ ڦهوڙين، متان وسر ڪري واڻ ٿي وڃين!

| | |
|---|---|
| سڀ ڏيکو - پرُولا ويسري | سري راڳ، محلا |
| ليرا چت - نہ آوئي نانءُ. | پهلا، شبد (١) |

اي بندا، مانش جنم دُرلڀ آهي ۽ وڏي ڀڄ ڪانوءِ پراپت ٿئي ٿو، سو وسرڻ نہ وڃاءِ. اهو بہ ويو تہ ڇا هٿ چڙهندءِ؟ هيءَ جيون ٻوءِ گهڙي ڪم جي نہ سي؟ هيءَ سنسار موهہ جو پسارو آهي. سڀ ڪجهہ فاني ۽ بيبقا آهي. رچ جي واس آهي. رچ سان ريجهجي، راحت تا طلبيون! توڙي جاڻ آهي تہ متّ مائٽ، دوست سنبنڌي، ڌن دولت ۽ مال ملڪيت پاڻ سان سانگ نہ هلندا پر هلڻ وقت اهي نيڻهن سڀ ڇُٽندا. رڳو رام نام پاڻ سان هلندو. جنهن جو ڇت فقط ڪتب، ڏنڌن ۽ سنساري وهنوارن ۾ اَلڪيل آهي، جنهن جي جيون ترشنا، تعصب، تڪبر، تنگدليءَ، تنگ نظريءَ، قلبازيءَ، اَڻسهائيءَ، جنگجوئيءَ ۽ بدافعاليءَ لئي بيٺل آهي، يا جنهن نام وساري، من ڏاڍيءَ ۽ دنيا سان لڳايو آهي، سو پاڻهي پاڻ کي ڪمت ۽ ڪسنگ جي ڪڙاهيءَ ۾ ڪاڙهي رهيو آهي. اهڙو انسان ٿي آهي اڌو، اياڻو، اَگياني، اَهنڪاري، اَحمق. هن پنهنجو جنم جوڻا ۾ اَجايو وڃائي، پاڻ کي نرڌن بنايو آهي. اهڙي جوُني ۽ جوُکي جيوُ جو، ڌڻيءَ جي درگاهہ ۾ ڪهڙو حال ٿيندو؟ ڪيس هڪ هڪ گهڙيءَ جي اَشڌ وچارن ۽ ڪرمن، وسر ۽ غفلت جو حساب ڏيڻو پوندو. ڪمائيءَ جي ڪوتاهيءَ ڪري، ڪيس منهن ۾ لڪوُن لڳنديوُن ۽ سندس منهن ڪارو ڪندا. ڪوبہ ڪيس سهارو ڪونہ ڏيندو، ڇو تہ هن پنهنجو پاڻ، گهر برباد ڪري، آتم گهات ڪيو آهي. ڪيس نرڪ جا گُرٽا ڪاٽڻا پوندا ۽ ورِي چوراسي لک جوُڻين جا ڏک ڀوڳڻا پوندا. ڪڏهين پسن جي جوُڻ، ڪڏهين پکين جي، ڪڏهين ڪيڙن جي تہ ڪڏهين نانگن جي. من جي مستي يا موج، ڪيڏا نہ ممڻ آڻي ميڙائي، جنم جنم ۾ ڀٽڪائي، ڏڙانءَ ڪسائي ۽ اَصلي وطن ڀُلائي! ڪٿين ڪُن ۾ ڪرندا ڏسجن ٿا پيا ٻر ڏسندڙ، اکين هوندي بہ اکيوُن ٻوُٽي انڌا ٿي ويٺا آهن!! گوروُ اَرجن ديو جن فرمائين ٿا:

| | |
|---|---|
| (١) ڪِيا هوُوهہ نام وسار - غافل گهلِيا | واڳ آسا، محلا |
| ڪِتي اِت دريئاءَ - وَڃن وهنديا؟ | پنجوان، شبد(١١٠) |
| (٢) نام بسار چلهہ اَن مارگ - نرڪ گهور مهہ پاهِہ | واڳ سارنگ، محلا |
| اَنڪ سجائي گنت نہ آوئي - گربي گرڀ ٻرماهِہ. | پنجوان، شبد(١١١) |

باقي جنهن نام جالو ۽ پالو آهي، تنهنجي هردي ۾، من ۾، بلڪ رڳ رڳ ۾ رام رمي رهيو آهي. هنجي مهما جو بيان ڪرڻ مشڪل آهي ۽ هن جي ڀڄ جي اوُچائيءَ جي

 

ڪٿ ڪٿڻ ناممڪن آهي. هن جي جنم جنم جا پاپ ناس ٿي ويا ۽ روح پنهنجي وسا.
هاڻي هن کي نه آهي ڪو سنسو ۽ ڀرم، نه ڪا ڏُٻڌي ۽ دبدا، نه ڪو ويلو ۽ ورود، نه ڪا
ممتا ۽ موهه، نه ڪو لوڀ ۽ لالچ، نه ڪا ڪامنا ۽ ڪرود، نه ڪو پاکنڊ ۽ پاپ، نه ڪا
اهنتا ۽ اهنڪار. سڀ وڪار، ڪل ٻئي وانگر، ٻيا ڪنهن چڪ چمڙ جي، پاڻهي اچي
ٻت پيا. هاڻي هو اُروڳي ۽ امر آهي. اُلس نه ڪا چنتا ۽ ترشنا، نه ڪا مشڪلات ۽
مصيبت، نه ڪو ڪل ۽ ڪليش، نه ڪو تاپ ۽ سنتاپ، نه ڪا کهوج ۽ محتاجي ۽ نه ڪو
ڏوپ ۽ داغ، هو سڀني وڪارن کان پري، ڏيندن کان دور ۽ ٽنهي گڻن کان پار آهي.
هُن جو من شانت، نرليپ، استر ۽ ايڪاگر آهي. هنجي ڪايا پلٽي آهي، ڪمل هردو
وڪاس ٿيو آهي ۽ ٻُڌيءَ پرڪاش ڪيو آهي. هاڻي هو اندران ٻاهران اُجل، نرمل، پوتر
۽ پاڪ آهي. ڪمت ٻداهي سمت ٿي آهي، اونڌهه مان سوجهرو، اگيان مان گيان ۽ بديءَ
مان نيڪي. مطلب نه رام نام جي جادوگري اثر اڻوسار، ڪوڙي ڪٽ، سچو سون ٿيڄي
ٿيو آهي. فنا مان بقا ٿيو آهي، ناچيز مان نامتناهي ٿيو آهي، ناڪام مان نامور ٿيو آهي.

اها آهي رام نام جي ڪلا ۽ هر رس جي مٺيا. جو ڀڳوان جي ڀڳتيءَ ۾ پيل آهي،
جو هر رنگ ۾ رَتل آهي يا جنهن ستنام جو سلوڪ ڪٿت ڪيو آهي، تنهنجون سڀ آلڪ
آسون اميدون ثاب ٿيون آهن، سڀ منشائون منورٿ پورا ٿين ٿا ۽ هو چارئي پدارٿ
حاصل ڪري ٿو. جو هن چاهيو ۽ گولهيو ٿئي، سو پائي ورتائين. ٻالڪ ۾ ٻرچو ٿيو اُلس،
تن جي سُڌ پئي اُلس، سهج جي سڃاڻپ ٿي اُلس. سار سروپ ۾ سمائجي ويو آهي.
هاڻي ليک اُلس الک ۾، ٻرهم کي سڃاڻي ۽ پرماتما کي پائي، هن جڻ نه سڀ جپ تپ،
پاٺ پوڄائون، پرنيم ۽ هوم يگيه پورا ڪيا، سڀ پنج، دان ۽ اشنان ڪيا ۽ ٦٨ تيرٿ
ياترائون ڪري چڪو آهي. هن جوڳ جڳتي، موڪش مڪتي، سڀ مُٺيءَ ۾ ڪيا آهن. گرهست
۾ اداس ۽ آس ۾ نراس آهي. رڌيون، سڌيون ۽ نڌيون سڀ هن جون ٻانهيون ٿيون آهن. ڪلاوان
ٻڌيوان، گڻوان ۽ گيانوان هوندي به هو نماڻو، ننڍو ۽ داسن جو داس آهي ۽ سر درستيءَ
جو سالڪ آهي. فطرت ۽ قطعيت ۾ چمڪي ٿو، خاڪساريءَ ۽ حليماڻيءَ جي حسن ۾ ٻهڪي
ٿو، فياضيءَ ۽ فراخدليءَ ۾ ٻهش، اچي ٿو، ساده دليءَ ۽ سادگيءَ ۾ رهي ٿو، اندروني
آزاديءَ سان جيون گهاري ٿو. نزاڪت، نفاست، نباهت ۽ نزاهت جو نقش آهي عبادت
عظمت، عصمت ۽ عصيدت جو عڪس آهي. عجيب جو عجائب خانو آهي. هن اندر اوري،
پار ڦهليو آهي. جنم جنم جي ننڊ مان سجاڳ ٿي، مَن مالڪ ۾ لڳايو آهي. محب سان
ستو مست آهي مري به امر، اجوني، اَنوپ ۽ ابناسي ٿيو آهي. هن جو لوڪ پرلوڪ
سهيلو ٿيو، جنم مرڻ جو بند ٽٽو ۽ ڪرمن جو ليکو سمورو ڌوپجي صاف ٿي ويو.

هاڻي ڪنهنکي ڌنڌ جي، جنم جي ۽ جوڻيءَ جي، ڪا به غرض ڪونهي. سچ، سهج ۽

سنترهن ٻاڻي، هن جو ڏيان رام نام ۾ آهي، سُرتي شبد ۾ آهي ۽ آلاپ اَنحد ڌُنيءَ ۾ آهي. مستيءَ ۾ مدهوش آهي. اَچنت، نرڀؤ ۽ اَنڀؤ جي پد تي پهتل آهي. آتما جي جوت جلائي، هن ڀوم سکهه ۽ ڀرم پد پاتو آهي. سنسار ساگر تري ۽ ڀؤجل پار ڪري، هن جو آسڻ وڃي لڳو آهي لنج گهر ۾، نهچل ٿانءِ تي، سچ محل ۾ ۽ ولکڻ جي وشرام ۾. ڏٺيءَ جي درگاهه ۾ لنج پت ۽ شان مانَ سان داخل ٿيو، سچ ۾ سمائجي ويو آهي. پريم نگر جي نوُراني نظر ۾ نروار آهي. برهم ديس جو برهما آهي. جيئن مکت آهي ته وديهه مکت به آهي. کيس سنت، مهاتما، فقير، درويش يا ڪهڙي نالي سان به ڪٺي سڏيو ته هوُ خوُد پرماتم آهي ۽ سالدهه سُن گهر جي سهج سماڌيءَ ۾ آهي. صاحب فرمائين ٿا:

(١) جسي آتم چينيا – پرماتم سوئي
ايڪو اَمرت ٻرک هيءِ – ڦَل اَمرت هوئي.

راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (٦)٢٠

(٢) جب ايڪ ٻرڀؤ اَنيڪ روپا – سَرب مدبل ڇايا
برهمو پسارا برهم پسرپا – سب برهم درشٽي آيا.

راڳ سوُهي، محلا پنجوان، ڇنت (٤)٨

هيل تائين پالڪن ڏٺو هوُندو ته سري گرو گرنٿ صاحب ۾ ساڌڪ کي سمجهايو ويو آهي ته پرماتما ۾ صدق رک ۽ پرماتما سان پريم رک ته پار پئين. اهو ساڳيو صدق ۽ سِک جو مارگ، ٿورٿور ڏئي ٻڻ دهرايو ويو آهي، ستگور پرسپت، سنتن مهاتمائن پرسپت ۽ رام نام پرسپت. هاڻي سوال اُٿي ٿو ته ساڌڪ جي شروعات ڪٿان ٿيڻ کهرجي؟ سائينءَ سان، ستگور سان، ساڌ سنگت سان يا ستنام سان؟ ٻيو سوال اُٿي ٿو ته سچي ساڌڪ کي پرماتما جي پراپتي ٿي ٿئي يا پرماتما جي پراپتي ساڌڪ کي ٿي سڄو پٽائي. ساڳيءَ طرح سچي ساڌڪ کي ستگور جو سنجوڳ نصيب ٿو ٿئي يا ستگوُر جو ميلاپ ٿي مريد ۾ مٽيا ٿو آڻي؟ وري سچي ساڌڪ کي ساڌ سنگت ٻاڃ پوندي يا ساڌ سنگت دئاران ساڌڪ اڳتي وڪي وڌائيندو؟ آخر ۾ سچي ساڌڪ کي رام نام جي اُتليتي ٿيندي يا رام نام مان ساڌڪ سچ ۾ سمائيو؟ مطلب ته ساڌڪ خود چقمق آهي يا سندس ساڌنائن جي سقلتا چقمق آهي؟

اِنهن سوالن جو جواب سڌو سوالن کٽي ڪونهي. ٻر هوندو به ڪٿان؟ سائين، ستگور، سنت ۽ ستنام، جنهي ۾ فرق آهي نالن جو. باقي اُنو چارئي چيزون ساڳي جنس، جو ته جنهي جون وصفون ساڳيون آهن، جنهي ۾ اهو ٻاڻ آهي ۽ اهو ٻاڻ ۾، تون ٻاڻ آهين! خير تنهن هوُندي به، هر هڪ ساڌڪ جا علحدا علحدا آزمودا آهن ۽ الڳ الڳ اَنڀؤ آهن. منزل ڪٺي ساڳي هجي پر سفر جا رستا ۽ طريقا، طرحين طرحين جا ٿي سگهن ٿا. ساڳيءَ طرح، جيئن ٻالڪا جا ساڌن ۽ تجربا به اَنيڪ قسمن جا ٿي سگهن ٿا پر پهچائين ساڳي هڪ ٿا، يا

 

گهٽ ۾ گهٽ ولي اُنهيءَ ساڳئي طرف هلن ٿا. پنٿ ڪٿي ڪيترا ئي هجن پر ڌرم هڪ
آهي. تصور ۽ تصويرون ڪٿي ڪيتريون هجن پر ڏٺي هڪ آهي. رڳو ڪي وشيش وشواس ۽
سچي سڪ. اهڙي ساڌڪ جي پاڻهن، پاڇاري کي سنڀالجي ولي. پوءِ روحاني راز
وهندا پهچي جي وچ ۾. سائين ڪيس ساٿ سهارو ڏئي، پاڻهي ڏيئي پار پهچائيندو. شيوڪ
جا ڪارج پرماتما پاڻهي سنواريندو. جو نه پار نه آهي ڪڏهين ڪيئن نه ڪڏهين ڪيئن
پر اچي پڪ ملندو هاڻي هيئن نه ڪڏهين هوئن. رڳو هتان شروع ٿيءَ نه هتان ئي يڪدم
شروعات ٿي وڃي. ساڌنا ۽ سڦلتا، هڪ ٻئي کي ٻانهن ڏانهن گهليندي هلنديون.

ڏسو نه ڪنهن کي امتحان جي ڊگري يا اعزازي سند حاصل ڪرڻي آهي. پوءِ ڪو
ڪهڙي ڪاليج ۾ پڙهي نه ڪو ڪهڙي ۾، ڪو صبوح واري ۾ نه ڪو شام واري ۾، ڪو
خانگيءَ طرح نه ڪو لکپڙهه ذريعي، ڪو ڪهڙي وشيه ۾ نه ڪو ڪهڙي وشيه ۾، ڪنهنجو
امتحان ۾ وهڻ پهريون دفعو نه ڪنهنجو ٻيون دفعو. پر جيڪي پاس ٿين ٿا، تن کي ڊگري
ساڳي ۽ ساڳئي هنڌان ٿي ملي. سو روحاني راهه ۾ به پيچرا نه جدا جدا آهن ۽ پانڌيئڙن
جا پنڌ به پنهنجي نموني جا آهن. پر ٻنهيءَ کي پچار، پانڌيئڙن جي الڳ الڳ پيچرن
يا پنڌن جي ڳالهه آهي، جو نه سڀ پيچرا ۽ پنڌ اُنهيءَ پريتم ڏانهن ٿي ڏوڪين ٿا. پر
پريتم کي پوري پچار آهي پانڌيئڙن جي سڪ ۽ سچائيءَ جي. جي جي پاس پوندا، تن
کي نه ساڳيو مرتبو، ساڳئي هنڌان ٿي عطا ٿيندو. هڪواريءَ من ممتا ۽ مرادن مان مُڙي،
مالڪ طرف مڙڻو سو ڪائي، صدق جو سلو منهن ڪيي، آتش جو الو آئي، سڪ جو ساز
وڄي ۽ سچائي لڪري نروار ٿئي، نه پوءِ اوچتو، اُزخود ۽ اڪ چپ ۾، الاهي اسرارن جو
ڏڍاڏڍ احساس ٿيندو. ڪايا ڪلپ جي ڪَل، اهڙي لڪڙي، ٿيو ۽ تُسز ٿي هلي ۽ سڀ
ساٿيا ايترو گڏوگڏ ٿا ڦرن، جو پتو ئي ڪونه پوندو نه ڪيئن ۽ ڪڏهين مَن اوت مان
موٽ کاڌي، ڪيئن منجهانس مستي ۽ مثل لڪتيءَ ڪيئن مٿانس رام نام جو رنگ چڙهيو،
ڪيئن اَوديا جي اونده هٽي، ڪيئن اگيان جو پڙدو ڪريو، ڪيئن وڪار وڃي ويران ٿي ويا،
ڪيئن ڪِٽ ڪڏجي اندر گهڙيا، ڪيئن گوروءَ جي گيان پرڪاش ڪيو، ڪيئن ڪسڪ اُڀري
۽ ڪيئن سڪسڪ چُڙيو، ڪيئن آتما آزاد ٿي ۽ ڪيئن روح ۽ رب پاڻ ۾ ٻُجهي ويا؟ پرماتما
پدر ۾ چيمل آهي ۽ چيمل ۾ پدرو آهي. اها پدر ۽ چيمل جي تلاش جي ترتيب، ساڌنا ۾
سمايل آهي. اهو جانب جو جلوو، گيان جي پرڪاش ۾ آهي.

مطلب آهي نه مالڪ ملي! ڪيئن، ڪڏهين ۽ ڪٿي، انهيءَ پڇڻ ۽ ڪيڻ جي پوءِ درڪار
ٿي نه ٿي رهي. جي ڪنهن يار کي دل گهري ۽ من پسند سوغات ملي نه پوءِ هوءَ هولسد
اُنهيءَ تحفه کي چنبڙيو پيو هوندو يا سوال جوابيءَ جي مغزماري ڪندو نه ڪٿي جُڙي،
ڪنهن جوڙي ۽ ڪيتري ملي؟ سو پڳتن جي پيد لهڻ. جو پتو نه ساڳيو آهي ۽ نه اُنهن سليو
آهي. پيو نه مالڪ من، ٻُڌيءَ، واڻيءَ ۽ واچا کان ٻاهر آهي. لاحد ۽ لاثانيءَ جو ڪچ

اَنديشو، ڪجھ اندازو لڳائي به سگھجي ٿو ٻُڌو بيان ڪرڻ ڪٺن آهي. تنهن ڪري، ڄاڻ
معلوم ماڻ. جن ڄاتو آهي سي ماٺ ۾ آهن ۽ جي ڄاڻائين ٿا سي اڻڄاڻ آهن. جي ڄاڻُو
ڄاڻ ڄاڻائين، نه ٻاڻ ڄاڻ جي ڄار ۾ ڦاسي پون. آزادي ولي ڪير وري ٻاڻ کي ڦاسائيندو؟
تنهن ڪري، ڄاڻُو چپ ۾ چشڪو چکن ٿا، ماٺ ۾ مهناج ماڻين ٿا، ٻولين ۽ اشارن ۾
ڏس ڏسين ٿا. جو جڳياسُو صادق آهي، سڄاڳ آهي، سرويچ آهي، سو اشارو
سمجهي ٿو، ٻرولي پڇي ٿو ۽ پيد جي کوج ۾ لڳي ٿو. اِنهيءَ کوج ۾ انيڪ کوجنائون
ڪري ٿو، بيشمار تجربا پرائي ٿو، ڏکا ٿاڦا ۽ سوُر سختيوُن سهي ٿو، نرمل ٿو ۽ ٻڌتي قدم
سان اڳتي وڌائي ٿو، هڪ ڏاڪي تان پير ڪڍي ٻئي تي رکي ٿو ۽ ليت مصب سان
ملي ٿو. ماڻ بعد، حال ۾ ماڻيو آهي يا ماضيءَ بابت ڳالهو آهي؟ يادگيري ٻاوري آهي،
جيون نه آهي. سهارو آهي، سنسار نه آهي. سو ٻڌُڙ ۾ ٻيو ٻاٽي، سڀ سمجهن جا سوال،
سوُلا ۽ سرل لڳن ٿا. شنڪا اُٺي نه آهي، شڪ مٽيو نه آهي. باقي جي وڏو عقليت جي
عين ۾ اٽڪيل آهن تن کي نه هيءَ دائم ٻڙفضول بحث مباحثو مباهه آهي، مبارڪ آهي.

هاڻي پويون سوال آهي ته من ممتا ۽ مرادن مان مُڙي، مالڪ طرف ڪيئن موڙو
ڪائيندو؟ اِنهيءَ لاءِ صاحبن سرن سوليوُن سمجهاڻيوُن ڏنيوُن آهن. سروُپ جي اڳيانتا ڪري،
جيوُ سمجهي ويٺو آهي ته مان سريرُ آهيان، سنساري آهيان. ٿو سريرڪ سواد ۽ سنساري
سنبند، اڳي يا پوءِ، اهڙي ڇماٽ هڻن ٿا جو ڪماٽ کُلي ٻون ٿا. جنم جنم جي ترشنائن
۾ تڙڳي تڙڳي به من ترپت ڪونه ٿو ٿئي. ليٽ لڪجي، ساڻو ٿي، ساهه پٽي، سمجهي
ٿو ته مان سريرُ نه آهيان، سنساري نه آهيان. جلا وطن آهيان. اَصلي وطن کي وساري ويٺو
آهيان. اِنهيءَ ٻڌدي ڪرڻ سان، نئون ۽ نرالو نظارو نظر اچي ٿو، سار سروُپ جو سماءَ
پوي ٿو. اِنهيءَ اُٿل پٿل جي اِسرار آڻڻ لاءِ، ٻهرئين ٻاڳي جي ستين ٻاب ۾، جيڪا "شب
ڪرڻيءَ" جي "دسوي ڳڻ مالها" آيل آهي، سا بلڪل سکياداڻڪ ۽ سڪداڻڪ ثابت
ٿيندي. تنهن ڪري، اي بندا، توُن به ته من جي ويچار ڏارا، ماٺ ۾ وهي، جاچي
ڏس ته سهين، پنهنجي اوگڻن جي اوگهڙ ڪر ته سهين، جيون جي جولان ۾، جدوُن ۾،
اِنهيءَ مالها جو جاپ جپ ته سهين، ته پوءِ نئين ناٽڪ جا ٻڙدا، تنهنجي اکين اڳيان
کُلندي، وسِرم ٿي ڪونه ڪندا. اک به اندر کُلندي ته ڪيل به اندر ڏسندين. جيئن لون ۾
تيل آهي، چقمق ۾ آڳ آهي، تيئن مالڪ به من مندر جي موُرتي آهي، اندر جو اسرار
آهي. جاڳ ته ڏسين، ڏس ته ملين، مل ته ماڻين، ڄاڻي، سڃاڻي، ٻڌو آهي.

# باب ڇهون

## سچو شيوڪ

### (اَ) شيوڪن تي ڪرتار جي ڪرپا.

(١) هڪُ ڀاڳي[1] هر ڀرڀ ڇصرڪا - هر ڪيو در آيا
هـــر اندر سُٽي ڀــڪار - ڀاڳي مُـــڪ لايـــا
هر ڀُڇيا ڀاڳي سَدڪيو[2] - ڪِـت اَرٿ ٿوُن آيا
نِت ديوهه دان ديال ڀرڀ - هر نـــام ڏيايا
هر داتـــي هـــر نـام جپايا - نانـــڪ ڀهنايا[3].

[سري راڳ، محلا چوٿان، وار (٢١)]

(٢) هڪُ ڀاڳي وڀـڪار[4] - ڪـــاريو لايـــا
راٿ ڏهـيو ڪيو وار[5] - ڏُرهـــم فرمايا
ڀاڳي ســچي مـــحل - خصم بُـــلايـــا
سچي صفت ســـالاهـــ - ڪوڙا[3] ڀـــايـــا
سچا اَمـــرت نـــام - ڀـــوجـــن آيـــا
گورمتي ڪـاڏا رَج - اِـــن سک پايـــا
ڀاڳي ڪـــري ڀساءِ[5] - شبد وَجـــايـــا
نانـــڪ سچ ســالاهـــ - ڀوُرا پـــايـــا.

[راڳ مانجهه، محلا پهلا، وار (٢٧)]

(٣) شيوڪ ڪئُ ڀرڀ پالن هارا - شيوڪ ڪي راکيو نرنڪارا[6]
سو شيوڪ جِس ديا ڀرڀ ڌاريو[6] -
نانڪ سو شيوڪ ساس ساس سَماريو[7]
اَپني جَن ڪا ڀرڏا[8] ڀاڪيو - اَپني شيوڪ ڪي سَر ڀر راکيو
اَپني داس ڪئُ ديه وَڏيائي - اَپني شيوڪ ڪئُ نام جپائي

---

١. شيوڪ، داس، غلام. ٢. سڏائي. ٣. نام جي سروپا ڀهرائي. ٤. واندو، بيڪار. ٥. مهما ۽ گُڻ ڳايان. ٦. ڀرماتما. ٧. سِمرن ڪري ٿو. ٨. عيب، گهٽتائُون ڍڪي ٿو يا لڄ پت رکي ٿو.

آپني شيوڪ ڪي آپ پت راکي - تاڪي گت[1] مت ڪوء نه لاکي[2]

پرڀ ڪي شيوڪ ڪهُ ڪون پهوچي[3] - پرڀ ڪي شيوڪ اوچ تي اوچي

جو پرڀ آپني شيوا لايا - نانڪ سو شيوڪ دهه دس[4] پرگٽايا[5].

[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (١٧)]

(٤) هر داس[6] سنگ پريت هئي - هر داسن ڪو مت

هر داسن ڪي وس هئي - جو جنتي[7] ڪي وس جنت[8]

هر ڪي داس هر ڌيائدي - ڪر پريتم سنگ نيهن

ڪرپا ڪر ڪي سُنهه پرڀ - سڀ جگ مهه ورسي مينهن

جو هر داسن ڪي اُستت هئي - سا هر ڪي وڏيائي

هر آپڻي وڏيائي ڀاوَدي - جن ڪا جيڪار ڪرائي

سو هرجن[6] نام ڌيائدا - هر هرجن اِڪ سمان

جن[9] نانڪ هر ڪا داس هئي - هر پڄ رکهه ڀگوان.

[راڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (٢٥)، سلوڪ محلا ٽيجا]

(٥) اپنا جن[6] - آپهِ آپ اُڌارِيو[9]

آپ پهر جن ڪي سنگ پيو - من لي ناهه پسارِيو. (١. ر.)

ترن[10] چهن[11] ناهي ڪڇ پيکيو - داس ڪا کُل[10] نه بچارِيو

ڪر ڪرپا نام هر ديئو - سهج سُڀاء سوارِيو

مها بِکم اگن ڪا ساگر - تس تي پار اُتارِيو

پيک پيک نانڪ بِگسانو[12] - پُنهه پُنهه[13] بلهارِيو.

[راڳ نٽ نارائڻ، محلا پنجوان، شبد (٤)]

---

١. پهچ، پدوي. ٢. سمجهي سگهندو. ٣. برابري ڪري سگهندو. ٤. ڏهه ساڳون. ٥. روشن، مانوَر ٿئي ٿو. ٦. پرماتما جا شيوڪ، داس، پنوجاري. ٧. ستار وجائيندڙ. ٨. ستار. ٩. پار پهچايو. ١٠. ترن، ذات. ١١. صورت. ١٢. پرسن ٿيو آهيان. ١٣. هردم، وار وار.

(٦) ٻڌهه. ڪيئن هونڌ - ماڌو موسڻ
ٺاڪر ٿي جڻُ جن ٿي ٺاڪر - کيل ٿيو هيءُ تو سڻُ. (١٠ و٠)
آپن ديئُ ديهرا آپن - آپ لڳاوي ٻوڄا
جل ٿي ترنگ ترنگ ٿي هيءَ جل - ڪهن سُنن ڪڻ دوُجا
آپهه گاوي آپهه ناچي - آپ ٻجاوي ٿوُرا
ڪهت نامديو تون ميرو ٺاڪر - جن اوُرا تون پوُرا.
[راڳ سارنگ، ڀڳت نامديو، شبد (٢)]

(٧) جسڪا سا ٻس ٿي ٿل پاپا - ڪر ڪرپا پربُ سنگ ملاپا
آوڻ جاڻ رهي وڏ ڀاڳي - نانڪ پوُرن آسا جيئُ.
راڳ مانجهه، محلا پنجوان، شبد (٣١)

(٨) هڻي دِلي پربُ ديوڻهاري - جنم مرڻ روگ سب نِواري
نانڪ داس ڪيئي پربُ اپني - هر ڪيرتن رنگ ماڻي جيئُ.
(٣٥)

(٩) پربُ اپني جب پئي ديال - پوُرن هوئي سيوڪ گهال
بندن ڪاٽ ڪيئي اپني داس - سمر سمر سمر گڻ تاس.
راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٨)

(١٠) بندن ڪاٽ بساري اوُگڻ - اپنا برد سمارِيا
هوئي ڪرپال مات پت نياَئي - بارڪ جيئُ پرتپاريا.
راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (٤٥)

(١١) اپني سيوڪ ڪي آپي راکي - آپي نام جپاوي
جهه جهه ڪاج ڪِرت سيوڪ ڪي - تهان تهان اُٺ ڌاوي.
(١٢٩)

(١٢) جب ديکئُ پربُ اپنا سوامي - تئُ اوُرهه چنت ن پاوءِ ري
نانڪ داس پربُ آپ پهراِيا - ڀرم ٻوُ ميٽ لکاوءِ ري.
(١٣١)

(١٣) هوڪي داس جيوي - لڳ پربُ ڪي چرڻي
ڪنت لڳاءِ ليئي - بِس لاکر سرڻي.
راڳ آسا، محلا پنجوان، ڇنت (٤) ١١

١. شڌ سه، شرط. ٢. پرماتما. ٣. پرماتما ۽ سيوڪ جي وچ ۾ هڪجهڙائيءَ جو ورڻن آهي.
٤. ديوتا. ٥. مندر. ٦. ڇوليون. ٧. تُري. ٨. سکڻو، خالي. ٩. مدد. ١٠. محنت، ڪمائي.
١١. سائو. ١٢. والگو. ١٣. سنڀال لڌي آهي. ١٤. ڪم ڪاريون، ڪارج. ١٥. ڊوڙي پهچي
ٿو. ١٦. ٻيا ڪي. ١٧. نام روُپي سروپا بخشي آهي. ١٨. باهه مون کي ڄاڻايو اٿس.

(۱۴) مُکت پکت جگت سچ ہسائیئ - سرب سُکان کا داتا
آپے داس کئ پکت داں دیوئ - ہوُ ون پرکہ بڈاتا۔
واچہ سورٹ، محلا پنجواں، شبد (۱۰)

(۱۵) ھمری گُنت نہ کِتیا کائی - آپنا بِرد بچار
ھاتھ دیئ راکھ کر آپنے - سدا سدا رنگ مانڑ۔
(۴۴)

(۱۶) آپے شیوا لائین - آپے بخش کریئ
سبھنا کا ماں پئ آپ ھے-آپے سارکریئ۔
واچہ سورٹ، محلا چوتاں، وار (۹)، سلوک محلا تیجا

(۱۷) جو مانگہہ ٹاکر اپنے تے - سوئی سوئی دیوئ
نانک داس مکہ تے جو بولئ - ایہاں اُوھاں سچ ھووئ۔
واچہ ڈناسری، محلا پنجواں، شبد (۴۵)

(۱۸) جن کے - ہوُ ون ھوئے کام
کلی کال مہا بکیا مہ-تہا راکھے رام۔
(۴۸)

(۱۹) ھر کے داس ھر سیتی واتے - رام رسائن اَن دن ماتے،
باہوں پکڑ پربھ آپے کاڈے-جنم جنم کے ٹوٹے گاندے۔
واچہ سوُھی، محلا پنجواں، شبد (۳۵)

(۲۰) بوئی کدے نہ ھوتیئ - جن کے اوداس
نانک جورُ گووند کا - پوُرن گنط تاس۔
واچہ بلاول، محلا پنجواں، شبد (۷۷)

(۲۱) جیئ پند دَن واس پربھ تیرے - توُن سمرتھ سوامی میرا
داس اپنے کئ راکھنہارا - نانک داس سدا ھے چیرا۔
(۱۰۱)

(۲۲) جس دا صاحب ڈاڈا ھوء - اس نو مار نہ ساکیئ کوء
صاحب کے شیوک رھے سرنائے-آپے بخشے دے وڈیائے
تس تے اُوپر ناھے کوء - کؤن ڈرئ ڈر کس کا ھوء۔
واچہ بلاول، محلا تیجا، وار ستت(۴)۲

(۲۳) پار برھم جب ھوء دیال - سادوُ جن کی کرے روال
کام کروڈ اس تن تے جاء - رام رتن وسے من آء۔
واچہ گوُنڈ، محلا پنجواں، شبد (۲۲)

---

۱. پکتے۔ ۲. مریادا۔ ۳. پرماتما۔ ۴. ماتا پتا۔ ۵. لوک، پرلوک۔ ۶. کلجگ جی سمے بہ۔ ۷. وکر، وشیؤن۔ ۸. مکھن، مست۔ ۹. اجائی، وئرمت۔ ۱۰. داس، شیوک۔ ۱۱. زوزدار۔ ۱۲. خاک۔ ۱۳. اُنحد شبد۔

(٢٤) هر جَن نِڪٽ[1] نڪٽ هر جَن هوءِ - هر راکي ڪنهن جَن ڏاري
نانڪ پِتا ماتا هوءِ هر پربهه - هم ٻارڪ هر پرتپاري.

راڳ رامڪلي، محلا چوٿان، شبد (٦)

(٢٥) پربهه ڪڻ جَن انتر رِد لوچي - پربهه جن کي ساس تهاري[2]
ڪرپا ڪر ڪر نِڪٽ دِرڙالي - جَن پيڇي جڳت نِستاري.

راڳ نٽ ناراين، محلا چوٿان، اشٽپدي ٣(٧)

(٢٦) اُداس سُٽِي داتار پربهه - ٻاڊي ڪڻ مهل اُسلاوي
پربهه ڏيکڊيا ڏک ڀُڪ ڪٽي - ٻاڊي ڪڻ منڪتا چِت نہ آوي.

راڳ مارو، محلا پنجوان، وار (٩)

(٢٧) جَن ڪا هر سيٽي من مانيا - تِن ڪارج هر آپ سَوار
تِن ڇوڪي مهتاجي لوڪن کي - هر انگيڪار ڪيتا ڪرتار.

راڳ ڀيرو، محلا چوٿان، شبد (٥)

(٢٨) ڪاني آگيان تِمر[3] نِرمليا - ٻُڌ ٻگاس[4] ٻِبيڪا[6]
جڻ جل ترنگ قِين[7] جل هونيئي - شيوڪ ٺاڪر ڀئي ايڪا.

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (٢٧)

(٢٩) نرپڻ ڪيٽي شيوڪ داس آپي - سڪلي ڏوک ٻِداري
آن اُپاءِ تياگ جَن سڪلي - چرن ڪمل رِدُ[8] ڌاري.

(٧٢)

(٣٠) هر ڪا چِهن[9] سولي هر جَن ڪا - هر آپي جَن مهه آپ رکاني
ڌَن ڌن گرو نانڪ سمدرسي - جِن نندا[10] اُستت تري تراني.

راڳ مَلار، محلا چوٿان، شبد (٥)

---

١. نزديڪ، پرسان. ٢. شيوڪ جا ٻول سڀ ثابت ڪري ٿو. ٣. موتاجي، ڪاڙهه. ٤. اندروني اونڌهه. ٥. روشن ٿي. ٦. وويڪ، زمير. ٧. ٻُدٻدا. ٨. هردي اندر. ٩. خصلتون، گڻ. ١٠. گِلا ۽ ساکهه.

## (٢) شيوڪ سان ستگُرُ جو ساٿُ.

(١) جيئن جنني[1] سُتُ[2] جڻي[3] پالتي - راکي نَدرِ[4] منجهارِ
اَنتر باهر مُک دي گراسُ[5] - کِن کِن پوچارِ[6]
تيئن ستگور گور سِک راکدا - هر پربهه پيار
ميري رام - هم بارڪ هر پربهه ڪي هيَ اياڻي[7]
ڌَن ڌن گورو ستگور پاڌا - جِن هر اُپديش[8] دي ڪيئي سياڻي. (١۔ر۔)
جيسي ڪَگن[9] ڦِرنتي اوڊ لي - ڪهڙي[10] باکي والي
اوهه راکي چيت پيچي پچ بهڙي - لِبه هرديءِ سار سمالي
تئُ ستگور سِک پربهه هر هر ڪي - گور سِک رکي جيئه[11] نالي.

[راڳُ گوڙي، محلا چوٿان، شبد (١٣)]

(٢) سوڪي[12] هري[13] ڪيتي کِن ماهي - اَمرت درشت سنچ[14] جيوائي
ڪاڄِ ڪشت پوري گور ديو - شيوڪ ڪئُ دبهي اَپنهي شيوءَ (١۔ر۔)
مِت ڪتي چِنت پُني من آسا - ڪري ديا ستگور گُڻ تاسا
دک ناسي سک آءِ سمائي - ڍِيل[15] نه پڙي جا گور فُرمائي[16]
اِڇ پُني پُوري گور ملي - نانڪ تي جن سفل قَلي[17].

[راڳُ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٥٨)]

(٣) ستگور سِک[18] ڪي ڪري پرتپال - شيوڪ ڪئُ گور سدا ديال
سک ڪي گور دُرمت مل هري - گور بچني هر نام اُچري[19]
ستگور سِک ڪي بندن ڪاٽي - گور ڪا سِک وڪار تي هٽي[20]

---

١. ماتا. ٢. پُت. ٣. جڻي. ٤. نظر. ٥. ڪاڌو، کير. ٦. پيار ڪندي آهي. ٧. بيسمجهه.
٨. اُپديش، سکيا ڏيندڙ. ٩. آسمان. ١٠. اچن ڪين وار پُون ڪونجون. ١١. جِند.
١٢. سُڪل. ١٣. ساوا. ١٤. ڏيئي، وجهي. ١٥. دير. ١٦. حڪم. ١٧. ڪارج سڌ ٿيا.
١٨. شيوڪ، داس. ١٩. جپي ٿو. ٢٠. ڪنارو ڪري ٿو.

ستگور سکھ کئہ نام دَن دیئہ - گور کا سکھ وڈ بھاگی ھی
ستگور سکھ کا ھلت پلت[1] سواری -
نانک ستگور سکھ کئہ جیئہ نال سماری[2] ۔

[راگ گوڑی، محلا پنجواں، سکھمنی صاحب، اشٹپدی (۱)۱۸]

(۴) جس[3] کا گرھ تن دھیا نالا - سُکھی گور سمھانی
آنک آپاؤ کری نھی پاوئی - تن ستگور سرنائی
جن کی بندن کاٹی ستگور - تن ساد سنگت لوّ لائی
پنچ جناں[4] مل منگل گایا - ھرؔ نانک بید نہ پائی ۔

راگ گوڑی، محلا پنجواں، شبد (۱۲۲)

(۵) سُوِرسن[5] بھئی گور دیو - ہؤرن ھوئی شموک کی شیو[6]
آل[7] جنجال وکار تی رھتی - رام نام سُن رسنا کھتی ۔

راگ گوڑی، محلا پنجواں، سکھمنی صاحب، اشٹپدی (۴)۲۴

(۶) مھا اَدیان[8] پاؤک ساگر بھئی - ھرکھ سوگ مھ بسدا
ستگور بھیٹ بھیا مَن نرمل - جپ اَمرت ھر رسنا
تن دَن تاپ کیئو سب اپنا - کؤمل بندن پاندیا
گور پرسادی بھئی جن مکتی[10] - ھر ھر نام آراَدیا[11] ۔

راگ آسا، محلا پنجواں، شبد (۵۰)

(۷) گور پُوری واکیا دی ھاتھ - پرگٹ بھیا جن کا پرتاپ
گور گور جپی گورؤ گور دھیائی -
جیئہ[12] کی اَرداس[13] گورؤ پھ پائی ۔

(۱۰۲)

(۸) من تن اَربیا بھت من سَردھا[14] - گور شبوک پاؤ[15] ملائی
دیالاتھ[3] جیئہ کا داتا - پُوری گور لسی پائی ۔

راگ آسا، محلا چوتاں، چھنت (۴)۲

(۹) تؤنی مایا کی بندن قاھی - ھر رام نام لنوّ[15] لاگی
ھمرا من موھیو گور موھن - ھم اِسم[16] بھئی مکھ لاگی[17] ۔

راگ دیوگندھاری، محلا چوتاں، شبد (۱)

۱. لوک پرلوک سھیلو کری تو۔ ۲. سمھالی تو۔ ۳. پرماتما۔ ۴. سدمت مھاتماؤں۔ ۵. راضی، خوش۔ ۶. شیوا، ٹھل، کمائی۔ ۷. سنساری۔ ۸. جھنگل۔ ۹. اگنی۔ ۱۰. شبوک۔ ۱۱. اُچاربان، جمپان تو۔ ۱۲. مَن۔ ۱۳. اچھا، کامنا۔ ۱۴. شردھا سان پریل۔ ۱۵. پریم۔ ۱۶. ھیرت پر پتجی وار آھیان۔ ۱۷. درشن کرنا سان۔

(۱۰) جِنان گُور پيارا مَن چِت - تنان پاڻ گُورُو دِيوائِيِنا
گُورُ سِکان اِکُو پيار - گُور مِتا[1] پُتر[2] پائِيِنا[3].

راڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (۱۴)

(۱۱) سَچ[4] سِمر تِئي هووي پرڳاس[5] - تالي بِکيا مَهه رهي اُداس[6]
ستگُور کي اَنسي وَڏ ڀاڳي - پُتر ڪُلتر[7] وِچي گَت پاني.

راڳ ڌناسري، محلا پهلا، شبد (۴)

(۱۲) هِيرا[8] لعل اَمولڪ هي ڀاري - بِن گاهڪ[9] مِيڪا[10] ڪاڪا
رتن گاهڪ گُور سادُوُ ديکيو - تب رتن بِڪانو[11] لاکا.

راڳ جيتسري، محلا چوٿان، شبد (۲)

(۱۳) گُور سروور مانسرووَر هي - وَڏ ڀاڳي پُرک[12] لهن.
شيوڪ گُورمُک کوجيا - سي هَنسلي نام لهن.

راڳ سوُهي، محلا تيجا، اشٽپدي (۲) ۴

(۱۴) تُوُن[4] آپي گُور چيلا هي آپي - گُور وچ دي تُجهه ڌياني
جو تُڌ شيوَهه سو تُوُن هي هووَهه - تُڌ شيوڪ پَيج رکاني.

راڳ سوُهي، محلا چوٿان، اشٽپدي (۱)

(۱۵) جِنهه آپ گيا پڙ پاڳا - گُور چرڻي شيوڪ لاڳا
گُور ستگُور پرم چُڪايا - کهه نانڪ شبد[4] مِلايا.

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، شبد (۱۰)

(۱۶) شيوڪ لايو اَپني[13] شيو - اَمرت نام دِيو مُک ديو
سگلي چِنتا آپ[13] نواري - تِس گُور[13] ڪَئُه هَئُه سد بلهاري.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، شبد (۱۵)

(۱۷) جَن نانڪ جِسدي مستڪ ڀاڳ ڌُر لِکيا -
سو سِک گُورُو پهه آوي
آپ[14] ڪَرپا ڪَرب سپ تاري - سيا سرِشت چِڏاوي.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار (۷)

(۱۸) باڻي گُورُو گُورُو هي باڻي - وِچ باڻي اَمرت ساري
گُورُو باڻي کهي شيوڪ جَن مانِي - پرتِک[15] گُورُو نِستاري.

راڳ نٽ نارائڻ، محلا چوٿان، اشٽپدي ۴(۵)

(۱۹) نانڪ پُسرِيَنا[16] پکائِيِنا - پانِيَنا ٿالِي[17] ماهه
جِني گُورُو مَنائِيِنا[18] - رج[19] رج سيئي کاهه.

راڳ مارو، محلا پنجوان، وار (٦)

---

۱. متر. ۲. پُت. ۳. پائڻ. ۴. پرماتما. ۵. روشنائي، پرڪاش. ٦. وِرڪت. ۷. زال.
۸. گيان روُپي هيرو. ۹. گراهڪ، بيپاري. ۱۰. هڪ ڪک مثل آهي. ۱۱. ملهه ڪيائين.
۱۲. اِنسان. ۱۳. ستگُورُو. ۱۴. شيوڪ. ۱۵. موجوُد، ظاهر. ۱٦. مِنيوُن ماليوُن، مِنا اَقرانا.
۱۷. ٿالهه. ۱۸. راضي ڪن ٿا. ۱۹. ڍَءُ ڪري، پيٽ ڀري.

(٢٠) گور کي چاڪر ناڪر پاڻي - بخش ليئي ناهي جم ڪاڻي[3]
جنکي هردي اِيڪُر پايا - آپي ميلي پرم چڪايا.

واڳ بسنت، محلا پهلا، اشتپدي (٦)

(٢١) هردي نام اَمرت وس وَسيا - وس گاوهه وس بيچاري
گور پرشاد اَمرت وس چکيا - اوهه پاوهه موکهه دُئاري.

واڳ سارنگ، محلا چوٿون، شبد (٣)

(٢٢) نَڌر ڪري جسي آپڻي - تان ستگور ملي سُباء
نانڪ ستگور لي اَمرت جل پايا - سهجي رهيا سماء.

واڳ ملار، محلا پهلا، وار (١۵)، سلوڪ محلا تيجا

(٢٣) هر اَگم ڏِيايا گورمتي - لِس رُوپ لهي پرب ريکيا
گور بچن ڏِيايا جِنان اَگم هر - لي ناڪر شيوڪ وَل کيا.

واڳ ڪانڙا، محلا چوٿون، وار (٩)

(٢۴) ڪبير ساچا ستگور ڪيا ڪري - جُه سِکا مهِ چُوڪ
اَنڌي ايڪ نه لاڳئي - جُه بانس ٻجاليئي ڦوڪ.

سلوڪ، ڪبير صاحب، (١۵٨)

(٢۵) ايهه پوجل جگت سسار هوي - گور بوهتِ نام ڪراه
گور سکي پاڻا مَنيا - گور پوُرا لسنگهاه.

سلوڪ، محلا چوٿون، (٢٧)

---

١. شيوڪ. ٢. پرماتما. ٣. پرواهه، ڪاڻ. ۴. ختم ڪري ڇڏيو آهي. ۵. ڀاڄهه، ڪرپا. ٦. پيتي آهي. ٧. نيماڻي. ٨. ڪڍجي هڪ لي ويا. ٩. اُڻائي، گهٽتائي. ١٠. ڙپار لنگهن وارو لڙو. ١١. جهاز. ١٢. حڪم.

## (٣) شيوڪ جي مهما

(١) خصمي کي دربار - ٻانهي وسيا
سچا خصم ڪلاڻ - ڪمل وگسيا
خصمهه پورا ڀاڳ - منهه رهسيا
دشمن ڪيدي مار - سڄڻ سرسيا
سچا ستگور شيون - سچا مارگ ڏسيا
سچا شبد ٻيچار - ڪال وڌسيا
ڍاڍي ڪٿي اڪٿ - شبد سواريا
نانڪ گڻ گهه راس - هر جيئه ميل پياريا.

[راڳ مانجهه، محلا پهلا، وار (٢٣)]

(٢) مَنگهر ماهه سُهندڙا - هر پر سنگ ٻيٺڙياهه
تن ڪي سوڀا ڪيا ڳڻي - جو صاحب ميلڙياهه.
تن من مئليا رام سُئُ - سنگ ساڌ سهيلڙياهه.
ساڌ جنان تي ٻاهري - سي رهن اڪيلڙياهه
تن دک نه ڪبهوُن اُتري - سي جم کي وس پڙياهه
جني راويا پرڀ آپڻا - سي ڏسن نت کڙياهه
رتن جويهر لعل - هر ڪنٺ تنان جڙياهه
نانڪ ٻانڇي ڌوڙ تن - پرڀ سرڻي در پڙياهه.

[راڳ مانجهه، محلا پنجوان، بارهه ماهه، پؤڙي (١٠)]

---

١. پرماتما. ٢. داس، شيوڪ. ٣. مهما، گڻ. ٤. آنند ۾ رهن ٿا. ٥. وڪار. ٦. جيتين ٿا.
٧. هٿ ڪري. ٨. مانگهه، ناهريءَ جي مهيني ۾. ٩. ٻاڻ سان ملائي ڇڏيو آهي. ١٠. سکيون
سهيليون. ١١. ڌور. ١٢. لهي. ١٣. سامهون بيهي. ١٤. گهران ٿو، پنان ٿو. ١٥. پيو آهيان.

(٣) هر کا نام جن کئہ[1] مکت جگت - هر کي نام جن کئہ ترپت بگت[2]
هر کا نام جن کا روپ رنگ - هر نام جپت کب پڙيئہ نہ بهنگ
هر کا نام جن کي وڏيائي - هر کئہ نام جن سوبا پائي
هر کا نام جن کئہ بهوگ[3] جوگ[4] - هر نام جپت کچھ ناهہ بيوگ[5]
جن راتا هر نام کي سيوا - نانک پوجي[6] هر هر ديوا.

[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٦) ٢]

(٤) جو[1] کچھ کريئہ سو پربهہ کئہ رنگ - سدا سدا بسيئہ هر سنگ
سهج سُباءِ هوويئہ سو هوءِ - کرڻهار[10] پچاڻيئہ سوءِ
پربهہ کا کيا جن ميٺ لگانا - جيسا سا تيسا درشٽانا[11]
جس تي اپجي تس ماهہ سمائي - اوءِ سکھ نِڌان اُنهون بڻ آئي[12]
آپس کئہ آپ ديو مانُ - نانک پربهہ جن ايکو جانُ.

[راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٨) ٤/١]

(٥) ادم کرت هوويئہ من نرمل - ناچيئہ آپ نِواري[13]
پنچ جنان تي وس کت راکيئہ - من مهہ ايککاري
تيرا جن - نرت کري گن گاويئہ[14]
رباب پکاوج[15] تال گهنگهرو - انهد شبد وجاويئہ. (١.ر.)
پرٿمي[16] من پربودهئہ اپنا - پاڇيئہ[17] اور رجهاويئہ[18]
رام نام جپ هرديئہ جاپيئہ - مک تي سگل سُناويئہ
کر سنگ سادهو چرن پکاريئہ[19] - سنت دهوڙ تن لاويئہ
من تن ارپ ڌريئہ گور آگيئہ - ست[20] پدارٿ پاويئہ

١. سيوڪ، داس. ٢. پوڄن. ٣. پولو، وگهن. ٤. ماڻڻ. ٥. ڀوڳ. ٦. جدائي، وڇوڙو.
٧. سيڪو، مڙني. ٨. ديوتائون. ٩. سياوڪ. ١٠. پرماتما. ١١. ڏسڻ ۾ اچي ٿو، ساکيات درسن
ملي ٿو. ١٢. حاصل ٿئي ٿو. ١٣. خودي، آهنڪار. ١٤. ناچ. ١٥. ڍولڪ. ١٦. پهرياڻين.
١٧. پوءِ. ١٨. سيکيا ڏين ٿا. ١٩. ڌُئي ٿو. ٢٠. سچو، املهہ.

جر جر سَدي پيکي لاءِ سرڌا - جنم مرڻ ڏک پاگيَ
آئسي نرنت نرڪ نِواريِ - نانڪ گوُرمک جاگسيِ[1] .

[راڳُ آسا، محلا پنجوان، شبد (٢٥)]

(٦) مانُ موهه اَر لوڀ وڪارا - بيئو[2] چيت نہ گهاليو
نام رتن گنا هر بڻجي - لاد وَکر لئي چاليو
سيوَڪ ڪي اوڙڪ[3] - نبهي پريت
جيوَت[4] صاحب سيويو اَپنا - چلتي[5] واکيو چيت . (١رہ)
جئسي آگيا کيني ناکر - تس تي مُکہ نهي موڙيو
سهج آنند رکيو گرهه ڀيتر - اُٿ اُناهوَن ڪتهُ دوڙيو
آگيا مهِ ٻوُکہ سوئي کر سوُکا - سوگ هرکہ نهي جانيو
جو جو حڪم ڀيو صاحب کا - سو ماٿي لئي مانيو
ڀيو ڪرپال ناکر سيوڪ ڪئُ - سوَري هلت پَلاتا[6]
ڏنن سيوڪ سڦل اوهہ آيا - جن نانڪ خصم پڇاتا .

[راڳُ مارُوُ، محلا پنجوان، شبد (٥)]

(٧) گهَرُ[7] مهہ گهُر جو ديکہ دکاوي - گور مهاپي سو محل بُلاوي
من مهہ مندَرتا چِت مهہ چِيتا - اَنسي هر ڪي لوگہ اَليتا
هرکہ سوگہ تي رهہ نِرآسا[8] - اَمرت چاکہ هر نام نِواسا
آپ پڇاڻ رهي لِوَ لاگا - جنم جيت گورمت دکہ ڀاگا

[1] ساوڌان رهي ٿو . [2] ٻيائي ، ڏُٺيمت ڀاو . [3] پچاڙيءَ تائين . [4] جيئري . [5] مرلدي .
[6] لوڪ پَرلوڪ . [7] من . [8] پرماتما . [9] نرالا . [10] نرليپ .

گرر ديئا سچ اَمرت پيوءِ - سهج مرئُ[1] جيوَت هي جيوءِ
اَپڻو ڪَر[2] راکهُ گور پاويءِ - اُمرو هوءِ سو تُجهه سماويءِ .

## [راڳُ بسنت، محلا پهلا، اشٽپديِ (۴)]

(۸) استت نندا دوئوُ پرجِت[3] - تجهه مان اَيمانا
لوها ڪنچن[4] سمُ[5] ڪر جانُهه - تي مؤرت پگوانا
تيرا جن - ايڪ آدُ ڪوئي
ڪام ڪروڌ لوڀ موهه پرجِت[3] - هر پد چينيءِ[6] سوئي . (۱-رهاءُ)
رج گُڻ تَم گُڻ ست گُڻ ڪهيئي - ايهه تيري سڀ مايا
چوٿيءِ[7] پد ڪئُ جو نر چينيءِ - تنهي پرم پد پايا
تيرت برت نيم شُچ[8] سنجم[9] - سدا رهيءِ نهڪاما[10]
ترشنا اَر مايا ڀرم چوڪا - چتوت[11] آتم[12] راما
جهه مندر ديپڪ پرگاسيا - اَنڌڪار تهه ناسا
نرڀئُ پوُر رهي ڀرم پاگا - ڪهه ڪبير جن داسا[13] .

## [راڳُ ڪيدارا، ڪبير صاحب، شبد (۱)]

(۹) جو هر جَن پاويءِ سو ڪري - در[14] تير نه پاويءِ[15] ڪوءِ
نانڪ رَتا رنگ هر - سڀ جگ مهه چانڻ[16] هوءِ .

سري راڳ، محلا پنجوان، شبد (۱)

(۱۰) نانڪ تهه پاوئي ٻن دوساويءِ[17] - اِڪ ڪِن ڌ پرج ڪئُ ڪريءِ
سام ڀوِڳا[18] تن من ڀيِنا[19] - جل ٻن مڇلي جئُ مريءِ .

سري راڳ، محلا پنجوان، چنت (۱) ۲

(۱۱) تؤن داتا ٺاڪر سڀ بِڌ جانُهه - ٺاڪر ڪي شيوڪ هر رنگ ماڻهه
جو ڪڇ ٺاڪر ڪا سو شيوڪ ڪا - شيوڪ ٺاڪر هي سنگ ظاهر[20] جيئُ .

راڳ مانجهه، محلا پنجوان، شبد (۱۸)

---

۱. آپو مارڻ. ۲. هٿ. ۳. ڪان دؤر. ۴. سون. ۵. هڪجهڙو. ٦. سڃاڻي. ۷. ترِيا اَوستا.
۸. شُڌي. ۹. اِندرين کي روڪڻ. ۱۰. نشڪام. ۱۱. سمرن ڪري نو. ۱۲. پرماتما. ۱۳. پرماتما
جو داس. ۱۴. پرماتما جي درٻار. ۱۵. ڪوبه قيمت ڪري نٿو سگهي. ۱٦. روشني،
پرڪاش. ۱۷. درسن. ۱۸. ڪانسواءِ. ۱۹. هيٺو. ۲۰. پرگهٽ.

(١٢) چرڻ ڪمل جن ڪا آڌارو - آٺ پهر رام نام وِٿارو
سهج آنند گاوهه گڻ گوونَد - پرڀ نانڪ سرب سماهيا جيئُ.
(٣٦)

(١٣) سرب نِڌان واکي جن ماهه - نانڪيءِ سنگہ ڪارِڪہ سڀ جاءِ
جن ڪي مهما ڪتي نہ جاءِ - پار برهم جن رهيا سماءِ.
واڳہ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٦٧)

(١٤) جيوَن[1] پدوي هر ڪي داس - جن مليا آتم پرگاسُ
هر ڪا سِمرن سُن من ڪانِي[2] - سک پاوهہ هر دُوار.
(١٠١)

(١٥) نيتر[3] سنتوکي ايڪ[4] لِنوَ[5] تارا - جِهوا[6] سوُچي[7] هر رس سارا
سچ ڪرڻي اَپ اَنتر شيوا - من تِرپتاسيا اَلکہ[4] اَپيوا[8].
واڳہ گوڙي، محلا پهلا، اشٽپدي (٨)

(١٦) گورمت رام[3] جپيءِ جن پوُرا - تِت گهٽ واجيءِ توُرا
جو جن رام[3] ڀگت هر[3] پيار - سي پرڀ[3] راکي کرپا ڌار.
(١٦)

(١٧) جِس ڪيءِ[10] من پار برهم[3] نِواس[9] - تس ڪا نام ست رامداس
آتم رام تِس ندري آيا - داس دَسنتڻ[11] ڀاءِ تِن پايا
سدا نِکٽ نکٽ هر جانُ[12] - سو داس درگهہ پروان.
واڳہ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي (٦) ٩

(١٨) ٺاڪر[3] ڪا شيوڪ آگياڪاري - ٺاڪر ڪا شيوڪ سدا پوُجاري
ٺاڪر ڪي شيوڪ ڪي من پرتيت[13] -
ٺاڪر ڪي شيوڪ ڪي نرمل ريت
ٺاڪر کئُ شيوڪ جاني سنگہ - پرڀ ڪا شيوڪ نام ڪيءِ رنگِ.
(٣) ١٧

(١٩) پنڌن ڪاٽ مُڪت جن ڀيا - جنم مرن دوُکہ ڀرم گيا
اِچ پُني سرڌا سڀ پوُري - روِ رهيا سد سنگہ حضوُري.
(٣) ٢٠

(٢٠) ڌن ڌن ڌن جن آيا - جِس پرساد سڀ جگت تَرايا
جن آوَن ڪا اِهيءِ سُئاءُ[14] - جن کيءِ سنگہ چِت آويءِ ناءُ
آپ مڪت، مڪت ڪريءِ سنسار -
نانڪ تس جن کئُ سدا[15] نمسڪار.
(٨) ٢٣

---

١. جيوَن مڪتي. ٢. ڪَن سان. ٣. اکيوُن. ٤. پرماتما. ٥. تيل جي ڌارا وانگر ساندهہ لڳي پيئي آهي. ٦. زبان. ٧. شڌ، پوتر. ٨. اي اَنت. ٩. واسو. ١٠. پرماتما جو شيوڪ. ١١. داسا پاؤ. ١٢. قبوُل پئي ٿو. ١٣. وشواس. ١٤. ڪارڻ. ١٥. سدائين.

 

(٢١) گور ستگور ڪا جو سِک اَکائي – سو ڀلڪي اُٺ هرنام ڌياوي
اُدم ڪري ڀلڪي پرڀاتي – اِشنان ڪري اَمرت سر ناوي.

واڳ گوڙي، محلا چوٿان، وار (١١)

(٢٢) سگلي داسي ٺاڪري – سڀ ڪهتا ميرا
جسهِ سينگاري ناڻڪا – تِس سُکهه بسيرا.

واڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (١١٨)

(٢٣) جن ڏي من سچ وسيا – سچي ڪار ڪماهه
اَن ڊِن شيوهه سهج سُڌ – سچي ماهه سماهه.

واڳ آسا، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٣) ١١

(٢٤) گورو سِک، سِک گورو هي – ايڪو گور اُپديش چلائي
رام نام منت هردي ديوي – نانڪ ملڻ سُڀائي.

واڳ آسا، محلا چوٿان، چهنت (٨) ٢

(٢٥) هر جن پريم رَل ايڪو هوئي – هر جن پريم ايڪ سمان جيهُ
ڏر مرڻ لِکايا گورمک سوڌايا – جن اُپري هر هر ڌيان جيهُ.

(٣) ٦

(٢٦) ايهه ڪِيهي چاڪري – جِت ڀؤ خصم نہ جاءِ
نانڪ شيوڪ ڪاڍيئي – جو سيتي خصم سماءِ.

واڳ آسا، محلا پهلا، وار (٢٣)، سلوڪ محلا دوجا

(٢٧) هر جن اُلم پکت سداوي – آکيا من سکہ پساوي
جو تِس ڀاوي سَت ڪر مانو – ڀاڻا من وسائي.

واڳ آسا، ڪبير صاحب، شبد (١٦)

(٢٨) متا مشورت اَوُر سياڻپ – جن ڪڇُ ڪڇو نہ آيو
جهه جهه اَوسر آءِ بنيو هي – تهان تهان هر ڌيايو.

واڳ گوجري، محلا پنجوان، شبد (١٢)

(٢٩) ڀاڻي دُر گهر پائسي – سچ واکي اُڌار
ڀاڻي ڪا محل اَکلا – هر ڪي ناءِ پيار.

واڳ گوجري، محلا ٽيجا، وار (١٨)

(٣٠) سو هر هر نام سدا سدا سمالي – جِس ستگور پُورا ميرا مليا
نانڪ هر جن هر اِڪي هوئي – هر جپ هر سيتي رَليا.

واڳ وڏهنس، محلا چوٿان، شبد (٣)

---

١. ڪرائي، چوائي. ٢. پرڀات جو اُٿي. ٣. واسو، ٽڪاڻو. ٤. هڪڙو ئي. ٥. موجب پرلواري ڪجي. ٦. پرماتما کي سياڻپ ڀائي سکهيو. ٧. گڏجي. ٨. سڌار. ٩. ڪهڙي. ١٠. شيوا، ٽهل. ١١. صلاح مصلحت. ١٢. تڪليف جو وقت. ١٣. اوچو. ١٤. هڪ ئي وڃن ٿا.

(٣١) هر گاهہ مدگل رام نساما - هر شيو شيوڪ[1] شيوڪي
پرپ جاهہ پاويءِ رنگ مدايي - هر رنگ ماڻيءِ رنگ ڪي.

راڳ وڏهنس، محلا چوٿان، چنت (٤)٦

(٣٢) گوُر سِکان مِن هر پريت هيءِ - گور پوُجن آوهہ
هر نام وڏڀهہ[2] رنگ سنءُ - لاها هر نام ليءِ جاوهہ
گور سِکان کي مُکہ اوُجلي - هر درگهہ ڀاوهہ.

راڳ وڏهنس، محلا چوٿان، وار (١١)

(٣٣) پُرکيءِ[3] شيوهہ سي پُرکہ هووهہ - جِني هؤميءِ شبد جَلائي
تِنڪا شوُڪ[4] ڪو نهي - ناڪو ڪَنٽڪ[5] وڏراڻي[6]
نهچل راج هيءِ سدا تِس کيرا - نا آويءِ نا جاني
اَن دِن شيوڪ شيوا ڪري - هر سچي کي گڻ گائي.

(١٥)

(٣٤) گِرهي مهہ هر جن سدا اُداسي - گيان تَت بيچاري
ستگور شيو سدا سک پايا - هر راکيا اُرداري[7].

راڳ سورٺ، محلا ليجا، شبد (١)

(٣٥) ليرپا داسا رِديءِ مُراري[3] - پرپ اَچل[8] نيو[9] اُساري
بل ڏن تڪيئا[10] ليرا - توُن پارو تاکو ميرا.

راڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (٥٤)

(٣٦) اَلسي شيوڪ شيوا کريءِ - جِس[3] کا جيئہ تِس آگيءِ ڌريءِ
صاحب[3] پاويءِ سو پرواڻ - سو شيوڪ درگهہ پاويءِ ماڻ[11].

راڳ ڌناسري، محلا پهلا، شبد (٤)

(٣٧) جو مالکہ ناکو[3] اَپني لي - سوئي سوئي ديوءِ
نانڪ داس مُکہ لي جو پراوءِ - ايهان[12] اوُهان سچ هووني.

راڳ ڌناسري، محلا پنجوان، شبد (٤٥)

(٣٨) آپي[3] گور چيلا هيءِ آپي - آپي گُڻي[3] نِدانا
جِءُ آپ[3] چلائي تِويءِ کوئي چاليءِ - جِءُ هر[3] پاويءِ پگوانا.

راڳ بلاول، محلا ليجا، شبد (٣)

(٣٩) جَن پار پوُهم[3] جاکي اسرمل مهما -
جَن کي چرن ليرٿ کوٽ[13] گنگا
جَن کي ڌوُڙ کيئو مجن[14] نانڪ - جنم جنم کي هَري کَلنگا[15].

راڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (١٢٠)

١. داسن جو داس. ٢. خريد کن ٿا. ٣. پرماتما. ٤. مت. ٥. ڏکوئيندڙ. ٦. دشمن.
٧. هردي ۾ سمرن کري ٿو. ٨. مضبوط. ٩. بنياد. ١٠. پروسو. ١١. عزت، مرتبو.
١٢. لوڪ پرلوڪ. ١٣. کئين، ڪروڙين. ١٤. اِشنان. ١٥. پاپ.

(٤٠) هر ڪوڪر ٽيري دربار - ڀوڪهه آگـي بدن پسار
ٻوُرب جنم هر ٿوري شيوڪ - أب لڄ مِٽيا نـه جانـي
ٽيريءِ ڏُئاريءِ ڏُن سهج ڪي - مالـيءِ ميري ڏڪالـي.

راڳ رامڪلي، ڪبير صاحب، شبد (٤)

(٤١) هرِ هر شيوڪ شيوا لاڳيءِ - سڀ ديکهـ برهـم پساري
ايڪ پرکر ٻڪ ندري آويءِ - سڀ ايڪا نـدر نـهاري.

راڳ نٽ نارائڻ، محلا چوٿون، اشٽپديون (٢)٤

(٤٢) مـل خـريدي لالا گـولا - مـيرا نـاءُ سياڳـا
گور ڪي ٻچني هـٽ ٻڪانا - جت لايا تت لاڳـا.

راڳ مارو، محلا پهريون، شبد (٦)

(٤٣) لالا سو جيوَت مريءِ - مـر وچهه آپ گوائي
بدن ٿوُنهه مڪت هوءِ - ترشنا اڳن بُجهائي.

راڳ مارو، محلا پهريون، اشٽپديون (٥)٥

(٤٤) سو جن نرمل جن آپ پڇاڻا - آپي آءِ مليا سڪداڻا
رسنا شبد رتي گڻ گاويءِ - در ساچيءِ پت پائي هي.

راڳ مارو، محلا ٽيون، سولهو (٢)٣

(٤٥) گور ڪا شيوڪ نرڪ نه جائي - گور ڪا شيوڪ پار برهم ڌيائي
گور ڪا شيوڪ ساڌ سنگ پائي - گور ڪردا نت جيءَ داڻا هي

راڳ مارو، محلا پنجون، سولهو (٣)٤

(٤٦) هر ڪا شيوڪ سو هر جيها - ڀيد نه جاڻهه مانس ديها
جڻ جل ترنگ اُٺهه بهو پائي - ڦر سلليءِ سلل سمانڌا.

٥(٨)

(٤٧) تِس جن ڪي هيءِ ساچي ٻاڻي - گور ڪيءِ شبد جڳ ماهه سماڻي
چهه جڳ پسري ساچي سوءِ - نام رتا جن پرگت هـوءِ.

راڳ بسنت، محلا پهريون، شبد (٧)

(٤٨) گنگا گـيا گوداوري - سنسار ڪي ڪامـا
نارائڻ سُپرسن هوءِ - تـه شيوڪ نـامـا.

راڳ بسنت، ڀڳت نامديو، شبد (١)

(٤٩) ڪانـي اڳيان تمر نـرمليا - بِدُ بگاس بـبيڪا
جڻ جل ترنگ ڦين جل هو ٿيئي - شيوڪ ٺاڪر ڀئي ايڪا.

راڳ سارنگ، محلا پنجون، شبد (٢٧)

---

١. ڪتو. ٢. واس. ٣. قاڙي. ٤. ٿيو. ٥. پرماتما. ٦. سنسار، پرڪرتي. ٧. هڪ جهڙي.
٨. داس، ٻانهو، ٽهليو. ٩. ٻاگوان. ١٠. دڪان تي. ١١. وڪاڻل آهيان. ١٢. إنساني جامو.
١٣. پديدا. ١٤. ٻاڻي. ١٥. ڦهليجي، پکڙجي وئي. ١٦. سنساري ماڻهن جا. ١٧. اوُنده.
١٨. روشن ٿي. ١٩. ووبيڪي.

(۵۰) نانڪ شيوڪ سولي آکيئي - جو سِر ڌري اُتار
ستگور کا ڀاڻا مني لئي - شبد رکي اُر ڌار.

واڳ سارنگ، محلا چوٿون، وار (۲۷)، سلوڪ محلا ٻيو

(۵۱) جنم مرڻ ڏکهه مهه ناهي - جن ٻرڀاکاري آئي
جيئدان دي پکتي لائن - هر سڱ لين مِلائي
سچا اَمر سچي پاتشاهي - سچي سيتي وائي
سچا سکهه سچي وڏيائي - جسکي سي تن جاتي.

واڳ سوهي، محلا پنجوان، شبد (۵۴)

(۵۲) جانسي ڪلين شيوڪ جي هوءِ - تاڪا ڪهٽا ڪههُ نه ڪوءِ
وچ تسڻائي شيوڪ هوءِ - نانڪ پڻيا پهريئي سوءِ.

واڳ ملار، محلا پهلا، شبد (٦)

(۵۳) ستگور شيوهه سي ٻرواڻ - جن جولي جوت مِلائي
سو صاحب سو شيوڪ تيها - جس ڀاڻا منن وسائي.

واڳ ملار، محلا پهلا، وار (۲۰)

(۵۴) سُرگ مُڪت بئڪنت سڀ پانچهه - نِت آسا آس ڪريجي
هر درسن کي جن مڪت نه مانگهه -
مل درسن ترپت من ڌيجي.

واڳ ڪلياڻ، محلا چوٿون، اشٽپدي (۱) ۲

(۵۵) اَنسي جن ورلي جگ اندر - پرکه کهجائي پايا
جانسي وِرن تي ڀئي اُنيتا - ممتا لوڀ چُکايا.

واڳ پرڀاتي، محلا پهلا، اشٽپدي (۷) ۷

(۵٦) ڪبير پانئي هوئنا تو ڪيا ڀيا - سيرا تاتا هوءِ
هر جن اَئسا چاهيئي - جئسا هر هي هوءِ.

سلوڪ، ڪبير صاحب (۱۴۹)

(۵۷) ڪبير ترپ ناري ڪئ نندئي - ڪئ هر چيري ڪوُ مانَ
اوهه مانگ سَوارئي بکي ڪئ - اهي سمرئي هر نام.

(۱٦۰)

(۵۸) جو پراڻي نِس دن ڀجئي - روپ رام تِهه جانَ
هر جن هر انتر نهي - نانڪ ساچي مانَ.

سلوڪ، محلا ناوان (۲۹)

---

۱. بهوي. ۲. اَمر. ۳. مهما. ۴. نيچ. ۵. جُٽي. ٦. سڀ دنيوي ماڻهوُ. ۷. چاهنا رکڻ تا. ۸. شانتيءَ ۾ اچي وڃي ٿو. ۹. نکي نکي. ۱۰. پاڻيءَ وانگر رلڻو ملڻو. ۱۱. لسيو. ۱۲. ٿڌو. ۱۳. گرم. ۱۴. هٺڻ ڪوي. ۱۵. راجا. ۱٦. بدنام ٿي ٿئي؟ ۱۷. گولي. ۱۸. گهوري اُني سيند سومون. ۱۹. وڪار رُوپي. ۲۰. ايشور جو سمرن ڪري. ۲۱. فرق. تفاوت.

## شيوڪ ئي ڪرتار جـــي ڪرپـــا .
## شيـــوڪ سان ستگوُر جـــو ساٿُ .
## شيوڪ جـــي مهما .

سري گروُ گرنٿ صاحب ۾، شيوڪ کي ڪيترن نالن سان ڪوٺيو ويو آهي، جهڙوڪ: ساڌڪ، سالڪ، صادق، سِک، شش، داس، ٻانهي، گـــولـــو، چـــاڪر، لالا، ٻندو، جگياسوُ، مريد، طالب، داسي، گولي، چيري، جَن، هر جن، وغيره وغيره. مطلب تـــه هر حالت هيٺ، شش جي شروعات، شيوا، ٽهل ۽ چاڪريءَ سان ٿيڻي آهي: شيوا ستگور جي، شيوا سنتن جي، شيوا سنگت جي، شيوا سرشٽيءَ جي. سچو شيوڪ، رکو ناسي ۾ * ”شيوڪرام ٽهلياڻي“ ڪوٺ آهي ۽ ٻاڻ ڀڻائي، تن من ڌن جي ڀيٽا ڪڍي، ستگور جي اَڳيان اوٽ ورتي اٿائين. سندس ترڪ ۽ تلاش، ستگور جي لڏي ئي ولـــــي آئي اَلس. هتان سڪ لڳي ته هُتان ڇڪ لڳي. اِئين لڳيءَ جـو لڳاءُ لڳو. ڪولو ئي ڪهڙيو، ٽـــهل ڪمائي نيت گوڊ ۾ وهندو ۽ منتر ماٿي آخر گدي وسائيندو. اِها گدي ڪمخاب جي ڪرسي ڪونه آهي، مخمل جو محراب ڪونه آهي، چمڪ چانڊين وارو چنڊڪر ڪونه آهي، پر ٿاٻان جي تلاش آهي، حق جي تحقيقات آهي، مالڪ سان ملاقات آهي، ساڌنائن جي سڦلتا آهي.

سو شيوڪ، گديءَ ۽ سائڻ جي مراد سان ڪونه ڪولو ٿيو هو، ۾ شيوا جي سرُوپا ته ڪيس ئي ملڻي آهي، ۽ ٻورهيي جي ٻڪر ته ڪيس ئي ٻانڍي ٻوي اِي. گولي مان گديسر ٿيڻ، ڪا ٻاراڻي راند نه آهي، شطرنج جي شرط نه آهي يا چترائيءَ جي چالبازي نه آهي. چالبازيءَ جو جوهر آهي. ڪين ئي ڪيچ ٻڄڻو آهي. ٻڄڻ جي نه خواهش نه آهي، مالڪ نه آهي، ڪوشش نه آهي پر ڪين جي ڪاميابي آهي، ڪين جي ڪيفيت جي ڪرامت آهـــي. سو سچو شيوڪ، ڪين جي ڪائنات ئي قائم ٿيي ٿو، تن من سان ٽهل ڪري ٿو، اَنيڪ آزمائشن مـــان لنگهي ٿـــو، ڪيترين ڪسوٽـــين ۽ پريکشائن مان پار ٿيي ٿو، جيون ۾ زلزلو آڻي ٿو. جيئن ٻاهه، ڪاري ڪوئلي کي به لال ڪري ٿي، تيئن شيوا، شيوڪ کي به سچو سون بڻائي ٿي. اِئين گولو گورمک ٿي، گديسر ٿيو آهي، سهاڳ جي سيج ئي سمهيو آهي. اِئين خدمت ۽ خلوت جي خاصيتن سان، هڪ خدمتگار، خود خدا جو روُپ ٿـــي ٿيي ٿو. ڪٿ جوُ ڪيل اَيي ٿيي ٿو ۽ اُن جي پڌيان، شيوڪ جي جنم جنم جـــي جستجوُ ۽ جنبش آهي. ڄاڻب جي به جادوُگري ۽ جلواگري آهي، سندس جلوي ۽ جمال جي جهلڪي آهـــي. ڪين جي ڦاهي اَندر ٿـــي، روُحاني رهزن جو رمل لڳي ٿو. شيطان به شيوڪ ٻڄي سگهي ٿو ۽ ميدان ماري سگهي ٿو بشرطيڪ ٻهراڻ ٻنهنجو من ماري اچيس.

---

* هيءَ ناٿو مثال طور آهي ۽ ڪنهن به خاص ماڻهوءَ ڏانهن اشارو ٿيل ڪونه آهي.

صاحب سمجهايو آهي ته شيوڪ کي ٻڌي سهڻ، مايا کان منهن موڙي سهڻ، طاعت ۽ طهارت طرف اچي سهڻ، ستگور جو سهارو وٺي سهڻ، جاٻ جي جاءِ جسو ڀڙو ٻڌي سهڻ، ته پوءِ سنڌس آتمڪ اُنتيءَ ۾ ڪا به رڪاوٽ ڪانه رهندي. پر اسين، سنتن کان گهروُن ڇا ٿا؟ اهوئي ساڳيو ڪوُڙو ڪچ جو ڪرمن جو ڪارڻ آهي، جو جيون جـو ڪارڻ آهي، جـو جنمن ۾ ڀٽڪائي پيو ۽ جـو جنمن ۾ اڃا ڀٽڪائيندو پيو. سچ ڪـي سڃاڻون ڪونـه ٿا ۽ پليتائيءَ جي ٽڪر ڇڏيُون ڪونه ٿا. پوءِ پشيمانـي ۽ پاڻمائي اسان جـي پٺ ڇڏي ڪانه ۽ اسين سندن پيڇو ڇڏيُون ڪونـه. اُنهن گهاٽي جـي ڏاند وانگر پيا ٿـا ساڳئي چڪر ۾ ڦرُون ۽ ڦرندي ڦرندي ا ـه اُنهيءَ هنڌ تي اينا آهيـون.
پر شيوڪ جو نوُع ئي نرالو آهي، ته پرماتما ۽ ستگور، ٻنهي جو به مٽس پڪش آهي. ڏئي اُٺلڏئـي ڏاسه ملپس ٿي. اوکيءَ ڏوکيءَ ۾، لاهيءَ چاڙهيءَ ۾، ساز سڌيال ٿئيس ٿـي. شيوڪ پنهنجي من جي مت لياڳي، ستگور جو شبد وٺي، سائينءَ جي شرن ۾ اچي ٿـو. صدق، سڪ ۽ شرڌا سان، پنهنجي جيون جي ڪشتي، سائينءَ کي سنڀي ٿو، ٻيا ڪنهن هٻڪ ۽ هٿڪ جي، مطلب ۽ مراد جي، شرط ۽ شرُوط جي. اُهڙن پريمين لاءِ ته پرماتما به پيو ٿـو پاسا ورائي. پرماتما پاڻ پروردگار، پالڻهار، راکهار، سرجڻهار آهي. سو اهـڙي شيوڪ ملڻي، گڏگڏ ٿئي ٿو، پرد ۾ اچي وڃي ٿو. شيوڪ کي ماءُ پيءُ جيان اُجهو ڏئي ٿو، پيار ڏئي ٿو، سات ڏئي ٿو، ساس ساس سنڀالي ٿو، اڄ پٽ رکي ٿو، پڙدو ڍڪي ٿو، اوکڻ ڪاٽي ٿو، پيڊن ٽوڙي ٿو، معورت پوُرا ڪري ٿو ۽ چارئي پدارت بخشي ٿـو. شيوڪ جي شيوا سڦل ٿئي ٿي، سنڌس هرڪا اَردا‌س ۽ اِلتجا اَگهامجي ٿي. هوُ گهري سچ ٿو ته پائي به سچ ٿو. داس داتار جي در تي پهتو نه آهي ته اَگهاٽو نه آهي. جو اَگهاٽو آهي سو اَڌ ٻو، اَڌامندو، آباد ٿيندو. پرماتما پريميءَ کي پانهن کان وٺي، پاڪر ۾ جهلي، ڳلي سان لڳائي، سچي محل ۾ سيج پلنگ تي وهاري ٿو. هن کي جُڳتي، ڀُڳتـي ۽ مڪتي بخشي ٿو، جنهن ڪري هنجي وڏائي، ڏهن ئي ڏسائن ۾، چوڌاري پکڙجي وڃي ٿي. پرماتما اُنين پنهنجو برد پالي ٿو ۽ شيوڪ کي پرم پد تي پهچائي، پرسن ٿئي ٿو.

| | |
|---|---|
| هڻ ڍاڍي هر پريب خصم ڪا ـ هر ڪيءِ در آيا | سري راڳـ، محلا |
| هـر اَنـدر سُڻـي پُڪار ـ ڍاڍي مُک لايـا. | چوٿان، وار (٢١) |

جنهن تي مالڪ جي اپڻي مهر ٿيندي، تنهن کي ڪيڻ وري ڪا اُڃ اُڪ لڳندي، ڪا بي لما ۽ ترشنا سنتائيندي يا ڪنهن ٻئي جي موٿاجي ڪڏهن پوندي؟ هوُ ته خـود خدا ٿي پيو آهي. جيڪي مک مان ڪڍي سو درگاه ۾ قبوُل پئي. ”هري“ ۽ ”داس“ ٻئي پاڻ ۾ ملي، هڪ ”هريداس“ ٿي پيا آهن. سائين ته پاڻ سڪ جو سالڪ، پريم جو پياسي آهي. شيوڪ جي سڪ ۾ چڪ‌جي وڃي ٿو ۽ پاڻ بيوس ٿي، شيوڪ وٽ پڌ جي

 

وڃي ٿو. عشق ۾ اڙجي، خود عاشق ٿئي ٿو ۽ شيوڪ جا سڀئي سهڻا ٿين ٿا، اُن کان الڳ رهي آرا اکهائي ٿو ۽ ٻيا چاڪري ڪمائي ٿو. جيئن راڄ، راڳيندڙ وٽ گرفتار ٿيل هوندو آهي، تيئن ديالو داس وٽ، ٻانڌ جو ٻانڌي ٿئي ٿو. آزاديءَ لاءِ آتو آهي سو رخصت لاءِ رمزون رڇي ٿو ٻار ٻراميءَ جو پڪڙيل ٻالاند، ڇپائي ۽ ڇڏائي ڪونه ٿو سگهي.

| | |
|---|---|
| هرداسن سرب ڀئي هئي - هرداسن ڪو مت<br>هرداسن ڪي وس هي - جهڙي جنتي ڪئي وس جنت. | راڳ سورٺ، محلا<br>چوٿان، وار (٢٥)،<br>سلوڪ محلا ٽيجا |

بخشش برابر سڀ خاوند جي آهي ۽ ستگور هٿان ملي پئي ٿي. پرماتما اها بخشش جنهنڪ نجوڙيءَ ۾ وجهي، تالو لڳائي، ڪنهي ستگور جي حوالي ڪئي آهي، سا جنهن کي لائق سمجهي، تنهن کي عطا ڪري. لياقت اها لطف ليندو ڪونه. اها لياقت آهي ته سڀ ٻيا ٻڪهه ڇوڙي، ستگور جي شرن ۾ اچجي، جتان نڪين سر نصيب جنبو ۽ جُڙندو.

| | |
|---|---|
| جس ڪا گره تن ديا تالا - ڪنجي گور سئونپائي<br>اَنڪ اُپاءِ ڪري نهي پاوئي - بن ستگور سرڻائي. | راڳ گوڙي، محلا<br>پنجوان، شبد(١٢٢) |

اها ساڳي ڪنجي، انهن قوي، شيوڪ جي هٿ چڙهي ٿي، جيئن اُهي هو ستگور جي شرڻ پئي ٿو، صدق ۽ سڪ سان پنهنجو من تن ڌن ارپي ٿو. اهو ڳنڍ يا جوڙ ڪونه ٿي سگهندو، جيستائين ستگور ۾ خود ڪا ڪمي ٿيشي آهي يا شيوڪ پاڻ ڪنهن اندرينءَ استشنا ۾ اچا النحيل آهي. روحاني ڪيميا ۽ ڪشش لاءِ، اهو بلڪل ضروري آهي ته هڪ طرف، شڌي ۽ شعور هجي ته ٻئي طرف، صدق ۽ سڪ هجي. سچو ستگور ته ڄڻ مانسرووَر ۽ درياءَ جيان آهي، جنهن مان هنس روٻي سچا سِک، نام روپي رتن چوندا ئي تا. اهو اهڙلڪ رتن سچو ٻارکو ئي چوندي ڪڍندو. باقي ٻيا ته اُن کي ڪوڙو پٿر سمجهي ڇهن به ڪونه ٿا. اهو اُملهه هيرو، وڏڀاڳين کي نصيب ٿئي ٿو، جن سچي ڪمائي ڪئي آهي.

ستگورو پاڻ ٻاڻي آهي ۽ ٻاڻيءَ اندر اَمرت جي ڌارا آهي. ستگورو شيوڪ کي اهو اَمرت، انهن ئي پياري، جيئن ماتا پنهنجي ٻار کي ٿڻ جو کير پيار سان ڏيندي آهي يا پوڄن ڪٿيوُن ڪري کارائيندي آهي. ستگور بيحد ديالو ۽ ڪرپالو آهي. شيوڪ جي هر هنڌ ۽ هر حالت ۾ رکيا ڪري ٿو، وڪارن کان بچائي ٿو، پڻ ۽ پرم مٺائي ٿو، جنجال ۽ بندن ٽوڙي ٿو ۽ چنتا ۽ چنچلتا دور ڪري ٿو. اهڙو شيوڪ، ستگور جي سهاري هيٺ، رڇي لال ٿئي ٿو ۽ ڀوساگر پار ڪري، مڪتيءَ جو در حاصل ڪري ٿو. اهڙو شيوڪ گورمت ٻڌائي، خود ستگور بلڪ پرماتما جو روپ ٿئي ٿو. سندس نالوس، جس ۽ پرتاپ، ساري جهان ۾ پرگهٽ ٿئي ٿو. هاڻي سرب ڪلياڻ ڪرڻ جي شڪتي پراپت ڪئي اٿائين.

هر اڳم ڏيا گرمتي - تس روپ نهي ٻرپ رکيا
گر بچن ڏيا جيهان اڳم هر - تي تاڪر شيوڪ رل گيا.

راڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، وار (٩)

صاحبن شيوڪ جي لڇڻن جي مهما ڪئي آهي، سندس خاصيتن ۽ خصلتن جو خاصو ورڻن ڪيو آهي. شيوڪ، سنساري لڳاءُ لاهي، ترشنائون ۽ طلبون تياڳي، فقط آتمڪ اُنتيءَ جي آس رکي، صدق، سڪ ۽ شرڌا سان، سائينءَ جي شرڻ وٺي ٿو. پرماتما کي جاڻي جاڻڻهار ۽ حاضران حضور سمجهي، هُن جو چت سان سمرڻ ڪري ٿو. لالچ جا لڱ لاڳاپا لاهي، پرائن جو پاڻو، ڇا سک ۾، ڇا دک ۾، مستڪ تي رکي، سيوا ڪري مڃي ٿو، بنا رنج ۽ رنڄ جي ٻر شڪر ۽ سنتوش سان. اهين پئو، پاؤ ۽ پاڻي جا ٻاڙا چُڪائي وٺي ٿو.

آڳيا ۾ ٻوڪ سوني ڪر سوڪا - سوڳ هرک تهي جانيو
جو جو حڪم ڀيو صاحب ڪا سو مالي لئي مانيو.

راڳ مارو، محلا پنجوان، شبد (٥)

شيوڪ ستگور کي پرماتما جو روپ سمجهي، نت نت نمسڪار ڪري ٿو. ستگور جي شيوا ۾، ساڌ سنگت جي شيوا ۾، پنهنجو سڀ ڪجهه ارپي ٿو. سر جو صرفو نه ڪرڻ اٿس. شيوڪ سر نوائي، ستگور جا چرن چمي، آراڌنا ڪري ٿو، ته هي منهنجا سچا ستگور منهنجو ناٿو آهي سڀاڳو، جو ته مان تنهنجي دڪان تي وڪاڻل آهيان، تنهنجي در جو زر خريد ٻانهو آهيان. جتي چئيو اتي وهان، جتي چئيو اتي رهان، جيڪي چئيو سو کيان، جيڪي چئيو سو ڪريان. حڪم جو ٻندو آهيان، شبد جو طالب آهيان. هي منا مرشد، مان پورب جنم کان تنهنجو غلام آهيان. ڪُتي وانگر ٽڪرون سيٽي، تنهنجي در تي پئو ڙڪان پيو، ته من منهنجي مستڪ تي پنهنجو نپو لڳائي، پاس ڪريو. نماڻائيءَ، نهناپيءَ ۽ نئرت، مانت، مرم ۽ مڃتا جي مڻين سان، مرشد جي مڪان ۾ اچڻ جي اجازت گهري ٿو، اُمرت جي پڻڌاري مان ڪٽڪو وٺي رڄجي ٿو، رڄي ٿو.

شيوڪ، ساڌ سنگت ۽ ستسنگ ۾ رهي، سنتن مهاتمائن جي ٽهل ڪري ٿو. سنتن جا پير چمي، سندن ڌوڙ مستڪ تي لائي ٿو. انهن جي سنگ ۾ اٺئي پهر هر نام جو وکر واپار ڪري ٿو. سک ۾، دک ۾، پرائن جو ڀلو ڪري ٿو. لاهونين سان گڏ لُڪون سهي، لڪ لڪوي ٿو. پرڀات جو اٿي، ستنام جي امرت ڌارا ۾ اشنان ڪري ٿو ۽ شبد ۾ سرتي لڳائي ٿو. سادو کائي ٿو، سادو پهري ٿو ۽ سيتلتا سان جيون گهاري ٿو. وڪارن کان ورڪت آهي، دُئيءَ کان دور آهي. ڪسنگ کان ٻري آهي. من ملي ٿو، سچ سلي ٿو. جيون هڪ کليل ڪتاب اٿس، حرمت هڪ سمجهايل حساب اٿس. هاڻي ڇا اٿس جو ڇپائي، ڇا اٿس جو ڇپائي؟ سڀ ٻڌن ۽ ٻوجها پاڻهي پاڻمرادو اچي پٽ پيا اٿس.

شيوڪ جي رهڻي ڪهڻي سچ، پريت، ديا ۽ ڌرم تي ٻڌل آهي. مالڪ جي مهر هيٺ رچي لال ٿيو آهي، ستگور جي شبد سان مهاگياني ٿيو آهي، ستسنگ ڪري ٻڌ رن پڪت ٿيو آهي، نام جي نهال ٿيو آهي. شيوڪ نه ٻاڻي کي ڪٺن پيا سمجهن ۽ نه ساڌن نه فقط سچي شيوڪ کي سدا رهندو ۽ سينگار هندو. اهڙو شيوڪ آڏجي ٿو، داسن جو داس ٿي رهي ٿو. سندس آپو، ترشنا، خودغرضي، اگيان ۽ ٻيا مڙئي اوگڻ، گيان جي پرڪاش ۾ گم ٿي ويا آهن ۽ پڪڙيءَ جي پاڻ ۾ پسر ٿي ويا آهن. شيوڪ جا سنتوشي، نيڻ، خاوند ۾ ڪُتل آهن، همت شيوا ۾ رڌل آهن، زبان هر رس ۾ رتل آهي ۽ من آنند ۾ آنل آهي. جدهن ڪري، هن لاءِ ونڊي ۽ متر، متي ۽ سون يا آستمت ۽ نندا، سڀ هڪ سمان آهن. ڏيندڙ کان ڏوڙ ۽ نهڻي ڏکن کان پار، شيوڪ جو نواس آهي جو انهن پد تي پهچي ترتا اوستا ۾. هو سنسار ۾ ڪنول گل وانگر نرليپ، نرسدسي ۽ نرپڙ رهي ٿو. گرهست ۾ اداس آهي نه آس ۾ نراس آهي. آتم جوت سان پاڻ پڇاڻي، گهر ۾ گهر، محل ۾ محل، من ۾ من ۽ چت ۾ چت لڌو اٿائين. گيان ۾ پوري آمر ٿيو آهي. سڀ برهم پسارو سمجهي، سڀ ۾ برهم ڏسي ٿو، جو نه هو پاڻ برهم روپ ٿي پيو آهي. سڀ کي ساڳيءَ نظر سان ڏسي ٿو.

هر هر شيوڪ شبدا لاڳيو - سڀ ديکهه برهم پساري
ايڪ پرک اڪ نَدري آيو - سڀ ايڪا ندر نهاري.

راڳ نٽ نارائڻ، محلا چوٿان، اشٽپدي (٢)٤

پلا جدهن شيوڪ جي شرڌا سچي، سڪ سچي ۽ شيوا سچي، سو ٿهيلو ٿي، سچ ۾ ڪيئن نه سمائيو، اڪت ڪيئن نه ڪٿيندو ۽ الک ڪيئن نه لکندو؟ جدهن شيوڪ سڀ شڌ ساڌنائون پوريون ڪيون، اٽل ارادي ۽ درڍ پراڳيا سان، تڏهن پڏي ڪيئن نه پرڪاش ٿيندي، ورڪ ڪيئن نه وڪاس ڪندو، آتما ڪيئن نه آزاد ٿيندي، جنم مرڻ جو چڪر ڪيئن نه ختم ٿيندو؟ هو هر رنگ جو نه ماڻيندو، درگاهه ۾ جونه قبول پوندو ۽ جوتي جوت جونه ٿيندو؟ شيوڪ پاڻ نه آسا منشا کان صفا پري آهي. گهري ڪجهه نه لسو پر ماڻي سڀ ڪجهه ٿو، جو نه ڪيل ڪمائي، ڪير ڪٿ ڪندس؟ نياءَ جي درٻار ۾، نياءَ کان ڪير محروم رکي سگهندس؟ جي دلبري وهنوارن ۾، ادم ۽ اوچائي انسر ڏيکارين ٿيون نه ساڳيا ليکڻ، روحاني راهه ۾، ڪيئن نه تاثير ۽ تعجب ڏيکاريندا؟

شيوڪ کي هاڻي سرڳ ۽ نرڪ جي پرواهه نه آهي، مڪش ۽ مڪتيءَ جي ڪيس غرض نه آهي، پر اهي سڀ سندس چرڻن جي پيتا آهن ۽ سينگار لاءِ محتاج آهن. سڀ ٻيوت پاتراؤن شيوڪ جي چرڻن جي خاڪ جون طالب آهن. شيوڪ جو چاهي، سو ٻيا

ڪنهن ٺڪر ٺار جي، ڌڻيءَ جي در جو حڪم ٻڌجي پئي ٿو. جو هريءَ جي هٿ وس آهي سو سڀ هرجن جي هٿ وس آهي. هرجن به هريءَ جو روپ آهي. ٻلڪ هري، هرجن جو مڃتائو ٿي پئي ٿو، نه پئي هڪ ٻئي ۾ به رلي ملي هڪ ٿي ويا آهن، جيئن ٻوند ٻاڻيءَ ۾ يا ندي ساگر ۾. گڏجي ڪان پوءِ، ٻنهي جو اڳيون ڀيد صفا مٽجي وڃي ٿو. اهڙن سيوڪ، ستگور ۽ سائين ساڳي شيءِ هئا ۽ ساڳي شيءِ ٿي وڃن ٿا.

(١) هرِ ڪا سيوَڪُ سو هرِ جيها - ڀيدُ نه ڄاڻهُ ماڻس ديها
جِئُ جل تَرنگ اُٺهِ بهُه ڀاتي - ڦِر سللي سلَل سمائدا.

راڳ مارو، محلا پنجوان، سولهو(٣)٤



 

## (٢) سيوا

(١) ٽوٽي ٻڌڻ جمر ڄون کي - ساڌ سيو سک پاءِ
نانڪ مدهه نه ٻيسرِي[1] - گرُ نند گوبند[2] راءِ.

سلوڪ

ٽهل ڪرڻ تهٔ ايڪ[2] کي - جاتي ارٿا نه کوءِ
من تن مُک هيئي اسيءِ - جو چاهين سو هوءِ
ٽهل مهل تا ڪهٔ مليءِ - جا ڪهٔ ساڌ ڪرپال
ساڌوُ سنگت تهٔ بسيءِ[3] - جهٔ آپڻ هوءِ ديال.

[ راڳ گوڙي، محلا پنجوان، باوَن آکري، (٢٧)]

(٢) ستگور کي سيوا ڳاکڙي[٢] - سر ديجيءِ آپ گواءِ .
شبد ملهه تان هر مليءِ - سوا پوئي سڀ لاءِ.

سري راڳ، محلا ٽيجا، شبد (٣)

(٣) گور سيوا سک پائيئي - هر وَر[٢] سهج سمگار
سچ ماٿي پر[٢] سنجڙي - گُوڙا[٥] هيت[٦] پيار.

سري راڳ، محلا پهلا، اشٽپدي (٢)٩

(٤) ستگور کي سيوا سر ڪري - جسنو آپ[٢] ڪرائي سوءِ
ستگور وچ نام نِڌان هيءِ - ڪرم پراپت هوءِ.

سري راڳ، محلا چوٿان، وار (١٤)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٥) ستگور سيوي تان سڀ ڪڇ پائي -
جيهي منشا[٧] ڪر لاگيءِ تيها ڦل پائي
ستگور داتا سڀنا وَٿُو[٨] ڪا - پوُري ڀاڳ مِلاوڻيا.

راڳ مانجهه، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٢) ١١

(٦) ڪرڻ ٻيتي سده ميري ميتا - بست ٽهل کي ٻيلا[٩]
ايها کسات چلهه هر لاهـا[١٠] - آگيءِ بسن سُهيلا[١١].

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (١٢٤)

(٧) ر شيوي گور لاگهٔ پاءِ - يڪس ڪري راچهٔ[١٢] هر ناءِ
سکيا ديکيا[١٣] پوجن پاءِ - حڪم سنجوڳي لج گهر جاءِ.

راڳ گوڙي، محلا پهلا، اشٽپدي (٦) ١

---

١. وسري، ڀلجي وڃي. ٢. پرماتما. ٣. لڌهين پراپت ٿيندي. ٤. ڏکيي، مشڪل. ٥. ڳُوڙهو، گهاٽو. ٦. پريت. ٧. چاهنا، خواهش. ٨. شيوُن، پدارٿ. ٩. وقت، سمو. ١٠. فائدو، لاڀ. ١١. سُکي. ١٢. رچي وڃجي. ١٣. اُپديش. ١٤. آگيا مطابق.

(٨) جِس ڏي شيوا ڪيتي ٿر ليکا[1] منگيئتي - سا شيوا اؤکي[2] هوئي
نانڪ شيوا ڪرهُ هر گرو سڦل درسن ڪي -
ٿر ليکا[3] منگي نه ڪوئي.

واڳ، گوڙي، محلا
چوٿان، وار (١٢)

(٩) ستگور شيويئي آپڻا - پائيئي نام اپار
پوَچل ڏُبندپان ڪيو لئي - هر دات ڪري دانار.

(٢٢)

(١٠) سا شيوا ڪيتي سڦل هيءِ - جِت ستگور ڪا من منّي[4]
جان ستگوُر ڪا من منيا - تان پاپ ڪشمل[5] پئي.

(٣٥)

(١١) ڪهه ڪبير آپ جانيا - سنتن رديءِ منجهار[6]
شيوڪ سو شيوا پَلي - جِهه گهت بسيءِ مُرار.

واڳ گوڙي، ڪبير
صاحب، شبد (٦٣)

(١٢) سَڪي سهيري[7] سنگ ڪي - سُمت ڍِرڙاوءِ[8]
شيوهه ساڌوَ پاءِ[9] ڪر - لڳّ لِڌ هر پاوءِ.

واڳ آسا، محلا
پنجوان، شبد(١١٧)

(١٣) گرر ڪي شيوا سو ڪري - جِس آپ ڪرائي
نانڪ سِرڌي[10] چوُنيئي - دوگهه پت پائي.

واڳ آسا، محلا
پهلا، اشٽپدي(٨)١٨

(١٤) آپ گواءِ شيوا ڪري - تان ڪڇ پائي مانُ
نانڪ جِسنو لڳا[11] پِسَ مليءِ - لڳا سو پروانُ.

واڳ آسا، محلا
پهلا، وار (٢٢)

(١٥) هر ڪي تم شيوا ڪرهه - دوُجي شيوا ڪرهُ نه ڪوئي
هر ڪي شيوا تي منهه چِندپا ڦل پائيئي -
دوُجي شيوا جنم پرٿا[12] جاءِ جي.

واڳ، گوجري، محلا
ليجا، شبد (٢)

(١٦) پوُجا اُرچا[13] شيوا بندن[14] - اهيءِ ٽهل موهِ ڪرنا
پگسيءِ من هوويءِ پرگاسا - پهڙ نه گرڀيءِ پڙنا.

واڳ ڌپوگنداري،
محلا پنجوان، شبد (١٦)

(١٧) ستگور ڪي شيوا چاڪري - سُکي هوُن سڪ سارُ
اَنتيءِ مِلن وَڏيائيان - دوگهه موکُي دئارُ.

واڳ وڏهنس، محلا
چوٿان، وار (٣)،
سلوڪ محلا ليجا

---

١. حساب ڪتاب، اجوُرو. ٢. ڏکي، وثرتڻ. ٣. ڌرماءِ جو ليکو. ٤. پرسن ٿيندو. ٥. خطائوُن، گناهه. ٦. اندر. ٧. سَهيلي. ٨. ٿي هلو. ٩. پيرهه. ١٠. سر، ڀِسي. ١١. پرهه جي چوٽ لڳي آهي. ١٢. پين جي. ١٣. آگرسان ٺاڪرن کي سجِند ڏيڻ. ١٤. ڏنڊوت ڪرڻ.

 

(١٨) سيوا ڪري سو چاڪر هوءِ - جل ٿل مهيئل رو رهيا سوءِ
هم نهي چنگي ٻُرا نهي ڪوءِ - پرڻوت نانڪ تاري سوءِ.
راڳ- سوُهي، محلا پهلا، شبد (٢)

(١٩) صاحب لي سيوڪ سيو صاحب لي - ڪيا ڪر ڪهيءِ ٻهانا
آئسا اِڪ تيرا کيل ٻڻيا هــيءِ - سب مهِ ايڪ سمانــا.
راڳ- بلاول، محلا ٿيجا، شبد (٢)

(٢٠) گور ڪي سيوُ نہ چاٽيءِ ڪوٽي - گور پار برهم اگوچر سوئي
جِسنو لاءِ لــڳـــي[2] سو سيوڪ - جِس وڏ ڀــاڳ مٿاٽــيا[3].
راڳ- مارو، محــلا پنجوان، سولهو (٩) ٧

(٢١) ٽوڙءِ نہ پاٽي ٻُوجھ[4] نہ دُيوا - رام پڳت بِــن نهڦل سيـــوا
سٽگور پُوجهُ سدا سدا مناوءِ - آئسي سيو دوکهہ سک پاوءِ.
راڳ- ڀيرءِ، ڪبير صاحب، شبد (٦)

(٢٢) دوُجي سيوا جيوَن بِرٿا - ڪڇوُ نہ هوئيءِ پــوُرن اَرٿـا[5]
مانٽس سيوا کَرِي[6] دُهيلي - ساڌ ڪي سيوا سدا سُهيلــي.
راڳ بسنت، مـــحلا پنجوان، شبد (٨)

(٢٣) اي پرم پوُلي مرهُ[7] نہ ڪوئي - سٽگور سيو سدا سک هوئي
بِن سٽگور مُڪت ڪِني نہ پائي - آوءِ جاوءِ مرهِ مرجائي.
راڳ پرڀاتي، محلا پهلا، اشٽپدي (٤) ٣

(٢٤) ڪبير سيوا ڪهُ دُءِ ڀَلي[8] - ايڪ سنٽ اِڪ رام
رام جو داتا مُڪت ڪو - سنٽ جپاويءِ نــام.
سـلوڪ، ڪبيـر صاحب (١٦٤)

---

١. سيوڪ، نهلپو. ٢. سيوا ۾ لڳائــي ٿو ڇڏي. ٣. مستڪ لي. ٤. پُوجا ڪرڻ لاءِ وٽن ۾ پُولن جـا پَن ۽ پٽا. ٥. ڪـارج. ٦. بلڪل دکدائڪ، وئرٿ. ٧. جنم مُرڻ جي چڪر کان پاڻ کي ٻچايو. ٨. ٻہ ڏِرهوُن ٿِي لائق آهن.

## (٥) سيوا جو ڦل

(١) ستگور سيوڻ تان اُبرِ[1] - سچ رکڻ اُرڌار[2]
ڪرڻا تي ھر پائيئي - سچ شبد وچار
ستگور سيو مَن نرملا - ھئُومي تَجِ[3] وڪار
آپ ڇوڙ جيوت مريئي - گُر ڪي شبد وچار
ڌنڌا ڌاوت[4] رھِ گئي - لاڳا سَاچِ[5] پيار
سچ رتي مُک اُجلي - تِت ساچي دربار.

[سري راڳ، محلا تيجا، شبد (٢٠)]

(٢) ستگور ڪي سيوا سفل ھئي - جي ڪو ڪري چِت لاءِ
نام پدارٿ پائيئي - اَچِنت[5] وَسي مَن آءِ
جنم مرن دک ڪٽيئي - ھئُومي ممتا جاءِ
اُتم پدوي پائيئي - سچي رھي سماءِ
نانڪ پُورب[6] جِن ڪے لکيا - تِنان ستگُور مليا آءِ.

[راڳ بھاگڙا، محلا چوٿان، وار (١٠)، سلوڪ محلا تيجا]

(٣) جِن جِن گُرمُک سيويا - تِن سڀ سُک پائي
اوھ آپ ترِيا ڪُٽنب سڀ - سڀ جگت ترائي
اُن ھر ناما ڌن سنچيا[7] - سڀ ترشا[8] بجھائي[9]
اُن ڇڏي لالچ دُنِي[10] ڪي - انتر لِوَ لائي
اُوس[11] سدا سدا گھر اَنند ھئي - ھر سَکا[12] سھائي
اُون[11] ويري مِتر سَم[13] ڪيا - سڀ نال سُڀائي[14]

---

١. پار اُتريا. ٢. ھردي ۾ سمرڻ ڪرڻ. ٣. ڇڏي ڏجن ٿا. ٤. ڀٽڪيا ڀٽڪن ٿا. ٥. پرماتما. ٦. اڳين جنم جا ڪرم. ٧. گڏ ڪيو آھي. ٨. ترشنا. ٩. ختم ڪري ڇڏي. ١٠. دنيا، سنسار. ١١. اھي، انھن. ١٢. مددگار. ١٣. ھڪ جھڙا. ١٤. پريم ڀاؤ آھي.

هوئا اوهي آل[1] جگ مهه-گور گيان جوائي
پوُرب لکيا پاپا - هر سڻُ نبع آلــي[2].

[راڳ مارو، محلا پنجوان، وار (١٦)]

(٤) وچ دُنيئا شيو ڪمائيئي-تان درگهه بَسڻ[3] پائيئي
کهـــ نانڪ - بـانهـــن لُــڏالــيئي[4].

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٣٣)

(٥) جني ستگور شيويا - تني پاپا نـام نِـدانُ
أنتر هر رس رو رهيا[5] - چوُڪا مـــن أبمانُ
هـــرديءِ ڪمل پرگاسيا[6] - لاگا سهج ڌيـانُ
من نرمل هر رو رهيا - پاپا درگهه مـانُ.

سري راڳ، محلا تيجا، شبد (١)

(٦) ستگوُر ڪي شيوا أصڦ سُکالي[7] - جو اِڇيءِ سو ڦَل پالي
جت ست تپ پوت سرپرا - هـــر هـــر مـــن وسالي
سدا أنند رهيءِ دِن والي - مِل پريتم سک پـالـــي.

(١٢)

(٧) شيوا منگيءِ شيوڪو - لائيئان أپني شيو
ساڌوُ سنگ مشقتي[8] - تُنيءِ پائيان ديو.

سري راڳ، محلا پنجوان، شبد (٥).

(٨) ستگور شيوي تان مَل جالي-جيوت مريءِ هر سڻُ چت لائي
هر نرمل سچ مَل نه لاڳــيءِ - سچ لاڳــيءِ مَل گواوَٽيا.

راڳ مانجهه، محلا تيجا، اشتپدي(٤)١١

(٩) ستگور شيوَهِ سدا من داسا[9] - هوميءِ ڪمل پرگاسا
أنهد واجيءِ نِج گهر واسا[10] - نام رتي گهر ماهِ اداسا.

راڳ گوڙي، محلا تيجا، شبد (١٣)

(١٠) شيوڪ شيوڪ سدا شيوِ[12] - تيري سنگ[12] بسڪ[11] هيءِ ڪالُ
ڪر شيوا تـوُن ساڌ ڪي - ڪاٽيئي جـم جـالُ[13].

راڳ گوڙي محلا پنجوان، شبد(١٥٨)

---

١. پاپال، ترپت. ٢. پربت لڳي ولي. ٣. وهڙ. ٤. ڪنڌ متي ڪڍي هلندو. ٥. رمي رهيو آهي. ٦. پـرمالما پرڪاش ڪيو آهي. ٧ بيحد سکدائڪ. ٨. ٽهل، شيوا ڪري. ٩. داسا پـاو ڌاري. ١٠. ورڪت. ١١. پرماتما جي. ١٢. شيوا ڪر. ١٣. جاري، ڦاسي.

(۱۱) جگ ٻسنب هر ديکيا - لوڀي اهنڪارا[1]
گور شيوا پرڀ پايا - سچ مُڪس دئاراء

واڳ گوڙي، محلا پهلا، اشٽپديون (۴) ۱۷

(۱۲) ستگور شيوڙه - سي جن نرمل پرِتا
من[2] سڱ من[3] ملاء - سڀ جگ جيتا
ان ٻند ڪُشل[4] - ميري ميتاء

واڳ گوڙي، محلا ٻيجا، اشٽپديون (٦) ۵

(۱۳) شيوا ڪرت - هوء نهڪامي[5]
لس ڪئہ هوت - پراپت سوامي[6] .

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي ۱۸ (۴)

(۱۴) ڪر شيوا پار برهم گور- ڀک رهيءِ نہ ڪائي
سکل منورٿ[7] پيا - امرا پد پائي .

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، وار (۳)

(۱۵) گره[8] بن[9] سمسر[10] سهج سُياء - دُرمت گت ڀئي ڪيرت تاء
سچ پوڙي ساچہ مُک ناء - ستگور شيو پائي نج تاء .

واڳ آسا، محلا پهلا، شبد (۱۱)

(۱۶) گور شيوا - تَمان[11] سر تپ سار
هر[6] جيئہ من وسيءِ - سڀ دوک وسارڻهار
در ساچيءِ[6] - دسيءِ[6] سچيار

واڳ آسا، محلا ٻيجا، اشٽپديون (۴) ۲

(۱۷) کهکهيءِ کهالُ[12] شيوڪ جي کهاليءِ - شبد گورؤ کيءِ لاگ رهيءِ
ٻرا ڀلا جي سر[10] کر جاڻيءِ - ان ٻد صاحب[6] رمت[13] رهيءِ .

واڳ آسا، محلا پهلا، پٽي لکي (۸)

(۱۸) آڻ سَکي سنت پاس شيوا لاگيئيءِ -
پيسئہ[14] چوڙ[15] ٻکار آپ ليا گيئيءِ
تج آپ مٽيءِ سنتاپ[16] - آپ نہ جاڻائيئيءِ[17]
سوڻ کهيجيءِ[18] مان[19] ليجيءِ - کري سو سک پائيئيءِ .

واڳ آسا، محلا پنجوان، چهنت (۳) ۷

---

۱. ناس ٿيندو. ۲. ستگور جو هردو. ۳. پنهنجو هردو. ۴. آنند. ۵. نشڪام. ٦. پرماتما.
۷. ڪارج، مطلب، منشائون. ۸. گهر. ۹. جهنگل. ۱۰. هڪ سمان. ۱۱. سيني تيرٿان جو اثر ٿيسيا آهي. ۱۲. سچي ڪمائي. ۱۳. رمي رهيو آهي. ۱۴. آٺو پهرون. ۱۵. چرن ڌوئون.
۱٦. دک، ڪشٽ. ۱۷. جاڻائون، سڃاڻائون. ۱۸. ڪڙائون، وٺون. ۱۹. آڻ مڃون.

(۱۹) اِک ستگور کي سیوا کرھ چاکري - ھر نامي لگي پیار
نانک جنم سوارن آپنا - کُل کا کرن اُدار۔

راگ بھاگڑا، محلا چوتھا، وار (۱۱)، سلوک محلا تیجا

(۲۰) ستگور کي سیوا چاکري - سکھي ھوَن سک سار
اَیتھي مِلن وڈ یائیان - درگھ موکھ دُوار۔

راگ وڈھنس، محلا چوتھا، وار (۳)، سلوک محلا تیجا

(۲۱) ستگور سیو جِن نام پچھانا - سقل جنم جگ آیا
ھر رس چاکھ سدا من ترِپتیا - گن گاوي گُني اَگھایا
کمل پرگاس سدا رنگ راتا - اَنحد شبد وجایا
تن من نرمل، نرمل باني - سچے سچ سمایا۔

راگ سورٹھ، محلا تیجا، شبد (۷)

(۲۲) نانک پربھ اَپنا - تاکي سیوا نہ برتي جاي
اَنند کرھِ تیري داسا - جپ پوَرن ھوئي آسا۔

راگ سورٹھ، محلا پنجوان، شبد (٦۸)

(۲۳) جِنھي ستگوُر سیویا پیاري - تِنھ کي ساتھ تَري
تِنھاں ناک نہ پائیئي پیاري - اَمرت رسن ھَري۔

راگ سورٹھ، محلا پہلا، اِشٹپدي (۱)۳

(۲۴) گور کي کار کماوَني پاني - آپ چھوڈ چِت لاء
سدا سَھج پھِر دک نہ لگئي پاني - ھر آپ وسیئ من آء۔

راگ سورٹھ، محلا تیجا، اشٹپدي(۲)۳

(۲۵) ستگوُر کي سیوا سقل ھيئ - جیکر کري چِت لاء
من چِندیا پھل پاوٹا - ھوَمئي وچھُہ جاء
بندھن توڑي مکت ھوء - سچے رھئي سماء۔

راگ سورٹھ، محلا چوتھا، وار (٦)، سلوک محلا تیجا

(۲٦) اَیسي سیوک سیوا کریئ - جِس کا جیئہ تِس آگے دَري
صاحب بھاوے سو پرواڻ - سو سیوک درگھِ پاوے ماڻ۔

راگ ڈناسري، محلا پہلا، شبد (۴)

(۲۷) ستگور سیو سدا سک پایا - ھر وسیا من دُواري
نانک میل لي گور اَپني - گور کئي شبد سَموارِي۔

راگ سوُھي، محلا تیجا، چھنت (۴)٦

۱. نوکري۔ ۲. سقلو کرن گا۔ ۳. کٹنب۔ ۴. جالو، سجالو آھي۔ ۵. پراپتي ہون گا۔ ٦. اُمر، تھوڑي۔ ۷. ساتھي۔ ۸. ونڈک۔ ۹. پرماتما۔ ۱۰. گیان۔ ۱۱. گھرپا، پسند۔ ۱۲. قبوُل ہوندو۔ ۱۳. عزت۔ ۱۴. مِلائي چھڈ ہو۔

(٢٨) گور شيوا تـــي لهي پدارٿ - هردي نام سدا ڪرتارٿ
ساچي درگهه ٺوڙ[2] نه هوءِ - مانيءَ حڪم سيجهي[3] در سوءِ.

راڳ بلاول، محلا پهلا، اشٽپدي (٦)٢

(٢٩) ستگور شيو ٽيءِ - دوجي[4] دُرمت[5] جائي
اوگڻ ڪاٽ - پاپان مت ڪالي[6]
ڪنچن[7] ڪايا[8] - جوتي جوت ملائي.

راڳ بلاول، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٦)١

(٣٠) وڻ جهنجهڙا[9] گاءِ سکي - هر ايڪ ڏ پاوهه
ستگور تم شيو سکي - من چڏ ڙا ڦل پاوهه.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، چنت (٥) سلوڪ

(٣١) ستگور شيوهه سنڪ[10] نه ڪيجيءِ - آسا ماهِ نراس رهيجيءِ
سنسا دوک بناسن شيوهه - ڦر ٻاهڙ[11] روگ نه لاڳا.

راڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (٩)٢٢

(٣٢) انيڪ جتن[12] ڪري اندري وس نه هوئي -
ڪام ڪرود جليءِ سڀ ڪوئي
ستگور شيوي من وس آويءِ - من ماري منهِ سماندا.

راڳ مارو، محلا ٽيجا، سولهو (١٥)١٨

(٣٣) جن گور شيويا - تس پوڙ نه پاهيءِ
جن گور شيويا - تس دک نه سنتاهيءِ.

راڳ ڀيرءُ، محلا پنجوان، شبد (٢٤)

(٣٤) سو شيوڪ جو لايا شيو - تنهي پائي نرنجن[13] ديو
گور مِل ٽاڪي ڪلي ڪپاٽ - بهڙ نه آويءِ جوڙي ٻاٽ[14].

راڳ ڀيرءُ، ڪبير صاحب، شبد (٩)

(٣٥) ستگور شيوهه سي پرواڻ - جن جوتي جوت ملائي
سو صاحب[13] سو شيوڪ تيها - جس ڀاڻا من وسائي.

راڳ ملار، محلا پهلا، وار (٢٠)

---

١. آنند، ڪلياڻ. ٢. ٺڀا ڳاچا. ٣. پروان اٿي نو. ٤. دليت ڀاوَ، ٻيائي. ٥. ڪمت. ٦. دور ٿي ولي. ٧. سونُ. ٨. سرير. ٩. پرماتما جا گڻ پرير سان ڳاءِ. ١٠. سنسو، گمان. ١١. ٺوءِ وري. ١٢. اپاءَ، ادم. ١٣. پرماتما. ١٤. رستو، واٽ.

## (٦) شيوا نه ڪرڻ جو نتيجو

(١) جني پُرکي ستگُر نه سيويو – سي ڏکيئي جُڳ چار
گهر هوندا پُرکُ نه پڇاڻيا – اڀمان مُٺي اهنڪار
ستگُرو ڪا ڦِٽڪيا – منگ ٿڪي سنسار
سچا شبد نه سيويو – سڀ ڪاج سَوارڻهار
ستگُر پُرکه نه مَنيو – شبد نه لڳو پيار
اشنان داڻ جيتا ڪرهِ – دوجئِ ڀاءِ خوار.

[سري راڳ، محلا ٽيجا، شبد (٢٠)]

(٢) بِن ستگُر سيوي جيئه ڪي بَنڌنا – جيتي ڪرم ڪماهِ
بِن ستگُر سيوي ٺور نه پاوهي – مر جنمهِ آوهِ جاهِ
بِن ستگُر سيوي ڦِڪا بولڻا – نام نه وسي مَن آءِ
نانڪ بِن ستگُر سيوي – جم پُر بَڌي ماريئهِ
مُهه ڪالي اُٺ جاءِ.

[راڳُ بهاڳڙا، محلا چوٿان، وار (١١)]

(٣) ستگُر جِني نه سيويو – سي ڪُٺ آئي سنسار
جم دَر بَڌي ماريئهِ – ڪوڪ نه سُڻئي پُڪار
بِرٿا جنم گنوايا – مر جنمهِ وارو وار.

سري راڳ، محلا ٽيجا، اشٽپدي (٥)٨

(٤) ستگُر جِني نه سيويو – شبد نه ڪيتو ويچارُ
انتر گيان نه آئيو – مِرتڪ هئي سنسارُ
لکه چوراسيه ڦير پيا – مر جمي هوءِ خوارُ.

سري راڳ، محلا چوٿان، وار (١٤)، سلوڪ محلا ٽيجا

---

١. انسان. ٢. جيڪو هوندي به وسي ٿو. ٣. پرماتما. ٤. ذڪيل. ٥. ڏليس پاڻ، بيائي.
٦. ڦاسائين ٿا. ٧. ٺاءِ، ٺڪاڻو. ٨. ڪوڙ. ٩. چور، چاڪاڻ. ١٠. مُڙدي مثل. ١١. جوڙيون.

(٥) اَکي اَنڌ[١] جِيب وس ناهي - ڪَني ٻوڙ نه واڄيءَ[٢]
جوڙي چليءَ ٻجوڙتا[٣] آکيءَ - وِڻ شيوا ڦل لاڳيءَ؟

راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (١٩)

(٦) ستگور جِمان نه شموٻو - شبدِ نه لگو پيار
سَهجي نام نه ڌيايا - ڪِت آيا سنسار؟
ڦِر ڦِر جوڙاي ٻاليئيءَ - وِشٽا[٤] سدا خوار
ڪوڙيءَ لالچ لڳيا - نا اُروار[٥] نه پار.

راڳ گوجري، محلا تيجا، وار (١١)

(٧) بِن ستگور شيوي جڳت[٦] مُئا - ٻِرٿا جنم گواءِ
دوُجيءَ ڀاءِ اَتِ دک لڳا - مر جنميءَ آويءَ جاءِ
وِشٽا اَندر واسُ هيءَ - ڦِر ڦِر جوُني پاءِ
نانڪ بِن ناويءَ جم مارسي - اَنت[٧] گيا پڇتاءِ.

راڳ وڏهنس، محلا چوٿان، وار (١٥)، سلوڪ محلا تيجا

(٨) بِن ستگور شيوي جنم[٨] نه چوڪيءَ جي اَنيڪ ڪرم ڪريءَ اَڌڪائي[٩]
ويد پڙهه لي واد وکاڻهه[١٠] - بِن هر پَت گوائي
سچا ستگور ساچي جِس ٻاڻي - ڀَج چوُٽهه[١١] گور سرڻائي.

راڳ سورٺ، محلا تيجا، اشٽپدي (٧)١

(٩) وِڻ ستگور شيوي سک نهي - مر جنمهه وارو وارَ
موهه ٺڳُلي[١٢] ٻاليئَن - بهُ دوُجيءَ ڀاءِ وڪار.

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (٢٨)، سلوڪ محلا تيجا

(١٠) ڪبير جا گهر[١٣] ساڌ نه شيوِئهه - هرڪي شيوا ناهِ
اُي گهر مَرهٽ[١٤] سارُکي[١٥] - ڀوُت[١٦] بَسهه تِن ماهِ.

سلوڪ، ڪبير صاحب (١٩٣)

---

١. ڏُنڌ. ٢. آواز. ٣. ٻانهن ڪان وتي. ٤. گرڀ جو نرڪ. ٥. ٻنهي جهانن ڪان وِڇل.
٦. سنسار جا جيو. ٧. اَنت ويلي. ٨. جنم مرڻ جو چڪر. ٩. گهڻا، جام. ١٠. بحث مباحثو.
١١. چونڪارو ٻاليندين. ١٢. ٺڳيندڙ يا ڦاسائيندڙ جاري. ١٣. گهر ن يا ڪٽمبن ۾. ١٤. مسان.
١٥. وانگر. ١٦. اِنساني جامي ۾ راڪش يا راڪاس.

## شيوا ۽ شيوا جو ڦل.

## شيوا نہ ڪرڻ جو نتيجو.

شيوا مان ئي، شش کي ”شيوڪ“ جو خطاب مليو آهي ۽ شيوڪ کي شان ۽ شرف عطا ٿيو آهي. پر شيوڪ، جڏهين سڀ ڪجھ ٿياڳ ڪري، ڪِين جيءَ سطح تي وڃي پهتو، نہ پوءِ وٽس باقي ڇهو ڇا آهي، جو اچا اَرپڻ ڪري؟ صاحب سمجهائين ٿا تہ، شيوڪ، ٿوڙي سڀ ڪجھ ٿياڳيو آهي، تڏهين بہ اچا وٽس سڀ ڪجھ ڏيڻ لاءِ آهي. سڀ ڪجھ ٿياڳ ڪري، سڀ ڪجھ پرايت ڪيو اٿائين، سو هاڻي سڀ ڦري ڦندي وراهي ٿو. سندس اِها اَتم پدا آهي تن ۽ من جي. تن سان نمسڪار شيوا ڪري ٿو ۽ من مالڪ ۾ لڳائي، شرڌاڳي ڪري ٿو. دل ۾ ديا ۽ درد اٿس، ڪهل ۽ قياس اٿس، رحم ۽ روشني اٿس، همدردي ۽ همسازي اٿس، سو ڏکايل جو همراز آهي، ڏکوئيلن جو همدم آهي. دردوند ئي دلبر جا ظاهري نمائندا آهن، واحد جا وارث آهن. نهن ڪري، شيوڪ، دکدوندن ۾ دردِ نارائڻ جو روپ ڏسي ٿو، ۽ سيدي ۾ اهو ساڳيو روپ ڏسي کين نمسڪار ڪري ٿو.

شيوا سان بہ، صاحبن ڪي شرط شامل ڪيا آهن، جي ٻاڪل ڏيان جوڳا آهن. ٻهراون تہ اُجوري جي ڪا بہ آس نہ هجي، ڪنهن بہ مطلب جي ڪا بہ مراد نہ هجي، ناموس جي ڪا بہ پرواهہ نہ هجي، شڪرادائيءَ جي ڪا بہ غرض نہ هجي. ايو تہ ”مان مان“ جي ڪا بدبوءِ نہ هجي، ڇو تہ آپو، شيوا جي سموري شڪتي ۽ شيري چوسي ڇڏيندو آهي، ۽ شش جي ڪمايل شاباس بہ ڦُرائي ڇڏيندو آهي، شرافت کسائي ڇڏيندو آهي ۽ شخصي شڪست آڻيندو آهي. ٽيون تہ شيوا سم ڀاونا ۾ سمايل هجي ۽ پنهنجي پرائي، اوچ نيچ، ننڍ وڏائيءَ، لائقيءَ نالائقيءَ يا پسنديءَ ناپسنديءَ جي ڀيد ڀاؤ کان خالي هجي. چوٿون تہ شيوا ڪندي، جي اَهڙي اچي ضرورت بہ پوي، تہ سِرُ ڏيڻ کان بہ نہ ڪسڪي، ڇو تہ شهيدي، شيوا جي تاجپوشي آهي. جو شش اهي شرط قبول ڪري، ادا ڪري ٿو، سوئي شيوڪن جي شمار ۾ ڳڻجي ٿو. باقي ٻي سڀ شيوا، شغل يا شرارت آهي، ديکاديکي يا دوڪيبازي آهي، خود پرستي يا خود پروري آهي، خود غرضي يا خود فريبي آهي. اها سموري شيوا وٿرت ويندي، اڪيارت ٿيندي. اهو آهي فرق سچيءَ ۽ مڪاري شيوا ۾. من ئي اهو فرق وجهي ٿو ۽ من ئي اهو فرق مٽائي سگهي ٿو. پنهنجو ٻاڻ ئي پڌائيندو. تہ شيوا ۾ هيءَ يا هوءَ ڀاؤ آهي. سچي شيوا دکاران ئي، جهون جو جادوءَ لڳي ٿو، روحاني راز کلي ٿو، انحد جو اَمرت اولجي ٿو، ۽ آتما جي آزاديءَ لاءِ اَدم ثابت پوي ٿو.

شيوا ڪنهنجي جي ڪرڻي آهي؟ سائينءَ جي، ستگور جي، سنتن جي ۽ سنسار جي؟ پر چارئي تہ ساڳئي هڪ منزلگاهہ جا پاسا آهن. طرف کهڙو بہ وٺبو سو ليندو

اُنهيءَ سائيءَ منزلگاهه، ڏانهن، جنهن اَندر چارئي پاسا سڀ طرف اُچي گڏجي هڪ ٿين ٿا، اَنيڪ مان اِڪ ٿين ٿا. جا شيوا، سَم پاونا جي ٻج مان قُبُل آهي، پرلرتائيءَ جي پاڙ مان نڪتل آهي. شفقت جي شاخ تي شايع ٿيل آهي، سا وڻ وانگر، سڀني کي ڇانو ڏيندي، ميوو ڏيندي، ٻنا ڪنهن ڀيد ڀاءَ فرق ۽ فِڪِسَ جي. اِها آهي نِشڪام شيوا. شيوا ڪجهه وڳي شيوا ڪالر، جنهن ۾ ”مان“ بدلجي مالڪ ٿيو، ”تُوهين تُون“ ٿيو. سائين تُوڙي سَتگور، سَتگور تُوڙي سَنت، سَنت تُوڙي سنسار، سڀ ”تُوهين تُون“ آهن. پوءِ نشڪام شيوا، اَر پيل ڏٺي ڪنهن کي هجي، ته وڃي پهچندي پرماتما کي، ”تُوهين تُون“ کي. سو ڏَن آهي نشڪام شيوا، جا پرماتما وٽ پهچائي ٿي. ڏَن آهي، شيوا وٺندڙ يا قبُول ڪندڙ، جو اُنهيءَ پهچ جي وات وِٽ جو موقعو ڏياري ٿو. اِنهيءَ شيوا ڪندي، شانت مِٺي وهڻ گهرجي، شڪر ڪرڻ گهرجي، شاد ٿيڻ گهرجي، ته درگاهه ۾ پاس پئي.

شيوا ڪرت - هرءِ نِهڪامي
تِس ڪئُ هووت - پراپت سوامي.

راڳ گوڙي، سکمني صاحب، محلا پنجوان، اشٽپدي (٢)١٨

پرماتما کي ڪهڙي شيوا کپي ۽ اُها ڪيئن ڪري سگهجي؟ پرماتما کي پئسي ڏوڪڙ، پَٽ پٽيهر، گُل ڦُلن، چوُري چندن، ڌوُپ اَگربتين يا رُومالن چِٽن جي ضرورت ڪانهي. اِها پيتا، شيوا يا پُوجا، پرماتما کي پسند ڪانه پوندي. پرماتما ته پرڪرتيءَ جي رڳ رڳ ۾ سمايل آهي ۽ اُنان ئي ڪيس پيدا ٿيو آهي ۽ پالڻهار آهي. هوُ ته سڀ ۾ وَسي ٿو، قدرت جي ڪُل ڪائنات ۾، جيو جنتو ۾، جِيتن جانورن ۾، پکين پسن ۾، مڙني مخلُوقات ۾، ٿو ۾، موُن ۾، سڀ ۾. تنهنجو موليا، منهنجو ۽ مالڪ آهي. تنهن ڪري، پرڪرتيءَ جي شيوا ئي پرماتما جي شيوا آهي. اِنسان ذات جي شيوا ئي اِنسانيت جي پهرين ضرُورت آهي. اِها شيوا سڦل ٿيندي. اِهائي شيوا، مالڪ جي مِهِر، مرادون ٿيندي ۽ مزدُوري آهي، جا پاس پوندي، پار پهچائيندي. پرڪرتيءَ اَندر، پرماتما جي رُوپن جي شيوا، پرماتما جي برهمڻ جي شيوا، پرماتما جي پيارن جي شيوا، سڀ پرماتما جي شيوا آهي، جا ڪيس پهچي ٿي، اَنگيڪار ٿئي ٿي. شيوا جو جس آهي شيوا جي پاڙ ۾.

(١) نهل ڪرڻ تسي ايڪ ڪي - جاڻي پرٿا نسي ڪرءِ
مَن لَن مُک هيڻي بسيءِ - جو چاههُ سو هوءِ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، باون اکري، (٢٧)

(٢) ڪهه ڪبير اَب جانيا - سنتن رديءِ مَجهار
شيوڪ سو شيوا ڀلي - جِهه گهٽ بسيءِ مُرار.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٦٣)

جو جيءُ چاهي ٿو تہ ٻين مان ڪان، هيءَ يا هوءَ ٻين مون کي ملي، مُڪتيءَ جو
مارگ نہ. ٻين مان حاصل ڪرڻ، مطلب تہ هرڪو ٻيون پڻ ٻين مون کي ملي ٿوي،
سو خود مطلبي ۽ خود غرضي آهي. ترشنا ۽ تمنا اَشد هجي يا ڪٿي گهٽ ڀلي هجي، تہ بہ
رُوحاني راهہ ۾ وڏي رڪاوٽ ۽ روڙو آهي، جو تہ اُهيئا سان پرائُو آهي، چاهي اُهو اَهم
پاڻ، بدڪار يا سُوکيم سُوَرُوپ ۾ هجي. سچو شهوڪ تہ اُنين چاهيندو آهي، تہ جيڪي اِلم
سر شال ڪنهن ٻئي گهرجائوءَ جي گهرج پوري ڪري. سچن سالڪن تہ اِها سڌ ئي ڪاني
آهي، تہ پاڻي هوءَ جنم جنم ۾ ڀٽڪن، ليڪن جوڙيون پوکين، مُڪتيءَ کان بہ وانجهي رهن، پر
جيڪر هوءَ ڪنهن جي ڪم اچي سگهن، ڪنهن جون آنسُون اُگهي سگهن، ڪنهن جو دک
دُور ڪري سگهن، ڪنهن جو اُڌار ڪري سگهن يا ڪنهن کي دڳ لڳائي سگهن. هُنن
مُڪتيءَ کان وڏي پدوي، سيوا جي نِهرائي آهي، جو تہ هوءَ سيوا ذريعي، دم دم، دلبر
سان جُٽيا پيا آهن، اُٺ ٺٽ نرنڪار جي نوازش هيٺ آهن. پوءِ هوءَ ڇو مُڪتيءَ ۽ مُورتين ۾
مـن اٽڪائين، مندر ۽ مڙهيون پوڄين، تيرٿ ۽ ياترائون ڪن؟ هوءَ تہ هميشہ هوت سان
آهن، هيٺئين هن رُوپ ۾ تہ پوءِ هُن رُوپ ۾، هردم هر روپ ۾. سڀ برهم رُوپ آهي.

جي ٻين لاءِ جيئن ٿا، سي ئي اَمر آهن، پر جي فقط پاڻ لاءِ جيئن ٿا، سي جيئري ئي
مئل آهن. جي ٻين جي ڀلي ڪاڻ پاڻ قربان ڪن ٿا، سي پرماتما جي ڀاڪُرَ ۾ پون ٿا. پر
جي پنهنجي ڀلي ڪاڻ ٻين کي قربان ڪن ٿا، سي پرالبڌ جي پڪڙ ۾ اچي، ڦر ڦر پليدان
ٿين ٿا. خود مطلبي، شيطان جو سرُوپ آهي. خود غرض جـي جيون شيطاني آهـي.
خود غرضي، سيوا جي پاڙُ جا سلا سُڪائي ڇڏي ٿي، ڳڻ گنوائي ٿي ۽ اَوڳڻ آڻي ٿـي.
ٻئي پاسي، نشڪام سيوا جيون جو اوُچ آدرش آهي، اَملهہ هيرو آهي، جنهن جي ليڄ لي
لياڳ ۽ ويراڳ، پرهيزگي ۽ پاڪدامني ۽ ٻيون سڀ ڳڻ رُوپي جڙاوُئون چمڪن ٿيون. سچ
تہ، جو ايشور ۽ عزازيل ۾ فرق آهي، اُهوئي فرق اَسوارٿي ۽ سوارٿي ۾ آهي. جو من
سوارٿي آهي، اُتي اِبليس جو واسو آهي ۽ جو من اَسوارٿي آهي، اُتي ايشور جو واسو آهي.
سوارٿ رُوپي شيطان کي من مان لوڏي ڪڍڻ بنا، ايشور کي اَندر ۾ آڻي ئي ڪونہ سگهبو.
اِنهيءَ ڪري صاحبن، نشڪام سيوا کي، موکش ۽ مُڪتيءَ جـي ڪنجي ڪري ڪوٺيو
آهي. سوارٿي، آواڳون جو چڪر چالوُ رکي ٿو. اَسوارٿي اِهو چڪر چڪتوُ ڪري ٿو.

سائين ڏاڍو راضي ٿئي ٿو، جڏهين ڏسي ٿو تہ ڪو اِنسان، ٻين انسانن ۾، ايشور جو
رُوپ سڃاڻي، بيمارن ۽ ڀڳوارن جي ٽهل ٽڪور ڪري ٿو، مُفلسن ۽ موهتاجن جـي گهرج
پوُري ڪري ٿو، دکين ۽ دردوندن جي دانهن اُنائي ٿو، هيڻن ۽ هيسيلن سان همدردي
ڏيکاري ٿو، ڏکيل ۽ ڏڪائلن کي گلي لڳائي ٿو. سيوا ڪندي، نمي ٿو ۽ نوڙي ٿو. نمي
نمسڪار ڪري ٿو، جو تہ نرنڪار پاڻ هُنن جي رُوپ ۾، ڪيس ساکيات درشن ڏئي رهيو

آهي، مراد وٺنديءَ جو موقعو بخشي رهيو آهي ۽ شيوا سويڪار ڪري رهيو آهي. نهي،
ٻڌ ۾ اچي ٿو، ڇو ته جيئن سڦل ٿي، ڪنهن جي ڇڳائيءَ ۽ ڀلائيءَ ۾ سمپرڻ ٿي. ڪرم ته
ڪيئن ٻيا ڪجهه ۾ شيوا سڪرم آهي، نشڪام شيوا اڪرم آهي. اڪرم شبد ۾ سترلي
لڳائي ٿو ۽ انهد ڌنيءَ سان لڳ ڪرائي ٿو. جي شيوا ٿي خود خدا جي سمجهي، ته
اني آپو ڪيئن اچي سگهندو، ۽ ٻيئڪر ڪيئن چڙهندي؟ دنيا ۾ چوطرف ڏک آهي،
ڇو ته ڏک ۽ بيڪاري آهي، بدي ۽ بيئماني آهي، مرض ۽ مايوسي آهي، موتاجي ۽ مجبوري
آهي، غريبي ۽ غرض آهي، بي انصافي ۽ بيوفائي آهي، لاچاري ۽ لاغرضائي آهي، پاپ ۽
پاکنڊ آهي، اگيان ۽ اوديا آهي. انهيءَ لحاظ کان، سنسار شيوا جو آکاڙو آهي، مريادا جو
ميدان آهي، پرماتما جي پراپتيءَ جو پاسپورٽ آهي. هاڻي شيوڪ لاءِ انتظار آهي، جو شيوا
جو شمع جلائي، اچي وو ڪي ورزشون وٺي، روحاني راند ٻون کيڏي، آتمڪ ٻل وڌائي ۽
آتما آزاد ڪرائي. سچيءَ دل سان شيوا ڪرڻ، آتما جي آزاديءَ لاءِ مکيه ذريعو آهي.

سو اي ٻندا، جيئن جو جوهر نشڪام شيوا ڏٺاران، نڪري نروار ٿئي ٿو. پر جو
پرمارٿ جي ٻڙ ۾ ٻيو ٿي نه پائيندو سو نه ٻيو مڪتيءَ جي مارگ ٿي مذاقون ڪندو. ڏون
نه اچي ٻڙ ۾ ٻيو پاءِ ۽ نشڪام شيوا ڪماءِ. ٻوءِ ڏس ته پرم سک، پرم گت ۽ پرم پد ڪيئن
نه ٿا ٻيا ٻنهان ڦري. انهن لوڪ پرلوڪ سهيلو ٿئي ٿو ۽ مڪتيءَ جو مارگ ملي ٿو. اجوري
جي اميد ڪانه هوندي پر شيوا جا ميوا، شيوڪ ٻنا ٻيو ڪير ماڻيندو؟ صاحب سمجهائين ٿا
ته جو شيوڪ، ستگورو جي شيوا، سنتن جي شيوا، سائينءَ جي شيوا ۽ سائينءَ ڏاڻي سنسار
جي شيوا ٿو ڪري، سک سان، شرڌا سان ۽ داسا ڀاوَ سان، مَن لائي، چِت لائي ۽ آپو
مٽائي، ٻنا شڪ جي، پيد جي يا مراد جي، تنهنجي ڪمائي ڪير ڪٿ ڪري سگهندو؟
هنجو ڪُليل نصيب ڪير ٻوٽي سگهندو؟ هو ته امرڌام جو امير ۽ امراءُ آهي. اهڙي شيوڪ
کي سڀ ڪجهه ٻلي ٻوي ٿو. هُن جي اندر ۾ هردي روُپي ڪمل جو پرڪاش ٿئي ٿو. هو
ستگورو جي سکيا هيٺ ۽ سنتن جي سنگ ۾، رچي لال ٿيو آهي، جيئن ٻوٽو گلن ڦُلن جي
ساوڻ ٻوڻن ۽ پتن جي سنگ ۾، خود ساٿو ٿي ٻوندو آهي. هُن جي جيئون صاف آهي،
من ڪُليل آهي، هردو وشال آهي، دماغ روشن آهي، آتما آزاد آهي. هاڻي هو نام رٽو، رنگ
رٽو ۽ سچ رتو ٻٽجي ٻيو آهي. ڪايا ڪنهن ٿي آٿس ۽ انهد ڌنيءَ ۾ ڌيان اٿس. هر
وقت، هر هنڌ ۽ هر حالت ڪي هڪ سمان ڏسي ٿو. سڀ ۾ سائينءَ جو سروپ ڏسي
ٿو، ڇو ته سڀ سائينءَ جي سروپ ۾ وسي ٿو. انهن جيئري مري، امر پد پائي،
ڌڻيءَ جي درگاهه ۾ ٻانهن لوڏي، داخل ٿئي ٿو. انهن جوت جو جوت ۾ سمائجي ٿو.
هُنجي شيوا ٿاءِ پتي آهي ۽ هُن امر پدوي پاتي آهي. گروءُ امرداس جن فرمائين ٿا:

(١) ستگر ڪي شيوا چاڪري - ڪي هؤن سک سارُ
آنتي مِلن وڏيائيان - درگهه مُک دُئار.

راڳ وڏهنس، محلا چوٿان، وار (٣)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٢) ڪمل پرگاسُ سدا رنگِ راتا - اَنهد شبد وڄايا
تَن من نرمل، نرمل باڻي - سچي سچِ سمايا.

راڳ سورٺ، محلا ٽيجا، شبد (٧)

پر صاحبن اهو به چتايو آهي ته اي ٻندا، جيڏهن ستگر جي شرن نه ورتي آهي، ستن جو سنگ نه ڪيو آهي، نام جو نشو نه پيتو آهي، شيوا ٽهل نه ڪمائي آهي، سو جڳ ۾ انساني جامي ۾ به پسؤن کان بري آهي. پسؤنءَ جي جوُڻيءَ ۾ نه آتمڪ اُنتي اَسنڀو آهي. مانش جنم ۾ نه مڪتي ممڪن آهي. پر خود پنهنجي لاغرضيءَ ڪري، هُن مانش جنم وڃائڻ ڪري ڇڏيو آهي. هوُ نه ڪلهياڻن جي دنيا ۾ رهي ٿو، ڪامنائن ۾ ڪڙهي ٿو، ڪروڌ ۾ ٻري ٿو، ترشنا ۾ جلي ٿو، ايرکا ۾ اَڙجي ٿو، لوڀ ۾ اُڙهي ٿو، موهه ۾ ڦاسي ٿو ۽ اهنڪار ۾ اٽڪي ٿو. هُن سموُري عمر آهي ڪوُڙ ۽ ڪپٽ جي، اندرين جي رس جي، ڪُمت ۽ ڪسنگ جي، پرائي پيار جي، پاکنڊ ۽ پاپ جي، اَوگڻن ۽ اوڳاڙن جي. انهيءَ وکر واپار جو سِڪو، نرنڪار جي محل ۾، ڪونه ٿو اُگهامي. هُن جو لوڪ پرلوڪ ٻئي ڏُکي ٿين ٿا. هوُ چوراسي لک جوُڻين جي آواڳون جي چڪر ۾ اچي ٿو. موکش ۽ مڪتيءَ کان نراس رهجي وڃي ٿو ۽ جنم جنم ۾ اَشانت رهي ٿو. صاحبن فرمايو آهي:

(١) اَکي اَنڌ جيڀ رس ناهي - ڪَني پوڻ نه واڄي
چرڻي چليءَ پجوُلنا آگي - وِڻ شيوا ڦل لاگي؟

راڳ آسا، محلا پهلا، شبد (١٩)

(٢) ڪبير جا گهر ساڌ نه شيوئيه - هري ڪي شيوا ناهِ
تي گهر مَرگهٽ ساركي - ڀوت بسهِ تن ماهِ.

سلوڪ، ڪبير صاحب، (١٩٢)

سو شيوا معنيٰ حليمائي ۽ هيٺائين، نئڙت ۽ نيازمندي، مهتا ۽ مِترتا، ڀلائي ۽ ڀلمانسائي، ديا ۽ دان، شڪر ۽ سنتوش، پوترتائي ۽ پرهيزگي. شيواداري جڏهين اهڙي سچي شيوڪ جو سروُپ ڌاري ٿو، تڏهين اُزخود سندس اَوگڻ، شيوا ڪندي، ڌوپجي وڃن ٿا ۽ گڻ حاصل ٿين ٿا. وڪارن جي واسنا مري ٿي ۽ اَندر جي جوت جاڳي ٿي. شيوڪ سچ جي تلاش ۾ نڪري ٿو ۽ شيوا ڏئاران، سچ ۾ سمائجي ٿو. سنساري ٻڌڻن مان بيزار

لِي، هوُ ستگوروءَ جي شرڻ ۾ اچي ٿو. سِکيا لاءِ سِڪي ٿو ۽ ٻرهم لاءِ پڇي ٿو. سکيا پائي
ٿُرتي لڳائي ٿو ۽ ٻرهم پائي پکيڙي ٿو. هردي جي ڪوملتا سان، دل جي نرملتا سان ۽
مَن جي سيتلتا سان، سڀني جي شيوا ڪري ٿو، ستگور جي، سنتن جي ۽ سنسار جي. سڀ
جو جس ڳائي ٿو ۽ سڀ جو خير مڱائي ٿو. ڪنهن کي بہ نہ رُسائي ٿو، نہ رنجائي ٿو. سچ
ڳالهائي ٿو ۽ مٺو ٻولي ٿو. همدرد ۽ هڏ ڏوکي آهي. نہ ٻين کي مدو سڏي ٿو ۽ نہ پاڻ کي
ٻين کان چڱو سمجهي ٿو. سادو کائي ٿو، سادو پهري ٿو ۽ صاف رهي ٿو. دک ۽ دلگيريءَ
کان دُور آهي، هميشہ کلمک آهي. آئي جو آدر ڪري ٿو، وڌي پنيان وياڪل ڪونہ آهي.
سر ٻرڪ سوادن جو شوق ڪونهيس، اِندرين جي رس ۾ چاهہ ڪونهيس. مرشد جي مت ۾
آهي، درگاهہ ۾ داخل آهي ۽ هاديءَ جي حاضريءَ ۾ آهي. خودي مِٽائي خدائي ليو آهي.
هومٽ سان هڪ آهي. تعجب ۾ آهي، اچرج ۾ آهي. ڪِلي ٽڙي ٿو، ٽڙي کلي ٿو. سمجهي
وڃي ٿو تہ ملڪ جو مالڪ آهيان، وجود جو والي آهيان، پر غفلت ۾ ٿي پاڻکي گولو
سمجهيم. سو پاڻ ۾ ٻهي، پاڻ کان پڇي ٿو، تہ شيوڪ پاڻ ستگور هو يا سائين هو، ستگور
پاڻ شيوڪ هو يا سائين هو، سائين پاڻ شيوڪ هو يا ستگور هو؟ پاڻ ٿي ڀُلائي ٿو تہ ٽيئي
هڪ هئا ۽ هڪ آهن. وري پاڻ کان پڇي ٿو تہ ٽيئي هڪ هئا، تہ هي فرق ۽ ڦرقا ڪنهن
ٿي وڌا؟ پاڻ ٿي وراڻي ٿو تہ اَهم ڀاؤ ۽ اَوديا، اِها وِڇڙي وڌي هئي ۽ جا شبد ۽ شيوا سان
ماٺي هئي آهي. اِهو الاهي اسرار اکين اڳيان آٺي، عجائب جو عجب سمجهي ۽ سڃاڻي،
شيوڪ هر هر کِلي ٿو، کِلي چپ ۾ پئجي وڃي ٿو. شيوا جو ڦل بہ اَنت آهي، تہ شيوڪ
جي مهما بہ بي اَنت آهي.



## (٧) پرماتما آگیان پرارتھنائوں

(١) سرب کلا پربھ پورنو – منجھ نمانی تھاء[1][2]
هر اوٹ گهی من اندری – جپ جپ جیواں ناء
کر کرپا پربھ آپنی – جن دھوڑی سنگ سماء
جیوں توں راکھہ تیوں رهاں – تیرا دتا پینا کھاء
ادم سوئی کراء پربھ – مل سادھو گن گاء
دوجی جاء نہ سجھئی – کتھے کوکن جاء
اگیان بناسن تم هرن[3] – اوچے اگم اماء[5][6]
من وچھڑیا هر میلیئی – نانک ایہہ سدھاء[7]
سرب کلیانا تت دن – هر پرسی گور کی پاء[8]۔
[راگ ماجھ، محلا پنجواں، دن رین (٤)]

(٢) هم مانگہ تجھی دیال – کر داسا گولیا
نو ندھ پائی راج – جیواں بولیا[9]
امرت نام ندھان – داسا گھر گھٹا
تن کی سنگ نہال – سرونی[10] جس سنتا
کماواں تن کی کار – سریر پوت هوء
نکا پاٹی پیس[11] – پگّاں[12] پیر دھوء
آپہ کچھو نہ هوء – پربھ ندر نہالیئی
موهہ نرگن دیچی تانء – سنت درسا لیئی۔[13]
[راگ گوجری، محلا پنجواں، وار (٣)]

---

١۔ موں۔ ٢۔ آسرو، آدھار۔ ٣۔ پکاروں کرن۔ ٤۔ اندکار م پرکاش کرن وارو۔ ٥۔ بی انت۔ ٦۔ اکث۔ ٧۔ گھرج، مانگ۔ ٨۔ هتھ لگایاں، چھوهاں۔ ٩۔ گن گائی۔ ١٠۔ کنیں۔ ١١۔ ان پیهاں۔ ١٢۔ گد ند لیاں۔ ١٣۔ ست سنگت۔

(٣) پربھ - اِھو مورت[1] میرا
کرپا ندان دیال موہ دیجئي - کر سنتن کا چیرا[2]. (١. ر.)
پراتھکال لاگؤ جن[3] چرني - نس باسر[5] درس پاوؤ
تن من ارپ کرؤ جن شیوا - رسنا[6] ھر گن گاوؤ
ساس ساس سمرؤ پربھ اپنا - ست سنگت نت رھیئي
ایک آدھار نام دھن میرا - انند نانک اِھ لھیئي۔

[راگ دیوگندھاري، محلا پنجوان، شبد (٢٦)]

(۴) ھر پرکھ نرنجن سیو - ھر نام دھیائیئي
ست سنگت سادھو لگ - ھر نام سمائیئي
ھر تیري وڈي کار[7] - مي مورکھ لائیئي
ھؤ گولا لالا تد - مي حکم فرمائیئي
ھؤ گورمکھ کار کماوان - جو گور سمجھائیئي۔

[راگ سورٹھ، محلا چوتھان، وار (٢)]

(٥) میري شاھا - مي ھر درسن سکھ ھوء
ھمري بیدن[9] تون جانتا شاھا - اور کیا جانئي کوء۔ (١. ر.)
ساچا صاحب سچ تون میري شاھا - تیرا کیا سچ سب ھوء
جھوٹا[10] کس کؤ آکیئي شاھا - دوجا ناھي کوء
سبنا وچ تون ورتدا شاھا - سب تجھ دھیاون دن رات
سب تجھي تھاوھ منگدي میري شاھا - تون سبنا کرھ اِک دات
سبھ کو تجھي وچ ھي میري شاھا - تجھ تي باھر کوئي ناھ
سب جیئ تیري تون سبھنا میري شاھا - سب تجھي ماھ سماء

---

١. مدو کامنا. ٢. گولو، داس. ٣. اسروپلي. ۴. ست مھاتماتون. ٥. ھمیشہ، سچو ڈیھن.
٦. زبان. ٧. کارج، شیوا. ٨. داسن جو داس. ٩. ویدن، دکھ. ١٠. کوڑو، کوڑو.

سينا کي تُون آس هيءِ ميري پياري - سڀ تُجهه ڏيائڻ، ميري شاهه
جڏ پاوڻِ لڳ رکه تُون ميري پياري - سچ نانڪ کي پاتشاهه.

[ راڳ ڌناسري محلا چوٿان، شبد (١٣) ]

(٦) ميل ليهُه[1] دئيال - ڍهي[2] پئي ڏُئارپا
رکه ليوُهه ديئن دئيال - پرمت اهه هارپا
ايکت وچل لمرا پرد - هر پتت اڌارپا
تُجهه بن ناهي کوءِ - بنتي[3] مرهه سارپا[4]
کرِ گهه ليهه دئيال - ساگر سنسارپا.

[ راڳ جئيتسري، محلا پنجوان، وار (١٦) ]

(٧) کرپا نِد - بسهُ رديءِ هر اِنت
لگسي نِد کرهُ پرگاسا - لاگيءِ پريپ سنگ[1] پريت. (١، ر،)
داس لماري کي پاوءِ ڌوڙا - مستڪ لي لي لاوءِ
مها پتت[6] لي هوت پنيتا[7] - هر کيرتن گن گاوءِ
آگيا لمري ميٺي لاگڻ - کيئو[8] تُهارو پاوءِ[9]
جو تُون ديهه تهي اهي ترپتيءِ - آن نه کتهوُ ڌاوءِ
سدهي نِکٽ[10] جانڻ پريپ سوامي - سکل رينُا[11] هوءِ رهيئڻي
سادُو سنگت هوءِ پراپت - تان پريپ آپنا لهيئڻي
سدا سدا هم چهوري[12] لمري - تُون پريپ همرو ميرا[13]
نانڪ بارڪ لم ماتا پتا - مُکه نام لمارو کيرا[14].

[ راڳ ٽوڏي، محلا پنجوان، شبد (٥) ]

---

١. مؤن کي پاڻ سان ملاءِ. ٢. ڪِرپا پيو آهيان. ٣. وينتي، پرارٿنا. ٤. قبوُل ڪر. ٥. هٿ ڪان وٺي ٻاهر ڪڍ. ٦. پاپي گنهگار. ٧. شُڌ، پوِتر. ٨. جيڪي به تُون ڪرين. ٩. ملو ڪري مڃان. ١٠. ويجهو، نزديڪ. ١١. خاڪ، مٽي. ١٢. ٻالڪ. ١٣. مالڪ، مهندار. ١٤. کير.

 

(٨) تون سلطان ڪهان هئن ميان[1] - تيري ڪون وڏائي
جو تون ڏيهه سو ڪهان سوامي - مين مورک ڪهڻ نه جائي
تيري گڻ ڳاوان ڏيهه ٻجهائي - جئسي سچ مهه رهئن رضائي. (١،رهاءُ)
جو ڪڇ هوا سڀ تجهه تي - تيري سڀ اسنائي[2]
تيرا انت نه جاڻا ميري صاحب - مين انڌلي ڪيا چتراهي؟
ڪيا هئن ڪٿي ڪٿي ڪهه ديکان - مين اڪٿ نه ڪٿنا جائي
جو تڌ ڀاوي سوئي آکان - تل[3] تيري وڏيائي
ايتي ڪوڪر[4] هئن بيگانا[5] - هڪ اس تن[6] ڀائي
ڀگت هيڻ[7] نانڪ جي هوئيگا - تان خصمي ناءُ نه جائي.

[راڳ بلاول، محلا پهلا، شبد (١)]

(٩) سوري سڀ هر هري - ناڪر جس گاوهُ
سنت چرڻ ڪر سيس ڌر - هر نام ڌياوهُ
ڪر ڪرپا ديال پرڀ - اهه نڌ سڌ[8] پاوهُ
سنت جنان ڪي رينڪا - لي ماٿي لاوهُ
نيچ تي نيچ اتِ[9] نيچ هوءِ - ڪر بنئن بلاوهُ
پاو مَلوان آپ تياگه - سنت سنگ سماوهُ
ساس ساس نهه وسري - ان ڪتهه نه ڌاوهُ[10]
سڦل درسن گور ڀيٽئي[11] - مان موهه مٽاوهُ
ست سنتوک ديا ڌرم - سينگار بڻاوهُ
سڦل سهاڳڻ نانڪا - اپني پرڀ ڀاوهُ[12].

[راڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٤٥)]

---

١. ميان، خان. ٢. پرپر، پريت. ٣. تر ماتر. ٤. ڪتا. ٥. ڌڪيل، ڌاريو. ٦. سر يا ساهه ڀاتڻ لاءِ. ٧. خالي. ٨. سڌيون. ٩. انهيءَ کان به. ١٠. ڀڄڪان. ١١. ملاقاتي ٿيڻ. ١٢. جيڪڏهن وڻي ته.

(۱۰) هري جهيا ايڪ پرڀ - هر کي گڻ اگم اٿاهہ
هر ڪٿ ڪر جوهہ اپاٽيا - هر لسر وڏ اگم اٿاهہ
هر دهہ پريؤ مت الما - گور سنگؤر لي پگ پاهہ
مت سنگت هر ميل پرڀ - هر پاپي سنگ تراهہ
جن نانڪ ڪٿ هر بخش ليهہ - هر تني ميل ملاهہ
هر ڪرپا ڪر سڻ بينتي - هر پاپي ڪرم تراهہ۔

[ راگہ ڪانڑا، محلا چوٿان، وار (۵) ]

(۱۱) چرڻ ڪمل ڪا آسرا - دوجا ناهي ٺاءِ
مي ڌر تيري پار برهم - تيري تاڻ رهاءِ
اماٽيا پرڀ ماڻ اؤن - تيري سنگ سماءِ۔

سري راگہ، محلا پنجوان، شبد (۱۲)

(۱۲) سا بُد دبجي جت وسر ناهي - سا مت دبجي جت تُد ڌياٿي
ساس ساس تيري گڻ گاوان - اوٽ نانڪ گور چرڻا جيئہ۔

راگہ مانجهہ، محلا پنجوان، شبد (۱۲)

(۱۳) تؤن سچا داتار - نت دبوهہ چڙهہ سوايا
نانڪ منگي دان - جو تُد بهايا۔

راگہ مانجهہ، محلا پهلا، وار (۲۶)

(۱۴) آنتر جامي پرک بڌاني - شرڌا من کي پؤري
نانڪ داس اهي سُک مانگي - موڪهہ ڪر سنتن کي ڌوڙي۔

راگہ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (۱۳۴)

(۱۵) بنهٔ سنڻ لم پران ڄت پياري - ڪرپا نڌ دپالا
راکہ ليهہ پتا پرڀ ميري - آناٿهہ ڪر پرتپالا۔

(۱۳۰)

(۱۶) مال خجانا ٿيهہ گهر - هر کي چرڻ نڌان
نانڪ جاچڪ در تيري - پرڀ تُدنو منگي دان۔

(۱۷۲)

---

۱. بيمجهہ، مؤرک. ۲. چرڻ بر لگؤن. ۳. پروسو. ۴. شڪتي. ۵. تُدهنجي ذات همیشہ وڌندي پئي وڃي. ٦. سار سنڀال. ۷. خزانا، پدارٿ. ۸. شهر، نگر. ۹. سوالي، منگتو. ۱۰. پئي لو.

 

(١٧) هر ٻاڃي نِرگڻ ڪئا - گڻ ڪريئي
پرڀ هوءِ ديال - نانڪ جن تريئي.

راڳ گوڙي، محلا ٻهلا، اشٽپدي (٨)١٦

(١٨) گهٽ اَوگهٽ[1] ڏُونگر[2] گهڻا[3] - اِڪ نِرگڻ[4] ٻئلُ همار
رميئي[5] سنءُ اِڪ ٻينتي ميري - پُونجي[6] راکه مُرار.

راڳ گوڙي، ٻڳت روداس، شبد (٣)

(١٩) دِنس رئڻ آراڌ - سمالي ساهه ساهِ
نانڪ کي لوچا پوُر - سچي پاتشاهه.

راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (١٠٨)

(٢٠) جن[7] نانڪ ڪئا اِهه دان ديهُ - پرڀ پاوءِ سنت رين اُرڌاري[8]
سروني ڪٿا نئن درسن پيکئُ - مستڪ گور چرناري.

(١٢٢)

(٢١) اُڌم[9] ڪرئُ ڪراوءِ ٺاڪر - پيکت سادُو سنگ
هر هر نام چڙاوهه[10] رنگن - آپي هي پرڀ رنگ[11].

(١٣٩)

(٢٢) هم اَولهگيئا[12] اَولهگي - هم چورُو[13] ٿاري
جئُ تُون راکهه تئُ رهان - مُکهه نام هماري.

راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (١٦)

(٢٣) هر ديا پرڀ ڌارئُ پاکڻ[14] هم تارهُ -
ڪڍِ ليوهُ شبد سُڀاءِ جيئُ
موهه چيڪڙ[15] ڦاٿي نِگهرت[16] هم جاتي -
هم ٻانهه پرڀُو پڪڙاءِ جيئُ.

راڳ آسا، محلا چوٿان، ڇنت (٤)٥

(٢٤) شُڀ چنتن[17] گوبند رمڻ[18] - نرمل سادُو سنگ
نانڪ نام نه وسرئُ اِڪ گهڙي - ڪر ڪرپا ڀڳونت.

راڳ آسا، محلا پنجوان، ڇنت (١٠)، سلوڪ

(٢٥) تيري پنهه[19] خداءِ - تُون بخشندگي
شيخ فريدي خير[20] - ديجي بندگي.

راڳ آسا، شيخ فريد، شبد (١)

---

١. واٽ. ٢. ڏکي. ٣. جبل، پربت. ٤. نڪمو. ٥. پرماتما. ٦. جنم سڦلو ڪر. ٧. داس. ٨. هردي ۾ ڌيان ڌارڻ. ٩. ڪوشش. ١٠. رنگين تون. ١١. رنگجي پوندو. ١٢. گولن جو گولو. ١٣. ٻالڪ. ١٤. پٿر. ١٥. وڪارن جي گپ ۾. ١٦. غرق ٿيندا ٿا وڃون. ١٧. خيال ڪرڻ. ١٨. ڳڻ ڳائڻ. ١٩. پناهه، آجهو. ٢٠. دان، خيرات.

(٢٦) مــوهــ مٹن[1] ڈرنم آســا[2] - بــآسا بــكار[3]
رک ڈوم پيرم بداڙ[5] من تي - أڏو[6] هــــر نرنكار.

راڳ گوجري، محلا پنجوان، اشٽپدي (٥)٢

(٢٧) ســـــهــ بمنتيئا ســـوامـــي - ميري رام
كُوٽ[7] أپراڌ[8] پري - ٻي ليري چيري رام.

راڳ بهاڳڙا، محلا پنجوان، چِنت (١)٨

(٢٨) ليري گڻ بهتي ميم اڪ نہ جاڻيا - ميم مُورک ڪڇ ڏيجيءِ
پرٹوت[9] نانــڪ سُن ميري صاحبـــا - ڈُبدا پٿر ليجيءِ.

راڳ سورٺ، محلا پهلا، شبد (۴)

(٢٩) تُون پرڀ داتا دان مت پُورا - هم ٿاري[10] ڀيکاري جيئُه
ميم ڪيا مانگهُ ڪڇ ٿر نہ رهائي[11] - هر ديجيءِ نام پياري جيئُه.

(٨)

(٣٠) ڪام ڪروڌ لوڀ جُوٺ نندا - ان تي آپ چڏاوهُ
اهه ڀيتر تــي ان ڪهُ ڏارهُ[12] - آپن نڪٽ بلاوهُ.

راڳ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (٣١)

(٣١) أنتر ڪي گت لمڻي جاڻي - تُجهي پاهـــ نبيرو[13]
بخش ليهُ صاحب پرڀ أپڻي - لاکهُ خطي[14] ڪر ڦيرو[15].

(٣٥)

(٣٢) پائي پکا پسنُه سنمت آڳيءِ - گڻ گوونڈ جس گائي
ساس ساس من نام سماريءِ - اهه بسرام[16] نڌ پائـــي.

راڳ ڌناسري، محلا پنجوان، شبد (١٠)

(٣٣) جو تُڌ ڀاويءِ سو ڀرواڻ - ليري ڀاڻـــي تــو قـــربان
نانڪ غريب بندا جن ليرا - راکہ ليہ صاحب پرڀ ميرا.

(٢٢)

(٣٤) کهہ نـــانڪ - پــرڀ بنڌ سُنيجيءِ
کُهل کنور کاپي - مکت ڪيجيءِ.

راڳ سُوهي، محلا پنجوان، شبد (٧)

(٣٥) ڪرهہ ڪرپا ڪرٿا[17] پتي - ليري هر گڻ گاهُ
نانڪ ڪي پرڀ بنتي - ساڌ سنگ سماءِ.

(٤٣)

(٣٦) نرگڻ مُگد أجاڻ[18] أگياني - ڪرم ڌرم نهي جـــاڻا
ديا ڪرهُ نانڪ گڻ گاويءِ - منا لگي ليرا ڀاڻا.

(٥٣)

---

١. جوٽو، كوڙو. ٢. بيحد. ٣. واسنائون. ۴. وڪار. ٥. ناس ڪر. ٦. أذار ڪر. ٧. ڪٿين. ٨. گناهہ. ٩. چوَن ٿا، فرمائين ٿا. ١٠. اوهان جـــو. ١١. سڀ سدساري پداوٽ ناسوَنت آهن. ١٢. ناس ڪــر. ١٣. فيصلو. ١۴. گناهہ، ڏوهہ. ١٥. پيا گهمون ڦـــرون. ١٦. آنند. ١٧. ڪرن ڪراون هار، پرماتما. ١٨. أڻڄاڻ، أڻڄهيل.

(٣٧) ڏُهه[1] ڪر جوڙ مانگڻُ اِڪ دانا - صاحب تُٺيءِ پاوان
ساسِ ساس نانڪ آراڌي - آٺ پهر گڻ گاوان.

(٥٦)

(٣٨) ابهو وَرُ[2] ابها وَڏ ڀاڳي - اِڪ سي ڏن هوءِ وَڏ ڀاڳا رامَ
ابهو راڱ ابهو رس ڀوڳا - هر چرٽي مَن لاڳا رامَ.

واڳ سوهي، محلا پهريون، چؤپد (٤)٦

(٣٩) مِن مندر تَن ويس قلندرُ[3] - گهٽ هي تيرٿ ناوان
ايڪُ شبد ميري پران بَسٽ هيءِ - ٻاهُڙ[4] جنم نه آوان.

واڳ بلاول، محلا پهريون، شبد (٢)

(٤٠) نهل ڪرڻ تيري داس ڪي - پڳ[5] جهاڙ[6] ٻالَ[7]
مستڪ اَپنا ڀيٽ ديئُ - گُن سنئُ رسالَ[8].

واڳ بلاول، محلا پهريون، شبد (٤١)

(٤١) ڪرپا ڪرهُ ديِن ڪي داتي - ميرا گڻ اَوَگڻ نه بيچارهه ڪوئي
ماٽي ڪا ڪيا ڌوپيءِ سوامي - ماڻس[9] ڪي گتِ[10] ايهي.

واڳ رامڪلي، محلا پهريون، شبد (١)

(٤٢) سدا سدا تيري گڻ گاوان - سچي صاحب تيري مَن ڀاوان
نانڪ ساچ ڪهيءِ بينتي - سچ ديوهُ سچ سماها هي.

واڳ مارو، محلا پهريون، سولهو (١٦)١٠

(٤٣) اِڪ جاچڪُ منگيءِ دان ڏُناريءِ - جان پريب ڀاويءِ تان ڪرپا ڌاري
ديهُ درس جِت مَن ترپتاسيءِ - هر ڪيرتن مَن ٺهرانڌا[11].

واڳ مارو، محلا پهريون، سولهو (٩)٥

(٤٤) قُدرت قادر ڪرڻ ڪريما - صفت[12] محبت آٿاهه[13] رحيما
حقُّ[14] حڪم سچ خدايا - بُجهه نانڪ بند خلاصُ[15] نَرا.

(١٥)١٢

(٤٥) آپي جاڻيءِ ڪري آپ - آپي آڻيءِ راسِ[16]
تِسيءِ آڳيءِ نانڪا - کَلِئا[17] ڪيجيءِ اَرداس.

واڳ مارو، محلا پهريون، ليڄا، وار (٢٠)
سلوڪ محلا دوجا

(٤٦) ڏِين بنڌُ - سُن ديال
پنچ[18] داس تين[19] دوکي[20]، ايڪ مَن اَناٿ ناٿ - راکهُ ڪرپال.

واڳ ڪيدارا، محلا پهريون، شبد (٢)

---

١. ٻِني هٿ. ٢. دان. ٣. اَلمست فقير. ٤. وري ٻئي دفعي. ٥. چرڻن جي خاڪ. ٦. صفا ڪريان، اُگهان. ٧. ٻنهنجي وارن سان. ٨. رسدائڪ. ٩. اِنسان جي. ١٠. حالت. ١١. ايڪاگر ڪري ٽِڪايان. ١٢. مهما. ١٣. بيحد. ١٤. سچو، پاڪ. ١٥. سنسار ساگر کان تري پار پئبو. ١٦. ڪارج پُورا ڪري ٿو. ١٧. سمڪه ٿي، آئي بيهي. ١٨. وڪار. ١٩. اِندريُون. ٢٠. ٽيڪي گڻ.

(٤٧) تُم دائي هــر سدا ٻڪاري - ديهُ جبابُ هيوء ٻڳاري
داس ڪبير تيري پنهه[2] سمانا - بهشت نجيڪ[3] راک رحمانا.

راڳ ڀيرئون، ڪبير صاحب، شبد (١٥)

(٤٨) چــرن ڪـمل سنگ - لاڳــي ڏوري
سک ساڳر - ڪــر پرم گت[4] مــوري.

راڳ نٽ نارائڻ، محلا پنجوان، شبد (٦)

(٤٩) اَوُر نه ڪوئو سوجهيءَ پريب بن - ڪهُ ڪو ڪس پهه جاسي
جنُ جاڻهُ لهُ راکهه ٺاڪــر - سب ڪڇ تُمهي پــاســي.

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (٥١)

(٥٠) اُم ڪتا سُطبجي سروپي - ميا[5] ڪــرهُـــ ڀڳوان
آوت جات[6] دوئو پکه پوُرن - پاليتي سک اسرام.

(٨٥)

(٥١) تُم هر دائي سمرت سوامي -

اِڪ مانگهُ تُجهه پاسهُ هر دائيءِ[7].
جن نانڪ ڪهُ هر ڪرپا ڪر ديجيءِ -
سد بسهه رديءِ موهِ هر چرانيءِ[8].

راڳ ڪلياڻ، محلا چوٿان، شبد (٥)

(٥٢) راما - هم داسن داسُ ڪريجيءِ
جب لگ ساس هوءِ مــن انتر - سادُوُ ڌوُڙ[9] پيوبجــيءِ.

راڳ ڪلياڻ، محلا چوٿان، اشٽپدي (٦)

(٥٣) هـم بارڪ گور اُدم گُسائين - گور ڪــر ڪرپا پــرتپال[10]
بکهه ڀوجل ڏٻدي ڪاڍ ليهُ پربهه - گــور نانڪ بال گپال[10].

راڳ پربهاتي، محلا چوٿان، شبد (٢)

(٥٤) بل چُهٽڪيو[11] بنڌن پڙيءِ[12] - ڪڇوُ نــہ هوت اُپــاء[13]
ڪهه نانڪ اَب اوٽ هر - گج جهُ[14] هــوءِ سهاء.

سلوڪ، محلا ناوان (٥٣)

(٥٥) سنگ سکا[15] سب تج گئي[16] - ڪوئوُ نــہ نبهيو سات
ڪهه نانڪ اِهه بپت ميءِ[17] - ٽيڪ ايڪ رگهنات[18].

(٥٥)

١. پاپي گنهگار. ٢. پناهه ورتي آهي. ٣. ونجهو پرسان. ٤. موکش. ٥. مهر. ٦. جنم مرڻ جي ڦيري کان آزاد ڪيمدس. ٧. دان، ور، ڀيک. ٨. چرن. ٩. نواس ڪريان. ١٠. رکيا يا سنڀال ڪندڙ. ١١. شڪتي ختم ٿيندي ٿي وڃي. ١٢. بوجا. ١٣. تدارڪ، ڀلو. ١٤. هاٿي. ١٥. سنگي ساٿــي. ١٦. ساٿ ڇڏائي ڀڄي ويا آهن. ١٧. سنڪٽ سمي، مشڪلات پر. ١٨. پرماتما.

## (٨) سرناگتي

(١) تون سمرٿ وڏا - ميري مت توري رام
پالهه اڪرتگهنا[١] - توُن درشٽ ليري رام
اڳاڌ بوڌ اپار ڪري - موهه نيچ ڪڇو نه جانا
ونن لياگهه سنگرهن ڪوڙي[٢] - تون نيچ اپانا
لياگهه[٣] چلتي مها چنچل[٤] - ڏوک ڪر ڪر جوڙي[٥]
نانڪ سرڻ سمرٿ سوامي - پنج[٦] راکهه ميري.
[ راڳ بهاڳڙا، محلا پنجوان، چنت (٣)٨ ]

(٢) اَب هم چلي - ٺاڪر پهه هار
جب هم سرڻ پرڀو ڪي آئي - راکهه پرڀو ڀاوي مار. (اُ ر٠)
لوڪن ڪي چتراڻي اپما[٧] - لي بيسنتر[٨] جار[٩]
ڪوئي ڀلا ڪهئو ڀاوي برا ڪهئو - هم تن ڏئيو[١٠] هي ڊار[١١]
جو آوت سرڻ ٺاڪر پرڀ تمري - تس راکهه ڪرپا ڌار
جن نانڪ سرڻ تماري هر جيئو - راکهه لاج مرار.
[ راڳ ديوگنڌاري، محلا چوٿان، شبد (۴) ]

(٣) گڻ گوپال پرڀ ڪي نت گاها - اَند بنود[١٢] منگل سک ٺاها
چل سکيئي پرڀ راوڻ[١٣] جاها - ساڌ جنان ڪي چرڻي پاها. (ا٠ ر٠)
ڪر بينتي جن ڌوڙ باڇاها[١۴] - جنم جنم ڪي ڪلوک[١٥] لاها

---

١. ڪوڙا، بيشڪر انسان. ٢. موهه رکان ٿو. ٣. ڏوکو ڪري چڏي وڃي ٿي. ۴. موهيندڙ،
ڀيائيندڙ. ٥. ميڙي ڀا ڪني ڪئي آهي. ٦. لاج، پَک. ٧. ساراهه، خوشامد. ٨. اگني.
٩. جلائي ڇڏي آهي. ١٠. آهم ڀاؤ، اهنڪار. ١١. ختم ڪري ڇڏيو آهي. ١٢. خوشيون،
موجون. ١٣. مزا ماڻڻ، لذت وٺڻ. ١۴. وڻون ۽ وندڻون. ١٥. پاپ، ڏک.

من تن پراڻ جيءُ آرپاها - هر سمر سمر مانُ[1] موهه ڪٽاها
دين ديال ڪرهُ[2] اُساها - نانڪ داس هر سرڻ سماها .

[راڳُ سوهي، محلا پنجوان، شبد (٣٦)]

(٤) مِٽي ڪُوڙ ڪوچت جي - هر نهچل سُگهڙ[3] پايا
سڀ اُڌرو[5] ڏني جي - تان چرن ڪمل چت لايا
پربهه اُبناسي هنءُ تس ڪي داسي - مري نه آوي جائي
ڌرم اَرٿ ڪام سڀ پُورن - من چِندي[6] اِڇ پُجائي
سرب سمرٿ[7] ڳُن ڏاٿهه ڪرتي[3] - سد ساڌ ڪي مُن جَن ڏِيايا
نانڪ سرن ڪرپا نِڌ سوامي - وڏ ڀاڳي هر هر گايا .

[راڳُ سوهي، محلا پنجوان، ڇنت (٤)١١]

(٥) داس تيري ڪي بينتي - رِد ڪر پرگاسُ[8]
تمري ڪرپا تي پار برهم - دوکن ڪٽُ ناسُ
چرن ڪمل ڪا آسرا - پربهه پُرک گُڻ[9] تاسُ
ڪيرتن نام سمرت رهءُ - جب لڳ گهٽ ساسُ
مات پتا بنڌپ[10] تُون هي - تُون سرب نواسُ
نانڪ پربهه سرڻاگتي - جاڪو نرمل جسُ[11] .

[راڳُ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٧١)]

(٦) ناڪر - تُم سرڻائي آيا
اتر گيو ميري من ڪا سنسا[12] - جب تي درسن پايا . (١. ر٠)

---

١. اِيمان. ٢. مُون ۾ چاهه پيدا ڪر. ٣. ڳُرلهي ڳولهي. ٤. پرماتما. ٥. فنا. ٦. پسند.
٧. سرو ليون ۾ سمرٿيون. ٨. روشن. ٩. گُڻن جا سمندر. ١٠. مِٽ مائٽ. ١١. جس، مهما.
١٢. ڀرم.

اَن ڀولت[١] ميري پرتا[٢] جاڻي - آپنا نام جپايا
دکه ناٺي سک سهج سماڻي - آنند آنند گڻ گايا
ٻانهن پڪڙ ڪڍ ليني آپني - گرهه آنڌ ڪوپ[٣] تي مايا
ڪهه نانڪ گرو بنڌن ڪاٽي - وڇڙت[٥] آن ملايا.

[ راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (٧٤) ]

(٧) من ڪر - ڪبهوُ نه هرگن گايو
بِکيا[٦] سڪت رهيو نس ٻاسُر[٧] - ڪيو آپنُو[٨] پايو. (١. ر.)
گرو اپديش سُنيو نهه ڪانن - پَر[٩] دارا لپٽايو
پَر نندا ڪارڻ ٻهُ ڌاوت - سمجهيو نهه سمجهايو
ڪها ڪهُ مين آپني ڪرني - جهه بِڌ جنم گوايو
ڪهه نانڪ سڀ اَوگن موُن ميں - راک ليهه سرنايو.

[ راڳ بلاوَل، محلا ناوان، شبد (٤) ]

(٨) پرڀ ڪيجي ڪرپا نِڌان - هم هرگن گاوهگي
همُ تمري ڪرڏ نِت آس - پرڀ موهه ڪب گل لاوهگي. (١. ر.)
هم بارڪ مُگڌ اِيان[١٠] - پِتا سمجهاوهگي
سُت[١١] کِن کِن ڀوُل بگاڙ[١٢] - جگت پِت[١٣] ڀاوهگي[١٤]
جو هر سوامي تم ديهُ - سوئي هم پاوهگي
موهه دوُجي ناهي ٺوَر[١٥] - جِس پهِ هم جاوهگي
جو هر ڀاوهه ڀگت - تِنان هر ڀاوهگي
جوتي جوت مِلاءِ - جوت رَل[١٦] جاوهگي

١. ٻنا ٻُڌائڻ جي. ٢. سچي حالت جو پتو. ٣. ناس ٿي ويا. ٤. کوُهه. ٥. وڇڙيل. ٦. وشين. ٧. ڏينهن رات. ٨. پنهنجي من ماني پٺي ڪئي ائم. ٩. اِستري. ١٠. بيسمجهه، اياڻو. ١١. پُت. ١٢. ڪم ڪاري ڇڏيندو آهي. ١٣. پِتا. ١٤. وڻندو آهي. ١٥. ٺڪاڻو. ١٦. ملي هڪ ٿِي وڃڻ.

هر آپي هوءِ ڪرپال - آپ لءِ لاڙهگي
جَن نانڪ سرن ڏتار - هر لاج رکاڙهگي.

[راڳ ڪلياڻ، محلا چوٿان، شبد (٦)]

(٩) جو تيري سرڻائي هر جيءُ - تِن اُون راکن جوڳ[1]
تُڌ جيوڏ ميءِ اَوَر نه سوُجهيءِ[2] - نا ڪو هوُئا نه هوڳ
هر جيءُ - سدا تيري سرڻائي
جئن ڀاويءِ تئن راکهه ميري سواميءِ - ايهه تيري وڏيائي. (١،١٠)
جو تيري سرڻائي هر جيءُ - تِنڪي ڪرهه پرتِپال[3]
آپ ڪرپا ڪر راکهُ هر جيءُ - پوُهه[4] نه سَڪيءِ جم ڪالَ
تيري سرڻائي سچي هر جيءُ - نا اوهه گهٽيءِ نه جاءِ
جو هر ڇوڏ دوُجيءِ[5] ڀاءِ لاڳيءِ - اوهه جميءِ تيءِ مرجاءِ
جو تيري سرڻائي هر جيءُ - تِنان دوُکهه ڀُوکهه ڪڇ ناهه
نانڪ نام سَلاهه سدا تُون - سچيءِ شبد سماهه.

[راڳ پرڀاتي، محلا تيجا، شبد (٤)]

(١٠) ڪوئي رکِ[6] نه سَڪيءِ - دوُجا ڪو نه دِکاءِ[7] — سري راڳ، محلا پنجوان، شبد (٣)
چاري ڪُنڊا[8] ڀالِ[9]ڪيءِ - آءِ پَيا سرڻاءِ
نانڪ سچي پاتشاهه - ڏُبدا ليئا ڪڍاءِ.
(١١) پُوُلا[10] مارگ[11] پانيوُن - گُڻ اَوگڻ نه بيچار
نانڪ تِس سرڻاگتي - جو سگل گهٽا آذار. (١٨)

١. قابل. ٢. خيال ۾ اچي. ٣. سنڀال. ٤. ويجهو اچڻ، ڇُهڻ. ٥. ڏُنيسِي ڀاؤ، پيائي.
٦. ڪو موُن کي هِن سنسار جي پڙ ساگر مان بچائي سگهي. ٧. ڏسڻ ۾ اچي. ٨. طرف.
٩. ڳولهي، ڀٽڪي. ١٠. ڀُليل، گنهگار. ١١. سچي راهه.

 

(١٢) جاڪي سرڻ پيا ڪٽ[1] پاتيڪي - ساس ساس هري نام نه پاتيڪي
تس بن هور نه دوجا ٺاڪر - سڀ تسيءِ ڪيا جاني جيئ[2].
واڳ ماجهه، محلا پهريون، شبد (٣٤)

(١٣) ميري رام - هم پاپي سرڻ پري هر دوار
مت[3] نرگڻ هم ميلي ڪبهون - اپني ڪرپا ڌار.
واڳ گوڙي، محلا چوٿون، شبد (١١)

(١٤) هم اپراڌ پاپ بهو ڪيني - ڪر دشٽي[4] چور چرايا
اب نانڪ سرڻاگت آئي - هر راکهه لاج هر ڀايا.
(٣٥)

(١٥) پار برهم ڪي - سرڻي پاهه
ڪرت ڪلٺڪ[5] - ڪن مهه مٽ جاهه.
واڳ گوڙي، محلا پهريون، شبد (٣٦)

(١٦) جن ڪي ڪيني آپ سهاءِ - سک پايا لگ داسهه پاءِ
آپ[6] گيا تان آپهه پئي[7] - ڪرپا نڌان ڪي سرني پئي.
(١١٠)

(١٧) جن نانڪ اوٽ[8] تهاري پئي - آئيو سرڻاگيو
نام رنگ سهج[9] رس ماڻي - ڦر دوک نه لاگيو.
(١٦٠)

(١٨) جو ديسيءِ سو سگل بناسيءِ - جيئ بادر[10] ڪي ڇائي[11]
جن نانڪ جگ جانيو مٿيا[12] - رهيو رام سرنائي.
واڳ گوڙي، محلا نائون، شبد (٢)

(١٩) هر پرڀ داتا ايڪ تون - تون آپي بخش ملاءِ
جن نانڪ سرڻاگتي - جيئ ڀاوي تيوي ڇڏاءِ.
واڳ گوڙي، محلا ليجوا، اشٽپدي (٨)٩

(٢٠) جپ تپ سنجم ڌرم نه ڪمايا - سيوا ساڌ نه جانيا هر راءِ[13]
ڪهه نانڪ هم نيچ ڪرما[14] - سرڻ پري ڪي راکهه شرما[15].
واڳ آسا، محلا پهريون، شبد (٢٩)

(٢١) ڪهه نانڪ - جو پرڀ سرڻائي
اُنها[16] سک - آڳيءِ[17] گٽ پائي.
(٧٣)

---

١. موکش. ٢. ٺڪاڻو. ٣. متان، من. ٤. نگي، دولاب. ٥. پاپ، دوش. ٦. اهنڪار، آيمان. ٧. پرماتما جو روپ بڻجي پيس. ٨. ٽيڪ. ٩. گيان. ١٠. ڪڪر. ١١. ڇانو. ١٢. جوٺو، ناسوَنت. ١٣. پرماتما. ١٤. ڪرتوت. ١٥. لاڄ، پت. ١٦. هن جنم ۾. ١٧. پرلوڪ ۾.

(١١٠)

(٢٢) مها پِکر[1] سنسار - ورلي پيکيا
چوڻ هوکي سرڻ - ليکهَ[2] نانک ليکيا.

(٢٣) اي من ليرا کر نهي - کر وِيکهَ[3] شبد وچار
هر سرڻائي پئج پئو - پائينهِه موک دئار.

واڳ آسا، محلا تيجا، اِشٽپدي (٢) ١٣

(٢٤) پِکِس وِچِل هر پرد[4] هچِ - هر لاج رکايا
جن نانک سرڻاگتي - هر نام تِرايا.

واڳ آسا، محلا چوٿان، چهنت (٤) ٨

(٢٥) سنسار ساگر نِدي ترِيا - جِدي ايک دِيايا
نِج[4] کام کروڌ اَنِدْ[5] نِندا - پرڀ سرڻائي آيا.

واڳ آسا، محلا پنجوان، چهنت (٣) ١٣

(٢٦) ترِقي قاهي[6] سڀ جگ قاسا - جم کي سنگل[7] بند ليا
گور پرسادي سي نر اُبري[8] - جو هر سرڻاگت پئج پيا.

واڳ آسا، محلا پهلا، پٽي لکي (٢٥)

(٢٧) کرهَ[9] انگرهه سوامي ميري - گُنهه[10] نه موهِ کمائو[11]
گوبند ديال کرپال سک ساگر - نانک هر سرڻائو.

واڳ گوجري، محلا پنجوان، شبد (٢٥)

(٢٨) ساجن تيري چرن کي - هوءِ رهان سد دُوڙ
نانک سرڻ تهاريِئا - پيکهَ سدا حضُور.

واڳ گوجري، محلا پنجوان، وار (٤)

(١٢

(٢٩) تياگهُ سگل اُپاءَ[12] - تِس کي اوٽ گهه
پئو سرڻائي پئج - سُکي هوُن سک لهُه.

(٣٠) آپ ميت پئي سرڻائي - اِهه مَت سادُو کهي
پرڀ کي آگيا مانِ سک پايا - ڀرم اَنڌيرا لهي.

واڳ ديوگنڌاري، محلا پنجوان، شبد (٧)

(٣١) موُرک مُگدِ اَنات چِنچل - بل هِين[13] نيچ اَجاڻا
پڙنت[14] نانک سرڻ تيري - رکهُ آوڻ جاڻا[15].

واڳ ڀاڳڙا، محلا پنجوان، چهنت (١) ٣

---

١. پيانڪ. ٢. حڪم، قانوُن. ٣. دستوُر. ٤. نُورت ڪري. ٥. مها پُرشن جي گلا. ٦. قندي پر قاتل. ٧. زنجيرُون. ٨. بچي سگهندا. ٩. ٻاجهه. ١٠. ڏُڪو. ١١. ڪيا ڪرم ڪيل. ١٢. پڪڙ، وسيلو. ١٣. نربل، هيڻو. ١٤. چوَن ٿا. ١٥. جمڻ مرڻ جو چڪر.

(٣٢) جو سرڻ آوي اِس ڪُنت لاوي - اِهہ پِرد سوادي سَندا
پِرونت نانڪ هر ڪَنت مليا - سدا ڪيلَ ڪرندا.
(٤)٣

(٣٣) سون لبري ڪَت مها بِهڙي - اِڪ نام دِيهہ اَڌارا
پِرونت نانڪ ڪر دِيهِہ راکهُ - گوبند دِين دِيارا.
(٤)٧

(٣٤) هر نيچ سي اُتم پهي - هر ڪي سرڻائي
پاٿر ڏُبدا ڪڍ ليئا - ساچي وڏيائي.
واڳہ وَڏهنس، محلا تيجا، اشٽپدي (٤)٢

(٣٥) هڻُ پاپي پَتت پُرم پاکنڊي - تُون نرمل نرنڪاري
اَمرت چاکہ پرم رس راتي - ناڪر سرڻ تُماري.
واڳہ سورٺ، محلا پهلا، شبد (٥)

(٣٦) ساڌ ملوان مَل مل ڌووان - اِهہ من تڪُوُ ديسا
سُرڻ مِيتا هڻُ ليري سرڻائي آيا - پرڀ ملڻُ ديهِہ اُپديسا.
واڳہ سورٺ، محلا پنجوان، شبد (١٢)

(٣٧) سوني ڪراءِ جو تُد پاوي - موهہ سياٽپ ڪڇُو نہ آوي
هم بارڪ تُهہ سرڻائي - پرڀ آهي پيج رکائي.
(٧١)

(٣٨) ساڌ سنگہ ڪبهوُ نهي ڪِيا - نهہ ڪيرت پرڀ گائي
چَن نانڪ ميم ناهہ ڪوئو گُن - راکہ ليهہ سَرنائي.
واڳہ سورٺ، محلا ناوان، شبد (٦)

(٣٩) پياري اِن پِڌ ملڻ نہ جائي - ميم ڪيتي ڪُرم اَنيڪا
هار پڙيو سوامي ڪي دئاري - ديجي پُڌ بيبيڪا.
واڳہ سورٺ، محلا پنجوان، اشٽپدي (٣)

(٤٠) ليري سرن پيا هڻُ جيوان - تُون سَمرٿ پُرکہ مهروانَ
آٺ پهر پرڀ ڪڻُ آراڌي - نانڪ سد قربان.
واڳہ ڌناسري، محلا پنجوان، شبد (١٨)

(٤١) تِرشنا اَگن - پرڀ آپ بُجهائي
نانڪ اُڌري - پرڀ سرڻائي.
(٥٥)

---

١. گاي لگائي لو. ٢. پتي پرماتما. ٣. خوشيون. ٤. زنجير، قاسي. ٥. ناپاڪ. ٦. مها. ٧. ٽوڪي. ٨. لموني سان. ٩. پاٺ پڙهڻ، ويدن جو اَڀياس ڪرڻ ۽ ڪٿين يوگہ اِستعمال ڪرڻ. ١٠. وويڪي، ضمير جي. ١١. وسائين ڇڏي. ١٢. ڪري پيس.

(٤٢) کهنت ڪبير سُنهه ري ڀرائي - ڇوڙهه من ڪي ڀرما
ڪيول نام جپهه ري ڀرائي - پڙءِ ايڪ ڪي سرنا.
راڳ ڌناسري، ڪبير صاحب، شبد (٢)

(٤٣) مَکُن[1] وهيو مايا ميءِ نس دن - ڇُٽي[2] نه من کي ڪائي
کهه نانڪ اَب ناهه اُنمت گت - بن هرڪي سرنائي.
راڳ ٽوڏي، محلا ناوان، شبد (١)

(٤٤) سُکاد[3] ٻاد[4] اِبرکهه مَد مايا - ان سنگ لاڳ رتن جنم گوايا
دک ڀنجن جڳ جيون هر رايا - سگل تياڳِ نانڪ سرڻايا.
راڳ سوڙهي، محلا پنجوان، شبد (١٩)

(٤٥) همَ آيا ڏوِرهه چلڪيءِ[5] - ميءِ تڪي لئه سرڻاءِ جيئه
ميءِ آسا رکي چت مهه - ميرا سوهو دک گواءِ جيئه.
راڳ سوڙهي، محلا پهلا، گڪوڙتي، شبد (٣)

(٤٦) ميءِ تُجهه بن بيلي[6] ڪو نهي - تون اُنمت سَکائي[7]
جو تيري سرڻاڳتي - تن ليکهه ڇڏائي.
راڳ سوڙهي، محلا تيجا، وار (٢٠)

(٤٧) ڏکيا دردوند در آيا - بهت پياس جواب[8] الهه پايا
کهه رِوداس سرڻ پرڀ تيري - جڻ جاڻهه تهه ڪر گت ميري.
راڳ سوڙهي، ڀڳت رِوداس، شبد (١)

(٤٨) ٽالي[9] واءِ الهه لڳئي - پار برهم سرڻائي
چوگرد هماري رام ڪارَ[10] - دک لڳيءِ نه ڀائي.
راڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٧٩)

(٤٩) جو مانڪ مانڪه ڪي شيوا - اوهه تس ڪي لئي لئي ڦُن جاليئيءِ[11]
نانڪ سرڻ سرڻ سک ساگر - موهه ٽيڪ تيرو اِڪ ناليئيءِ[12].
(٩٢)

(٥٠) سمر سمر سک پايا - چرن ڪمل رک من ماهي
تاڪي سرڻ پَڙيو نانڪ داس - جاڪي اوُبُر[13] ڪراهي.
(٩٨)

(٥١) جو تم ڪرهه سوئي ڀل مانهه - من تي ڇُوٽيءِ سگل گمان
کهه نانڪ تاڪي سرڻائي - جا ڪا ڪيتا[14] سگل جهانَ.
(٩٩)

(٥٢) مها بِڪار گهور دک ساگر - تس مهه پراڻي گلت پيا[15]
سرڻ پڙي نانڪ سوامي ڪي - باهن پڪڙ پرڀ ڪاڍ ليا.
(١١٠)

---

١. رَدل، مست. ٢. ٻرائي. ٣. جهڳڙا. ٤. حسد. ٥. پڪڙي آهي. ٦. مددگار. ٧. سهائتا ڏيندڙ. ٨. جواب. ٩. گرم، ڪوسو. ١٠. اوٽ يا پيرو سر پرمالما جو. ١١. مرٽاني وڻي ٿو. ١٢. نالو، رام نام. ١٣. مٽي، اُتر. ١٤. اپايو آهي. ١٥. غلطان ٿيو پيو آهيان.

(٥٣) جو ليري سرڻاگتي - ڙن ناهي پار[1]
اوچ ايچ امر لي کري - آلکج[2] سدسار ۰

واڳ بلاول، پڳمت وو داس، شبد (١)

(٥٤) جـــو جو گـــرب[3] کري - سو جاء
غريب[4] داس کي - پريب سرڻاء ۰

واڳ ٽوڙي، مـــحلا پنجوان، شبد (٢٠)

(٥٥) ديا ديا کر راکهه هر جيءَ - هم دين[5] ليري سرڻاء
هم بارک ٽر پتا پريب ميري، - جن نانڪ بخش ملاء ۰

واڳ وامڪلي، محلا چوٿان، شبد (٣)

(٥٦) ڪام ڪرود لوب موهه - نست جهگڙي جهگڙايا
هم راک راکهه دين ليري - هر سرڻ هر پريب آيا ۰

واڳ ماليگوڙا، محلا چوٿان، شبد (١)

(٥٧) ميرا پريب ويپرواهه هيءِ - تا لس تل نه طماء[6][7]
نانڪ لس سرڻائي پَئ پئه - آپي بخش ملاء ۰

واڳ ماروُ، محـــلا ليجا، شبد (٥)

(٥٨) جن هر شيوا تن سکه پايا - سهجي هــي هرنــام سمايا
جو سرڻ پڙيءِ لسڪي پت راکيءِ - جاء پڇهه ويد پرائي[8] هي ۰

واڳ ماروُ، مـــحلا چوٿان، سولهو (٩) ٢

(٥٩) چار مڪـــت چاريءِ سڌ[9] ملڪيءِ - دوُاهه[10] پريب کي سرڻ پڙ ہو
مڪت پيو چٿهوُن[11] جگ جانيه - جس ڪيرت ماٿي چٿرُ[12] د ربو ۰

واڳ ـــ ماروُ، پڳمت نامديو، شبد (١)

(٦٠) گهه[13] پڇا ليدر داس آيـــو[14] - جـــولي جـــوت رلـــي
پريب چرن سرڻ آنات آيو - نانڪ هـــر سنگ چلي ۰

واڳ ڪيدارا، محلا پنجوان، شبد (١٥)

(٦١) جاڪهه راکيءِ - آپڻي سرڻائي
ساچي الکيءِ - سارپا فل پائي ۰

واڳ پيـرڀ، محـــلا ليجا، شبد (٣)

(٦٢) جيهه پران مڪت کو دانا - ايڪس سڻ لدو تا
کهه نانڪ تاکي سرڻائي - ديت[15] سـگل آنيـــاء[16] ۰

واڳ سارنگ، محـلا پنجوان، شبد (٧٦)

---

١. جمڻ مرڻ جو چڪر. ٢. بنڌن وارو. ٣. اَهنڪار. ٤. نماڻو، نهٺو. ٥. داس. ٦. ذرو، رتي. ٧. گهرج. ٨. پُران. ٩. سڌيون. ١٠. گهوٽ، پتي پرماتما. ١١. چئني. ١٢. چـــٽ، مُکڪ. ١٣. پڪڙي. ١٤. بانهون. ١٥. ڏني ٿو. ١٦. روزي، کاڌو.

(٦٣) اَمُر[1] وِيُرواهُ هيو، تِس نال سياڻپ نہ چلئي –
نہ حُجت[2] ڪرڻي جاء
آپ ڇوڙ سرڻاء پويو – مڃڻ لڳي رضاء[3].

راڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (٣٥)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٦٤) مڻ تن نام نرنجن راتهُ[4] – چرن ڪمل لڳو لايا
اَنگِيڪار[5] ڪيئو پربهه اَپڻي – نانڪ داس سرڻايا.

راڳ ملار، محلا پنجوان، شبد (١١)

(٦٥) تِراهِ[6] تراهِ ڪر سرڻي آئي – جلهه[7] ڪريا ڪيجيو
ڪرگهِ[8] ليهه داس اَپڻي ڪُهُ – نانڪ اَپنو ڪيجيو.

(١٧)

(٦٦) ڪهت ڪبير سُنهه نَرُ[9] نَروِيُ[10] – بُڙ اِيڪ ڪي سرنا
ڪيوَل نام جپهُ ري پِراڻي – تبهي نِسچيءِ[11] تَرنا[12].

راڳ ٻيراڙي، ڪبير صاحب، شبد (٢)

---

١. حڪم. ٢. اَڳرائي، سوال جواب. ٣. رضا، ڀاڻو. ٤. رتو پيو آهي. ٥. قبول ڪيو آهي.
٦. رکيا يا رحم جي پڪار. ٧. وسيئن پر جلان پيو لو. ٨. هٿ. پڪڙي. ٩. مڙد.
١٠. استري وڻ ١١. پڪ ئي پڪ، بنا شڪ جي، اوس. ١٢. پڻ ساگر مان تري پار ٿيندين.

 

# پرارٿنا ۽ سرناگتي.

پرارٿنا ڇا آهي؟ پرارٿنا آهي، منش جي پرماتما جي در تي پڪار. هرهڪ پڪاريندڙ جي پڪار جو نمونو، پنهنجو پنهنجو آهي پر اُتائيندڙ سڀ نمونا سُتت ئي سمجهي وڃي ٿو، جڏهن ته پڪاريندڙ ۽ اُتائيندڙ جي وچ، هڪ لنڊ بنا تار ڳنڍي بيٺي آهي، جا دم دم پٽي ٿي پيغام پهچائي ۽ جواب ورائي. نيٺ ته پرماتما جو پرزو، هر جيو اندر، هر دم جاڳي رهيو آهي ۽ جيو جي جاڳائڻ لاءِ جتن ڪري رهيو آهي. پوءِ ته ڪو پيو دل ۾ سازي، ڪو مک سان اُچاري، ڪو نيڻ ڪٽي نهاري، ڪو هٿڙا ڪٽي ٻاڏائي، ته ڪو خلوت جي خاموشيءَ ۾ خبرون وٺي ۽ پهچائي. انهيءَ پڪار پهچائڻ لاءِ، نه ڪا خاص ٻولي ٻولايل آهي، نه ڪي خاص اکر رچيل آهن، نه ڪو خاص انداز، وزن يا سُر رٿيل آهي. درد جي دانهن آهي. دل مان نڪتي نه آهي ته دلبر ٻُڌي نه آهي. ٻُڌي ڇا ٻوليندو، تنهن لي پنهنجو وس ڪونه ٿو هلي، ڇو ته درد سڃاڻڻ ۽ دوا آزمائڻ، اهي ٻئي حڪمتون سندس حڪم هيٺ هٿ وس آهن. سندس سڃاڻپ ۾ سلامت آهي ۽ دوا ۾ داد آهي. سندس حڪم ۾ حقيقي حرف يا الاهي الهام، هٿي هٺ ڪندو، پڪاريندڙ کي پسند پوي ڇاهي نه پوي.

اُلي حجت ۽ حرمت، حرڪت ۽ حقارت وارو حساب ڪونه هلندو، ڇو ته بندگيءَ بعد، ڀڄت يا ڀرابري، بغض يا بيهودائي بيجاءِ آهن، بيڪار آهن. پوءِ پڪار، پرارٿنا نه چئبي پر پُور ۽ پلٽيبازي، ناداني ۽ نالائقي، نافرماني ۽ نامرادي چئبي. پڪار جي جواب کي، حق جي حاصليت ۽ مالڪ جي مرضي سمجهي، مرحبا ڪرڻ، منظور ڪرڻ، برچشم ڪرڻ، برداشت ڪرڻ ۽ بجا آوري ڪرڻ، اها آهي سرناگتي. پنهنجو پر پوڄن آهي پرماتما کي پڪار ڪرڻ، دَر تائين دل جي دانهن پهچائڻ، ايمان ۽ الفت سان اشرافت ۽ آڙچائيءَ سان. پوءِ جيڪي پلئه پوي سا عرض جي عنايت آهي، انصاف جو اظهار آهي، مهر جي مٺيا آهي، بينظير بخشش آهي. جيڪي مليو سو منو، جيڪي ٿيو سو بسم الله، الحمدالله. اهڙيءَ اطاعت ۽ عقيدت ۾ ئي، بندي جو بخت ۽ برڪت آهي، بهبودي ۽ بلندي آهي. ڏٺيءَ جي در تي ناحق نه آهي. سڀ کي حق پلئه پوي ٿو. لائقيءَ آهر، دوا سان دعا جا داتا به گڏجي اچن ٿا، جي ايمان سان آزمائڻ گهرجن.

هاڻي ڇاڇڙو آهي ته اهو درد يا دک ڪهڙو آهي، جنهنجي دانهن ئي نڪري؟ انسان کي اندر ۾ انيڪ الجهن آهن، ته دل جي درد جون دانهون به بيشمار آهن، عليحدون عليحدون آهن. ڪو خوش نه آهي! هر ڪو دکي آهي!! ڪو ٻئي جي سک ڪري ڏکي آهي، ته ڪو پنهنجي حال تي راضي نه آهي. اهڙي دک جا ڪئين ڪارڻ آهن، جهڙوڪ

 

خيالي خشم ۽ خفقان، ايرکا ۽ انتقام جي اڳ، حقارت ۽ حسد جي حسرت، ڪام ۽ ڪروڌ جا ڪشت، لوڀ ۽ لالچ جو لڳاءُ، علتن ۽ عادتن جا عذر، گهرو ناسازي ۽ ناچاقي، مفلسي ۽ محتاجي، بيماري ۽ بي آرامي، بيڪاري ۽ بيقراري، عياري ۽ مڪاري، اوچتي آپدا يا اتفاق جو اثر، اولاد جي اچڻ جي آس، اولاد جي وڃڻ جو وڇوڙو، اولاد جي نالائقيءَ جي نراسائي، پنهنجن جا پور يا پراون جا سور. مطلب ته سوين جا سور، سڀني ٻن مان سور يا سدا سار مان سور، جي ڏاهيءَ کي ڏکائين ٿا، من کي منجهائين ٿا ۽ دل کي ڌڪائين ٿا. پوءِ، جڏهين پنهنجي چالاڪي ۽ چترائي، اُدم ۽ اُوچائي ناڪامياب ٿين، حيلا ۽ وسيلا، اميدون ۽ آسرا ناياب ٿين، ته پڪارين پرماتما کي. اهڙن حالتن هيٺ، آستڪ ته ڇا پر ناستڪ به، پرماتما جو پلاند پڪڙي، جهولي جهلي لڳن، رحمت جي رعايت لاءِ ليلائين ٿا ۽ اڻغيبي امداد گهري ٿا. ٿي سگهي ٿو ته ڪن جي پڪار، فقط اوچتي يا اتفاقي هجي، ته ڪن جي روزاني رسم اداڻي هجي پر پڪار پوڻتان، ڪانهه ڪا طاعت يا طلبگاري ضرور هوندي. خود مطلبي خاوند طرف کهلي ٿي. ووي خاوند جي خاموشي، خوديءَ جي خمار ۾ آڻي ٿي يا اوشواس جو اڀو وٺائي ٿي. اوشواس ۽ اڻهوري وشواس ۾ ڪو خاص فرق ڪونه آهي. ته ڪ ڳهت، ٻئي ساڳيا آهن ۽ ٻئي گهاتڪ آهن.

ڪي اهي آس رکن ٿا، ته من جون مدائون، بديون ۽ برايون يا ٻين لاءِ بد خواهي ۽ بد دعائي، پرارٿنا جو لباس پهري، پرماتما وٽ پاس پوندئون، سي سراسر پاڻ سان دوکيبازي ڪري رهيا آهن ۽ ايشور سان به بي انصافي ڪري رهيا آهن. پرماتما پاڻ خود ناحق ڪري، تنهن کان ته ڇو نه هوند پنهنجي مڙني واڳن جي وصيت، اهڙن پرارٿنا ڪندڙن کي، هٿون هٿ حوالي ڪري ڇڏي! پوءِ، پرٿويءَ تي گهڻا پرماتمائون پرگهٽ ٿيندا ۽ گهڻا هڪ ٻئي جي پٺن ۽ پاڙن يا سُهڻن ۽ سِراڻن ۾، روز پوز واهه رڳائي وٺندا؟ جيئن ناگ جي مُنڍيءَ ۾ زهر جو ڳلو هوندو آهي، تيئن ئي انسان جي من ۾ "مان مان" ۽ "ميري تيري" جو زهريلو ڳلو آهي. اِنهيءَ ٻنهي ٻنا، پرٿانيءَ جو پد پاڻ نا شُدائي آهي. ڇا پرارٿنا جو پيام، پرماتما جي پراپتيءَ ۾ آهي يا پرٿويءَ جي پرلئه ۾ آهي؟ پرارٿنا، بدخواهيءَ ۽ بدڪاريءَ جي بنياد تي ٻڌاءُ ڪري ڪونه سگهندي. اهو جيترو جلدي سمجهجي اوترو سٺو، نه ته ته موڙ رڳو پنهنجو ئي جهڳڙو جهڙو ٿيندو. سڀ جو خير، تنهن ۾ ئي پنهنجو خير سمجهڻ گهرجي. جو ٻئي لاءِ قبر کوٽيندو، سو پاڻ اُن ۾ دفن ٿيندو.

آس اميد رکڻ ۾ ڪو اهم ڪونه آهي، ڇو ته ترشنا تياڳ ڪرڻ ڪو چرچو ڪونه آهي. اِئين ته پرماتما جي پراپتي پاڻ به ته هڪ آس آهي. سو پنهنجي دک روڳ نورت

ڪرڻ ڪالر يا پنهنجي ڀلائيءَ ۽ واڌاري ڪالر، پرارٿنا ڪرڻ ۾ ڪو مهٽو يا گناهه ڪونه
آهي. آخر ته ايشور ئي دک نوارڻهار، ديالو، دين ٻنڌو، ديانانت ۽ سُکداتا آهي. آد جڳاد
کان، پرارٿنا، انسان جو آخرين آسرو ۽ اُجهو ئي رهي آهي ۽ اَگهامپي آئي آهي. انهيءَ
سهاري ئي ته صدق لڳي ٿو. سو ڇو نه ڪيس پرارٿنا ڪجي ته نيڪ نيتيءَ جي آس پڄائي،
دک گهٽائي، مصيبت مٽائي، سهن شڪتي وڌائي، اُتساهه جاڳائي ۽ سچيءَ راهه تي هلائي؟

اِئين سڪائُون ڪندي ڪندي، پرارٿنا ڪندي ڪندي، اِهو به مناسب آهي ته روز
مره، ڪجهه سمو اَندر جي اورڻ ۾ لڳائجي، ته جو گهُري رهيو آهيان، سو سک ڏيندو ۽ سُکي
ڪندو يا رڳو سک جي صُورت ڏيکاري، دک ۾ بدلبو؟ جنهنکي مان سک سمجهي رهيو
آهيان، سو پيا همت ڪري، سُکي ٿيا آهن يا دُکي؟ جو هاڻي سک سمجهڻ ۾ اچي ٿو، سو
خود جيڪڏهين فاني ۽ بيبقا آهي، ته پوءِ مُون کي دائما سک ڪيئن ڏئي سگهندو؟ سک
ته چاهي سڀڪو ٿو پر سک سڃاڻي ڪو ورلو ٿو، ڇو ته عام طور، سک دک جي پاولا، من
گهڙت آهي. هر هڪ کي اِهو آزمُودو هوندو ته جنهنکي من، ڪالهه سکدائڪ ٿي سمجهيو،
تنهنکي ئي اج دکدائڪ ٿو سمجهي. ڪارڻ؟ ڪالهه اُنهيءَ سان راڳ يا پسندي هئي ۽ اج
اُنهيءَ سان دُويش يا ناپسندي آهي. گهڙي پاڳي، من جي مستيءَ موافق، اَهنتا هر هر پنهنجي
ويس بدلائي سدلائي. سو سک دک، من جي خام خياليءَ جي خصوصيت آهي، راڳ ۽
دويش جي نظر فريبيءَ جي رچنا آهي، شيطان جي شرارت جو شور آهي ۽ اَوديا ۽ اَگيان
جي اوندهه جو اَنڌڪار آهي. سو سياڻپ آهي، سک ۽ دک جي ٻنهي جي سڃاڻپ ۾.

جي هڪواريءَ پروڙ پوي، ته پرارٿنا جي پڪار صفا پلٽو کائي وڃي. پوءِ هُوند
چئجي ته منٿا مالڪ، مان ته مُورک آهيان، سک دک جي ٻنهي کان اَڻڄاڻ آهيان. اَهو ڪجي ڪر
جو سچو سک حاصل ڪريان، سڀ ۾ سک سمجهان ۽ سڀ جو سک مڃيان. صاحب سمجهائين ٿا
ته اي ٻندا، پرارٿنا معرفت، مطلبي معرفت کٽي پُورا نه ٿين، پر آنند يا مڪتي اٽڪي معصُومي
مناجات ۾، عاجز جي عبادت ۾، بيڪس جي بندگيءَ ۾، پريم جي پڪار ۾، جنهن ۾ من
جي اُجلتا ۽ اُجالي جي آس آهي، لاٻانَ جي حقيقت جي تلاش آهي. اِها آهي پُورن
پرارٿنا، سچي سرناڳتي، پرم ڀڳتي، جا قادر وٽ قبُول پوي ٿي ۽ راهبان جو رهبر ٿئي ٿي.

رُوحاني راهه ۾، جي نام آهي ڪشتي، ته پرارٿنا آهي ونجهه ۽ سرناڳتي آهي سڙهه.
اِنهيءَ ڪشتيءَ جو ستگور پاڻ ملاح آهي، جنهنکي پـاڙو يا پيتا ڪوئي سچي شردا ۽ شيوا
جي. اِهو پتڻ ڏئي، شيوڪ ڪشتيءَ ۾ وهي ٿو، رام نام جي رنگ ۾ رچي ٿو، موج ۾ نچي
ٿو ۽ نچي نچي پار پهچي ٿو. پرارٿنا نه آهي رڳو پوٿيءَ پُراڻ پڙهڻ ۾، گهنٽن گهڙيالن وڄائڻ
۾، آواز جي اوچائيءَ ۾، اکرن جي اُستاديءَ ۾ يا شعرن ۽ سلوڪن جي تُڪبنديءَ ۾، پر

پرارٿنا آهي، من جي ماٿ ۾، شبد جي ڌُرليءَ ۾، سُن سماڌيءَ ۾. جيون ٻالڪا جي سفر
۾ پرارٿنا، وڪارن جي وِڄ مان، سوادن جي سير مان، ڪامنائن جي ڪُن مان ۽ اوگڻن
جي اوڙاهه مان بچائي ٿي. پرارٿنا آتم شڪتي آهي جا پرماتما جو ساکيات پرڪاش ڪرائي
ٿي. پرارٿنا مدش ۽ مالڪ جي وچ ۾ ڳنڍيل ٽَل آهي. پرارٿنا ڀڳتيءَ جي پُڪار آهي، صدق
جي پيت آهي ۽ پاڻ جو انگيڪار آهي. شيوڪ، پرارٿنا اهڙي نه سڪ ۽ سوز سان ٿو
ڪري ۽ اهڙا نه اُلا ٿو اُٿاري، جو پرماتما پاڻ اچي. پنهنجا هٿ ٿو سيءَ ۾ سيڪي. شيوڪ،
پرارٿنا اهڙي شدّ ۽ نرمل هردي سان ٿو ڪري ۽ اهڙي ٽمڪ سان ٿو پيدا ڪري، جو
پرماتما پاڻ اچي، ٿو پنهنجا لبت ۾، لتل اگهه ٿاري. هيءَ ڪو لفظي لفظو نه آهي پر عاشقن
جو شخصي آزمُودو آهي، عالم آشڪار آهي. سو سائين، ستگور ۽ سالڪ، انهن پاڻ سمهه
جي سگهڙي سان ٻڌا پيا آهن. سچ پچ نه پرماتما کي وَنڊڪ ۾ ته اهترو وشرام ڪٿي ٿو
ملي، جيترو ٻندن جي ٻندگيءَ مان، جا ٻندي ۽ ٻنده پرور جا وچان ٻند ٿي پئي ٿي وڃي.

سرناگتي هڪ مها اُتم ۽ اَملهه ساڌنا آهي. سرناگتيءَ جو اهو طريقو نه آهي، ته شرڻ
وٺي، ڪنهن مطلب يا مراد سان جهولي جهلجي. جي پري نه ٿي جهلجي، ٻوءِ ٿين ۽ ٻوءِ
چوڻين، ڇو ته ترشنا ترپت ٿيڻ جي نه آهي. ٻوءِ جي ڪنهن طلب جي تعميل نه ٿي ته
سگهو صادق اچي مالڪ تي مُتبو، ڇو ته سندس شرطي صدق جو روشندان ٿي ڇڏ ته ٻند
ٿي ويو. اهڙي خود مطلبيءَ سان مِلاوليءَ شرڌا، سائينءَ وٽ، صحيح طور سڃالي وڃي ٿي.
سرناگتي اها آهي، جنهن ۾ سوارٿ ۽ صفا سميٽجي وڃي ۽ پر اَرٿ ۽ پرم اَرٿ جي ڀاونا
پرگهٽ ٿئي. "مان" مالڪ سان ملي ۽ اها ملاوت مخلوقات سان ملي، ته "منهنجيءَ تنهنجيءَ"
جو پيڙ مٽي. سرناگتي اها آهي، جنهن ۾ پنهنجا انگ ۽ لاڳاپا، اِڇا ۽ آسرا، جذباتن ۽
لمناتن، ڀاوناتن ۽ عادتن، وچار ۽ ڪرم، سڀ پرماتما جي پاڻي ۾ پڙهي پون ۽ جذب
ٿي وڃن. انهن سَگهو ٿي، صفا اُڙي ٿي، شرڻ وٺي، سڀ پنهنجا سپرد ٿيل ڪارج ۽
ڪرتاتون، سَيدرم موجب ۽ اصولڪي سياءَ مطابق، سڪ ۽ سچائيءَ سان، اَدا ڪجن.
نتيجو ڇڏجي ڪرتار تي. نتيجو نڪتو سو چشمن تي رکي، سڀ ڪري سڀيڪار ڪجي
۽ مِٺو سمجهي منجهي. انهن پنهنجي من جي مت ملي وڃي مالڪ جي مرضيءَ ۾. سو
سرناگتي آهي اها تياڳ جي تقاضا، جنهن ۾ تياڳ جي ترليب ۽ تميز ۽ تياڳ ٿي، ايشور کي
اَرپڻ ٿي وڃي. تياڳ ٿيو يا نه ٿيو، اها به ڳَم ڪانه رهي. اهوئي سچو سنياس آهي.

اها آهي سرناگتي، جا دروپديءَ تسليم ڪئي هئي ۽ جنهنجو گرو گرنٿ صاحب
۾، ڪئين دفعا ذڪر آيل آهي. دشٽ دروڌن جي دربار ۾، دشاشن جي ناپاڪ هٿن

سان، دروپديءَ کي ننگو ٿا ڪن. هوءَ ويچاري اٻلا، لاجواب دليل پيش ڪري، درٻارين
کان انصاف جي طلب ٿي ڪري، پتا ڀيشم کان پناهه ٿي ڀڃي ۽ پتي ڌرشٽر کان ٻچاءَ جي
مدد ٿي گهري. بي اختيار هٿن ٿي هاري، پر سڀ ٻڌا، بي قياس ۽ بي غيرت ٿي
ٻيٺا. هٿون پڪارون ۽ ٻراڏون، واڪا ۽ ونتيون، سڀ ولوٽ وڃي پيون. ڪرڻ،
هاڻي حيلو وسيلو ڪونه ڏٺو اٿس. تڏهين، ساڄو هٿ ساڙهيءَ جي پلؤ ۾ وجهي، پاڻ کي
بيعزتيءَ ۽ بيحرمتيءَ کان بچائڻ جي ڪوشش ڪري ٿي، نه ڪابه هٿ سان، سري ڪرشن
مهراج کي، سهاري لاءِ سڏي ٿي. پر اهو به اڃا سڏرا نه ٿو اٺائي. تڏهين ساڄي هٿ جو
ٻه سهارو ڇڏي، ٻئي هٿ کڻي، وري ڪرشن کي ڪوٺي ٿي، واجهائي ٿي، ليلائي
ٿي، ٻاڏائي ٿي، نه هي نرنڪار، هي نه اونن جي اوٽ، هاڻي مون نماڻيءَ جو ننگ تو تي
آهي، توکي پالڻو آهي. هيءَ منهنجو انگ نه آهي پر تنهنجو ننگ آهي. جيئن انين دروپديءَ،
پنهنجو انگ ۽ ننگ، سموري شردا ۽ شڪتيءَ، ٻچاءَ ۽ ٻهادريءَ سميت، ڪرشن کي
سونپي ٿي، ارپي ٿي، تيئن ٿي لوٽ سندس لڄ پت، ۽ عزت رهجي اچي ٿي. درٻار جا
سڀ حاضرين، دنگ رهجي وڃن ٿا، سَتيءَ اڳيان سِر جهڪائين ٿا، ڪرتار جي ڪرپ کان
ڪنبن ٿا. پاپ جي گهڙي پورڻ بعد ٿي پرماتما پرگهٽ ٿي، سنتن جي سهائتا ڪري
ٿو. هر هڪ سادڪ يا شيوڪ اڳيان، اهو دروپديءَ جي سرناگتيءَ جو عاليشان مثال آهي.
اها مثاليت ٿي صدق جو سيلاب آهي. صدق جا سچاهي درٻار ۾ داخل ٿين ٿا.

جڏهين سڀ ڪجھ ڇڏيو تڏهين نه سڀ ڪجھ پاتو. انهن ڪين مان ڪجھ لين ٿا ۽
سڀ ۾ سڀ ٿهي ٿي. عاشقن آزمايو آهي، سالڪن ساک ڀري آهي ۽ فقيرن فرمان ڪيو
آهي. پر ڇڏجي ڇا ٿو؟ ڪهڙو ڪوڙ! مثلاً، سرير ڪ سک ۽ سواد، سنساري سنبند ۽ سهارا
۽ متوالي من جي ويچار ڌارا. مطلب ته من جي ورتي، سرير ۽ سنسار مان ڪڍي، ٻُڌيءَ
۽ آتما طرف موڙڻي آهي. وري پائجي ڇا ٿو؟ سچو سون! مثلا، جيون ياترا جو امر ڦل،
مڪتيءَ جو مارگ، اکنڊ آنند. پرماتما جي پراپتي. ريجو جي من جي اوٽ جي مورت ٿئي نه
بيڙا ٿي پار. جي آهن سچا سوداگر، تن لاءِ نه هي ڏي وٺ جو سودو سستو آهي، ٽڪيري
جي لوٽ آهي. جي پنڌ اڻانگو آهي نه منزل به لاثاني آهي. پرپت جي چوٽيءَ تي چڙهڻ
سولو نه آهي. چنڊ تي چڙهائي ڪرڻ ڪو چرچو نه آهي. پر هيل تائين گهڻا چڙهيا آهن؟
روحاني راهه تي به "مان" ڏئي "تون" ڳنهڻو آهي ۽ اهو "تون"، تو ۾ ۽ مون ۾ ڏسڻو
آهي. "مان" ماري، امر ٿيڻو آهي. آپي سان ڪو شيوڪ سڏيو؟ اهو پاڻ سان ڪو
سرناگت ٿي سگهيو؟ اهي ٻئي ٿلواريون، هڪ مياڻ ۾ ڪونه ماپنديون. يا خودي سانئي يا

خدا سائين. آهي مُنجهل ڪانئرو ٿي من. هري مندر ڳجهي ٿو، جتي هريءَ جو نواس ٿئي ٿو. جتي هريءَ جو نواس آهي، اُتي شيوڪ کي نه ڪو ڀؤ پوندو ۽ نه ڪو اُهڙ لوڏو. "ميري ڏوري ٽيري هاٿ." واڳ وهيڻي واحد جي، پوءِ ڇو مان ڪاڻ ڪيان ڪنهنجي؟ پوءِ ڇو مان ڪانءِ فڪرات ڪريان پنهنجي، جڏهن اُنهيءَ اوس ٿي ٿيندي سهجي.

سو سرناگتي، ڀورتيءَ جي پد مان، پرمالما جي پراپتيءَ جي پد تي پهچائي ٿي. سرناگتي اُچمت ۽ نرپٽ جي پد جي استتي آهي. سائينءَ جي سهاري هيٺ، چنتا ۽ ڀؤ جو نه سوال ٿي ڪونه ٿو اُٿي. اُلي من، پنهنجا سڀ اُجها ۽ آسرا، ساٿ ۽ سهارا ڇڏي، هڪ اڪال پرک جو پلاند پڪڙي ٿو. پاڻ ماري پاڪ پائي ٿو. پنهنجي سرناگتي پاڻ کي ڪري ٿو! جو من، پاهر ٿين سهاري ۽ سلامتيءَ جي چنتا يا ڳولها پر نه آهي، اُهو من بيسلامتيءَ پر به سلامت آهي. هُن جي سلامتي سائينءَ وٽ اُنهن سوگهي آهي، جيئن ساز وڄائيندڙ وٽ. گويا هوُ پاڻ سڀوُرن سلامتين ۽ شڪتين لاءِ، خود سمرٿ ۽ ڪلاوان ٿي پوي ٿو.

اِهو آهي سهڻو سبق، پرارٿنا ۽ سرناگتيءَ بابت، جو صاحب سيکارين ٿا ۽ جو شيوڪ سٽيڪار ڪري ٿو. ايشور کي سرو وياپڪ، حاضران حضور، انترجامي ۽ ڄاڻي ڄاڻڻهار سمجهي، شيوڪ آزي ۽ نيزاري، التجا ۽ آرادنا ڪري ٿو، سڪ ۽ صدق سان، نمرتا ۽ نماڻائيءَ سان، پڇتاءُ ۽ پراشچت سان، پيار ۽ پوترتائيءَ سان. ڇا ٿو گهُري؟ هي پيارا پريتم، مون زندگيءَ جو ڪافي دؤر ڏٺو آهي. ڪافي پڪيرو آهيان ۽ ڪافي چريو ڏٺا اٿم. ڇا ڇا جوُڇي، ڄاڻ پئي اٿم ته سنساري سک، دکن جو پاهرين سڀهوُن ڪهه آهن. دنيوي پدارٿ بيمثا آهن. اِندرين جا رس ڦڪا ڦوڳ ۽ ڊيوءَ لاءِ روڳدار آهن. سنبنڌي، سُوارٿي ۽ خود مطلبي آهن. ناتا ۽ نيهن ڪُوڙا آهن. سنسار گويا سُپنو آهي ۽ ڪڪر جي ڇانوَ مثل آهي. سنسار ٿي سنبنڌين ساٿ ڇڏي ڏنو آهي ۽ مطلبي مترن منهن موڙي ڇڏيو آهي. پاڻ کي اڪيلو ۽ ويڳاڻو پيو ٿو سمجهان. جيئن جي جوُئا پر، هاڻي هار کائي، پيو ڪوبه حيلو وسيلو نه ڏسي، لوڪ لڄا کان لاغرض ٿي، آيو آهيان تنهنجي در تي. ڪٿي پاڻ سان ڪجهه ڪين آيو آهيان. فقط شردا پائي، شرن پر آيو آهيان. داخلا ملي ته جيئون ٿڙي. قربان ٿيان ته قبول پوان ۽ وار وار بلهار وڃان. دنيا پر نرليپ رهان، ٿو پر رتل رهان.

هي سرگڻ سائين سرجڻهار، تنهنجي مهانتا جي مان ڪهڙي ۽ ڪيئن مهما ڪريان! تون ته گڻن جو ڀنڊار آهين، خصلتن جو خزانو آهين، سنسار کان نيارو آهين، قدرت کان نرالو آهين. سُبحان آهي تنهنجي زيب ۽ زينت، ناز ۽ نزاڪت، سُونهن ۽ سُرهاڻي، جلوو ۽

جوهر، حسن ۽ حليمائي، لطف ۽ لائي، شان ۽ شوڪت، مانُ ۽ مرتبو، انداز ۽ آب تاب، ڪرمُ ۽ ڪماليت، فيض ۽ فراخي، همدردي ۽ همدلي، دلربائي ۽ دلداري، بيپائي ۽ بيريائي، پرڪاش ۽ پوترتائي. سڀئي تنهنجي اپار مهما ڪٿي آهي پر اپار ۽ اڻپوري آهي، جو نه ٿوري اي انت آهين، بيحد جو بحر آهين. ساري سرشٽي تو مان اُپجي ٿي ۽ تو ۾ ئي سمائجي رهي ٿي. تون نبلن جو بل آهين، نتاڻن جو تاڻ آهين، بيسهارن جو سهارو آهين. هي پکنڊ ۽ ڇل، هاڻي پنهنجو برد پال، شرن آئي جي لڄ رک. پنهنجي صاحبيءَ جو شان رک. بندڪي ۽ اڻاٽ کي اڃهو بخش. منهنجا عيب ۽ اوگڻ نه وچار. منهنجا پاپ ۽ اپراڌ نه ڳڻ. اهي آهن اڻڳڻيا، اڻکٽيا، تن جو اظهار، ڪهڙو ڪري ڪريان؟ وسريا مون ڪان ڪونهن، نه ڳجها تو کان به ڪونهن. تون معاف ڪر مڙيئي مداوا منهنجون.

مان ڪوڙو ڪپٽي، ڪامي ڪروڌي، لوڀي لالچي، اَپي اهنڪاري، پاپي پاکنڊي، ڪُڪرمي ڪُسنگي، اياڻو اَگياني، نيچن ۾ نيچ ۽ پَسن کان به ڀيري آهيان. واسنائن ۽ ڪامنائن، ڀاونائن ۽ منشائن جو غلام ٿيڙي، مان نه وڪارن جي وس چڙهيو، چنچلتا جي چڪر ۾ ڦاسي ۽ گناهن جي گپ ۾ ڳچيو، پنهنجو مانش جنم اَکيارٿ وڃايو اٿم. رتن ڇڏي، ڪوڏيون ڪنيون ڪيون اٿم ۽ سڌين راهه ڇڏي، اُلٽي رستي تي وڌي رهيو آهيان. پرميل آهيان، پليل آهيان ۽ پنڪيل آهيان. پنهنجي ڪيل ڪرمن جو بار، مون کي اونداهي کوهه ۾ هيٺ گهليندو ٿو وڃي. ڪوبه اوهڙي واهي نظر نه ٿو اچي. هي منڙا مالڪ، منهنجو سڀ ۽ سگهه، سڪي ويا آهن. مون کي تنهنجي مدد ۽ مهر جي درڪار آهي. هاڻي هٿ ڏي ته هلان. انسان خطا جو گهر آهي، ته تون ڪميا جو گهر آهين. بندو آهي بيڪاري ته تون آهين ڏاتار. مان ته هڪڙو دکيو دردونڌ، تنهنجي در تي سوالي آهيان. سنساري سڀئي مان سڃاڻي ٿي، راهه جي رهنمائيءَ جي رحمت وٺڻ آيو آهيان. هاڻي پڇتايان ٿو ۽ پڪاريان ٿو ته هي بخشڻهار، بخش گناهه. دڳ لاءِ، ته جيون جو نئون ورق ورايان، آتما جي اُگرتا نروت ڪرايان، ڪرپا جي ڪرڻ جي روشني ڦهلايان.

هي نرمل نرنڪاري، مان اَنيڪ اَوگڻن ۾ اَنڪيل آهيان ۽ وچتر وڪارن ۾ وچڙيل آهيان. منهنجي ويڌن جي ترڪي واقفيت آهي. منهنجي مدائن جي سڀ لوڪي معلوميت آهي. مون کي سمت ڏي ته مان ڪُڪرمن کان ڪنارو ڪري، نيڪيءَ جي راهه وٺان ۽ تنهنجي اوڏو اَچان. منهنجي اگيان ۽ اوديا جو پڙدو هٽاءِ ته ٻاڻ پڇاڻيان، سچ سڃاڻان.

ڪامُ ڪروڌ لوڀ جُوٺ نندا - ان تي آپ ڇڏاوهُ۔ — راڳ سورٺ، محلا ۹
اهه پيتر تي ان ڪٽهُ ڏارهُ - آئين نڪٽ ٻلاوهُ۔ — ڀڄوان، شبد (۳۱)

هي پرورد گار پرميشور، مون نوٽ نڪر جي هردي ۾ نرملتا جي نوازش ڪر، گيان جو پرڪاش ڪر، تہ دليوي آهها آسرا اوولنگهي، نام جي اوٽ وٺان. سرپرڪ سواد ڇڏي، رام نام جي رس پيان. نام مهدجي من ۾ وسي ۽ مان نام ۾ وسان. هردم پيو ڪٿن سان ڪيرتن ٻڌان، زبان سان پڇن ڳايان ۽ هردي سان سمرن ڪيان، مٺن ڪيان، نڌياسن ڪيان، ڌيان ۽ ڌارنا لڳايان. اٿين جي، آهها جاپ جوبان پنو، تہ جوي جيئان ٻيو. جيئان جڳ لاءِ!

سا ٻڌ ڏيجي جِهہ وسر ناهي - سا مَت ڏيجي جِس تُڌ ڌياڻي — راڳ مانجهہ، محلا ۵
ساس ساس تيري گڻ گاوان - اوٽ نانڪ گور چرڻا جيئہ۔ — ڀڄوان، شبد (۱۲)

هي آنياسي ايشور، مون داس کي، داسن جو داس ڪر، گولن جو گولو ڪر، تہ آئو ڇڏي، مطلب ۽ مرادون ميساري، سيني جي پيو شيوا ڪريان، سنتن جو سنگ ڪريان ۽ ساڌ سنگت ۾ وشرام پايان. مها پرشن جا پير ڌوئان ۽ انهن جي چرنن جي خاڪ، مستڪ تي لڳايان. ڪين پنهنجو تن من ڌن ارپي، گڏجي گوبند جا گڻ ڳايان. سنتن کان سمق سکان ۽ سڪي هنين سان هنڊايان. ٻين سان پيار رکان. ڪين ڪمائتو ٿي، اها بندگي ڪمايان.

ٽهل ڪرڻ تيري داس ڪي - ٻگہ جهارڻ بالَ — راڳ بلاول، محلا ۵
مستڪ آٿيا ٻيست ڏيئہ - ڳُس سنٿہ وسالَ. — ڀڄوان، شبد (۴۱)

هي سچا پاتشاهہ، مونکي مرشد ملاءِ تہ سندس ٽهل ڪريان ۽ اپديش ڪمايان. سندس در تي پاڻي ڀريان، اَن پيهان، جهلون جهليان. ستگور جي چرنن ۾ ويهي، شبد ۾ سُرتي لڳايان ۽ اَنهد ڌُني جو آواز اُڻايان. سندس پلاند پڪڙي، پند پران، تہ من ڀار پران.

هر ديهہ پريو مَت اتما - گور ستگور تي ٻگہ پاهہ — راڳ ڪانڙا، محلا ۴
سب سنگہ هر ميل پريب - هم پاپي سنگہ تراهہ. — چوٿان، وار (۵)

هي ڪرپانڌ ديالو، مون کان اهي ڪم ڪراءِ جي توکي پسند هجن. ڪم توکي اَرپڻ ڪريان تہ ڦل بہ توکي اَرپڻ ڪريان. سڀ تنهنجو سمجهي، توکي ڏيان. فقط تنهنجي نيڪ وَنان، تنهنجي آگيا ۾ رهان ۽ تنهنجو ڀاڻو سب ڪري مڃان. جتي رکين، جيئن رکين، تئين

۽ شڪر ڪرڻ ۽ خوش رهڻ. وچڙيل ملڻ ۽ ٽوڪي ڇاڻڻ. سچ ۽ سنتوش، ديا ۽ ڌرم، پرهيزگاريءَ ۽ پوترتائيءَ جو سينگار ڪري، سهاڳڻ ٿيڻ ۽ سيج تي سُهڻ. اندر اوري، من مندر جا مزا ماڻيڻ. مُڪتي پائي، جنم مرڻ کان آزاد ٿيڻ. سچ تي سچ ۾ سمائجي وڃڻ. جوت ٿي، جوتيءَ ۾ جذب ٿي وڃڻ. جيو آتما پرم آتما جي ميلاپ لاءِ منتظر آهي.

ڇوڻ ڪمل ڪنا آسرا - دوجا ناهي ٺاءِ
مِيڪو ڌر تيري پيار پرهم - تيري ٿاڻ رهاءِ
نماڻيا پرڀ ماڻ توُن - تيري سنگ سماءِ

سري راڳ، محلا
پنجوان، شبد (١٢)

انهن ڀڳتي، پرارٿنا ۽ سرناگتيءَ جي پرن سان پرواز ڪري ٿي. ڀڳتي ڪٺي داسا ڀاوَ يا مڌر ڀاوَ واري هجي، پر ڀڳتيءَ ۾ پن ڇپن ڪي، گهر گهر ڪي، جهڳ جهڳ ڪي يا سنساري سوداگريءَ ڪي، ڪا به جڳهه ڪانه آهي. ڀڳت جي ورتي سربر يا سنسار طرف رهيٺي ڪانه، ته پوءِ هوءَ وهنواري طلبون ڪندو ڪيئن؟ لوشمانن جي ڳنڍڙي، سون درياءَ ڪري، پوءِ ته هوءَ ڌڻيءَ جي در تي آيو آهي. سوالي ۽ سوداگر اچا به آهي پر شاهن جي شاهه جي در تي اچي، هوءَ ڪوڙي ڪچ جا بلوري ڇڏا ڪيئن گهرندو، جڏهن الي ماڻڪن ۽ موتين جو اڻکٽ ڀنڊارو پريو پيو آهي؟ گنگا نديءَ جي ڪناري تي ويهي، ڪو نئين نديءَ کهي کوٽيي، جڏهن نرمل جل جو بيحد پور اکين اڳيان وهندو هجي؟ هوءَ ته پولو پريم جو پيار، پاڻ سان کڻي آيو آهي، پٽ راڻي پڇڻ آيو آهي، پنهنجي پرماتما جي سيج تي حق ڄمائڻ آيو آهي. جڏهن ڪنهن خود پرماتما جي پراپتيءَ جي لوڏ لڳل آهي، ته هن کي سرپر جي ڪيئن سڌ رهندي، سنسار جي ڪيئن سمڪ رهندي ۽ سرڳ جي ڪيئن سڌ ٿيندي. پرماتما پريم جو بکيو، داسن پنيان ديوانو، سو گهڻو وقت چپ ماريندو؟ پريم جي پوليءَ، ڪيس ڪڻ ۾ ڇڪي، اچي ٿي پرڀوءَ جي پلاند ۾ وجهي. پوءِ ته پلاند جي پڪڙ ۾ هوءَ انهن قابو آهي جيئن ٻڪي پڃري ۾. لڪ چپ راند پوري ٿي. هاڻي ٻئي ساندهه گلي لڳا پيا آهن، ٻئي پٽ ٿي ويا آهن، ٻئي گڏجي هڪ ٿي ويا آهن. هاڻي ڪير ڪڏهن ڪي نيڻن جو ناز ڏيکاري، پريم جو ٻاڻ ماري؟ جو ماري ٿو، سو پاڻ کي ٿي ڇني ٿو. انهن عاشقن اڳيان، الاهي اسرارن جا راز کلن ٿا، سندن هردي جا ڪنول گل ڦلن ٿا ته جهوُلي لال جا جهنڊا جهلن ٿا. انهن غيب دانيءَ ۾، حيات جاوداني حاصل ٿئي ٿي.

الاهي عشق جو بيان ڪرڻ مشڪل آهي. وشيش پريم لاطمع آهي، لاحد آهي. صدق ۽ صداقت، سڪ ۽ سچائيءَ، پرهه ۽ بيقراريءَ، تڙپ ۽ تنوار، قرب ۽ قربانيءَ، بيمفسيءَ ۽

پيدائش جي، بيمثل بختاوري آهي. پريميءَ جو چت رڳو پرماتما جي پراپتيءَ ۾ لڳو پيو آهي، جيئن ماڪ جو ڦڙو پڇي، ڌڙ جو مرس ۾، چڪوري جو سورج ۾، چڪور جو چنڊ ۾، چاتڪ جو بوند ۾، هنس جو ڪنول گل ۾ يا پرواني جو شمع ۾. ٻئي طرف نه ڏيان لڳيس ٿي نه ٿو. سائينءَ جي ساٿ لاءِ سِڪي پيو، سِڪي پيو. مائي نه هوند ڦل وانگر ڦٽ سان وڌندي وڃان، ندي‌ءَ جيان سمنڊ ۾ سمائجي وڃان. هڪ پل به پري نه ٿيان ٻه جي ڪو پاڇو يا پڙدو پل پر وچ ۾ اچي به وڃي، نه هوند ڪدم پٺي پري ڪريان، ته وري محب سان ملي رهان، جيئن سُٺي چمڪ سان. شال منهنجي هڪ پاڻهي پرماتما جي پلاند ڪي پڪڙي ٿئي، نه ٻي پاڻون پرڪرتيءَ جي ٻيائي ۾ پئي هجي. اِنهن ٻنهي ۾ رلو رهان، رمي رهان، انهيءَ ٻڪ هستيءَ ۾، وڇوڙي ۽ وصل جا ونجها ٿي وسري وڃن. اهو به ٿو چاهيان ته پاڻو پاڻي بدلجي ته، پر پاڻو سٽ ڪري پرکيان. دنيوي لاڳاپن مان لڳاءُ ڪٽي، انهيءَ سان لڳاءُ لڳايان، جو خود پاڻ لڳاوَن کان الڳ آهي. اهڙو عاشق ٿي الوهيت ۾ المست رهي ٿو. هو هاڻي مذهبي پابندين کان پار آهي. سڀ ڌرمي بندڻ ٽٽي پيس.

ڪي چوندا آهن ته پگوان جي ڀڳتيءَ جي ڪهڙي ضرورت پئي آهي؟ جي سرشٽي اُپائي آهي اُنهن ته اسان کان پڇي ڪونه اُپائي هئائين ۽ جي سرشٽيءَ جو سرشتو هلائي ويٺو، ته اسان جي مرضيءَ مطابق ٿورو ٿي ٿو هلائي. پوءِ ڀلا سندس لوري لڏي جي، پولتان لوڙ جهي جُڙا کڻا نه جاهليت چئبي. اِنهن لئه پار ۾ حجت هلائي سگهي ٿو، ته منهنجي ماتا پتا، نه مون کان پڇي مونکي جڻيو هو ۽ نه منهنجي پسنديءَ موجب مونکي پالي رهيا آهن. پوءِ چو مان سندن مڃتا ۾ رهان ۽ چو وٺن پاڻ قبول ڪريان؟ اهڙي منورٿي، زندگيءَ جي ذلالت آڻيندي يا بيوقت برباد ڪرائيندي. ساڳيءَ طرح، روحاني راهه ۾، اها منورٿي به جيون برباد ڪندي يا بيوقت بيسهاري بڻائيندي. اِنسان ۽ حيوان ۾ وڏو فرق آهي پر افسوس آهي جو اِنسان خود پنهنجي جاهليت ڪري، جانور کان به بدتر ٿي پيو آهي. اهو نه پاڻ ڄاڻي ٿو ته جيون جو انجام الغرضائيءَ ۾ نه آهي، الوهيت ۾ آهي. جيون جو اڌار، من جي مستيءَ مان نه ٿيندو، من جي مارڻ ۾ ٿيندو. من جي مستي لاهين مرندي، جڏهين من ايڪاڳر ۽ استٿر ٿيندو، انهيءَ اڳيان ايندو، جو خود ايڪاڳرتا ۽ استرتا جو آبِ حيات آهي. انهيءَ ڪري، ايشور جي عبادت بلڪل لازمي ۽ ضروري آهي. جيئن جانور کي کلي ۾ ٻڌي قابو ڪبو آهي ته ڀڄي نه، ڀٽڪي نه، تيئن ٿي من کي ڀڳتيءَ جي ڏور ۾ ڏاوڻ لڳائبو آهي، ته اکڙي نه، ڀٽڪي نه. اُوديا بگاڙي ۽ ڀٽڪائي ٿي. اُوديا جا ڦل ٻي ٻيا آهن. ڀڳتيءَ جا پاڙا ڌرم دائم آهن ۽ اهي آهن گيان ۽ ويراڳ. ڀڳتيءَ مان ئي مڪتي ملڻي آهي، چو ته ڪرم ۽ گيان جي مارڳ ٿي به ڀڳتيءَ جي پاڻ سان ساڻ ٿا ڪن.

پرارٿنا ذريعي، وسارڻا سڌارجي ٿي، عيب ڏوهن ٽا، اوڳڻ مِٽجن ۽ اندر اُجل ٿئي ٿو. پرارٿنا اُٻوٽرتائيءَ کي پاڪ ڪري ٿي ۽ آپو مٽائي ٿي. پرارٿنا نبلن لاءِ ٻل آهي، ڏکين لاءِ سهارو آهي ۽ سکين لاءِ سوغات آهي. سو پرواهه نه آهي، جي ڀڳتيءَ جي شروعات پهرين پنهنجي مرادن ۽ مطلبن حاصل ڪرڻ لاءِ، ڪئي وڃي. نه ته ڏٻري ڏٻري، خود مطلبي ميسارجي ويندي، من صاف ٿيندو، ٻڌن ٽٽندا، گيان پرڪاش ڪندو ۽ پوُرٻل خرالو هٿ چڙهندو. پوءِ ڀڳتيءَ کي پاڙ لڳندو، پـڙ جو پرياءُ ٿولندو، پاڻي مڇڻ مان ميناج ايندو ۽ سرتاگتي سقل ٿيندي. پوءِ مهر جا ميهن وسندا، اوديا ۾ اُجالو ايندو، سٽل سچاڳ ٿيندو ۽ سڀ ۾ سائين ڏسبو. پوءِ من ماٺ ٿيندو، چپ بند ٿيندا، هردو ڪُلي پوندو ۽ ڏلي وڃندي وهندي. پوءِ سوُکيم اهنتا جا به بند ڀڄندا، پريم پلٽو کائيندو، شانتي سرو وياپڪ ٿيندي ۽ اکنڊ آنند پراپت ٿيندو. اِئين مطلبي ڀڳتي به آخر سچيءَ ڀڳتيءَ ۾ بدلجي ٿي. هڪ ته ڀڳتيءَ ٻنا گيان بـ بيڪار آهي ٻيو تـ صدق ڀڳتيءَ جي مارگ ٿي آڻـي ٿو ۽ ڀڳتي صدق کي سلامت رکي ٿي. اِئين صدق ۽ ڀڳتيءَ مان ڀڳت پرگهٽ ٿئي ٿو ۽ اِئين اهو ڀڳت وري ڀڳوان ۾ جذب ٿي وڃي ٿو. تنهن ڪري، ڀڳتيءَ جي سادنائن جـو، سڪ سان سواگت ڪرڻ گهرجي، پوترتائيءَ سان پالن ڪرڻ گهرجي، ته جيئو جو اُڌار ٿئي.

ساجن سنت ڪرهه اِهه ڪام - آنَ تياڳ جپهه هر نام
سِمر سمر سمر سک پاوهـ - آپ جپهه اَورهه نام جپاوهه.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي ٢٠(٥)

ڀڳوان ۽ ڀڳت، ٻـاطر اِئين جُدا يا مليل آهن، جيئن ساگر ۽ ندي يا گهوٽ ۽ ڪُنتار. نديءَ جي اِبتدائي جبل جـي چوٽيءَ واري بـرف ڳرڻ سان، وجوُد ۾ اچي ٿي. پوءِ هوُءَ هيٺاڻينءَ جي چِڪ ٿي، هڪ ٽڪر کان ٻئي ٽڪر ڏانهن، ٽپندي، ڪُڏندي، زوُم جي آواز سـان وَهي ٿـي، جيئن نديڙي ننڍڙي بيمگر، بـاراٽيءَ وَهيءَ ۾ ٻئي ٽهندي ٿيندي آهي ۽ گوڙ گهمسان ڪندي آهي. ندي جڏهين ماٿرين ۽ ميدانن مان لنگهي، ٿوُهه ۾ ايندي آهي ۽ ساگر جـي اَردبڪ پوندي آهي، تڏهين چپ ۾ ٿاز ڪندي آهي ته شرمائبي به آهي، جيئن شرميلي ڪنتار، سهاڳ رات سيج ٿي، گهوٽ کي گهمرڻ هٽائيندي آهي. پوءِ جيئن گهوٽ، باليءَ پوليءَ ٻانهن جـي چڙهين هٽندي به پيو اُٻهرو، اُتاولو ۽ اُڳرو ٿيندو آهي، ته من ٻانهن ٻڪ ۾ اچي، ليئن ٿي بيتاب ۽ بيچين ساگر بـ اڳيان وَڌي، نديءَ جي مرحبا ڪري، بـانهن جـي ٻـڪڙ ۾ جهلي، ڪـارڻ جي خاصيت ڳڌائي، ڪنهي کٽي ويندو الس پنهنجي گـود ۾! گـود ۾ اچڻ بعد، ندي اِئين ٽـڙندي آهي، ٽرندي آهـي، سُوي ٻري ڳڏجي ويندي آهي، جيئن ڪنتار ڪانڌ جي ڪڇ ۾، جٽڪ ورهين جـو وڇوڙو، جنمن جي جُدائي، صدين جو صدمو، وَفائيءَ جـي وصل ۾ وسري ويو هجي. پر وصل جـو وَجد

واسطي سان واڪ ۽ ڏچن وٺين پر عمل هڪ اکر تي به ڪونه ڪرين. گور ٻاٽيءَ ۾ اُپديش آهي ته من سنسار مان نڪري، ڪوڙي ستگور ۽ سنتن ۾، نام ۽ نرنڪار ۾، نه ويراڳ لڳي ۽ لياڳ اچي. پر حقيقت ۾، تنهنجو من، اڃا اٽڪيل آهي، لوڀ لالچ ۾، سنساري سمبنڌن ۾ ۽ سوارٿ سوادن ۾. اي منمک، مالڪ ڏانهن منهن متي ڪري، اکيون ٻوٽي ۽ مٿو ڌوڻي، لون مڪ سان ڇا ٿو چوين ۽ من سان ڇا ٿو طلبين؟ اهڙي زباني حرفتبازي، ڪيئن ڌڻيءَ در قبول پوندي؟ اهي اعمال، الوهيت ۾ ڪيئن اچيندا ۽ اوڏاهن طرف ڪيئن وڃي سگهندا؟ جي سانگ رچائي، رام رجهائڻ وڃي، نه ناٽڪي ۽ نرلڪي سيتائون، سچون ۽ ساوليون، جو ڪوڙي لي ويهي ڪن متين؟ انهن اعمالن سان نيارو لمڪ، ناشدني آهي. انهن ٻوڏي ٻولڪن سان ٻولڻي ڪي ڌ ٿارڻ، ناممڪن آهي. سچائيءَ ۽ صفائيءَ لاءِ ئي سائين سڪي ٿو.

لهن ڪري، اي ٻندا، همت صاف ڪري ۽ من اُجل ڪري، ميدان ۾ اچ. جي سچ ڪهڻي لب آيو چڙي، آپ ۾ اچ. سڪڻو لڳي، شرن ۾ اچ ته لچ پت ۾ رهجي اچين ۽ پُو ساگر مان پار پوين. پيا سڀ ادم ۽ اپاءَ ڦتا ڪري، اهڪو اونڪار جي اوٽ وٺ، ته پرم پد پائين، جتي لي پرم سک آهي. اتي نه ڪوڙي چت جي چترائي ۽ نه دماغ جي دليلبازي. اتي ڪمي سڪ ۽ سچائي، ايمان ۽ اُورچائي، مروت ۽ مرياد، عاجزي ۽ التجا، پڇتاءُ ۽ پراشچت، پرارٿنا ۽ پريم. جن کي اهو سمر ساڻ آهي، تن جي ساڃهي آهي. ٻاقي پيا سڀ، لمدالن ۽ ترشنائن جو ٿوشو ڪٽي، پيا هڪ ٻئيءَ جو ٽيءَ ۾ پٽڪندا ۽ ٿانءَ نه پائيندا.

جو سرڻ آوي تس ڪنٺ لاوي - اِهُ ٻرڌ سوامي سندا | راڳ ٻهاڳڙا، محلا
ٻنوٽ نانڪ هر ڪنٺ مِليا - سدا ڪيلَ ڪرندا. | ٻنجوان، چنت (۴)۴

سو اي ٻندا، هاڻي ته تنهنجي چادر ۾ ٻُرائي ئي ڏني آهي. اڃ ته ڦٽي لڳ سياڻي پڪ ڦٽائي آهي. پر دل نه لاهه. اڃا به وقت ڪونه ويو آهي. رڳو من جي مت لباڳ ۽ اوڳڻن کان ڪناري ڪر، ته آهستي آهستي، گڏ اچي واسو ڪن. پوءِ آلم جسوڻ جلاءِ، سرناڪتيءَ روئي ڏٺي ۾، پرارٿنا روئي ٽيل سان ۽ شرڌا روئي ڦٽ ٽان، ته من ڏون ۾ ملهه ڏيڻ ۽ الله وٽ اُڪهامين. باقي پي ڪا هٽ پچار، ڪارگر ۽ مددگار نه ٿيندي. پر جي تنهنجي من جون ملهائون ۽ مرادون، اڃا مٽيون ئي نه آهن ته پوءِ انهن کي گورٻاٽيءَ جي ويراڳي واڻيءَ جا وستر پهرائي، لوڪ نه پيهلاءِ نه مان نه ڪر ڪري، ڪيرنڪار يا ڪٿاڪار آهيان. پر سائينءَ سامهون اهو سڌو سنئون سوال ڪر ته من چوٽ ڪاٽي، موت ڪاٽي. جڏهين من موت ڪاٽي، تڏهين ئي ويراڳي واڻي مڪ ٿي سهين. من جي موت پيا، ودها، وياڪيان ۽ وارتائون، واسطي جي واد وواد آهن، ڏترت آهن، گڏهه تي سدج آهن، سيڪاريل ٻاندر جهون ڪلاٻازيون آهن. وندرائيندڙون ٻلاشڪ پر پار مور ڪونه پهچائينديون.

جنهن جو مَن پڪيءَ ۾ رتل آهي، تنهن تي اُها رب جي رحمت ٿئي ٿي. هُن جو اندر ٻاهر جي ٻڌيءَ ۾ اچي ويو آهي. هُو ئي ڳالهيون ڪيائي آهي. هُن جو مَن موافقت ۾ آهي ۽ هُن جي جيون نيڪداريءَ ۽ ديانتداريءَ ۾ آهي. هُو ئي اُپديش ڏيڻ جو اڌڪاري آهي. هُو سِکيا وٺي، اُپديش ڏئي ٿو ۽ اُپديش ڏئي، وري سکيا پرائي ٿو. هنجو اُپديش ۽ سکيا، ٻئي سائنٽي سِکيءَ جا ٻه طرف آهن. هُو ٻاڻ نه، ٿو ٻولي پر سندس جيون جي تحقيقات جو تجربو ٿو ٻولي. مدهانتس الاهي الهام ٿو اچي. سڪٽي ڪنيءَ جو اُپاءُ نه آهي پيا ڪهين ڪجڙن جي ٽرجڻ جو آواز نه آهي پر پريل گهڙي ۽ ترل ڪهرين واري سانت آهي. سانت جو ساز آهي، سانت جو آواز آهي. دلبر جي دوري ٿي ٽڙ ٽڙ ڪرائي ٿي ۽ نزديڪي مانڊ ۾ آڻي ٿي. اُنهيءَ مانڊ ۾، پراپتيءَ جو پيغام آهي. پيغام بِنائِڻ لاءِ ڪوئي ڪاند ڪٿي وڃي. قرب جا ڪنول ٻاٽهي اچي ڪُنا ٿيندا، جيئن ڀنئور ڦُلن تي ۽ ماکيءَ جوُن مکيون گلن تي. اِها آهي سچي شيوڪ جي پدوي ۽ پهچ، پرواز ۽ پراپتي. اِهو پوُرن پراپتيءَ جو پد آهي ۽ اِهو ئي نسوري نورليءَ جو نه پد آهي.

ٻالڪن جاچيو هونده ته هن پستڪ جي ٻئي ڀاڱي جي اهڙن ڇهن باٻن ۾، صاحبن اپنظير پيٽن ۾، پرماتما جي مهما ڳائي آهي ۽ لڳ ڀڳ ساڳي مهما ڳايل آهي ستگور جي، سنتن جي، شبد جي ۽ آخرين شيوڪ جي. صاحبن سمجهايو آهي ته ستگور توڙي سنت ٻئي پرماتما جا روپ آهن. وري نام ئي نرنڪار آهي ۽ نرنڪار نام آهي. جڏهين سچو شيوڪ، رچي واس ٿئي ٿو، ته پوءِ شيوڪ ۽ پرماتما ۾ يا شيوڪ ۽ ستگور ۾، ڪو به فرق ڪونه ٿو رهي. مطلب ته پرماتما، ستگور، سنت، نام ۽ شيوڪ، سڀ ساڳي شيءِ، جنس يا ذات آهن. نالا جدا جدا آهن پر منجهن ڪوبه ڀيد ڪونه آهي، جيئن ساگر جو پاڻي جدا جدا باسڻن ۾ پئجي، يا پرم آتما جا پرزا جدا جدا جسمن ۾ جڙجي، الڳ الڳ روپن ۽ نالن سان سڏجڻ ۾ ٿا اچن. سو سچو شيوڪ، جڏهين رنگ ۾ رچي لال ٿئي ٿو، تڏهين سندس سُندر دشا جو بيان ڪرڻ اڪار آهي. ٻاڻ، پرماتما ۽ پرڪرتي، ڪڏهين نمورتي آهن، ڪڏهين دُمورتي آهن ته ڪڏهين ايڪمورتي ٿي ٿا پون. ٻاٽهي ڀيد رکن ته ٻاٽهي ڀيد مٽائين. اِهي الاهي عشق جا اسرار آهن ۽ وحدت جا ونهوار آهن. اڌ ويت، وشت دويت ۽ دويت جا عجب عجب ۽ الڳ الڳ آزمودا آهن. پر ساڳئي آفتاب مان الا آهن. نرالا نرالا نيارا آهن پر ساڳئي ناظر جا نظر آهن. ڪو ورلو سمجهي سگهي ٿو، سُڃاڻي سگهي ٿو.

---

# باب ستون

## مَن جي موتَ

### (١) مايا جي موهه مان ڇوٽڪارو

(١) اِن[١] سڄي پرپنچ ڪري گهيري - جڏهن مليئي لڳ[٢] وڏي وڏيري
گَلِ[٢] ڇوڙي جڏهن ڇوڏهه ناهي - لاڳ ڇٽي ستگور کي پاڻي
حگ موهي[١] هم لياڳ ڪوائي - نرڪن ملو وَجهي واڍائي. (١. ر٠)
اَنسي سندر مَن ڪڏهن موهيو - پاتُ[٣] گهاٽ گِرهه بَن بن جوهيو
مَن تَن لاڳيو هونڪيو ميني - گور پرشاد[٥] ميو ڪوئي ڏيني
اَگرڪ[٦] اسڪي وَڏي نڳاتو - ڇوڏهه ناهي ٻاپ[٧] نه ماتو[٨]
ميلي[٦] اَپني اَن[٨] لي پانڌي[٩] - گور ڪرپا[٥] لي ميو سگلي ساڌي[١٠]
اَب سوري من پيا اَنند - پڄ ڇوڪا نوُني سب ڦند[٦]
ڪهه نانڪ جان ستگور پايا - گهر سگلا ميو سُکي بسايا.

[ راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (۸۷) ]

(٢) ڳُهه[١] ڪر پڪڙي نه آئي هاٿ - پرپنچ ڪري چالي نهي ساٿ
ڪهه نانڪ جڏهن تياڳ ڏني - تب اوهه چرڻي آءِ پئي
سُڻ سنتهه - نرمل ٻيچار
رام نام بن گٽ نهي ڪائي - گور پورا پيکت اڌار. (١. ر٠)
جب اسڪِ[١] ڪرني ديري مان - تب آپس اوپر رکيو گمان[١٢]
جب اسڪِ[١] ڪرني من پر هري[١٣] - تب اوهه[١] شيوڪ[١٤] شيوا ڪري
مک ٻيراوي[١٥] اَنت نگاوي - اِڪٽ[١٦] نوُر اوهه ڪهي نه سماوي
اَن موهي پهتي برهمند - رام جني[١٧] ڪيني کَنڊ کنڊ[١٨]

---

١. مايا پدارٿ. ٢. ڳچيءَ کي. ٣. پرماتما. ۴. واٽ، رستو. ۵. پاڇهه، مهر. ٦. مايا جا اڳوان يا هتيار، پنجئي وڪار آهن. ٧. پتا، مِن. ٨. ماتا، بُڌي. ٩. سامهون ڪڙا ڪيا آهن. ١٠. فتح پائي آهي. ١١. سوگهو. ١٢. اَيمان. ١٣. دوُر ڪري ٿو. ١۴. داسي ٿي. ١۵. موهي ٿي. ١٦. هڪ هنڌ. ١٧. يکت. ١٨. پرزا پرزا ڪري ڇيتيو آهي.

(١١) مايا موھہ اِھہ من رنگيا - موھہ سُڌ نہ ڪائي رام
ڏوُ رمڪ اِھہ من رنگيئيو - دوُجا[٢] رنگ جائي رام.

راڳ وڏھنس، محلا ٤، ڇنت (٤)٥

(١٢) اِھہ سنسار لي لبھي چوُنڌ - جنھ مايا نھہ لپتاوھہ
مايا نام گريب جوُن ڪا - اِھہ کبج[٣] درسن ياوھہ.

راڳ ڌ ناسري، يڪت فاميدبوَ، شبد (٢)

(١٣) مايا موھہ[٤] ڏر ڪَٽي[٥] نار - پوُنڌي ڪامڻ ڪامڻيار[٦]
راج روُپ جوُنا دن چار - نام مليو چانڻ[٧] آنڌيار.

راڳ بلاول، محلا پهلا، شبد (٣)

(١٤) مم پوُلھہ مائنڪ جَسن - مايا پسرمايا
نانڪ لِس پت واکسي - جو پريپ پھرآيا[٨].

راڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٤٦)

(١٥) جھہ اُھہ[٩] جاء تھين سک پاويو - مايا تاسُ[١٠] نہ جھوُاپو دتو
ڪھہ ڪبير ميرا من مانيا - رام پريت ڪي اوليو[١١] دتو.

راڳ بلاول، ڪبير صاحب، شبد (١٢)

(١٦) ڌ اَنڌا ذاوت[١٢] رھہ گئي[١٣] - من مھہ شبد آنند
ڏرجن[١٤] لي ساجن[١٥] پئي - پيتي گرر گووند.

راڳ رامڪلي، محلا پهلا، دکڻي اونڪار پوڙي (٣٦)

(١٧) جان بر[١٦] اَندر تان ڏن[١٧] باھر - جان بر باھر تان ڏن ماھر[١٨]
بن نلوپو بھہ قِيرِ قراھر[١٩] - ستگوُر سنگ دکايا ظاھر.

راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار (١٨)

(١٨) مايا ممتا ڇوڙي نہ جائي - سي ڇوُٽي سچ ڪار ڪمائي
اَھہ تس پڳت رتي وبچاري - نانڪر[٢٠] مڌ بن آئي ھي.

راڳ مارو، محلا پهلا، سولھو (١١)٤

(١٩) مايا موھہ سب آئي[٢١] ڪيما - ڏوُرمڪ ورلي ڪنھي چيما[٢٢]
ڏوُرمڪ ھوويو سو سچ ڪماوي - ساچي ڪرٽي ساري ھي.

راڳ مارو، محلا تيجا، سولھو (٦)٧

(٢٠) مايا ساسد نہ چلسيو - ڪيا لپتاوھہ اَنڌ[٢٣]
گرر ڪيو چرن ڌياء توُن - توُنھہ مايا بندڻ[٢٤].

راڳ مارو، محلا تيجا، وار (٢١)

---

١. گوروء دئاران. ٢. بيا مڙ پئي. ٣. چڌي، قٽي ڪري. ٤. موھيندڙ. ٥. بد چلن عورت. ٦. ڪامڻ ھڻيندڙ. ٧. سوجھرو. ٨. مھر ڪئي آھي. ٩. ساوڌان بڌيءِ وارو انسان. ١٠. ڌوڏڻ. ١١. اَجھو. ١٢. سنساري وھنوار. ١٣. پٽڪڻ. ١٤. دشمن. ١٥. متر. ١٦. پتي پرماتما. ١٧. موھڻي مايا. ١٨. اَندر. ١٩. جوُٽين جا چڪر. ٢٠. راس ڏيندن. ٢١. پرماتما. ٢٢. سمجھيو آھي. ٢٣. ھي اَنڌا انسان. ٢٤. بندڻ.

(٢١) ناءُ ميري مايا[١] – ناءُ ميري پوُنجي
تُنهِ ڇوڙ – جاڻان نهي دوُجي .

راڳ پوربي، ڪبير صاحب، شبد (٢)

(٢٢) رهڻَ[٢] بِڪار اَلپ مايا لئي – اَهنبد[٣] لپاڳي
دُوس پياس آس ايڪهِ[٣] ڪي – نيڪ هيڻن پُرکه[٤] پاڳي[٥] .

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (٦٧)

(٢٣) بن بُوجهي پسوُن[٦] ڪي نياڻي[٧] – پرم موهه بياپيو مايا
ساڌ سنگِ جم جيوڙي[٨] ڪاٽي – نانڪ سهج[٩] سمايا .

راڳ ڪانڙا، محلا پنجوان، شبد (١٠)

(٢٤) ڦُوٽ[١٠] ڦوٽ نانڪ داس آيو – سنتن ڪي سرناءِ
ڪاٽي اَگيان ڀرم موهه مايا – ليئو ڪنٺ[١١] لڳاءِ .

(٢٣)

(٢٥) ڪبير آئي مجھِ پهِ – اَنڪ ڪري ڪر ڀيس[١٢]
هم راکي گُور اَپني – اُن[١٣] ڪيئو آديس[١٤] .

سلوڪ، ڪبير صاحب (٨)

(٢٦) ويهدا دُني[١٥] وَجاني[١٦] وَجدي[١٧] – تُون اپي وجهِ نال
سوڻي جيئُ نه وجدا – جس الله ڪردا سار[١٨] .

سلوڪ، شيخ فريد، (١١٠)

(٢٧) جهه مايا ممتا[١٩] لڳي – سڀ لئي پيو اداس
ڪهه نانڪ سن ري منا – تهِ گهٽ[٢٠] برهم[٣] نواس[٢١] .

سلوڪ، محلا ناوان، (١٨)

---

١. ڌن دولت. ٢. پرتي، ورڪس، اليپ. ٣. ڪمت. ٤. برمالما. ٥. مٽي. ٦. جانور. ٧. وانگر. ٨. ڦاسي، بندن. ٩. گيان. ١٠. پرڪي. ١١. ڳلي سان. ١٢. ويس. ١٣. موهڻي مايا. ١٤. نمسڪار. ١٥. دنيا، جڳ. ١٦. مايا جي ناچ لي. ١٧. نهي پٽي. ١٨. سنڀال. ١٩. لڳاءُ ڪٽي آهي. ٢٠. هردو. ٢١. واسو، نڪالو.

## (٢) اهنڪار ڪيئن دور ٿيندو؟

(١) مَن تون مت[1] مانُ[2] ڪرهه، جي هڻُ ڪجهه ڄاڻدا - گورمکِ[3] نماڻا هوُهه
آنتر اگيان هئُمبڌ[2] هئي - سچ شبد مَل ڪرهه
هوهه نماڻا ستگور رو اڳئي - مت ڪجهه آپ لڪاوهي[4]
آڻي اهنڪار جگت جليا - مت تون آڻا آپ گواوهي[5]
ستگور ڪئي ڀاڻئي[6] ڪرهه ڪار - ستگور ڪئي ڀاڻئي لاگ رههُ
اِءُ کهئي نانڪ آپ[2] ڇڏ سک پاوهه - من نماڻا هوءِ رههُ.

[راڳ آسا، محلا ٽيجا، ڇنت (٧)٢]

(٢) نِيچا[7] اندر نيچ ذات - اِپڙي[8] هوُ اَت نيچ
نانڪ تن ڪئي سنگ ساٿ - وڏيا سڻ ڪيا ريس.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٣)

(٣) نالِ خصمئي[9] رَتيا - ماڻهه[10] سُک رليئاهه[11]
هوُدئي تاڻ[12] نتاڻيئا - رهئي نماڻيئاهه.

سري راڳ، محلا چوٿان، وار (٧)، سلوڪ محلا پهلا،

(٤) آپُ وڃائي تان سب ڪجهه پائي - گور شبدي سچي لو[9] لائي
سچ وڻجهه[13] سچ سنگرهه[14] - سچ واپار ڪراوڻيا.

راڳ ماجهه، محلا تيجا، اشٽپدي (١)١٠

(٥) داسنِ داس هولڪئي - جني وچهه آپ[2] گوايا
اونان خصمئي[9] ڪئي در مُکه اُجلئي[15] - سچئي شبد سُهايا.

راڳ ماجهه، محلا پهلا، وار (١٦)

(٦) خودي[2] مِٽي تب سک پئي - منُ تن ڀيئي اروگُ
نانڪ درشٽي[16] آيا - استت ڪرنئي[9] جوگ.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، باون اکري، پوڙي (٤٩)

(٧) آپس ڪئُ جو جاڻئي نيچا - سوئو گنيئي سب تي اُوُچا[17]
جاڪا من هوءِ سگل ڪي رِينا[18] - هر هر نام تن گهٽ[19] گهٽ چينا[20].

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي ٣(٦)

---

١. مت ان. ٢. اَيمان، اَهنڪار. ٣. گوروءَ د ٺاران. ٤. ڄاڻائين. ٥. گڻائين. ٦. مرضيءَ مطابق.
٧. گهٽ ۾ گهٽ، نهنو. ٨. اَيماني. ٩. پرماتما. ١٠. ماڻين ٿا. ١١. پرماتما سان ملي.
١٢. شڪتي. ١٣. خريد ڪرڻ. ١٤. گڏ ڪرڻ. ١٥. سهڻن ٿا، سويا پائين ٿا. ١٦. نظر ۾،
د رسن ڪرڻ. ١٧. مٿي، اُتم. ١٨. خاڪ، مٽي. ١٩. هر هردي ۾. ٢٠. ڏسي ٿو.

اندر جي اُجلتا ٻنا، وديا گيان ۾ بدلجي ڪانه. گيان ٻنا من جي اوٽ جي آنڌيءَ جي تيزي گهٽجي ڪانه. پوءِ آنند ڏني پڌري ڪيئن ۽ اُن ۾ سُرتي لڳندي ڪيئن؟

اِها من جي اوٽ جي آنڌي، اِنسان کي اچي ڇوٽي؟ ڇو ته پنهنجي اصليت نه ياد اٿس ۽ نه ياد ڪرڻ جي ڪوشش ٿو ڪري. اڳين جنمن جي ڪرمن جون واسنائون ڪٺيون، جيئن اچي هي جنم ورتو اٿس ۽ ماحول جي مطابقت ۾، پنهنجي جيون گهاري ٿو. خودمطلبيءَ جو مرڪز وٺي، خود پسنديءَ جي گهيري ۾ گهمي ٿو. بديءَ کي بهار سمجهي، هرڪجهي ۽ هارجي وڃي ٿو. نيڪيءَ کي ناچيز سمجهي، ناشناس ۽ نافهم رهي ٿو. ڇوٽي دنيا اندر ويهي، چوهه چنبي ٿو ۽ پيٽ پوري ٿو. موجوده حالت بدستور گذارڻ فائدي مند سمجهي ٿو ۽ موجوده حالت بدلائڻ بيڪار سمجهي ٿو. پسوءَ جيان، رڳو پنهنجي ۽ پنهنجن جي پيٽ جي سُڌ رهيس ٿي. اُنهيءَ ئي سردرديءَ ۽ سرگردانيءَ جي فڪر ۽ فطرت ۾ عمر وڃائي ٿو. فقط پاڻ لاءِ جيئي ٿو ۽ پنهنجي ئي مونجهين ۽ مجبورين ۾ منجهيل آهي. ٻين جي بيقراريءَ بابت بيپرواهه آهي، قياس ۽ ڪهڪاءُ کان اڻواقف آهي. جڳ ته اِخلاقن ۽ اصولن کان اڻڄاڻ آهي ۽ ڌرمي هدايتن کان به بيخبر آهي. ڏاڍيءَ جي دؤر ۾ آهي، ڏيندن جي دامن ۾ آهي ۽ دل جي دقتن ۾ آهي. تنهن ڪري، مريادا ۽ مٺا ٻُٽ جي تميز نه ٿي پئيس. پنهنجي جيون سنواري ڪونه، باقي ٻين جي چڱائي يا ڀلائي ڏسي، يا اهل ڪري يا ساڙ کائي. ڀلائيءَ ۽ برائيءَ بابت، ٻه ساهميون ٿو اِستعمال ڪري: هڪ پنهنجي لاءِ، جنهن ۾ ڪوڙا ۽ ڪسا وٽ ٿو وجهي ۽ ٻي ٻين لاءِ، جنهن ۾ سچا ۽ صاف وٽ ٿو وجهي. اونڌيون پاليون پاسيرا تورا! اِهين ترڪتائيءَ سان تور تڪ ڪري، پيو پاڻ کي گامو سچار، نيڪ ۽ انصاف پسند ڪوٺائي. پر پرماتما کان ڪجهه به لڪل ڪونه آهي.

ڪوڙ ڪپت ڪان، هو آجر ڪونهي ۽ لوڀ لالچ کان خالي ڪونهي. واپر وروڌ سانڍي پيو ۽ اڪڙ اهنڪار ڏيکاري پيو. چترائيءَ چالاڪيءَ ۾ ماهر آهي ۽ سانگن وچائڻ ۾ ظاهر آهي. ڪم ڦاٽي، چپ چپ ڪري ايندو آهي پر ڪم لٿي، پاڇ اڪاڪسي پڄندو آهي. ناموس مهل اڳرڙو ٿيندو ۽ شيرا مهل پٺي ڏئي وهندو. هر ڏکي ڇوڪر ٿي پيو چشڪا وٺي، پر سيرو ڪاڏو نه آهي، نه پالل ڦاٽي نه آهي. برائيءَ پچار لاءِ واندو آهي ۽ فائدن وٺڻ لاءِ ماندو آهي. منهن ۾ ملو ته دل ۾ ڪاسائي! آسون اميدون هردم آباد اٿس باقي راهه ربانيءَ ياد نه اٿس. ڇوٽيءَ ۽ ڪوٽيءَ ۾ وڏو فرق اٿس. تنهن ڪري منجهس ۽ مالڪ ۾ وڏو مفاصلو اٿس. سمجهي ٿو ته دنيا جو اُستاد آهيان، ۽ ڏٽيءَ جي درگاهه ۾ به پاس آهيان. اِئين پاڻ پڏائي پيو، ۽ ميان مٺو سڏائي پيو. جيون جي مقصد جي ڄاڻ ڪانهيس، مروت ۽ مرادوليءَ جي پڇاڻ ڪانهيس، سچ ۽ صبر جي شناخت ڪانهيس. پسو پير اٿس ۽ ملڪيت مير اٿس، جنهن پٺيان پريشان آهي. وقت ٿي نه ٿو مليس جو پاڻ

کي ڪنهن حاذق حڪيم جي حوالي ڪري، جو نبض ڏسي، مرض سڃاڻي ۽ نسخو ڏئي ٺروهو ڪريس. ڪروڙپتي وانگر، پنهنجي ڄار ۾، پنهنجي ئي ڦندن ۾ ڦاسي، آخر جانِ ڏئي ٿو. اهين جيئن وڻرت وڃيس ٿي، ڇو نه اڳتي لاءِ ڪو توشو تهيار ٿي ڪونه.

پرالبڌ جي گهٽ وڌائيءَ ڪري، سنسار ۾ هرهڪ جي حالت نرالي نرالي آهي، چاهي جسماني، دماغي، مالي، سماجڪ، ڌارمڪ يا آتمڪ. ڪروڙين جيوَ ٻاڻ کي، ٻين ڪروڙن جيوَن جي ڀيٽ ۾، ڪنهن نه ڪنهن مدنظر کان، گهٽ يا وڌ سمجهن ٿا. جي گهٽ سمجهن ٿا، اُتي حسد جي ڀاونا ٿي اُڀرن ٿي ۽ جتي وڌ سمجهن ٿا اُتي حقارت جي ڀاونا ٿي اڀرن ٿي. اهين واڳ دليش جي ٻاڙ ٻختي ٿئي ٿي، حقارت ۽ حسد جي اُڌ اَکين اڳيان اچي وڃي ٿي. پوءِ سڃاڻپ جي ساڃهه ڪيئن سالم رهندي؟ مطلب ته عام طور، ڪو مشڪل پنهنجي حال تي راضي آهي. سيڪو پنهنجي ۾ ئي پورو آهي. هرڪو ٻيو چاهي ته همنين تي روب وڪان ۽ مٿين کان به چڙهي ته مٿي چڙهان. انهيءَ اَشانت ۽ اَشڌ جيوَن جي وهڪ ۾، هرڪو گِهليو هلي ٿو، جيئن ڪک، ڪانا ۽ ڪانوڙا، درياءَ جي وهڪ ۾ گِهليا ويندا آهن. ڪو رُڪجي، ساڃاهي ڪوله ٿو، ته ڇا جيوَن جي وهڪ، صحيح يا غلط طرف وڃي رهي آهي، ۽ جي غلط طرف وڃي رهي آهي، ته ڪهڙو ڪارائتو ۽ ڪسرائتو قدم کڻجي، جو موڙ کائي، صحيح طرف وڃي. جي انهيءَ اهم سوال ڏانهن جوڳو ڌيان ئي ڪونه ڏبو، ته من جي اوٽ جي آنڌي ڪيئن زور ڇڏيندي، ۽ من جي موت ڪيئن ٿرندي؟ من ته مايا ۽ ممتا ۾ مگن آهي ۽ انهيءَ مدهوشيءَ جي موج ۾ آهي. پر جيستائين اها مشغولي ٽُٽي نه آهي، تيستائين مهانتا جي محسوسيت ڪيئن ماڻبي ۽ من جي ورِتي وحدت جي واقفيت ۾ ڪيئن آڻبي؟ نه ته ٻج جي پُولجيءَ بنا، پرم شڪتيءَ جو پرڪاش ڪيئن ٿيندو؟

تنهن ڪري، صاحب سمجهائين ٿا، ته اي ٻندا، رات جو سمهڻ وقت، يا صبوح جو اُٿڻ وقت، يا سهوليت آهر ڪنهن به وقت، ٻاڻ کي سنساري وهنوارن ۽ مشغولين کان محروم رکي، ڪي ٻه چار گهڙيون ته شانتيءَ ۾، ٻاڻ سان سوال جوابي ڪر، ته من وڙاڪ جو وڪاس ٿئي، اُمرتا جو آواز اُٿي ۽ من جو پالدو ٿوڙجي. پهرين ته آواز ٻڌڻ کان ٿي ٻاهر هوندو، پر روز رياضت سان، مشق پڇندي، من سان مخالفت ۽ مقابلت وڌندي، هر معاملي جي ٻنهي پاسن جي معلوميت ملندي، نيڪيءَ بديءَ جي فرق جي شناخت رهندي، ۽ سچ ۽ ڪوڙ جي پهچاڻ پوندي. اهين گهٽتائيون ۽ ڪمزوريون ظاهر ٿينديون، اَوگڻ ۽ عادتون اُگهاڙيون ٿينديون، ۽ شُڌ ڀاوناوُن گُسنديون وينديون. زماني جي رَوَ ۽ رفتار ۾ هلڻ ته بلڪل آسان آهي، پر انهيءَ رَوَ ۽ رفتار جي اُبتڙ هلڻ، بلڪل ڪٺن آهي. سو ڪوشش ڪجي، ڪشالا ڪڍيا ۽ ڪشٽ سهيا، لڌهين ته دڳ لڀبو. ڇا ڪنهن فن،

هنرمنديءَ ۽ ڪاريگريءَ پرائڻ لاءِ، يا ڪنهن ڏاڏي، پيشي ۽ وديا ۾ ماهريت حاصل ڪرڻ لاءِ، وقت، محنت ۽ مطالع جي سخت ضرورت نه رهندي آهي؟ پر ڪُوڙ جي پسنيان به نه ڪافي ٻاڻ پتوڙجي ٿو ۽ ٻاٽي ولوڙجي ٿو، ته پوءِ سچ پنيان، سروپڃنيءَ ۽ سرٻازيءَ جو ڇو صرفو ڪجي؟ نيٺ به نه ڪوڙ ڪمارگ ڏانهن کڻي ٿو، ۽ سچ ئي سمارگ جي وات وٺائيندو. پوءِ جي ڪوڙ جي پرائپي، وقت ٿي وڃي، ته سچ جي حاصلات ڪيئن اڪ ڇڻ ۾ ٿي ويندي. محنت بنا ڪيئن ميوا ماڻي سگهبا؟

سو انهيءَ وات وٺڻ جي شروعات آهي. وڃارڻ ۾ وڃي وجهڻ، تحرڪ پيدا ڪرڻ ۽ تبديلي آڻڻ، ترشنا جو تانيو ميٽائڻ ۽ نفس جي ناڙ ودي آڻڻ. انهيءَ وات تي تي پوءِ سدتن جو سنگ ملندو، رام نام جو رنگ چڙهندو، مرشد سان ملاقات ٿيندي، آتمڪ اٿي آسان لڳندي ۽ جيون جي سڦالي ٿيندي. ٻر جي ٻاڻ کي صدق ۽ سچائي ڪونه آهي، پرهه ۽ بيقراري ڪونه آهي، ادم ۽ اورچائي ڪونه آهي، ته پوءِ ڪونه ٻيو ٻاهريون سهارو همت ڪونه چڙهندو، يا جي همت چڙهيو به، ته سڦلتا نه آڻي سگهندو، ڇو ته اهي سڀ سهارا، روحاني راهه تي رڪو رهمما جا ٿنيا آهن. ٻاقي ٻند ٻوڙڻ ۽ اوجاڳا ڪيڻ، جهنگ جهاڳڻ، ڏونگر ڏارڻ، سر جون سٽون هڻڻ، ۽ ٻريڪشاڻ مان ٻار ٻوڙڻ، اهو ڪم ته ڪيچن جو ڪونه آهي. پنهنجي خود تعميلي ۽ خود تقليدي ڪري، خود لمرتي ۽ خود روشني آڻي آهي. هٿڻ هلائڻ بنا، ٿمو تارَ مان ڪيئن تاري سگهندو؟ پنهنجي سهاءِ ۽ لالسيءَ آهو، ساڌن شروع ڪجي ۽ پوءِ ٻي سهاري جي سڌ ڪجي. ساڌن سيڙي نيٺ اٻي ئي سهڙائيندا، ڇو ته ساڌنن سائينءَ کي سنڌيل آهن. پوءِ هُن پر، ڪو ساڌڪ سوال پهچندو ته ڪو ديهر سان پر پهچندو پڪ. شرط اهو آهي ته ٻاڻ وڃائي ئي ٻاڻ ٻائي سگهبو. ٻاڻ ۾ ئي ٻائيو. ٻاهر اصل ڪونه ليندو. جنهن اندر جهاتي ٻائي، ٻاڻ ۾ ٻاتو آهي، سوئي پوءِ هن کي اندر ٻاهر، هيٺ مٿي، چوطرف چوڌاري، هر هنڌ هر وقت ۽ ڏهئي ڏسائين ۾ ڏسي ٿو. انهن جيوَن جا متفرق تجربا ۽ غير مڪمل آرزوُدا، مڪمل ۽ مقدار اُنهن ۾ بدلجن ٿا. انهن آتم شڪتي جاڳي ٿي، جيوَن کي جادوُ لڳي ٿو، تڪميل جي تعميل ٿئي ٿي، ۽ غيب دالي الهامات جو اسرار ٿئي ٿو. انهن تي من موت ڪالي، ماڳن تي موٽي اچي ٿو. انهن مڪتيءَ جو مارگ حاصل ٿئي ٿو. انهن جيوَن جاودانيءَ ۾ جذب ٿئي ٿي.

روز مرهه پاٺ پڙهڻ يا ڪٿا ڪيرتن ٻڌڻ، لاشڪ لازم ۽ قللائڪ آهي. اَوڪٿن ڪان آجر ٿي، ڪٿن کي گوهڻ ڪرڻ به فائديمند آهي. پراُپڪار ۽ پرمارٿ ڪرڻ، خيرات ڪيڻ ۽ خيرخواهي ڏيکارڻ، فقر ڪرڻ يا فيض رسائڻ به روحاني رياضت آهي. پر سڀ کان وڌيڪ، ٻهرين اهو ضروري آهي، ته من جي ورتي ۽ چت جي سُرتي سڀ ٻرلوڪاليءَ ۽ پرهيزگيءَ ۾ ٻڌ ڪجي. مطلب ته من، عقاب جيان آڪاس طرف هجي. پر جي من، ڳجهه وانگر

 

پوئين پرکتو پيلو آهي، نه پوءِ اهي سڀ ڪرم ۽ ڪرياڪون، پاکنڊي ناٽڪ آهن، ڍيڪاڍيڪيءَ جي ڍوڪيبازي آهن ۽ دنياداريءَ جو ڍنپ آهن. مالڪ مهانديءَ جي مزاج جو محبت نه آهي، پر من جي مهانتا جو مشتاق آهي. من جي مهانتا بنا، ڪاهه ڪريا ڪرم، پرماتما وٽ پاس ڪونه پوندي. من جي جان خيال پر آهي. خيال جو مطلب خيال پر آهي. خيال پر ڪم لي، خيال ڪرڻو آهي. لنهن ڪري، وڇارنا جي شڌيءَ سان، ڪرمن ۽ ڪريائن کي شڌ ڪرڻ گهرجي نه سڦل ٿين، سک ۽ سنتوش وڌائين. شڌ وڇار ني، وڪارن جي واسنائن جي پاڙ پٽيندا، گڻن جي آجيان ڪندا، صدق ۽ سڪ جاڳائيندا، اهنڪار جي اُڌ ڪيرائيندا ڏنيءَ جي ديوار ڀڃندا، ڏيهدن جي هستي مٽائيندا، پيتاءَ ۽ پراشچت جون پاوناڪون اٿاريندا، ۽ پرارٿنا ۽ پريم جون پوتر لهرون لهرائيندا. اهي ئي لهرون آهن، جي خاموشيءَ جو آواز اٿائين ٿيون، جي لالن کي للڪارين ٿيون، ۽ اچي پاڻ وٽ پهچائين ٿيون. سواڳتيءَ جي سواڳت، پرماتما پاڻ اچي ڪري ٿو. اهين پرماتما، پرش ۽ پرڪرتيءَ جو سنگم ٿئي ٿو ۽ انيڪي اسرار لکي ٿو، جنهن جو اظهار، اکرن جي اختياريءَ کان ٻاهر آهي.

نه وديا گيان آهي ۽ نه عقل انڀو آهي. عقل، اکرن جي دليلبازي آهي، ڇو نه چيتن جي ڇڙ ٻاري پر آهي. انڀو، سُر ۽ ساز بنا سنگيت آهي، ڇو نه اچيتن جو آواز آهي. عقل، لفظن جي لوڙهي اندر، من ۽ اندرين جي لوڙهيءَ سان ٻڌل آهي. انڀو، من ۽ اندرين کان پري آهي ۽ الوهيت جي آزمودن اندر آزاد آهي. عقل، حد جي حيرت آهي ۽ انڀو، لاحد جو لطف آهي. عقل، سرير جا سهنج ۽ سهوليتون وڌائي سگهي ٿو ته انڀو سرير جي سرگرمي، آتمڪ شڪتيءَ پر بدلائي ٿو. عقل، سنساري سواد وڌائي سگهي ٿو، ته انڀو، آتما جي آڌر ڏياري ٿو. عقل انتها آهي، نه انڀو بي انتها آهي. سو انڀو جي سيما، عقل جي پهچ کان پار آهي، سيما رهت آهي. لنهن ڪري ئي انڀو، اچيا جاپ جهڙي ٿي، اڪٿ ڪٿا ڪٿي ٿو، الک لکي ٿو ۽ اپيريءَ جو پير کڻي ٿو. پوءِ اچيتن جو آزمودو، چيتن جي چترائيءَ کي ڪيئن ڇهي سگهندو؟ جي ڇهيو نه، نه ڇا اهين ڇڪي سگهيو، نه انڀو خام خياليءَ جو خمار آهي؟ جي عقل جي آزمائش اکرن پر آهي، نه انڀو جي آزمائش آزمودي پر آهي. اهو شخصي آزمودو، اکرن جي استاديءَ کان وڌيڪ اسرار آهي، ڇو نه ڪاغذ، قلم ۽ ڪلام جي ڪلا کان ٻه زياده ڪامران، ڪرامتي ۽ ڪارگر آهي.

اي پندا، توڻ به نه پنهنجي من جي جاچ جوچ وٺ. ڪين اڃا پيو پيا طرف لڪيندين ۽ لاڙيندين؟ يا جو اچ يا سياطي، اکين اڳيان غائب ليٽو آهي يا اکين اڳ ئي پڪ غائب ٿي ويندو. لنهن کي اُنٽي پهر ڇهيو ۽ چنبڙيو پيو هوندين؟ باقي جو سنگ سهاءُ ٿيندو، چاهي هتي توڙي ُهتي، لنهنجي سار به ڪانه اٿئي! جنهن طرف لڳاءُ لڳائڻ

گهرجي، تنهن کان غير واقف يا غافل آهيون. باقي جنهن طرف لڳاءُ ڇڏائڻ گهرجي،
تنهن سان چسپ ۽ چريو آهي. درحقيقت ته سنساري پدارٿ، هڪ زهر جي گوريءَ مثل
آهن، جنهن مٿان سنهڙو ته، چاشنيءَ جو چڙهيل آهي. اهو چکبو ۽ چوسبو، زهر
ته کُهندو ئي وڃون. جيئن اُٺ، ٻَر جا سوادي پن کائيندي، ڪنڊن سان پنهنجي چپ
چيريندو رهندو آهي، يا جيئن ڪتو، سُڪل ڪنڊو چٻاڙيندي، پنهنجي وات مان رت
وهائيندو رهندو آهي، تيئن ئي اسين به اندرين جي عارضي ۽ ٿورڙا رس وٺندي، زندگي
گهاري رهيا آهيون. اُنهن جوانيءَ گذري ويئي ۽ پيريءَ آئي. ڪنڌ به ڪاڏو ۽ ڪک به ڪاڻا ٿيا.
هاڻي گذريل سمي جا سُوز سڻائيندي ٿا. اُڻوٽ روئون ۽ اڌوريون اميدون، ناڪاميابَ
ڪوششون، ناتمام خواب، مترن ۽ مالڪن جي محرومي، اڪيلائيءَ جا ارمان ۽ اجل جا
اشارا، اکين اڳيان ڦري ڦري اچي، من ۾ ماتم مچائيندي ٿا. تن هيڻو ٿئي ۽ من جهيڻو ٿئي.
سمجهون پيو ته هاڻي ڪو اوهي واهي ڪونه رهيو آهي. پر اوهي واهي ته بابا مڙئي جو
مالڪ آهي. جي جيون، طوفان جو اَنڌارو آهي، ته گرنام ڪنارو آهي. پر ڪيئن لڳندين
ڪناري، جيستائين پڪڙندين ڪونه پتواري؟ سو اي بندا، هيٺئر به سجاڳ ۽ سچيت ٿيءُ. اجايو
تون مايوسيءَ ۽ دلشڪستيءَ کان، باقي جيون به بيسُود برباد ڪري رهيو آهين.

برباديءَ اچڻ لاءِ نه ڪي وقت، نه هوشياري ۽ نه هنرمندي. پر جيون جوڙڻ لاءِ ته
ڪي تحمل، تميز ۽ تدبير. سو سمجهه، توڙڻ ڇڏي جوڙڻ سِک، بگاڙڻ ڇڏي بڻائڻ سک ۽
ڪاٽڻ ڇڏي سڌارڻ سک، ته توکي شيطان جي شدت لهي، شرافت جي شاهدي ملي ۽
شمع جي شروعات ٿئي. پوءِ ڏس ته ڪيئن نه تون سالين سهاءِ ٿئين ۽ خزان ۾ بهار اچي.
اها بهار ٻيا ٽڙهين رهندي، جڏهين پنهنجي جيون ۾ به بهار آڻي. اها بهار ڏسي بهارُ
ليکو، جو نه هيءَ وات وٺڻ جي نه آهي، پر ڦلڻ ۽ وراهڻ جي آهي. حاصليت جو حوصلو
وڃائي، پاڻ اُرڙو آهي ۽ پنهنجي پرائي جو ڀيد مٽائي، پاڻ سُڃاتو آهي. خادم ٿي،
خلقت جي خدمت ڪري، خالق سان خلاصو ٿيو آهي. اهڙي پاڻ وڃائي، پاڻ پاتو آهي.
پولو ۾ پورو آستان اندر ۾ آهي. سو آنند ۾ مها آنند به اندر ۾ آهي. ٻاهر ڪجهه به نه آهي،
پر جي آهي ته به آسان جي اندر جو عڪس آهي. اسانجي ترشنا، ٻاهرين عڪسن جو پيڇو
ڪري ٿي، جن جي ملڻ بعد به، اندر ۾ آنند جو احساس ڪونه ايندو، ڇو ته ترشنا ۽ عڪس
جو لڳاتار اڳو پيڇو، گويا خام خياليءَ جو خواب آهي. تنهن ڪري اي بندا، تون ڀلي
دنيا ۾ رهه، پر دنيا کي، دل اندر دخل ڏيڻ نه ڏي. ٻيڙي تار پاڻيءَ ۾ رهي، پاڻ کي
۽ پين کي به تاري سگهي ٿي. پر جي پاڻيءَ کي پاڻ اندر داخلا ڏيندي، ته پاڻ پين
سميت، پاڻيءَ جي تري ۾ غرق ٿي ويندي. تون به جي دنيا کي دل اندر آڻيندين، ته
خود ختم ٿي ويندين. اهو قدرتي قانون آهي، عاشقن جو آزمودو آهي، ستپرشن جو
سخن آهي. اُنهيءَ سخن جي سهاري، سالڪ تري پار پهچن ٿا.

سو دنيا ۾ رهي، دلشاد رهه، ٻين کي به دلشاد ڪر، پر اندرئين آنند ۾ اڏول
رهه. پوءِ پاڻ جي دنيا جا دوشت، روپ ۽ نالا، جي اندر اچن ته به يا ڇاهي اچي موٽي
به وڃن، ته به تنهنجو اندرين آدوشت آنند، سڀ ٻاهريان بدن جذب ڪندي به اکنڊ
رهندو، ۽ لوڪي اٽل، اچل ۽ اڏول رکندو. ساگر ڪين سدا پرپور ۽ مخمور رهندو آهي،
ڀاهي ڦوڪيل ندين مڇهس ڳهڙي اچن يا وري موٽي ٻادلن ۾ ڇڦي وڃن؟ انهيءَ
سک دک جي صورت بدلبي، سک دک ۾ سم دوشٽي رهندي، من هر حالت هميشه
شانت ميم هوندو، چت جي سرلي سائينءَ ۾ ملي ويندي، ۽ آتمڪ انتيءَ جي
محسوسيت، من خود ڀاڻ ڪندو رهندو، جيئو ته لمي جي سستي، رجي جي چستيءَ
۾ بدلجي وئي آهي ۽ رجي مٿان، سستي جو رنگ نو چڙهندو وڃي. سو انهين تدبير تقدير
بڻائي ٿي، جو ته پرشارت جي وڻ مان ئي ته پرالبڌ جو ڦل ڇڻجي ٿو. انهين تدبير پنهنجي
وس ۾ آهي ۽ تقدير کان ڪوءِ ڪٽي سگهي ٿي، بشرطيڪ اچا شڪتي به واسدائن مٿان غالب
پئجي وڃي. تقدير، اسانجي ڪيل تدبير جي بناوت آهي، ۽ برابر اسانکي سک دک جي
گهيري ۾ گهمائي ٿي، پر اسانجي اچا شڪتي نبل نه ڪري سگهندي. جي آها اچا
شڪتي، برائي ۽ بدڪارين بدران، خوبيءَ ۽ خير خواهيءَ ۾ خرچ ڪجي، ۽ ٻڌيءَ جي بل
جو سهارو وٺجي، ته مستقبل جو مقدر پاڻمرادو پائدار ٿي پوندو. ڪنهن ڪري، اندرين سان
آئبڻت ڪرڻ اجائي آهي. اندرين له ناحق بدنام ليون آهن. ساڳئي هٿ جي لري،
جي سٽين آهي، ته گهر گهر ڀي ڪري، ۽ جي اونڌي آهي، ته خيرات ٿي ڏئي. سٽين
يا اونڌي، من جي اچا پٽاندڙ ٿي ٿئي. اندرين وچارين ته رکو من جي مزدوري ليون
ڪمائين، پوءِ چاهي من، کين ڪارڻ ۾ ڪل ڪٽائي يا گند ڪٽائي. جي من، اوت جي آلڏيءَ
اندر آهي، ته گند ڪٽائيندين ۽ جي موت جي موج ۾ آهي ته گل ڪٽائيندين.

من جي اوت ڪي موت ۾ بدلائڻ لاءِ ڪئين دقتون درپيش ايندين، من اندر
ڪئين مقابلا ۽ مخالفتون نيندين، ڏئي ۽ ڏيندن سان ڇتاپيٽيون لڳنديون، پر جي چت
شڪتي محڪم آهي، پرارٿنا ۾ پر آهي ۽ ٻڌيءَ جي بل سان ٻلوان آهي، ته پوءِ آهستي
آهستي، اخلاقي طرف زور پڪڙيندو ويندو، بد اخلاقي طرف سُڪ ڇڏيندو ويندو ۽
روحاني راز کلندا ويندا، تان جو سڀ ڪشمڪشا بند ٿي وينديون ۽ من سياويڪ شانت
ميم رهندو ۽ وويڪ جي وات وٺندو هلندو. سو اي ٻندا، ٻڌيءَ جو بل جاڳاءِ، ته من جو
پيشو بدلجي ۽ ڏوڙ جو ڏندو ڇڏي، واحد جو واپار ڪري. اهو واپار ئي حاجت جي حسرت
مٽائيندو، حليميءَ جي حاصلات ڪرائيندو، حاڪم جي حضوريءَ ۾ وهاريندو، حق جي
حڪمراني هلائيندو، ٿاڻن جي لهر ٻيٽ ڏيکاريندو، ۽ وحدت جي وجد ۾ ٿاسائيندو.

مَنَ کي، اوت مان موت ۾ آڻڻ، ممکن آهي ۽ اهوئي جيوَن جو مقصد آهي. درحقيقت، اهائي من جي بـ مراد آهي، جنهن ڀڳي ٻڃائڻ، من جي مستي مٽجي ٿي، اشانتي اَلوپ ٿي ٿي ۽ مکتيءَ جو مارگ ملي ٿو. صاحبن سمجهايو آهي، ته جو انسان اک ٻنهي سڄاڳ رهي ٿو، هر قدم ٽڪي ٽوري کڻي ٿو، وڻڪ جي واٽ وٺي ٿو، وام نام ۾ وڙل رهي ٿو ۽ نشڪام ڪرم ڪمائي ٿو، سوئي من جي موت جو مشاهدو ماڻي سگهندو. هُن جي ورتي، سُرتي، وچار، ڌارا، رهڻي، ڪهڻي ۽ ڪرڻي، سڀ سچ اندر سمائل رهنديون. هو ٿي سائينءَ جي شرن ۾ ايندو، سڪوڙ جـو شبد ڪمائيندو، سنتن جو سنگ ڪندو، نام وٺندو ۽ وراهيندو. اهڙي سچي شيوڪ جي ڪايا پلٽ ٿي آهي. سندس من جي آنڌي ختم ٿي وئي، ۽ ترشنائن جو طوفان بند ٿي چڪو. پاڻ ٻيڙيءَ وڃائي وٺائين ۽ سائين سڃاڻي چڏيائين. هاڻي هـو آنند ميٖ آهي، ترِيا اَوستا ۾ آهي، پرم پد تي پهتل آهي، جيوَن مڪت آهي. هُن جي خوبين ۽ خاصيتن جو ذڪر، صاحبن هيئنءَ طرح ڪيو آهي:

**نرموهي:** نرموهي اهو آهي، جنهن موهه تياڳيو آهي. موهه جو تياڳ ڪرڻ ڪيڏو نه ڪٺن آهي؟ سارو جڳت ڏس ته موهه ۾ اٽڪيل آهي، جيئن مَک چاش ۾، ڪيئون وشئا ۾، سؤر گندگيءَ ۾، ٻلي ماس ۾، ڪتو ڪيڏي پنيان پسا ڳجهه ٻڏاءِ پنيان. پرڻ ڪو مايا جي موهه ۾، ڪو مائٽن جي موهه ۾، ڪو مترن جي موهه ۾. جهڙي من جي ڀاونا، تهڙو من جي موهه جو لوڙ. جيترو موهه گهرو ۽ گهاٽو، اوترو منجهائس ڇوٽڪارو ملڻ مشڪل. مطلب تـه هرڪو، ڪنهن نـه ڪنهن لڳاءُ ۾ ڦاٿو پيو آهي ۽ انهن ئي سمجهي ته دنيا ۾ رڳو سندس لڳاءُ واري چيز آهي، جنهن مان ئي لاثاني لذت ۽ لطف اچي سگهي ٿو. ٻيو سڀ ڪجهه ناچيز يا نا قابل آهي، جنهن سان سياويڪ ورتي ناپسندي ئي پيدا ٿئي، جو ته پسندي يا ناپسندي، مشابهت ڪرڻ ۽ فرق وجهڻ سان ئي پيدا ٿئي. جيئن جيئن هڪ سان پسندي وڌندي ويندي، تيئن تيئن ٻئي سان ناپسندي وڌندي ويندي. جتي پسندي آهي، اُتي لالچ وڌي ٿي، لالچ مان لوڀ ۽ لوڀ مان خوف. جتي ناپسندي آهي، اُتي حقارت وڌي ٿي، حقارت مان ايرکا ۽ ايرکا مان وير ورڌ. انهن وڪارن وڌندا وڃن ٿا ۽ جيوَ سان وچڙندا وڃن ٿا. اِها آهي ”راڳ ۽ ڊيش“ جي رچناولي. جـو ”راڳ ۽ ديش“ جي نظر فريبيءَ ۽ خام خياليءَ کان خالي آهي، سو فقط پسنديءَ ۾ ٻڌو آهي، ڇو ته هُن جي پسندي، شُڌ پريت ۽ پيار سان ڀرپوُر آهي، جنهن ۾ ڪنهن ٻيءَ اُتيءَ سبتيءَ يا آڪاريءَ ناڪاريءَ ڀاونا جي ملاوٽ آهي ئي ڪانه ۽ نه ڪا ٿي سگهندي.

ڇا جن مايا سان موهه لڳايو آهي تن سک پاتو آهي؟ جي ڌن دولت ۽ مال ملڪيت سڪدائڪ هجن ها، ته سڀ فقير مايا کي سندر سرُپ ڇو سڏين ها؟ سندر سروُپ وٺي ڏناري، اوري آڻي ڏنگي ۽ انت وٺي، بنا شرم ۽ شرڪ جي کسڪي، وڃي ٻئي جي

هيج ۾ وهي. سدا سهاڳڻ آهي، ڇو ته سدس سدرتا اهڙي ته من موهڻي آهي، جو بدڪار ۽ بدچلن هوندي به، سيڪو پيو سدس صورت لاءِ سِڪي ۽ ڏسي نوي. هڪڙن جو نشو لاهيڻي ئي مس ٿي، ته ٻيا اُنهيءَ نشي ۾ مدهوش ٿيڻ لاءِ، ترت تيار ليا بيٺا آهن. جي نشو لٿو ته مايوسيءَ ڪري ڏکي آهن ۽ جي چڙهيو ته مستيءَ ڪري دکي آهن. اُنهيءَ نشي ۾، مايا واديءَ جي سڌ ٻڌ نڪري وڃي ٿي. جيئن ميهوڳيءَ ۾، توڪيل ندي هر طرف جو گند ڪچرو پاڻسان گڏ ٻيندي وٻندي آهي، تيئن مايا وادي به سڀ وڪار ميڙي سيڙي، پاڻ ۾ سٽيندو وٻندو آهي. جو ڪين مان ڪجهه ٿيو آهي، سو ڪجهه ته ڪري ڏيکاريندو! ڪن کي وساري ڇڏيائين، ڪن کي اکيون ٻيو ڏيکاري، ڪن کي ڏيئن جي تارن ڏيکارڻ جا پيو دڙڪا ڏئي، ڪن سان سيٺو ٿو ساهي ته ڪن جي مٿان ٿيڻ ٿو چاهي. هڪ طرف، لوڀ ۽ لالچ ڇوانيس ٿي، ته اُجا گهٽي ۾ گهٽو ملي، ۽ ٻئي طرف خوف ۽ خفقان ٿو ڳاريس، ته مٿان ڪپي يا ڪسجي نه وڃي. اُنهيءَ چنتا ۽ ڇورا ڪورا ۾، نه من شانت ٿو رهيس، ۽ نه دل شاد ٿي رهيس. پريشانيءَ جي پينگهه ۾، ڪلفت ۽ ڪلوفت جا لوڏا پيو ٿو کائي. اهو سون اُي گهوريو جو ڪن چيني! جي من هروقت هِن يا هُن سبب سي آرام آهي، ليه جيوتن ۾ شانتي ڪٿان ملندي؟ پنجن لٽن جو پند، اِئين پيو ايڪ آڏي، بياڌي ۽ اُپاڌي پيڙائون سهي. مرض جي زڙه پڪڙني بنا، صحيح علاج ملڻ دشوار آهي.

پتنيءَ ۽ پرِوار يا عزيزن ۽ خويشن ۾ موهه انڪائڻ به دکدائڪ آهي. اِهو موهه ئي، ڪن کي پنهنجو ڪري ۽ ڪن ڪسي پرائو سمجهي، يا جسن کي اڄ پنهنجو ڪري، ٿن کي سڀاڻي پرائو سمجهي. اِهو ”ٽيريءَ ميريءَ“ جو ڀيد ڪيڏو نه خلق ۾ خلل ٿو وجهي، اندر ۾ ٻيائيءَ جو ٻارڻ ٿو ٻارائي، ۽ ٻه اڪيائيءَ جو ٻانيتال ٿو وجهائي. اِها دُئي، ”پنهنجائيءَ“ جون ڪيڏيون نه اُميدون ۽ آسرا ٿي جاڳائي، خوش خبر ۽ خوش نما خواب ٿي ڏيکاري ۽ آخر، نامراديءَ ۽ نااتفاقيءَ، نااُميديءَ ۽ ناشاديءَ جا نهايت نقصانڪار نتيجا ڏيکاري؟ اِها دطرفي، ”ٻراوَن“ سان، ڪيڏا نه ڪوڙ ڪپٽ ٿي ڪرائي، ونجوگ جو وڇاهه ٿي وجهائي، ۽ ويرُ ورود ٿي وڌائي؟ اهو ”پنهنجو“، جو ڪالهه اکين جو تارو هيو ۽ من جو منتار هيو، سو اڄ وداع ڪندي، وڃي وڃڻ وجهي ۽ گهاءُ ڪري. اهو ”پرائو“ جو ڪالهه شڪ ۽ شدت جو شڪار هيو، ۽ شرارتي شترو سمجهي، دل کان دور رکيو ريو هيو، سو اڄ واپس وري، وڃي واهر ڪري. پنهنجي ۽ پرائي جو ڀيد، اِئين بيبنياد ۽ بيجاءِ آهي. اهو خواهه مخواهه پلائي ٿو ۽ پتڪائي ٿو. ڪا ڇوٽ يا ڇپيت لڳي ته اِڪ ڪِلي.

ساري جڳت کي جُسي ۾ جڙيندي به، موهه اِئين نا معلوم يا غير محسوس آهي، جيئن قدرتي ميناج پاڻيءَ ۾. موهه ۾ انڪيل هوندي به، ڪيئن پاڻ کي نرموهي پيا ڪوٺائن!

ٻي نرموهي آهي سچو شيوڪ، جنهن ستگر جي سنگت ۾ ۽ سنتن جي صحبت ۾، مايا تروڙي سنساري سنبنڌن کي، سچيءَ صورت ۾ سڃاتو آهي، ۽ سڀني سان ڄاڻو ۽ بيغرض وهنوار ورتائو آهي. هوُ سمجهي ٿو ته مايا، ڪوڙو کيل آهي ۽ سنساري سنبنڌ، سوارٿ جا آهن. فقط ڪرمن جا ليکا چوکا لاهڻا آهن. اُنهن ۾ من اٽڪائڻ ۽ نينهن لڳائڻ سان، روحاني راهه ۾ وڏي رنڊڪ پوندي. سو جي سڃاڻي آهي، ته سچو سنسار پنهنجو آهي، ۽ جي پرائو آهي ته به سچو سنسار ڪيلخانو آهي. سو مايا جي جار ۾ ڦاسي يا مٽيءَ مانٽيءَ جي موهه ۾ مبتلا ٿي، ڇو نينهن اڙائجي، جڏهن سڀ ناتا ۽ ننگ پناولي ۽ بيثا آهن؟ تن جالسو آهي، ته جنهنجي لوچ ڪجي ٿي، سي جڙ وستون آهن، يا جنهن سان لڳاءُ لڳائجي ٿو، سو سڀ فاني آهي، ۽ جي واسنائون ۽ وچار اُني اٽڪائين ٿا، سي به جڙ ۽ فاني پاوناُون آهن. مان ته پاڻ، نه جڙ ۽ نه فاني آهيان، پر اصليت جو اپداع آهيان، پتا جو باب آهيان، الهيءَ جو آهيان ۽ اهوئي آهيان. پوءِ پتا جو ڦما سان ڇو لڳاءُ هئڻ گهرجي؟ پنهنجي پرائي، سڳي لڳي، ويجهي ڏوراهين، يا اوچ نيچ جو فرق، ڇو ڪرڻ گهرجي؟ اهوئي نرموهي آهي جو دنيا اندر رهي ٿو، دنيا کي اندر ۾ داخلا نه ٿو ڏئي ۽ مايا ۾ رهي به، موهه کان محروم رهي ٿو. جنهنجي من ۾ مالڪ وسي رهيو آهي، اُتي مايا ڪيئن واسو ڪندي؟ جنهن گهٽ ۾ برهم جو نواس آهي، اُتي موهه ڪيئن موجود رهندو؟ اهڙي شيوڪ کي مايا خود آديس ڪري ٿي، چرن چمي ٿي ۽ پانهي ٿي ٽهل ڪري ٿي. اهڙي ستپرک کي، پنهنجا پراوا سڀ نمسڪار ڪن ٿا ۽ آدر ستڪار ڏين ٿا. اهڙو اعليٰ انسان، نرموهيءَ جو مثال، پنهنجي جيون ذريعي، پيش ڪري ٿو. صاحب فرمائين ٿا:

(١) اهه سنسار ٿي تبهي ڇوٽه – جڏهه مايا نهي لپٽاوهه
مايا نام گريب جوُن ڪا – اهه تب درسن پاوهه.
راڳ ڌناسري، ڀگت نامديو، شبد (٢)

(٢) جان پر اندر تان لڳن باهر – جان پر باهر تان ڏن ماهر
بسن ناوي پهه قير قراهر – ستگر سنگ دکايا ظاهر
راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار (١٨)

نهٺو: نهٺو معنيٰ حليم. پر اڄ ڪالهه هٿ هٺائي، ڪير ٿو حليمائي حاصل ڪري؟ هرڪو پاڻ کي ٺيڪ ٿو سمجهي ۽ ٻين سان ٺٺ ٺي ٺوڪي ٿو رکي. اڄڪين آزاد خياليءَ ته نئين ٽهيءَ جي محبتا ۽ مرادونديءَ جي مريادا به مٽائي ڇڏي آهي. ڇي بزرگي عمر ٿي نه پر عقل ٿي آهي. ڇي بندو باهتر ۾ اچي ويو آهي، ٻڌي ڪسڙائي ڇڪو آهي ۽ الڻ وهڻ جو ڏانءُ به وڃائي ويٺو آهي. سو ادب ۽ عزت جو آڌڪاري ڇو هئڻ گهرجي؟ باقي پاڻ نئينءَ ٽهيءَ وارا، جن کي پالي، وڏن پنهنجو رت ست سڪايو هوندو، سي الزام رکڻ ۽ انصاف به ڪرڻ لاءِ، خود مختيار آهن! تنهن ڪري وڏا وچارا، ڪيڏ پاسيرا لڪا پيا

 

وهن، نه مٽان ڪو آڪڙ نه ڏيکاري، يا مذاق نه اڏائي. اهو هٿ، اي آدميءَ ۽ عمروليءَ جي بنياد تي بيٺل آهي. پلا جي پرواز اندر، لڳن ۽ نيازمندي ناڀوڌ ٻي ولي، نه سماج اندر، صحبت يا سلڇڻائي ڪيئن رهندي؟ سچ نه، هٿ هاڻي ڪونه آيو آهي، آد ڄڳاڊ ڪـــان آهي. ڏک گهٽ هر انسان ۾، هڪ نه ٻيءَ صورت ۾ آهـــي. پر ڏيهون ڏينهن، ڏينها ڏينهن، حليمائي گهٽبي ٿي وڃي، ۽ هٿ بيلغام ۽ بيقاعده ٿيندو ٿو وڃي، جو نه آزاد خيالي، ڪنهن ٻه مدبر يا معزز جي مٿ اڳيان، جهڪڻ لاءِ تيار ڪونه آهي. عام طـــور نه خودبيني، خود پسندي يا خود شعوري، ٻهوڌي بحث مباحثي جو لباس پائي، نخرباز ناچ ڪري رهيون آهن. سڀ ڪو چوڻ نه اڀامپو يا اڏاميو ٿو گهمي. پر ڪک ۽ ڪنپ ٻه نه مٿي اڏامندا آهن؟ نه پوءِ ڇا آهي ڪارگر ۽ قيمتي ٿي پيا؟ موچا جي پاڙ پيا، هٿ جي هلاڪي لهندي ڪانه، ۽ حليمائيءَ جي هدايت هضم ٿيندي ڪانه. هٿ، هدايت جو ويري آهي. آتمڪ اُنتيءَ اڳيان، اهنڪار هڪ ڀاري رنڊڪ آهي.

هٿ، ڪٿن ڪي لاين سُڪائي ۽ ساڙي ڇڏيندو آهي، جيئن پارو پودن کي. هٿ، آسمان ۾ ٻـــادلن اندر جهومي ٿو، پر زمين تي ڪڪڙي تان ٻه ترڪي پئي ٿو. هٿ ڪـــي همساز ڪونهي، چاهي اقبالمنديءَ ۾ يا چاهي آپدا ۾، جو نه اقبالمنديءَ ۾، هٿ ڪنهن کي سهاڻي ڪونه، نه آپدا ۾، هٿ کي ڪو سهاڻي ڪرنه. آڪڙ ۽ اشانتي پئي گڏ گهمندا آهن. هٿ جو آواز، هميشه ڪوڙو ۽ ڪرڙو، مذاقـــي ۽ ملامتي، رلجائيندڙ ۽ رسائيندڙ، ڏڪوئيندڙ ۽ ڏمرائيندڙ هوندو آهي. جتي پهتو، اتي گهاءُ ڪندو. زبان جو ڪيل گهاءُ، تلوار جي گهاءُ کان وڌيڪ گهرو ٿيندو آهي. چڙ ب ۽ چيڙ يا خرڪي ۽ خدده، خونخرابي بلڪ خونريزي ٻه ڪرائي ڇڏيندا هُن آهن. ٿنهن ڪري چوندا آهن نه گهٽ نه ڳالهاءِ ۽ جي ڳالهائڻ بلڪل ضروري هجي، نه چبي چٽي ڳالهاءِ، جيئن اڳلي جي دل کي ضرب نـــه اچي. جيڀ جي ترڪڻ کان، پير جو ترڪڻ بهتر آهي، جـــو ٿوري ۾ نه جـــان ڇٽـنـدي. جيڀ جـــي ترڪٽبازي، انتقام جي آڳ دکائيندي. اها دکيل آڳ، ڪڏهين نـــه ڪڏهين پڙڪو کائيندي ۽ آس پاس جا، سڀ گڏ آلا ٻيڻ ٻه جـــلائي ڀسم ڪنـــدي. هٿ هميشه هرڪنهن کي هلان ڪندو آهي پر هٿ کي ٻه ڪٿان نـــه هڻ ڪڻ هاڪار ٿيندي. اِنـــين ناسازي ۽ ناشادي نازل ٿئي ٿي ۽ ساز سلوڪت فرار ٿئي ٿي. هٿ هروقت هاڃي رسائي ٿو ۽ حليمائي هميشه حب وڌائي ٿي. ٿدو گهڙو پاڻهي پاڻ کي چانو ۾ وهاري.

هٿ ٿئي ڇا ٿي ٿو؟ حسن ۽ جوانيءَ تي؟ پر آهي نه بيمقا ۽ بيوفا بلبليون آهن، جي جـــاڻ، وقت جـــي واءَ ۾ گرڪانجـــي وينديون. پيري آئي، ڦوڪيل ٻه ڦوسڙي ٿـــي پوندي ۽ پران نڪتي، حسين ٻه هيبتناڪ لڳندي. نه ڇا ڪنڊ ڪبيلي تـــي؟ ڪنڊ قبيلي يا ڦلس ۽ وارثت جي ڦرسچڻ تي، ڪهڙو ڀروسو آهي؟ ڪٿين ڦسمل ويڙها، وقت

ويران ڪري ڇڏيا. نه ڇا علم ۽ عقل ني؟ عمل ٻنا نه علم ۽ عقل عياري آهي، مڪاري
آهي. فصاحت ٻنا، سڀ وديا ڦصاحت آهي، واهيات وادوواد آهي. وديا نه ٻيد جو
ٻهر آهي سو ڪيو ٻي سگهندو؟ تنهن ڪري عاقل ۽ عالم آهن؛ جڏهن ڪـي انهن احساس
ٿئي، نه هوءَ ڪيئن ڄاڻيتي ڪوڙي، ڇو نه اڄا ڪيس ڳچ ٻرانڪو ٻيو آهي. نه ڇا ڪل ۽ ذات ني؟
ڪل ۽ ذات ڪـي نه ڪا ذاتي زيب آهي ني ڪوڙ. ڪرم جا ڪاڻ ۽ ڪڪرم، ذات
لاءِ ذلت آهن ۽ سلڇڻ ۽ سڪرم ني ذات لاءِ زندگاني آهن. هٺ ذات ڪي نيٺ لـيڄو
نواٽيندو. نه ڇا پئسي ۽ ٻدارڻ ني؟ اهي نه انسان جا آهن ني ڪوڙ، ۽ نه وري انسان
جا هميشه لاءِ ٿي رهندا. جيهن ڏنا آهن، سو واپس نه وٺي سگهي ٿو ۽ پوءِ اٿـي انسانجو
وس نه هلي ڪوڙ سگهندو. اسين ٻاڻ نه ڪا لڪمي ۽ لڄ وقت آهيون، هردم واحد وهيٺا
آهيون. جي هوءَ انسان ۾، نزاڪت ٻريا نقطا گڏي ٻا ٻيڪا نمبي، نه ڪين مان ڪيئن ٿـي
پئون، ٻر جي ڪيڏي وني، نه ڪيئن مان نه ڪين ٿي پئون. تنهن ڪري، اهو ”مان مان“
جو مرض، چاهي سوُ نهـن، سياٽپ، شڪتيءَ، سنتان، سمپتيءَ يـا ڪنهن ٻئـي سبب
ڪري هجي، ته نه انسان کي ضرور ذلالت ۾ آڻيندو. هـوڏ مارائيندي ۽ ڪميا ڪتندي.
جيڏو مٿي ٿپ وڏو، ليڏو هـيٺ ڏڪ وڏو. اڙ ڇو ڳات اوَس گراوٽ کائيندو. پوءِ هٺ
وڏائيءَ لاءِ، ڪهڙو واجب وجهه ڇٽيو؟ ٻاڪ هرڪو جوڳو سبب، حليمائيءَ جي حق ۾ آهي.
ممڪن مڃي نه هوريان هاڻ، ٻر جي رڍ مڃي نه اڃايا ٿپ ڇڏي، وڃي ٻگهڙ جي وات ۾
پئي. ليڪن ٿي هنيلو انسان، جيٿري نه سينو گهمي، نه مرڻ بعد به سيڏيل رهي. ٻر سينٽي
وڃائيندڙ نـه ويو هليو! هٺ هستي مٽائي ڇڏي ٿو، تان جو اسرڻ ٿي ڏکيو ٿي پوي.

صاحبن سمجهائيو آهي ته اي ٻندا، اهنڪار آهي اگيان ۽ اوديا جي نشاني ۽ حابمالي
آهـي گيان ۽ وديا جـي ڪسوٽي. جو هٺ جو مريض انهيءَ ڪسوٽيءَ مان پار پوندو،
سوئي شفا پائـي نوبنو ٿيندو. ڏس، نه ٻاٽي، جڏهن ۾ انمت شڪتي سمائل آهي، سو نه
هيٺائين ونـي ٿو، ساهميءَ جو ڳورو ٻڙ هيٺ جهڪي ٿـو، قل وارئي ٽاري هيٺ نئڙي
ٿـي ۽ صراحي نـمي جام ڀاري ٿي. ليڪن ٿـي ڏاڍيءَ جي درٻار ۾، نمڻ قبول پئـي
ٿـو. عاشق به سر جهڪائين ٿا، سجدو ڪري سر جو ٻليدان ڏين ٿا. پوءِ ٿي انهيءَ ٻـل
چڙهيل سر جـي مٿان، شهيديءَ جي سرتاڄي ٽڪي ٿي، ٿوارٻخ انـدر سونهـري ورق ۾
واڪاڻ ٿئي ٿي، ۽ جڳان جڳه شرڌانجليءَ جي ڦول مالها چڙهي ٿي. نمڻ ٻنا نوازش ٿـئي
ڪاڻ. جتي ”مان مان“ آهي، اتي ”تُوهين توُن“ جو تصور ڪوڙ آهي. جڏهين ”ميري
ميري“ مٽجي ٿي، تڏهين ٿي سڀ ۾، جتي ڪٿي، هروقت ”توهين توُن“ ڏسجي ٿو.
لڄ روپ ۾، انسان نه ايشور آهي ٻر اگيان ڪان، پنهنجو سچو سروپ ڀلجي ويٺو آهـي.
اهنـتا جـو اگـيان مٽجي، ته سچي سروپ جو پرڪاش ٿئي. اهو آهي برهم گيان،
سهج ڏيان.

ڪبير تون ڪسُون ڪرنا تسُون هوُنا - مڱهه مهه رها نه هوُن سلوڪ، ڪبير صاحب
جب آيا پَسر ڪا مِت گسيا - جِت ڏيکئُ تت تسُون. (٢٠٤)

سچي شيوڪ، نماڻائيءَ ۽ نهٺائيءَ، نمرتا ۽ نيازمنديءَ، غريبي ۽ غربت، سادگيءَ ۽ سخاوت، برداشتگيءَ ۽ بجاآوريءَ، پاڪيزگيءَ ۽ پرهيزگاريءَ، تحمل ۽ تابعداريءَ، عاجزيءَ ۽ عبادت، پريت ۽ پيار جا پُتلا هوندا آهن. هوُ داسن جو داس، گولن جو گولو، سڀني جي پيرن جي خاڪ بڻيو آهي. سڀني کي پاڻ کان اُتم ٿو سمجهي، ۽ ڪنهن کي به نيچ نه ٿو ڪوٺي. نه ڪنهن کي ريجهائي ٿو، نه رٺاري ٿو. نيچو نوائي، پرم پد پاتو اٿائين. آپو ڇڏي ڳجهارت جو ڳجهه جاتو اٿائين. جيئري مري، اَمر ٿيو آهي. پاڻ وڃائي، پاڻ لڌو اٿائين. خوُدي مٽائي، خدائي خمار آندو اٿائين. سچ جي ڪار ڪمائي، سچ بڻيو آهي. اهڙو سچي شيوڪ آهي، ديوانو درويش، سچو سنياسي، صوُفي صاف، عشقن عشق، مستن مست، سڀ سڌيوُن ۽ رڌيوُن، شڪتيوُن ۽ سمپتيوُن پراپت ڪري ٿو، نورليءَ جي نگر ۾، ٽوپال ۽ ترڌن جي جيئن ڪهاري ٿو. ڪجهه پنهنجو سمجهي نه ڦڙ پائوُن هڻي. پاڻ کي پرماتما جو نمت سمجهي، جڳ سان وهنوار ڪري ٿو. جت ڪٿي يا ڪنهن ۾ به انڪيل ڪونه اٿس.

| | |
|---|---|
| نال خصمي رليا - ماڻهِ سِکِ رليئاهِ | سري راڳ، محلا |
| هسودي ناڻ نناڻيئا - رهسي نماڻيئاهه. | چولسان، وار (٧)، سلوڪ محلا پهلا |

**وڪار دور:** وڪار ڪئين آهن جن جو ڳاڻاٽو ئي ڪونهي. پر مکيه وڪار پنج ليکيا ويا آهن، يعني ڪام، ڪروڌ، موهه، لوڀ ۽ اهنڪار. من جي نگري هڪڙي، جنهن ۾ انهن پنجن مکيه وڪارن ۽ ٻين انيڪ وڪارن جو واسو آهي، جن کي صاحبن ڏوُت، چور، لٽيرا، دشمن ۽ ٻين ڪيترن نالن سان سڏيو آهي. هڪڙي واپاري من ڪئي، انهن سڀني سان جنگ جوٽي جيتڻو آهي. هر مندر ۾، ويري وڪارن اچي واسو ڪيو آهي. جڏهين اهي لوڏي ڪڍبا، تڏهين مندر ۾ هريءَ جو نراس ٿيندو. اها آهي ڪرڪشيترا جي وڏي ڀوُميءَ ۾، مهاڀارت واري لڙائي، جو سچو شيوڪ، گيان جي تلوار سان لڙي ٿو، وڪارن کي ماري ماٺ ڪري ٿو، من مندر ۾ آتما جو پرڪاش آڻي ٿو ۽ پرماتما کي پنهنجي لاءِ تي براجمان ڪرائي ٿو. وڪارن سان پاڻ آزاد ڪرائي ٿو ۽ وڪار منجهاس آزاد ٿين ٿا. غفلت جي ننڊ مان سجاڳ ٿي، پنهنجي گهر جي ڀوُريءَ طرح پهريداري ڪري ٿو.

حقيقت ۾ نه ڪامنا يا ترشنا ئي سڀني وڪارن جي جڙ آهي. ترشنا مان موهه جو لڳاءُ ٿئي ٿو. موهه مان لوڀ ۽ لالچ، نه لالچ مان ڪروڌ، ويرُ ۽ وروڌ پيدا ٿئي ٿو. پر ترشنا جو ڪارڻ به "مان مان" يا اَهنڪار آهي. جيستائين "مان مان" ٻاٽڪي سرير يا ذاتي لاءِ

سمجهي، ليستاءِ ترشنا زياده رهندي ۽ بيشمار ٿيندي، هڪ ٻئي پٺيان لڳاتار اٿنديون. سو جي آسا يا آهنڪار نڪتو، نه اڳياتا گم ٿي ويندي ۽ اڳياتا دور ٿي، نه گيان جو پرڪاش ٿيندو، جنهن ۾ سڀ وڪار آزخود غائب ٿي ويندا ۽ پوءِ سچي سروپ جي معلوميت ملندي. انهيءَ من جي موت ۽ وڪارن جي مارا ماريءَ بابت، گورو نانڪ ديوجن فرمائين ٿا:

(١) ڪام ڪروڌ آهنڪار نِواري - تسڪر پنچ شبد سنگهاري
گيان کڙگ لي من سنگ اُجهي - منسا منهه سمائي هي.

راڳ مارو، محلا پهلا،
سولهو (٣)٣

(٢) من داتا من منگتا - من سر گور ڪرتار
پنچ مار سک پايا - ايسا برهم وچار.

راڳ ٻـريالي، محلا
پهلا، شبد (١٠)

جڏهين شوڪ نرموهي ۽ ٻهنو ٿئي ٿو، ۽ سندس وڪار ۽ آوگڻ ناس ٿي وڃن ٿا، تڏهين هو ڪنهي ڪٺوان ٻئجي ٿو. هنجي ويچارن ۾ وڏو ڦيرڦار پيدا ٿئي ٿو. هنجي جيون ۾ عجيب تبديلي اچي وڃي ٿي. هو پنهنجي سرير ۽ من جي صحت، سالم رکڻ چاهي ٿو. روز مره، هو اصولن ۽ اخلاقن جي آڪاڙي ۾ اچي، ورزش ولي ٿو ۽ هر ڪرم ڏڏاران، ورزش جي وزنائت کي آزمائي ٿو. هو دماغ کي داد جي ورزش ڪرائي ٿو، ڪنن کي ڪارگذاريءَ جي، اکين کي اشرافت جي، نڪ کي نفاست جي، زبان کي زڪاوت جي، هٿن کي همراهيءَ جي، چيلهه کي چستيءَ جي، پيرن کي پاسبانيءَ جي، من کي ماڻ جي، چت کي چڱائيءَ جي، دل کي ديانتداريءَ جي، قلب کي قناعت جي، هرڊي کي همدرديءَ جي، ۽ ٻڌيءَ کي ٻلوانيءَ جي. انهيءَ لڳاتار ورزش ۽ آزمائش ذريعي، هنجي جيون کي جادو لڳي ٿو. هو لاٿون لال، صاف ٿئجي ٿو. هو کجور جي وڻ وانگر سڌو سنوانو آهي، ٻيا ڪنهن ڏنگي ڦر ڦ ڪڙ جي. هو ٻڙ جي وڻ وانگر، ۾ پکيڙي، ٻين کي ڇانءُ ڏئي ٿو. هو نيڪ سيرت ۾ نهال آهي، صدق جو سپاهي آهي، سنتوش جو ساجد آهي، سڪ جو سوداگر آهي ۽ سچ جو سائل آهي. هو شرم جو شراڪتي آهي، شڪر جو شاگرد آهي، پريم جو پوڄاري آهي. هو ديا جو ديوانو آهي، ڪميا جو ڪيٽاري آهي، حياءَ جو حامي آهي، حليمائيءَ جو حبيب آهي. هنجي وصفن جي واکاڻ، ڪهڙي ڪري ڪهڙي ڪجي؟ هاڻي هو، ٻاهر جي بيحد ۽ بي پايان خرد بينيءَ سان پنهنجو اندر نه ٿو ڏسي، پر اندر جي بيحد ۽ بي پايان دوربينيءَ سان، ٻاهر ڏسي ٿو. جنهن ڪري، هو سڄو سنسار هڪ نئينءَ ۽ علحدي صورت ۾ ڏسي ٿو. هاڻي هو، ٻاهرينءَ بصر جي بدبوءِ سان، اندر کي گندو ڪونه ٿو ڪري، پر اندرينءَ گل جي خوشبوءِ سان، ٻاهر جو ماحول معطر ٿو ڪري. دل جي درپن ٿي جڻ نه بدلجي وئي، جنهن ۾ روپ ۽ نالا، ڪال ۽ ديس سڀ گم ٿي ويا آهن. هاڻي سڀ نوراني نظارا، سڀ نور مان نڪرندا ۽ ساڳئي نور ۾ گهڙندا،

ڏسڻ ۾ اچن ٿا. هاڻي تماشبين وارو تجربو ڪونه آهي، پر تحقيق جو تصور آهي. هاڻي دنيا ٻاهر ۾ ڍڙها نه ٿي هڻي، پر ٻاهر، دلبر جو دنيا ۾ ديدار ڪري رهيو آهي. ٻاهر ٻاهر ۾ پُٺتي ويو آهي ۽ ڳنڍ ڇُٽي پئي، پڙدن ٽُٽي پيا. اهين تجربن جي ٿيسيا مان، اُنوکا آزمودا مليا ۽ اُنوکن آزمودن مان، اَرغ جي اُنهه جو اظهار ٿيو، ۽ اَرغ جي اُنهه مان اَکنڊ آنند مليو. اهين ٿيسيا تحقيقات سان ڪَر ٿي ۽ ٻاهر تحقيقات ۾ ڪَر ٿي پيو آهي. ڪَر جي ڪرڻي ٿي آهي.

سم درشٽي: جنهن مِن ۾ "راڳ ۽ ديش" يا پسنديءَ ۽ ناپسنديءَ جو اَنڪر پيدا آهي، اهو مِن، هر مسئلي جي دريافت، ڏٺيءَ، دطرفيءَ يا ايهاليءَ جي نقط نگاهه سان ڪندو. اها دريافت سمدرشٽيءَ، سم ڀاونا يا سچائيءَ کان صفا خالي هوندي. جتي سچائيءَ جو وهنوار نه هوندو، اُتي شانتي مور نه هوندي، ڇو ته "راڳ دليش" مان ڪئين پيا وڪار اُٿن ٿا، جن جي ڪاڻ، تن ۽ مِن کي، سمورو وقت تپائي رهي آهي. تنهن ڪري، جو جيئڻ چاهي ٿو، ته منهنجي جيوَن شانتيءَ ۾ گذري، ۽ چوطرف شانتي ڦهلائي، تنهن کي "راڳ ۽ ديش" کان، پنهنجي جند آزاد ڪرائڻي پوندي، ۽ سم ڀاونا جي پد تي پهچڻو پوندو. اهو نسخو، ڏسڻ ۾ ڏاڍو سولو آهي، پر اُنهيءَ پٽاندڙ عمل ڪرڻ، بلڪل ڪٺن آهي، ڇو ته "راڳ ۽ ديش"، جيءَ سان جمي ٿو، ساري عمر ساٿس ساٿ ڏئي ٿو، ۽ سندس موت بعد به، هنجي وصيت نامي معرفت قائم رهي ٿو. مثلاً تازي ڄاوَل ٻار کي، ماکيءَ جو وات ۾ وجهبي، ته پيو چَپ چٽيندو، پر جي اَوڳڻ ڪڙو چکائبس، ته منهن ڪوڙو ڪري، ٿڪ ۾ اُوڪاري ڇڏيندو. اها پسنديءَ جي خوشي ۽ ناپسنديءَ جو رنج، جو ڄائي جِم کان ظاهر ٿئي ٿو، سو "تيريءَ ميريءَ" جو روپ وٺي ويچارتا ۾ اهڙو ته گهرو ٿو کُسي وڃي، جو جيتري ته جند نه ٿو ڇڏي، پر ڪال جي سامهون اچڻ کانپوءِ به، جيءُ پنهنجي پرين کي اهو پيو چوندو آهي، ته فلاڻي جي پارت اٿو پر فلاڻي کان دور رهجو، يا فلاڻي لاءِ هيءَ ڇڏيان ٿو، پر فلاڻي کي دست بردار ڪجو، يا ملڪيت جي وراهڪي ۾ هيءَ پاڳي پانيوار ٿيندا پر هو محروم رهندا. اهين "راڳ دليش" جي ڪتب جي سوچتي ٿي، مرووثي مصلحتن ۾ محفوظ رهي ٿو، پيڙهيءَ پيڙهيءَ ۾ ڦرندو رهي ٿو، ۽ مُلڪان ملڪ پکڙبو وڃي ٿو. دطرفيءَ هوندي ته دک ڪيئن دور ٿيندو؟

هاڻي ڏسڻو آهي، ته هيءَ جنم جنم جي سردردي، ٿئي ڇو ٿي ۽ ڇٽندي ڪيئن؟ جيستائين مِن، ٻاهرين رُوپن ۽ نالن واري دنيا يا ڪال ۽ ديس جي مايا منڊل ڏانهن پيو ڪڇبو، تيستائين "راڳ ۽ ديش" جو چڪر چالو رهندو. جيئن ئي مِن، اندر کڇبي واپس وريندو، تيئن ئي مِن شانت ٿي ويندو. پوءِ اُلفت ۽ نفرت جون ڀاونائون ڀسم ٿي وينديون، ويچارتا جا وکهن بند رهندا ۽ سچو سياڻ پرگهٽ ٿيندو، جنهنجي پرڪاش سان، خودمطلبي ۽ تنگدلي ناامراد و غائب ٿي وينديون. اهو ذاتي سياڻ، مِن لاءِ اُهين

ضروري آهي، جنهن ٻڌڻ لاءِ تيل جي مڪڙ. دنيا نه دک ۽ سک سان ڀريل پئي آهي، جنهن سمنڊ ۾ ڪارا ڪڪر. سو جي من روئي پوڻي ٿو، ذاتي سياه جي مڪ ته مٽي ڪري ڇڏي سواءِ ٿي پوندا، نه سک دک جي ساگر جو پاڻي اندر گهڙي ايندو ۽ ”واڳ ۽ ديش“ جي جل ۾ آڻيندو، جنهن ۾ من جي شانتي غرق ٿي ويندي. ائين ڪري، من جي ڪمزوري، اندر وارن لاءِ، وچار ڌارا جي خيالات بدلائي آهي ۽ سمت ۽ سچ جو سهارو ورتو آهي.

من گويا خيالن جو خلقيل آهي. اڄ من اهو آهي، جهڙا ڪالهه خيال پچايا هئائين ۽ سڀاڻي وري اهو هوندو، جهڙا اڄ خيال پچائيندو. سو جي خيالات چڱي آهي، نه من چڱو آهي ۽ جيون به چڱي آهي. جي خيالات بڇي آهي، نه من برو آهي ۽ جيون به بري آهي. خيالات کي بري مان چڱي ۾ بدلائڻ ”واڳ دليش“ ۾ قاسطو نه آهي پر ان مان ڇوٽڪارو پاڻو آهي. جي خيالات ۾، من ۾ ۽ جيون ۾ چڱائي آهي، نه نه ڏکي ۽ ڏنڊ رهندا ۽ نه ئي ڪنهن جي لُٽ مِٽ رهندي. صاحب سمجهائين ٿا نه اي ٻندا، هن گيان وڌي اپديش سان من جي مهار، ٻاهر نه پر اندر ورا، نه اندرين واسنائن کي وساري، من اندرين جي سوادن کي وساري، خيالات سڌ جي ۽ جيون سنوار جي. ٻاهرئين آڪاس اندر پرڪاش ڏيئي، برابر وگيان جي ڪماليت آهي، پر سر پر جي آڪاس اندر پرڪرما ڏيئي، من کي قابوءَ ۾ آڻڻ، روحانيت جي بلندي آهي. روحاني رسيدگيءَ سان، وچارتا جو وڪاس ٿئي ٿو. سو جنهن من قابو ڪيو آهي، سوئي مها بلوان آهي. نه نه نه من جي پٽڪ، آتما کي به جنم جنم ۾ پٽڪائي اٿي. دنيا هڪ مها مڪتب آهي، جتي شخصي آزمودن يا ڀين جي تجربن مان، سوين سبق سکي سگهجن ٿا، بشرطيڪ پرائڻ جي پروڙ پئي. سو اي ٻندا، اوکڙن کان ڪنارو ڪر ۽ رام نام جو ابياس ڪر، نه اڌ ناٽڪ چيتنا ڪُلي. جو تو ۾ آهي سو ڀين ۾ به آهي. اهوئي ساريءَ سرشٽيءَ ۾ آهي. ڪوئي برو بدڪار ڪوڙهي ۽ جي آهي، نه ڪنهنجي بريءَ ۽ بدڪار خيالات جو ختان آهي. اهي خختان مٽاءِ، نه سرد رشٽيءَ جو پدڻ افق اندر اوزي اچي. حالتون هميشه بدلبيون ٿيون پر من بدل سدل هوندي به ايڪاگر رهڻ گهرجي.

تُوا پلا تچر آڪدا – جهر هيچ ڏهسـ ماهِ — راڳ سوُهي، محلا
گورمک ايڪو بُجهيا – ايڪس ماهِ سماهِ — ليڄا، اشٽپدي (٧) ۴

سچو شيوڪ، جو نرموهي ۽ نهنو ٿيو، ۽ وڪارن جي ڦڪڙن مان آزاد ٿيو، سو ئي ”ٿيوءَ ميريءَ“ جا پيد مٽائي، هر طرف، هر هنڌ ۽ هر وقت هوت ڏسي ٿو. هوئي سرد وشٽيءَ جي پد ٿي، اَڌول ۽ اَٽل رهي ٿو. هُن سچاتو آهي نه سارو سنسار برهم پسارو آهي. ايڪ مان اَنيڪ پيدا ٿيا آهن، انيڪ ايڪ ۾ سمايل آهن. جڏهين سڀ برهم آهي يا برهم جي مايا آهي، نه پوءِ ڇو هڪ سان من لڳائجي ۽ ٻئي سان غير رکجي؟ ائين ڪري، سچي شيوڪ لاءِ، سڀ ڪجهه اِڪ سمان آهي، چاهي جر ۽ مرد، ترگه ۽ سرگه،

 

پاپ ۽ پن، دشمن ۽ سڄڻ، نيچ ۽ اُتم، سون ۽ مٽي يا وش ۽ اَمرت. هوُ اِنهن ڏينهن جو ڀيد سمجهي ٿو، پر ڀيد سان، من جي پسنديءَ ۽ نا پسنديءَ جو وهنوار نه ٿو ڪري. تنهن ڪري، چاهي دک ۾ چاهي سک ۾، خوشيءَ يا رنج ۾، ڪاميابيءَ يا ناڪاميابيءَ ۾، مان يا اَپمان ۾، ناموس يا گلا ۾، بُرائيءَ يا ڀلائيءَ ۾، هنجو من، هِن يا هُن طرف، نه ڏوڙي ٿو ۽ نه ڏولي ٿو. هوُ هميشه شڪر، سنتوش ۽ شانت ۾ گذاري ٿو. هُن جا سڀ ڪم ڪار پرُون، چٽڪ پرماتما جي پوُڄا آهن. تنهن ڪري، جيون ۾، نه هوُ ڪجهه چاهي ٿو، نه گهري ٿو ۽ نه وري ڪو ڪنهن تي حق جمائي ٿو. جو مليس ٿو سو مڃي ٿو، ۽ جو نه ٿو مليس پيا ملي ڪسجيس ٿو، سو وساري ڇڏي ٿو. اهڙي سوجهيءَ واري ۽ وڏڀاڳي شيوڪ کي، صاحب ڪوٺين ٿا: سچو گياني ڏياني، جتي جوڳي، ڏتونت پتونت، اَمر اَجوُني، اَرپهه نرونڀو. اهي اُهي ته وصفوُن پرماتما جوُن آهن. سو سچو شيوڪ، اهي سڀ گڻ گرهڻ ڪري، پرماتما جو روُپ ٿي پيو آهي. هوُ ستگوُر جو سڪيلڌو آهي، سادڪن جو سرڪردو آهي ۽ سرشٽيءَ جو بيتاج بادشاهه آهي. ايڏي مرتبي ملڻي ته، هوُ پاڻ کي داسن جو داس ٿو سمجهي، ڇو ته دنيا جو ڏيک ويک يا مان شان، هنجي من کي ڏناري نه ٿو سگهي. جو اِئين ڏناريو، سو وري ڏٽيءَ ۽ ڏڻ پيهي کان ڏکيل رهندو، ڏوربان تي ڏار ٿي ويندو.

| | |
|---|---|
| نا ڪو ميرا دشمن رهيا - نا هم ڪسڪي بيراني<br>برهم پسار پساريو ڀيتر - ستگور تي سوجهي پائي. | راڳ ڌناسري، محلا پنجوان، شبد (٣) |

**اِندرِينِ تي قبضو:** صاحبن سمجهايو آهي، ته هيءَ سنسار آهي "پرپنچ". پرپنچ معنيٰ پنجن واسن جو تجلو. اُهي واس آهن: ڌرتي، پاڻي، ڇهڻ، سنگهڻ ۽ چکڻ. اهي پنجئي واس جڙ آهن ۽ پرڪرتيءَ اندر، سوُڪيم پرم آتما به اِنهن جڙ وستن سان اڇي ملي آهي. سرشٽي به اِنهيءَ ميلاپ جي پيداش آهي ۽ پيو ڪوبه ڪيس الڳ وجوُد ڪونه آهي. جي اِهي عناصر وري جدا ٿي وڃن، ته هوُند پرليءِ اچي وڃي ۽ سرشٽي ختم ٿي وڃي. ساڳيءَ طرح، اسان جي پنجن گيان اِندرين جوُن خاصيتوُن به، پرڪرتيءَ جي پنجن واسن مثل آهن. ديهه ڌاري آتما به، پنجن گيان اِندرين ۽ من، جي سڀ جڙ وستوُ آهن، تن جي ميلاپ ۾ آيل آهي. اِنهيءَ ميلاپ تي اسانجي اندر ۾ به، پرڪرتيءَ وارو پرپنچ ڪڙو ڪيو آهي. مطلب ته پرڪرتيءَ جو نقش، وري هوُبهوُ اندر ۾ به سمايل آهي. اِهي مالڪ جوُن ليلائوُن آهن ۽ جيون جوُن ڳجهارتوُن آهن. جڏهين جيو کي، اِنهيءَ ميلاپ جي اوُري پڇاڙ نٿي ٿي، ۽ جڙ ۽ سوکيم جي سچي روُپ ۾ سڃاڻپ نٿي ٿي، تڏهن هُن کي گيان جي پوُجهه اچي ٿي. پوءِ هُن لاءِ سرلو به سهنو آهي ته سنسار به سهنو آهي. جو پرلڪش آهي سو اپرلڪش ٿي وڃي ٿو. گيان بنا، اِها پروڙ پوڻ ڪٺن آهي، ڇو ته من ٿي جڙ ۽ سوُڪيم جي وچ ۾ درمياني اَڏ آهي. من موت ڪاٺي ته اِها اَڏ اَڏامي وڃي. پر من سوَلو اوت مان،

موت ڪاڻي ڇو لڳو؟ ڇاڪاڻ جو ڪان، اهو سنسڪار رهي ٿو، ته سنسار سچ آهي، اندريون به سچ آهن، ۽ اندرين معرفت ئي، سنساري سک ۽ سرٻرڪ سواد وٺي سگهجن ٿا. تنهنڪري، ٻئي الٽي يا علحدي ويچار اڳيان، من اڻ هٺي ٿي ٿو، ته جو اڪين اڳيان نرتڪ ۽ پرڪش آهي، سو سپنو يا نظر فريبي ڪيئن هوندي؟ ستگور جي گيان گرهڻ ڪرڻ کان پوءِ، جڙ ۽ سڙ ڪيمر جو ميلاپ، الڳ الڳ صورت ۾ ڏسجي ٿو. ائين، گهڻو ڪري سلجهي ٿي، ته دنيا آهي دوستي، جنهن ۾ دلبر خود پنهنجو ئي درسن ڪري رهيو آهي. ائين سنسار پوءِ ٻاڻمراد غائب ٿي وڃي ٿو. گيان جو تت آهي، من ۽ اندرين تي قبضو آڻڻ، جنهن کان پوءِ من موت ڪاڻي ٿو. انهيءَ موت معرفت ئي، مڪتيءَ جي منزل تي پهچي ٿو. سو من جي اوت اڏ آهي ۽ موت مڪتي آهي. سڙ ڪمر، جڙ مان جند ڇڏائي، سڙ ڪيمر ۾ سمائجي وڃي ٿو، جيئن چٽڪ مشعال ۾ موڻي وڃي آهي. ائين وارداتي ڪلي ٻئي ٿي ۽ سُت سمجهائجي ٿو.

جنهنجو من قابوءَ ۾ ڪرنهي، تنهنجي ويچارن هروقت وڪاري وهنوارن ۾ وڌل رهي ٿي، ۽ هن جون اندريون مڪ جيان، رکو گند ۽ غليظائيءَ جو واس وٺن ٿيون. اهڙو جيءُ، راڪشي روپ آهي، جنهنجو من، ڪلپنا، ويچار ۽ اندريون، هڪ ٻئي جا پاڻهن پاڻي لئي پيئا آهن ۽ جيوَن برباد ڪري رهيا آهن. هو ڪڪرمن جو ڪاريگر آهي، وڪارن جو واپاري آهي، دک ۽ سک جو سيلاني آهي، جم ۽ موت جو ميراثي آهي. اندرين جو سواد، ستيا ناس ڪري ٿو ڇڏي. عشرت خيزي، نفس پرستي ۽ شهوت انگيزي، درحقيقت دلڪش لڳندي آهي. ڪيئن انهيءَ دل فريبيءَ جي رغبت ۾ ليلائجي ويندا آهن، پر انت ۾ پڇتائيندا آهن، ڇو ته عيش عشرت جي جيون، صحت بگاڙي ٿي، بُڌي پرهشت ڪري ٿي، ۽ آتمڪ بل چوسي ٿي. ائين دک، سکن جو جڙاؤ لباس پائي، لُيائي ٿو.

ٻئي طرف، جنهنجو من اُن قبضو ٿي چُڪو، تنهنجي ويچارتا به بدلجي وئي. هُن جون اندريون پوءِ ٻاڻمراد ۽ قبضي هيٺ رهنديون، ڇو ته هو ويچاريون، واسنائون فقط اهي وٺنديون آهن، جي من جي مرضيءَ مطابق هجن. جي من شڌ آهي، ته وهٽي ڪهڙي اُوس شڌ ليندي. اهڙيءَ طرح، ته جيون ۾ پاڪيزه هوندو ۽ نه ديکا ديکيءَ جو پرونگ. جنهن هڪ واريءَ، هر رس جي امرت جو سواد چکي ڏٺو آهي، تنهن کي ٻيا سڀ سواد ڦڪا ۽ بيسوادي لڳندا، ڇو ته اندرين جي سواد جي پيٽ ۾، هر رس جو اُمرت ۽ آنند روُپي سواد، بيشمار دفعا وڌيڪ وٺندڙ ۽ وڻسائيندڙ آهي. انهيءَ ڏريعي ٿي، اندرين جي ترشنا، بک ۽ اُڃ، سڀ مٽجي وڃن ٿيون. جا واسنا، من هاڻي قبوُل نه ٿو ڪري ۽ ويچارتا منظوُر نه ٿي ڪري، سي اندريون آڻي به پهچائين ڪنهن کي؟ جڏهين من ۽ ويچارتا، واپار جو وکر ٿي بدلائي ڇڏيو، ته اندرين کي به ازخود، اُنهيءَ مطابق ساڳيو ئي سودو ڪرڻو پوندو، نه ته سندن وکر واپرائجو ئي ڪونه. سو اندريون به هاڻي اُهي اُڪي، ماکيءَ جون مکيون ٿي پيون آهن. گند ڦٽ جي بدبوءِ کي ڇڏي، گلن جي خوشبوءِ وٺن

ٿيون، ۽ ماڪي ناهي، اندر پهچائين ٿيون. سوداگري ڪهڙي ڪجي، يا ڪهڙي ڪهڙي ڇڏجي، ڪهڙي ڪٽجي، اهو فيصلو من جي وس ۾ آهي ۽ نه اندرين جي. اندريون نه من جي مُٺيءَ ۾، ڪاٺ جون ٺهيل پتليون آهن. جتي ڊوڙائين، اتي ڊوڙنديون وينديون.

سچي شيوڪ جي نيت صاف، هردو نرمل، ويچار ڏارا شڌ ۽ جيون پوتر رهي ٿي. رهڻي ڪهڻي سادي اٿس، پر آدرش، اخلاق ۽ اصول اُتم اٿس. راحت ۽ رغبت کان دور رهي ٿو. رفاقت ۽ رياضت ۾ جيون گهاري ٿو. پير ڀرتيءَ تي آهي، پر اک آسمان طرف اٿس. هن جون اندريون، شيو واسنائون اندر آڻين ٿيون ۽ شيو ڪرمن ۾ ٻاهر مشغول رهن ٿيون. هن جو سِر، ذهن ۽ زهادت، وديا ۽ گيان ۾ ٿڌو هوندي به، هميشه نميل رهي ٿو. هو سنتن ۽ ست پرشن اڳيان، جهڪي نمسڪار ڪري ٿو. هُنجي نيڻن ۾، هردم نيهن جو نشو لڳو پيو آهي، ۽ آتمڪ چيتنا جو چمتڪار اچي رهيو آهي. اهي آنسي اکڙيون، قادر جي قدرت ڏسي ٺرن ٿيون، مرشد ۽ مهاتمائن جو درسن ڪري ٺرن ٿيون، ۽ آنند جون املهه آنسون ڳلن مٿان ڳاڙين ٿيون. هُن جي زبان، هريءَ جو جس ڳائي ۽ ڳارالي ٿي، ۽ سادو، سالتيڪو، سُوکيم ۽ الپ آهار ورتائي ٿي. هو ڪَنن سان، ڪيرتن ٻُڌي ٿو، پر پرائي پچار ۽ گپ شپ جي گهوڙن کان ڪَن لاتار ڪري ٿو. هٿن سان، مالڪ جي مهما لکي ٿو ۽ پگلن ٽُٽلن جي ٽهل ڪري ٿو. هن جا پير سمارگ طرف هلن ٿا، جنهن ۾ اندر کي آنند اچي، يا ڪنهن دردوند جو درد مٽجي. دِيا درشٽيءَ جي ڀاؤ سان ۽ هم سازيءَ جي همدرديءَ سان، پير حال وٺي، آنسون اگهي، پيار ونڊي، ۽ بيقراريءَ جو بار هلڪو ڪري. دِيا جو ديوتا ٿي، ڏني پيو ڏئي، ڪنهن کي اُجهو ۽ آسرو، ڪنهن کي سمت ۽ سهارو، ته ڪنهن کي اُپديش ۽ آشيرواد. هُنجي من جون ڪامنائون، هردي جون ڀاونائون، ۽ اندرين جون ڪريائون، سڀ سائينءَ جي سُرتيءَ ۾ سمايل آهن. پوءِ هو مڪتيءَ جي مانگ ڇو ڪري ۽ وُنڪنٺ لاءِ وهاڻو ڇو وجهي؟ هو آهي نعمتون گهري ٿي ڪونه ٿو، نه ته ڀاڳهي ٻلاند ۾ اچي پونس ٿيون. جڏهين مانگ ماٺ ٿي وڃي ٿي، تڏهين مالڪ جي مهر جو مينهن، وسڪارا ڪري وهي ٿو. جو ڪجهه کوٺي، سو ٿي گهٽگهرو ٿيندو آهي. هُنجي سدر دشا بابت، صاحب هيئن فرمائين ٿا:

(١) گُر ڪا شبد رِد انتر ڌاريءِ - پنچ جنان سنگُ سنگ نِواريءِ
دَس اندري ڪر راکيءِ واسِ - تانڪيءِ آتميءِ هوءِ پرگاس.
راڳ گوڙي، محلا پنجوان، اشٽپديءَ(١)٣

(٢) ڪبير نٿن نهارُنُ تُجهه ڪَئُ - سروَن سُنئُ تُئُ نائَ
بئن اُچرئُ تُئُ نام جي - چرن ڪمل رِد ٺائَ.
سلوڪ، ڪبير صاحب (١١٩)

 

**آس ۽ نراسُ:** ”آس ۽ نراس“ جو اهو مطلب نہ آهي، تہ انسان يا تہ آسائن ۾ اٽڪيل رهي يا تہ نراسائيءَ ۾ ٻوڙجي وڃي. آسائون نہ ختم ٿينديون ڪونہ، جو تہ بيسيما آهن. سو وڌنديون وڌنديون ۽ ختم نہ رهجي بہ وينديون. ٻئي طرف نراسائي، اُتساهہ ۽ اميد اوگهاڙي، نااميدي ۽ آلس آڻيندي، ۽ ڪمزور ڏانهن گهليندي ويندي. هر حالت هيٺ، رکو ”نہ نہ“ جي ورتي، ڪمن جو ڪدر چاڙهيندي. ٿنهن ڪري، صاحب سمجهائين ٿا، تہ اي بندا، پرائي آس ڪنهن جي لاس. سو آس ڪر، هڪ اڪال پرک جي. پوءِ ٻيون سڀ آسائون ۽ منشائون، ڪارج ۽ ڪرياڻون، اُنهيءَ کي ئي ارپڻ ڪر. ائين ”آس ۽ نراس“ رهندين، جو تہ پوءِ آسائن جي وچ ۾ هوندي بہ، آسائون توکي آزار ڏينديون ڪونہ. اُنهن جون آسائون ۽ اميدون بہ، سندن ماتا پتا جي حوالي هونديون آهن، ٿڏهين تہ هو هميشہ نرسنسي، بيپرواهہ ۽ اچنت گذارين ٿا. سو توکي بہ ڀروسي ڪرڻ، ايمانداريءَ ۽ اوڙچائيءَ سان ڪر. نتيجو ڇڏ نرنڪار تي. موت ۾ قل جي اچا نہ رک. جيڪي ٿيو سو واهہ واهہ. جيڪي مليو سو سٺو. نہ هوندي آس ۽ نہ آزار ٿيندو. نہ کوج ۾ من ڏڏي ۽ نہ کهٽائيءَ ۾ من ڪُڏي. امدادي ۽ آپدا، ٻئي اڪ سمان. آس مارڻ سان، من بہ مري وڃي ٿو. ائين اندريون روڳ مٽجي ٿو، دک دور ٿئي ٿو، آتما جي الست ۽ اپار شڪتي اڀري ٿئي ٿي، ۽ جيون جو مسئلو حل ٿئي ٿو. آس ۽ نراس ئي جنم مرڻ جو چڪر چالو رکي ٿي.

اها آهي، سچي شيوڪ جي نشاني. هُن ٻاڻ پڇاڻي، آسا منشا ماري، ڏُئي ۽ ڏنڊن کان دور رهي، ٿيٽي دڳ پار ڪري، جن کي ايڪاگر ۽ اسٿر رکي، ڏٺيءَ ۾ ڌيان لڳايو آهي. اهو ڌيان لڳائڻ آهي، ٻاڻ وسارڻ، ٻاڻ جو ٻڙدو ٻري ڪرڻ. اهڙي شيوڪ کي، نہ جيئڻ جي آس آهي ۽ نہ مرڻ جو ڀپ آهي. هن کي نہ سرڳ جي اچا آهي ۽ نہ نرڳ جو ڀؤ آهي. هو دک ۽ سک جي اثر کان آجو آهي. نيت تہ هو نرموهي ۽ نرڀو آهي. وڪارن ۽ اوڳڻن کان آجو ٿي، اندرين تي قبضو آندو اٿائين. هاڻي سم درشٽيءَ جي پد تي پهچي، ”آس ۽ نراس“ ٿيو آهي. سو اهو ئي ڏسي ٿو، سنت مهاتما ۾، تہ اهوئي چورچڪار ۾ بہ. اهڙو شيوڪ ئي آهي سچو لشڪاري، بيراڳي ۽ سنياسي. هو جيئري ٻاڻ ماري، ڀؤ ساگر تري، پار پيو آهي. اهڙي شيوڪ جي اُستتيءَ ۾، گرو نانڪ ديو جن، هيٺين فرمائين ٿا:

(۱) آس نراسي رهي بيراڳي – نج گهر تاڙي لائي
پکيا نام رجي سنتوکي – امرت سهج پيئائي.
راڳ سورٺ، محلا پهلا، اشٽپدي، (۳) ۱

(۲) جاڪي آس ناهي نراس ناهي – جت سُرت سمجهائي
تت ڪو پرم تت مليا – نانڪ پد پائي.
راڳ پرڀاتي، محلا پهلا، شبد (۴)

**”گرهست ۽ اُداسي“:** انسان، چاهي ڀوڳ ۾ هجي چاهي جوڳ يا روڳ ۾ هجي، پر

 

من ته ٻاڻ سان جت ڪٿ هوندس. جي مون اُتر آهي ۽ ليڪ رُوبي پاوائن ۾ آهي، ته
پوڄ ڪندي ٻه جوڳ ۽ ڀوڳ ۾ آهي. ٻر جي من انڪيل ۽ اشانت آهي، ته جوڳ ۽ ڀوڳ جي
هام هڻندي ٻه، پوڄ ڪري رهيو آهي. تنهن ڪري، من جي ايڪاگرتا ۽ ليڪٽو،
وڌيڪ اهميت وارا آهن، بنسبت جوڳ ۽ ڀوڳ جي ٻيڪن جي. ڇا مڪتيءَ جو مارگ
جهنگلن ۾ يا ٻربتن تي آهي؟ جي ها، ته پوءِ مڙئي مخلوقات گهر ٻار ڇڏي، جهنگ مُنهن
ڪري وڃن؟ ته پوءِ، سرجڻهار ڪي، سرشٽي سرجڻ جي ڪهڙي ضرورت پئي هئي؟ ڇا
جهنگلن ۽ ٻربتن تي، سرٻر جون ضروري گهرجون محسوس ڪونه ٿينديون؟ تفاوت فقط
هيءُ آهي، ته گرهستي اڇا ڪپڙا پائي ٿو ۽ سنياسي گيڙو ڪپڙا ڀري ٿو. گرهستي
پنهنجي گهر جي ٻورهيي سان، پنهنجو ۽ پنهنجي ٻروار جو پيٽ پالي ٿو، ۽ سنياسي ٻين
تُڪر تي پلجي ٿو. گرهستي پنهنجي اجهي اندر رهي ٿو، ۽ سنياسي غفائن ۾ گذاري ٿو.
ٻر جي سنياسيءَ جو من سنسار مان نڪتل ئي ڪونه آهي، ته سنسار سندس پيڇو غفائن
اندر به ڪري ايندو، ۽ سندس من جون ٻوريون لوڙي اُٺيون ريون ترشنائون، جن ٻولن
جيان، جت ڪِٿ، هر وقت، کيس ستائينديون رهنديون. ڇا، جي لکن جي تعداد ۾
سادُو ۽ فقير، شهرن، ٻيرلن يا جهنگلن ۾ رلن پئن ٿا، تن سڀني پنهنجو ڪلياڻ ڪيو آهي؟
جي نه، ته پوءِ اهي جڳت جو ڪلياڻ ڪيئن ڪري سگهندا؟ ها، ڪو ورلي ويراڳي هوندو،
ٻر لکن پاکنڊين جي وچ، هنجو ليڻ به مشڪل ٿي پوندو. هوڏانهن جي گرهستيءَ جو لڳاوُ
سنسار مان نڪري وڃي، ته ”گرهست ۾ اداس“ ٿي سگهي ٿو ۽ مڪتي به حاصل ڪري
سگهي ٿو. جي مڪتي جهنگل ۾ آهي، ته مڙئي مِرون، مڪتيءَ جي مخصوص حق جا
هوندا واسطيدار هجن. رُوحانيت جو جهرڻو جهنگ ۾ نه ٻر جان اندر آهي.

تنهن ڪري، صاحب سمجهائين ٿا، ته پرماتما کي پائڻ لاءِ، گهر جي تياڳ ڪرڻ جي
ضرورت نه آهي، ٻر من جي لڳاوَ جي تياڳ ڪرڻ جي ضرورت آهي. جي اهو لڳاوُ
ٽٽي، ته گرهست به سنياس ٿي ٿو پوي. پرماتما جي پراپتي آهي، پرماتما کي پرڪرتيءَ
جي رڱ رڱ ۾ ڏسڻ، خالق جي خلقت جي خدمت ڪرڻ، انهن پيد پاڙ جي. پاڻي ۾ پيهي،
اهڙو گرهستي، نه ٻروار کان ٻري ڀڄي ٿو، نه پنهنجو پيشو بدلائي ٿو، ٻر رڳو من جو رخ،
ٻروار ۽ پيشي ٻابت بدلائي ٿو. اُنهيءَ نئين رخ پٽاندڙ، هو پاڻکي ڪرم جو ڪرتا نه ٿو
سمجهي. هو ڄاڻي ٿو، ته ڪرم ڪرتار جا آهن، ڪرتا ڪرتار آهي، ته ڪرمن جا ڦل به
سندس آهن. جي ڪم ڪرتار جا سمجهجن ۽ پاڻکي ڪرتار جو درمياني گماشتو سمجهجي،
ته پوءِ اهي ڪرم سڀ شڌيءَ ۽ شرڌا سان ڪيا ويندا، ڇو ته ڄاڻي ٿو اُهي ڪير ڪرتار کي
ڪُڪرم سٽيندو؟ سچ پچ ته ڪرمُ خود پاپ يا پُنج رهت آهي، ٻر من جي ڀاونا، اُن کي
پاپ يا پُنج ۾ بدلائي ٿي. سو ٻروار ۽ ٻرادري سان وهنوار رکڻ پُنج آهي، ٻر لڳاوُ رکڻ
پاپ آهي. اهو لڳاءُ ئي ”تيريءَ ميريءَ“ جي ٿو راس رچائي، خود مطلبي ۽ خود غرضي

ڏيکاري، ۽ پاٽکي، پرماتما ۽ پرڪرتيءَ کان الڳ ڪرائي. جي سڀ برهم آهي، ته "توُن مان" يا "تنهنجو منهنجو" ب اهو ئي برهم آهي. پوءِ فرق جي فڪرات ڇا جي؟ ڪاميءَ يا ڪنچن کي نه غلام بڻائڻو آهي ۽ نه انهن جو غلام بڻجڻو آهي. جي ٻئي کي رام جو روُپ ڪري سمجهجي، ته من جي ڏجا ئي چوطرف چانڊاڻ وچائين ڇڏي. انين وهنوارن مان ويراڳ ۽ ويراڳ مان تياڳ اچي ٿو. انين پرمپرا جو پرڀوُرتن ٿئي ٿو.

جو گرهستي، تياڳ جي وات وٺي، من کي ايڪاگر رکي، جيوَن گهاري ٿو، سو ئي "گرهست ۾ اداسي" آهي، سچو تياڳي، ويراڳي ۽ سنياسي آهي. پرالبڌ ۽ ڪرمن مطابق جن سان متي مائٽي، مترتا ۽ سنبنڌ ٻڌيو آهي، ته تن سان پريم ۽ پوترتائيءَ سان ناتو نڀاهڻ به اُتل ڌرم آهي، بشرطيڪ من، مطلب ۽ موهه کان بلڪل آجو هجي، جيئن مکڻ پاڻيءَ ۾ پوندي به، پاڻيءَ جي جذباتي اثر کان پري هوُندو آهي. هوُ سمجهي ٿو ته مت، مائٽ ۽ متر، چٽڪ سنجوڳي سنبنڌ آهن، جن سان فرض ادائي پوُري ڪرڻي آهي. باقي درحقيقت نه ڪو ڪنهنجو ڪونه آهي. اهڙي ڀاونا، دين ۽ دنيا سان پوُرو رکندي. نه لڳاءُ لڳائيندي ۽ نه اميد آسرو ڄاڻائيندي. اهڙو گرهستي، سڀ سان سياڻ موجب وهنوار ڪري ٿو پر وهنوار جي اثر کان نرليپ رهي ٿو. جي ڪو به ڪم غلط آهي ته ڪجهي ڇو؟ يا جي ڪو به ڪم صحيح آهي، ته ڪندي ڏجهي ٿو؟ سڀ ڪم ڪرم ٿاهين ٿا. ڪرمن جو قل داتا، دنيا نه آهي پر اهو ئي ديالات آهي. لوڪ ته آهي پوڪ، پيو پيچرا اُن هٽندو ۽ پتلوُن پڙاهيندو. پر پنهنجو پريوجن ته پرماتما سان آهي. سو هوُ ڪٿن سان پرپوُر آهي، پر پاڻکي ڪتوان نه ٿو ڪوٺائي. ليڪي ڪٽا، منجهس پنهنجي خاصيتن موجب ڪم ڪري رهيا آهن، پر هوُ انهن سان سنبنڌي يا ڪنٽس ڪونه ٿو ڪري. انين ڪٿن جو سب ٽٽي ٿو ۽ چوٿين پد جي پهچ اوري اچي ٿي. جيئن جيوَن جي لهر لهي ۽ چڙهي ٿي، تهن کي سب ڪري ڏجهي ٿو. نه سنسار ۾ غرطا کائي ٿو ۽ نه وري آسمان ۾ اڏامي اُڏر ڪري ٿو. گيان ۽ ڀڳتيءَ جي آڌار تي ڪرم ڪري ٿو. پريم ۽ پوترتا، سچائي ۽ صدق، پيچ ۽ دان، ديا ۽ ڪميا، نرملتا ۽ نماڻائيءَ جي جيوَن گهاري ٿو. جو شيوڪ نرموهي آهي، نهنو آهي، وڪارن کان دوُر آهي، سم ڀاونا جو سالڪ آهي، اندرين تي قابض آهي، "آس نراسي" آهي، "گرهست ۾ اداسي" آهي، سو "انجن ۾ نرنجن" آهي، گنگا جل جيان اوُجل ۽ نرمل آهي، مهان ڀڳتي ۽ جوڳي، ٽيسر ۽ منيسر آهي. هوُ سنسار جي پوُجل مان تري پار پيو آهي. جيئري مئل آهي ۽ مري امر ٿيو آهي. اهڙي ستپرش لاءِ صاحب هيئن فرمائين ٿا:

(١) جيوت مري مري ڦُن جيوئي - اَئسي سُن سمايا
اَنجن ماهه نرنجن رهئي - بهڙ نه پوُ جل پايا.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (۴٦)

 

(٢) سو گرهي جو نِگرهه ڪري – جپ تپ سنجم پيکيا ڪري
پُن دان ڪا ڪري سرابو – سو گرهي گنگا ڪا نيرُ.

واڳ رامڪلي، محلا ٽيجا، وار (١٢)، سلوڪ محلا پهلا

**پاپ، بندن ۽ ڀرم دور:** صاحب سمجهائين ٿا ته جو شيوڪ اهڙيءَ طرح ترمدهي ۽ نهنو آهي، "آس ۾ نراس" ۽ "گرهست ۾ اداسي" ٻه آهي، جنهن سرد وشٽي اختيار ڪئي آهي ۽ اندرين تي قبضو ڪيو آهي، سو وڪارن کان دور رهي ٿو. هيجا پاپ ۽ اپراڌ، سنسا ۽ ڀرم، چنتائون ۽ انتظاريون، بندن ۽ رڪاوٽون سڀ ناس ٿي وڃن ٿيون. اسين سچ پچ ته پاڻ کي ٻاڌهي بڌون ٿا. وڻ کي پاڪر پالي، پيا واڪا ڪريون، ته ڪو اچي اسانکي ڇڏائي. پاڪر ڇڏيون، ته هون ننڌ پاٺمرادو آزاد ٿي پئون. پر پاڪر پالل، ته سولو ڇڏيو آهي ۽ نه ڇڏائبو آهي. اهو آهي لڳاو جو لقاءُ، جنهن تي ڪوئهي ڪو بقاءُ. پر جو سچو شيوڪ آهي، تنهنجا سڀ بند آزاد آهن. اهڙو شيوڪ ستنتر آهي، ڇو ته پار برهم جو روپ ٿي پيو آهي. هُن آپو ميٽي، اگيانتا جو پڙدو هٽائي ۽ آتم جوت جلائي، اندر، ٻاهر ۽ چوطرف پرڪاش آندو آهي. هُن گيان جو سار ۽ تت جو تتُ پاتو آهي. جي ڪرم اجا ڪنهي نہ ويا آهن، سي اجا شايد ڪاٽڻا پونس. باقي اڳتي لاءِ ته ڪرمن جي ڪارخاني کي لسي، تالو لڳي چڪو آهي. ڇاڪاڻ ته هو سهج سماڌيءَ ۾ لڳل آهي ۽ سُن ۾ سمايل آهي. هو نج گهر ۾ وسي ٿو. هو جيون مڪت آهي، دک درد کان دور آهي ۽ آنند ميءِ آهي. منزل مقصود تي پهتل آهي. ميريءَ ٻيريءَ جو مالڪ آهي، اهڙي الله لوڪ لاءِ صاحب فرمائين

(١) ڪايا اندر پاپ پُن دُئي ڀائي – دُهي مِل ڪئي سرشٽ اپائي
دوويءِ مار جاءِ اڪت گهر آويءِ – گورمت سهج سماوٽيا.

ٽيجا، اشٽپدي (٤) ٢٧ ماجهه، محلا

(٢) جن پيتا سي مست ڀئي هيءِ – ٽوٽي بندن ڦاهي
جوتي جوت سمائي ڀيتر – تان ڇوڏي مايا ڪي لاهي.

واڳ آسا، محلا پهلا، شبد (٨)

**مانش جنم سڦل:** چوراسي لک جوٽيون آهن، جن ۾ جيو پنهنجي ڪرمن ۽ ڪرتوتن مطابق، چڪر کائي ٿو ۽ دک ڀوڳيندو رهي ٿو. ڪن جوٽين جا جيو، جيري مان پيدا ٿين، ڪي بيضي مان، ڪي زمين مان، ته ڪي پگهر مان. ڪئين قسمن جا جيت، پسون ۽ پکي آهن، پر مانش جنم، وڏي ڀاڳ سان ۽ شڌ ڪرمن جي ڪري، نصيب ٿئي ٿو. انهي جنم ۾ ئي، مڪتيءَ جي مارگ وٺڻ جو موقعو ملي ٿو. جي اهو سونهري موقعو به، سنساري وهنوارن ۽ سوارڪ چڪن پنيان پولدي، هٿان نڪري ويو، ته پيهر الائي هٿ چڙهي يا نہ. تنهن ڪري، مانش جنم وڃائي ڇڏڻ، وڏو نقصان پاتو آهي، جنهنجي اسان کي

ڪل ئي ڪانه ٿي پوي. اڳين جنمن جا سنسڪار برابر ڀيلائين ٿا، ڀلائين ٿا، جنهنجي اثر هيٺ، من پيو لُڙي ٿو ڀٽڪي ۽ بديءَ بدڪاريءَ طرف ڇڪجي. پر جيو پاڻ بہ تہ نبل نہ آهي. من کي رٿڻو ويٺو آهي، ڪڏهن چت سان تہ ڪڏهن چمات سان. جيسي جيئو هر وقت سجاڳ رهي، من کي غلط راهہ کان روڪيندو اچي، ۽ صحيح راهہ ڏانهن گهليندو رهي، تہ پوءِ اهي اڳيان سنسڪار، عادتن جي روپ. ولڙ بدران، آهستي آهستي صفا ميٽجي ويندا. انهن من قابوءَ ۾ آڻي سگهبو. انهن جيون شڌ ۽ پولسر ليندي، ست پرش جي سنگ ۾ چڪبي، نام جي رنگ ۾ رنگبي، ۽ ستگر جي شبد لاءِ لائق بڻبي. جڏهن جيون بدلائڻ جي تانگهہ لڳي ٿي، ۽ انهيءَ ڏس ۾ لڳاتار محڪم ارادي، ادم ۽ آورچائيءَ سان، جوڳا قدم کڻجن ٿا، تهن کان پوءِ ئي، مالڪ سڀ باقي مهارون پاڻ ئي کڻي ٿو. سمهيل ٻار کي نہ ماءُ ڏارائيندي آهي ۽ نہ ڇمي ڏيندي آهي. جڏهن اهو کي نہ، چڱڙ يا پيار لاءِ پڪارڻو پوندو آهي، تہ ساڻس کي، بنا سڏ ۽ سرجوشيءَ جي، ڪيئن اچي اَمر ڦل پائڻ ۾ پوندا؟ پر ڪو ورلي ڀاڳ وارو جيئو آهي، جو اڳين جنمن جي اڳيانتا جي اگهور ننڊ مان سجاڳ ٿئي، مانش جنم جي سڦلتا لاءِ پاڻ پتوڙي ٿو ۽ منزل مقصود تي پهچي ٿو.

بهت جنم بڇڙي ٿي ماڌؤ - اهو جنم تمهاري ليکي راڳ ڌناسري، پنجت.
ڪهہ رويداس آس لڳ جيوءَ - چر ڀيو درسن ديکي. رويداس، شبد (١)

اها لِتو لڳي ٿي تيمهن وارن کي، جن جي اندر ۾ پرڀو جي پاهہ ٻڌي اٿي، جيي جانب جي جدائي محسوس ٿا ڪن، جي جدائيءَ جي گهڙي بہ گهارڻ نہ ٿا گهرن، جيسي ميلاپ لاءِ ماندا آهن، جي پنهنجو تن، من ۽ ڌن سڀ ڪرتار تان قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويٺا آهن. پرڀو پاڻ وچائڻ ۾ آهي، ۽ پاڻ وچائي پاڻ ۾ پائڻ ۾ آهي. ڪم ٿئي ڪمَ لهڻي آهي. جو پرڀي پرماتما سان، انهن پرا پريم ڪري ٿو، سو هر جيو کي پرماتما جو روپ سمجهي، هن سان بہ پريم جو ورتاءُ ڪري ٿو. جو پريم سان ڀرپُور آهي ۽ پريم ئي وراهي پيو، اُسا ”ميريءَ تيريءَ“ جي وچار جي، سو ڪنهن سان خاص موهہ رکندو يا ڪنهن سان وير رکندو يا ڪنهن کي آڪڙ ڏيکاريندو؟ هو تہ سڀ پاوتا جو سائل آهي. اهڙن سچن شيوڪن ۽ درويشن جو احوال اڳتي اچي چڪو آهي. انهن مانش جنم جي معنيٰ جاتي آهي ۽ ساڌن ڪري، سڦلتا پاتي آهي. هنن سچي شبد ۾ سرتي رکي، سچ پرايت ڪيو آهي ۽ سچ جو جهنڊو بلند آهي. اهو آهي عشقڙن عشق، چشڪڙن چشڪ.

سيسي لوڪ پرانتي - جيسي آويءِ اڪ هت سري راڳ، محلا
جنم پدارت سڦل هوءِ - جي سچا شبد ڪمت. پنجوان، شبد (٦)

من جي موت کانپوءِ چنڊچاتا ۽ اڪاگرتا اچي ٿي، پڪ ۽ آستڙتا اچي ٿي، ۽ آشانتيءَ ۾ شانتي اچي ٿي، ڇو ته من جوءُن موڙ ٿي مرادون ۽ مشاڻون ميدان ڇڏي، ڀڄي ويون آهن. من ئي ڪسنگ جي لڳل ڪٽ لهي ٿي، ۽ ڪمت جي مرو مڃي ٿي. اڄل من کي، ٻڌي چنبو وانگر پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿي. انهن من، من ۾ ئي مارجي وڃي ٿو، ۽ مري مالڪ سان ملائي ٿو. هاڻي من صاف ۽ صابر آهي، سالڪو ۽ سنتوشي آهي، سڄاڻ ۽ شڪتيوان آهي، نهنو ۽ نماڻو آهي، نرموهي ۽ نرپِ آهي، نرليپ ۽ نرمل آهي، پرڀتوان ۽ پرڀمي آهي، نربت ۽ لياڪي آهي، ڇو ته وڏو تابانَ جي للاوَٽ ۾ آهي. سندس داسيون، ڏهئي اندريون به، هاڻي سچ جو سودو ئيون ڪن، ڇو ته من وت، ڪوڙ ۽ ڪمت جو ڪباڙ، قبول ئي ڪونه ٿو پوي.

گهر مهِ گهر جو ڏيکه ڏکاويِ – گرو محلي سو محل پُسلاويِ
من مهِ مدوُ تا چِت مهِ چيتا – اَئسي هرڪي لسوگ اَليتا.

واڳ، بسنت، محلا پهلا، اشٽپدي (۵) ۴

من جي موت بعد، اهو سچو شيوڪ، ڪنول گل جيان، سنسار ۾ رهي ٿو. هُنجي من جا سڀ ڪپ ۽ ڪنارا، بند ۽ بندن، ٽُٽي ناس ٿين ٿا. هاڻي هوُ حد ٿيي بيحد ۾ آيو آهي، متناهيءَ مان نڪري لامتناهيءَ ۾ آيو آهي. جهڙو هنجو عمق اوُنهو، تهڙي اُچل اَتاهه ۽ بلندي بي انتها آهي. هُنجو اَرڪان غير عملي آهي، اَحساس غير محدوُد آهي ۽ اِتصال غير منقطع آهي. سچائي سچائي، پاڻ سنوارو اٿائين ۽ سوچي سوچي سالڪن کي سليو اَٿائين. هوُ دنيا ۾ائي جاڻي، موت سائي سمجهي، ۽ سنبند سڌجوڳي سمجهي، جيوَن گذاري ٿو. تنهن ڪري، نه هن کي ڪالهه جو غم يا غيرت آهي، ۽ نه سڀان جي چنتا يا آسرو آهي، ڇو ته هوُ رهي ٿي ٿو ورتمان ۾. ورتمان جي ورلي ٿي. ڪالهه جا ڪرم ڪانيدي ۽ سڀان جي قسمت جوڙيندي. سو ڪڏ ڪڏ ۾ مري ٿو ۽ اِنهن مري، اَمر، اَجوُني، اَبناسي ۽ اَننت ٿئي ٿو. ڇا ڪان مري، اَمرتا ٿو حاصل ڪري؟ اَوگڻن ۽ وڪارن کان، بديءَ ۽ بدڪاريءَ کان، لڳاوَ ۽ لڪ ڇپ کان، ديکا ديکيءَ ۽ دوکيبازيءَ کان، چالاڪيءَ ۽ چتراڻيءَ کان، پراڻي پچار ۽ پچاڙ کان، ڪوڙ ۽ ڪسنگ کان، اوُچ ۽ نيچ کان، ذات ۽ پات کان، مطلب ته تنهي گڻن جي تاثير کان. هن کي گلا ۽ غيبت، سختيءَ ۽ سزا جي پرواهه ڪونهي، شاباس ۽ شرف، اِنعام ۽ اِمداديءَ جي درڪار ڪونهي. هوُ لوڪ لڄا جي ليڪي ۾، سڪتا لامارا ڪونه ٿو ڏئي. ڇاڻي پڇهي، اَکرين ۾ مدهن وڏو اٿائين ته پوءِ مهوڙن کان ڇو ڊڄي؟

اهڙي شيوڪ جو هردو نمتار آهي، پريم ۽ پرترتائيءَ سان، صدق ۽ سڪ سان، سچائي ۽ سروڀڃيءَ سان. هميشه هوُ وونڪ جي وات وني ٿو. تنهن ڪري، دماغ جي دليلبازيءَ

وري ٻڌجي ٿيندو هو، سو ڪيئن ڦري پنهنجو سڄڻ ۽ ساڄن ٿيو؟ انهيءَ جــو جــواب، ڪبير صاحب سندر ۽ لاثاني لفظن ۾ ڏنو آهي:

ٻــرهم ٻليتا سُرت هوائــي - گــرلا گيان چــلايــا
ٻرهم اَگن سهجي ٻَر جائي - ايڪهه چــوٽ سِجهايا
ستُّ سنتوک ليءِ لڙني لاڳا - تــوڙي دُءِ دروَاجـــا
ساڌ سنگت اَر گور ڪرپا تي - پڪڙيو گَڙهه کو راجا
ڀڳونت ڀير سڪت سِمرن ڪي - ڪَٽي ڪال ڀؤ ڦاسي
داس ڪبير چڙهيو گَــڙهه اُوپر - راج لِيئو اَبناسي.

راڳ، ڀيرءُ، ڪبير، صاحب، شبد (١٧)

شيوڪ کي ساڌنا روُپي مها يُڌ، مَن سان جوٽڻي پئي ٿي. شيوڪ پرماتما جي شرن ورتي، ستگورو جو شبد ڪمائي، سنتن جا چرن چمي، رام نام جو رنگ لڳائي، آهر مٽائي، آسيس ۽ آشيرواد ورتي ٿو. پوءِ سچ جي زرهه پهري، پريم جو ٽوپ پائي، صدق جي ڍال لڳائي ۽ گيان جي تلوار ڪڍي، مَن جي قلعي تي حملو ڪري ٿو. مَن تہ اڳيئي مشتاق هئو ۽ اهــڙي پهلوان جي پهلوءَ ۾ پنهنجي لاءِ پريشان هئو، جيئن مؤمل، واڳل لاءِ روز رات، راهـــ تڪيندي هئي. انهن شيوڪ ٻانهن ۾ ٻيهي، ٻانهن ٻڌائي ٿو. پوءِ ٻُڌي پرڪاش ڪري ٿي، آتم جوت جاڳي ٿي، ۽ اَگيانتا دوُر ٿئي ٿي. مَنُ مَن کي مڃي ٿو. اَندر، اَندر سان اورؤن اوري ٿو. مَن جي شڪتي، چت جي شڪتيءَ ۾ سمائجي وڃـــي ٿي. ٻيج، ٻــيج سان ملي وڃي ٿو، جتي رچي واس ٿئي ٿو. آتما ٻانهن ٻانهن کــي آزاد ڪرايو يا ڪيس مَن يا ٻُڌي آزادي ورتي ڏني؟ جو جيوُ اندر آهي، تنهن کي سوچي ساڃاهيو. وويڪ جــو وڪاس ڪرائــي، ٻُڌيءَ جو ٻل جاڳايو. انهيءَ وڪاس ۽ ٻل جي پرڪاش، اگيانتا ۽ اوديا جـــي اوُنده هٽائي ۽ مَن جي ڪايا ڪلپ ڪرائي. سچ ٽروار ليو ۽ ساڌن ٿاب ٿــيا. آزادي آتما پائي، نہ مَن ۾ پر مَن معرفت. هڪ سُر جي سِمفنيءَ ۾، سڀ ساز سمائجي ويا.

آپُ آپَ تــي جانيا - تيج تيج سمانــا
ڪهه ڪبير اَب جانيا - گوبند مَن مانِيـا.

راڳ ٻلاول، ڪبير صاحب، شبد (١١)

اِهو صاحبن جو اَعلان آهي، تہ مَن جي طوُفان جو سامهنو ڪري سگهجي ٿو، مَن جي آنڌي اورالــگهي سگهجي ٿي، مَن جي وير ڌرائي سگهجي ٿي، تہ اوت موت ڪاٽي. فقط اُمنگ ۽ اُتساهه، ايمان ۽ اُدم، اَشرافت ۽ اُوچائي اُلون لين، تہ مشڪل آسان ٿي پــوي

ٿو. سچ جي ساڌنا سياڻپ سڪل ٿيندي، ۽ سوڀ سر جهڪائي، قدم ٻوسي ڪندي.
انهيءَ دوران ۾، لڪ ۽ لوڏا، جهڪ ۽ جهاڪا، مشڪلاتون ۽ مصيبتون، اوس آزمائشون
وٺندا، پر اعتقاد ۽ اورچائيءَ، سچ ۽ سروڻيءَ مٿان غالب پئجي ڪونه سگهندا. خاميون
۽ خطائون ٿينديون رهنديون، پر انهن جو اثر پڇتاءُ ۽ پراشچت، پرارٿنا ۽ پيار ڀاوان،
ڀڄنو ۽ ميڻاپ ۾ ويندو. ڏڪا ٿاٻا کائيندا رهبا، پر صدق ۽ سڪ وري اٿاري، سڌين لڳي
ڪندي ۽ اڳتي پنڌ پوائيندي. جي رستو ڀُلجي ٿو وڃي، ته ”رام نام“ اچي رهبري ڪندو.
جي اوجهڙ ۽ اونداهه ۾، وڪاري وڻن اچي ڌوڙي ڌڪارو، ته ستگور جي شبد ۾ سرلتي
سهائتا ڪندي. جي وڃڻ ڌارا ۾ وڪهن پيو، ته ٻڌيءَ جي ٻل سان پهار جي ويندو. سچي
شيوڪ جي سٺائي ضرور ٿيڻي آهي، ڇو ته جي ساڌن سنڌس آهن، ته سهارو ستنام جو
آهي، سات سنتن جو آهي، سمت ستگور جي آهي، ۽ سر انجامي سائينءَ جي آهي.

سفر ۾ شيوڪ اڪيلو ۽ اڪيلو ڪونهي آهي، پر انيڪ محسوس ۽ غير محسوس شڪتين
جي ٻوري ۽ پناهه هيٺ آهي. سلوڻن جو سمر ساڻ ڪٽي، حوصلي جي هڙ ۾ ٻڌي، ساڌڪ
اچي ڪناري لڳل ڪشتيءَ ۾، رکو وهي سهي، ته پار پهچائڻ لاءِ، پرماتما پاڻ ذميوار
آهي. ساڌڪ جي سرفرازيءَ ۾، دلبر جي دلچسپي آهي، ڇو ته هن جي سچي ۾ ڇنڊ پيٺ
ٿيڻي آهي. سو پرماتما پاڻ پتڻ ۽ ٻيڙي آهي، سڙهه ۽ سڪان آهي، ونجهه ۽ ملاح آهي.
هو پاڻ درياهه ۽ ڇوليون آهي، سير ۽ وير آهي. آندي ۽ واهه آهي، ڪن ۽ ڪنارا ٻئي
آهي، ته سانت ۽ سوجهرو به آهي. پوهر ۽ پوهر پسارو پئي هڪ آهن، پر وسر وڇان،
وچتر ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ڪشتيءَ وارو ياتري به پهرين الڳ الڳ انيڪ انگ ڏسي ٿو.
پر ڏيري ڏيري، پنهنجي ڪٽيءَ ڪمائيءَ جي ڪلا سان، رام نام جي ٻل سان، ستگور
جي سنديش سان ۽ ڪرتار جي ڪرپا سان، هو ايڪ ايڪ ۾ ڏسي ٿو. انهن سچ سچائي
سچ ۾ سمائجي ٿو. شينهن جو پڇو به ريڍن ۾ رهي، ريڍ ٿي پيو هو، تان جو شينهن اچانڪ
اچي ڏٺو ۽ پنهنجي پڇي کي اصليت جي معلوميت ڪرائي، ريڍ مان وري شينهن
بڻائي ڇڏيائين. ليڪن ٿي، ساڌڪ، اصليت جي معلوميت ملي، اوڏيا مان اڇانڪ ماري
ٿو، حق جي حقيقت ڏسي ٿو، ۽ اَن الحق جو آواز اٿاري ٿو. هاڻي ته هو لامذهب آهي،
لامتناهي آهي. ٻنا انتها جي، پيا سڀ الاهي انعام امداد ٿيندس. ٻنا پڇڻ جي، پيا سڀ
پشيمانيءَ پائيندس. ٻنا ٻڌڻ جي، پيا سڀ پلاند پريندس.

## (١١) گورمڪ

(١) گوُرمک مُکتا گوُرمک جُگتا - گوُرمک گياني گوُرمک ڀَگتا[١]
ڏَن گرهي اُداسي گوُرمک - گوُرمک قيمت[٢] پائي جيئُ
هؤمي ٻاڌا گوُرمک ڇوُٽا - گوُرمک آوڻ جاوڻ[٣] ٽوُٽا
گوُرمک ڪرم گوُرمک نِهه ڪرما[٤] - گوُرمک ڪري سو سُڀائي[٥] جيئُ
گوُرمک سکيا منمک دکيا - گوُرمک سنمک منمک ويمکيا[٦]
گوُرمک مليئي منمک وڇڙئي - گوُرمک بِدّ[٧] پرگٽائي[٨] جيئُ
گوُرمک اکُر[٩] جِنه ڏاوت[١٠] رهيا -
گوُرمک اُپديش دک سک سرِ[١١] ڪر سهتا
گوُرمک چال جِت پار[١٢] برهم ڌيائي - گورمک ڪيرتن گائي جيئُ.

**[ راڳ مانجھ، محلا پنجوان، اشٽپدي (٢) ]**

(٢) گوُرمک وَست[١٣] ويساهيئي[١٤] - سچ وکُر[١٣] سچ راسِ[١٥]
جني سچ وڻجيا[١٤] - گور پوُري شاباسِ
نانڪ وست پڇاڻسي - سچ سوُدا[١٣] جِس پاسِ.

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (١١)

(٣) گوُرمک ڪرم ڪماوئي - بِگسئي[١٦] هر[١٢] بئراڳ اَنندُ
اَهِ نِس[١٧] ڀگت ڪري دن[١٧] راتي - هؤمي مار نچِندُ[١٨].

سري راڳ، محلا تيجا، شبد (٨)

(٤) ٽرئي[١٩] گڻ مايا موهُ هئي - گوُرمک چوُٿا[٢٠] پد پاءِ
ڪر ڪرپا ميلائين - هر نام وَسيا من آءِ.

(١١)

(٥) گوُرمک سدا سوهاڳڻي - پِر[٢١] راکيا اُر ڌار
مِٺا بولهه نِوَ چلهه - سيجئي[٢٢] روئي ڀتار[٢٣]
سوپاوَنتي[٢٤] سوهاڳڻي - جِن گور ڪا هيت[٢٥] اَپار.

(١٣)

١. اُپديش ڏيندڙ. ٢. پرماتما کي پڇاڻيو آهي. ٣. جمڻ مرڻ جو چڪر ختم ٿي چڪو ٤. نشڪام ڪرم ٿو ڪري. ٥. سهندڙ. ٦. بيمک. ٧. ٻُڌي. ٨. پرڪاش، روشن ڪئي ٿي. ٩. گورمت. ١٠. پڙهڪڻ کان ٻچي ٿو. ١١. هيڪ جهڙو. ١٢. پرماتما. ١٣. نام روُپي شئي. ١٤. خريد ڪن ٿا. ١٥. موُڙي، پونجي. ١٦. ٽڙن ٿا. ١٧. ڏينهن رات. ١٨. چِنتا کان آجا. ١٩. ٽي. ٢٠. ٽريا اَوستا. ٢١. پتي پرماتما. ٢٢. نمي. ٢٣. پلنگ تي. ٢٤. سو ڀاڳوان. ٢٥. اَلي پريم.

(٦) گوُرمکہ اَمرت باڻي بولهہ - سب آتم رام پڇاڻي
ايڪو سيوَن ايڪ آراڌهِہ - گوُرمکہ اَڪهہ ڪهاڻي.

سري راڳ، محلا ٿيجا، اِشٽپدي (٦)٧

(٧) گوُرمکہ آپڻا من مارِيا - شبد ڪسوٽي لاء
من هي نال جهگڙا من هي نال سَٿ - من هي منجهہ سماء.

سري راڳ، محلا چوٿان، وار (١٢)، سلوڪ محلا ٿيجا

(٨) اس ڪاِيا اَندر بهت پسارا - نام نرنجن اَت اَگم اَپارا
گوُرمکہ هووي سوئي پائي - آپي بخش ملاوڻيا.

راڳ ماجهہ، محلا ٿيجا، اِشٽپدي (٢)٥

(٩) ايڪم اَيڪو آپ اُپايا - دبِڌا دوُجا ترِبِڌ مايا
چوٿي پوڙي گوُرمکہ اوُچي - سچو سچ ڪماوڻيا.

٦(٤)

(١٠) گوُرمکہ ڪوڻي هر ڪيرت سار - گوُرمکہ پائي موکہ دُئار
اَن دِن رنگہ رتا گڻ گاوي - اَندر محل بُلاوڻيا.

٩(٧)

(١١) گوُرمکہ رڌ سِڌ سُچ سنجم هوئي - گوُرمکہ گيان نام مڪت هوئي
گوُرمکہ ڪار سچ ڪماوهِہ - سچي سچ سماوڻيا.

٧(١٢)

(١٢) گوُرمکہ ڪرم ڌرم - سچ هوئي
گوُرمکہ - اَهنڪار جلائي دوئي
گوُرمکہ نام رتي - سکہ هوئي.

راڳ گوڙي، محلا ٿيجا، اِشٽپدي (٣)٢

(١٣) هردي سوُکہ پيا پرگاس - گوُرمکہ گاوهہ سچ گڻ تاسُ
داسن داس نت هووهہ داس - گرهہ ڪٽمب مهہ سدا اُداسُ
جيوَن مڪت گوُرمکہ ڪو هوئي - پرم پدارٿ پاوي سوئي
ترِيگڻ ميٽي نرمل هوئي - سهجي ساچ ملي پرڀ سوئي.

(٧)

(١٤) ڪِيا سوُڻا ڪيا جاڳڻا - گوُرمکہ تي پرواڻ
جنان ساس گراس نہ وسري - سي پوُري پرکہ پرڌان.

راڳ گوڙي، محلا چوٿان، وار (٢١)

---

١. پرماتما. ٢. جهگڙو ۽ جنگہ. ٣. سرير، من. ٤. ڏنيت ڀاؤ، ڀائي. ٥. ٽي گڻ. ٦. اِندرين تي قبضو. ٧. آنند. ٨. ورڪت. ٩. مڪتي، موکش. ١٠. سمهڻ. ١١. قبوُل. ١٢. سرشت.

 

(۱۵) آسا منشا دونؤ بناست[1] - اراهہ گــڻ آس اراس پئي
ٿريا وسّتا[2] گوُرمک پائيئي - سنت سڀا کي اوٽ لهّي.

واڳ آسا، محلا پهلا، شبد (۳۲)

(۱٦) گوُرمک واڳ[3] سُڌاد آن[5] لياگي - گوُرمک اِهہ من يکتي جاگي
اَنهد سڻ مانيا شبد ويچاري - آتم چين يئي نرنڪاري[6].

واڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (۷) ۸

(۱۷) سيج ايڪ - ايڪو[6] پريـ[6] ٺاڪر
گوُرمک هر[6] راويي - سک ساگر[6].

واڳ وڏهنس محلا چوٿان، شبد (۱)

(۱۸) هر گڻ تُوٽ نہ آوني - قيمت ڪهڻ نـــ جـاء
نانڪ گوُرمک هر گڻ روَهہ - گڻ مهہِ رهيي سماء.

واڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (۱۱)، سلوڪ محلا تيجا

(۱۹) گوُرمک چوُر[7] نہ لاڳہ - هر نام جڳائيئي[8]
شبد نِواري آڳ - جوت ديپائيئي[9].

واڳ سوُهي، محلا پهلا، اشٽپدي (٦) ۴

(۲۰) گوُرمک جنم سڪارتا[10] - سچي[6] شبد لگن
آتم رام[6] پرگاسيا - سهجي سک رهن.

واڳ سوُهي، محلا تيجا، اشٽپدي (۳) ۳

(۲۱) گوُرمک لالو لال هيي - جِڌ رنگ مجيٺ سچڙاءِ[11]
اَلڻي سڪت[12] سوَني گهر آني - من وسيا[6] هسر[6] اَمرت نساءِ.

واڳ سوهي، محلا تيجا، وار (۳)

(۲۲) ترپي گڻ مايا موهہ ويابي - ترِيا گڻ هيي گوُرمک لَهيا
ايڪ درشٽ[14] سڀ سمر ڪر جاڻي - اُندري آويي سڀ برهم پَسريا[14]

واڳ بلاول، محلا چوٿان، اشٽپدي (۷) ۱

(۲۳) دک سک گوُرمک سم ڪر جاڻا - هرک سوگ[15] لي[16] برڪت[17] پسيا
آپ مار گوُرمک هر[6] پائــي - نانڪ سهج سماء لــيسا.

واڳ وامڪلي، محلا پهلا، اشٽپدي (۱۲) ۷

(۲۴) پوم پلاني پيي دوائي - وڻ[19] پساگا[18] ڪيا پسائيئي
گوُرمک گيان ڏوري بريب پڪڙي - جِن[20] ڪنچي ٿن جائيئي.

واڳ وامڪلي، محلا پهلا، دکڻي اونڪار پوڙي (۴۱)

---

۱. ناس، ختم ڪري ڇڏي. ۲. آوستا. ۳. پڪڙي. ۴. پرماتما جي اُستتي. ۵. پيا سڀ. ٦. پـرماتما. ۷. وڪار. ۸. سجاڳ. ۹. سوجهرو، روشنائي. ۱۰. سڦل. ۱۱. سچو، پڪو، گهاٽو. ۱۲. ڏيان، ورتي. ۱۳. نظر. ۱۴. پسارو، پرڪرتي. ۱۵. سک. ۱٦. دک. ۱۷. ورڪت. ۱۸. پاڳل، اگياني ۱۹. پيا، ڪانسواءِ. ۲۰. جيئن.

(۲۵) گوُرمکھ ساچي[1] ڪا پوُ پاويٖ - گوُرمکھ باڻي اگھڙ گھڙاويٖ
گوُرمکھ نرمل هرِ[1] گڻ گاويٖ - گوُرمکھ پوِتر پرم پد پاويٖ
گوُرمکھ روم روم هر ڌياويٖ - نانڪ گوُرمکھ ساچِ[1] سماويٖ.

واڳ رامڪلي، محلا پهلا، سِڌ گوشٽ پوڙي (۲۷)

(۲۶) گوُرمکھ پرچي[3] ٻيد[2] بيچاري - گوُرمکھ پرچي ترِيئي[4] تاري
گوُرمکھ پرچي سُ[1] شبد گيان - گوُرمکھ پرچي انتر ڌيان
گوُرمکھ پائي الکھ اپار - نانڪ گوُرمکھ مُڪت دُوار.

واڳ ماروُ، محلا پهلا، سولهي (۱۵)

(۲۷) هڪم بوُجهيٖ سو شيوڪ ڪهيئي - برا ڀلا[6] دُه سمسر سهيئي
هوُمي جاءِ تہ ايڪو[1] بوُجهيٖ - سو گوُرمکھ سهج[7] سمائيدا.

واڳ ماروُ، محلا پنجوان، سولهي (۱۳)۵

(۲۸) جن ڪئُ لکھيو[8] ملي وڏيائي - گوُرمکھ سي پرڌان ڪيئي
پارس[9] ڀيٽ ڀئي سي پارس - نانڪ هر گُر[9] سنگ ٿيئي.

واڳ بسنت، محلا پهلا، شبد (۱۲)

(۲۹) آپي[1] جل آپي[1] ٿل ٿاپيا - آپي[1] جل ٿل ملاويٖ
نانڪ گوُرمکھ سهج[7] ملائي - جئُ جل جلهہ سماويٖ.

واڳ بسنت، محلا چوٿان، اشٽپدي (۸)۱

(۳۰) امرت باڻي تت[10] وکاڻي - گيان ڌيان وِچ[11] آئي
گوُرمکھ آکي گوُرمکھ جاڻي - سُرتي[12] ڪرم ڌيائي.

واڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (۱۶)، سلوڪ محلا دوجا (۲۲)

(۳۱) ڏوُرمکھ سبد پڙهت[13] هيٖ - ڏن سُنهيٖ[14] مايا
هر اُرڌ[15][1] جو جرچدي - ڊيهدي[16] سک پايا.

[محلا چوٿان]

(۳۲) گوُرمکھ ڪامڻ ٿيا سينگار - شبدي پِر[1] راکيا اُر ڌار
ايڪ[1] ٻيائيٖ هوُمي مار - سوڀاوَنتي ڪهيئيٖ نار[17].

واڳ ملار، محلا ٿيجا، اشٽپدي (۳)۳

(۳۳) گوُرمکھ ايڪو[1] ايڪ پڇاڻا - گوُرمکھ هوءِ لکاوَ[18] لگو
گوُرمکھ جاءِ مليٖ نجِ[19] محلي - انهد شبد[20] بجاوَنگو.

واڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، اشٽپدي (۵)۴

---

۱. پرماتما. ۲. الٽو، ٻئي پاسي. ۳. ڪري نر. ۴. وچن، پول. ۵. پين ڪي نہ. ۶. برابر، هڪ جهڙو. ۷. گيان. ۸. اوُچي پدوي. ۹. ستگوُروُ. ۱۰. هردي م. ۱۱. پهچي لڳي. ۱۲. پرهي. ۱۳. پوُلي، شڏ. ۱۴. پوُتجي، ملڪيت. ۱۵. اُرڌ ڪري. ۱۶. دان ڪندي. ۱۷. جگياسو استري. ۱۸. جاڳائيندو. ۱۹. سچي سروُپ م. ۲۰. ڏاڍي.

(٣٤) گوُرمکہ اَنتر سانت هيءِ-منِ تنِ نام سماءِ
نام چِتري نام پَڙهيءِ - نام رهيءِ لِو لاءِ.

واڳ ڪانڙا، محلا چوٿون، وار (١١)

(٣٥) گوُرمکہ اَنتر سهج هيءِ - من چڙها دسويءِ آڪاسُ[1]
تِتهيءِ اوُنگهه نہ بُکہ[2] هيءِ-هر اَمرت نام سکہ واس
نانڪ دکہ سکہ وياپت نهي-جتهيءِ آتم رام پرگاسُ.

سلوڪ، محلا تيجا (١٦)

(٣٦) گوُرمکہ نام سُهاگہ هيءِ - مستڪ مَڻِي[3] لِکياسُ
هر هر نام اُرڌاريا-هر هرديءِ ڪمل پرگاس.

(٣١)

(٣٧) گوُرمکہ بُڌي[4] ڪدي ناهي-جنان اَندر سُرت[5] گيان
سدا سدا هر گن روَهه - اَنتر سهج ڌيان.

(٤٤)

(٣٨) گوُرمکہ سچي عاشقي[6]-جِنہ پريتم سچا[7] پاليءِ
اَن دِن رهه آنند - نانڪ سهج سماليءِ.

سلوڪ، محلا چوٿون، (١٠)

(٣٩) گوُرمکہ حڪم مَنني شَهه[7] ڪُهرا[8]-حڪمي هي سکہ پائي
حڪمو شمري حڪم آراڌي[9] - حڪمي سمي سمائي[10].

(١٨)

---

١. ڏنار. ٢. اَگيان جي نند. ٣. نِرڪا. ٤. ٻرسن، ڪر نهر. ٥. ورتي. ٦. پريم. ٧. پرماتما.
٨. جو، سندو. ٩. ڌيان ڌارين ٿا. ١٠. پاڻي ۾ واڻي رهن ٿا.

# گُرمک

صاحبن شيوڪ کي گُرمک به ڪري ڪوٺيو آهي. شيوڪ، گُروءَ جو شبد گرهڻ ڪري، گُروءَ جو مُک ٿيندو آهي. هو سردو ڪري ٿو سچ جي، پورهيو ڪري ٿو پريم جو ۽ ڪرت ڪمائي ٿو ڪرتار جي. ٻڌ رکي ڀڳوان جو نه پاڻ به رکي ڀڳوان سان. سڀني سان منو ڳالهائي ۽ ڪنهن کي ڪرائو نه ڳالهائي. نه ڪنهن کان ڊڄي ۽ نه ڪنهن کي ڊيڄاري. ڪُوڙ ۽ ڪپٽ، حسد ۽ خود مطلبيءَ، لالچ ۽ لائيءَ چائيءَ، آهي ۽ اهڙا جي وڇڙو نه ڪونه وڃي. هميشه لماڻو ۽ نهٺو، نرمل ۽ نرموهي، نام رتو ۽ رنگ رتو، آس ۾ نراس ۽ گرهست ۾ اُداس. شانتيءَ ۾ رهي ۽ آنند ۾ گذاري. سمدرشتيءَ جو سالڪ، سڀ کي ايڪ سمان سمجهي ۽ سڀ ۾ ڀڳوان ڏسي. پنج ڀاونائن کان خالي، ڏُني ۽ ڏيند کان دُور، نه نندي ڳڻن جي ڀار. چوٿين پد جي ترڪا اوستا ۾ وسي ٿو. دک سک، ويري متر، پرائو پنهنجو، نندا اُستت، گرمي سردي، اونده سوجهرو ۽ پرو پلو، سڀ هُن لاءِ هڪ جهڙا آهن. هر وقت، هر هنڌ ۽ هر حالت ۾ خوش رهي ٿو. دک سک ۾ ڏٺيءَ کي ڏيائي ٿو، حڪم ڀاڻي حڪم مڃي ٿو ۽ ڀاڻو سمت ڪري سهي ٿو. سڀ جو ڀلو گهري ٿو، سڀ جو خير مائي ٿو، ۽ انهيءَ ۾ ئي آنند پائي ٿو. دنيا جو ساگر آهي ۽ ڪميا جو پندار آهي. هُن جو من ڪنول گل وانگر پوتر ۽ پاڪدامن رهي ٿو. جيڪي انس، سو الله جو ٿو سمجهي، ۽ جيڪي پوءِ ملوس يا ڪسجوس ڪئي، سو نه مالڪ جو ٿو سمجهي. ڪنهن ڪري، ڦيجڻ ۽ ڦرجڻ جون جذباتون، منجهس جاڳن ئي ڪونه. بلڪ جيڪي وٽس اچي، سو نه سڀ ڪجهه اُرپڻ ڪرڻ لاءِ تيار آهي، انهيءَ الله جي ٿالي لي. جيئن وڻ، ڦل پڃائي پڻ ڪي ڪارائي يا جيئن تلاءُ، پاڻي ڪٺو ڪري پڻ ڪي پيئاري، تيئن گُرمک به پڻ کي سجاڳ ڪري سنواري. گيان وٺي، گيان ڦهلائي. نام پائي، نام پکيڙي. گُرمک پرپوورڻ ۽ ادارچت پُرش آهي، دياڻو ۽ داتو آهي. سڀني جو سڄڻ ۽ سائي آهي، خوشتر ۽ خيرخواه آهي.

گُرمک ايڪ انيڪ ۾ ۽ انيڪ ايڪ ۾ ڏسي ٿو. ڪارج اڪارج ۾ ۽ اڪارج ڪارج ۾ پسي ٿو. هن لاءِ پورڪ پورڪتا، دوشت دوشتا ۽ پوڄا پوڄاري، سڀ هڪ آهن، سڀ برهم آهن، سڀ برهم مايا آهن. هن ڏيان ۽ ڌارنا ڌاري جاتو آهي، نه جيئن ٻال ٻيل ڪاٽي، پنهنجو پاڻ سان راند ڪندو آهي، تيئن ئي برهم سڀ رُوپ ڌاري، رنگ رچي رهيو آهي ۽ کيل کيڏي رهيو آهي. پوءِ ڇا جو پنهنجو پرائو ۽ ڇا لاءِ راڳ ڏيش؟ بلڪل نه. گُرمک جي هردي ۾ هريءَ جو نواس آهي ۽ آتم جوت جو پرڪاش آهي. هن جي اچا اخلاقنامو آهي، هن جي ڪرياڻ ۾ خدائي خمار آهي. هو ساري سنسار سان سم ڀاونا ۾ گهاري ٿو. جو انهن سنسار ۾ آهي، سو سدا سائينءَ ۾ سمايل آهي. گُرمک پاڻ اوم اڪر جو آواز

آهي، سچي شبد جو سُر آهي، ۽ اَنهد ڌُنيءَ جو آلاپ آهي. گُورمکھ پُورن برڏان آهي، برهم گياني آهي، جوڳ جڳتيءَ جي جان آهي، ۽ سيل سنجم جو سلو آهي. سڀ ودياُون، سڌيُون ۽ نڌيُون ٻيون ٻنيان پتونس. گُورمکھ الاهي عاشق آهي، سهج سماڌيءَ جي سجاوٽ آهي. گُورمکھ مکمت آهي، جيوَن مکمت آهي، وديھ مکمت آهي. گورمکھ برهم روپ آهي. پاڻ ۾ پرماتما جو ٻاجهه پسي ٿو، ۽ پاڻ پڇاڻي پرماتما پائي ٿو. جوت جوت ۾ جذب ٿئي ٿي. اهو آهي دسوي ڌُئار يا دسوي آڪاس، جتي گورمکھ جو نواس آهي.

صاحب سمجهائين ٿا، ته لکين يا ڪروڙن ۾، ڪو گورمکيءَ جي پرم پد تي پهچي ٿو. هاڻي اِنهيءَ جو اِهو مطلب نه آهي، ته اَهڙي ڪٺن پد لاءِ، هڏ ڇو هٽجن، ڪشت ڇو سهجن، ۽ قربانيون ڇو ڪجن؟ يا ڇڏجي ته جتي پيا لک يا ڪروڙ اِنهيءَ پد کان محروم رهيا آهن، اُتي اسين به. ڪو خاص فرق نه پوندو ڪونه. نه ڇو نه اَئين به ڇڏجي، نه جي فلاڻي وڏي ڊگري يا فلاڻو وڏو عهدو، آدم ذات جي فقط هڪ سيڪڙي يا بلڪ بلڪل اَڻلڪائتي حصي حاصل ڪيو آهي، نه پوءِ اسين پنهنجن ٻارن کي به، سڪول ۾ داخل ئي ڇو ڪرايون؟ اِهو نه سراسر ڇسپٽو ڇٽبو! ڪجهه ٿوري گهڻي وديا پرائڻ، ڪوري جاهليت کان نه گهڻي قدر بهتر آهي. سو صحيح رستو، جيوَن ۾ ڪجهه نه واڌارو آڻيندو، ڪنهن ڇوٽيءَ موٽيءَ منزل تي نه پهچائيندو، ۽ آخر ڪن جنمن جي جستجوُ ۽ جدوجهد کان پوءِ، نيٺ نه وڃي اُنهيءَ پرم پد تي به پهچبو. آتما آخر نه آزاد ٿيڻي آهي. سو جيترو ئي سويرو سعيو، اوترو ئي اُرت لاڀ سجايو. پر صحيح رستي وٺڻ کان صفا نابري واري وهڻ، يا ماڳهين غلط رستو اِختيار ڪرڻ، نه مورڳو جيوَن کي برباد ڪرڻو آهي ۽ سفر خواهه مخواهه لنبو ڪرڻو آهي. گورمکھ جو مثال نه مشعال طور آهي، جنهنجي سوجهري جي آڌار تي، اسان ڪي اڳتي وڌڻ گهرجي. اُتي ئي اِت هڻي بهڻ يا اُلٽندو پنتي موٽ ڪالسڻ سان، جيوَن کي هٺ ونيي بگاڙڻو آهي. جاني جام يا نتيم سِڌ نه ڪو ورلي آهي. باقي گورمکھ سڀ ڪرپا سِڌ آهن. ڪجهه پنهنجي پتوڙ، ڪجهه ڪرتار جي ڪرپا، ڪجهه ستگور جو اُپديش، ڪجهه سنتن جو سهارو، ڪجهه نام جو نشو، نه ڪجهه پرالبڌ جي ڪُل. جڏهين اِهو نوراني لشڪر نهڪي ٿو پهي، تڏهين لاثاني لطف ٿو لڳي ۽ ساڌڪ سفر لاءِ ٿو سانباهي. نيٺ اَچ نه سيان، هو به ميمدي لڳائيندو، رچي راس ليندو، ۽ گورمکھ جي پدوي پائيندو. صاحبن، گورمکھ جي پد جي، نهايت عمدي مهما ڳائي آهي، جنهن مان ڇوڪ ڏچن مٿي ڏنل آهن. اُنهن مان، به خاص وچن، گورو امرداس صاحب جا رچيل، وري هيٺ ڏجن ٿا:

(۱) گورمکھ آپڻا مـنُ مـاريـا ـ شبـد ڪسوٽـي لاءِ
من هي نال جهگڙا من هي نال سَٿ ـ مـن هـي مبجهه سماءِ.

سري راڳ، محلا چوٿان، وار (۱۲)، سلوڪ محلا تيجا

 

(٢) گُرمک اَنتر سهج هيءِ - من ڇُڙيا ڏسوئي آڪاسُ
لٿيءِ اُولکهه نه دُک هيءِ - هر اَمرت نام سک داسُ
نانڪ دک سک وِياپت نهي - جنِي آتم رام پرڪاسُ.

سلوڪ، مَحلا ٽيجا
(٢٦)

هاڻي پتو پئي ٿو، ته گرمک ڪهڙن چالن، سڀاءَ ۽ پرم پد پاتو، نه ڪڏهن پالنڊ پڙهڻي پنڌ جي شروعات ڪئي، نه ڪيترا ڏک ڏاڪڙا ڏٺائين، نه ڪڏهين سک ڏام ۾ وڃي تاجپوشيءَ جو ڇت پاتائين. هُن چالو نه آتما جي ديهيءَ روُپي بدبختائي ۾ بالد ٿيڻ جو مُول ڪارڻ آهي ترشنا. ترشنا مان ئي "ميري ۽ تيريءَ" جا رنگ تا رچجن، پڌن روُپي ڪرم ٿا گهڙجن، ۽ بالد جو بنياد پختو ۽ پڪو ٿيندو ٿو وڃي. خود سڀورن آستان ئي ٿي، اِنهيءَ تنگدليءَ ۽ خود مطلبيءَ وارو، ڏي وٺ جو وهنوار چالُو آهي. سو ترشنا متائڻ بنا، نه جڳت جو ڪلياڻ ٿيڻو آهي ۽ نه سالڪ کي مڪتي حاصل ٿيڻي آهي. تنهن ڪري، اهو اصُول ياد ڪري، عمل ۾ آڻڻ گهرجي، نه وٺڻ کان ڏيڻ بهتر آهي، بنا ڏيکاءَ جي، پنهنجي پرائي جي پيد جي، يا موٽ جي مراد جي. ڏجي اهو سڀ جو ڏئي سگهجي، ۽ جتي جتي گهرج هجي. اُني ڇا ڏجي؟ هڪ نه همدردي ۽ همرازي، خيرات ۽ خيرخواهي، خوشحالي ۽ خوشخيالي، سک ۽ سلوڪ، پيو نه وصيعت آهر مالي مدد، وقت آهر تن جي سيوا ۽ هروقت شيِءِ ڀاوناؤن. جتي ڏئي نه سگهجي، اُتي ڏکوئجي نه. ڪنهن کي ٻه نه ولهائجي. ڪڏهين ڪڏهين، ڪٿي ڪٿي، اُوچتن جا خيال پلائيندا ۽ پتڪائيندا. پر مصمم ارادي ۽ اَٽوٽ وشواس اڳيان، عيب ۽ نقص، گهڻو وقت دم جهلي سگهندا يا جٽاءُ ڪري سگهندا؟

سچو صدق، جڏهن پنهنجي ياقوُت آهي، جو هر آپدا ۽ آزمائش ۾، ترپڻ ۽ ترسندي رکي ٿو. پڳتن ٿي پيڙ پئي نه آهي نه پڳوان پرکهت ٿيو نه آهي. پيڙ ٻه پڳوان هئي. پڳوان نه پڳوان آهيئي آهي. لڳاتار اڀياس سان، آهستي آهستي، پوءِ وسريل ياد پئي ٿو، من صاف ٿئي ٿو، هردو ڪوُمل ٿيڃي ٿو، پڳوان جو پڙ وهي ٿو، صدق جاڳي ٿو، سڪ اُڀري ٿي، ۽ ڇت حاڪم جي حضُوريءَ ۾ ڪُهي ٿو. جو من رکو ممتا ممڻ ۽ مالذاتن ۾ مجهيل هوُندو هو، سو هاڻي ڏيري ڏيري، پرمارٿ پاسي ڇري ٿو، مالڪ طرف مُڙي ٿو، ۽ لڳاوڻ کان اُڙي ٿو. پوءِ صاف، سادو ۽ سانتيڪر ٿو وڃائجي. جهڙن پوءِ الس، ٿيڻ من به الس، جهڙن من تيهن وڇارنا، جهڙن وڇارنا تيهن ڪلپناؤن، جهڙن ڪلپناؤن تيهن ڪرم، ۽ جهڙن ڪرم تيهن جيون. مطلب ته خيال، وچن ۽ ڪرم، سڀ پوتر ۽ پوترتا، پاڪدامنيءَ ۽ پرهيزگاريءَ ۾ پيو الس.

جا جا ڪوشش، جيون سڌارڻ ۾ ٿي لڳائجي، سا پرپوُرڻ ٿڪ پاس پئي ٿي. تنهن

آسمان ڄاڻائي ٿي، عاشقن جي اوتاري ۾ آڻي ٿي. ٻوءِ نه ڄاڻ ۽ سڱ ٽوڙ ونڱ. اُنهيءَ اوتاري ۾ نه آهي وڳي لاءِ لالن جي، رام نام جي سمرن جي، ڏنيءَ ۾ ڏيان جي، مالڪ سان ميلاپ جي. اِنهيءَ خيالات جو پڪو ۽ پائدار اثر، سالڪ جي دل تي ته ٿئي ٿو. اِهو رنگ ڪچو ڪينئو ڪونه آهي پر پڪو ڳاڙهو آهي، جنهن جو ٽٽڻ مشڪل آهي. اِن ڪري سالڪ رچي ۽ رَسجي ٿو، ۽ پنهنجي لائقيءَ مطابق، مرشد سان وقت سر ملاقي ٿئي ٿو. مرشد جو منتر وٺي، ٽانءَ جي تپسيا چالُو رکي ٿو. ڪرم ته ڇا پر پنهنجي جيئن ٿي جانب کي ارپڻ ڪري ٿو، سندس سرشتيءَ کي سنڀالي ٿو، تن جو پريميءَ جي پنڌ جي پچاڙي ٿئي ٿي، ۽ پريتم سان پرچاڻي ٿئي ٿي. اِنهيءَ پرچاڻيءَ بعد، سڀ سرڪس سواد ڦڪا لڳن ٿا، سنساري لڳاوَ ناٽمرادو ٿي پون ٿا. پريمي ۽ پريتم ملي هڪ ٿي وڃن ٿا، پريم جون لهرون اُڇلون ڪائين ٿيون ۽ هڙئي ناٽرن جي وڃ وڃ ٿاريءَ ٿيون. جن جي اندرين اک کُليل آهي، جن جي چت جو ڪنول گل ٽِڙيل آهي، سي سڀ ڳڏگڏ ٿين ٿا، نه سندن ڏيهن ته ڄاڻ آيو ڪي آيو. پيار، آئي پيار، وشال پيار، سڀ درمياني دخل دُور ڪري ٿو، مشڪل آسان ڪري ٿو، ۽ نيٺ وڃي پريتم جي پڙ ۾ پهچائي ٿو. پريم ۾ وڏي شڪتي آهي، ڇو ته پريم ڪڇ گهري ڪونه ٿو، پر رڳو ڏئي ۽ ڏئي پيو ٿو. پاڻ اوڻ جي اجازت لاءِ، اِلتجا ڪري ٿو. موت ۾ سڪڻ شڪرانو وٺڻ لاءِ به وقت ڪونهس. ان جي خوشيءَ ۽ لذت ۾ ئي، ڪيس لطف اچي ٿو. اِهو پريم پاڻ پرماتما آهي.

سو اي ٻندا، تون به ڪيڪ ۽ ڪوتاهيون ڇڏي، پڙ ۾ پيو پاءِ نه اچي. قدم قدم جي قانون جي، صاف سمجهاڻي ڏنل آهي. رڳو عمل جي دير آهي، ايمان جي درڪار آهي. ارادو صاف ڪجي، نيت نيڪ ڪجي. اِها پچ جي پوڄي ڪٽي اچ پڙ ۾، نه پار پهچاڻ جي پرتواري، پرماتما پاڻهي اچي ڪندو. باقي جيستائين هردي جي حجري ۾، فقط حرص حواس جي هير پئي لڳندي، تيستائين نه پچاءُ جو پکهر نڪرندو، نه پراشچت جو پسڙاءُ پوندو، نه پرارٿنا جي پڪار اُٿاڻبي، نه پيار پلئو ڪائيندو، ۽ نه وري پرماتما پاڻ پوندو. دليري وهنوارن ۾، صاف هٿن سان اِنصاف جي طلب ڪرڻ، نامناسب سمجهي وڃڻي آهي. نه پوءِ روحاني راهه ۾، صاف من سان، پراپتي ڪيئن ٿيڻي پوندي؟ من صاف نه ڪئي، ته مدايون معاف. من ميرو ته دُور دلبر جو ديرو. ٿوري ۾، اِها ٿي الٽي باطني بات، سا ڪيئن ملندي ڏاتار جي ڏات. سو سعيو ڪر سوير ٿي پرڀات، متان مٽان پوئي جاءِ اچي رات.



 

# باب اٺون

## سُندرُ دَشا

### (١) پَتي پرماتما لاءِ پريمُ

(١) هوڻي هووان ٻَن[1] بسان - ڪَمند مُول[2] ڇُڻ ڪاٽ
گور پرسادي ميرا شهه مليو - وار وار هئُم جاد جمهُ
ميٖ ٻهجارن[3] رام[3] ڪي - تيرا[4] نام وکر[5] واپار جي. (١، ر،)
ڪوڪل هووان اَنب[6] بسان - سهج[7] شبد ٻيچار
سهج سُڀاء[8] ميرا شهه[3] مليو - درسن روپ اپار
مڇلي هووان جل[9] بسان - جيئ جنت سڀ سار
اُروار[10] پار ميرا شهه[3] وسيو - هئُو ملئگي باهه پسار[11]
ناگن هووان ڌر[12] وسان - شبد وسيو ٻئو[13] جاء
نانڪ سدا سوهاگڻي - جن[3] جوتي جوت سماء.

[راڳ گوڙي، محلا پهلا، شبد (١٩)]

(٢) جي پاي جي چُڪي سائين[3] - پي لهنجي[5] ڪاپيئا[14]
جان نيمهن دوجهالي[15] لڳا - جهوُر[16] مرهه سي وايئا[17]
هئُم نه جوڙئُه - ڪنت[3] پاسرا[18]
سدا رنگيلا لال[3] پيارا - ايهه مهنجا آسرا. (١، ر،)
سجڻ[19] تون[3] هي سڄڻ[20] تون هي - تجهه[3] اپر بهه[21] ماڻيئا[22]
جان تون[3] اندر تان سکي - تون نماڻي ماڻيئا[22]

---

١. جهنگل. ٢. قل قوُل. ٣. واپاري. ۴. پتي پرماتما. ۵. سودو. ٦. اَنب جو وڻ. ٧. گيان.
٨. سياويڪ. ٩. درياءَ. ١٠. هن ۽ هن پر. ١١. کولي. ١٢. ڌرتي. ١٣. ڊپ. ١۴. ڪرنجان ئي. ١۵. دنيت پاؤ ڀيائي. ١٦. ڏکي ٿي. ١٧. وڃوڙي پر. ١٨. پاسو. ١٩. مِتر. ٢٠. مانت.
٢١. گهٽو. ٢٢. مان شان.

سهڻا اِئو اَسنک - منجهہ هي وڌائيٺا
هک پوري لدو نهال - ديهہ دوس رنگ ماڻيا
جيءِ ڏنيءِ من ڏيرڄيءِ - کلوک وڄن دوري
سوکئہ وسريءِ ماءُ مي - جو رهيا پرپوري؟
هوءَ نماڻي پيهه پئي - مليا سهج سڀاءَ
پرورب لکيا پايا - نانک سنت سهاءَ.

[راڳ سوهي، محلا پنجوان، اشٽپدي (۴)]

(۳) هر ناهہ نہ مليئيءِ ساجنيءِ - کت پاليئيءِ بسرام
جت گهر هر ڪنت نہ پرگٽيءِ - پٽ نگر سي گرام.

راڳ مانجهہ، محلا پنجوان، بارهہ ماهہ (۱)

(۴) هر پر بن چئن نہ پاليئيءِ - کوچ ڏني سڀ کٿ
آپ ڪماڻيءِ وڇڙي - دوس نہ ڪاهو ديئ.

راڳ مانجهہ، محلا پنجوان، دن رت (۱)

(۵) ميءِ مت جوبن گرب گالي - ڏڌا ڪٿي نہ آويءِ
نانک ڏن مليءِ ملائي - بن پر نيند نہ آويءِ.

راڳ گوڙي، محلا پهلا، چهت (۱) ۱

(۶) پر بن کڙي نماڻي جيئہ - بن پر ڪئہ جيوان ميري مائي
پر بن نيند نہ آويءِ جيئہ - ڪاپڙ تن نہ سهائي.

راڳ گوڙي، محلا تيجا، چهت (۱) ۲

(۷) پر دوس ناهي سکهہ دالي - هئہ وڇڙي برناري
بدولت نانک ديا ڌارهہ - گهر آڙهہ ناهہ پياري.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، چهت (۲) ۱

(۸) پنت نهاري ڪامي - لوچن پري ليئہ ساسا
اُر نہ پيجيءِ پڳ نہ کسيءِ - هر دوسن کي آسا.

راڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (۶۵)

---

۱. سکيئون. ۲. پتي پرماتما. ۳. ڪئين. ۴. سيميئي. ۵. وڏيڪ ڪٺوان. ۶. گهڙي، پل. ۷. آنند ماڻيان. ۸. شانس لئي لو. ۹. پاپ. ۱۰. اڳئين جنم جو. ۱۱. تمام لتل، مساڻ جيان. ۱۲. شهر. ۱۳. ڳوٺ. ۱۴. واڻون، مارگ. ۱۵. نشي ۾ مست. ۱۶. هٺ ۾ پرپل. ۱۷. جگياسو استري. ۱۸. ڪپڙا. ۱۹. سهن ٿا. ۲۰. پيهجي ڪڪمرن ڪري. ۲۱. فرمائين ٿا. ۲۲. وات. ۲۳. ڳوڙها، آنسون. ۲۴. بي آرام آهيان. ۲۵. پير.

(٩) پرين نہ چاکيا ميري تُس[1] نہ بُجھائي - گيا سو جوبن ڏَنُ[2] پڇتائي
اَجهُ[3] سو جاڳُه آس پياسي - پئي لي اُداسي[4] رهئہ نِراسي .

واڳہ آسا، محلا پهلا، شبد (٢٦)

(١٠) پنج دوُشن[5] مل - پريہ[6] وڇوڙي
پرم پرم رووي - هاٿ پڇوڙي[7] .

واڳہ آسا، محلا پنجوان، شبد (١٥)

(١١) جهُہ کَن چيرهہ اَنگہ[8] نہ موڙہ - پنڊ[9] ٽڙي لکہ پريت نہ توڙہ
هُم[2] تُم[6] بيچ پيو[10] نهي کوئي - تمہ سو کنت نار[6] هُم[2] سوئي .

واڳہ آسا، کبير صاحب، شبد (٣٥)

(١٢) پران[6] ملاوا جا ٿيئيہ - ساٿي سُهاوي رَتُہ[11]
گهڙي مُهت نہ وسري - نانک رَويئيہ[12] نت .

واڳہ گوجري، محلا پنجوان، وار (١٥)

(١٣) ايکو پريہ سَکيئان سب پريہ[6] کي - جو پاوي[13] پِر[6] سو پَلي
نانک غريب کيا کري بچارا - هر پاوي[13] تت راهہ چَلي .

واڳہ ديوگنڌاري، محلا چوٿان، شبد (٢)

(١٤) هئہ سب وَس کري پِر[6] کارڻ - جي هو پريہ ساچي[13] پاوان[12]
سو پِر پيارا ميه نذر[15] نہ ديکهي - هئہ کئہ کر ڌيرج پاوان؟

واڳہ وَڏهنس، محلا چوٿان، شبد (٣)

(١٥) ساجن[6] چلي پيارڙا - کئہ ميلا[16] هوئي
جي گڻ هووهي گنٺڙيئي - ميلهيگا[16] سوئي[6] .

واڳہ سوُهي، محلا پهلا، شبد (٤)

(١٦) سب اَوگڻ ميه[2] گڻ نهي کوئي - کئہ کر کنت[6] ملاوا[16] هوئي؟
نا ميہ روُپ بَنڪي[18] نَئڻا - نا کُل[19] ڍنگ نہ ميٺي بَئڻا[20] .

واڳہ سوُهي، محلا پهلا، اشٽپدي (١) ١

(١٧) جني سَچ[6] جاتا سي سچي هوئي - اَن[21] دِن سچ[6] ڏيانن
نانک سچ نام جن هردي وسيا - نا ويڇڙ دکہ پانن .

واڳہ سوُهي، محلا تيجا، چهنت (٢) ٣

(١٨) ڏن هَر[6] پريب پياري راويئا[12] - جان هر پريب ڀاوي رام
اَکي پريم کسائيئا[23] - جيئہ پِر[23] مسائي[23] رام .

واڳہ بلاول، محلا چوٿان، چهنت (٣) ٢

---

١. ترشنا، پياس. ٢. جگياسوُ استري. ٣. هاڻي بہ. ٤. سنسار کان رهت. ٥. وکار.
٦. پتي پرماتما. ٧. مروڙي ٿي. ٨. گُرکندس کونہ. ٩. مصيبت. ١٠. وچ ۾ پيد کونہ
رهيو آهي. ١١. مُند. ١٢. ماڻي. ١٣. وَڻي. ١٤. ڪوڙا، گڻ. ١٥. نظر. ١٦. ميلاپ.
١٧. ڳنڍ ۾. ١٨. سُندر اَکيوُن. ١٩. ذات يا خاندان. ٢٠. مٺو آواز. ٢١. رات ڏينهن.
٢٢. ڪٿيوُن پيوُن آهن. ٢٣. پلي. ٢٤. ڪئو.

(١٩) جو مــيءِ پِڌن - سا ڪِس آکان مـــائـــي
هر بن جيئه نه رهيءِ - ڪئسي واکان مائي؟

راڳ مــــارو، محلا پهلا، شبد (٥)

(٢٠) لڳ پاوَن لڳ جيهيئا - مؤن جيهيئا ڪتيئاهه
نانڪ ناهه نه وڇڙيءِ - تن سڃي رلـڙ پِئاهه.

راڳ مارو، محلا پهلا، اشٽپدي (٨)٩

(٢١) سنجوگ وِنجوگ ميريءِ پرڀ ڪيئي -
سرشت اُپاءِ دکا سک دئي
دک سک هي لي پئي نرالي - گــوُرمک سيل ٿناحا هـــي.

راڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (٨)١٢

(٢٢) ڏن ڪريءِ پنه دوتو ڪر جوڙيءِ -
پرپ پرديس نه جاوءِ وسهه گهر موريءِ
اُنسا پٽج ڪرهه گِرهه پيتر - جِت اُنــــريءِ پوُکه پياسا هي.

راڳ مـــارو، محلا پنجوان، سولهو (٤)٢

(٢٣) جي توُن متر اَساڏڙا - هڪ پوري نا وڇوڙ
جيئه مهجا لڳ موهيا - ڪد پسي جاني لوڙهه.

راڳ مـــارو، محلا پنجوان، وار (٢)

(٢٤) پر گهر نهي آويءِ مريئيءِ هاويءِ - ڏامن چمڪ ڏرائي
سيج اڪياي ڪري ڏهيلي - مرڻ پيا دکــ مائـي.

راڳ تکاري، محلا پهلا، بارهه ماها(٩)١

(٢٥) مند نيڻ پرڀدي گڻ سارڀدي - ڪڏ پرڀ ملان پياري
مارگ پيت نه جاڻهه وِڪڙا - ڪڏ پـــائيئيءِ پــر پاري؟

راڳ تکاري، محلا پهلا، چنت (٣)٤

(٢٦) نس باسُر پرپ پرپه مکه تيرءِ - نيند پلڪ نهي جاگـيـو
هار ڪجر بستر اَنڪ سينگار ري - بن پر سيءِ بِکه لاگيو.

راڳ سارنگ، محلا پنجوان، شبد (٥)

(٢٧) ڪبير سوُتا ڪيا ڪرهه - بئنا رهه اَر جاگ
جاڪي سنگ لي بيڇڙا - تاهي ڪي سنگ لاگ.

سلـــوڪ، ڪبـيـر صاحب (١٢٩)

---

١. وِيدن. ٢. پتي پرماتما. ٣. جهڙ پوُن. ٤. جگياسوُ استري. ٥. ڪئين. ٦. رنگيل، رتل. ٧. ميلاپ. ٨. وڇوڙو. ٩. گوروءَ معرفت. ١٠. شانتي. ١١. زرهه. ١٢. وينتي. ١٣. بئي هٿ. ١٤. هردي اندر. ١٥. واپار. ١٦. اُڃ. ١٧. اَسانجو. ١٨. بجلي. ١٩. تمام ڏکـــي. ٢٠. ڏکيو. ٢١. رات ڏينهن. ٢٢. پڪاريان ٿي. ٢٣. سرمو. ٢٤. وِش.

(٢٨) نِهي لونَ کر رههَ - لي ساجن گهتَ ماهـِ (٢٣٤)
سب رس کيلهه پيئه سئه - کِسي لِکاوهـ ناهِـ .

(٢٩) آت جام چوست گهوڙي - لئه نِرکت رهيو جيئه (٢٣٥)
نِهي لون کئه کر کر سب گهتَ ديکئه پيئه . [محلا پنجوان]

(٣٠) سن سکي پيئه مهه جيئه بسيو - جيئه مهه بسيو ک پيئه (٢٣٦)
جيئه پيئه بوُجهئه نهي - گهتَ مهه جيئه ک پيئه ؟

(٣١) جوبن جاندي نا ڏران - جي شهه پريت نه جاء سلوک، شيخ فريد،
فريدا کِتي جوبن پريت بِن - سُک گئي کملاء . (٣٤)

(٣٢) ڏمي وِهوُتا پات پنبر - باهي سيتي جالي سلوک، محلا پنجوان
ڏوڙي وچ لڏلڏڙي سوهان - نانک لـي شهه نالي . (٢)

---

١. اکيوَن. ٢. پتي پرماتما. ٣. هردي پر. ٤. پهر. ٥. ڏسڻ. ٦. آتما. ٧. جواني. ٨. ڊڄان. ٩. کتين. ١٠. کوُمانجي وارُن. ١١. بنا، کانسواء. ١٢. باهر. ١٣. جلائڻ. ١٤. پريل.

## (٢) رنگ رَتڙو

(١) مَن موتي جي کَهَٽا هووي - ٻوُٽا هووي سوُنَ[٢] ڌاري
کما سينگار کامڻ تن ڀَرَي[٤] - راوي[٥] لال پياري
لال ٻهُ گڻ کامڻ موهي - تيري گڻ هوهُ نَ اَوَري[٧]. (١. ر٠)
هرِ[٦] هر هار ڪنٺ لي پهري[٣] - دامودر[٦] دَنت[٨] ليئي
ڪر ڪر ڪرتا ڪنگڻ پهري[٣] - اِن بِڌ چِت ڌريئي
مڌ سوُدنُ[٦] ڪر مُندري[٩] پهري - پرميسر[٦] پَٽ[١٠] ليئي
ڌيرج ڌڙي[١١] پنداوي ڪامڻ - سري[٦] رنگ سُرما ديئي
مَن مندر جي دِيپڪ[١٢] جالي - ڪايا سيج ڪريئي
گيان راءِ[٦] جب سيجي آوي - تَ نانڪ ڀوگُ[٥] ڪريئي.

[راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (٣٥)]

(٢) اِهُ تن مايا پاهِيا[١٣] پياري - ليتڙا[١٤] لَب[١٥] رنگائي
ميري ڪنت[٦] نَ پاوي چولڙا[١٦] پياري - ڪِئُ ڌَنُ[٣] سيجي جائي
ڪاپا[١٦] رنگڻ جي تئي پياري - پائيئي ناءُ مجيٺ[١٧]
رنگڻ والا جي رنگي صاحب[٦] - اَئسا رنگ نَ ڏِٺ
جن ڪي چولي رَتڙي پياري - ڪنت[٦] تنان ڪي پاس
ڌوڙ تنان کي جي مِلي - جي ڪهه نانڪ ڪي[١] اَرداس
آپي[٦] ساجي آپي رنگي - آپي ندر ڪريءِ
نانڪ ڪامڻ ڪنتي[٦] ڀاوي[١٨] - آپي هي راوِءِ[٥].

[راڳ تلنگ، محلا پهلا، شبد (٣)]

---

١. ساسُ. ٢. ڌاڳو ٻڌندڙ. ٣. جگياسوُ استري. ٤. ڪري، لڳائي، پائي. ٥. ماڻڻ. ٦. پتي پرماتما.
٧. ٻين کي. ٨. ڏندن کوئڻ جي چِنگهه. ٩. مُنڊي. ١٠. ريشمي ڪپڙا. ١١. سيند. ١٢. ڏيئو.
١٣. پِهل. ١٤. ڦالل. ١٥. لوڀ لالچ. ١٦. سرير، ديهي. ١٧. پڪو ڳاڙهو رنگ. ١٨. وڻي.

(٣) من لسن رتا رنگ سڻ - هؤمي[1] لبج وڪار
اهِ نس[2] هردي رو رهي - نربؤ نام نرنڪار.

سري راڳ، محلا پهريون، شبد (١٦)

(۴) آپي[3] رنگي رنگيؤن - شبدي لئيؤن ملاءِ
سچا رنگ نه اتري - جو سچ[3] رتي لئو لاءِ.

(٢٦)

(٥) پکنا مَن آنند هي - سچي شبد رنگ راتي
ان دن[2] گڻ گاوهه سد نرمل - سهجي نام سمالي.

سري راڳ، محلا پهريون، اشٽپدي (٥) ٧

(٦) ڪرپا ڪري جس پار برهم[3] - هووي سادؤ سنگ
جئن جئن اوهه وڌائيي - اتئن لئه هسر[3] سڻ رنگ.

سري راڳ، محلا پهريون، اشٽپدي (٩) ١

(٧) پيو[4] پاؤ[5] سينگار بڻائي - گور پرسادي[6] محل[7] گهر پائي
ان[2] دن سدا راوي دن[2] راتي - مجيٺي رنگ بڻاوٽيا.

راڳ مانجهه، محلا پهريون، اشٽپدي (٣) ٤

٨(١)

(٨) آپي[3] رنگي سهج سڀائي - گور ڪي شبد هر[3] رنگ چڙائي
من تن رتا رسنا رنگ چلؤلي[9] - پي[4] پاو[5] رنگ چڙاوٽيا.

(٩) باهر[10] واکيو ردي سمال - گهر آئي[11] گووند[3] لي لال
هر هر نام سنتن ڪي سنگ - من تن راتا رام ڪي رنگ.

راڳ گوڙي، محلا پنجون، شبد (٨٨)

(١٠) جئه ابلي[12] مجيٺي رنگ[9] کهکها - لئه سچي نو جيئه ديئه
رنگ چلؤلي[9] آپه رتي - سچي[3] سڻ لڪا نيئهن.

راڳ گوڙي، محلا چوٿون، وار (٣٠) سلوڪ محلا ٽيجا

(١١) هؤمي[11] گوه[13] - ڪري سينگار
لئه ڪامڻ[14] سيجي - روي[15] پتار[3].

راڳ آسا، محلا پهريون، شبد (٣٦)

---

١. اهنڪار. ٢. رات ڏينهن. ٣. پتي پرماتما. ۴. پڪوان جو پيؤ. ٥. پرماتما لاءِ پريم.
٦. ڪرپا. ٧. سروپ. ٨. سڀاويڪ. ٩. پڪو ڳاڙهو رنگ. ١٠. گهر کان باهر ڪم ڪارج ڪندي به، سنت مهاتمائن هردي اندر سالڪ جو سمرن ڪن پيا. ١١. گهر هوندي به هؤ سمرن ۾ دل رهن ٿا. ١٢. ٿهڪي، اپوجي. ١٣. ليائي. ١۴. جگياسو استري.
١٥. مالڪ.

(١٢) سگلي[١] داسي ٺاڪري[٢] - سڀ ڪھتا ميرا
جسھ سينگاري ناڪا - ٻس سکھ بسيرا[٣]۔

واڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (١١٧)

(١٣) اِھ من سندر آپڻا - ھر[٢] نام مجيٺي رنگِ ري
تياگ سياڻپ چاتُري[٣] - تُون جاڻ گوپالھ سنگ ري۔

(١١٨)۔

(١٤) اي من وُڙي[٥] رنگلي - تُون سچا رنگ چڙاھ
وُڙي[٥] باڻي جي رَپي[٦] - نا اِھ رنگ لھي نہ جاھ۔

واڳ آسا، محلا تيجا، اشٽپدي (٩)

(١٥) جني آپ[٧] گوايا تني پِر[٢] پايا - رنگ سئُ رليا[٨] ماڻي
سدا رنگ راتي[٨] سھجي[٩] ماتي[١٠] - اَن دِن نام وکاڻي۔

واڳ وڏھنس، محلا تيجا، چھنت (٣) ١

(١٦) شبد رتي[٨] ھئُومي[٧] گئي - سوڀاوَنتي[١١] نار
پِر[٢] ڪي ڀاڻي سدا چلي - نسان بنيا سينگار۔

واڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (٢٣)، سلوڪ محلا تيجا

(١٧) ڪھ ڪبير - رنگ راتا[٨]
مليو - جگ جيون[٢] داتا۔

واڳ سورٺ، ڪبير صاحب، شبد (٤)

(١٨) گرِ نَدان وِد[١٢] پيتر وسيا - تان دوکھ ڀرم ڀؤ ڀاگا
پئي پراپت وست اگوچر[١٣] - رام نام رنگ لاگا۔

واڳ ڌناسري، محلا پنجوان، شبد (٤)

(١٩) سو شھُ[٢] ميرا رنگلا - رنگي سھج سُڀاء
ڪامڻ[١١] رنگ تان چڙي - جا پِر[٢] ڪي اَنڪِ[١٤] سماء۔

واڳ سوھي، محلا تيجا، اشٽپدي (٣١) ٣

(٢٠) شبد سچي رنگ لال ڪر - ڀؤ ڀاوِ سينگار بڻاء
نانڪ سدا سوھاگڻي - جو چلن ستگوُر ڀاء[١٥]۔

واڳ سوھي، محلا تيجا، وار (٣)

(٢١) سکي سھيلي[١١] رام[٢] رنگ راتي - من تن اچ بُجھائي
نانڪ اَچرج[١٦] اَچرج[٢] سئُ مليا - ڪھڻا ڪچوُ نہ جائي۔

واڳ بلاول، محلا پنجوان، شبد (٥)

---

١. سيڻي. ٢. پتي پرماتما. ٣. واسو، نواس. ٤. چتراتي. ٥. سھڻو، سندر. ٦. رنگجي.
٧. اَھم ڀاؤ. ٨. رتل. ٩. گيان. ١٠. مست، ڀرپوُر. ١١. جگياسوُ استري. ١٢. ھردو.
١٣. رام نام. ١٤. سروُپ. ١٥. آگيا مطابق. ١٦. آتما.

 

(٢٢) لال رنگ تس کئہ لگا - جس کي وڈ ڀاڳا
مَيلا ڪدي نہ هوئي - نہ لاڳي داڳا.
(٣٣)

(٢٣) سنچ[1] سنتوک[2] ديا ڌرم - سينگار بڻاوءِ
سَڦل سهاڳڻ نانڪا - آپي ڀرڀ[3] پاوءِ.
(٤٥)

(٢٤) سو ٻئرا[4] جو آپ نہ ڀڃاڻي - آپ ڀڃاڻي نہ اڪو جاڻي
ابهہ[5] نہ ماتا[6] سو ڪيهہ نہ ماتا - ڪهہ ڪبير رامي رنگ راتا.
راڳ ٻلاول، ڪبير صاحب، شبد (٢)

(٢٥) محبت جس خدا دي - رتا رنگ چاوُل
نانڪ وِرلي پائيهہ - تس جن قيمر نہ[7] موُل.
راڳ رامڪلي، محلا پنجوان، وار (٢٢)

(٢٦) ڪون جوگہ[8] ڪون گيان ڌيانا - ڪون گُني[9] رجهاوي؟
سوئي جن سوئي نج ڀڳتا - جس اوپر رنگ[10] لاوي.
راڳ نٽ ناراڻ، محلا پنجوان، شبد (١)

(٢٧) هر هر روپ رنگ سڀ تيري - ميري لالن لال گُلاري
جيسا رنگ ديهہ سو هووي - ڪيا نانڪ جنت[11] وچاري.
راڳ نٽ ناراڻ، محلا چوٿان، اشٽپدي (٨)٣

(٢٨) سَت سنگت ڀريت ساڌ اَت گُوڙي[12] - جئہ رنگ مجيٺ بہ لاڳا
ڪايا ڪاپڙُ[13] چير بہ ڦاڙي - هر رنگ نہ لهي سياڳا.
راڳ ماليگوڙا، محلا چوٿان، شبد (٤)

(٢٩) ساچئہ رنگ رنگاولو[14] - سڪي همارو ڪنت[14]
سچ وچوڙا نا ٿيئي - سو شهہ[14] رنگ رونت[13].
راڳ مارو، محلا پهلا، اشٽپدي (٤) ١٠

(٣٠) اڪ ڀنچا[15] مار شبد هي لاڳي - ستگور آءِ مليا وڏ ڀاڳي
اَنتر ساچ رَوهہ رنگ راتي - سهج سماوي سوئي هي.
راڳ مارو، محلا پهلا، سولهو (١٢)٢

(٣١) نا مَيلا نہ ڌُندلا[16] - نا ڀگوا نا ڪچ
نانڪ لالو لال هي - سچي رتا سچ.
راڳ مارو، محلا پهلا، وار (٨)، سلوڪ محلا پهلا

١. سچ. ٢. سنتوش، شانتي. ٣. پتي پرماتما. ٤. پاڳل. ٥. هاٿي، هن جنم ۾. ٦. پرلوڪ ۾ مست ٿيو. ٧. قيمت پائي نہ سگهبي. ٨. جُڳتي. ٩. گڻ. ١٠. پرماتما جو داس. ١١. انسان، جيوُ. ١٢. تمام گهڻي. ١٣. ڪپڙو. ١٤. رنگيندڙ. ١٥. پنج وڪار. ١٦. سچو سنت تنهي گڻن کان ٻاهر آهي.

(٣٢) سڀ ڪامڻِ - ميرا ڪنتُ ڪرتارُ
جيها ڪرائي - تيها ڪري سينگارُ.

واڳ پرڀاتي، محلا تيجا، شبد (٤)

(٣٣) اَهڙي رنگ سڀ ڪو رَچي - جنهن پريِّ لايا تنهن لڳي
سرب رنگ اِڪُ رنگِ ماهه - سرب سُکا سک هرِ ڪي ناءِ.

واڳ بسنت، محلا پنجوان، شبد (٢)

(٣٤) نام پريئُ ڪي جو رنگ رالي - ڪَل مهه سُکيئي سي گني
اَور آپاءِ نه ڪوئي سؤ جهيءِ - نانڪ ترهيءِ گرر اڳمي.

(٢١)

(٣٥) جِس گهر وسيا ڪنتُ - سا وَڏ ڀاڳڻي
تِس بڻيا هڀ سينگار - سائي سوهاڳڻي.

ڦنهي، محلا پنجوان، پؤڙي (٤)

(٣٦) فريدا ڪنتُ رنگاولا - وَڏا ويمحتاج
اللهُ سيتي رتيا - ايهه سچاوا ساجُ.

سلوڪ، شيخ فريد (١٠٨)، [محلا پنجوان]

---

١. جڳياسو استري. ٢. پتي پرماتما. ٣. سهيتي. ٤. ڪلجڳ. ٥. ڳڻيا وڃن ٿا. ٦. بي پرواهه.
٧. سچو سينگار.

## (٣) سُهاڳڻ

(١) جِت گهر پِرُ سوهاڳُ ٻڌايا – تِت گهر سکيئي منگل ڳايا
آنند ٻنود تِتي گهر سوهَهِ – جو ڌَن ڪنت سينگاري جيئه
سا گُڻونتي سا وَڏ ڀاڳڻ – پترونتي سيلونت سوهاڳڻ
روپوَنت سا سگهڙ ٻچکڻ – جو ڌَن ڪنت پياري جيئه
آچاروَنت سائي پرڌاني – سڀ سينگار ٻڻي تِس گياني
سا ڪُلونتي سا سڀراڻي – جو پِر ڪيئي رنگ سواري جيئه
مهما تِسڪي ڪهڻ نه جائي – جو پِر ميل لئي انگ لائي
ٿِر سوهاڳُ وَرُ اَگم اَگوچر – جَن نانڪ پريم ساڌاري جيئه.

[راڳ ماجهه، محلا پنجوان، شبد (٤)]

(٢) سوهاڳڻي آپِ سَواريئوُن – لاه پريم پيارُ
ستگور ڪيئي ٻاڻي چلديا – نامي سهج سينگارُ
سدا راوڻ پِرُ آپڻا – سچي سيج سُڀاه
پِرِ ڪي پريم موهيا – مِل پريتم سک پاه
گيان اپار سينگار هيء – سو ڀاوَنتي نار
سا سڀراڻي سُندري – پِرِ ڪيء هيت پيارُ
سوهاڳڻي وچ رنگ رکيئون – سچي الک اپار
ستگور سيوَن آپڻا – سچي ڀاوِ پيار
سوهاڳڻي سينگارُ ٻڻايا – گُڻ ڪا گُل هارُ
پريم پرملُ تن لاوَڻا – انتر رتن ويچارُ.

[راڳ آسا، محلا تيجا، اشٽپدي (٨)]

---

١. پتي پرماتما. ٢. آنند جا گيت. ٣. خوشيون. ٤. سهڻ ليئون. ٥. جڳياسو استري. ٦. پٽن واري. ٧. پتروتا. ٨. سهڻي، سندر. ٩. سمجهو. ١٠. گياوان، سڪرم ڪندڙ. ١١. مکيه، برک. ١٢. اوچي ڪل واري. ١٣. مهاراڻي. ١٤. لڳ. ١٥. قائم، اهڃل. ١٦. گيان. ١٧. ماڻين. ١٨. پريت. ١٩. آنند. ٢٠. سک. ٢١. گلو، ڳچي. ٢٢. سڳند. ٢٣. سرير، ديهي.

(٣) جاه پُڇهه سوهاڳڻي - تُسِي راوُيا ڪني ڳُڻي؟
سهج سنتوک سينگار يا - مِٺا بولڻي
پرِ رِسيالو تان مِلي - جان گور ڪا شبد سُڻي.
سري راڳ، محلا پهلا، شبد (١٠)

(٤) جگ سُپنا باجي بني - کِن مهه کيل کيلاءِ
سنجوگي مِل ايڪ سي - ونجوگي اُٺ جاءِ.
(١١)

(٥) آپي رسيئا آپ رسُ - آپي راوڻهارُ
آپي هووي چولڙا - آپي سيج ڀتارُ.
(٢٥)

(٦) سيجي ڪنت مهيلڙي - سُوُتي بُوجهه نه پاءِ
هئُ سُتي پرِ جاڳنا - ڪس ڪهُ پُوڇهه جاءِ.
سري راڳ، محلا پهلا، اشٽپدي (٨)٢

(٧) اَڪال مورت وَرُ پايا اَبناسي - نا ڪدي مري نه جايا
وِيئاهِ هوتا ميري بابُلا - گُرمکي هرِ پايا.
سري راڳ، محلا چوٿان، ڇنت (٢)١

(٨) شبد رَتي سوهاڳڻي - ستگور ڪي ڀاءِ پيار
سدا راوي پِرُ آپڻا - سچي پريم پيار.
سري راڳ، محلا چوٿان، وار (١٧)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٩) پريم پيت جسڪي مَنِ لاڳي - ڳُڻ گاوي اَن دِن جاڳي
بانهن پڪڙِ لِس سوامي ميلي - جسڪي مستڪ لَهِڻا.
راڳ مانجهه، محلا پنجوان، شبد (٤٣)

(١٠) جِني راويا پرڀُ آپڻا - سي دِسن نِت ڪڙ يئاهِ
رتن جوهير لعل - هرِ ڪنت تنان جڙ ٻِئاهِ.
راڳ مانجهه، محلا پنجوان، بارهه ماهه، پؤڙي (١٠)

(١١) ٻؤ ڪي چرڻ ڪر پاوَ ڪي - لوڙنا سُرت ڪري
ڌانڪ کهڙي سياڻپي - او ڪنت مِلاوا هوءِ.
راڳ مانجهه، محلا پهلا، وار (٣)، سلوڪ محلا دُوجا

---

١. تو کهڙن ڳڻن سان رِجهايو آهي؟ ٢. سنتوش، شانتي. ٣. پتي پرماتما. ٤. سهڻو، سندر. ٥. کيل، تماشو. ٦. سنت مهاتمائون. ٧. دُشٽ. ٨. آنند وٺندڙ. ٩. ڏيهي، سرير. ١٠. هردي ۾. ١١. غفلت جي ننڊ. ١٢. دائم قائم. ١٣. شادي. ١٤. پتا. ١٥. گُرو ءِ معرفت. ١٦. سِڪ. ١٧. رات ڏينهن. ١٨. مستڪ ۾ ليک لکيل آهي. ١٩. آمهون سامهون. ٢٠. ٻگران جو ڀؤ. ٢١. پرماتما سان پريم. ٢٢. اکيون. ٢٣. سُرتي.

(۱۲) سرو ي امڪتي پرو سي - ڪهه ڪس پڌ پاليئي ؟
آپ نرلجن الک هي - آهي ميلائيندي .

واڳ گوڙي، محلا ٿيجا، شبد (۱۷)

(۱۳) سهل سنجم پرنه آکيا مانيو - تس ناري ڪئ دک نه جمائيو
کهه نانڪ جن پرنه پرميسر کر جاليا - ڏن سني دوکهه پراڻيا .

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (۳۰)

(۱۴) آنحد واجي وجهه گهر مهه - پتر سنگ سهج وچالي
بنونت نانڪ سهج رهني - هر مليا ڪنت سکدالي .

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، چنت (۴)۱

(۱۵) پرم کوپو سانمه سهج سوامي - پرگاس پيا کول کليا
ڏر پايا پرب انترجامي - نانڪ سوهاڳ لـ للها .

۴(۴)

(۱۶) بن ست ستي هوه ڪنسي نار - پدهه ديکهه ردي بيچار
پربت پيا ڪنسي پڏي سيهه - جب لگ وس لب لگ نهي لبنهن ؟

واڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (۲۳)

(۱۷) سدا سوهاڳڻ جو پرب پاوي - گور شبدي سيگار بڻاوي
سهج سکالي ان ڏن هر راوي - مِل پريتم سدا سک پاوي .

واڳ آسا، محلا ٿيجا شبد (۸)

(۱۸) سهج گفا مهه آسڻ باڌيا - جوت سروپ اناحد واجيا
مها آنند گور شبد وچار - پريه سڱ رالي ڏن سوهاڳڻ نار .

واڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (۲)

(۱۹) کن اوکن ميرو ڪهي نه بيچارو - نهه ديکيو روپ رنگ سيگارو
چج اچار ڪهي پڌ نهي جالي - بانهن پکڙ پرب سيجي آني .

(۷)

(۲۰) ڪام ڪرود لوب موهه مِتاوي - چهکي دوشت اپني ڏاري
هوه نماڻي شيو کماوهه - تان پريتم هووهه من پياري .

(۲۸)؛:

(۲۱) نا ميو کل نه سوپاولست - ڪيا جانا ڪڪ پاي ڪنت
موهه اناته غريب نماڻي - ڪنت پکڙ هم ڪيني راڻي .

(۹۵)

---

۱. پرلوک. ۲. هي لوک. ۳. پتي پرماتما. ۴. پعورت ڌرم. ۵. اِلدرين لي قضو.
۶. جگياسو استري. ۷. ڌرمراه جو. ۸. قبول. ۹. آنهد شبد. ۱۰. فرمائين ٿا. ۱۱. ناس ٿيو.
۱۲. روشني. ۱۳. قائم ٿيو. ۱۴. پريم. ۱۵. وشين جو سواد. ۱۶. ناهيو آهي. ۱۷. وبچار ڪوڙ.
۱۸. سڪرم. ۱۹. ڪمت. ۲۰. اهم پاؤ. ۲۱. سندرتا. ۲۲. وڏا. ۲۳. پت رالي.

(۲۲) پورنا کھوج سو مانئیے ـ ایہہ سینگار بتاہ ری
دوجا[2] پاؤ وساریئے ـ ایہہ تنبولا[3] کھاہ ری۔

(118

(۲۳) سوہاگنی سدا پِر[1] پایا ـ ہؤمے[2] آپ گواہ
پِر[1] سیتی اَن دِن گہہ[5] رہی ـ سچی سیج سکھ پاہ۔

واڈ آسا، محلا تیجا، اشٹپدی (۶)11

(۲۴) سوہاگنی محل[6] پایا ـ وچہہ آپ[4] گواہ
گور شبدی سینگاریا ـ اپنی شہہ[1] لئیا ملاہ۔

15(۶)

(۲۵) شبد اپاری ملی پیاری ـ سدا گن[9] ساری مَن وَسی
سیج سہاوی جاں پِر[1] راوی ـ مِل پریتم اوگن نسی[7]۔

واڈ آسا، محلا تیجا، چھنت (۴)۱.۳

(۲۶) تدی لولدڑی محلا کوچ نہ کنیئی[9] ـ مَنجھ محبت نیہوں[1]
تہ شہہ[1] چرنی محلا ہینڑا[10] سیتر ـ ہر[1] نانک گلوڑا نیہوں۔

واڈ گوجری، محلا پنجواں، وار (۹)

(۲۷) جو سوہاگ آوے تِس کنت[11] لائی ـ اِہہ پرد[1] سوامی سدا
پیوانت نانک ہر کنت[1] ملیا ـ سدا کیل[12] کرندا۔

واڈ بہاگڑا، محلا پنجواں، چھنت (۴)۴

(۲۸) ہنّہ جاہ پچھاں سوہاگن ـ تُسی کتہ[1] پائیڑا پربھ میرا
میں اوپر ندر کری پِر[1] ساچے ـ میں چھوڈیڑا میرا تیرا[13]۔

واڈ وڈہنس، محلا چوتھا، شبد (۳)

(۲۹) مَن وسکت[14] آیا پرم[15] پد پایا ـ سا دُن[16] کنت[1] پیاری
انتر پریم لگا ہر[1] سیتی ـ گہر سوہی ہر پربھ ناری[16]۔

واڈ وڈہنس، محلا چوتھا، چھنت (۳)۶

(۳۰) پِر[1] لورمانڑل سدا سکدالا ـ نانک شبد ملاتی
پِرہ وچھنیاں[17] بہی مِلہ ـ جی ستگور لاگہہ ساچی پائی۔

واڈ وڈہنس، محلا تیجا، الاہنیاں (۴)۱

(۳۱) اِس جگ مہہ پُرکھ[18] ایک ہے ـ ہور سگلی[19] نار سبائی[20]
سب گھٹ[21] پوگوے امت[22] رہے ـ الکہ نہ لکھا جائی۔

واڈ وڈہنس، محلا چوتھا، وار (۱۵)، سلوک محلا تیجا

---

۱۔ پتی پرماتما۔ ۲۔ پیاری، دُویت پاؤ۔ ۳۔ پان۔ ۴۔ اہنکار۔ ۵۔ لپٹیل آہی۔ ۶۔ سروپ۔ ۷۔ ناس گیا۔ ۸۔ پیو۔ ۹۔ کِسکی۔ ۱۰۔ سبھی چِلّہ۔ ۱۱۔ گلی۔ ۱۲۔ آنند روپی۔ ۱۳۔ باجھہ، مہر۔ ۱۴۔ قبضے پر۔ ۱۵۔ مکتی۔ ۱۶۔ جگیاسو استری۔ ۱۷۔ وچھڑیاں۔ ۱۸۔ پُرش، مرد۔ ۱۹۔ بیا سبھئی۔ ۲۰۔ استریاں۔ ۲۱۔ ہردا، جسو۔ ۲۲۔ نرلیپ، الگ۔

(٣٢) سيج سُهاويءِ سدا پِر[1] راويءِ - هر ور پايا نار[2]
نا هو مريءِ نا ڪدي دک لاڳيءِ - سدا سوهاڳڻ نار.

واڳ سورٺ، محلا چوٿان، وار (٢٣)، سلوڪ محلا ٽيجا

(٣٣) جو دل مليا سو مِل رهيا - مايا کهيتءِ ري سولي
جي ڀُهتيرا لوچيتءِ[3] - ٻاالي مِل نه هولي.

واڳ تلنگ، محلا پهلا، شبد (١) [پهو دفع]

(٣٤) پرڪٽيا[4] سوُر[5] جوت اجيارا[6] - سيج وڇائي سَرڌ اپارا
نو رنگ لالُ[1] سيجا راوڻ آيا - جن نانڪ پِر[1] ڌن[2] مِل سک پايا.

واڳ سوهي، محلا پنجوان، شبد (٤)

(٣٥) ڌن[2] پِر[1] ايهه نه آکيئن - ٻهن اِڪٺي[7] هوءِ
ايڪ جوت[8] دءِ موُرتي[9] - ڌن[2] پِر[1] ڪهيئيءِ سوءِ.

واڳ سوهي، محلا ٽيجا، وار (٩).

(٣٦) مليئيءِ[10] مليا نا مليءِ - مليءِ[11] مليا جي هوءِ
انتر آتميءِ جي ملي - مليا ڪهيئيءِ سوءِ.

(١٩) [سلوڪ محلا دوجا]

(٣٧) جان سک تان شهه[1] راويو - دک ڀي سنماليوءِ[12]
نانڪ کهيءِ سياڻيئيءِ - اِءُ ڪنت[1] ملاوا هوءِ.

(٢٠)

(٣٨) شهه[1] کي سارِ[13] سوهاڳڻ جانيءِ - تج[14] آيان سک رليا مانيءِ
تن من ديهه نه انتر[15] راکيءِ - اَوَران ديکهه نه سُنيءِ اَياکيءِ[16].

واڳ سوهي، ڀڳت رو داس، شبد (١)

(٣٩) سک ساگر پِرپ[1] پائيئيءِ - جب هوويءِ ڀاڳو رام
مانن مانُ[17] وڃائيئيءِ - هر چرڻي[1] لاڳو رام.

واڳ بلاول، محلا پنجوان، چنت (١)٤

(٤٠) سنجوڳي[18] ميلاوڙا[19] - اِن تن ڪيتي ڀوگ
ونجوڳي[20] مِل وڇوڙي - نانڪ ڀي سنجوڳ[21].

واڳ مارو، محلا پهلا، شبد (١)

(٤١) پِر[1] سيتي ڌن[2] پرام رچائي - گُر ڪيءِ شبد اتا چت لائي
سهج سيتي ڌن[2] کري سُهيلي[22] - ترشنا تِکا[23] نِواري[24] جيءُ.

(١٢)

١. پتي پرماتما. ٢. جگياسوُ استري. ٣. کهڻي خواهش رکڻ. ٤. ظاهر ٿيو. ٥. سوُرج. ٦. روشنائي. ٧. گڏ وهڻ. ٨. آتما. ٩. سرير. ١٠. پرونگي ملاقات. ١١. سچي ملاقات. ١٢. سمرن ڪجي. ١٣. قدر. ١٤. تياڳي. ١٥. پيد، تفاوت. ١٦. ڏسڻ. ١٧. اَهنڪار. ١٨. سنت مهاتمائوُن ١٩. ميلاپ ڪن ٿا. ٢٠. دشت، مدمک. ٢١. ميلاپ ڪري ٿو. ٢٢. تمام سکي. ٢٣. پياس، اُڃ. ٢٤. نورت ٿي وڃي ٿي.

(٤٢) سنجوڳي ڏِسن ٻرِ ميلا هوويءِ - گورمت وچهه دوميت کوويءِ
رنگ سنگ نِمت رليئا ماڻسيءِ - اُٺي ڪنت پياري جيءَ.

راڳ ماروُ، محلا تيجا، اشٽپدي(٣)١

(٤٣) سچا ڪا ٻرِ ايڪ هيءِ - ٻرِ ٻن خالي ناهه
نانڪ سي سوهاڳڻي - جو ستگوُر ماهه سماهه.

راڳ ماروُ، محلا تيجا، وار (٧)

(٤٤) گهر سيج سُهاوي جان ٻرِ راويءِ - گورمک مستڪ ڀاڳو
نانڪ اهنس راويءِ ٻرِيتم - هر ور ٻر سوهاڳو.

راڳ تکاري، محلا پهلا، ٻارهه ماها(١٧)

(٤٥) توُن انتر جامي هر آپ - جئن توُن چلاوهه پياري توءِ چلان
همري هاٿ ڪڇ ناهه - توُن ميلهه تان هئن آء ملان.

راڳ تکاري، محلا چوٿان، چنت (٤)٢

(٤٦) اوگن تياڳ ٻيي ٻراڳن - استر ور سوهاڳ هري
سوگ وجوگ تس ڪدي نه وياپيءِ - هر ٻرڀ اَپني ڪرپا ڪري.

راڳ ملار، محلا پهلا، شبد (٢)

(٤٧) ٻوڙ سر اکر ڪوڙ ڪٺ - جهبا مڻيئا منت
اي ٻوءِ ٻيٺي وبس ڪر - تان وس آويءِ ڪنت.

سلوڪ، شيخ فريد (١٢٧)

(٤٨) سيني گهڻي شهه وسيءِ - شهه ٻن گهٽ نه ڪوء
نانڪ تي سوهاڳڻي - جنان گوُرمک ٻرگٽ هوء.

سلوڪ، محلا پهلا (١٩)

(٤٩) گورمک نام سوهاڳ هيءِ - مستڪ مڻي لکياس
هر هر نام اَرڌارِيا - هر هردي ڪمل ٻرڪاس.

سلوڪ، محلا تيجا (٣١)

(٥٠) آپ پڇاڻهه ٻريتم مليءِ - وُلا چهبر لاء
جهم جهم امرت ورسدا - ٽرشنا ڀک سڀ جاء.

(٥٦)

(٥١) سُتڙي سُکي سوُنسِ - جو رتي شهه آٺيءِ
ٻرِيم وڇوها ڏٺي سن - اَني ٻهر لوُنسِ.

سلوڪ، محلا پنجوان، (١٢)

---

١. جگياسوُ استري. ٢. پتي پرماتما. ٣. ميلاپ. ٤. رامت ڏيهن. ٥. وراڳ ٻر. ٦. قائم. ٧. دک. ٨. وڇوڙو. ٩. نهنالسي. ١٠. کميا. ١١. زبان. ١٢. منا منتر، شبد. ١٣. ليئي. ١٤. هي ٻوڙ. ١٥. هردو. ١٦. گورو ء دئاران. ١٧. ٻر مالڪ. ١٨. ٻرڪاش. ١٩. برسات. ٢٠. ترشنائون. ٢١. سهمندي. ٢٢. ننڊ. ٢٣. ورلاپون ڪن.

# سهاڳڻ

مالڪ سان ملاقي ٿيڻ کانپو، سدين سهاڳڻ، ڪتين ڀيرن جا ڀيد ڏسيا آهن، جهڙوڪ: سُکي ڀاڳ، سرو ڀاڳ، مالا يا پتا ڀاڳ، داسا ڀاڳ، مدر، ڪنت يا پتني ڀاڳ. سري گروُ گرنٿ صاحب ۾ به، انهيءَ هڪ هڪ ڀاڳ تي، اڻيڪ شبد ۽ سلوڪ آيل آهن. هن پستڪ جي ٻهرئين ڀاڱي جي چوٿين باب ۾، ”ڏهاڳڻ“ بابت احوال آيل آهي ته هن باب جي شروعات، ”سهاڳڻ“ سان ٿئي ٿي. صاحبن مدر يا ڪنت ڀاو جو تصور ڪندي، ۽ پاڻ کي پتني پرماتما جي پرمڻ يا پتني سمجهندي، وڇوڙي جا ورلاپ ڪيا آهن، اوسيئڙي ۽ اڪير جا آلاپ آلاپيا آهن، ڏهاڳڻين جا ڏوهه ۽ سهاڳڻين جا سُلڇڻ سمجهايا آهن، وصل جي ورونهن ۽ واحد جي وجد جا ورق ورايا آهن. اهو آنند يا وجد ئي آهي، واحد جي واقفيت جو، جيو آتما ۽ پرم آتما جي ميلاپ جو. سچو شيوڪ، گورمک ٿيو آهي. گورمک ئي پتني پرماتما سان، پريم جو داءُ لڳائڻ آيو آهي، حقيقي عشق جو اظهار ڪرڻ آيو آهي، سر ڌڙ جي تي ڪٽي قربانيءَ جو ڪلام ڳائڻ آيو آهي. ڪُل تياڳ جي بازي کيلڻ آيو آهي. سهرينءَ کي سيج تي سمهاري، اَمر سهاڳ جو اکنڊ آنند ماڻڻ آيو آهي. مذڪر هوندي مونث بڻي آهي. هاڻي ڪا به مشڪلات منجهانئس ڪانه ٿي، ڪا به وڪاوٽ روڪيس ڪانه ٿي، ڪا به پرکشا پريشان ڪريس ڪانه ٿي، ڪا به قرباني ڪنبائيس ڪانه ٿي. اَڏول ۽ اٽل رهي، آخر ڏاوڻ پڌي ٿي، وهڻيءَ وهي ٿي، ڏوليءَ چڙهي ٿي، سيج سينگاري ٿي ۽ ساجن سان سدمڪ لئي ٿي. سِر جي سَت لڳائي، سدا سهاڳڻ بڻي آهي. پريم جي پوک ۾ پاس پئي، پتي پرماتما جي پت واري بڻي آهي. ڪٽي ڪپن جي ڪٽي، آهي ور کي وڻي. هاڻي ڇو ڪنهن جي ڪاڻ ڪڍي، جهنگ جهاڳي، ڏونگر ڏاري، لڪ لنگهي، ۽ پيرِ پٿون ڪري؟ هاڻي ته سفر جا سڀ سور ۽ سختيون ٽاڪ پيا. هاڻي ته سرب جو سهارو سر مٿان الس. هوءَ سيج سکي آهي، محب مُڪي آهي. ڏکن ۽ ڏاکڙن جا ڏينهن ختم ٿي ويا، ڳولها ۽ ڳاري جون واليون پوريون ٿي ويون. هاڻي ته سدا سکي آهي، سدا سهاڳڻ آهي. پريمي ۽ پريتم، ٻئي پاڻ آهي. سهاڳ پاڻ آهي، سهاڳڻ پاڻ آهي، ته شهه به پاڻ آهي. پيار ئي پيار آهي.

صاحبن سهاڳڻ کي، ٻين ڪيترن نالن سان به ڪري ڪوٺيو آهي، جهڙوڪ: نـــار، ناري، اماڻي، ڪامڻ، ڪامڻي، سٽي، سکي، ڌن، ٻيچارن، وغيره وغيره. ساڳيءَ طرح سهاڳڻ به پتي پرماتما تي ڪيترا نالا رکيا آهن، جهڙوڪ: پيئُ، پِر، پريه، پريم، پريتم، پيارو، شهه، ساجن، سڄڻ، سمڻ، رمئيا، راول، رنگيلو، لال، لالن، ناٿ، ڪنت، ڪلار، وغيره وغيره. پتنيءَ تي ڪٽي بيشمار نالا رکي، ته به بيدس پريم جي پياس لهندي ڪانه. نالا ته رکو الفت جو افسانو نا اٿئين ۽ اکر ته رکو نيڻهن جو نياپو نا ٿيڻ پائين. باقي نالا ڪيترن

نينهن کي پاڻ ۾ ماپائي سگهندا؟ اگر ڪنهن اُلفت جو ترنم اظهار ڪندا؟ اهو سڀ اُنهيءَ جي اختيار آهي. باقي عشق نه لازبان آهي، لا مذهب آهي، لاحد جي لرزش آهي.

سچو شيوڪ، گرومک يا جگياسو اسيري، مذر پاؤ جي پاونا رکي، محبت جي ميدان ۾ آئي آهي. ور ڪان وچڙيل آهي. سو سدا پنهنجي سپرينءَ کي سنڀاري. اِها معلومت اڳئي اٿس، نه محبتي مذهب جي موافقت ۾ رهڻو آهي، قرب جي قاعدن جي قبوليت ۾ رهڻو آهي، فنا ۽ فدا جي فطرت ۾ رهڻو آهي، خامين ۽ خرابين جي فطرت ۾ رهڻو آهي. اِهي سڀ شرط شروط پورا ڪرڻ آئي آهي. پر هينئر حال ڪهڙي ۾ آهي؟ برهه جهڙي باندي هي، محب ملڻ لاءِ ماندي آهي. پرم پوڄاري آهي، دل ديواني آهي، آولي باولي آهي. عقل ۽ شرم بئي، نينهن نهوڙي ڇڏيا اٿس. وار ونگڙيل اٿس، اکڙيون آليون اٿس، پلڪون پسيل اٿس، نه منهن مرجهايل اٿس. نڻ نڪڙيون اٿس، نه لتا لڙڪون اٿس. مٿي ۾ محبتي ميخ اٿس، دل ۾ دهڪو اٿس، جگر ۾ جولان اٿس، نه چڪن ۾ چاڪ اٿس. هڏ هيٺا ٿي ويا اٿس، نه سڌ ساٿا ٿي پيا اٿس. رت سڀ سڪي ويو اٿس. نه سمهڻ ۾ آرام اچيس ٿو، نه نه جاڳڻ ۾ سنتوش ملڻس ٿو. جي سمهي ٿي، نه اڙق جي لبوار ستائيس ٿي ۽ جدائيءَ جي جلن جلائيس ٿي. جي جاڳي اٿي ٿي، نه سُتا سور ستائينس ٿا، ۽ ديهه دونهان دم گهٽينس ٿا. پنهنجي لڙي پهچي ٿي ڪونه ٿي ڪجهه ڪُڇي. جهوريءَ ۾ جهوري پئي، ڳڻتين ۾ ڳري پئي، نه ڏيري ڏيري ساهه ڪڍي پئي. گرميءَ ۾ پگهرجي وڃي ٿي، نه سرديءَ ۾ سياڄي وڃي ٿي. جهولن ۾ جهوڙجي ٿي، نه ولهه ۾ وسامجي وڃي ٿي. رات لبرس رنڻ ۾ نه ڏينهن ڏورائن ۾. پڄي وڃو اٿس پتار. سو سرليون ليون سهما ڏينس، وڙهي وارا وڻ وجهنس، ۽ ڏيري وارا ڏنگ هڻنس، نه دل پڇنجي، لنهن سان پريت ڪيئي وڃي پراون سان! سو حال محرم اٿس ڪونه، نه وند حڪيم سمجهيس ڪونه. پر پاڻ پيڙا جهڙي پچار ڪري ڪونه، دل جي دانهن ڪڍي ڪونه، درد جو داستان پڌائي ڪونه، ماٺهن مجهه ڏني ڪونه. ويچاري وياڪل آهي، وهمن ۾ وسوڙل آهي. فراق جي فڪرات ۾ آهي، ٿو نابعداريءَ جي ٿانت ۾ آهي. سڪ سوز ۾ سڙي پئي، برهه جي باهه ۾ جلي پئي. جلي وسامي پئي ۽ وسامي جلي پئي، پر اڙڪ باهر نڪرپس ڪانه. قرب جي ڪاتيءَ ڪٺل آهي، جڻ نه پوئن پساهن تي آهي. مهني ماس جي مهمان آهي پر پريت پاڙڻ لاءِ پريشان آهي. سر پر اڳهو اٿس پر صدق سکهو اٿس ۽ اُميد سان اجا اَرواح اٿس. سو پنهنجي ٿي پهه پچائي، قاروُن ٻارائي ۽ ڏَس پتا پڇي، نه ڪهڙي ديس ۾ تو منهنجو دلبر وسي، جدهنجا ٻوُن مُٽيءَ کي ڪو ڏس ڏَسي. هردم نماٽا نيڻ ڪٺي، وطن طرف واجهائي پئي، جانب لاءِ جاڳي پئي. پنهنجي لوانهه جي لوليب لي لڳي، پنهنجي هن هُن جي چٽي ني لڳي، نه من ڪا ڪانڊِ جي ڪَل پئي، من منو منتار وَرڻ جي وات واري ۽ ماڳن لي موٽي. اڇي اهو دڪيل دل ڪي دلداري ڏني، هن ڏيريءَ جا ڏولاوا لاهي، هن ليلاڙيءَ کي لڳي لائي. دل ڏني درد ڀڏو الائين.

پسڻُ پيارِي ڪامڻِي - اوچـــن پـــرِي لڳ ساسا
اَر نہ پيچيءِ کنگ نہ ڪِسيءِ - ھو دوسن ڪـي آسا.

راڳ گوڙي، ڪبير
صاحب، شبد (٦٥)

ھيءَ لالن لاءِ لڳاتار لوچ، جڳياسو استريءَ کي سوچ ۾ وجھي ٿي، نہ ڪي نہ گناھہ گھٽجا پون ھوندا پون، جنھن سببان جالب کان جدا ٿي پئي آھيان. نہ ڪي نہ ڏوھہ ڏنگايون ھوندا پون، جنھن ڪارڻ پرينءَ کان پري ٿي پئي آھيان. ھيڏي لوچ جي لوڇي ھوندي بہ جو دلبر کان دور ٿي پئي آھيان؟ اِھين خيال ايجالي پئي، نہ لحظي ۾ لھس لڳيس ٿي، خاموشيءَ جو آواز ٻڌي ٿي، چت شڪتيءَ جو چمتڪار ڏسي ٿي. پنھنجا ڪيل پـــاپ اپراڌ، اکين آڏو اچنس ٿا، پنھنجا ڪيل ڪڪرم ۽ ڪلچھ ياد پوَنس ٿا. وڇوڙي جي وڃ جي معلوميت ملس ٿي. پڇتاءَ، پراشچت ۽ پرارٿنا جي پناھہ وٺي ٿي. جدائيءَ کان جاتا پري ٿي، پڇتاءَ جون پڪارون ڪري ٿي. سھرنءَ کي سڏڙا ڪري، سڏڪا پري ٿي. اکين جي آنسن سان، من جي مداڻ جي ميراڻ مِٽائي ٿي. روئي روئي راتِ کي راھھائي گھوري ٿي. ليلائي ٿي، ٻاڏائي ٿي، پڪاري ٿي. ڇا ٿي پڪاري؟

ھي منھنجا منڙا مالڪ، ڪانھي ڪا ڪاڻ ڪنھن ۾. مان پاڻ ڪني ڪاٺياري آھيان، ميري مدي آھيان، بدچلن بدافعالي آھيان، بيٺي بدياءَ آھـــيان، عيبدار عـــرضدار آھيان. اَوگڻن ۽ اوڻاين ۾ اٽڪيل آھيان، وڪارن ۽ وھمن ۾ وچـــڙيل آھيان، نفسانيت ۽ نفرت ۾ نڪن آھيان. ھوڏي ھٺيلي آھيان، حسد جي حَمل ۾ آھيان. پنھنجـون بـــديون پرايون، بدبختيءَ جو باعث ٿيون اٿم. تباھيءَ لاءِ ٿلاھي مان پاڻ آھيان، جو ڪُر وچـــي وڪٽيم ڪوُڙي ڪچ جي لالچ ۾. انھيءَ وڪري پچايا، منھنجا ڏينھا وساڻا، منھنجا گل ڪوماڻا. ھاڻي وٺني ھٿ مروئيان ۽ للڌا ساھہ کڻان. دوش نہ ڪنھنجو آھي ۽ نہ ڪنھن کي ڏيان ٿي. پنھنجا ڪرم ڪُٽيان ٿي. ھي ساٿين سرتاج، اوُن نہ سڪن جي سرتاج آھن. ۾ مان پنھنجي پاڻ ڪري ٿي، وٺني ڪشت ڪاٽيان. سو تو ڏانار کي ڪھڙو ڏوھہ ڏيان؟

پِر دوس ناھي سُکھ دالي - ھڻ وچڙي پرانري
پرواٽ ٽالڪ ديا ڏارھہ - گھر آوھہ ناھَ پياري.

راڳ گوڙي، محلا
پنجوان، چنت(٢)١

ھي منھنجا پيارا پريءَ، اوُن نہ ھڪڙو اڪيلو، ۾ پوکتان پيون پوئي اَنيڪ استريون. سڀيئي توکي سيباڙين ٿيون، پالئين ٿيون، موھين ٿيون. سڀيئي تولان مشتاق آھن، تنھن جي ميلاپ لاءِ منتظر آھن. ۾ توکي نہ وٽندڙيون اھي، جي تو جيان سلڇڻيون ۽ سياڄھيون، پاڪدامـــن ۽ پرھيزگار، بيداغ ۽ پيمظھر ھوندڙيون. جي ٿھنائـــيءَ ڪري لنديون لميون ھونديون، سيرت ۾ سھڻيون ھونديون، دپ ۾ دولتيون ھونديون. جن جا لبڻ حلماڻيءَ

۽ حياءَ ڪري هيٺ آهن، جن جا ڪن پراڻيءَ ٻچار ڪان ٻري آهن، جن جو نڪ نرماڻيءَ ۽ نوڪدار آهي، جن جا چپ لحاظ ۽ لڄڪدار آهن، جن جا ڳٽا ڳولها ڪندي ڳاڙها ٿي ويا آهن. جي سيمو سڪ ۽ ساهين ڏيون، جي ڪمر ڪشادگيءَ ۽ ڪُڏائين ڏيون. جي محبت جي ميندي لڳائين ڏيون، جي پريت جي ڙ۽ ٻيو ٻائين ڏيون. جنهي جو مُکَ ماڪيءَ سان مرڪي ٿو، جنهي جا هٿ پرولاڻيءَ سان ڀيلا آهن، جنهي جوُن ٽنگوُن ٽهل ۽ ڀِلن ڏيون. جنهي جي ويچار ۽ وِني آهي، من ۽ مٺيا آهي، دل ۽ ديا آهي، هردي ۽ همدردي آهي. جن ڪسي صبر ۽ سنتوش جو سينگار آهي، حليماڻيءَ جو هار آهي، ٻرهه جو ٻوُلو آهــي، ست جو سندر آهي. جن کي مروُت جوُن منڊيوُن آهن، چستيءَ جا چوُڙا آهن، ڪروُٽا جا ڪنگڻ آهن. جي نيمهن جي نشي ۽ نروار آهن، جي رام نام جي رنگ ۽ رتل آهــن. جي ڪُل رنگ، هڪ رنگ ۽ رنگي وينيوُن آهن. جي ٻوُ ۽ پاڻي ۽ پيل آهن، جي ڌيان ۽ ڌيرج ۽ ڌچيل آهن. جن شرن پئي ساتين سچائو آهي، جن ٻاڻ وچائي ٻاڻ ٻائو آهي. اهيئي سياڳيوُن آهن، سُکيوُن آهن، سهاڳڻيوُن آهن، اعليٰ آتمائوُن آهن. اهيئي ٻن سرٻرن ۽ هڪ آهن، هڪ ۽ هڪُ ٿي ويوُن آهن، جوت ۽ جوت ٿي ويوُن آهن.

ڌَنَ ٻِيو ايهه نہ آکيئن - ٻهــنِ لڪني هــوءِ
ايڪ جوت دُءِ موُرتي - ڌَن ٻِر ڪهيئي سوءِ.

واڳ سوُهي، محلا
ٽيجا، وار (٩)

مان ڪير، جو سهاڳڻين سان سَڌ ڪريان، راڻين سان ريس ڪريان؟ مان تہ ڪاري ڪوجهي آهيان، ڪوُڙي ڪاچڙي آهيان، ڪُڏي ڪمذات آهيان. مون کي نہ نہ اهو حسن ۽ حياءُ آهي، نہ ڪشش ۽ ڪاريگري آهي، نہ سيرت ۽ سينگار آهي، نہ نزاڪت ۽ نزاهت آهي. پوءِ ڪيئن چا ٿي، ڪُڏان چا ٿي؟ ٽوڙ ٻيا ڏذان ڪيئن، اڇڻ ٻيا لڏان ڪيئن؟

سب اَوڳڻ ميءِ ڳُڻ نهي ڪوئي - ڪئُ ڪر ڪنتَ مِلاوا هوئي
نا ميءِ روُپ نہ ٻنڪي نئڻا - نا ڪُل ڍنگ نہ ميٺي ٻئڻا.

واڳ سوُهي، محلا
پهلا، اشٽپدي (١)١

مان تہ ٻدبوُن ڀمهجوُن ٻاسيان ويئي، ٻخشايان ويئي رُنيدي رُنيدي، ٻچڻايان ويئي، سمرن جو سڳڙو سوُريان ويئي. هي منهنجا سهٺا سائين، مان سُڪڻي تو وٽ ڪونہ آئي آهيان. ڪَڻي آئي آهيان ٻاڻ سان، ڳنڙي ڳوڙهن جي، سوُکڙي صدق جي، سوغات سڪ ۽ سوز جي. ٻيا سب ڏڳ ۽ ڏر ڇڏي، اڇي ٿهنجي چاڻڪ کي چنبڙي آهيان. سا نمي نمي، چمي رهي آهيان. جا آهيان سا آهيان. جهڙي آهيان، ٿهڙي تهنجي آهيان. ٻر جنهن کي جڳ نڪراڻي ٿو، تنهن کي ٻہ لون اَپنائين ٿو. سو منهنجا ڏوهہ نہ ڏس. ميٺ مدائوُن منهنجوُن. مهر ڪر مهروان. ٻندي گنهگار آهي ٻر لون تہ ٻنده ٻرور آهين، ٻخشڻهار آهين. تــوُن ٻنهنجو ٻرڌ ٻال، تہ هن نڪيءَ جو ٻہ لنگ رهجي اچي. ڪالهہ تائين ٻرابر اَٽڪاڻ هئس ٻر

 

اڄ اُها ساڳي نہ آھيان. ھاڻي سڪ ۾ سڙيل آھيان، نيڻن ۾ نھوڙيل آھيان، برھہ ۾ ٻڏل آھيان. انتظاريءَ ۽ اوسيڙي ۾ اساٽيل آھيان، برھہ ۽ بيقراريءَ ۾ بي آرامي آھيان، فراق جي ڏک ۾ فنا آھيان. حال بيحال اٿم، حوصلو پائمال اٿم. سڄڻ ساڻي اٿم ڪوڙ. اڪيلائيءَ جي آزار ۾ آھيان. ھڏڙي ڇڏي ھنڌ ۾، ٻئي ٻي پاسا ورايان، ڦٿڪان ۽ اٿڪان. سيج ئي سيج لڳي پئي آھي، رات جو رڃ لڳي پئي آھي. ھاڻي نہ ڪڇ اڃھي نہ ٿو، ڪڇ منھن نہ ٿو لڳي. جواني وئي جدائيءَ ۾، سکھ وئي سڏون ۾. جانب جو جلوو اچا ڏئيسُم ڪونہ، محبت جو مزو ماڻيم ڪونہ، چاشنيءَ جو چسڪو اچا چکيم ڪونہ. ۽ ھردي جي حويلي ھاڻي صاف آھي، صفا خالي آھي. تنھنجي تشريف لاءِ متوالي مستان آھي.

اُميدن آسرن تي ٽڪيان پئي، پيرن فقيرن پنيان لڳان پئي. پئي لسي پنڌ پڇايان، واٽون واجھايان، ڪانگ اڏايان، روئي نھاريان، نہ من محب کي ڪو کھڪاءُ پئي، ڪو قياس پئي. نہ من ڪا ڳالھ ڪري، ڪرم ڪري. نہ ھن سڪايل جي سار لھي، ھن پياسڻ جي پياس اُجھائي. نہ من ھن گوليءَ سان اچي گڏجي، پلوءَ ۾ پڪڙي، لڱن تي ليٽائي ۽ تتل ھنئين تي ٺار وجھي. مان نہ مٺڙي جي ماڻھن لئي آئي آھيان، ناڻي اُرڻ لاءِ آئي آھيان، اسم ۾ جسم جلائڻ لاءِ آئي آھيان. مان نہ دلبر جو دل جي دربار ۾ درسن ڪرڻ لاءِ آئي آھيان، پرينءَ پرچائڻ لاءِ آئي آھيان، ڪيس جھوليءَ جھٽڻ لاءِ آئي آھيان. منھنجو ساھ تہ ساڄن کي سنڀاري ٿو، منھنجو لڱ لڱ تہ لالن جو اڪري ٿو. ملي نہ مون نہ ڇڏ پيد پسائس، پاھن ۾ اکيون پيد پسائس، چکن ۾ سوڳھو پد ند پسائس، جيءَ جنڊ ۾ جلدي جڪڙ پيد پسائس. ھيءَ لفظي لڳاءُ ڪونہ آھي، ھيءَ شاعرانو شادمانو ڪونہ آھي. ھيءَ عاشقن جي عھد جو عبادتنامو آھي، نہ جا پڙ ۾ پير پائيندي، سا خاڪ وارن ۾ وسائيندي، سا ڌوڙن جي ھواي ڪيليندي، سا سوپ جو واجٽ وڄائيندي. جي جربتي جانباز آھن، جي حشمتي ھوشيار آھن، سي ئي ھيءَ لطف جو لقاءُ ڏسندا وٺھي، واھ واھ جا واجا وڄائي، شرڌانجليءَ جا ڦول چاڙھيندا وٺھي.

| | |
|---|---|
| مھلي ھوران جل بسان ـ جمڻ جنت سپ سار | واڳ گوڙي، محلا |
| اروار پار ميرا شھ وسيع ـ ھڻ ملنڳي ساھ پسار. | پھلا، شبد (١٩) |

اي سڄڻ سکي، ساڄن جو سرچڻ نہ سولو اٿئي، ڪڻ جو ڪيل اٿئي. وڃيو جيڪي کھس، سو ھوُند چوُت ڏئي ڇڏجيس. چا ٿو کھس؟ نہ روپ نہ روُش، نہ حسن نہ جواني، نہ پت نہ پتھر، نہ ھار نہ سينگار. نہ چالاڪي نہ چتراڻي، نہ تپ نہ اڙڪو، نہ ذاتہ نہ پات، نہ ڌن نہ دولت. ھن کي ڪھي اُستت من، صاف نيت، شڌ ڀاونائون ۽ اُتم ڪرم. ھن کي کھي نماڻائي ۽ نھٽائي، ڪميا ۽ جيو دايا، سڪ ۽ صدق، سچائي ۽ سرواپڻائسي، سُمت ۽ سوجھي، سيوا ۽ شرڌا، شڪر ۽ سنتوش. ھوُ وشواس جو واپاري آھي، سڪ جو

 

سوداگر آهي. هوڏانهن هؤء جڳهاسؤ استري ٻه اهوئي سمر ۽ ساڻ ڪٺي آئي آهي. خودي ميٽي خاڪ ڪئي آهي، ٻاڻ ٻڇائي پاڪ ڪئي آهي. اڃانؤن ميٽي سماسڻ ڪئي آهي، تساڳه ڪري ٻراڳڻ ٿي آهي، جوڳ جاڳائي جوڳڻ ٿي آهي. اؤڳڻ ڪڍي ڳڻوان ٿي آهي، ”ميري ٿيري“ ڇڏي ”توهين توُن“ ٿي آهي. لڄ لاڳاپن جا لباس لاهي، لڳن جوُن ليڙوُن پائي وٺي آهي. ٻاڻ نڇاوت ڪري، آساوٽتي ٿي ٻيٺي آهي. محبت ۾ مٺل آهي، اڙق ۾ لٺل آهي، رنگ ۾ رتل آهي. ٻر ٻار جدي ڪي ٻاد، سي ٻه ٻاد هميشه ٻار ڪي. سو محب ته اڳئي ماندو هو، وصل لاءِ وٺو واندو هو. هاڻي ڪهڙا اٽڪل آرا ڪري، ڪهڙا وڏيڪ شرط وجهي، ڪهڙا نوان ڳهاٽ گهڙي؟ جاڻب ته جلدي اٿي ٻيٺو، هرڪ سمؤرو هاري وٺو. ٻوءِ اڪيؤن اکين ۾ اڙائي ٿو، لڙڪ لڙڪن سان اڙائي ٿو، ٿيڻهن جو نقطو لڳائي ٿو. جُسو جسي سان جڙائي ٿو. پياس ٻڀهڄي ٻه ٻُجهائي ٿو، ٻوڳ ۽ ٻوڳ ڳڏائي ٿو.

سَکِي سهاپي رام رنِگ راتي - من تن اچ ٻُجهانِي — راڳ ٻسلاول، محلا
نانڪ اچرج سڱُ مليا - ڪهڻا ڪڇوُ نه جاڻي. — ٻڀجوان، شبد (٥)

وصل ڪانهوءَ، وڇوڙو نه اصل وسري وڃي ٿو. وڻا آهي وقت جڏهين هؤء ٻسرهه ۾ ٻيحال هئي، محبت ۾ متوالي هئي، همجؤن هاري ساڄن ڪي سار ٻندي هئي، ٿامت فڪراٽ ۾ ڳهار ٻندي هئي، آتش جا الا آثار ٻندي هئي. هاڻي ته قضا جو قلم ٽٽي ٻيو آهي، قسمت جو قيد ڪُلي ٻيو آهي. ٽهل ڪري، ٻهل ٻيٺي اٿائين. وار وڇائي، لاڙون لڏيؤن اٿائين. ٻاڻ مِٽائي، ٻاڻ ٻوڪيو اٿائين. هاڻي ته راڻل ڪي رڃهائي، رنگ ۾ رنگ ماڻي ٿي. مرڙا ڏيئي ماڻسا ڪري ٿي. سهڻ وارو سهڻل، جو سِڪ سان اچي ساههؤن وٺو اٿس! ٻوءِ ڇو نه چاڳه ڪري، چڻن ڪري؟ ٻرٻنءِ جي ٻلاند ۾ ٻڏي آهي، نوُر نظر ۾ اَڏي آهي. ٻودلي ٻانوري آهي. ساڄن ليڪي، سندر ٻيڏي آهي، موڳهه نڻي آهي، حوُر ٻري آهي. سو ليڙوُن لاهي، لعل ۾ جڙي آهي. سؤنهن جو سروُپ آهي، سو سهسين ڪري ٿي سينگار. هاڻي سنڄوڳه ٿيو اٿس، ٻوڳه لڳو اٿس، سهاڳه لڳو اٿس. هاڻي ته نوُر محل ۾ آهي، اَکنڊ آنند ۾ آهي، ٻرم ٻد ٿي آهي. اَمرت ڌارا ۾ ٻاڻ جهم جهم ڪري ٿي. اَنحد ڌنيءَ ۾ ٻاڻ وڃي ٿي. ستنام جي ساگر ۾ ٻاڻ لهرائي ٿي. هيءَ ميلاپ دلي ميلاپ آهي، اَلوهيت جو اسرار آهي، سهاڳڻ جي سرفرازي آهي. اَهڙن سهاڳڻين جي صاحبن اَپار مهما ڳائي آهي، ته هؤ آهن ڳڻونت ۽ گياونت، سيلونت ۽ سوياونت، ڪُلونت ۽ ٻترونت، روُپونت ۽ اَچارونت. هؤئي آهن نرمل ۽ نماڻيوُن، سباڄهيوُن ۽ ٻدوريوُن، سگهڙ ۽ سلڇڻيوُن. اَهي سيئي اَڪال ٻرک جوُن ٻياريوُن ٻنديوُن آهن. سو لذت جي لطف ۾ لباب آهن، جوٽي جوت آهن.

اَڪال موُرت ور ٻايا اَبناسي - نا ڪدي مري نه جايا — سري راڳ، محلا
ٻهاءُ هوُنا ميري ٻاٻلا - گورمکي هر ٻسايا. — چوڻان، چنت (٢)١

سمي سمي جو فرق آهي. ڪو سمو اهو نه هو، جڏهين جڳياسُو استري، دلبر پنيان ديواني هئي. ڪو سُهاڳڻ سمو اهو نه آيو، جو دلبر ٻنهي دل ڏني ورتي، دلربا معان مشتاق ۽ مستانو ٿي پيو، متوالو ۽ موالج بڻجي پيو. وري اها ويل نه آئي آهي، جو ٻئي ملي هڪ ٿي ويا آهن، جنهن ۾ عاشق ۽ معشوق جا ڀيد ٿي مٽجي ويا آهن. پتو ٿي ڪونه ٿو پئي، ته هوُ ڪير ۽ هوءَ ڪير؟ اِهي استري ٻنهي ٻروڙي ٻنهي ٻوڪي ٿي، ٻانهَن ۾ ٻانهُن ڏسي ٿي. ڪهڙو اسرار ٿي ڏسي؟ ته پرماتما ٻنهي ٿي پريتم ۽ پريمي آهي، وڇوڙو ۽ ورلاپ آهي، وصل ۽ وشرام آهي، پلنگ ۽ پٿرڻي آهي، سيج ۽ سجاوٽ آهي، هار ۽ سينگار آهي. هوُ ٻنهي لذت ۽ لذت ڏيندڙ آهي، لطف ۽ لطف وٺندڙ آهي، يوڳ ۽ يوڳتا آهي، دِرش ۽ درشتا آهي. مطلب ته نشان بينشان آهي، غير مُتغير آهي. ڳولهيو نه پئي ٻنهي کي، ته پاڻ نه ٻنهي کي ٻنهي ۾. اڳمانتا ڪري، پئي هِت هُت پٽڪيس. اُوديا ڪري، پئي وچ جا مروڙا ڪاڏهن. پڙدي هٽيي پياٽا، ڏسان ٿي ته ڀيد هو پورم جو، ديوار هٽي ڏُٺيءَ جي. جڏهين جدائيءَ جي جلن هئي ته اهو سچ هو. جڏهين واڪل ويڙو ۽ رِبر مليو، ته اهو نه سچ هو. جي پريتم پڌلجي ٻنهي پريمي ٿيو ته اهو نه سچ هو. جي پريمي ۽ پريتم ٻنهي ۾ ملي هڪ ٿي ويا، ته اهو نه سچ هو. اِهي سڀ هئڻ وقت وقت جون منزلون، منزل بمنزل چڙهن پوڙيون. پر هر منزل ۾ هوت هو، هر پوڙيءَ تي پريتم هو. هر راز ۾ رمز هئي، هر رمز ۾ راز هئو. دل ۾ دلبر جو درد هئو. درد پِڻ دعا ته دلبر ڪٽي دوا. اِئين درد پنيان دوا آهي ۽ دوا پنيان درد آهي. سو پڪار پهتي ۽ پرامت پاس پئي. پوءِ ته سڀ پوليون پانمرادو سلجهي ويون، ته ساجن ٻنهي ساقي ٿي، جلوي جو جام پياري ٿو، پريم جو پيالو پياري ٻنهي نه پئي ٿو، ته وري ڪر هو، پريم ۽ پيالي ۾ ٻنهي ڪسي بدلائي سدلائي ٿو. تڪليف جو تڪلف ڪو طالب ڪري سهن، ته تاپش جو تجلو پهچي ٿهين. اِهي عشق جا آهن الٽا اسرار، جي آئينه اندر ٿين ٿا نروار. گهرني پيا، اچي پاڻهي پلاند ۾ پيا.

(١) آپي وسيئا آپ رسُ - آپي راوڻهار
آپي هووئي چولڙا - آپي سيج ڀتار.
سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٢٥)

(٢) سُن سکي پيئه مهه جيئه بسيو - جيئه مهه بسيو ڪِ پيئه
جيئه پيئه بُوجهه نهي - گهٽ مهه جيئه ڪِ پيئه.
سلوڪ، ڪبير صاحب (٢٣٦)

اي ٻندا، تون ته يوڳي ۽ روڳي، آلسي ۽ اڳيالي، الڏو ۽ اُٽڪاٽ آهين! سو هيءَ ستگورن جا سخن ۽ سُوتر، ڪيئن سمجهي سگهندين، ڪيئن گرهڻ ڪندين، ڪيئن عمل ۾ آڻيندين؟ تون ته سچ کي ڪُوڙ ڪوٺين ٿو، ڪوڙ کي سچ سڏين ٿو. سنٿين راهه کي

ڦِٽي ڏسين ٿو، اُلٽي راهه کي صحيح سمجهين ٿو. اُلاهي عشق کي نفسانيت سڏين ٿو، نفسانيت کي نراڪت سمجهين ٿو. حقيقي عشق کي وحشاڻي ويچار ڪرين ٿو، جيئن ٻالڙا جي ساڌ نانءَ کي جاهليت سمجهين ٿو، رُوحاني راهه کي رمل سڏين ٿو، مالڪ سان ميلاپ کي مذاق سمجهين ٿو. اهڙا خيالات خلل مچائي ٿي، خودي وڌائي ٿي، خوبين کان خالي رکي ٿي، خبيث بڻائي ٿي، خالق ۽ خلقت جي لاڳاپي کي ليڪو لڳائي ٿي ۽ جيئن جي ستيا ناس ڪري ٿي. سو سائينءَ جا سدوارئا، گمراهيءَ مان سڄيت ٿيءُ، غفلت مان سجاڳ ٿيءُ. اُلٽي مت کي سُلٽي ڪر، ته هستي مِٽجي، مستي لڳي، خمار چڙهــــي. هُمن سدا سهاڳڻين جو سنگ ڪر، ته پرمن ۾ پنگ پئي، راڱل جو رنگ لڳي. تڏهين ٿي سچ ۽ ڪوڙ جي پرکڻ پوندي، سچ جي سوجهي ايندي. اُنهن من کي موج ايندي، اندر ۾ سوچ ٿيندي ۽ لالن جي لوچ لڳندي. اِي ڪابه ڪانهي وات، رکو واٽ جي آهي ڦڙ ٻات.



## (٤) ڀؤجل پار ته جمڻ مرڻ کان ڇوٽڪارو

(١) ڪام ڪروڌ لوڀ موهه مٽاويءِ-ڇُٽڪيءِ دُرمت[١] اپني[٢] ڌاري
هوءِ نماڻي شبهو ڪماوهه - تان پربهه[٣] هووهه مـن پياري
سـن سنـدر - ساڌؤ ڀهـن اُڌاري
دؤک ڀؤک مٽيءِ ڀيرو سهسا-سک پاوهه تؤن سُکمن[٤] نـاري. (١.ر.)
ڇرڻ بڪار[٥] ڪرتم گور شبوا - آلسر شُڌ پکه[٦] پياس[٧] لـواري
داسن ڪي هوءِ داس داسڙي-تان پاوهه سوڀا هر[٨] ڌُئاري
اهي اچار اهي بِهُارا[٩] - آکيا مـان پکـ هـوءِ تمـاري
جو اهه منتر ڪماويءِ نانڪ - سو ڀؤجـل[١٠] ڀـار اُتـاري.

[راڳ آسا، محلا پنجوان، شبد (٢٨)]

(٢) آوڻ جـاڻا[١١] ڪٿ رهـيءِ[١٢] - ڪٿ ميلا[١٣] هـولـي
جنم مـرڻ ڪا دکـ گهٽو - لٿ سهسا دولـي[١٤]
آوڻ جاڻا[١١] لـڪ رهيءِ - پـائيـءِ گـور پـؤرا
رام نـام ڌن راس[١٥] ديئر - ڀنـسيءِ[١٦] ڀـرم ڪؤڙا
جنم مـرڻ دکـ ميٽيا[١٢] - جـپ نـام مـُـراري[٣]
نـانڪ نام نہ وسريءِ - پـؤرا گـور تـاري.

[راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (٢٢)]

(٣) آوڻ جاڻا رهـ گيا - آپ[٣] هـؤئـا مهروانُ
سچ محل گهر پايا[١٧] - گـور ڪا شبد پڇـان[١٨].

سوي راڳـ، محلا
پنجوان، شبد (١١)

---

١. ڪُمت. ٢. اُهم پاؤ. ٣. پرماتما. ٤. جڳياسؤ. ٥. ڌنڪا. ٦. وڪارن جي وِش. ٧. پياس. ترشنا. ٨. طريقو. ٩. وهنوار. ١٠. سنسار ساگر. ١١. جمڻ مرڻ جو چڪر. ١٢. بند ٿيندو. ١٣. ميلاپ. ١٤. ڌُنيت پاؤ، پياتي. ١٥. پؤنجي، ملڪيت. ١٦. نـاس ٿيو. ١٧. سچـو سرؤپ هردي رؤپي گهر ۾ پراپت ٿي ٿو. ١٨. سڃاڻي، پڇاڻي ٿو.

(۴) پوڄل[1] اِکم[2] ڏراوٽو[3] - نا ڪنڌي نا پارُ
نا ٻيڙي نا تُلهڙا[4] - نا تِس ونجهه مـلاُر[5]
ستگرو پئي[6] ڪا ٻوهٽا - ندري[6] پار اُتار.

سري راڳ، محلا پهلا، اشٽپدي(۴)١٠

(۵) هرُ در شيوي اَلکُ[7] اپيوي[7] - نهچلُ[8] آسڻ پايا
نهه جنم نه مرڻ نه آوڻ جاڻا - ستسا دوک مِٽايا.

سري راڳ، محلا پنجوان، ڇنت (٣)١

(٦) منشا[9] ڌار جو گهر[10] ني آوئي - ساڌ سنگِ جنم مرڻ مِٽاوئي
آس منورٿ پورن هووئي - ڀيٽت گور درسانا[11] جيئُ.

راڳ مانجهه، محلا پنجوان، شبد (۲۵)

(۷) آپ[12] اپاڳ - مِٽيو آوڻ جاڻا
ساڌ ڪي سنگ - پار برهم[7] پڇاڻا.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (۲۴)

(۸) هرُ[7] هر نام سنتن ڪئي سنگ - من تن وانا رامُ[7] ڪئي رنگ
گور پرسادي[6] ساگر[1] تريا - جنم جنم ڪي ڪلوکه[13] سڀ هريا[14].

(۸۸)

(۹) اَگيان اَنڌيرا مِٽ گيا - گور گيان ڏيپايو[15]
پاوڪ[16] ساگر[1] گهرو[2] - چڙهه سنتن ناو[17] ترايو.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، اشٽپدي(۱۴)

(۱۰) ايڪ[7] اوپر - جِس جن[18] ڪي آسا
تِس ڪي ڪٽيئي - جم ڪي ڦاسا.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي(۴)۱۴

(۱۱) جِس من بسئي[19] سوهوٽ نهال - تاڪي نِڪٽ[20] نه آوت ڪالُ
امر پئي امرا[21] پد پايا - ساڌ سنگ نانڪ هرُ[7] ڌيايا.

٢٢(٨)

(۱۲) جنم مرڻ نه تن ڪئي - جو هرُ[7] لڙهه[22] لاڳي
جيوت سي پرواڻ[23] هوئي - هر ڪيرتن جاڳي.

راڳ گوڙي، محلا پنجوان، وار (۱٦)

(۱۳) جنمڻ مرڻا آکيئي[23] - تن ڪرُ[7] لئي ڪيتا
آپ[12] گوايا مر رهي - ڦير[25] مرڻ نه ٿيتا.

راڳ آسا، محلا پهلا، اشٽپدي (٦)١٧

---

١. سنسار ساگر. ٢. ڏکيو. ٣. ڏڪائيندڙ. ٤. ترهو، لنبو. ٥. ٻيڙي هلائيندڙ. ٦. ڪرپا. ٧. پرماتما. ٨. قائم، ساوڌان. ٩. شرڌا، اِڇا. ١٠. ساڌ سنگت. ١١. درسن ڪرڻ سان. ١٢. آهنڪار، اَهم ڀاؤ. ١٣. پاپ گناهه. ١٤. ختم ٿيا. ١٥. ڏيئو ٻاريو. ١٦. وڪارن جي باهه. ١٧. ٻيڙي. ١٨. جگياسو پرش. ١٩. وسي ٿو. ٢٠. ويجهو، نزديڪ. ٢١. مڪتي. ٢٢. اَجهو، شرن. ٢٣. قبول، پاس، سڦل. ٢٤. چئجي ٿو. ٢٥. وري، ٻيهر.

(٣٤) ڪوڙ مَڏي ڪوڙي سڀ ڏڪايا - نانڪ ٿِن ڪيئي سنگ ڪرايا[1]
جي هوويءِ ڀاڳ تان درسن پائيئي -
آپ تريءِ سڀ ڪٽنب ترائيئي.

واڳ، ٻرياٽي، محلا پنجوان، اشٽپدي (٣)

(٣٥) ڪبير جس مرني لي جڳ ڏريءِ[2] - ميري من آنند
مرني هي لي پائيئي - پوُرن پرمانند[3].

سلوڪ، ڪبير صاحب، (٢٢)

(٣٦) ڪبير مرتا مرتا جڳ مؤا - مري[4] ن جانيا ڪوءِ
اَئسي مرني جو مريءِ - بهڙ نه مرنا هوءِ.

(٢٩)

(٣٧) جي تُون تارُو[5] پاڻ - تاهُو پُڇ ترڻ ڪَل[6]
تاهُو[7] ڪَڙي[6] سُجاڻ - وڃا اهي[8] ڪُري.

سلوڪ، محلا پهلا (٣)

(٣٨) ستگور شيو سڪ پايا - اُٽ[9] تِشنا[10] تج وڪار
جنم مرن ڪا دُک گيا - جن نانڪ شبد بيچار.

سلوڪ، محلا تيجا (٤٩)

(٣٩) ستگُور ڪي شيويءِ لڳيا - پوُجل تَريءِ سنسارُ
مَن چِنديا[11] ڦَل پائسي - انتر بيڪ[12] بيچارُ
نانڪ ستگور مليئي پربَ[3] پائيئي - سڀ دوُک نِوار[13]ڻهارُ.

سلوڪ، محلا چوٿان (١٦)

---

١. ڪوڙين ڪي. ٢. ڊڄي نس. ٣. پرماتما. ٤. سڄو سڄو مرڻ، آپ مٽائڻ. ٥. چڱيا تُو. ٦. ترڻ جي ماهر، سنت مهاتمائون. ٧. اُهي. ٨. ڳهرا ڳُن. ٩. بيحد ترشنا. ١٠. تياڳ ڪرڻ. ١١. گُهريا، پسند. ١٢. ورڪي ويچار. ١٣. ناس ڪندڙ.

## (٥) "دکه پنڌي جاءِ"

(١) ڪيا جاڻا ڪيئن مرهگي[١] – ڪيسا مرڻا هوءِ؟
جيڪر صاحب[٢] منهن نه وسري – تان سهلا مرڻا هوءِ
مرڻي تي جڳ ڏري[٣] – جيوڻا لوڙي[٣] سڀ ڪوءِ
گور پرسادي[٥] جيوت مري – حڪمي بوجهي سوءِ
نانڪ اَئسي مرني جو مري – تان سد جيوڻ هوءِ.
[راڳ ڀاڳڙا، محلا چوٿان، وار (١٧)، سلوڪ محلا ٽيجا]

(٢) مرڻ نه مندا[٦] لوڪا آکيئي – جي مر[٧] جاڻي اَئسا ڪوءِ
سيوهو صاحب[٢] سمرٿ آپڻا – پنٿ سهلا[٨] آگي هوءِ
پنٿ سهيلي[٨] جاوهو تان ڦل پاوهو – آگي[٩] ملي وڏياڻي
ڀيٽي[١٠] سڻ جاوهو سچ[٢] ساوهو – تان پت ليکي پاڻي
محلي جاءِ پاوهو خصمي[٢] پاوهو[١١] – رنگ[١٢] سڻ رليا ماڻي
مرڻ نه مندا لوڪا آکيئي – جي ڪرلي مر جاڻي.
[راڳ وڏهنس، محلا پهلا، الاهڻيا (٢) ٢]

| | |
|---|---|
| (٣) سادهو سنگ ڪرهو سڀ ڪوءِ – سدا ڪلياڻ[١٢] ڦر دوک نه هوءِ<br>پرڀ پرمت ڀج ڪٽي[٢] لڏان – نانڪ دک پاليئي مان. | راڳ گوڙي، محلا پنجوان، شبد (٨٤) |
| (٤) من ڪرهلا[١٣] ميري ساجنا – هر خرچ[١٤] ليا پت پاءِ<br>هر[٢] درگهه پيتاپيا[١٥] – هر[٢] آپ ليا گل[١٦] لاءِ. | راڳ گوڙي، محلا چوٿان، ڪرهلي، شبد (٩)١ |

---

١. ڪهڙي نموني موت ٿيندو؟ ٢. پرماتما. ٣. ڊجي. ٤. چاهي. ٥. ڪرپا. ٦. خراب، برو. ٧. مري جاڻي. ٨. سولو، سڦل ٩. پرلوڪ ۾. ١٠. رام نام جي ڀيٽا. ١١. پسند پوندا ين. ١٢. آنند. ١٣. اُٺ. ١٤. رام نام. ١٥. پوشاڪون پهرينديون، عزت پائينديون. ١٦. گلي.

(٥) ميج پابو سَرب[1] ٺڏان اَڪٿ ڪٿارِيتا -
هر دُرگهه سرپاوَنت پائهن اَڏاريتا[2]
ڄَن نانڪ لڏا رتن اَمولَ[3] آپارِيتا -
گور شيوا پوُجل کَريتيج ڪهڻُ ٻُڪارِيتا ·

واڳ گوڙي، محلا پنجوان، اشٽپدي ١٢(٧)

(٦) هوه سڳَل[4] ڪـي رپڻڪا - هـر[1] سنگ سماوَءِ
دوُک نه ديتي ڪسيج جيئُ - نہ سڠُ گهر جاوَءِ ·

واڳ گـوڙي، محلا پنجوان، وار (١٧)

(٧) مـرنو مرنُ - ڪهيج سپ ڪوئي
سهجي[6] مريج - اَمر هوه سولـي ·

واڳ گوڙي، ڪبير صاحب، شبد (٣٠)

(٨) هرُ[1] دُرگهه پَڏي[7] هر نامج سيِدي - هر نامج لي سک پايا
جنم مـرڻ دوويج[8] دکـ ميٽي - هـر وامـج نام سَمايا ·

واڳ آسـا، محلا چوٿان، چهنت (٣) ٦

(٩) حکمِ مَنيج هـوويج پروانُ[9] - تان خَصميج[1] ڪا محل پائسي
خصميج[1] پـاويج ســو ڪريج - منهِ چِندِيا[10] ڦَـل پائسي ·

واڳ آسا، محلا پهلا، وار (١٥)

(١٠) آپ[11] لياڪـ پڙهيج نہ سرني - گور لي پاليجي ايهُ ٺڏان[12]
جنم مرڻ ڪي ڪٽيجي قاسي - ساچي دُرگهِه ڪا نيشانُ[13] ·

واڳ بلاوَل، محلا پنجوان، شبد (٩٩)

(١١) گوُرمک چوُڪيج - آوڻ[14] جـاڻُ
گوُرمک دُرگهه - پـاويج ماڻُ[15] ·

واڳ رامڪلي، محلا پهلا، سڌ گوشٽ، پوڙي (٤١)

(١٢) مُک سهاويج[16] نام چـوُ - آٺ پهر گُـڻ گـاءِ
نانڪ دُرگـهه مَنيتهِ - ملي لِتاويج[17] ٺـاءِ ·

واڳ ماوُ، محلا پنجوان، وار (١٣)

(١٣) گيان سَـلاهــي وَڏا[18] ڪـر - سهو ســها[1] ٺـاءِ
سچ پيچيج[19] سچ اَگوريج[20] - دُرگهه پـاليجي ٺـاءِ ·

واڳ سارنگ، محلا چوٿان، وار (١٦)، سلوک محلا پهلا

---

١. پرماتما. ٢. اَمـولـڪ ٣. بيحد. ٤. سيٽي جي. ٥. خاڪ. ٦. گيان. ٧. عزت پائيندا. ٨. پٽي. ٩. قبوُل، پاس. ١٠. مـن گهريا. ١١. اَهم ياوَ. ١٢. خزانو. ١٣. اجازت نـامو. ١٤. جمڻ مرڻ جو چڪر. ١٥. مان شان. ١٦. سهڻو، سوڀيڪ. ١٧. بيکهو، نڏ عو. ١٨. گڻ ڳاءِ. ١٩. پوکڻ. ٢٠. لڻڻ.

(١۴) گور کي چرڻ وِلهه بَل جاءِ - گور کي گڻ اَن ڏِن نِت گاءِ
گور کي ڌوڙ ڪرڻ اِشنان - ساچي درگهه پائيئي مان.
راڳ ملار، محلا پهجوان، شبد (١٩)

(١٥) گؤرمکه ملي سي سڄڻا - هر پرڀ پاپا رنگُ
جَن نانڪ نام سلاهه لئون - لڏ لڏ درگهه ونڃُ.
راڳ ڪانڙا، محلا چوٿان، واز (١۴)

(١٦) ڪبير جِس مرني تي جَڳ ڏرئي - ميري من آنند
مرني هي ٿي پائيئي - پوُرن پرمانند.
سلوڪ، ڪبير صاحب (٢٢)

(١٧) ڪبير مُهه مرني ڪا چاءِ هي - مرؤ ته هرِ ڪي دُئار
مَت هر پوُڇي ڪؤن هي - پڙا هماري بار.
(٦١)

(١٨) جهان آندر نام نِدان هئي - گور پاڻي ويچار
ان ڪي مُکه سدا اُجلي - لِت سچي دربار.
سلوڪ، محلا چوٿان (١٥)

---

١. قربان ٿئيءِ. ٢. راتده ڏينهن. ٣. سڄڻ، جڳياسؤ. ۴. پرماتما. ٥. مؤلڪي. ٦. شؤق.
٧. دولي. ٨. متان. ٩. وچن، اُپديش. ١٠. پوتر، صفا.

## ڀؤجل پار ته "دَرگهه پَئِنڌا جاءِ"

هِن سنسار ساگر لئي، صاحبن ڪيترا نالا رکيا آهن، جهڙوڪ: دک ساگر، ڀئو ساگر، ڀؤجل، بکر ندي، مها ڀڪار، ڀرلنچ، سهر ميلو، ڇپن ڀيکر، وغيره وغيره. مطلب ته هيءُ سنسار، مهاجل مثل آهي، جنهن ۾ ڪنڌي ۽ ڪنارو، ٻيڙو ۽ ٻاڻٽي، ٻيڙي ۽ ملاح، جيڪي نظر غايب ٿي ويا آهن. پاڻي تار ٿيو آهي، وهڪرو تمام تيز آهي ۽ ڇوليون لڪيون ٿيون ليون اُڀلن پئيون. وچ سير ۾، خوفناڪ، ڦهري ڪُن ۽ ڪانگ لاءِ گجن پيا. پاڻيءَ اندر ڀيانڪ مانگر مڇ، شڪار لاءِ لڪيون ۽ تاڙيون پيا. رات ڪاري، ڀُت اونداهي آهي. اهڙي خوفناڪ، دردشا کي ڏسي ڏاڍو ڏکيو ٿيو لڳي، ته پار پوڻ ڏاڍو دشوار ٿيو سمجهجي. اها آهي جيو جي حالت، جڏهن وڪار وچڙن ٿا، نسون ٿيڙين ٿا، ساڃهه سميٽين ٿا. پر جيون ياترا جي سڦلتا جو سمورو دارومدار ان تي آهي، انهيءَ ڀؤجل کي سچيءَ صورت ۾ سڃاڻڻ تي، طريقت جي تلاش تي ۽ پار پوڻ جي مضبوط ارادي تي. صاحب دلاسو ڏين ٿا، ته اهو ساگر پار ڪرڻ برابر مشڪل آهي پر ممڪن نه آهي. جن خود پار ڪيو آهي، تن جو ئي اهو اعلان آهي. ايمان ۽ عشق وارا، ته ڪچي دلي سان ئي، وٺي وچ سير ۾ ٽپ ڏئي گهڙندا آهن، ۽ "لبيڪ لبيڪ" جي نعرن جي گونج اڀارئيندا آهن.

چابي آهي ستگور وٽ، جنهنجي مهر ۽ مٺيا سان، سڀ سٽالي لڳي ٿي. ستگور ته چابي ڏيندو پر لڳائڻي پاڻ کي آهي. ساڌن ساڌڪ کي ڪرڻا آهن، صدق ۽ سڪ سان، ايمانداريءَ ۽ اورچائيءَ سان. پوءِ ئي ستگور، ساڌن کي سڌ ڪندو. ستگور جي شڪتي ساڌڪ کي مقناطيس موافق پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿي. اِئين مريد، مرشد ۽ مارگ هڪ ٿي وڃن ٿا. پوءِ جي مريد منزل کان منهن نه موڙيو، ته نه منزل دور لڳندي ۽ نه پهچڻ ۾ ڪا دير ليندي. مطلب ته من جي اک جو نشان، هردم رکيو منزل طرف کُپائيو آهي. ٻئي طرف ڏٺائين وريو، ته منزل ئي غايب ٿي ويندي. مثلاً ڪا ماءُ، پنهنجي ٻار کي، ڏسٽيءَ آگر ذريعي، چنڊ ڏيکاري رهي آهي. ٻار اُنهيءَ آگر جي آڌار تي، ويٺو چنڊ ڏسي ۽ کد کد ٿئي. پر جي ٻار جو چت، چنڊ مان اکري، وڃي آگر ۾ اٽڪي، ته چنڊ نظر کان غايب ٿي ويندو. ساڳيءَ طرح، ساڌڪ کي، ستگور سؤلهين جو سهارو وٺي، ڀؤساگر پار ڪرڻو آهي. پر جي رکيو سؤلهين ۾ ساهه اٽڪائي ڇڏيندو، ته هِن ٻڏ ٿي پيو رهندو. حبيبن جا هٿ جهلي، هڪ هنڌ نه بيهي رهڻو آهي، پر هٿن جا اشارا سمجهي، جيون ياترا جو سفر چالو رکڻو آهي. اهو سمجهڻ ضروري آهي، ته ٻيڙي پاڻ ٻيڙي پر ڪونه آهي، جيستائين پيءُ پر ٿي ٻهچالي سگهي ٿي. سو شخصيت پرست نه ٿيڻو آهي پر اُپديش اپنائي، عمل ۾ آڻي، اُنهيءَ جي اوج تي پهچڻو آهي. مطلب ته سهاري ۽ منزل کي، سچيءَ صورت ۾ سڃاڻڻو آهي.

## (٦) مُڪتي

(١) پرب ڪي آگيا آلم هِتاوي[١] - جيوَن مڪت سرنُو ڪهاوي
لئسا هَــرکُ[٢] لئسا ســوگُ[٣] - سدا آنند لهہ نهي ٻوگُ[٤]
لئسا سوُرن[٥] لئسي اس ماني - لئسا امرت لئسي ٻکہ کاني[٦]
لئسا مـانُ لئسـا اپمان[٧] - لئسا رنـڪ[٨] لئسا راجـانُ
جو ورتاني ساني جُگت[٩] - نانڪ اوهہ پُرکہ ڪهيئي جيون مڪت.
[راڳہ گوڙي، محلا پنجوان، سکمني صاحب، اشٽپدي(٧)٩]

[ڪبير صاحب]

(٢) ڪبير مڪت دُئارا[١٠] سنڪڙا[١١] - راني دُسوي[١٢] ياء
من تہ منگل هوء رها - نِڪسيا ڪئہ ڪر جاء؟[١٣]
اُئسا ستگور جي مليو - تُنا ڪري[١٤] پساء[١٥]
مڪت دُئارا موڪلا[١٦] - سهجي[١٧] آوء جاء.
نانڪ مڪت دُئارا اَت نيڪا[١٨] - نانا[١٩] هوء سو جاء
هؤمي[٢٠] من استوُل[٢١] هي - ڪئہ ڪر وچدي جاء؟
ستگوُر مليئي هؤمي گئي - جوت[٢٢] رهي سب آء
اِءُ جيئہ سدا مڪت هـي - سهجي رهيا سماء.
[راڳہ گوجري، محلا تيجا، وار (۴)]

(٣) اِهہ تن ڌرتي ٻيج[٢٣] ڪرما[٢٤] ڪرو - سلل[٢٥] آپاءُ سارنگ پاڻي[٢٦]
من ڪرسان هـرردي جمائلي - اِءُ پاوس پد نرباڻي[٢٧].

سري راڳ، محلا پهلا، شبد (٢٦)

---

١. مني ڪري پرڀي ڏو. ٢. سکہ. ٣. دکہ ۴. جدائي، وڇوڙو. ٥. سون. ٦. ڪوڙي وش. ٧. ٻي عزتي. ٨. غريب. ٩. جُڳتي، مِنو پاڻو. ١٠. دروازو. ١١. سوڙهو. ١٢. آهر جي داڻي جي ڌهڻ پتيءَ جيترو. ١٣. هـاٿي. ١۴. خوش ٿي. ١٥. مهرباني. ١٦. ويڪرو. ١٧. سولائيءَ سان. ١٨. تمام ننڍو. ١٩. نماڻو، نهنو. ٢٠. اهنڪار، اهـم ڀاؤ. ٢١. وڏو، ڀاري، ٿلهو. ٢٢. پرماتما جي جوت. ٢٣. ٻج. ٢۴. سُڪرم. ٢٥. پاڻي. ٢٦. پرماتما. ٢٧. مڪتي.

۾ ممڪن نہ آهي. سو اها چيتنا فقط شڌيءَ ۽ پريم سان پراپُت آهي ۽ پرڪرتيءَ سان ميزاليت ۾ آهي، ڇو تہ خود پرم آتما سان پُوري ميل ۾ آهي. اِهين راجا ۽ رائيءَ جو گفتگوءَ سماپت ٿئي ٿو.

ٻنهي جان ڪٿي اهاري، نہ ڏسي ٿو نہ ڏيئاري، وماڻ ٿي پيو ۽ راجا "سوڪيم آهنڪار" ۽ رائي "ٻڌيءَ" سميت، چيتنا جي چانڊاڻ ۾ جذب ٿي ويو. ٻئي بختاور هئا، جنهن هيءَ آلوهيت جو اسرار ڏٺو، پر هوش حواس سڀ وڃائي ويٺو. ڪيتن پرين دربار خالي ٿي وئي؟ جي ويٺل ڪي وجود هو، نہ غائب ڇو ٿي ويا ۽ جي غائب آهن، نہ سندن وجود جي واقفيت ڪٿان ملندي؟ ڪل عالمگيريءَ ۾، وحدت ڪثرت آهي يا ڪثرت وحدت آهي؟ موجودات ۽ محسوسيت حقيقت آهي، يا غير موجودات ۽ غير محسوسيت حقيقت آهي؟ جي موجودات حقيقت آهي، نہ غير موجودات ڇو ٿي غالب پئي؟ جي غير موجودات حقيقت آهي، نہ ڪنهن، ڪنهن سان پئي سوال جوابي ڪئي، ۽ ڪنهن، ڪنهن کي ڏٺو پئي؟ ٻندي ٻاڻ کي ٿيٽ پئي ڏٺو ڇا؟ جي ها نہ فاعل ۽ مفعول ڪيئن ٻاڻ ۾ مليا ويا، يا ڪرتا ۽ ڪرم ڪيئن گڏجي ويا؟ ڪنهنجي شاهدي يا بيانات، ڪنهن جي اڳيان پيش ٿيندي؟ ثبوت جي صفائي ڪيئن ۽ ڪنهن کي ڪرڻي آهي؟

هيءَ اُنوڪو اَنڀوُ هئو، ذهني تصور هئو يا راز يا رهسڪ هئو؟ دل وند وائڻ جي گدگدائي هئي يا وهمي ويچار هو؟ ڪجھ بہ هو، پر اسرار جي يادگيري ٻُڌائي ٿي، تہ هِن وحدت جي وجود ۾، زندگيءَ کي باعث آهي، معني آهي، مقصد آهي، جنهنجو حقيقي بيان، پهچڻ لِئن ٻاران، ٻرلوڪ پيش ڪيو هو، يا ٻڌائين، اندرين ۽ من کي ٻُڌايو ويو هو، يا راجا ۽ رائيءَ جي آخرين گفتگوءَ ۾ هو. جي ٻڌائين، اندروني ۽ من، اُنهن لِئن والگو نشڪام ڪرم ڪمائين، نہ لياڳ ۽ ويراڳ جو واڇوڙو لڳندو، جنهنجي زور ٿي، اَهم ڀاؤ ۽ ٻُڌي ٻئي اَکنڊ ۽ پُورن شڪتيءَ ۾ جذب ٿي ويندا ۽ آتما جي پرم آتما سان ملاقات ٿيندي. اِهوئي جيوَن جو ساڌن آهي، جنهن جي ٻل سان، لکشن ٻُڌي، گيان چڪشوءَ ۾ بدلجي ٿي. جيئن خواب ٽٽڻ کان پوءِ، خراب خواب ڪري سمجهبو آهي، تيئن ئي اگيان دور ٿيڻ ۽ آتميت جي اهڃاڻ ملڻ سان، هيءَ سمورو سنسار، سڀني جي صورت ۽ سمجهڻي ٿو. جي دلبر دل ۾ آهي، نہ مندر بہ من ۾ آهي، حج هردي ۾ آهي، ڪعبو قلب ۾ آهي. انهن ڪري، ناٿن جي طلب ۽ تلاش لاءِ، طالب کي ڪن اندر ئي طواف ڪرڻو آهي. ٿان جو طالب طلب ۽ طواف ماڻي هڪ ٿي وڃن.

ٻاجهل نه ڪڏهن ۾ ٻار، ڪڏهن ۾ هرکي نه ڪڏهن ۾ هاڻي، ڪڏهن ۾ جيئڻ نه ڪڏهن ۾ اُجگر. اڄ ليڙن ۾ نه سڀان لوئڻ ۾، اڄ محلن ۾ نه سڀان مقامن ۾، اڄ سخاوت ۾ نه سڀان سخاوت نه ڪي. اڄ ٻيءَ ٻٽيو نه سڀان ٻٽ ٻٽيو، اڄ ٻتي ٻٽيو نه سڀان ٻتي ٻٽيو. ڪو ڪڏهن رنگ ۾ ڏسيس نه ڪو ڪڏهن ۾، پر سڀ رنگ ساڳئي رنگريز جا، سڀ سانگ ساڳئي سانگيءَ جا آهن. ڪرم جو چڪر چالو آهي، سڀ سان لاڳو آهي. ڪرم ٻاڻ آهي نه ڪرتا ۾ پساڻ آهي. چڪر ٻاڻ نه ڦيٽي جو ڦيرائيندڙ به ٻاڻ آهي. اهوئي سر آهي، اهوئي ساز آهي، نه اهوئي ساز نواز آهي. اهوئي سڀني جي اندر ۾ سمايل آهي، جتي جالب جي جهلڪ آهي.

سوڪيم اهم ڀاؤ به "مان" آهي. انهيءَ "مان مان" ۾ به مانداڻ آهي. جڏهين انهيءَ "مان" جي جاءِ ڪان ۽ اُٿجاڻ ٿيو، تڏهين ٿي مالڪ جي جاءِ ملندي. اهـا جاءِ معدل ماٿ. انهيءَ ماٿ جي دزي ۾ ٿي، مالڪ سان ملي وڃبو. اها ماٿ، سرير، اندرين، من ۽ ٻڌيءَ، ڇئني کان ٻاهر آهي. چوٿين پد، تريا اوستا ۾ آهي. جاڳرت اوستا ۾، خودي غير وجهي، خدا کان جدا ٿي رکي. سُپن اوستا ۾ به، جاڳرت جي ويچارنا، سُپن ذريعي وکهن ٿي وڃي. سکوپت اوستا ۾ به اُلوُت اوُنگهه آهي، انوُپ ٻاپت اڳياٽاني آهي. جڏهين نفس جو نقاب لهي ٿو، جڏهين ٻهڪتي پراڻي جو پڙدو هٽجي ٿو، جڏهين من ٿي من نه رهي ٿو، تڏهين ٿي مرهه جو اگيان ٽٽي ٿو، مايا جي اوديا وڃي ٿي، اصليت جي واقفيت ملي ٿي، سوڪيم اهم ڀاؤ صفا سميٽجي ٿو، ذات ۾ ذات ٿي ملي وڃجي ٿو. پوءِ نه غازي غرق ۾ غايب ٿئي ٿو، خاوت جو خمار چاڙهي ٿو، انهد جو ناد وڄائي ٿو. اتي انسان پاڻ ابناسي آهي، سهج نراسي آهي، نج پرڪاشي آهي، ست چت آنند آهي، پوُرن پرمانند آهي. هاڻي ڏجهه جي ڏجهارت مان، پدارٿ ۾ آيو آهي. اهو به الاهي اسرار آهي. اهوئي برهم گيان آهي خودشناسي آهي، جنهن ٻاپت صاحبن ڳر ڳر ڏٺي ڳرهايو آهي.

پاڻ پڇاڻ کان پوءِ ٿي، اهو برهم گيان پراپت ٿئي ٿو. تڏهين جيوُ سمجهي ٿو ته مان سرير نه آهيان، ٻُڌي نه آهيان پر امر آتما آهيان، پرم آتما جو جزو آهيان، جيئن ساري سرشٽي، سموري پرڪرتي به انهيءَ جو جزو آهي. سڀ پرم آتما مان پيدا ٿيل آهن، پرم آتما جي آڌار تي ٽڪيل تا ۽ پرم آتما ۾ جذب ٿيڻا آهن. جسا احساسيت موت پڇاڻا خود بخود غايب ٿي وڃي ٿي، سا ويراڳ ذريعي ۽ ساڌنائن جي ٻل سان، جيئري به غايب ڪري سگهجي ٿي. پوءِ ڪڏهن به ڪيل تجربي يا پرايل آزمودي سان لڳاءُ نه رهندو، جو نه جا روُ ٻڪار يا حقيقت تجربا ڪرائي ٿي يا آزمودا ڏيکاري ٿي، تنهن سان ٿي لڳاءُ نه رهندو. پوءِ فقط شڌ چيتنا رهي ٿي، جنهن ۾ خيال ڪرڻ جي ساڃهه ۽ شڪتي پوُرن قائم آهي. پر اها چيتنا خيالن ۽ خفقانن کان ٻنهي خالي آهي، غير متعلق ۽ غير جدا ٿالي آهي. مدفي فلم جيان غير تحرڪ هوُندي به تصويرن جهڙي ٿي، پر تصويرن جي تصوُر

هٿايون ۽ پرڪاش پسون، ته اَصليت جو اثبات ملي، ۽ عجائب جو عجب ظاهر ٿئي.

هيڏيءَ لمبيءَ ۽ تيز فهم تقرير کان پوءِ، راڻي ساڻي ٿي، سمهي پئي ٿي. واجها بلڪل شرمسار آهي، پشيمان آهي. راڻيءَ سندس اک کولي آهي، اکيان جا پڙدا هٽايا آهن. پڙيءَ جو پل جاڳايو آهي. هوءَ کيس نياز سان نمسڪار ڪري ٿي، پيرن کان وٺي، اکيون اکين ۾ ملائي ٿي، ۽ اجازت جي آواز ۾، آهستي آهستي پنهنجو بيان پيش ڪري ٿي. پوءِ راڻي به رخ بدلائي، رسوخ ۽ رفاقت سان، ڪن ڏنيس ٿي. بادشاهه کي ساهه پيٽ ۾ پئي ٿو.

**بادشاهه:** هي منهنجي پيها ۽ پيدار بيگم، قربان وڃان تُنهنجي قدمن تان، تنهنجي قَدامت ۽ قابليت مٿان. تون نه منهنجي نار آهين، اَور آهين، نار آهين. تنهنجي نوازش بنا، مان نه نابين آهيان. هوءَ نه تنهنجي طبيعت جي تابعداريءَ ۾ هوس، نه اڄ سڀ تنهنجي ذاعت جو طلبگار آهيان. جو راز هيلتائين، ڇاتيءَ اندر ڇُپيل هو، سو اڄ تو کولي ڇڏيو، نه اَصليت جي اَحساسيت سان ٿي، مري اَمر رهيو، نه نه ان سڪو پيو مري، مري جيئي ۽ وري مري. سچ پڇ ته اسان کي نه پنهنجي ذاتي اَهميت آهي، نه هستي آهي ۽ نه وجود آهي. ڪجهه ڪين آهيون. اسين پڻ ته خالق جي خلقت جو هڪ حصو آهيون، روپن ۽ نالن جي نظارت آهيون، نظر فريب آهيون. اڄ ته نظر غائب ٿي، آتما ۾ جذب ٿي وڃون. اڄ جي روپڪار، روحاني راز دالي هٿي، ۽ تنهنجي رُباعيات ته جڳڪ رب جي رحمت هٿي. مذهب جي معلوميت ملي آهي، رابط کي رخصت ملي آهي. هاڻي نه ڪنڌ جُڙي آهي ۽ دامن ٽٽي آهي. هاڻي پڌري پٽ ظاهر آهي ته ايشور پاڻ انسان ٿي آيو آهي، الله پاڻ ڪُل آدم ذات ۾ آهي، پر انهيءَ پڌرائپ هوندي به، پاڻ ڳجهو آهي. سبحان جي مورت جت ڪٿ ساڃي، پر ڪنهن ورلي جڳياسوءَ جي جوت جاڳي، جنهن دل اندر پالي جهاتي، ۽ اها صورت صحيح سڃاتي، نه سڃاڻندڙ، سڃاڻپ ۽ صورت سڀ هڪ آهن.

واحد پاڻ نه وحدتي وستر پائي ٿو، وري لڪين لباس لاهي ٿو ۽ وجودي ويس بدلائي ٿو. مالڪ مڙني ۾ آهي، جت ڪٿ آهي، سڀ ڪجهه آهي. روپوان ۽ اروپ آهي، مجسم ۽ لاجسم آهي. ظاهر ۽ باطن آهي، نرگن ۽ اَدمت گُن آهي. پار ۽ اَپار آهي، آڌو ۽ اوڏو آهي. اَنوپ ۽ اَننت آهي، لاحد ۽ لامحدود آهي. لاثاني ۽ لامتناهي آهي. اهڙي سائين سڀني ۾ آهي پر اک جو فرق آهي. جنهن ديواني جي ديد ۾ دستور آهي، سو سڀني هر هنڌ، هر وقت، دلبر جو ديدار ڪري ٿو. هوءَ ڪنهن ۾ نه آهي؟ هو ڇا نه آهي؟ هو ئي نه ڪنهن ۾ يوڳي آهي نه ڪنهن ۾ جوڳي آهي، ڪنهن ۾ روڳي نه ڪنهن ۾ اَروڳي، ڪنهن ۾ فقير نه ڪنهن ۾ امير، ڪنهن ۾ ڪُوڙيل نه ڪنهن ۾ قبيل، ڪنهن ۾ تاوان نه ڪنهن ۾ ناتاوان، ڪنهن ۾ جاهل نه ڪنهن ۾ عالم، ڪنهن ۾ وڪاري نه ڪنهن ۾ گڻوان. ڪنهن ۾

 

راڻي ٻُڌي: هي مُنهنجا پيارا پُٽ، اڄ تہ تو مون کي هڪ وچتر وِسمتا ڏيکاري آهي، جنهن منهنجي سُڌ ٻُڌ ڀُلائي ڇڏي آهي. جي تُنهنجا زر خريد ٻانها ٿي وهندا هئا ۽ هردم تنهنجي حڪم هيٺ هلندا هئا، تن کي تو، وفاداريءَ عيوض وڍڻ ڏنا، سنگين الزام مڙهيا ۽ سخت سزا ڏني، جا موت کان بہ بدتر آهي. تو هُنجي شرافت ۾ شڪ آندو، شخصيت جي شامت آندي ۽ سياءَ جي سماپتي آندي. مان بہ توسان يا عمر، ٻانهن ٻِت ٿي ويٺي آهيان، ٿڌيءَ ڪوسيءَ ۾، وفادار ۽ مددگار ساٿڻ ٿي رهي آهيان، ۽ ممتا ۽ محبت ۾، سڀ ڪجهہ سَٺي رهي آهيان. اسين ٻئي هڪ ٻئي جي زندگيءَ جي زندگاني آهيون، هڪ ٻئي جو سهارو آهيون. پر اڄ تہ تو منهنجون ٻيئون ئي مڃهاڻي ڇڏيون آهن، تہ ڇا مون سان بہ وفاداريءَ عيوض، ٻڪر ٻوساٽ نہ ڪندي؟ تنهنجي تہ ٻيگهي مڇي وئي آهي. سمجهيم تو تہ اصولن جو اڄهو ونئي، تون سيڌي جو ڳالهو گهٽي سگهين ٿو، ڇو تہ راجائيءَ جي رتبہ، تنهنجي مُنيءَ ۾ حيواني طاقت رکي آهي، جا تون حيوان جيان هلائي رهيو آهين. پر جي حاڪم خود حيوان ٿي هلي، تہ پوءِ رعيت مان، راست بينيءَ، راست سُخنيءَ يا راست ڪرداريءَ جي اميد رکڻ، بڪواس، آهي رياڪاري آهي، مڪاري آهي.

ڇا، جن ملازمن تي تو اڄ مار وڌي، سي تنهنجي پيغامن پهچائڻ ۾ ٻوٽواري ڪندا هئا؟ ڇا، جي اڄ تو اصليت جا ٻئي اشارا ڏنا، يا سر ڀاونا جا ٿي سبق سيکاريا، يا واجبيءَ ۽ غير واجبيءَ جا ٿي وعظ ڪيا، سي تو پاڻ سمجهي، عمل ۾ آندا آهن؟ ڇا تنهنجو مون سان لڳاءُ ڪوڙو آهي؟ ڇا تنهنجو پيار، اندر ۽ من سان، تاني پيٽي وارو تعلق نہ هو؟ ڇا تون طلبگاريءَ جي تاثير کان آجو آهين؟ ڇا طلب جي تڪميل توکي بود ۾ نہ آڻيندي آهي ۽ عدم تسليم توکي بيقراريءَ ۾ نہ آڻيندي آهي؟ سوال اهو نہ آهي تہ تنهنجي طلب جو طرف سڌو يا اُبتو آهي، پر سوال هيءُ آهي، تہ تو لاءِ ٽوڪ ڪٿي آهي، تو تشنا مٽائي آهي، يا دک سک ۽ خوشيءَ رنج جي حد پار ڪئي آهي؟ جي نہ، تہ تون سر ڀاونا جي سبق سيکارڻ لاءِ، ڪيئن حقدار ٿِئين؟ جي تون خود ڏوهي آهين ۽ اوگڻن جو آزاريل آهين، تہ تنهنجي اپديش جو ٻين تي ڪهڙو اثر ٿيندو؟ جي تون پاڻ سزا جي لائق آهين، تہ توکي ٻين کي سزاياب ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت پئي هئي؟ معاف ڪج، جو اڄ مون ادب ۽ لحاظ جو ليڪو لنگهي، گستاخي ڪئي آهي. پر تنهنجي نامناسب، نامطلق ۽ ناحق جو ٻيو ڪهڙو جواب ٿي سگهي ٿو؟ جنهن اصليت جو اڄ تون آواز اُٿاري رهيو آهين، تنهن کان تون بہ ايترو ئي ڀليل آهين، جيترو ٻيا سڀ يا مان پاڻ بہ. سو جي توکي پاڻ تارڻو آهي ۽ پاڻ سان گڏ، مون کي بہ تارڻو آهي، تہ اڄ تہ تنهن واري تاڪ ڪريون، سندن ساڃهہ ٻرايون. ٿورن پاڻ ڇڏايون ۽ ائين آتما کي آزاد ڪرايون. اسان جي ڪرتوتن ٿي، آتما تي ڪرم روپي ڪارا ڪوش چاڙهيا آهن. اهي ڪڪر روشنائيءَ کي ڍڪائي وينا آهن. اڄ تہ تياڳ ۽ ويراڳ جي واٽ وٺي، اهي ڪوش ڪٽيون، ڪڪر

اٿي. تنهنجي وفاداري مون ڏانهن ڪانهي، پر تنهنجي وڪاري واپارن ڏانهن آهي، جنهن جو بنياد ڏيئي ۽ ڏيڻ تي ٻڌل آهي. اهي گويا ٽوٻا جا جوڙا، سڀني ملڪ ۾ پکڙجي ويا آهن. ڪو گهر ڇٽل نه آهي، جنهن ڪري خراب سچ ڏسڻ ۾ ٿو اچي، ۽ سچ خراب ٿيو لڳي. رعيت جو ڌيان وڃي خيالي سنسار ۾ کُتو آهي. اصليت کان هوءِ صفا پاسي ويا آهن. سڄي حڪومت ڊانوانڊول ڪري ڇڏي اٿئي. سڀ سڪو کوٽو ويو آهي ۽ نقلي سڪو عام چالو آهي. تنهنجي خود بيان جي آڌار تي، اهو عظيم الزام لوڪن تي ثابت ٿي چڪو آهي، نه خود پرستي، لوڪي مون سان وفاداريءَ لاءِ مجبور ڪري رهي آهي.

هن ٻاري وچهاڻ جي لهمس تي، تون ڦاسيءَ جي تختي تي لٽڪائڻ جي لائق آهين. پر مان تنهنجي ارڙهين تي رحم کائي، لوڪي جيڪڏهن تون ڏسيان ۽ ڏنگ ڪيئي، ڪسي نو اٺايان. تنهنجي وڪاري واپارن جو شتاب يعني فوز آڏائي ڇڏيو. اهو واپارن هوندي ۽ نه وري مون جي ڪاڪ آڏي. جڏهن تنهنجي اها خام خيالي ختم ٿيندي، تڏهن تي واسنا جو واس ويندو، ڇڪتاڻ ڇڄندي، ترڻ اڙ بند ٿيندي، لڏ جسي ٽيڪو لهندي ۽ ڪرم ڪروڌ ٺامي رهندا. تنهن ڪري، هن ڪانهوءِ، تون آلمڪ واپارن ذريعي ڪاروبار هلائيندين. ذاتيءَ طور، تون ٻيڙو ٻڌڪار ڪرڻ آهين پر وڪاري واپارن ڪري وڃي غلط رستي تي پيو هئين. آلمڪ واپارن، لوڪي صحيح رستي تي هلائيندي ۽ گناهن کان بچائيندي. ڏهتي اندر ٻڌون، اچا ۽ تنهنجون داسيون تي رهندئون ۽ تنهنجي ڪاروبارِ انصاف ۽ ايمانداريءَ، سچائيءَ ۽ صفائيءَ سان هلائيندئون. ڏيئي ۽ ڏيڻ جو ڏنيڙ بند رهندو ۽ اِئين تنهنجي دامن جو داغ مٽبو. هن ڪايا ڪلپ بعد، تون جڳ من جو من ٿي نه رهندين. تون پوءِ آزاد ٿيندين ۽ آزاديءَ دنارن ٿي مون کي ۽ مهاراڻيءَ کي آزاد ڪرائيندين.

اها سزا ٻڌي، من جا ٻه ٻه ويا نه ڇهه ٻه وياءِ. واپارو هارائي، دلشڪستو ۽ شرمندو ٿي، روانو ٿيو. جڏهن بادشاهه ڏٺو نه هاڻي دربار ۾، رکو منهنجي پت راڻي ”ٻنڌي“ وڃي اٿي آهي، سو کٽي هن کي هنج ۾ وهاريائين. چوڻ لڳس نه هي منهنجي جان، اڄ نه مون ڪيتن نه ڪماليت ڪري ڏيکاري؟ اها آهي حاڪمن جي حڪم جي حِڪمت. اڄ نه هاڻي هيءَ شاندار سوپ ملاهيون، ۽ محل اندر مجامعت ماڻيون. پر هن روئڪار ڪري، راڻي اڳتي ڏاڍي دلگير ۽ دل سرد ٿي پئي هئي، سو اچي سڏڪن ۾ ڇُٽي ٻولڻ بس ٿي نه ٿين. هن جي منهن جو پنو ٿي ڇڏي ويو هو. هوءَ ڪنبڻ ۽ ڪنجهڻ لڳي، جڻ نه جاڻ ٿي روح رباني ولي. راجا ڏاڍو دلشڪسته ۽ ششدر ٿي پيو. پر پڪدم پاڻ سنڀالي، پيار ۽ پاٻوهه سان، راڻيءَ کي رهي ربي، سامت ۾ آندائين، ۽ پر واري ڏيوان تي سمهاريائين. پوءِ پاڻ چمت شروع ٿي. راڻي نه ڦوڪي وٺي هئي ۽ هيءَ مناسب موقعو ڏسي اچي ڇاپي. اڄ نه چورهه ڇنڊي نه ڪڏهين ڇنڊي؟

۾. ڏسڻ ۾ ڪو نائڪي اداڪار آهي. هو اڄ نائڪ ته سپاهي ڪُل نائڪ ٿو ٿئي. پر سندس لڳاءُ نه نائڪ سان آهي ۽ نه ڪُل نائڪ سان. ليڪن اوهان به ترتيب ٿي، فرمان برداري ڪريو. مثلاً واسنا يا ڪرم، چاهي سٺو هجي يا خراب، پر اوهين پسنديءَ يا نا پسنديءَ جي پيڙ کان پري رهندا ئون. اهو پيڙ ٿي آهي، جنهن سرشتيءَ ۾ ڏک ۽ سک جو ناٽڪ رچايو آهي. جا اندري، هن حڪم جي انحرافي ڪندي، سا ڪڏهن ڇڏبي، ڇو ته سندس موت، ماٺوڪيءَ جدائي جيئڻ کان هر طرح بهتر ٿيندو.

اها سزا ٻُڌي، اندرين جو ته ساهه ئي سڪي ويو وڃي، ته مکيه منتري ”مَن“ جا ٻه عضوا ڪنبڻ لڳا. بادشاهه پنهنجي پٽ راڻيءَ ”ٻُڌيءَ“ جي ڪاهي ٿي هٿ رکي، چاهه سان چوڻس ٿو، ته اي منهنجي محبوبا، هي اندريون ته توکان بي وڌيڪ پترووت ڌرم پالن ڪن ٿيون! راڻي چوهه. مان هٿ ڇڏائي، پري ڪري بيس ٿي. بندو، جان ڪٿي هال طرف نظر ڦيرائي ڏسي، ته مڙئي دوباري گم ٿي ويا آهن، سواءِ مکيه منتري ”مَن“ جي، جو بلڪل گهٻراهٽ ۾، سنگهاسن جي سامهون بيٺو آهي. ڪنڌ هيٺ اٿس، ساهه مُٺ ۾ اٿس پر چپ ڏڏاس پيا، جن مان ڪجهه ڏٻرو آواز نڪري رهيو آهي.

مَن: بادشاهه کي هٿ ٻڌي، من عرض ٿو ڪري، ته هي سرتاج شهنشاهه، هي منهنجا آقا، تو ته منهنجا پر ئي ڪپي ڇڏيا. منهنجي اندر ۾ ڪروڙين ڪامنائون ۽ ڀاونائون مرادون ۽ منشائون، جن جي پورتيءَ جو چشڪو، مان پنهنجي ڏهني جوين يعني اندرين معرفت وٺندو آهيان، ڇو ته انهيءَ چشڪي جو سواد، ڪين به ايندو آهي. هاڻي جي اندريون ئي چشڪي وٺڻ کان ناپري واربنديون، ته مان خود چشڪو ڪيئن وٺي سگهندس؟ چشڪي ٻنا، ترشنا ڪيئن: ترپت ليندي ۽ ترشنا ٻنا، مان ڪيئن جي سگهندس؟ ترشنا ئي ته منهنجو پران آهي. هي شهنشاهه، مون کي ٻڌاءِ ته توُن خود به اهين. مون جهڙي ماهر مکيه منتريءَ ٻنا، تنهنجي شهنشاهت به وڌيڪ جٽاءُ ڪري ڪونه سگهندي.

بادشاهه: اي منهنجا متر، مون کي پنهنجي شهنشاهت پياري آهي ۽ انهيءَ ڪاڻ توُن به پيارو آهين. توکي مان مارڻ نه ٿو چاهيان پر ستائڻ نٿو چاهيان، جيئن تنهنجو عهدو هلائي رهيا آهن يا جيئن مون پرانن ۽ اندرين کي پنهنجن عهدن هلائڻ لاءِ هدايتون ڏنيون آهن. ملازمت جي فرض منصبي، مناسبت جي ميزان ۾ هئڻ گهرجي. سو توکي پنهنجي ذهني ڪيفيت بدلائڻي پوندي. پر تنهنجي اوگڻن جي اوگهڙ ٻنا، تنهنجي رخ ۾ تبديلي ايندي ڪانه. سو توُن ڪن کولي ۽ دل لائي ٻُڌ، ته تنهنجا ڪارناما ڪهڙا آهن ۽ انهن ڪري، منهنجي شهنشاهت ڪيتري نه پوئتي پوندي ٿي وڃي. توُن منهنجو ملازم آهين، پر پاڻ کي مالڪ سمجهي ويٺو آهين، ۽ هر معاملي ۾ ٽنگ اڙائي ويٺو آهين. جتي جتي صلح سانت آهي، اتي ڪوڙ کهسان مچائي ڏنو اٿئي. امرت کي وش بڻائي ڇڏيو

اهڙا سزا ڀُڳي، ٻيئان جي دل ڏهلجي وئي. سندس ڏرڻ ڏکي ٿي، تہ جو ڀل چيل تِي هُر ڀل آهي، سو هڪ هند ڪيئن ٻڌجي سگهندم؟ لاچار ٿي پيٺ ورائي لَو. هوڏانهن بادشاهہ، راڻيءَ "ٻُڌيءَ" ڏانهن مُشڪي نهاري لو، انصاف ۽ عدل لاءِ داد گهري لو. پر واڻي سانت ۾ رهي ٿي، ڇو تہ بادشاهہ جي فيصلي، سندس چاليءَ ۾ ڏڪ ڏڪ پيدا ڪئي آهي. اِلي ٿي، ڏهئي اِندريون، پنج گيان اندريون ۽ پنج ڪرم اندريون بہ نوي، سامهون اچي ٿيون. سمجهي سگهجي پيو تہ زبان، ڏهني پاران تقرير ڪندي.

بادشاهہ: اوهان جو نالو ڇا آهي، پيشو ڪهڙو آهي، مقصد ڇا آهي، وجود ڪٿان ٿيو آهي، ڪٿي ۽ ڪڏهين سماپت ٿينديون آهيون؟

زبان: هي ملڪ معظم، اسين ڏهئي اِندريون اوهان جي مکيہ منتريءَ "من" جون داسيون آهيون ۽ سندس اشاري جي هيٺ وس آهيون. هي پنج گيان اندريون آهيون ۽ هي پنج ڪرم اندريون آهيون. انهن تہ هرهڪ اندريءَ جا جدا جدا فرض مقرر ٿيل آهن، پر ٿوري ۾ ڪٿي هيئن چئجي، تہ گيان اندريون، واسناڻون وٺي وڃي ويچار تا رکيا دربان کي ڏيون، تہ من کي پهچائي. وري اهو ٿي دربان، من جو پيغام وٺي، ڪرم اندرين کي پهچائي، جنهن جي تعميل پوري ڪريون. واسنا ڏئي تہ آهي ۽ پيغام آڻيو نہ آهي. روشنائيءَ جي رفتار بہ اهڙي تيز نہ آهي. واسنا جو واءُ ساءُ اهو وٺون، جو من کي پسند پئي، ۽ سندس پيغام جي پوري بہ اهڙي ايمانداريءَ ۽ اوچائيءَ سان ڪريون، جو ڪيس پسند پئي. سندس پسنديءَ ۾ ئي اسان کي پرستتا ملي ۽ سندس ولڪ ۾ ئي اسين رلي رهون. نيت تہ اسان ڏهني جو پيارو پيار آهي. سو قابليت ۽ لياقت ڏيکاري، پيا سندس پيار جون پڪون پيون. اهوئي اسان جو پيشو ۽ مقصد آهي. حضور، اسين ڪيئن پيدا ٿيون آهيون، ٿيهڙي تہ ڪل ٿي ڪانہ آهي، ڇو تہ چالي جم ڪان، من سان لاڙون لڏيون سن ۽ سندس مسڻ ٿي ٿي چاڪهہ چڙهي، ستي ٿينديون سين. اسين موئي وڃون، تہ اسان جو ٿور، من هونڊ ڏاڍو دکي ۽ وياڪل گذاري. تنهن ڪري، جيستائين من جيرو آهي، تيستائين اسين بہ زنده رهڻ ٿيون چاهيون، ڇو تہ هڪ ٻئي کي چشڪو ڏيون ٿا ۽ هڪ ٻئي کان چشڪو وٺون ٿا. اهو چشڪي جو چشمو ئي اسان جي چمن کي چمڪائي رهيو آهي.

بادشاهہ: لعنت آهي اوهان جي لڳاءَ تي، غلاميءَ تي، نيچ مدرتيءَ تي، ذلالت تي ۽ زواليت تي. اصليت جي اَڻچاڻائي، ڏليءَ جي ڏطوفي ۽ چشڪي جي چٽڻي، اهي سڀ مها اپراڌ آهن، جن جي ڪارڻ، اوهان مڙني مٿان عقوبتون ۽ عذاب اچڻ گهرجن، ڇو تہ گوشماليءَ ٻنا، اوهان جو حوصلو ٽڪائي نہ لڳندو. تنهن ڪري اوهان کي اهڙا سزا ٿي ڏني وڃي، تہ هن ڪانهوءَ، اوهين پنهنجو پنهنجو، واسنا وٺڻ يا ڪرم ڪرڻ جو فرض، ادا ڪنديون رهو، پر اوهان جو لڳاءُ تہ واسنا ۾ هئڻ گهرجي، نہ ڪرم ۾ ۽ نہ من

سو پنهنجي لاءِ آنند ميو آهيون. پرڪرتيءَ لوڙي پرش ۾ به اسين سمايل آهيون.

بادشاهه، اها وارتا ٻڌي پرسن ٿي ويو ۽ پنهنجي تخت کي، پنهنجي جڳهه تي باعزت موٽي وڃڻ لاءِ اشارو ڪري ٿو. پوءِ پنهنجي پٽ راڻي "ٻُڌيءَ" کي، ڀاسيرو ٿي، قرب سان ڪن ۾ چئي ٿو، ته اي منهنجي مهاراڻي. منهنجي من جي ملڪه، هي پنج تت ته لوڪان به وڌيڪ پڌرا آهن. راڻي، منهن ڦيرائي مرڪي ڏني ٿي، ته ايتري ۾ پران به اوريان اچي، خوشي سلام ڪن ٿا.

بادشاهه: توهانجو نالو ڇا آهي، پيشو ڪهڙو آهي، مقصد ڇا آهي، وجود ڪٿان ليو آهي، ڪٿي ۽ ڪڏهين سماپت ٿيڻا آهيو؟

پران: هي جيڏا قبلا، هِن خادم کي پران ڪري ڪوٺين ٿا. هڪ سرير ۾، پنج مُنهون آهيان، جو ته پنج پيشا آهن. پنهنجي الڳ به آهن ته پاڻ ۾ رليا مليا به پيا آهن. جڳت ۾ جيڪي جان وارا جيو آهن يا جڙ وستون آهن، تن جي لهرڪ ۽ ترواٽ لاءِ، مان ئي جوابدار آهيان. ساهه کڻڻ، هاضمو ڪرڻ، رت جو دورو چالو رکڻ، پگهر ڪڍڻ، پيشاب ۽ وشٽا جو نيڪال ڪرڻ، انهن سڀني ڪرياتن ۽ ڪرتبن جو به تعلقات، منهنجي شڪتيءَ سان آهي. زندگاني جو مدار رڳو انهيءَ شڪتيءَ تي آهي. پر اها شڪتي، مونکي سرو شڪتيوان مان مليل آهي. منهنجو مقصد اِهو آهي، ته منهنجي شڪتي سدا قائم رهي. منهنجي شڪتي سماپت ٿي وڃي، اِهو ته نه مان پسندي سگهندس ۽ نه سهي سگهندس. آئيٽي ۾ ئي مونکي آرام اچي ٿو. سماپتيءَ جو ته نالو ٻڌندي ئي، منهنجو ساهه سُڪي ٿو وڃي. پران ته جيءَ جند جو جياپو آهن. جي پران ويا ته باقي بچو ڇا؟ مان غائب ٿيان ته ساري سرشٽي الف تاراج ٿي وڃي. شايد بادشاهه خود به سلامت رهي نه سگهي! مونکي پنهنجي شڪتيءَ تي فخر آهي ۽ جياپي سان دلچسپي آهي.

بادشاهه: اي منهنجا پيارا متر پران، تون ته ڏاڍو دلو ٿو ڏسجين. شايد اهڙا ڇِلهه ئي چڙهيل ٿي ڪونه آهين ۽ نه پاڻيءَ جي پڪڙ ۾ آيو آهين. مالڪ جي مهتا کان ٻاهر آهين، اتفاق ۽ اختلاف جي نظر فريبيءَ ۾ آهين، آد ۽ انت جي دلفريبيءَ ۾ آهين، لذت ۽ لڳاءُ جي دلرباڻيءَ ۾ آهين، مسئلن ۽ مرادن جي قيد ۾ قابو آهين. پرائي شڪتي، پنهنجي سمجهي ويٺو آهين، تون ته وڏو ڏوهي ۽ گنهگار آهين ۽ سخت سزا جي لائق آهين. انهيءَ ڪري، توکي اها سزا ٿي ڏني وڃي، ته هن ڪائنات، تون "اڙا" ۽ "پنگلا" جي وچ ۾، ٻنا ڪنهن به چرپر جي، هڪ هنڌ ويٺو رهندين ۽ "سکمنا" ناڙيءَ ڏاران پنهنجو لهرڪ هلائيندين. سڀ پيون تنهنجون اندر ٻاهريون بند رهنديون. هردم منهنجي نظر هيٺ هوندين. اها سزا لاشڪ توکي تڪليف پهچائيندي، پر ٻنا سبق سکڻ جي ۽ اصليت سمجهڻ جي، تون غلاميءَ جون زنجيرون ٽوڙي ڪونه سگهندين ۽ آزاديءَ کان محروم رهندين.

بادشاهہ: اوهان جو نالو ڇا آهي، ٻيڻو ڪهڙو آهي، مقصد ڇا آهي، وجود ڪٿان
آيل آهي، ڪٿي ۽ ڪڏهين سمايل ٿيڻا آهيو؟

پرٿوي: هي عالم پناهہ، اسان جا نالا آهن: ”پرٿوي“، ”جل“، ”اگني“، ”وايو“
۽ ”آڪاس“. خصلتن مطابق، اسين پنج ڀائر آهيون، پر قدرتي ٻانهون؛ اسان کي
هڪ ٻئي سان ٻڌ ڪري جوڙيو آهي، تہ سڌيءَ طرح پاڻ ۾ گڏجي، اتحادِ عمل سان ادا
ڪريون. ڀيڻو سڀني جو نرالو نرالو آهي، پر مقصد سڀني جو ساڳيو آهي، تہ خالق جون
خلقيل نعمتون، خلقت کي مفت ميسر ٿي ملن. هن ڇتيءَ ٽڪن مان تراوت وٺي؛ پرٿوي
ڪُل خلقت کي پناهہ ڏني، جنهن ماتا جيان پاليا ڪري ٿي. موت ۾ ڪائي، نہ ڪنهن گهڙي
ٿي ۽ نہ ڪنهن وٺي ٿي. جل جت ڪٿ، هر جان ۽ ٻوٽن جي خدمت لاءِ موجود
آهي. ڪير ڪيترو بہ ڪٿي وڃي ۽ ڪنهن بہ استعمال ڪري. جل ڌرتيءَ کي سيلاب ڏئي
ٿو، وڏواهہ کي ٿڌو ڏئي ٿو، سڀ جي پياس اجهائي ٿو ۽ وايوءَ ۾ لڏڪار آڻي ٿو. جل
وڏيءَ گردش ۾ رهي ٿو. بادلن مان برسات ٿي اچي ٿو، برسات مان ندين ۾، ندين مان
سمنڊ ۾ ۽ سمنڊ مان وري بادلن ۾. اگني، سرشٽيءَ کي روشنائي، تپت ۽ گرمي پهچائي
ٿي، ڪرپا ڪرم ڪرائي ٿي ۽ گندگيون ۽ غليضايون ڳرڪائي ٿي، تہ خلقت جي صحت
سالم رهي. وايو، هر هنڌ وسي، جڳت کي جياپو بخشي ٿو. وايوءَ ٿي ٿي پران جتن ٿيا.
آڪاس ٿي، جاءِ ٿي لڪن ٿا. تنهن ڪري، آڪاس خلقت جو خاص خدمتگار آهي.
خالص ۽ آواز، آڪاس جون خاص خصوصيتون آهن. پنجئي ڀائر، بنا ڪنهن آرام يا لٽ
جي، هردم، هميشهہ ۽ لڳاتار، پنهنجي ڪرت ۾ رڌل رهن ٿا.

هي راڄن، اسان پنهنجي ٽن کي ڪابہ الڳ هستي يا آزاد وجود ڪونہ آهي. اسين
بہ خلقت جو هڪ اڻلکو حصو آهيون. خالق جا ئي خلقيل آهيون، ۽ خالق جي خاڪساريءَ
۾ خادم آهيون. جي خاصيتون بخشيندو ۽ جي ڪم سپرد ڪندو، تنهن موجب فرض پورا
ڪندا رهنداسون. اسان جي فرض ادائي، ڪنهن قبول پئي ٿي يا نہ، تنهنجي اسان کي
جاڻ ڪانهي، جو نہ اسين فقط سندس ڀاڻي مطابق، حرڪت وٺي رهيا آهيون. هلائي ٿو
پاڻ ٿو نہ ڀاري، پاڻ سگهي ٿو. اسان لاءِ سرب اڇا. سندس مرادن کان بيخبر آهيون ۽
پنهنجون منصائن کان بہ آجا آهيون. اسان کان جدا يا ڪڏائي ڪم وٺي، هڪڙو ڪم ڪنهن ۽ ٻيو ڏئي،
اسان جي هستي قائم رکي يا مٽائي ڇڏي، تنهنجي اسان کي ڪا پرواهہ ڪانہ آهي، ڇو تہ
اسين دک سک يا خوشيءَ غم يا جم مؤت جي چڪر کان ٻاهر آهيون. باقي اهوئي سمجهون
ٿا، تہ اسين پنجئي ٿت، جڳ تہ هڪ آهيون ۽ هڪ جي پيداش آهيون. جي الڳ ٿيون،
وجود ۾ آيا آهيون تہ سندس لطف آهي ۽ جي منجهس جذب ٿي وڃون، تہ بہ سندس
ليلا آهي. آنند مان آيا آهيون ۽ آنند ۾ جيون گهاريون ٿا. جيون ڇڏڻ بہ آنند ۾ هونداسين

پرواهه نه آهي، نه ڪي هڪ ڇلانگ سان ئي ڪُن پر ٿين ٿا، نه ڪي ڪجهه ٿيا ڏٺي، ساهي ٽاڻي
۽ ليمت ٿيون ٿا ۽ انهن لاءِ، هڪ هڪ جنم جو جامو، هڪ نئين مثل آهي. ٿاڪ پر ڪيترين
ٿاڪ ۽ ٿاڪا، ڪيترن ورهن بدلائڻ ۽ وسيلن هلائڻ ڪانوءِ، محبتي ميلاپ ماڻيندا آهن.
ساڳيءَ طرح، جيون جي ٿاڪ پر به، ورهن بدلائڻ ۽ وسيلن هلائڻ جهڙي ضرورت محسوس
ٿئي ٿي. جي ورهه ۽ وسيلا ووڪ پر ويا پڪ آهن، نه اهي ولرت موڙ ڪرڻ ويندا.

مکيه ڳالهه هيءَ آهي ته آپو مٽجي، ۽ آخرين سوکيم اهم پاڻ به الوپ ٿي وڃي. اهنڪار
اهڙتا، اهم پاڻ يا انانيت، جڏهن ته جيو جي اندر پنهنجي حڪومت جو بادشاهه آهي. جي جيو
سرڪ سوادن ۽ دنيوي وهنوارن ۾ وچڙيل آهي، ته جيئن ته اهنڪار اڃا استول روپ ۾ آهي.
جي جيو، انهن بندشن مان ڇوٽڪارو پائي، روحاني راهه تي اچي، ته سمجهو ته اهنڪار
هاڻي سوکيم صورت ورتي آهي، ڇو ته اها ”مان مان“ اڃا به رهيل آهي، جيترو ٺيڪ اها
چاهي ٿي ته مٽجي ماڻي، مالڪ سان ملان. استول لوڙي سوکيم صورت ۾، جيترو ئي
اهنڪار جي حڪمراني، ڪافي حد اندر قائم رهي ٿي. اهو سوکيم اهنڪار به صفا الوپ ٿي
وڃي، تنهن بابت هڪ خيالي چِٽ، پاٺڪن جي پروڙ لاءِ، پيش ڪجي ٿو. هڪ ڏيهن
بادشاهه، ”سوکيم اهنڪار“، وڏي دربار ڪوٺائي آهي، جتي ”بندو“ به ڪنهن ڪند
ڪڙڇ ۾ لڪي، شاڪسيءَ طور ويٺو هجي دربار * جو نوراني نظارو ڏسي. بادشاهه، پنهنجي
امت راڻيءَ ”بُڌيءَ“ سان گڏ، مٽي سنگهاسن تي براجمان آهي. هال دربارين سان سارو
سٽيو پيو آهي ۽ هرڪو درباري شان شوڪت سان، اوچو ڳات ڪري ويٺو آهي. اڳين
قطارن ۾، مکيه منتري ”من“، اوچيءَ ڪرسيءَ تي ويٺو آهي ۽ سندس پنيان هيٺين ڪرسين
تي، جي معزز درباري زريءَ ۽ ڪمخاب جا وڏا چوغا پائي ويٺا آهن، ۽ جي بندي کي
ڪيءَ طرح ڏسڻ ۾ اچن ٿا، سي آهن: ”پنج تَت“، ”پِران“ ۽ ”ڏهه اندريون“. مکيه
منتري ”من“، ادب سان سجدو ڪري، پنهنجي ۽ ٻين مکيه درباري يارن، نذرانن جهڙي
پيٽ رکي ٿو. اهڙيءَ رسم ادائيءَ بعد، بادشاهه بلند آواز ۾، مکيه منتريءَ کي حڪم ڪري
ٿو، ته هاڻي معزز درباري، واري وٽيءَ حاضر ڪيا وڃن. انهيءَ حڪم جي بجاآوري
ڪندي، مکيه منتري، پهرين پنجن تَتن، ”پرٿوي“، ”جلُ“، ”اگني“، ”وايو“ ۽
”آڪاس“ کي حاضر ڪري ٿو، جي سِر جهڪائي، بادشاهه کي سلام ڪن ٿا. پاڻ ۾
فيصلو ڪري آيا ٿا ڏسجن، ته جي ڪا سوال جوابي ٿي، ته سڀني يارن، پرٿوي بيان پيش
ڪندي، ڇو ته هوءَ ڪجهه اڳيرو اچي بيٺي آهي. هيءَ نظارو به ته پرٿويءَ تي رچي رهيو آهي.

---

* ١٧٠ صفحي جي سامهون، جيڪو خاڪو آيل آهي، سو هن ڇهڪي جي ڇهرابر سمجهڻ ۾،
ڪافي ڪارگر ٿيندو.

پاڙو پيدا ڪري ٿو. موت ڪنهن کي ڪونه ٿو وڻي. زندگي سڀني کي مٺي آهي، پر
موت کان سڀڪو ڀڄ ڏجي. ڇو؟ ڇو ته موت من جي مرادن ۽ مقصدن جي اوچتي انت
آڻي ٿو. جڏهن انسان، سنسار سان ۽ سنساري وستن سان نينهن لڳايو آهي، مٽن، مترن ۽
مايا ۾ موهه وڌو آهي، اندرين جي وس کي مٺو سمجهيو آهي، لوڀ لالچ ڪري پداوت
گڏ ڪيا آهن، آسا منشا جا ڪيئي قلعا اڏيا آهن، ۽ جو "مان مان" جي مستيءَ ۾ مگن
رهيو آهي، ۽ "ميريءَ تيريءَ" جي پيڇ ۾ ڦاٿل آهي، تنهنجي دنيا، موت سان ئي،
پر زندگيءَ سان جڙيل آهي. موت نه انهيءَ دنيا جو بنا ڇڏائي جي، ڪِٽ ۾ خاتمو آڻيندو.
انهيءَ ڪري، موت هميشه ۽ هر حالت هيبت، بلڪل ڀوائتو، اڻمندائتو، اڻسهائيندڙ ۽
اڻوڻندڙ محسوس ڪجهي ٿو. پر سچو شيوڪ، موت کان ڏجي ٿي ڪونه، ڇو ته اهو اڳتر
آهي. هو نه رڳو انجي آجيان ۽ مرحبا ڪري ٿو، ڇو ته هن اهڙي خيالي دنيا ڪانه رچي
آهي، اهڙا آنسنا ڪونه ناهيا آهن، ۽ اهڙا نينهن ڪونه ڳنڍيا آهن. هن موت جي ذاتي
معنيٰ ڄاتي آهي. تنهن ڪري، هو سنسار ۾ مهمان جيان جيون گذاري ٿو، ۽ اڪام ۽
نرليپ ٿي، سڀ سان ناتا نباهي ٿو. موت کي اڳتر ڄاڻي ۽ دنيا کي سپنو سمجهي، هو
موت لاءِ هردم تيار رهي ٿو. انهن هردم مري، امر رهي ٿو. موت هنجو ڪجهه به بگاڙي
ڪونه ٿو سگهي. هنجو آهي ڇا، جو موت کسي سگهندس؟ هو موت کي، انت ڪال جي
حالت ۾ نه، پر نئين جيون جي شروعات ۾ ڏسي ٿو. هو موت کي آتما سان نه، پر جسماني
جامي سان جوڙي ٿو. هو جيون کي ڪنهن خاص جنم سان نه، پر جيون جي لامتناهي،
لامحدود سان لڳائي ٿو. تنهن ڪري، هو موت کي مالڪ سان ملاقات جو موقعو ڪري
ڏسي ٿو. هو موت معرفت، مڪتيءَ جو مارگ پائي ٿو، ۽ پورن پرمانند جي پراپتي حاصل
ڪري ٿو. پوءِ هو ڇو جيون سان جان جوڙي ۽ موت کان منهن موڙي؟ ڪبير صاحب فرمائين ٿا:

ڪبير جس مرني تي جڳ ڏري - ميري من آنند
مرني هي تي پائيئي - پورن پرمانند.

سلوڪ، ڪبير صاحب (۲۲)

اي بندا، اهي آهن ملنگ فقير، مست قلندر، امن جا امير، جن موت جي صحيح
معنيٰ سمجهائي آهي، جن موت جو مٺڪو مرونيو آهي، جن ڪال جي قاصدن کي ڪرتي
تان ڪيرايو آهي، ۽ جي رڻ تي چڙهي، فرشتن جي سرڪس سان، ونڪيت واسي ٿيا
آهن. موت پراڻ تائين پهچي ٿو، پر آتما جي اوڏو اچي ٿو ڪين، ڇو ته آتما امر آهي.
آتما کي ڪال جي ڪتاري ڪاٽي ڪانه سگهندي. باقي جيو جا ڪي ڪرم، ڪيس جوڙئين
۾ ڦٽڪائين ٿا، ٻوري جيو جا ڪي ڪرم، ڪيس جنم مرڻ جي چڪر کان آزاد ڪرائي سگهن
ٿا. جي هن جنم جا سڪرم، پورن آزادي نه به ڏياري سگهن، ته به پورلو ڪرنهي. پولو آهي،
جڏهين وڪ اڳتي وڌڻ بدران، پوئتي هٽي ٿي. جي وڪ اڳتي وڌندي هلي ٿي، ته پوءِ

